# قديم سنڌ

## پيرومل مهر چند آڏواڻي

ايڊيشن چوٿون 2004

سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو

# ڇپائيندڙ پاران

اڻ ڳُڻ محنت، بيمثال تخليقي جوهر ۽ مطالعي توڙي مُشاهدي جي اٿاٿ سبب سنڌ جي ادبي ۽ علمي کيتر ۾ شاندار پيشقدميون ختم ته نه پر رُڪجي ضرور ويون آهن. تاريخ، فن، موسيقي ۽ ٻين رُخن ۾ جيڪا اڄ کان اڌ صدي اڳ عرق ريزي ڏسڻ ۾ آئي، سا اڄ تمام گهٽجي گهٽجي ڇُڪي آهي. هاڻي ورلي ئي ڪا اهڙي تحقيقي (پر تفصيلي) تحرير پڙهڻ لاءِ ملي ٿي، جيڪا پڙهندڙ جي ڄاڻ توڙي فهم ۾ قدر جوڳو اضافو ڪري سگهي. سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي سيني چاهيندڙن لاءِ اها صورتحال نهايت ڏکوئيندڙ ۽ پريشان ڪندڙ آهي ۽ انهيءَ حالت منجهان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ وقت جي اهم ضرورت آهي.
ظاهر آهي ته نئين راهه ۽ سنئين رُخ تي هلڻ لاءِ پاڻ کي ڪجهه اهڙن ليکڪن، ڪتابن ۽ راهبرن جي ضرورت آهي، جيڪي سنڌ واسين جو زندگيءَ مان وڃايل ويساهه بحال ڪرڻ جو هُنر ڄاڻندا هُجن. ڪاڪي پيرومل مهرچند آڏواڻيءَ جو هيءُ ڪتاب "قديم سنڌ" هڪ اهڙي ئي ڪاوش آهي، جيڪا سنڌ واسين کي يقين ڏياري سگهي ٿي ته سنڌن تاريخ ۽ تهذيب دنيا جي گولي تي خاص قسم جي اهميت رکي ٿي. مان سمجهان ٿو ته انهيءَ يقين جي آڌار تي سخت پورهيو ڪندي سنڌ ۾ فڪري ۽ علمي جاڳرتا جو علم بلند ڪرڻ ممڪن ئي نه پر آسان به ٿي سگهي ٿو.
هن ڪتاب ۾ قديم سنڌ جا رڳو سماجياتي مُهانڊا يا جاگرافيائي ۽ تهذيبي حالتون ئي نه ڇنڊيل آهن، پر سنڌو ماٿر جي اصلوڪن رهاڪن، هجرتن، روايتن، ريتن، رسمن، هُنرن، ڪاڙن، فنن، عقيدن، سماجي سرشتن، سياسي معاملن، ڏڌن ۽ وهنوارن سميت ذري ذري جو تفصيل ڏنئي، ماضيءَ جي جيئري جاڳندڙ سنڌ کي ڄڻ ته اکين آڏو بيهاريو ويو آهي. انهيءَ سنڌ تي نگاهه وجهندي هر سنڌيءَ جو ڪنڌ فخر سان بلند ٿي سگهي ٿو ۽ منجهس اڳتي وڌڻ جو ساهس پيدا ٿيڻ لڳي ٿو.

ليکڪ جي محنت ۽ ڪتاب جي اهميت کي نظر ۾ رکندي سنڌي ادبي بورڊ اڄ کان 47 سال اڳ 1957ع ۾ ڪتاب جو پهريون ڇاپو آڇي سنڌ جي، سنڌ سان سُڄاڻپ ڪرائي. هن ڪتاب علمي ۽ ادبي حلقن ۾ وڏو ڇوٻول پيدا ڪندي فخرمند مڃتا ماڻي ۽ ڪاڪي پيرومل کي سنڌي ساهتڪارن جي پهرين صف ۾ اچي بيهاريو. ٿورڙي عرصي کانپوءِ "قديم سنڌ" محققن ۽ عالمن ۾ ماخذ جو درجو حاصل ڪيو ۽ سنڌ بابت ڪنهن به تحقيقي ڪم ۾ بنيادي پٿر جي حيثيت ماڻي ورتي.

"قديم سنڌ" جو آخري ڇاپو 1992ع ۾ پڌرو ٿيو ۽ فورن هٿو هٿ وڪامي ويو. گُذريل ڪيتري وقت کان "ڪتاب گهر" جي مئنيجر جي سفارش هئي ته ڪتاب جو نئون ڇاپو جلد از جلد پڌرو ڪيو وڃي. بحيثيت سيڪريٽري جيئن ئي منهنجي سامهون "قديم سنڌ" کي چوٿون دفعو ڇاپڻ جي گذارش پهتي ته مون انتهائي ڪٺن مالي حالتن ۾ به ترجيحي طور تي انهيءَ حوالي سان اُپاءَ ورتا ۽ اڳڀرائي ڪئي. اڄ خدا جو شڪر آهي ته هي پلو ڪم منهنجي هٿان ٿي رهيو آهي. اُميد آهي ته لائق پڙهندڙ پڻ ساڳي پاٻوهه سان هن ڇاپي جي آجيان ڪندا.

10 — آگسٽ 2004ع
بمطابق
23 جمادي الثاني 1425هجري
**انعام الله شيخ**
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

# ديباچو

سنڌ جو پرڳڻو جھڙو آھي پاڻ قديم، تھڙو ئي آھي سندس نالو قديم. رگ ويد جھڙي جھوني پستڪ ۾ بہ اھو ئي نالو ڄاڻايل اٿس، جنھنکري چئبو تہ سڄيءَ دنيا جي ساھت ۾ انھيءَ کان آڳاٽو نالو ٻيو آھي ئي ڪونہ. اھا اسان جي سنڌ آھي، جنھن ۾ سڀيتا جو سج بہ اُنھيءَ آڳاٽي سمي ۾ اُڀريو ھو، جنھن سمي ۾ دنيا جون ڪيتريون قومون اڃان سياري جي سوڙ تاڻي سمھيون پيون ھيون، ۽ پوءِ سڄاڳ ٿيون، تہ بہ ڪيترو وقت سنڌ جي سنگين ململ سان پنھنجو بت ڍڪينديون ھيون. اھو رواج الھندي ايشيا، مصر ملڪ، يونوچ سمنڊ وارن ڪنارن، بلڪ يورپ ۾ ڪيترن ھنڌ ھو. انھن سڀني ھنڌ ھندو سڀيتا جو ڦھلاءُ بہ ڪيتري قدر اسان جي سنڌو ماٿر جي رھاڪن ڪيو، جي ڳالھيون ثابتين ۽ سَنَدَن ساڻ ھن ڪتاب ۾ ڄاڻايون ويئون آھن. اھي پرانھان پاسا تہ ڇڏيو، پر خود سڄي ڀارت کنڊ ۾ پھريائين پھريائين سنڌو ماٿر ھئي، جنھن رگ ويد واري قديم زماني ۾ ئي پنھنجيءَ اعليٰ درجي جي سڀيتا ۽ شاھوڪاريءَ جي ڪري اھڙو تہ نالو ڪڍيو، جو پوءِ سڄو ھندو جاتي ۽ سڄي ھندستان سندس نالي پٺيان سڏجڻ ۾ آيا. اھو نپو سڄي ھندستان تي اھڙو تہ ھٽي ڇڏيو اٿس، جو ڪڏھن بہ ڪنھن جي ميٽڻ جو ڪونھي.

ڪنپي نہ ڪاري تنھن کي، جو ھالاري ھوءِ،
توڙي ڏوٻي ڌوءِ، تہ بہ لعلي اُن جي نہ لھي

شاھ -

ويدن ۾ آڳاٽو رگ ويد آھي، جنھن جي منڊل ڏھين جي سُوڪت پنجھتر ۾ انھيءَ قديم زماني جي ھڪ رشيءَ ان وقت ئي سنڌ جي سڀيتا ۽ شاھوڪاريءَ جي واکاڻ جا ڍڪ ڀريا آھن! ويدن کانپوءِ ھندن جا اتھاس ۽ پراڻ آھن، انھن کانپوءِ ٻڌ ڌرم ۽ جين ڌرم وارن جا ڌرمي پستڪ آھن. انھن سڀني ڌرمي پستڪن ۾ ساندھ ڏسبو تہ سنڌ جي ھڪڙي نہ ٻي ساک لکي پيئي آھي. گوتم ٻڌ کان گھڻو پوءِ ۽ سڪندر اعظم کان ٿورو ئي وقت اڳ جا احوال ڏسو تہ انھن منجھان بہ

ائين ئي معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ جي پرڳڻي ڏيسان ڏيس پنهنجو ڏاڪو اهڙو ته وجهي ڇڏيو هو، جو ايران، اسيريا، بابل (بئبلونيا) بلڪ يورپ جي ڪن قومن کي انهيءَ وقت بہ سڌ هئي، ته سنڌ نهايت پريو پاڳيو پرڳڻو آهي، ۽ انهيءَ ڪري ايرانين ۽ يونانين جو وات پاڻي پئي ٿيو، ته ڪيئن بہ ڪري اهو ڏن بڪليو (ڏن سان ڀريل) پرڳڻو پنهنجي قبضي ۾ ڪجي. اهو ئي هڪ مکيہ سبب هو، جنهنڪري وقت بوقت ڌاريون قومون سنڌ تي ائين پئي پيون، جيئن مُلان مِڙن يَتَ تي!

اڳيون ڳالهيون ڇڏي، ويجهڙائيءَ جي ڳالھ ويچاريو: سنہ 1922ع ۾ آرڪيالاجيڪل کاتي وارن جي ڪوڏر جو هڪڙو ئي لپو مهن جي دڙي ۾ لڳو، ته اهڙيون ته حيرت جهڙيون حقيقتون زمين جي پيٽ مان نڪري پڌريون ٿيون، جن دنيا جي وڏن وڏن عالمن جون اکيون کوليون آهن، ۽ هاڻ ڪيترا ماڻهو ڪٿان جو ڪٿان کَهي، مهن جي دڙي جي درشن لاءِ اچن ٿا.

اهي سڀ ڳالهيون اسان سنڌي ماڻهن لاءِ فخر جو باعث آهن. پنهنجي ديس لاءِ فخر، وطني حب جو هڪ مکيہ لڇڻ آهي. اهو لڇڻ اسان ۾ وڌي، اسان کي سچو وطن دوست تڏهن بنائيندو، جڏهن اسين پنهنجي پرڳڻي جي آڳاٽي اوج جو دل ۾ دور ڪري، ۽ وڏيڪ ترقي لاءِ حال جو خيال ڪري، پنهنجو ارواھ مستقبل سان ملائي ڇڏينداسين. پوءِ آڳاٽي اوج جو فخر ۽ آئيندي جا آسرا اسان ۾ نئين جيوت ڦوڪيندا، ۽ عجيب اُتساھ پيدا ڪندا. هن وقت اسانجيءَ سڀوريءَ سنڌ ۾ حالت هيءَ آهي ته تاريخ توڙي بين ڳالهين جي کوجنائن جو چاھ اسانجن ماڻهن ۾ گهٽو گهٽ آهي، جنهنڪري اهو لڇڻ اسان ۾ اجان اهڙو زور نہ آهي.

ٿورا ورهيہ ٿيا، ته مان پنهنجي سر تاريخ جو ايتريقدر اڃياسي نہ هوس جيتريقدر ٻوليءَ جو، پر تاريخي ڳالهين جي کوجنائن جو خيال بہ ٻوليءَ جا اڀياس ڪندي آيم. سن 1937ع ۾ دل ۾ آيو ته ”سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ“ جوڙيان، جنهن ۾ قديم سنڌ ۽ ان جو جيڪو اثر سنڌي ٻوليءَ تي ٿيو آهي، سو بہ ڄاڻايان. مون کي اهڙي هڪڙي تاريخ بہ ڏسڻ ۾ ڪانہ آئي، جا مونکي انهيءَ ڪم لاءِ ڪارائتي ٿئي! هيءَ ڏک جهڙي حالت ڏسي، ٽي ورهيہ ساندھ محنت ڪري، ڏيڍ سؤ کن ڪتابن

مان قديم سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جا احوال ويهي ڪڍيم. ڪنهن ڪتاب مان فقط هڪ ٻه فقرو ته ڪنهن مان رڳو ٻه ٽي سٽون مليم؛ پر اهي ذرا پرزا ٻه ويهي ڳنڍيم، ته چڱي خاصي تاريخ تيار ٿي پيئي. ائين خاص پنهنجي لاءِ قديم سنڌ جي تاريخ جوڙي، پنهنجو ڪم شروع ڪيم. فيبروري 1941ع ۾ ”سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ“ ڇپائي پڌري ڪيم، ته ڪيترن اُها چاهه سان پڙهي خاص هن ڪري جو قديم سنڌ جي تاريخ، سنڌ جي جنم ۽ ويدن واري زماني کان وٺي عربن جي ڪاهن تائين ان ۾ ڏني هيم، ۽ اهڙي تاريخ ٻئي ڪنهن به ان وقت تائين ڇپائي پڌري نه ڪئي هئي. ٻوليءَ جي تاريخ به اڳي ٻئي ڪنهن به ڪانه لکي هئي. مون پوءِ تاريخ جي وڌيڪ احوال ڪني ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. اپريل 1936ع کان وٺي سنڌ جو صوبو بمبئي کاتي کان ڇڄي ڌار ٿيو آهي، ته ضروري سمجهيم ته سنڌ جي تاريخ به ڌار هئڻ گهرجي. اها ضرورت سنڌ سرڪار به محسوس ڪئي.

آگسٽ 1940ع ۾ سنڌ سرڪار سنڌي ادب (ساهت) لاءِ هڪ مرڪزي صلاحڪار بورڊ ڪراچيءَ ۾ برپا ڪيو، جنهن تي ٻين ڪمن سان گڏ هيءُ ڪم به رکيائين ته سنڌ جا ملڪي ۽ پنگتي احوالن جي تاريخ به تيار ڪرائي وڃي. انهيءَ بورڊ، جو هڪ ميمبر مان به آهيان. هن ڪم لاءِ سنڌ سرڪار کو انعام ڏيڻو ڪونه ڪيو هو، ته به بورڊ جي منظوريءَ سان اهو ڪم مون پاڻ تي کنيو، ته پنهنجي اپياس جو فائدو پنهنجي ديس ڀاين کي به ڏيان. مون پوءِ ٻيا ٻه ورهيه محنت ڪري، قديم سنڌ جي تاريخ لاءِ وڌيڪ ذخيرو ڪنو ڪيو، جو سمجهان ٿو ته ٽن جلدن ۾ ورهائڻو پوندم. هن وقت تائين پنهنجيءَ رٿيل تاريخ جو رڳو هيءُ پهريون جلد پورو ڪري سگهيو آهيان.

هن جلد ۾ سنڌ جي جنم، مهن جي دڙي ۽ رگ ويدڪ زماني جي سڀيتا جو ذڪر آهي. سنڌ جي جنم ۽ ٻين آڳاٽين جاگرافيءَ جي ڳالهين جو مضمون جيالاجيڪل کاتي وارن جي کوجنائن جي احوالن مان ڪڍيو اٿم. مهن جي دڙي بابت حقيقتون، آرڪيالاجيڪل اتي وارن جي ساليانين رپورٽن، سرجان مارشل، ڊاڪٽر ارنيسٽ مئڪي، مسٽر رکلداس بئنرجي، راءِ بهادر راما پرساد چند ۽ ٻين عالمن جي لکيل ڪتابن مان مختصر طرح ڏنيون اٿم. رگ ويدڪ زماني جي

سيپيتا جون ڳالهيون ڊاڪٽر ابناش چندر داس جي جوڙيل ڪتاب "رگ ويدڪ ڪلچر" مسٽر پي. ٽي. سرينواس آينگر جي ڪتاب "منترن جي زماني ۾ قديم هندستان جي جيوت" ڊاڪٽر راجيندرلال متر جي ڪتاب "اندو آوينس"، ڊاڪٽر جي. ميوئر جي اصلوڪن سنسڪرت مضمونن، لوڪمانيہ تلڪ جي ڪتابن "اورين" ۽ "آرڪٽڪ هوم"، پروفيسر مئڪس ملر، بابو روشين چندر دت ۽ ٻين ڪيترن يوروپي توڙي ڏيهي عالمن جي جوڙيل ڪتابن مان ڪڍي، پوءِ هڪ ٻئي سان پيٽيون اٿم. انهيءَ پيٽ ڪرڻ لاءِ سبب هيءُ هو، جو شروع ۾ پروفيسر مئڪڊونيل ۽ ٻين ڪيترن يوروپي عالمن رگ ويد ۽ هندن جي ٻين ڌري پستڪن مان ڪي اهڙا انومان ڪڍيا هئا، جو حقيقتن جي برخلاف هئا، ۽ مفت ڪي غلط فهميون ڦهلايون هئائون، جن کي پوءِ اسان جي ڏيهي عالمن رد ڏنو هو. اهڙيءَ حالت ۾ آڳاٽن توڙي هاڻوڪن ڪوجنائن ڪندڙن جون ڪتيون ڪيل سڀ ڳالهيون تنقيد جي تارازيءَ ۾ توري، پنهنجو هيءُ ڪتاب بنهہ تازين ڪوجنائن پٽاندر جوڙيو اٿم. هر هڪ ڳالهہ جي چنڊ ڇاڻ ڪرڻ جو اهو ساڳيو نمونو اختيار ڪري ٻئي جلد ۾ باقي رهيل ويدڪ ساهت، ۽ اتهاسن ۽ پراڻن مان سنڌ جا احوال ڏيئا اٿم، ۽ ڪجهہ ذڪر مڌيہ ديش وارن آرين جو بہ ڪرڻو اٿم، جو سنڌ سميت سڄي هندستان جي ڪيترين ريتن رسمن ۽ ٻين ڳالهين جو بنياد انهن وڌو هو. ٻيءَ طرح بہ قديم سنڌ جي تاريخ ڪجهہ قدر مڌيہ ديش جي تاريخ سان ڳنڍي ڳُتي پيئي آهي. ٽئين جلد ۾ ڪلجڳ جي شروعات کان وٺي، عربن جي ڪاهن تائين احوال ڏيئا اٿم. انهيءَ ريت قديم سنڌ جي هندن جي صاحبيءَ جي تاريخ انهن ٽنهي جلدن ۾ اچي ويندي.

ڪنهن بہ تاريخ ۾ جيڪڏهن رڳو سنبت ۽ سن ڄاڻائي، آڳاٽن حاڪمن جا پيڙهيءَ بہ پيڙهيءَ احوال ڏبا، ۽ سندين جنگين جو ذڪر ڪبو تہ اها ڪا تاريخ نہ چئبي. اهڙيون حقيقتون تاريخ جو رڳو بوتو بنائين ٿيون. انهيءَ بوتي ۾ روح تڏهن پوي ٿو، جڏهن ان وقت جي ماڻهن جي روز مرهہ جي جيوت جو ذڪر ڪجي ٿو. سچي پچي تاريخ ئي اها آهي، جنهن مان آڳاٽن ماڻهن جي رهڻيءَ ڪهڻيءَ، خيالن ۽ جذبن، ريتن رسمن، ڌرم ڪرم ۽ ساهت جي سڌ پوي ٿي. انهيءَ منجهان ئي

پوريءَ ريت پتو پوي ٿو تہ تهذيب يا سڀيتا جي شروعات ڪيئن ٿي، وقت بوقت ان جي ترقي ڪيئن ٿي، ۽ هن وقت جيڪي ريتون رسمون ۽ ڌرمي ڳالهيون آهن، تن جو بنياد ڪيئن پيو. هڪواريءَ اها سربستي سڌ پوندي، تہ پوءِ اهو سمجهڻ سولو ٿيندو تہ آڳاٽن ماڻهن ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون خوبيون هيون جي اسان کي بہ گرهڻ ڪرڻ گهرجن، ۽ ڪهڙيون ڪهڙيون منجهن خاميون هيون، جن کان اسان کي پاسو ڪرڻ گهرجي. قديم زماني جي تاريخ پڙهڻ جي هڪ مکيہ مراد آهي ئي اها تہ آڳاٽن ماڻهن جي آزمودي جو فائدو وٺي، اسين پنهنجي لاءِ اهڙي واٽ گهڙيون، جو اڳين کان اڳرا ٿيون ۽ پنهنجن پوين لاءِ بہ مثال ٿيون. اهڙين حقيقتن ڏيڻ ڪري، نہ رڳو تاريخ جو مضمون پاڻمرادو سلوڻو ۽ سوادي ٿئي ٿو؛ پر نهايت نصيحت آميز ۽ ڪارائتو بہ ٿئي ٿو. انهيءَ سبب هن تاريخ جوڙڻ ۾ مون مدد رڳو انهن ڪتابن تان ورتي آهي، جي بنھ پروسي جهڙا آهن، ۽ سَند ڪري ليکجن ٿا. ضروري هنڌن تي اهي سَندون بہ ڄاڻايون اٿم تہ پڙهندڙن کي سڌ پوي تہ اهي ڳالهيون مون ڪهڙن ڪتابن ۽ مخزنن مان ڪڍيون آهن؛ ۽ جي مرضي پوين تہ پلي اهي مخزنون ۽ اصلوڪا ڪتاب پاڻ بہ پڙهن، جو مون ڪيترن ڪتابن جو رڳو تَتُ هن تاريخ ۾ ڏنو آهي- گويا درياھ ليٽائي لوٽيءَ ۾ وڌو اٿم.

قديم هندستان جون ڪوجنائون اول ڪن يوروپي عالمن ڪيون هيون، جن مان سنڌ جو بہ ٿورو احوال ملي ٿو. سندين ڪوجنائون جو مختصر ذڪر هتي منڍ ۾ ئي ڪيو اٿم تہ پڙهندڙن کي سڌ پوي تہ خود مون اهي احوال ڪٿان آندا. هندستان جون تاريخون جي هن وقت اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ پاڙهڻ ۾ اچن ٿيون، سي سڀ انهن ڪوجنائن ڪانپوءِ جون نهيل آهن. اهي اڪثر رڳو شاگردن لاءِ آهن، تنهنڪري ڪي ڳالهيون منجهن ڄاڻايون ئي ڪين اٿن، ۽ ڪن جو رڳو ٿورن لفظن ۾ ذڪر ڪيو اٿن. مون هڪ هڪ مکيہ ڳالھ گهٽي قدر کولي آهي، جو سڄي هندستان جي تاريخ سنڌو ماٿر جي سڀيتا سان شروع ٿئي ٿي، ۽ ضرورت آهي تہ قديم سنڌ جي تاريخ ۾ اهي احوال سر بستا هئڻ گهرجن. سنڌ جون ڪي ڳالهيون تہ عيسائين جي انجيل، تہ ڪي پارسين جي ”زنداوستا“ ۾

آهن، ۽ ڪي ڳالهيون مون پنهنجي سر جاچيون آهن، جن جي ڪوجنا اڄ تائين ٻئي ڪنهن بہ ڪانہ ڪئي آهي. اهي ڳالهيون مناسب هنڌن تي ڄاڻايون اٿم، جي ڪيترن پڙهندڙن کي نيون لڳنديون. هن وقت جيڪي قديم سنڌ جون تاريخون آهن، سي اڪثر ڪن پارسي ڪتابن مان ترجمو ٿيل آهن ۽ ڪن ۾ ڪي غلط ڳالهيون لکيل آهن، جن جو ذڪر بہ منڍ ۾ ڪيو اٿم، تہ غلط فهميون دور ٿين.
پراچين سنڌ جي هڪ ٻن تازين ڇپيل تاريخن ۾ ويدن ۽ اتهاسن وارن زمانن جو ٿورو ٿورو ذڪر آهي؛ پر انهن زمانن جي ماڻهن جي جيوت جو سلسليوار احوال آهي ئي ڪونہ. تنهنڪري هن پهرئين ئي جلد ۾ ڪيترو ئي مضمون نئون ڏنو اٿم، جو اڳي سنڌي خواهہ انگريزي ۾ لکيل تاريخن ۾ ڪونهي.
تاريخ جو هڪ مکيہ ڀاڱو جاگرافي آهي. هر ڪنهن پرڳڻي جي طبعي صورت، آب هوا ۽ ٻين ڳالهين جو پرڳڻي جي تاريخ ۽ ماڻهن جي سڀاءَ، بت جي ورڻ (رنگ)، ٻوليءَ جي اچارن، رهڻي ڪهڻيءَ وغيره تي ايتريقدر اثر ٿئي ٿو، جو جيڪر هيئين چئجي تہ تاريخ نهي ئي جاگرافيءَ تان ٿي. انهيءَ سبب هن ڪتاب جي پهرئين پهرئين ئي باب ۾ قديم سنڌ جي طبعي صورت جو ذڪر ڪريان ها، ۽ قديم سنڌ جون حدون ٻڌائي، انهن حدن جو جيڪو اثر اسان جي پرڳڻي تي ٿيو آهي، سو ڄاڻايان ها؛ پر رگ ويد کان اڳ جي زماني جا احوال آهن ئي ڪين، جنهنڪري سنڌ جي جنم جي ڪهاڻي ۽ ٻين اهڙين آڳاٽين ڳالهين لاءِ گهڻو مدار ڀونءِ وگيان (Geology) تي رکڻو پيو اٿم. خود ڀونءِ وگيانين کي اڃا گهڻيون کوجنائون ڪرڻيون پيون آهن، جو اهڙين کوجنائن جي شروعات ئي اڃان هاڻ ٿي آهي. رگ ويد ۾ جيڪو ”سپت سنڌو“ (سنڌو ماتر جي ستن دريائن واري ملڪ) جو ذڪر آهي، تنهن مان بہ سنڌ جو نسل جوڙڻ ڏکيو آهي، جو ان ۾ سنڌ جي حدن جو ذڪر آهي ئي ڪونہ. وڏي ڳالهہ تہ خود رگ ويد جي منڊل 2، سوڪت 17 ۾ خوفناڪ زلزلن جو ذڪر آهي، جن انهيءَ وقت ۾ ئي ملڪ جي طبعي صورت ۾ ڦيرو پئي آندو. رگ ويد ڪانپوءِ جي احوالن مان بہ ائين ظاهر آهي تہ وقت بوقت خوفناڪ زلزلن ۽ سنڌونديءَ جي ڦيرين گيرين ڪيئن ساوا پاسا سُڃا، ۽ سڃا پاسا ساوا ڪيا آهن. سنہ 962ع ۾ اهڙو خوفناڪ زلزلو ٿيو، جنهن ٻکر وارا

ٿَڪَر بہ ٿوڙي ڇڏيا، ۽ الور ۽ ٻيا ڪيترا آباد شهر ويران ٿي ويا. سنڌونديءَ جا الور واري ٽڪريءَ جي ٻنهي هينان وهندي هئي، تنهن پنهنجو رخ ئي ڦيرائي ڇڏيو. پڇاڙيءَ وارو خوفناڪ زلزلو 1819ع ۾ ٿيو، جنهن سنڌ جي سڄي لاڙ واري ڀاڱي جي طبعي صورت ڦيرائي ڇڏي، ۽ ڪڇ جو رڻ، جنهن مان اڳي درياهہ وهندو هو، ۽ راحموڪي بازار، سنڌڙي ۽ ٻيا بندر بہ اُتي هئا، تن بہ پنهنجي سهڻي صورت ڦيرائي، ۽ برپٽ ٿي پيو. سنڌ جي هاڻوڪي طبعي صورت انهيءَ وقت کان وني ٿي. اهڙيءَ حالت ۾ سنڌ جي طبعي صورت وغيره جو ذڪر جيڪڏهن وچولي زماني يا هاڻوڪي زماني جي سنڌ جي تاريخ ۾ ڪجي تہ نهي؛ پر هن قديم سنڌ جي تاريخ ۾ اهڙي ڪوشش ڪرڻ عبث آهي. انهيءَ هوندي بہ قديم جاگرافيءَ جون ٿوريون ٿوريون ڳالهيون هن ڪتاب ۾ مناسب هنڌن تي ڄاڻايون اٿم، تہ تاريخ سمجهڻ ۾ سولائي ٿئي.

هن تاريخ جوڙڻ ۾ مون جن ڪتابن مان مدد ورتي آهي، تن مان ڪيترا قيمتي ڪتاب ڊي. جي. سنڌ ڪاليج لئبرري مان، ٿورا خالقڏنہ هال ۽ فريئر هال لئبررين مان ۽ ڪي ڪن سنگتين ساٿين کان ورتا هئم، جنهنڪري ڪتابن خريد ڪرڻ جي خرچ کان بورڊ ڪيتريقدر بچي پيو. ممڪن آهي تہ اجان بہ ڪي ڪتاب هجن، جن جي مون کي سڌ نہ هجي. هيئن بہ آهي تہ هن وقت آرڪيالاجيڪل کاتي وارا ۽ جيالاجيڪل کاتي وارا پنهنجي پنهنجي روءِ سوءِ وڏيڪ کوجنائون ڪن پيا، ۽ ڪي يوروپي توڙي ڏيهي عالم بہ قديم هندستان جي وڌيڪ احوالن هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪن پيا، تنهنڪري هن ڪانپوءِ سنڌ جي تاريخ لاءِ ڪو نئون ذخيرو ملي پوي تہ عجب ڪونهي. هيءُ ڪتاب لکي مون گويا بنياد ٻڌو آهي، تہ جيئن جيئن وڌيڪ احوال ملن، تيئن تيئن هن ڪتاب کي وڌيڪ مڪمل ڪرڻ سولو ٿئي.

77، مڊل ڪلاس ڪالوني،

پيرو مل مهرچند

اجمل خان روڊ، بندر روڊ ايڪسٽينشن،

ڪراچي. آگسٽ 1944ع

# مند

## قديم هندستان جي تاريخ ڪيئن جڙي

هيءَ ڳالهه عالم آشڪار آهي ته 711ع ۾ عربن جنهن وقت سنڌ فتح ڪئي، تنهن وقت تائين قديم هندستان جي ڪابه تاريخ اهڙيءَ ريت جڙيل ڪانه هئي، جهڙيءَ ريت اڄ ڪلهه تاريخون جوڙجن ٿيون. ان وقت عربن کي سنڌ جي راءِ گهراڻي ۽ برهمڻ گهراڻي جي راجائن- راءِ ساهسي، چچ، چندر ۽ ڏاهر- بابت جيڪي احوال ماڻهن جي واتان مليا، سي قلمبند ڪيائون جي چچ نامي ۽ ٻين پارسي ڪتابن ۾ لکيل آهن. انهن احوالن تي ڪيتريقدر ڀروسو ڪرڻ گهرجي. تنهن ڳالهه تي پوءِ اينداسين — ايترو چئبو ته تڪليف وٺي ڪيترو مصالحو ڪٺو ڪيائون، جو هن وقت اسان کي جيڪر ملي ڪين سگهي ها. ڪن مسلمان عالمن پوءِ جا تاريخي احوال به لکيا؛ پر آڳاٽن احوالن جي ڪابه کوجنا نڪي هندن نڪي مسلمانن ڪئي: انگريزن جي صاحبيءَ جي اوائل تائين به اهائي حالت هئي. هينئر، جو رکي رکي، هيترين صدين ڪانپوءِ قديم هندستان جون تاريخون جوڙيون اٿن، جن ۾ نه رڳو آڳاٽن آرين، پر اڻ آريه قومن جا احوال به ڏنا اٿن، سو اهي ڪسابن جون ڳالهيون آيون ڪٿان؟ حقيقتاً اها ڪهاڻي هڪ عبرت جهڙي آکاڻي آهي، جا اڳيئي پنهنجي جوڙيل ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ" جي منڍ ۾ ڏني اٿم. ساڳيءَ ڳالهه دهرائڻ جي ضرورت ڪانهي، تنهنڪري ٻولين جي کوجنائن بابت به .اکر چئي، تاريخ جي کوجنائن جو ذڪر ڪبو، ته سڄي ڳالهه ڳنڍيل نظر اچي

**ٻولين جون کوجنائون:** عيسوي پندرهينءَ ۽ سورهينءَ صديءَ ۾ پورچوگيزن، ڊچن، فرينچن ۽ انگريزن، هڪ ٻئي جي پنيان، واپار سانگي هندستان ۾ اچي ڪوٺيون وڌيون، ته منجهائن ڪن سنسڪرت تي ڌيان ڏنو. هنن ڏٺو ته سنسڪرت ۾ گهڻيئي اهڙا لفظ آهن، جي ساڳيا ڪيترين يوروپي ٻولين ۽ پارسيءَ ۾ آهن. مثلاً سنسڪرت "ماتر" (ماتا، ماءُ) ۽ "پراتر" (ڀاءُ) جا اُچار پارسيءَ ۾ "مادر" ۽ "برادر" ۽ انگريزيءَ ۾ "مدر" (Mother) ۽ "بردر" (Brother) آهن. اهڙا ٻيا ڪئين

ساڳيا لفظ ڏسي حيران ٿيا: پر سمجهي نٿي سگهيا، تہ اهي لفظ يورپ، ايران ۽ هندستان ۾ ڪيئن عام ٿيا.

سن 1783ع ۾ سر وليم جونس (1746-1794ع) منڊ بنگال جو چيف جسٽس مقرر ٿي آيو، تنهن سنسڪرت جو اونهو اڀياس ڪري ظاهر ڪيو، تہ سنسڪرت، ايراني ۽ ڪيترين يوروپي ٻولين ساڳئي بنياد مان آهن، تنهنڪري ڪيترا لفظ ساڳيا اٿن ۽ نحوي بناوت بہ ڪيتري قدر هڪجهڙي اٿن. سنہ 1816ع ۾ جرمنيءَ جي نامور عالم فرئنسس باپ (Francis Bopp) هڪ گرامر ڇپائي پڌرو ڪيو، جنهن ۾ سنسڪرت، گريڪ (يوناني) لئٽن، جرمن ۽ پارسي ٻولين جي گردانن يا ڦيرن جي هڪجهڙي ترتيب ڄاڻائي، وگيانڪ ريت ثابت ڪيائين، تہ سر وليم جونس جو قياس سچو هو، ۽ اهي ٻوليون برابر اهڙيءَ قديم ٻوليءَ مان پيدا ٿيون آهن، جا هن وقت دنيا جي ڪنهن بہ ڀاڱي ۾ ڳالهائڻ ۾ نٿي اچي. يوروپي عالمن کي علم لغات (Comparative Philology) جو پتو انهن ٻولين جي ڀيٽ ڪرڻ سان پيو. انهن سيني هنڌن جي ٻولين جو هڪ يڪو خاندان ”اندو — يورپين“ نالي سان ڪوٺڻ لڳا، تہ سمجهڻ ۾ اچي تہ هندستان ۽ يورپ جون ٻوليون انهيءَ ساڳئي خاندان مان آهن.

<u>**تاريخ جون ڪوجنائون**</u>: يوروپي لوڪن لاءِ هاڻ هڪ وڏو مسئلو پيدا ٿيو هو. چوڻ لڳا تہ هندستان ۽ ايران، جي يورپ کان گهٽ ۾ گهٽ تہ ٽي هزار ڪن ڪوهہ پري آهي، تن جي ٻولين جو پاڻ ۾ ههڙو جگري ناتو ٿيو ڪيئن؟ هيءَ پرولي سلي ڪير؟ سگهو ئي هندن جي رگ ويد مان پتو پيون تہ اهي آريہ لوڪ هئا، جي پنهنجي نشاني اهي ويد ڇڏي ويا آهن. پارسين جي زنداوستا مان سڌ پيون، تہ خود ”ايران“ لفظ اصل ۾ آهي ”آئرين“ يعني ”آرين جو ملڪ.“ ايران طرف دارا بادشاهہ جا اُڪرايل ڪي ڪتبايا اُڪريل نوشتا لڌائون، جن ۾ سندس خاندان جو شجرو ڏنل آهي، ۽ منڊ ۾ لکيل آهي تہ ”آئون آريہ آهيان ۽ آريہ جو پٽ آهيان“. هن مان ظاهر ٿيو تہ ايراني اصل ۾ آريہ هئا ۽ پنهنجي آريہ نسل جو ججهو فخر هون. هوڏانهن يورپ ڏي ”آئرلئنڊ“ آهي، جو اصل ۾ آهي ”آريہ لئنڊ“ يعني آرين يا شريفن جو ملڪ. آئرلئنڊ جو قومي نالو ”ايرين“ (Eren) آهي ۽ اهو لفظ بہ اصل ۾

آهي ”آرين“ رڳو انهن نالن منجهان ئي جيڪر هرڪو آرين جو هو. هنن حقيقتن يوروپي عالمن کي هيڪاري حيرت ۾ وڌو، تنهنڪري انهيءَ سموري ايراضيءَ جي مکيه ٻولين جي پاڙ ۾ پيٽ ڪيائون، ۽ ساڳئي وقت تاريخ جي کوجنائن ۾ پيا، ته من کو وڌيڪ پتو پوي.*

**ڏند ڪٿائن جون کوجنائون:** تايخ جي کوجنا لاءِ هيءُ رستو اختيار ڪيائون، جو هندن، ايرانين، آڳاٽن يونانين، رومن ۽ ٻين يوروپي قومن جا ڪيترا ڌرمي پستڪ هڪ ٻئي سان ويهي ڀيٽيائون. هندن جي پراڻن ۽ اتهاسن ۾ ڏنائون ته آڳاٽن راجائن ۽ رشين جا پيڙهيءَ به پيڙهيءَ احوال ڏنل آهن. انهن مان يقين ٿين ته اهي سچا پچا تاريخي احوال آهن، پر اتي ئي ڪي ڳالهيون اهڙيون نموني لکيل آهن، جي ڏند ڪٿائون پييون ڀانئجن. سگهو ئي معلوم ٿين ته ٻين ملڪن ۾ به تاريخ جي شروعات انهيءَ ريت ٿي هئي. پروفيسر مئڪڊونيل پنهنجيءَ جوڙيل سنسڪرت ساهت جي تاريخ ۾ ۽ ٻين ڪن يوروپي عالمن به پنهنجي ليکن ۾ پهريائين ائين پئي ڄاڻايو ته آڳاٽن آرين کي ”تاريخ“ جوڙڻ جو هنر هئوئي ڪونه، پر پوءِ جيڪي حقيقتون مليون، تن مان ظاهر ٿيو، ته اڳي هندستان، ايران، يونان ۽ ٻين هنڌ تاريخ، جاگرافي، ڪگول وديا، جوتش وغيره جون ڳالهيون، آڪاڻين جي نموني لکندا هئا، ته ماڻهن کي ياد ڪرڻ سوليون ٿين، هيئنئر اهو ساڳيو نمونو خود ڪي يوروپي عالم اختيار پيا ڪن ۽ تاريخ جاگرافي وغيره ڳالهين جي صورت ۾ پيا لکن، ۽ اهو ئي نمونو عمدو سمجهيو وڃي ٿو.

* Iran, Eran, Airan, the Airiyana of the Avesta. is the land of the Aryans. "Edward G. Browne: A Literary History of Persia. Page 4.

* At the time at which we begin to know them, 'Arya meant noble, exalted'. Venerable; the name had become something almost sacred, it embodies the Aryan Peoples' national pride, -or a feeling deeper still more intense enduring. And inspiring: their pride of race, and that down to a very late period: for was not Dareios, the great Persian King, careful to preface his family genealogy in his famous inscriptions by the statement: 'I am an Aryan, the son of an Arya'?" L.A. RogozinL vedic India, Page 62.

** "Eran, Eranian is only a slightly altered form of Aryan: so is Erin, the national name of Ireland." L.A. RagozineL Vedic India. Page 62. footnote.

ڌرمي پستڪن ۾ لکيل ڏند ڪٿائن جي اپياس مان يوروپي عالمن کي سگهوئي ائين وسهڻ لاءِ سبب ٿيو ته اهي ڏند ڪٿائون ڪن حقيقتن تان نهيل آهن، ۽ بي بنياد ڪينهن، انهن حقيقتن سمجهڻ لاءِ ضرور ڄاتائون ته اول اهي ڏند ڪٿائون سيني ڌرمي پستڪن مان ڪڍي ڪنيون ڪجن، ته پوءِ پوريءَ ريت پيٽ ڪرڻ ۽ انهن جو سچو پچو مطلب سمجهڻ سولو ٿئي. بس، پوءِ ته گهڻايائون ئي ڪين. هن وقت تائين هندن جي ويدن، اتهاسن ۽ پراڻن مان، ايران، بئلبونيا، اسيريا، مصر ۽ يورپ جي يوناني، رومن ڪيلٽڪ ۽ بين قومن جي ڌرمي پستڪن مان ڏند ڪٿائون ڪڍي، ڇاپائي پڌريون ڪيون اٿن. انهن مان ڪيترا تاريخي احوال ڪڍي، جدا جدا ملڪن جون تاريخون جوڙيون اٿن، بلڪ دنيا جي تاريخ به لکي اٿن. اهي سڀ تاريخون ويجهڙائيءَ ۾ هنن کوجنائن ڪان پوءِ ناهيون اٿن، نه ته اڳي ڪين هيون.

انهن کوجنائن مان هڪ مکيه ڳالهه هيءَ ظاهر ٿي ته ڪيتريون ڏند ڪٿائون بلڪ ديوتائن جا نالا جهڙا هندن جي ڌرمي پستڪن ۾ تهڙا پارسين جي ”زنداوستا“ ۽ رومن ۽ يوناني لوڪن جي ڏند ڪٿائن ۾! مثلاً رگ ويد مان معلوم ٿئي ٿو ته آڳاٽا آريه لوڪ آڪاس يا آسمان کي ”پتا“ (پيءُ) ۽ پرٿويءَ يا ڌرتيءَ کي ”ماتا“ (ماءُ) ابو اڪاس) جنهن جو = Dyus-pitra)ڪوٺيندا هئا. آڪاس کي سڏيندا هئا ”ديوس پتر، ۽ هينئر معنيٰ اٿس مشتري يا ورهست (Ju-piter) “اچار لئٽن ٻوليءَ ۾ آهي ”جوپيٽر به (Tiu) “ديوتا. ”جوپيٽر“ جو منڍ وارو ”جو“ جو اچار يوروپي لوڪن ڦيرائي ”ٽيو منگل) نهيو. سنسڪرت ”ديوس“ (Tuesday “ڪيو، جنهن مان انگريزي لفظ ”ٽيوزڊي ڪيو ۽ اهو هڪ وڏو ديوتا ڪري ليکيندا (Zeus) “جو اچار يونانين ڦيري ”زينوس رگ ويد ۾ آڪاس جي هڪ مکيه ديوتا جو نالو ”ورڻ“ ڄاڻايل آهي، جنهن جي .هئا معنيٰ ڍڪڻ. سموريءَ ڌرتيءَ ۽ جبلن، ندين، Vri “بنيادي معنيٰ آهي ”ڍڪيندڙ“ ”ور کي آڪاس مٿان ڍڪي بيٺو (Oceans)ساگرن (سمنڊن) ۽ مها ساگرن (وڏن سمنڊن .آهي، تنهنڪري آڪاس جي ديوتا تي اهو ”ورڻ“ (ڍڪيندڙ) نالو رکيائون

هن وقت هندو ماڻهو ورڻ ديوتا کي پاڻيءَ جو ديوتا ڪري ليکين ٿا، پر رگ ويد واري زماني ۾ ورڻ ديوتا جو وڏو واسطو تارن ڀريل رات سان هو ۽ ڏينهن جو ديوتا ”متر“ (سورج) سڏبو هو. تنهنڪري رگ ويد ۾ ”ورڻ“ ۽ ”متر“ نالا گهڻن هنڌن گڏ ڪم آيا آهن. ”ورڻ“ جو اچار پارسين جي زنداوستا ۾ ”ورين“ (Vareena) ۽ يوناني ٻوليءَ ۾ ”اُرينس“ يا ”يورينس“. (Ouranous or Uranos) ”متر“ جو اچار زنداوستا ۾ ”متر“ آهي ۽ هاڻوڪي پارسيءَ ۾ ان جو اچار بگڙجي ”مهر“ ٿيو آهي؛ پر اڄ به معنيٰ اٿس ”سج“ (سورج ديوتا). سنسڪرت لفظ ”متر“ جو اچار قديم ايرانين وانگر قديم رومن لوڪ به ڪيو ”متر“ (Mithra) ۽ انهيءَ سبب متر ديوتا جا پوڄاري متريسٽ (Mithraist)سڏجڻ ۾ آيا، ۽ متر ديوتا جي پوڄا تي ”متر سيزم“ (Mithra-ism. Mithra-icism) نالو پيو. *

* (1) "Dyus-pitra. 'Heavenm, the Father'. Is no other than Greek Zeus. Zeus-Pater Latin Dies-Piter. Jupiter." L.A. RagozinL Vedic India. Page 137.

(2) The cognate dyaus. 'heaven'. Is extant. In the Greek Zeus. Gen Dios, and the name of an ancient Teutonic god Tius. Preserved in the word. Tuesday'. Dr. Martin Haug: Essays on Religion of the Parsis. Page 282 footnote

* "Varuna" is identical with the good Uranos of the Greeks." Dr. Martin Haug: Essays on the Sacred language, writings and Religion of the Parsis, Page 273. See also Prof. Max Muller's Chiops from a German workshop. ii.65.

اڳاٽن آرين آڪاس يا آسمان کي ”ديوس پتر“ (ابو آڪاس) ۽ آڪاس جي مکيہ ديوتا (ورن ديوتا) کي ساري جهان جو ”پيءُ“ ۽ پرٿويءَ يا ڌرتي کي ”ماءُ“ تي سڏيو. سو اڳي شاعراڻي خيال وچان اها ڳالهه پاڻ کولي ٻڌائي اٿن: افق وٽ آسمان ۽ ڌرتي هڪ ٻئي کي ڀاڪر پائي گڏيا بينا آهن، گويا سندن ئي ميلاپ سان هيءُ سارو جهان پيدا ٿيو آهي، ۽ ديوتائون، انسان ۽ ٻيا ساهوارا ڄڻ تہ سندن کي ڄڻيل آهن. آسمان مان برسات جون بوندون وسن ٿيون ۽ اُهي ڌرتي جهڻي ٿي، ۽ سج جي اُس بہ واهر ڪريس ٿي ۽ انهيءَ ريت ئي اُتپتي ٿئي ٿي. هي ڳالهيون اترو ويد جي منڊل ٻارهين سوڪت پهرين ۽ 42 ۾ ڄاڻايل آهن. رگ ويدن جي پنيان ڏنل ائتريہ براهمڻ گرنٿ ۾ آڪاس ۽ پرٿويءَ جي وهانءَ جو ذڪر آهي.

ويدڪ آرين جي هيءَ نسوري شاعراڻي پلٽ اکر بہ اکر يوناني لوڪن جي ڏند ڪٿائن ۾ آهي، جنهنڪري انسئڪلو پيڊيا برٽينيڪا ۾ ”يورينس“ (ورڻ ديوتا) جي ذڪر ڪندي هي لفظ لکيا اٿن

Uranas- " Heaven, the husband of Earth, and father of Saturn and other deities. As such he represents the generative power of the sky, which fructifies the earth with the warmth of the Sun and moisture of rain."

نامياري يوناني شاعر هومر انهن ساڳين خيالن جو ترجمو ڪري، پنهنجي هڪ شعر ۾ پرٿويءَ يا ڌرتيءَ کي ”جڳت جنني“ يعني جهان جي ماءُ (Universal Mother) ڪوٺيو آهي. انهيءَ ساڳي شعر جي سورهينءَ مصرع ۾ ڌرتيءَ کي ”پوڄا جوڳ ديوي“ (Venerable goddess) سڏيو اٿس. سترهينءَ مصرع ۾ ڌرتي کي ”ديوتا ماتا“ (Mother of the Gods) ۽ ”تارن ڀريل ورڻ ديوتا جي استري“ (Spouse of the Starry Uranos) ڪوٺيو اٿس. هي خيال ساڳيا ئي ساڳيا اهي آهن، جي رگ ويد ۽ ائترييہ براهمڻ ۾ آهن. ويجهڙائيءَ ۾ پوڪوڪ صاحب ۽ ٻين ڪن عالمن وڏيڪ کوجنائون ڪري ائين ڄاڻايو آهي تہ گريس يا يونان اصل وسايو ئي هندن هو؛ جنهنڪري آڳاٽن هندن جون ڏند ڪٿائون توڙي ٻيون ڪيتريون ڳالهيون يونان ۾ عام ٿيون.

سر وليم جونس جنهن پهريائين پهريائين سنسڪرت جو جڳري ناتو ايراني ۽ يوروپي ٻولين سان ڄاڻايو هو، تنهن ڏند ڪٿائن جي کوجنائن ۾ بہ ڀرو ورتو. پاڻ ڄاڻايائين تہ هندو ماڻهو ڀاڳ جي ديوي (Goddess of fortune) کي ”لڪشمي“ لڇمي) سڏيندا آهن، ۽ ان جو ٻيو نالو ”شري“ آهي، جنهن جو اچار رومن ۽ يوناني ڏند ڪٿائن ۾ ”سيريز“ (Ceres) آهي. لڇمي اَن ۽ ڌن ڏيڻ واري ديوي آهي، ۽ رومن لوڪ بہ ان کي ”اَن جي ديوي“ ڪري سڏيندا هئا. انهيءَ ”سيريز“ (Ceres) لفظ مان انگريزي لفظ ”سيريلس“ (Cereals) نهيو آهي، جنهن ۾ سيڪنهن قسم جو اَن اچي وڃي ٿو.

سر وليم جونس هيئن ٻه ڄاڻايو تہ قديم رومن لوڪ پنهنجو سال مارچ مهيني کان وٺي ليکيندا هئا، جنهنڪري ”جنوري“ ٻارهون مهينو هو، تہ ٻہ ورهيہ جي ٻارهن مهينن ۾ اهو مکيہ ليکبو هو. هينئر تہ انگريزي سال شروع ئي جنوري ديوتا جو (Janurius)“مهيني کان وٺي ٿئي ٿو. انهيءَ جنوري مهيني تي ”جنوريس نہ سڏيندا هئا. جنوري (Janus) “نالو پيل آهي، جنهن کي رومن لوڪ ”جنوس مهيني ۾ سنديس پوڄا وڏيءَ ڌام ڌوم سان ڪندا هئا، تہ سڄو ورهيہ سياڳو سدورو لنگهيئون. (اڄ بہ نئين سال جون واڌايون جنوريءَ جي شروعات ۾ ڏيندا آهن.) رومن لوڪ ڪاه پوڄا ڪندا هئا، تہ ٻين ديوتائن کي پوڄڻ کان اڳ ”جنوس“ جو نالو ڳنهندا هئا. سر وليم جونس ڄاڻايو آهي. ”جنوس“ ديوتا اهو ساڳيو آهي؛ جنهن کي هندو ”گڻيش“ سڏين ٿا. لفظ ئي ساڳيو آهي، پر رڳو اچار ٿورو ڦريل اٿس. هندو ماڻهو بہ سيڪنهن شپ ڪارج مهل پهريائين پهريائين گڻيش جي پوڄا ڪندا آهن. اهو ”وگهنيشور“ بہ سڏبو آهي، جو سڀ وگهنم (اٽڪون يا مشڪلاتون) اهو دور ڪري ٿو. اهڙيءَ طرح يوناني ڏند ڪٿائن ۽ يوناني شاعر هومر جي شعر ۾ ڄاڻايل ديوتائن جي نالن جي پيٺ سنسڪرت نالن سان ڪري، هڪ ڪتاب لکيائين، جو هن وقت ڪمياب آهي.

سر وليم جونس 1794ع ۾ گذاري ويو. ڪائنس پوءِ جيڪي کوجنائون ٿيون، تن منجهان بہ ائين معلوم ٿيو تہ جرمن، يوناني، رومن ۽ ٻين ڪيترين يورپي قومن ڌرمي ۽ فيلسوفيءَ جون توڙي ٻيون ڪيتريون ڳالهيون هندستان جي ماڻهن وٽان پرايون هيون. ڪن ديوتائن جا نالا بہ ساڳيا ئي ساڳيا آهن، ۽ ڪن جا جيڪڏهن ڦريل آهن، تہ بہ انهن بابت جيڪي ڏند ڪٿائون آهن، سي هندن ڪٿائن سان ملي ٿيون اچن. مثلاً ٻڌر جي ڏينهن کي انگريزيءَ ۾ چئبو آهي ”وينزڊي“(Wednesday) جو اصل ۾ آهي ”ووڊنس ڊي“ (Wodensday) يعني ووڊن(Woden) ديوتا جو ڏينهن. اهو جرمن، ڊچن، اسڪئنڊينيويا (سئيڊن، ناروي، آئيس لئنڊ ۽ ڊينمارڪ)، ائنگلو سئڪسن ۽ ٽيوٽاني قومن جو هڪ وڏو ديوتا هو. اڄ بہ جرمنيءَ جا هاري ناري جڏهن لابارو وجهندا آهن، تڏهن پڇاڙيءَ جا بہ چار سنگ ووڊن ديوتا نمت ڇڏي ڏيندا آهن. پروفيسر ڪهن جو چوڻ آهي تہ هن ديوتا

جي شڪل شبيهه ۽ ٻين ڳالهين بابت جيڪي ڏند ڪٿائون آهن، سي ردر (شو پڳوان) بنسبت ڏند ڪٿائن سان ملي ٿيون اچن. پوڪوڪ صاحب ۽ ٻين ڪن عالمن ته ائين ڄاڻايو آهي، ته يونانين ۽ ٻين يوروپي قومن جون ڏند ڪٿائون هندن جي ڏند ڪٿائن منجهان ئي ورتل آهن.

حاصل مطلب ته ٻولين جي ڀيٽ ڪرڻ سان علم لغات جو پتو پيو ۽ هنن ڏند مان هيڪاري يقين ٿين ته هندستان، (Comparative Mythology) ڪٿائن جي ڀيٽ ايران ۽ يورپ جي آڳاٽن آرين جي نه رڳو ٻولي ساڳي هئي، پر ڌرم ڪرم به ساڳيو هون، بلڪ حسب نسب به هڪڙو ئي هون. جرمني جا رهاڪو اڄ تائين فخر سان پاڻ کي ”آريه“ سڏائين ٿا. پروفيسر مئڪس ملر، جو پاڻ جرمنيءَ جو وينل هو، تنهن رگ ويد جو ترجمو ڪيو آهي ۽ ان ۾ ڄاڻايو اٿس ته ”جرمن“ لفظ اصل ۾ آهي ”شرمن“ (شرما) جو برهمڻ جو لقب آهي. وڏيڪ هيئن به ظاهر ٿيو گڻيش جي پوڄا جو (Swastika) ”آهي ته جرمنيءَ وارن جي ڌرمي نشاني ”سواستڪ هڪ نشان آهي. ⁼

**آرين جو اصلوڪو ماڳ:** آڳاٽن آرين جي نه رڳو ٻولي ساڳي هئي، پر ڌرم ڪرم به ساڳيو هون، بلڪ ائين سمجهڻ ۾ آيو ته حسب نسب به هڪڙو ئي هون، تنهنڪري سياويڪ طرح سوال اٿيو ته هندن، ايرانين ۽ يوروپي لوڪن جا ابا ڏاڏا اصل ڪهڙي هنڌ گڏ رهندا هئا، جتان هڪ ٻئي جي ٻولي سکيا ۽ ساڳيا ڌرمي خيال به پرايائون، جنهنڪري ڏند ڪٿائون به ساڳيون اٿن؟ هن بابت ڪئين رايا ظاهر ڪيائون، جن جا وڏا بيان رايل ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جي جرنل ۽ ڪن ڪتابن ۾ ڏنل آهن: پر ڪن صاحبن پنهنجي ڪتابن ۾ انهن سيني کوجنائن جو اختصار به ڏنو آهي. هتي ٻن اکرن ۾ ٻڌائجي ٿو ته علم لغات جي اُصولن ڳولي لهڻ ۾ جن صاحبن منڍ ۾ ئي چڱو ڀرو ورتو هو، تن مان مکيه ائڊيلنگ صاحب هو، جو سنه 1806ع ۾ گذاري ويو. هن صاحب اهو رايو ظاهر ڪيو ته انسان ذات پهريائين پيدا ئي مشرق (پورب) ۾ ٿي هئي ۽ ڪشمير واري ماٿر ”باغ عدن“ هئي، جا اڄ به بهشت جون سکون پيئي لاهي. پارسين جي زنداوستا ۾، خاص ڪري وينديداد جي پهرئين فرگرد ۾، ڪن

مڪانن جا نالا ڄاڻايل آهن، تن مان جَي. ڄِي رهوڊ (J.G Rhode)صاحب ڪي ائين وسهڻ لاءِ سبب ٿيو ته ايرانين جو اصلوڪو ماڳ باختر (بختر Bactria) هو. اها ڳالهه 1820ع ۾ ظاهر ڪيائين. پاٽ صاحب (Pott) جي راءِ موجب اڪسس يا آمو درياءُ (Oxus) ۽ جئڪسارٽس (Jaxartes) نديون جتي ساوڪ سبزي لائي، باغ عدن بنائي بيٺيون آهن، سو آرين جو اصلوڪو ماڳ هو. سندس اهو رايو سنه 1847ع ۾ لئسن صاحب (Laseen) ۽ 1848ع ۾ جيڪب گرم(Jacob Grimm) قبول ڪيو. اهو وچ ايشيا وارو نظريو بين جن عالمن قبول ڪيو ۽ عام خلق ۾ گهڻو ڦهلايو، تن مان مکيه پروفيسر مئڪس ملر هو، هو صاحب پورو هنڌ پاڻ به ڄاڻائي ڪونه سگهيو، تنهنڪري رڳو ايترو چيائين ته آريه لوڪ "ايشيا ۾ ڪنهن هنڌ" گڏ رهندا هئا. ائين به ڄاڻايائين ته انهن ئي آرين يورپ جا بيٺ ۽ ڪنارا، ايشيا کان اچي والاريا هئا. پروفيسر مئڪس ملر ۽ ٻين جي انهيءَ راءِ هوندي به سنه 1851ع ۾ لئٿم صاحب، سنه 1868ع ۾ فڪ صاحب، سنه 1871ع ۾ بينفي، ڪيونو ۽ ٻين صاحبن وچ ايشيا واري نظريي جي برخلاف پنهنجو آواز ڪڍو ڪيو. پوءِ ته ڪوجنا جي دوربيني ايشيا کان ڦيرائي يورپ ڏي ڪيائون ۽ ڪجهه وقت هنگاري، آسٽريا ۽ بوهيما کي آرين جو اصلوڪو ماڳ سمجهڻ لڳا، جيئن ڪئمبرج هسٽري آف انڊيا جي جلد پهرئين، صفحي 169 ۾ ڄاڻايل آهي. وڌيڪ کوجنائن ڪرڻ ڪانپوءِ ائين وسهڻ لاءِ سبب ٿين ته آرين جو اصلوڪو ماڳ رشيا اسڪئنڊينيويا ۽ بالٽڪ طرف هو.

هن باري ۾ ايترو چئبو، ته يوروپي عالمن ڏڪا ڪونه پئي هنيا. علم لغات، ڏند ڪٿائن جي پيٽ، جهوني – وٿ – وگيان (Archaeology) منکہ وديا يا پرش وگيان (Anthropology) ۽ ٻين وگيانن (Sciences) جي وسيلي جيئن جيئن وين ٻيون ٻيون ثابتيون ملنديون، تيئن تيئن ويا رايا ڦيرائيندا. اسان جا ڪي ڏيهي عالم پنهنجي راءِ تي ڪپ ڪوڙ ٿي بيٺا ته آريه لوڪ اصل سپت سنڌو جا رهاڪو هئا ۽ ڪٿان ٻاهران ڪونه آيا، پر پوءِ وڌج واپار ۽ ٻين سببن ڪري ايران، وچ ايشيا ۽ يوروپ ڏي ويا.

هن وقت تائين جيڪي کوجنائون ٿيون آهن، تن موجب گهڻن عالمن جو چوڻ آهي، ته آڳاٽا آريہ لوڪ اصل اتر قطب جي هاٺوڪن برفاني ميدانن ۾ رهندا هئا، جتي ان وقت برف گهٽي ڪانہ هئي ۽ ماڻهو بافرحت رهي سگهيا ٿي. جن عالمن اهو رايو ظاهر ڪيو، تن مان مکيہ پروفيسر پينڪا هو، جنهن وچ ايشيا وارو نظريو بنهہ غلط ٺهرايو، ۽ ڪيترين ثابتين ڏيئي آرين جو ماڳ اتر قطب ڄاڻايائين ۽ ائين بہ چيائين تہ اهي اصل اسڪئنڊينيويا ۾ رهندا هئا ان وقت ڏاري بوسٽن يونيورسٽيءَ جي پريزيڊنٽ (Dr. warren) ڊاڪٽر وارن هڪ ڪتاب لکيو، جنهن جو نالو رکيائين ”بهشت لڌو“.

(Paradise Found or the Cradle of the Human Race at the North Pole).

انهيءَ ڪتاب ۾ ڄاڻايائين تہ سڄيءَ انسان ذات جو پهريون ماڳ اتر قطب هو.
ڪي بہ (Professor Rhys) قديم ڪليٽڪ قومن جي ڏند ڪٿائن مان پروفيسر راهز ائين سمجهڻ ۾ آيو تہ انهن قومن جا ابا ڏاڏا اصل اتر قطب طرف رهندا هئا. اها جنهنڪري وچ ايشيا وارو نظريو ڳالهہ پنهنجن ”هبرٽ ليڪچرس“ ۾ ڄاڻايائين، .هيڪاري گهٽي قدر ڪاٽا ٿي ويو

وچ ايشيا واري نظريي کي پڇاڙيءَ وارو ڌڪ لوڪمانيہ بال گنگاڌرم تلڪ هنيو. اسان جي هن ڏيهي عالم ڪيترين جيالاجيڪل ۽ آرڪيالاجيڪل ثابتيون، ۽ هندن جي ويدن، اتهاسن ۽ پراڻن مان، بلڪ پارسين جي زنداوستا مان ڪيترا حوالا ڏيئي، پنهنجي ڪتاب (Arctic Home in the Vedas)”آرڪٽڪ هوم“ ۾ لکيو تہ پراڻن پٽاندر آڳاٽا لوڪ ميرو پربت تي رهندا هئا، جو اتر قطب ڏي هو. اسان بہ اهائي راءِ قبول ڪئي آهي. جنهن لاءِ سبب ڄاڻائينداسين.

**<u>مصر ملڪ ۽ الهندي ايشيا ۾ آرين جون بيٺڪون</u>:** تاريخ جون کوجنائون اجان ۾ ويجهڙائيءَ ۾ الهندي ايشيا ۾، (Crete)هليون پئي تہ مصر ملڪ ۽ ڪريٽ کوجنائون ڪري، آرڪيالاجيڪل کاتي وارن تاريخ کان اڳ جي زماني تي هڪ نئين روشني وڌي. مصر طرف نيل نديءَ جي نزديڪ تل ال امرنہ (Tel-el-Amarna) مان ڪي ڪاغذ پٽ 1880ع ۾ لڌا. انهيءَ جهوني دفتر مان معلوم ٿيو تہ

مصر جا فرعون ۽ مٽني (الهندي ايشيا طرف) جا راجائون هڪ ٻئي کي سڱ ڏيندا هئا. مٽنيءَ جي ڪن راجائن جا نالا ئي ساڳيا اهي هئا، جي قديم آرين جا هو، ۽ اهو ساڳيو نالو (Dusratha)هئا: مثلاً مٽنيءَ جي هڪ راجا جو نالو "دشرت" سري رامچندر جي پتا راجا دسرت جو هو. انهيءَ راجا دشرت پنهنجي هڪ نياڻي سان پرڻائي، جنهن کي (Amenophis IV)مصر ملڪ جي بادشاهه امينوفس چوٿين نالي پٽ ڄائو، جو پوءِ (Gilukhip)مٽنيءَ جي انهيءَ راجڪماريءَ مان "گلو ڪپ" وڏي هوندي مصر ملڪ جون جهونيون ريتون رسمون ڇڏي، سورج ديوتا جو پوڄاري ٿيو.

---

* "I will sing of the earth, the Universal Mother, the firmly based, the most venerable, who feeds all creatures that are on the ground." Homer.

Pocoke: India in Greece.

* Sir William Jones: The Gods of Greece. Italy and India. PP. 4,6.

** Ibid

* Professor Kuhn writes: "Both in our ancient and modern popular traditions, there is universally spoken of Wild Hunter, who sometimes appears under the name of Wodan and Goden, and was, in heathenish times, the supreme god of the ancient German nations. This god cincides, both in character and shape with the ancient Rudra of the Vedas." (Vide page 99). Quoted by R.L. MitraL Indo Aryans; Vol. ii, page 30.

** "There is not an English Jury nowadays, which after examining the hoary documents of language, would reject the claim of a common descent and a legitimate relationship between Hindus. Greek and Tuton." Prof. Max Muller: Chips from a German workshop, volo. I, pp./63-64.

* "Thus Adelung regarded Kashmir as the cradle of mankind. He was followed by J.G Rhode who looked upon Bactria as the original home of the human race and later on. Pott. Lassen, and Grimm, all expressed their adherence to the Central Asian theory. It was popularized by Max Muller, Pietect, and Schleicher (1847 to 1862).

The earliest to raise their voice against this Central Asian hypothesis were Latham (1851). Fick (1868), Benfey, Geiger (1871). And Cuno (1871). Cuno attempted moreover to demolish the assumption that Aryan blood was co-extensive with Aryan speech. He was followed by Schmidt whose new explanation as to the origin of the different languages, dealt a mortal blow to the old Migration theory. In 1880, Delbruck denied altogether the existence of a uniform Aryan Speech.

Though for sometime, the older hypothesis retained many adherents, yet scholars more and more came to favour the European origin of the Aryans. Prominent among these were F. Muller (1873), Posche (1878), Lindenschmit (1880), Schrader and Penka." Naryan Chandra Bandyopadhaya, Lecturer in the Departments of Histrory and Anthropology, Calcutta University: Development of Hindu polity and Political Theories, P. 19 footnote.

** Dr. Isaac Taylor: Origin of the Aryans, P.12.

* "If an answer must be given as to the place where our Aryan ancestors dwelt before their separation, I should still say, as I said forty years ago, somewhere in Asia, and no more," Prof. Max Muller: Good words, August 1887, reprinted in "Biographies of Words".

** Prof. Max Muller: History of ancient Sanskrit Literature.

*** "The evidence is now all tending to show that the districts in the neighborhood of the Baltic, from there to the northern coast of the Caspian Sea, where those from which the Aryan languages first radiated and where the race of races who first spoke them originally dwelt." Charles E. Beale: History of the World's Progress, page 70.

* Penka considers the starting point of Aryan emigration to have been Scandinavia. "History of the World's Progress, page 70.

** Rhys: Hibbert Lecturers, p. 673.

*** "Even on strict philological grounds the theory of the primitive Aryan home in Central Asia has been now almost abandoned in favour of Nort Germany or Scandianavia." Sjt. B.G. Tilok The Archtic Home in Vedas, preface, p. viii

## سنڌ جي تاريخ لاءِ ذخيرو

قديم سنڌ جي تاريخ، سنڌ جي سلسليوار تاريخ، سنڌ جي جنم کان وٺي، لکڻ ۾ اول وڏي سهوليت جيولاجيڪل کاتي وارن اسان کي ڪري ڏني آهي. اهو تاريخ آهي يعني ان وقت جا لکيل کي به ڪتاب (Pre-historic period) کان اڳ جو زمانو ڪينهن، تنهنڪري اسانجو سمورو مدار انهن کاتن جي کيل کوجنائن تي آهي. سنڌ جي جيولاجيءَ جون ڳالهيون اول مسٽر بلئنفورڊ(Mr. W.T. Blanford) ڄاڻايون، جي جيولاجيڪل کاتي وارن جي دفتر مان ڪيون، ڏار ڪتاب جي صورت ۾ ڇاپايون اٿن. مسٽر واڙيا ۽ ٻين عالمن هندستان جي جيولاجيءَ جو ذڪر ڪندي سنڌ بابت به ٿورو احوال ڏنو آهي، پر پروفيسر پٽاوالا پنهنجي انگريزن جي ڪتاب Marvels of Earth ۾ هڪ ڌار باب سنڌ بابت لکيو آهي. صاحبيءَ جي اوائل واري وقت کان وٺي آرڪيالاجيڪل کاتي وارن جيڪي کوجنائون، مهن جي دڙي کوٽائڻ کان اڳ ڪيون هيون، تن جومختصر ذکر ۾ ڪيو آهي جنهن The Antiquities of Sindh مسٽر هينري ڪزنس پنهنجي ڪتاب جي قيمت پنجيتاليهه رپيا آهي. انهيءَ کانسواءِ مسٽر اي-ايف An برهمڻ آباد طرف کوجنائون ڪري انهن بابت ڌار احوال Mr.A.F.Bellasi بلاسس لکيو هو. ساڳيءَ طرح Account of the Ancient and Ruined city of Brahmanaabad برهمڻ آباد ۽ منصوره بابت ميجر جنرل هيگ به گريٽ برٽن ۽ آئرلئنڊ جي رابل ايشياٽڪ سوسائٽي جي جرنل (جلد 16: ڀاڱو 2) ۾ چڱو احوال ڏنو هو. ڪراچي، حيدرآباد ۽ شڪارپور ضلعن ۾ جيڪي کوجنائون انگريزن جي صاحبيءَ جي اوائل ۾ ٿيون، سي احوال بمبئيءَ جي گورنمينٽ سينٽرل پريس 1879ع ۾ ڌار ڇپايا هئا. ويجهڙائيءَ ۾ مهن جو دڙو سرڪار کوٽايو ته ان بابت گهڻي ئي ڪتاب Mohen Jo Daro and Indus ڇپيا آهن. جن مان سڀني کان عمدو ڪتاب Civilization سر جان مارشل ٻن سهڻن جلدن ۾ ڇپايو آهي، جنهن جي قيمت ڏهه گنيون (ڏيڍ سؤ روپيا، بلڪ وڌيڪ) آهي.

آڳاٽن لکيل ڪتابن مان سنڌو ماٿر جو احوال پهريائين پهريائين هندن جي رگ ويد ۽ پوءِ ٻين ويدن، براهمڻ گرنٿن، اتهاسن، پراڻن ٻڌ ڌرم ۽ جين ڌرم وارن جي ڌرمي پستڪن مان ملي ٿو، جنهنڪري چئبو ته ان وقت جي تاريخ روايتن يا ڏند ڪٿائن (Traditions) تي ٻڌل آهي. اهو به تاريخ کان اڳ جو زمانو آهي؛ پر ان بابت ايترو چئبو ته يوروپي ۽ ڏيهي عالمن تمام گهڻي محنت ڪري، ڪيترا ان وقت جا تاريخي احوال ڌرمي پسڪن مان چڱيءَ طرح سوڌي ڪڍيا آهن، جنهنڪري اهي به هاڻ تاريخ جي زماني وارن احوالن جهڙا مستند ليکيا وڃن ٿا، بلڪ وڌيڪ :

عيسوي سن کان 515 کن ورهيه اڳي قديم ايرانين، پنجاب ۽ سنڌ تي ڪاهه ڪئي هئي، سي ڳالهيون ايران طرف اچ تائين کن ڪتبن تي اُڪريل آهن، انهن به اڻ پڇيو وزن لهڻو، جيتوڻيڪ اهي به تاريخ جي زماني کان اڳ جون ڳالهيون آهن. سچو پچو تاريخي زمانو هيرو ڊوسٽس جي وقت کان وٺي ليکجي ٿو. هو صاحب عيسوي سن کان ساڍا چار سؤ ورهيه اڳي ٿي گذريو آهي ۽ يوروپي لوڪ کيس ”تاريخ جو ابو“ (The Father of History) ڪري سڏين ٿا. عيسوي سن کان سوا ٽي سؤ کن ورهيه اڳي سڪندر اعظم پنجاب ۽ سنڌ تي ڪاهه ڪئي هئي. ان وقت جي سنڌ جا احوال يوناني تاريخ ۽ جاگرافي نويسن جهڙوڪ ٽالمي، ائرين ۽ ٻين، يوناني ٻوليءَ ۾ لکيا هئا، جن جو انگريزيءَ ۾ ترجمو مسٽر مئڪ ڪرنڊل ۽ ٻين عالمن ڪيو. انهيءَ ڪانپوءِ ڪي يوناني ۽ چيني مسافر هوان شيانگ سنڌ ۾ آيا، جن به سنڌ جو ٿورو ٿورو احوال ڏنو آهي. سن 711ع ۾ عربن سنڌ فتح ڪئي، ته ان وقت سنڌ جي آڳاٽن هندو حاڪمن جا احوال هٿ ڪيائون ۽ سنڌ فتح ڪرڻ جا بيان لکيائون، جي چچ نامي ۽ ٻين ڪتابن ۾ ڏنل آهن. ڪن سنڌي ماڻهن جا ٿورا ٿورا احوال ڪن. عربي ڪتابن مان به ملن ٿا. ڪڇ ڀڄ جا جيڪي جاڙيجا حاڪم آهن، سي جاڙي ولد لاکي جو اولاد آهن، جو ننگر ٺٽي جي سمن راجپوتن مان هو. گرنارڪوٽ جو حاڪم راءِ ڏياچ سن جي چوڙا سما راجپوتن مان هو. ڪيترو وقت اهي پاسا راجپوتانا سميت سنڌ سان لاڳو هئا. انهن سببن

ڪري سنڌ جو ڪجھ ڪجھ احوال ڪڇ ڀڄ ۽ ڪاٺياواڙ جي تاريخ ۽ ڪرنل ٽاڊ جي ”راجستان“، ۽ فاربس صاحب جي ”راس مالا“ مان ملي ٿو.

چچ نامي جي وقت کانپوءِ به ڪن مسلمانن سنڌ جون تاريخون لکيون. مثلاً مير معصوم شاھ بکري، جنهن جو منارو سکر شهر ۾ ٽڪريءَ تي اڄ تائين بيٺو آهي، تنهن سنڌ جي تاريخ پارسيءَ ۾ لکي، جا ”تاريخ معصومي“ سڏجي ٿي. ان جو سنڌيءَ ۾ ترجمو سرڳواسي ديوان ننديرام ميراڻيءَ سيوهڻ واري ڪيو هو. اهو ڪتاب اڄ تائين آهي، ارغونن ۽ ترخانن جي زماني جو احوال ”بيگلر نامہ“ ۾ لکيل آهي. سيد طاهر نسياني بن سيد حسن ٺٽي واري سن 1030 هجري (سن 1621) ۾ ”تاريخ طاهري“ لکي آهي. وري سن 1187 هجري (1772ع) ۾ سيد علي شير ”قانع“ ٺٽي واري ”تحفتہ الڪرام“ لکيو، جنهن جي ٽئين ڀاڱي ۾ سنڌ جي ڪيترن عالمن ۽ فاضلن، شاعرن ۽ مصنفن، درويشن ۽ اوليائن ۽ سندين ڪرامتن جو ذڪر آهي، ۽ سنڌ جي حاڪمن جو احوال آهي. ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبين جو احوال ٺٽي واري محمد عظيم جي ڪتاب ”فتح سنڌ“ ۽ مير يارمحمد خان جي ڪتاب ”فريد نامہ“ ۾ آهي. مسلمانن جي صاحبيءَ جي پڇاڙيءَ واري وقت ۾ ڪي يوروپي عالم سنڌ ۾ آيا هئا، جن سنڌ جا ڪي ڪي احوال اهڙا ڏنا آهن، جي آڳاٽن عرصن جي تاريخ تي روشني وجهن ٿا. مثلاً سن 1744ع ۾ ڪئپٽن اليگزاندر هئملٽن ”ايسٽ انديز جو نئون احوال“ (A New Account of the East Indies) لکيو؛ سن 1816ع ۾ سر هينري پاٽنجر بلوچستان ۽ سنڌ جو سير ڪري پنهنجو سفرنامو (Travels in Baluchistan and Sindh) لکيو. ائين برنس (1831ع)، آئوٽرام (1840ع)، ڪينيڊي (1840ع)، سر رچرڊ برٽن، سرچارلس نيپئر جا لکيل ڪتاب، ميجر جنرل هيگ جو ”اندس ڊيلٽا ڪنٽري“، ائبٽ صاحب جو سنڌ جو احوال ۽ ٻين جا لکيل جملي منو سؤ کن ڪتاب مصنف ڪي سجهن ٿا. بمبئي سرڪار جي دفتر تي ڪي آڳاٽا احوال ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبن جا هئا، تن مان ڪي متفرقہ مضمون چونڊي ٻہ وڏا جلد ڇپايا اٿن، جن مان هڪ ۾ گهڻو ذڪر سنڌونديءَ جو ۽ ٻئي ۾ گهڻو ذڪر شڪارپور ۽ چانڊڪا پرڳڻن جو آهي. اهڙو ٽيون جلد بہ آهي جنهن ۾ جيتوڻيڪ ڪڇ ڀڄ جو احوال گهڻو آهي، تہ

ٻه ان ۾ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي، ديوان گدومل ۽ ٻين جو ڪيترو ذڪر آهي. سنڌ جي مهراڻ بابت ميجر رئورٽي هڪ نهايت ڪارائتو ڪتاب لکيو آهي، جنهن ۾ سنڌ جي تاريخ ۽ جاگرافي ٻه مختصر طرح ڏني اٿس. مطلب ته سنڌ جي تاريخ توڙي جاگرافي جوڙڻ لاءِ ذخيرو گهڻو ئي موجود آهي؛ پر ڪي هڏ ڏوڪي هجن جي گوڏو ٻڌي، اهو سمورو مال سوڌي، سنڌ جي مڪمل تاريخ تيار ڪن. هن وقت تائين اهڙين ڪوجنائن جو چاهه اسانجن ماڻهن ۾ گهڻو پيدا نه ٿيو آهي، جنهنڪري سنڌ جي هڪڙي ٻه مڪمل تاريخ ڪانهي. جيڪي پارسي تاريخون موجود آهن، تن ۾ ٻه ڏسو ته مسلمانن جي صاحبيءَ جو سربستو احوال ڪونهي. رڳو سومرن جي صاحبيءَ جا احوال ڏسو ته ڪن تاريخ نويسن ڪيئن ته ڪن ڪيئن لکيا آهن. ڪن ته ائين ٻه لکيو آهي ته سومرا ”سامرهه“ کان آيا! اهڙيون غلط ڳالهيون سنڌ ۾ ٻيون ٻه ڪي ڦهليل آهن، جن جا ٿورا مثال ڏار ڏجن ٿا.

**”هند ۽ ”سنڌ“ نالن بابت غلط فهميون:** سنه 1786ع ۾ سر وليم جونس سنسڪرت جو ناتو ايراني ۽ يوروپي ٻولين سان جاڳايو، تنهن کان پوءِ ٻولين ۽ تاريخ جون ڪوجنائون نهايت وکيانڪ ريت ٿيون. ڪائنس اڳي ٻه ڪي صاحب يورپ ۾ ٻولين جون ڪوجنائون ڪندا هئا؛ پر اڪثر يوروپي ٻولين جي پيٽ هيبرو يا يهودين جي ٻوليءَ، عربيءَ ۽ ٻين سيميٽڪ خاندان جي ٻولين سان ڪندا هئا، جن سان يوروپي ٻولين جو ڪوٻه ناتو اڄ تائين ثابت نه ٿيو آهي. علم لغات جي اُصولن جي ٻه ڪاٻه سڌ ڪانه هين، تنهنڪري ٻولين جي پيٽ مان نتيجا ٻه انڌا ۽ اونڌا ڪيندا هئا، سندن انڌن اونڌن نتيجن جو هڪ مزيدار مثال يول ۽ برنيل صاحبن پنهنجي ڪتاب ”هابسن جابسن“ ۾ ڏنو آهي. ان جو هتي ذڪر ڪجي ٿو، جو اسانجو انهيءَ ڳالهه سان وڏو ئي واسطو آهي.

عيسائن جو بائيبل يا انجيل ”پيدائش جي ڪتاب“ (Genesis) سان شروع ٿئي ٿو. پيدائش جي ڪتاب جي چوٿين باب ۾ جاڻايل آهي ته ”بيبي حوا کي حضرت آدم مان ٻه پٽ قابيل ۽ هابيل (Cain and Abel) ڄاوا. وڏي هوندي قابيل پنهنجي ڀاءُ هابيل جو خون ڪيو، ته ڌڻي تعاليٰ متس ڪوپ ٿيو ۽ ڪيس ڏيس

وٺو (ديس نيڪالي) ڏنائين. هو پوءِ باغ عدن جي اڀرندي طرف ”ناڊا“(Nod) ڏي لڏي وڃي رهيو (آيت 1 کان 16 تائين).

”ناڊ“ (Nod) لفظ ۾ حرف صحيح فقط ٻه آهن: نہ ۽ ڊ (N.D) ”انڊيا“(India) نالي ۾ بہ اهي ئي ساڳيا ٻہ حرف صحيح آهن. ۽ ٻيا سڀ حرف علت آهن. جن يوروپين ٻولين جي پيٽ پئي ڪئي، تن ڀانيو تہ ڏاڍي ڪا وڏي کوجنا ڪئي اٿئون، سو هڪدم ڪٽي هلايائون تہ باغ عدن ڇڏڻ کانپوءِ قابيل ”انڊيا“ (هندستان) ۾ وڃي رهيو! ڀانئجي ٿو تہ انهيءَ هل پوڻ کانپوءِ ماڻهن وري انهيءَ ڳالهہ کي پنهنجو رنگ ڏيئي ڪن ڪتابن ۾ لکيو تہ پورب جون ڪي قومون قابيل جو اولاد آهن.

آڳاٽن يوروپي لوڪن کي ٻولين ۽ تاريخ جي کوجنائن ڪرڻ جو عقل اجهو اهو هو! وٺو ٻيو مثال ”پيدائش جي ڪتاب“ (Genesis) جي باب ڏهين آيت پهرينءَ ۾ ڄاڻايل آهي تہ حضرت نوح کي شيم (Shem) هئم (حام Ham) ۽ جئفيٿ(Japheth) نالي پٽ ڄاوا؛ ۽ دنيا ۾ جڏهن مها پرلئي ٿي هئي، تنهن کانپوءِ انهن بہ پٽ ڄڻيا.

انهن شيم ۽ هئم نالن مان ”سيميٽڪ“ ۽ ”هئميٽڪ“ لفظ جڙيل آهن، يهودين جي ٻولي، عربي، ڪئلڊي وغيره سميٽڪ خاندان جون ٻوليون آهن ۽ توراني توڙي آفريڪا طرف واريون ٻوليون هئميٽڪ خاندان جون ٻوليون سڏجن ٿيون. (ڏسو اينسئڪلو پيڊيا) ”شيم“ (سيم) ۽ ”هئم“ نالن سان ”سنڌ“ ۽ ”هند“ نالن جو ڪوبہ لاڳاپو آهي ئي ڪونہ، تہ بہ اهو هل پيو تہ اهي حضرت نوح جي پٽن جا نالا آهن! اهي هل عربستان تائين پهچي ويا! مصنف کي ائين سمجهڻ ۾ اچي ٿو، تہ سيد علي شير قانع ٺٽي وارو ڪنهن وقت حج ڪرڻ ويو يا ٻيو ڪو حج ڪري موٽيو، ۽ اهو هل اتان ٻڌي آيو، تنهن کانپوءِ اها ڳالهہ سيد علي شير پنهنجي ڪتاب ”تحفتہ الڪرام“ ۾ لکي، جو هجري سن 1187 مطابق سن 1772ع ۾ يعني سر وليم جونس جي 1786ع واري ناميارِي تقديد کان بہ چوڏهن ورهيہ اڳ جو لکيل آهي. اهو ئي وقت هو، جنهن وقت يوروپي لوڪن ٻولين ۽ تاريخ جون کوجنائون اونڌيءَ ريت

پئي ڪيون. سن 1925ع ۾ مرحوم شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ”قديم سنڌ“ نالي ڪتاب لکيو، جو گهڻو ڪري سمورو ”تحفتہ الڪرام“ تان ترجمو ٿيل آهي. اهو ڪتاب شروع ئي هنن لفظن سان ڪيو اٿس.

” سنڌ ملڪ تي نالو ”سند“ تان پيو، جيئن هندستان يا هندن تي نالو ”هند“ تان پيو. سند ۽ هند ٻئي ڀائر هئا ۽ حام بن نوح جا پٽ هئا ۽ حضرت مشهور وڏو نبي هو. جنهن طوفان ڪانپوءِ دنيا کي آباد ڪيو. ”ڏسو تہ ڪٿي جي ڳالهہ ڪٿي اچي پهتي آهي! هي آسر پوئاٽيون ڳالهيون وقت جا يوروپي عالم سچيون ڪري نٿا سمجهن، جيئن هتي صاحب پنهنجي جوڙيل عربستان جي تاريخ ۾ ڄاڻايو آهي. حقيقت بہ هن طرح آهي تہ اڳاٽن يوروپي لوڪن کي ان وقت نڪا علم لغات جي اُصولن جي، نڪا دنيا جي تاريخ جي سڌ هئي، تنهنڪري ههڙيون بيهوديون ڳالهيون پئي ڦهلايائون. ”فلالاجي“ جو ذڪر ڪندي، اينسئڪلو پيڊيا برٽينيڪا ۾ بہ اڳاٽن يوروپين جي اهڙن غلط نتيجن ڪڍڻ جو ذڪر ڪولي ڪولي ڪيو اٿن. [1]

هڪ ڪري انهن اڳوڻن يوروپي لوڪن کي گهڻو ڏوهہ نہ ڏبو، جو اڄڪي وٽن جنسي اوندهہ هئي. هن وقت اها اڳئين اونده ڪانهي، تهچ بہ پنهنجي سنڌ ۾ ڏسو تہ سنڌيءَ ۾ جيڪي هندستان جون تاريخون اسڪولن ۾ پيا پاڙهين، تن ۾ ڇا لکيو پيو آهي. اول سندن ڪتاب جو نالو ڏسو. ڪتاب کي سڏيو اٿن. ”هندستان جي تواريخ“! نالو ئي غلط. ڪتاب ۾ اندر ڏسو تہ منڍ ۾ لکيل آهي تہ ”هندستان لفظ جي معني آهي ڪارن ماڻهن جي رهڻ جو هنڌ (هندو= ڪارو+ آستان= جاءِ“): ساڳين تاريخ نويسن هيئن بہ لکيو آهي تہ ”آريہ لوڪ شڪل جا سهڻا ۽ قد جا ڊگها ۽ مضبوط هئا (”مضبوط“ بدران ”مظبوط“ لکيو اٿن!)“جڏهن پاڻ لکيو اٿن تہ آريہ شڪل جا سهڻا هئا تڏهن ”هندستان“ ڪارن ماڻهن جو ملڪ ٿيو ڪيئن؟ مطلب تہ جن کي نہ ٻوليءَ جي سڌ، نہ تاريخ جي خبر، بلڪ جنهن ملڪ ۾ پاڻ رهن ٿا، تنهن جي نالي جي معنيٰ جي سڌ ڪانہ اٿن، تہ چئبو تہ ههڙا ڪتاب رڳو شاگردن تي مڙهڻ واسطي لکن ٿا، ۽ اها نهايت ارمان جي ڳالهہ آهي. ”سنڌو“ ۽

”هندو“ لفظ جي معنيٰ هتي کولي ٻڌائجي ٿي تہ پڙهندڙن کي انهن لفظن جي صحيح معنيٰ جي سڌ پوي.

سنسڪرت ۾ .سنڌ تي سنڌونديءَ تان نالو پيو آهي **:سنڌو نالو ۽ اُن جي معني** ”سنڌو“ معنيٰ سمنڊ يا وڏو درياءُ اڳي ڪابل ندي، گومتي (گومال) وغيره هونديون هيون، تنهنڪري سنڌو (Tributaries) سنڌونديءَ جون پرتي ڪندڙ شاخون رواجي ندين کان تمام گهڻو وڏي هوندي هئي ۽ سمنڊ سان ڪلهو پئي هڻندي هئي. انهيءَ سبب آڳاٽن آرين اهو نالو رکيس. اڄ بہ سنڌونديءَ جو پيٽ ديري اسماعيل کان وٺي ڪالاباغ تائين ايڏو وڏو آهي، جو ڪا ٻيڙي وچ سير ۾ هوندي، تہ نڪي اورينءَ پر نڪي پرينءَ پر کان ڏسڻ ۾ ايندي.

هندستان جي امپريل گزيٽيئر“ بينفي صاحب واري سنسڪرت ڊڪشنري، پروفيسر آپٽي واري سنسڪرت ڊڪشنري ۽ ٻين ڪيترن ڪتابن موجب ”سنڌو“ جو ڌاتو يا بنياد آهي سنسڪرت لفظ ”سيند“ (Syand) معنيٰ وهڻ. انهيءَ سبب سنڌو“ جي بنيادي معنيٰ آهي ”اها ندي جا سدائين پيئي وهي“! پروفيسر مئڪس ملر جي خيال موجب ”سنڌو“ جو ڌاتو آهي ”سڌ“ معنيٰ رکي وٺڻ يا بچاءُ ڪرڻ. سنڌوندي جن هنڌان وهي ٿي تن هنڌن جي رهاڪن جو ڌارين جي ڪاهن ۽ جهنگلي مرن جي حملن کان بچاءُ ڪري ٿي. ٻئي ڌاتو نهي اچن ٿا، پر پهرين معنيٰ وڌيڪ عام آهي.

### هندو“ ۽ ”هندستان“ جي معنيٰ

رگ ويد واري زماني ۾ آڳاٽا آريہ لوڪ سنڌو نديءَ ۽ اِن جي پرتي ڪندڙ شاخن جا ڪنارا پاٽيءَ جي سهنج ڪري والاري وينا هئا، تنهنڪري آڳاٽن ايرانين سيني هنڌن جي رهاڪن کي گڏي ”سنڌو“ سڏيو، پر اُچار ڦيرائي ڪيائون ”هندو“، جو ايراني لوڪ عام طرح ”س“ کي ڦيرائي ”هہ“ ڪندا آهن: ”انهيءَ ريت ”هندو“ لفظ جي معنيٰ ٿي ”سنڌونديءَ جي ڪناري تي رهندڙ قديم ايراني لوڪ سنڌو ماٿر (پنجاب ۽ سنڌ) کان پري ڪونہ ويا، تنهنڪري جيڪو ملڪ ڏنائون، تہ آريہ لوڪ والاري وينا هئا، تنهن کي هندوستان —

هندستان (هندو + آستان) سڏيائون. مطلب تہ ”هندستان“ لفظ جي اصل معنيٰ قديم ايرانين وٽان قديم يونانين کي هندستان هئي ”سنڌو نديءَ وارو ملڪ“. جي سڌ پيئي. سڪندر اعظم سان جيڪي تاريخ نويس آيا، تن بہ سنڌو ماٿر ۾ رهندڙن کي سڏيو ”سنڌو“ (هندو)، پر اُچار ڦيرائي ڪيائون ”انڊو-
۽ هندستان کي (Indus)، نديءَ کي سڏيائون ”انڊوس“ (Indoi)انڊوئي“
سڏيائون. ائين هڪڙي ئي سنسڪرت لفظ ”سنڌو“ جا اچار لئٽن (India)”انڊيا“ ٿورن لفظن ۾ چئبو تہ ”سنڌ“ لفظ ٻوليءَ ۾ ڦري ”انڊس“ ۽ ”انڊيا“ ٿيا آهن. جنهن ۾ سڄو پنجاب بہ اچي ٿي جي اصل معنيٰ هئي ”سنڌونديءَ جي ماٿر“، ويو. ”سنڌو“ (هندو) لفظ جي اصل معنيٰ هئي: ”سنڌو نديءَ جي ڪناري تي رهندڙ“، ۽ نہ ”ڪارو“ يا ”چور“، جيئن ڪي غلط طرح سمجهن ٿا؛ ۽ ”هندستان“ لفظ جي اصل معنيٰ هئي ”سنڌونديءَ وارو ملڪ“. خود سنسڪرت ساهت ۾ ”سنڌو“ لفظ جي ڪيترن هنڌ معنيٰ آهي ”سنڌونديءَ وارو ملڪ“. ۽ ”سنڌو“ يا ”سئنو“ جي معنيٰ آهي، ”سنڌو ماٿر جا رهاڪو“، اڳاٽا آريہ لوڪ پوءِ اتر هندستان کان وڌي ڏکڻ هندستان ڏي ويا، ۽ اتي بہ وچي بينڪون وڌائون تہ اهو سڄو ملڪ ڪشمير جي مٿئين ڀاڱي کان وٺي ڪيپ ڪامورن تائين ”هندستان“ سڏجڻ ۾ آيو. پوءِ مسلمانن جي صاحبي ٿي، تہ ”هندو“ لفظ جي معنيٰ ٿي ”برهمڻي ڌرم کي مڃيندڙ“.
آڳاٽن عربن کي ”هند“ (هندستان) جي سڌ قديم ايرانين وٽان پيئي هئي. سن 711-712ع ۾ عربن سنڌ ۽ ملتان پنهنجي قبضي ڪيا، تہ معلوم ٿين تہ ”سنڌ“ جو علائقو ڌار آهي ۽ ”هند“ سڄي هندستان جو نالو آهي. انهيءَ وقت کان وٺي ”سنڌ“ ۽ ”هند“ جي فرق جو پتو پين، پر ڪن پارسي تاريخ نويسن پوءِ بہ ”سنڌ ۽ هند“ نالا گڏي پئي ڄاڻايا. عيسوي سترهين ۽ ارڙهين صديءَ ۾ ڪن يوروپي لوڪن ٻولين ۽ تاريخ جون کوجنائون، بنهہ اونڌي نموني پئي ڪيون ۽ بيهودا هل پئي اُٿاريائون، تہ ڪن پارسي تاريخ نويسن بہ اُهي هل سچا سمجهي، پنهنجن ڪتابن ۾ ڄاڻايو تہ سنڌ ۽ هند حضرت نوح جي اولاد جا نالا آهن. پوءِ وڌيڪ کوجنائن سان ثابت ٿيو تہ اهي واهياتي ڳالهيون هيون. سيپيتا جو سچ ٻين گهڻن هنڌن کان

اڳ، سنڌو ماٿر ۾ اُڀريو هو، سا ڳالهه به هتي منڍ ۾ ئي ڄاڻائجي ٿي، ته سنڌ جي اهميت سمجهڻ سولي ٿئي.

**سڀيتا جا اوائلي ماڳ:** سيڪنهن ملڪ جي تهذيب يا سڀيتا جو سلو اول انهيءَ هنڌ اُسري نسري اوج کي رسي ٿو، جنهن هنڌ نديون ۽ نارا آهن. قديم زماني ۾ ماڻهن وٽ نڪي ڪاتين ڪٽڻ، نڪي کوهن کوٽڻ لاءِ ڪي ڪارائتا اوزار هئا، تنهنڪري ٻينڪون ئي اتي ڪندا هئا، جتي قدرتي طرح پاڻيءَ جو سهنج هوندو هو، جتي درياهه پيو وهندو هو، تتي اَن، ڀاڄيون، ميوا، ڪپهه ۽ ٻيون پيدائشون ته آسانيءَ سان ٿي سگهنديون، پر هنر ۽ ڪاريگريون به اتي زور وٺنديون، بلڪ علم جي نهر اول اُتي جاري ٿيندي، جنهنڪري اهو هنڌ عالمن ۽ فاضلن جو ماڳ ٿي پوندو. ڳالهيون ڌيان ۾ رکي، پنهنجي پرڳڻي جون حالتون ٻين هنڌن جي حالتن سان ڀيٽيون، جو انهيءَ ريت ئي قديم سنڌ جو پوريءَ ريت قدر ڪري سگهبو.

عالمن کي کوجنائن ڪرڻ سان معلوم ٿيو آهي، ته ڪئين هزار ورهيه اڳي، اهڙا سڻاوا هنڌ ايشيا ۽ آفريقا ۾ فقط به چار هئا، جتي تهذيب يا سڀيتا جا سلا اول اُڀريا، جي پوءِ وڌي وڻ ٿيا. هڪڙو مصر ملڪ ۾ نيل نديءَ واري ماٿر ٻيو ميسو پوٽيميا ڏي فرات (يوفريٽس) ۽ دجله (ٽائگرس) ندي جي ماٿر، ٽيون چين ولايت ۾ هوئنگ هو ۽ يا نگٽسيڪانگ واري ماٿر ۽ چوٿون پنجاب ۽ سنڌ ۾ سنڌونديءَ واري ماٿر. مطلب ته دنيا ۾ چار بختاور قومون آهن، جن کي اوائل ۾ پاڻيءَ جو سهنج هو، جنهنڪري ٻين قومن کان اڳ ترقي ڪيائون. انهن مان هڪڙي آريه قوم هئي، جنهن جو اولاد اڄ تائين هندستان، ايران: وچ ايشيا ۽ يورپ جو گهڻو ڀاڱو والاري وينو آهي. ٻي توراني قوم هئي، جنهن جو اولاد چين، جپان ۽ ٿنٻيٽ ۾ آهي. ٽين سيميٽڪ قوم هئي، جنهن جي هٿ ۾ عربستان ۽ ايشيا جو الهندو طرف به هو. چوٿين هيميٽڪ قوم هئي، انهن چئن بختاور قومن مان اسان جو وڌو واسطو آريه قوم سان آهي، جنهن رگ ويد واري قديم زماني ۾ سنڌوماٿر وسائي، ۽ انهيءَ قوم جو اولاد هندستان جا يڪترا هندو آهن ۽ آڳاٽن هندن

مان هن وقت ڪيترا مسلمان آهن. هاڻ چڱيءَ طرح سمجهڻ ۾ ايندو، تہ قديم دنيا ۾ سڀيتا جا جيڪي اوائلي ماڳ هئا، تن مان هڪ سنڌوماٿر هئي، جنهن جهڙي وسيع ۽ پري پاڳي ماٿر سڄي ايشيا کنڊ جي ڏاکڻي ڀاڱي ۾ ٻي عالمن کي کوجنائن مان اهو بہ معلوم ٿيو آهي، تہ سنڌو ماٿر جي .ڪانهي رهاڪن ٻين جي سڀيتا تان نقل ڪونہ ڪيو، پر پاڻ ٻين ڪيترين قومن وٽائن پرايو، جنهنڪري سنڌ جي اوائلي تاريخ ڪيتري قدر دنيا جي تهذيب جي شروعات جي تاريخ ڪري سمجهڻ گهرجي. هن وقت تائين ڪيترن ملڪن، بلڪ سڄيءَ دنيا جون تاريخون ڇپجي پڌريون ٿيون آهن، انهن تاريخن جو ٿورو ئي اڀياس ڪندؤ، تہ يقين ٿيندو تہ سنڌو ماٿر وارن آرين جي سڀيتا ڪيترن هنڌن جي رهاڪن تي حيرت جهڙو اثر ڪيو آهي، جنهنڪري چئبو تہ پروفيسر مئڪس ملر سنڌو ماٿر (هندستان) جون حق تي .ساڪون پريون آهن. **

---

* "The old traditions of the Hindus are not simply traditions, but being corroborated by inscriptions and literary evidences, are of great importance even from the historical point of view" Mr. D.S. Trivada. Itihasa-Shiromani, Sadholal Scholar: Journal of Indian History, December, 1937, P.239.

* "Some have imagined that the name of the land of Nod ('wandering') to which Cain is said to have migrated, and which has the same consonants is but a form of this (India) which is worth noting, as this idea may have had to do with the curious statement in same medieval writers (e.g.John Marigonolli) that certain eastern races were "the descendants of Cain." Yulc and Burnell's "Hobson. Jobson" i.e. Glossary of Anglo India Colloquil words and Phrases (London 1886) article India.

* The term Semite comes from Shem in the Old Testament (Genesis 10: 1) through the Latin of the Vulgate. The traditional explanation that the so-called Semities are descended from the eldest son of Noha, and therefore racially homogeneous, is no longer accepted. Philip K. Hitti: History of the Arabs, P.9.

* "It is astonishing what an amount of real learning and ingenuity was wasted on this question during the 17th and 18th Century." Prof. Max Muller; Lectures on the Science of Language P.140.

** The first essays in comparison were made upon the classical tongues (Hebrew etc) and were as erroneous in method and fertile in false conclusions as was to be expected." Encyclo: Brittanica, "Philology".

*** اسانجا ڪي هندو پائر ائين سمجهن ٿا تہ ”تاريخ“ لفظ جي معني آهي ”تٿ“ (Date) ۽ ”تواريخ“ معنيٰ ”بيان يا احوال“ (History)، هيءَ غلط ڳالهہ آهي تہ ”تاريخ“ لفظ جون اهي ٻئي معنائون آهن ۽ ان جو جمع آهي. ”تواريخ“. ڪتاب ۾ احوال جڏهن رڳو هندستان جو آهي، تڏهن لکڻ گهرجي ”هندستان جي تاريخ“. هن حالت ۾ جمع لفظ ”تواريخ“ ڪم آڻڻ تي غلط آهي. (مصنف)

* Cambridge History of India. Vol 1.p. 80

** These are places where people could swim across the Indus, there are others where no eye could tell whether the boundless expanse of water should be called river or sea. The two run into each other, as every sailor knows, and naturally the meaning of Sindhu, river runs into the meaning of Sindhu, 'Sea'."

*** "Sindhu from the root Syand-to flow." Imperial Gazetter of India, V.I, P.2.

**** "Sindhu probably meant originally the divider, keeper, and defender, from Sidh "to keep of ……... No more telling name could have been given to a broad river, which guarded peaceful settlers both against the inroads of hostile tribes and the attacks of wild animals. "Prof. Max Muller's India what can it teach us? P. 170.

* "The word 'Hindu' is in medieval Persian 'Hindo' representing the ancient Avesta handava (Sanskrit Saindhava), a dweller on the Sindhu or Indus….. 'Hindi' means 'of or belonging to India' while 'Hindu' now means a person of Hindu religion" Encyclo. Brit: foot-note, under "hindostani".

** "They (the early Indians) called the Indus river in Sanskarit by the word which they gave to the ocean itself----- Sindhu (from the root Syand "to flow"), a name afterwards applied to the ocean—god (varuna). The term extended itself to the country around the river, and in its plural form, Sindhavas, to the inhabitants thereof. The ancient Persians softening the initial

sibilant to an aspirate, called it Hindu in the Zend language: the Greeks, again softening the initial by omitting the aspirate altogether, derived from it their landikos, and Indos" Imperial Gazetteer of India, Vol. VI, P.2.

*** "The name of Indian in the Avesta is Hindu, which like the Old Persian Hi(n) du, is derived from the river Indus Sanskarti Sindhu," Cambridge History of India. Vol 1, P. 324 "Sanskrit 'Sindhu'—the sea became (eventually) in Persian Hindu, and so passed on to the Greeks and Latins: viz: Indoi for the people, Indos for the river, Indica and India for the country on its banks……. India itself is Latin form." Yule and Burnell's Hobson- Jobson or Glossary of Anglo-Indian colloquial words and pharases, article "India"

**** "Sindhu anciently meant the valley of the Sindhu." Sindh Gaze

* Sir John Marshall: Mohen Jo Daro and Indus Civilization. Vol. 1. P.94

** "If I were to look over the whole world to find out the country most richly endowed with all the wealth, power, and beauty that nature can bestow—in some parts a very paradise or earth—I should point to India. If I were asked under what sky the human mind has most fully developed some of its choicest gifts, has most deeply pondered on the greatest problems of life, and has found solutions of some of them which well deserve the attention even of those who has studied plato and Kant—I should point to India. And if I were to ask myself from what literature we, here in Europe, we who have been nurtured almost exclusively on the thoughts of Greeks and Romans, and of one Semitic race, the Jewish, may draw that corrective which is most wanted in order to make our inner life more perfect, more comprehensive, more universal, in fact more truly human, a life, not for this life only, but a transfigured and eternal life—again I should point India."

Prof. Max Muller: India: What Can It Teach Us? P.6

# باب پهريون

## تاريخ کان اڳ جو زمانو

**سنڌ جو جنم:** قديم سنڌ جي تاريخ منڍ کان وٺي پوري ريت سمجهڻ لاءِ هاڻوڪي سنڌ ۽ هاڻوڪو زمانو وساري، اُهو آڳاٽو وقت اکين اڳيان آڻيون، جنهن وقت سنڌ جي الهندي ڏي جبل چوٽيون کڍيو بيٺا هئا ۽ بيا پاسا، گهڻو ڪري سمورا، سمنڊ جي پاڻيءَ هيٺ هئا.

سنڌ کي پاڻيءَ مان پرگهٽ ٿئي ڪئين جڳ ٿي ويا آهن. انهيءَ قديم زماني جا ڪي ڪتاب موجود ڪينهن، ته به جيڪي صاحب ”يونءِ وگيان“ (ڌرتيءَ جي علمGeology) ۾ پڙ آهن، سي اهي جڳن جون ڳالهيون به پرجهي پروڙي سگهن ٿا. انهن عالمن ڌرتيءَ جي بنهه تر واريءَ زمين کان وٺي ڌرتيءَ جو هڪ هڪ طبق يا تهه (Stratum) جاچي معلوم ڪيو آهي ته هرهڪ تهه نهڻ ۾ ڪيترو عرصو لڳو هوندو. انهيءَ هرهڪ زماني تي علحدا علحدا نالا (Cambrian, Cretaceous etc.) رکيا اٿن.

يونءِ وگياني (Geologists) چون ٿا، ته ”جيالاجيءَ“ جي ٽئين زماني(Tertiary Age) ۾ سنڌ سميت سڄي اتر هندستان جو گهڻو ڀاڱو ”ٽيٿيا“ نالي سمنڊ(Tethya Sea) هيٺ هو، جنهنجي چولين هماليه جبل کان وٺي ونڌيا جبل تائين چلڪا پئي ڏنا. ڪنهن وقت هماليه جبل طرف اهڙا خوفناڪ زلزلا ٿيا، جو ڌرتي مٿي چڙهي آئي ۽ سمنڊ هٽي، ڏيهان ڏور ٿي ويو! ائين زمين ظاهر ٿي، ته قدرت وري بيا ڪم ڪيا. وقت بوقت جيڪي چوها ۽ طوفان پئي لڳا، تن سبب واري ويئي پکڙندي، برساتي سبب زمين ويئي وهندي ۽ گرميءَ سبب ٿاڪ ٿيندي. هڪڙي پلر (برسات جي پاڻيءَ) جي پالوٽ ٿي، ٻيو ندين جو رَءُ ڌرتيءَ مٿان وقت بوقت چڙهيو، ته زمين وئي مٺي ٿيندي. انهيءَ ريت سڄي اُتر هندستان جي رونق ٿي ٻي ٿي پيئي. اڄ هندستان ۾ جدا جدا هنڌن تي طرح طرح جا نرمل نظارا نظر اچن ٿا. هماليه جبل جي برف سان ڇانيل چوٽين جو نظارو پنهنجو، ته ڪشمير

طرف جي گلڪاري گلزار جو نمونو پنهنجو. اهڙيءَ ريت اتر هندستان کان وٺي ڏکڻ هندستان تائين ساوڪ سبزي چڱو ڇهچٽو لاٿي بيٺي آهي. هندستان جي زرخيز زمين مان پيدائشون بہ ايتريون ٿيون ٿين جو ٻيو ڪوبہ ملڪ ساڻس مشڪل مٿ پئجي سگهندو. ڪن تاريخ نويسن تہ هندستان کي بهشت جي برابر ڪري ليکيو آهي.

هندستان کي ههڙو رونقدار ۽ پريو پاڻيو سندس ندين ڪيو آهي، جن مان سنڌو نهايت قديم آهي. عالمن ڄاڻايو آهي تہ سنڌ جو پرڳڻو سمنڊ مان پيدا ٿيو، تنهن کان ئي اڳي سنڌوندي هئي! مطلب تہ جيئن ٻار ڄمڻ کان اڳي ئي ڏڌي سندس لاءِ قوت تيار رکي ٿو، جو ماءُ جي ٿڻن ۾ ٿج اچي ٿي، تيئن سنڌ جي صوبي کي تاتي نپائي وڏي ڪرڻ لاءِ سير سنڌو اڳي ئي هتي حاضر هئي. اڄ بہ اسانجيءَ جيوت جو گهڻو مدار انهيءَ سونهاري سنڌوءَ تي آهي، جنهن بنا اسانجو پرڳڻو جيڪر جنسي برپٽ ٿي پوي.

سائينم سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سڪار
دوست تون دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين!

(شاهہ)

**قديم سنڌ جا اصل رهاڪو:** سنڌ مان سمنڊ هٽي پري ٿيو تہ اول ڪهڙين قومن اُهي واريااسا پٽ اچي وسايا، سا سڌ پئجي نٿي سگهي. جنهن زماني (Tertiary Age) ۾ سنڌ جي زمين ظاهر ٿي هئي، تنهن زماني جي ماڻهن جا پنڊ (جسم) هن وقت تائين ڦري، پهڻ ٿي ويا آهن. ان وقت جي وڻن ٽڻن جو بنهہ اهو حال ٿيو آهي. اهي ٽئين جڳ وارا پنڊ پهڻ (Tertiary fossils) سنڌ ۾ زمين جي اندرين تهن مان ڪئين لڌا آهن. قديم سنڌ جا اصل رهاڪو اهي چئبا. پر هن حالت ۾ ڪين ڪو سڃاڻي بہ ڪونہ سگهندو. عالمن کي کوجنائن ڪرڻ سان ايترو معلوم ٿيو آهي، تہ موجوده قومن مان قديم ۾ قديم لوڪ، جن اتر هندستان وسايو، سي هاٽوڪن سنٿالن، ڀيلن ۽ منڊلوڪن جا ابا ڏاڏا هئا. اهي سنڌ ۾ بہ هئا يا نہ، تنهن بابت اسان کي پهريائين پڪ ڪانہ هئي؛ پر پوءِ ڪن جون ڪوپڙيون سيوهڻ جي پريان لڌيون هيون. 1922-1923ع ۾ ڪن ڪولن ۽ سنٿالن جون ڪوپڙيون مهن جي

ڏڄي مان بہ لڌيون، جا ڳالھہ آرڪيالاجيڪل کاتي جي ڊئريڪٽر جنرل سر جان مارشل ڄاڻائي آهي. ائين هاڻ خاطري ٿي آهي تہ اهي قديم لوڪ سنڌ ۾ بہ هئا، تنهنڪري قديم سنڌ جا اصل رهاڪو هاڻ اُهي ليکڻ گھرجن.

**کول ۽ سنٿال ڪٿان آيا:** جيالاجيڪل کاتي وارن کي کوجنائن ڪرڻ مان معلوم ٿيو آهي تہ قديم زماني ۾ جڏهن اتر هندستان گھڻو ڪري سمورو سمنڊ جي پاڻيءَ هيٺ هو، تڏهن ڏکڻ هندستان وارو پاسو آفريڪا، سلون (لنڪا) ۽ آسٽريليا سان خشڪيءَ رستي ڳنڍيل هو، ۽ اُهو گھڻو ڳنڍيل هو، ۽ اُهو گھڻو اڳي پيدا ٿيو هو. هن وقت دور پورب ڏي اندمان ٻيٽ ۽ ٻيا ننڍا ننڍا ٻيٽ آهن: پر انهيءَ پاسي هڪ وڏو يڪو کنڊ هو، جو هينئر پئسفڪ وڏي سمنڊ جي پيٽ ۾ سمايل آهي. انهيءَ غرق ٿيل کنڊ کي ”ليموريا“ (Lemuria) نالو ڏنو اٿن، ڇاڪاڻ تہ ليمور(Lemur) نالي هڪ جانور جا هڏا انهيءَ سڄي ايراضيءَ مان (آفريڪا کان وٺي آسٽريليا تائين) ججهي تعداد ۾ لڌا آهن. انهيءَ کنڊ جي کوجنا ويجهڙائي ۾ بہ پئي ڪيائون پر هن وقت جرمنيءَ ۽ جاپان جي جنگين سبب بند ڪئي اٿن. انهيءَ کوجنا جا جيستائين نتيجا ڇپجي پڌرا نہ ٿيا آهن، تيستائين اُن بابت ڪجھہ بہ وڌيڪ چئي نٿو سگھجي.

ٻولين جي کوجنائن مان عالمن کي ائين وسهڻ لاءِ سبب ٿيو آهي، تہ اهي قديم لوڪ اصل خشڪيءَ جي رستي آسٽريليا کان چين ولايت واري واٽ وٺي آسام ۽ بينگال ڏي آيا، ۽ پوءِ اتر هندستان ڏي ويا. هن وقت سندن اولاد وچ هندستان ڏي سنٿال پرڳڻن چوٽا ناگپور طرف رهي ٿو. هاڻوڪا اسڪول ۽ سنٿال جيڪي ٻوليون ڳالهائين ٿا، تن جي نحوي بناوت اُنهن ٻولين جهڙي آهي، جي اندو چئنا ۽ ملايا اُپٻيٽ کان وٺي آسٽريليا ۽ پالينيشا تائين ڳالهائڻ ۾ اچن ٿيون. انهن سيني هنڌن جي ٻولين جو پاڻ ۾ جگري ناتو آهي، تنهنڪري ڪولن، سنٿالن جي هڪ شاخ (Austric family) وغيره جون ٻوليون آسٽريليا جي ٻولين جي خاندان ليکجن ٿيون. اهي حقيقتون سر گريئرس پنهنجي ناهيل ڪتاب ”لنگئسٽڪ

جي جلد پهرئين، ٻاڳي پهرئين ۾ (Linguistic Survery of India) "سروي آف انڊيا ڇاڻايون آهن.

**قديم سڀيتا جي شروعات:** سنڌ جي پيدا ٿيڻ کانپوءِ به ڪڇ جو رڻ ۽ ٿر ڏي ڪي صديون ساندهه سمنڊ هو. ڪراچي ضلعي ۽ حيدرآباد ضلعي واري لاڙ جا به ڪيترا ٽڪر ڪي سمنڊ جي پاڻيءَ، ته ڪي سنڌونديءَ جي پاڻيءَ هيٺ هئا، جن مان شاهه بندر، سجاول ۽ جهرڪن وارو ٿورو پاسو بنهه ويجهڙائيءَ ۾ پاڻيءَ مان نڪري پڌرو ٿيو آهي. تاريخ کان اڳ جي زماني جون جيڪي کوجنائون ٿيون آهن، تن مان ائين سمجهڻ ۾ پيو اچي ته شاهه بندر، ٺٽي ۽ جهرڪن واريون ٽڪريون، ڪوٽڙيءَ طرف وارو سورجاڻو جبل، حيدرآباد وارو گنجو ٽڪر ۽ رني ڪوٽ واريون ٽڪريون، يا ته اُن وقت هيون ئي ڪين، يا جي هيون ته آسپاس پاڻيءَ هئڻ سبب، ٻيٽن وانگر بيٺيون هيون، جنهنڪري سنڌ جي رٻو الهندي طرف وارو جابلو ڀاڱو اول وسيو هو. اهو "قديم حجري زمانو" يعني "جهوني پٿر وارو زمانو" (Paleolithic or Old Stone Age) هو، جنهن ۾ زمين ڪيتري قدر برف سان ڇانيل هئي ۽ رڳو ڪي ڪي هنڌ ڇٽل هئا، جتي ماڻهو رهي سگهندا هئا. ان وقت ماڻهن کي اجان گهرن جوڙڻ جو هنر ڪونه هو، تنهنڪري گرميءَ سرديءَ توڙي برسات کان پاڻ بچائڻ لاءِ الهندي طرف وارن جبلن ۽ ٽڪرن جي غارن ۾ رهندا هئا. اڄ به اڪين سان ڏسجي ٿو، ته ڪوهستان ۾ جن واندين ڪي گهر نڪو گهاٽ آهي، سي غارن ۾ آڏن ۾ رهن ٿا. ان وقت ماڻهن کي کيتيءَ ڪرڻ جو هنر به ڪونه هو، جنهنڪري "ڏٿ" (جهنگلي اَن ۽ جهنگلي ميون وغيره) تي گذاريندا هئا. ڇاپرو ٻير، ليار، ڳانگيون، گولاڙا، منگها ۽ ٻيون اهڙيون جهنگلي پيدائشون اڄ به ڪوهستان توڙي ٿر جي ماڻهن لاءِ وڏي وٿ آهن. انهن هنڌن جي ماڻهن اڄ تائين گهٽي ترقي ڪانه ڪئي آهي. جنهنڪري اهي آڳاٽي ۾ آڳاٽا دستور اڄ تائين هلائيندا پيا اچن.

ماڻهن جا ڏند ۽ ٻيون ڳالهيون جاچي، ڪيترن عالمن هيءَ راءِ ظاهر ڪئي آهي ته انسان پنهنجي ذاتي سڀاءَ ڪري سانتيڪو پرساد ڪائيندڙ يا ڀاڄي خور(Vegetarian) آهي، پر اڳيون حالتون به ڌيان ۾ رکڻ گهرجن. ڪنهن وقت

گھڻي برف پوڻ ڪري، يا برسات اصل نہ پوڻ ڪري، وڻ ٽڻ سڙي ويندا، تہ ڪابہ پيدائش ٿي ڪانہ سگھندي. اڄ بہ ٿر ۾ ڏسو تہ جيڪڏھن بہ ٽي مندون ساندھ مينھن جو ڦڙو بہ ڪونہ وسندو آھي، تہ وڻ ٽڻ سڀ سڙي سڪي ويندا آھن، چوپايو مال مکين وانگر مري ويندو آھي. بک وچان ماڻھن جا پيٽ پنيءَ سان وڃي لڳندا آھن ۽ ٿر مان جنسي رت جي بانس پيئي ايندي آھي! اھڙين حالتن ڪري ماڻھن مڇيءَ ماس کائڻ جي عادت پرائي.پکين جو شڪار ڪرڻو ھوندو ھون، تہ پٽ مان وجھي ان کي ڏکي ڇڏيندا ھئا. مطلب تہ اڻ گھڙيل پٿر ڪم آڻڻ جو واھپو گھڻو ھو، تنھنڪري اھو قديم ھجري زمانو سڏجي ٿو، جو عيسوي سن کان ڪئين ھزار ورھيہ اڳي شروع ٿيو ھو.

**قديم سپيتا جو مرڪز:** سنڌ ۾ ھن وقت تائين آرڪيالاجيڪل کاتي وارن گھڻيون کوجنائون ڪونہ ڪيون آھن، تہ بہ جيڪي ٿوريون گھڻيون ڪيون اٿن، تن مان ائين وسھڻ لاءِ سبب ٿئي ٿو تہ انھيءَ قديم سپيتا جو مرڪز سيوھڻ وارو پاسو ھو. ميجر جنرل ڪننگھام ڄاڻايو آھي تہ "سيوھڻ نھايت سٺائي ھنڌ، ھڪ ڏار اُتاھين ٽڪري تي آھي؛ ۽ منڇر ڍنڍ بغل ۾ بيٺي اٿس، جنھنجو پاڻي اڳي سيوھڻ جي پتين تائين اچي پھچندو ھو، جنھنڪري پاڻيءَ ۽ ڪاڌي پيتي جي سھنج، سنڌ جي پھرين رھاڪن جو ڌيان ضرور اول انھيءَ طرف ڏي ڇڪيو ھوندو.مصنف جو بہ اھو ئي رايو آھي، تہ سڄيءَ سنڌ مان ايول سيوھڻ وارو پاسو وسيو ھو. ان لاءِ سبب آھن:

---

* "Sindh is mainly a sea-born land. " Prof. M.B. Pithawalla; marvels of the Earth P.51. Wadia: Geology of India P.5 et sep.

* " It (India) has always appeared to the imagination of the Western World adormed with whatever is most splendid and gorgeous: glittering, so it were, with gold and gems and redolent of fragrant and delicious odours. Though there be in these magnificent conceptions something romantic and illusory, still India forms unquestionably one of the most remarkable regions that exist on the surface of the globe. The varied grandeur of its scenery and the rich productions of its soil are scarcely equaled in any other country."

Murray's History of India, P.1.

** The historian Abdullah Wassaf writing in the 14th century A.D. says of India in his history, Taziyat-ul-Amsar'. "India according to the concurrent opinion of all writers, is the most agreeable abode on the earth and the most pleasant quarter of the world. Its dust is purer than air and its air purer than purity itself. Its delightful plains resemble the garden of paradise. If it is asserted that paradise is in India, be not surprised, "because Paradise itself is not comparable to it". Elliot's history of India, Vol. III. PP. 28—29.

*** "It (the Indus) is an example of an antecedent drainage, having existed even before the great Himalyan up-heavals." Prof. Pithawala: Marvels of the Earth PP 56-57.

* W. T. Blanford: Geology of Western and (Memoirs of Geological survery. Vol XVII. Part 1)

* Major H.G. Raverty: The Mihran of Sindh and is Tributaries PP. 317 & 468—69

* Rev. E.O. James: Introduction to Anthropology, PP.65--66.

* Major General Cunnigham: Geography of Ancient India. PP. 264--266.

مهن جي ڏڙي جي ڪوٽائي ٽيڻ ڪان گهٽو اڳي، انهيءَ قديم زماني جي ماڻهن جون ڪوپڙيون، سيوهڻ جي پريان، شاهه بلاول واريءَ واٽ تان لڌيون هيون. هيءَ حقيقت جيالاجيڪل ڪاتي وارن جي دفتر ۾ ڄاڻايل آهي. خود "سيوهڻ" نالو نهايت ئي آڳاٽو آهي ۽ انهيءَ جهڙو جهونو نالو ٻئي ڪنهن به شهر جو ڪونهي. اهو نالو يجرويد واري زماني ۾ مليس، تنهنڪري انهيءَ ڳالهه جو وڏيڪ ذڪر پوءِ ڪبو. هن وقت اسين انهيءَ ڪان گهٽو آڳاٽي وقت جي ڳالهه ڪري رهيا آهيون، تنهنڪري انهيءَ نهايت قديم وقت جا جيڪي احوال ملي سگهيا آهن، سي هتي ڄاڻائجن ٿا.*

لڪيءَ جي جبلن مان ڪوسي پاڻيءَ جي ڪشتين جي پريان، ڪي غار لڌا اٿن، جي ٽڪرن مان ٽاڪيل آهن. انهن بابت رايو ظاهر ڪيو اٿن ته اڳي انهن ۾ ماڻهو رهندا هئا. هن وقت انهن غارن مان ڪي وهٽن لاءِ وٿاڻ ٿي ڪم اچن ٿا. هاٽوڪي سيوهڻ اسٽيشن جي پريان ٽڪريءَ تي، انهيءَ قديم زماني جو هڪ غار آهي. جو "ايڪ ٽنيو" يا "هڪ ٽنيو" سڏجي ٿو. اُن جو ذڪر ڊاڪٽر ولسن ڪيو آهي. اهو به نهايت قديم زماني جو غار آهي، جنهن ۾ ماڻهو پناهه وٺندا هئا.

لڪيءَ جي جبلن مان ڪوسي پاڻيءَ جي ڪشتين جي نزديڪ، ڪيترييون قبرون لڌيون اٿن، جن بابت انهيءَ طرف جا مسلمان رهاڪو چون ٿا ته اهي آڳاٽن ”ڪافرن جون قبرون“ آهن. اهي قديم ماڻهن جون قبرون پندرهن ويهه فوٽ ڊگهيون، اَٺ نو فوٽ ويڪريون ۽ اتڪل ٻه فوٽ اوچيون آهن. اهڙيون قديم زماني جون اڻ گهڙيل پٿر جون قبرون منگهي پير جي پريان شاهه بلاول واريءَ واٽ تان، توڙي ڪراچيءَ کان جيڪو رستو ڪوٽڙيءَ ۽ سيوهڻ ڏي وڃي ٿو، تنهن شاهي سڙڪ تي آهن. انهن هنڌن جا مسلمان رهاڪو انهن کي به ”ڪافرن جون قبرون“ ڪوٺين ٿا. هندن ۾ به اڳي مُردن پورڻ جو رواج هو. مُردن ساڙڻ جو رواج گهڻو پوءِ پيو. جو باهه ٻارڻ جو هنر ماڻهو پوءِ سکيا. هنن حقيقتن مان ائين سمجهڻ ۾ اچي ٿو، ته هاڻوڪي حب ندي انهيءَ آڳاٽي وقت ۾ به هئي، ۽ چوماسي ۾ برسات جو پاڻي جبلن تان لهي منجهس اچي پوندو هو، جنهنڪري هن پاسي به پاڻيءَ جي سهنج ڪري ماڻهو رهي سگهيا ٿي؛ پر اها وري به بلوچستان جي حد ليکبي، تنهنڪري سنڌ جو وسيل پاسو رڳو سيوهڻ وارو طرف چئبو.

سر بارٽل فريئر، جنهن جي نالي پنيان ڪراچيءَ جو ”فريئر هال“ سڏجي ٿو، تنهن سن 1851ع ۾ تاريخ کان اڳ واري زماني جي قبرن جو بيان رايل ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جي جرنل ۾ لکيو هو. مسٽر هينري ڪزنس، جو اڳي آرڪيالاجيڪل کاتي جو سپرٽنڊنٽ هو ۽ سن 1910ع ۾ سنڌ ۾ اچي، ميرپورخاص طرف ”ڪاهوءَ جو دڙو“ کوٽايو هئائين، تنهن پنهنجي ڪتاب ”ائنٽيڪئٽيز آف سنڌ“ ۾ انهن قديم غارن ۽ قبرن جو احوال، سر بارٽل فريئر ۽ ٻين عالمن جي رپورٽن مان ڏنو آهي، جنهن جو مختصر مطلب اهو آهي، جو مٿي ڏنو ويو آهي.
هن حقيقتن مان چڱيءَ پر سمجهڻ ۾ ايندو، ته قديم ۾ قديم سنڌين جا ماڳ جيڪڏهن ڪنهن کي ڳولڻا هجن، ته سنڌ جي الهندي طرف وارن جبلن جي قطار، ۽ سيوهڻ ۽ لاڙڪاڻي طرف جا اهي هنڌ جي سنڌونديءَ ۾ الهندي ناري کي ويجها آهن، سي خاص ڪري سيوهڻ۽ لڪيءَ وارو پاسو ڳولي، جو سنڌ جي

قديم سيپيتا جو پتو اُتان ئي پوڻو آهي. آڳاٽن ماڻهن کي هن پاسي پاڻي آسانيءَ سان ملي سگهيو ٿي ۽ غارن ۾ رهڻ جو سهنج بہ هون، تنهنکري اهو سيوهڻ ۽ لاڙڪاڻي وارو پاسو سپاويڪ طرح سنڌ جي سيپيتا جو پهريون گهر ٿيو.

**ڪولن جو وڏيڪ ذڪر:** ڪولن ۽ سنٿالن جي ٻوليءَ ۾ ”ڪول“ لفظ جي معنيٰ آهي ”ڄڻو“ يا ”ماڻهو“ جيئن ويجهڙائيءَ ۾ مهاتما گانڌيءَ اڇوتن کي نالو ڏنو ”هريجن“ يعني هريءَ يا ڀڳوان جو جيو (People of God) تيئن ڪول لوڪ بہ سڏبا هئا. سندن اولاد ڪئين صديون ساندهہ سڄي اتر هندستان ۾ هو؛ تنهنڪري هو آرين سان لهہ وچڙ ۾ آيا هئا، ۽ انهيءَ سبب سنسڪرت ۾ بہ ”ڪول“ لفظ چالو ٿيو، پر معنيٰ ٿيس ”جهنگلي يا اڻ سڌريل.“ هن مان ظاهر آهي تہ آڳاٽن آرين ڪولن کي اڻ سڌريل حالت ۾، يا پاڻ کان گهٽو گهٽ ڏٺو هو، تنهنڪري ”ڪول“ لفظ جي اها معنيٰ ٿي.

ڪولن ۽ سنٿالن ۾ ڪي ”منڊ“ لوڪ بہ هئا، جن جو ذڪر مهاڀارت (پرو6-2410 ۽ وايُو پراڻ (14-123) ۾ آهي. انهيءَ سبب ڪولن، سنٿالن، منڊ لوڪن وغيره جون ٻوليون سندن نالن پٺيان ”ڪوليرين“ يا ”منڊا“ ٻوليون (Kolarian or Munda Languages) سڏجن ٿيون. سنسڪرت ۾ ”منڊ“ لفظ جي هڪڙي معنيٰ آهي ”گهٽ ذات وارو يا نيچ“ ۽ ٻي معنيٰ اٿس ”مڏو، جڏو يا ڪند فهم“: هن مان بہ ظاهر آهي، تہ آڳاٽن آرين هنن قديم ڪولن کي پاڻ کان گهٽو گهٽ ٿي ڄاتو ۽ پنهنجي اصل نسل تي فخر هُئو، جنهنڪري ”ڪول“ ۽ ”منڊ“ لفظن کي اهي اُگريون معنائون ڏنائون. اهي لوڪ آرين جي نسل مان نہ هئا، تنهنڪري ”اڻ آريہ“ سڏجڻ ۾ آيا. رفتي رفتي ”اڻ آريہ“ لفظ جو اُچار بگڙجي ٿيو ”اناڙي“ ۽ هيئنر معنيٰ اٿس ”جهنگلي يا اڻ سڌريل“. انهن قديم لوڪن کي ”مليڇ“ بہ سڏيندا هئا، جنهن جي اصل معنيٰ هئي ”جنهن کي ٻولي (سنسڪرت) پوري ريت ڳالهائڻ نہ اچي.“ انهن ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي بہ آرين جهڙي نہ هئي، تنهنڪري ”مليڇ“ جي پوءِ معنيٰ ٿي ”پليد“، وغيره هنن حقيقتن مان بہ ڳالهيون ثابت ٿين ٿيون: (1) آرين کي پنهنجي ٻولي تي گهڻو فخر هو؛ (2) ڪولن، سنٿالن ۽ منڊ لوڪن، آرين جي

وقت تائين بہ ڪا گھڻي ترقي ڪانہ ڪئي هئي. انهيءَ سبب سنڌن سيپتا جا اهڃاڻ بہ هن وقت اهڙائي ملن ٿا، جن جا ٿورا مثال هي آهن:

(1) آڳاٽن ڪولن وغيره ۾ ڪي اهي بہ هئا، جي "ڀيل" سڏجن ٿا. اهي اڄ تائين سنڌ ۾، خاص ڪري ٿر ۾، گھڻا آهن. هاڻوڪا ڀيل ڪٽي راجپوتانا مان يا ٻين هنڌان ويجھڙائي ۾ آيا هجن؛ پر اصل انهن آڳاٽن لوڪن مان آهن. ڀيلن مان ڪيترا اڄ تائين شڪار ڪري قوت گذران ڪندا آهن، تنهنڪري "پاراڌي" (شڪاري) سڏجن ٿا. ڍاٽڪي ٻوليءَ يعني ڍٽ يا ٿر جي ٻوليءَ ۾ ڀيلن کي "توري" بہ چوندا آهن.

تـون لـنگھائين لـطيف چئي، ٿرن جا توري
آهيان اجوري، تنهنجي جوريءَ، جبل جهاڳيان.

(شاهہ)

هتي سسئي پنهنجي مسڪينيءَ ۽ نئڙت ظاهر ڪرڻ لاءِ پاڻ کي ٿر جي تورين سان ڀيٽي، جاٽائي ٿي تہ مان نيچن ۾ نيچ آهيان. ٿر جا سوڍا راجپوت، ڪرار (واپاري) ۽ ٻيا هندو ڀيلن کي اڇوتن جي دفعي ۾ ليکين ٿا.

(2) ڪولن جي ٻوليءَ جو هن وقت سنڌ ۾ نالو بہ ڪونهي، پر نيشان آهن. مثلاً اسانجا ڪيترا هاري ناري ۽ ٻيا اڻ پڙهيل اڪثر ويهہ ويهہ ڪري ڳڻيندا آهن. اهي "پنجاهہ" بدران چون "اڍائي ڪوڙيون" ۽ "سٺ" بدران چون "ٽي ڪوڙيون يا ٽي ويهون". انهيءَ سبب چوٽي آهي تہ "جهڙي يعني ڏهاڪن جي ٻي ٻڌل هو، جنهنڪري انگن، ٽي نالا ئي اهڙيءَ طرح (Decimal system) ترتيب رکيائون ۽ اسين اهي ساڳيا انگ، توري ڦريل اُچار سان اڄ تائين ڪم پيا آڻيون. مثلاً ٻارهن (اصل-ٻاڏهن) معني ٻہ ۽ ڏهہ (12)، تيرهن (تيڏهن) معنيٰ ٽي ۽ ڏهہ، ۽ چوڏهن معنيٰ چار ۽ ڏهہ. اهو ڏهہ ڏهہ ڪري ڳڻڻ جو دستور اول آڳاٽن آرين وڏو، آڱرين تي ڳڻڻ جو رواج بلڪل سياويڪ .جو يورپ ۽ ايران وارن بہ اختيار ڪيو ۽ نهايت سولو سهنجو آهي، تنهنڪري اڄ بہ اسين آڱرين تي ڳڻيون ٿا. ياڻنجي

ٿو تہ آڳاٽن آرين کي ڏهہ ڏهہ ڪري ڳڻڻ جو خيال هٿن جي ڏهن آڱرين مان آيو.
ڪولن ۽ سنٿالن شايد پيرن جون آڱريون بہ ٿي ڳڻيون، جنهنڪري ويهہ ويهہ چالو ڪيائون ۽ اها هن وقت اسان کي (Vigesimal System) ڪري ڳڻڻ جي ترتيب ڪل جهڙي پيئي لڳي، جنهنڪري اهو اڻ سڌريل ماڻهن جو رواج ڪري ليکيون ٿا. سر گريئرسن ڄاڻايو آهي تہ اهو ويهہ ويهہ ڪري ڳڻڻ جو دستور ڪولن ۽ سنٿالن جو آهي، جو اتر هندستان جا اڻ پڙهيل ماڻهو اڄ تائين هلائيندا پيا اچن، منڊا ٻولين جو لفظ آهي (Score) "۽ خود "ڪوڙي.

(3) سنڌيءَ ۾ آوازن مان نهيل لفظ گهڻا آهن – مثلاً ڪتي جو آواز "ڀنءُ ڀنءُ" ٻليءَ جو آواز "مياٺو مياٺو" انهن ڪانسواءِ گهٽگهڻ، جهڻجهڻ، نانا، نڪ نڪ، نڪا نوڪي ۽ ٻيا ڪيترا آوازن مان نهيل لفظ آهن. وچ هندستان جا هاڻوڪا ڪول ۽ سنٿال بہ ائين آوازن مان نهيل لفظ گهڻا ڪم آڻين ٿا. سنڌن ابن ڏاڏن جي ٻوليءَ جو اهو اثر آرين جي سنسڪرت تي ٿيو هجي تہ عجب ڪونهي.

سنڌين ٻولين جو ٻيو ڪهڙو ڪهڙو اثر ٿيو آهي، سا ڪوجنا ڪي عالم ڪن پيا، پر ايترو اڳي ئي ڄاڻايو اٿن، تہ ڪول ۽ سنٿال گهڻو سڌريل ڪونہ هئا.

(4) سنڌ ۾ هاري ناري ۽ ٻيا ڪيترا اڪثر رڳو پوتڙو هينان ڪري پنهنجي ڪرت ڪار ڪن ٿا. اهو اصل سنٿالن ۽ ڪولن جو جاري ڪيل رواج چوڻ ۾ اچي ٿو، جو وچ هندستان طرف سندن اولاد اڄ تائين هلائيندو پيو اچي. پائنجي ٿو تہ جڏهن ڪپڙن اُڻڻ جو رواج پيو، تڏهن انهن قديم لوڪن لانگوٽي ٻڌڻ ۽ پوتڙي ڊڪڻ جو رواج وڌو، جو پوءِ فقيرن ۽ ساڌن بہ اختيار ڪيو.

(5) منڇر ڍنڍ جا مهاڻا جنهن نموني جيئرا پکي جهليندا آهن، سو نمونو نهايت جهونو آهي. اُهي مهاڻا جڏهن ڍنڍ جا پکي جهلڻ ويندا آهن، تڏهن ڪي ترهي تي ترندا ويندا آهن. ترهي جي اڳيان پابوڙا (پبڻ جا پن) وغيره اڳيان ٽنبي ڇڏيندا آهن، جنهنڪري پريان ائين پيو پائنبو آهي، جڻ تہ پاڻيءَ ۾ پن ترندا پيا اچن. ڪي مهاڻا پبڻ جي پنن مان ٽوپ ناهي، انهن سان مٿو ۽ منهن ڍڪيندا آهن. مهاڻا پاڻ پاڻيءَ اندر هوندا آهن، باقي رڳو پابوڙي سان ڍڪيل مٿو ٻاهر ڪيندا آهن، انهن پنن مان نهيل ٽوپن ۾ بہ ننڍڙا ٽنگ ڪندا آهن، ۽ انهن اکيانڙين مان

پکين ڏي پيا نهاريندا آهن. پکين جي ليکي کو پاڀوڙو لڙهندو پيو اچي، سو بنا کنهن ڊپ ڊاءَ جي پاڻيءَ تي ترندا آهن. وقتي تہ پکي انهن پاڀوڙن جي آسپاس اچي کنا ٿيندا آهن. اهو وجهہ وٺي مهاڻا، پاڻيءَ مان هينئان ئي هينان هٿ وجهي، پکين کي ڄنگهن کان جهلي، ٻلائتو ڪندا آهن. جيئرن پکين ڦاسائڻ جو اهو عجيب نمونو هيوز صاحب جي سنڌ گزيٽيئر موجب بہ نهايت قديم زماني جو آهي. جنهن صورت ۾ ڪولن جي سپيتا جو مرڪز سيوهڻ وارو پاسو هو ۽ اهو جيئرن پکين جهلڻ جو نمونو رڳو منڇر طرف آهي، تنهن صورت ۾ ائين پيو سمجهجي، تہ اهو آڳاٽو ڪولن وارو دستور آهي، جو منڇر جا مهاڻا اڄ تائين هلائيندا پيا اچن.

(6) ڪي مهاڻا آڙي ۽ ٻيا پکي (بدڪون وغيره) مڏن تيرن سان ڇٽيندا آهن، تہ اهي پکي ساڻا تي ڪرندا آهن، جنهنڪري انهن کي آسانيءَ سان جهليندا آهن. مڇين ڦاسائڻ لاءِ ڪيترا مهاڻا هيئن ڪندا آهن، جو پاڻيءَ ۾ چار پکيڙي پوءِ ٿالهيون وڄائيندا آهن، تہ انهيءَ آواز تي مڇيون ڊڄي ڀڄڻ لڳنديون آهن، ۽ ڪيتريون وڃي چار ۾ ڦاسنديون آهن. هيءُ رواج خود پيا ڄاڻائين، تہ ڏاڏي آدم جي ڏينهن جا آهن، جي منڇر، ڪينجهر ۽ ٻين هنڌن جا مهاڻا اڄ ڏينهن تائين هلائيندا پيا اچن؛ پر پاڀوڙن سان منهن ڍڪڻ جو رواج رڳو منڇر جي مهاڻن ۾ آهي. انهن مهاڻن جي ٻولي بہ اهڙي علحدي آهي، جو ٻيو ڪو سنڌي سمجهي بہ ڪين سگهندو. جيئن انگريزن وٽ خلاصين جي ٻولي- ئي پنهنجي آهي، تيئن سنڌ ۾ بہ ڪيترن ڪاسبين جي پنهنجي ٻولي آهي؛ پر منڇر جي مهاڻن جي ٻوليءَ جو نمونو ئي نرالو آهي. ڪراچي ضلعي جي مهاڻن ۽ ميربحرن جي ٻي هڪ نرالي ڳالهہ آهي، جنهن پڻ چوڪو ڌيان لهڻو.

(7) ڪراچي ضلعي ۾ شاهہ بندر طرف ”ستاهہ“ نالي واهہ آهي، اُن جي پريان سنڌونديءَ جو هڪ ڀاڱو ”مگدو“ سڏبو هو، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ پاسي درياهہ جو ڪنٺو اصل ”مگدو“ ذات جي ٻروچن وسايو هو. انهيءَ مگدي جي پريان سنڌونديءَ جو ٻيو ٿورو ڀاڱو ”پوپٽ ڪوٺبو هو. ”پوپٽ“ معنيٰ ”طوطو“ يا ”چتون“. اسانجي درياهہ تي اهو نالو پيو ڪيئن؟ سنڌ بابت متفرقہ احوال بمبئي

سرڪار جي دفتر مان چوندي، ٻن ڀاڱن ۾ ڇپايا اٿن، جن مان ٻئي ڀاڱي ۾ گهڻو ذڪر سنڌونديءَ ۽ ان جي ڦيرين گيرين جو آهي. سنڌونديءَ جي جدا جدا ڀاڱي تي اڳي جيڪي نالا رکيل هئا، تن جو ذڪر ڪندي ڄاڻايو اٿن، ته سنڌونديءَ جي انهيءَ ڀاڱي تي ”پوپٽ“ نالو هن ڪري پيو، جو قديم زماني ۾ انهيءَ طرف جا ميربحر درياهه ۾ گهڻن مهل پنهنجي پير لاءِ هڪ پوپٽ (حتون) قرباني طور ڏيندا هئا.

سنڌ ۾ طوطن يا چتن جي قربانيءَ جو رواج نڪي هندن نڪي مسلمانن ۾ آهي، ڪولن ۽ سنٿالن بابت چون ٿا ته اهي آسٽريليا طرفان چين ولايت واري واٽ وٺي آيا هئا. آسٽريليا ۾ ٻڪ ڪڍڻ ۽ ٻلين چاڙهڻ جو رواج نڪو اڳي هو، نڪو هاڻي آهي. انهيءَ ساڳئي ڪتاب (بمبئي سرڪار واري دفتر) ۾ ڄاڻايل آهي، ته اهو رواج چين ولايت ۾ آهي. جنهن صورت ۾ ڪولن ۽ سنٿالن بابت عالم چون ٿا ته اهي چين ولايت واري واٽ وٺي. هندستان آيا هئا، تنهن صورت ۾ ائين وسهڻ لاءِ سبب ٿئي ٿو ته اهو چتن جي قربانيءَ جو رواج انهن لوڪن چين ولايت کان ايندي ڏٺو هو، جو سنڌ ۾ چالو ڪيائون ۽ سندن اولاد پوءِ به هلائيندو پئي آيو. هن وقت اهو رواج ڪونهي. هنن ڳالهين جي ڪوجنا اڄ تائين ڪنهن به عالم ڪانه ڪئي آهي. حال اسان ائين فرض ڪيو آهي، ته اهي رواج ڪولن ۽ سنٿالن واري زماني جا آهن، جو آرين وٽ اهڙا رواج هئائي ڪين. *

** W.T. Blanford: Geology of western Sind. (Memoirs of Geological Survery. Vol XVII. Part 1).

Mr. Henry Cousens: The antiquities of Sindh. Page 6.

* شاهه بلاول به آهن: هڪڙو سيوهڻ-دادوءَ طرف ۽ ٻيو ڪراچيءَ کان اٽڪل ڇٽيهه ڪوهه پري لاهوت لامڪان کان ڏيڍ ڪوهه ڪن جي مفاصلي بلاول جي درگاهه پٻ جبل جي وچ ۾ آهي، تنهنڪري عام طرح ”پٻ جو پهلوان“ سڏيندا اٿس. (مصنف)

* اهو فخر سياويڪ آهي. عربن کي به پنهنجيءَ فصيح زبان جو فخر هوندو هو. ايراني لوڪ وغيره سندن تابعي ٿيا، پر عربي پوريءَ طرح ڳالهائڻ نه ايندي هين، ته عربن کين سڏيو ”عجم“ يعني گنگا. (مصنف)

* Prof. Max Muller: India: What can it Teach us?

** Sir Grierson: Linguistic Survey of India, Vol. 1. Part 1, p p.35 & 132.

* Ponat is derived from a tradition that in ancient times a parrot used to be sacrificed…. For a similar custom among the Chinese see 'Barrow's Travells'. Selections from the Racords of the Bombay Government. Part II.p.428.

# باب ٻيو

## دراوڙن وارو زمانو

**سنڌ ۾ دراوڙ:** عالم چون ٿا تہ قديم هجري (پٿر واري زماني کان پوءِ برف گھٽ پوڻ لڳي ۽ ڌرتيءَ جون حالتون ڦريون. ماڻهو ڌڻ ڌارڻ، کيتي ڪرڻ، باھ ٻارڻ ۽ ٿانءَ ٺپا جوڙڻ سکيا. ڌاتن مان سون ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن بہ ڌاتوءَ جي اجان سڃاڻ ڪانہ هين. اڳي اڻ گھڙيل پٿر ڪم آڻيندا هئا، پر هن زماني ۾ پٿر گھڙڻ سکيا، تہ ڪپ، ڌاتا ۽ ٻيا اوزار پٿر جا ناهي سگھيا ٿي. اهو "نئين پٿر وارو زمانو"(Neolithic or New Stone Age) سڏجي ٿو، جو اڄ کان اٽڪل پندرهن هزار ڪن ورهيہ اڳي شروع ٿيو هو. ڪيترا عالم ائين وسهن ٿا، تہ جانورن جي هڏن جي لساڻ يا لسائيءَ مان ان وقت جي ماڻهن کي پٿر گھڙڻ جو خيال آيو، جنهنڪري اڻ گھڙيل پٿرن بدران گھڙيل پٿر ڪم آڻڻ لڳا. حقيقت ڪيئن بہ هجي، پر ايترو چئبو، تہ آڳاٽن ڪولن ۽ سنٿالن کان هن زماني جا ماڻهو وڌيڪ سڌريل هئا، جنهنڪري هيءُ تهذيب جي ترقيءَ جو ٻيو دؤر ليکجي ٿو.
نئين پٿر واري زماني جي سڀيتا جو بنياد وجهندڙ دراوڙ لوڪ چوڻ ۾ اچن ٿا. هنن بابت عالمن کوجنائون ڪري ڄاڻايو آهي، تہ ڪولن ۽ سنٿالن جي مٿان اهي لوڪ ڪاهي آيا ۽ منجهائن ڪيترن کي وچ هندستان ڏي هڪالي ڪڍيائون ۽ پاڻ اتر هندستان جا والي ٿي وينا. تازو مهن جي دڙي مان ڪن ڪولن ۽ سنٿالن جي کوپڙين سان گڏ ڪن دراوڙن جون بہ کوپڙيون لڌيون آهن. هن مان سمجهجي ٿو تہ دراوڙن جي اچڻ کان پوءِ بہ ڪي ڪول ۽ سنٿال ساڻن گڏ رهيا پيا هئا. اهي پوءِ آرين سان بہ لهہ وچڙ ۾ آيا هئا، تنهنڪري سنسڪرت ساهت ۾ انهن ٻنهي قومن جو ذڪر آهي.

سنڌ ۾ هن وقت جيڪي "اوڏ" آهن، سي اصل دراوڙن جي ڪل مان آهن. اهي اصل ڏکڻ هندستان ۾ هئا، اتر هندستان ڏي اچڻ کان اڳ واٽ تي جيڪو هنڌ

اول وسائي وينا، سو هنڌ سندن نالي پنيان "اوڏر ديش" سڏجڻ ۾ آيو، جنهن جو اُچار پوءِ ڦري "اوڙيسا" (Orissa) ٿيو. بمبئيءَ ڪاتي جي ذاتين جو ذڪر ڪندي، هيءَ حقيقت اينٿوون صاحب ڄاڻائي آهي. انهن اوڏن مان پوءِ ڪي مارواڙ ويا، جتان پوءِ سنڌ ۾ آيا؛ پر ٻولي اڄ تائين مارواڙين جهڙي ڳالهائيندا آهن، اهي اصل هندو آهن، پر اڪثر مسلمانن جهڙي شڪل اٿن، ۽ ڪپڙا ٻه اهڙا ڍڪيندا آهن. سندن پير رامڏيو آهي. جنهن جو ميلو سال بسال لڳندو آهي. "اوڏ" لفظ جي بنيادي معنيٰ آهي "اڏيندڙ"؛ اهي اڄ تائين ڀتين جون اوساريون ڪٽندا آهن.

سنڌ ۾ هن وقت ٻيا "ماڱر" (ماجر) ذات جا مهاڻا آهن. اُهي سنڌ جي آڳاٽن دراوڙن جو اولاد آهن، يا پوءِ ڏکڻ هندستان کان آيا سا پڪ ڪانهي — ايترو معلوم ٿئي ٿو، تہ ڪيترين صدين کان سنڌ، ڪڇ ۽ گجرات جا واپاري ملبار طرف وڻج واپار لاءِ ويندا هئا. اڄ بہ مغلپين تعلقي جاتيءَ، ڪڇ پڇ ۽ گجرات طرف جا ميربحر دنگيون هاڪاري، ملبار طرف پيا وڃن. ماڱر ذات جا مهاڻا ملبار ۾ بہ گهڻا آهن، جنهنڪري چئبو تہ ملبار ڪناري وارن سان لهہ وچڙ هئڻ ڪري اهي سنڌ ۾ آيا هجن تہ عجب ڪونهي.

تون سمون، آءٌ گندري، مون ۾ عيبن جوءِ،
پسي راڻين روءِ، متان ماڱر متيين.

(شاهہ)

سنڌ جو حاڪم ڄام تماچي، جو سمي گهراڻي مان هو، سو نوري نالي هڪ مهاڻيءَ، ذات جي گندري، پرڻيو هو. مٿئين بيت ۾ شاهہ صاحب نوري مهاڻيءَ کي "ماڱر" سڏيو آهي. نوري مهاڻي ڪينجهر ڍنڍ ڏي رهندي هئي. اها ڍنڍ هيلايا، تعلقي ٺٽي ۾ آهي. هن وقت ڪينجهر ڏي ماڱر ذات وارا ڪينهن، باقي سجاول ڏي گهڻا آهن. اهو سجاول وارو پاسو اڄ تائين "ماجر" سڏجي ٿو. اڳي ٺٽي ۽ سجاول جو ڳچ پاسو پاٽيءَ هيٺ هو. ان وقت سنڌو ندي نصرپور وٽان وهندي هئي. سن 1758ع ۾ سنڌوندي نصرپور وٽان رخ ڦيرائي، هاٽوڪي واٽ ورتي، تہ ڦليليءَ جو وهڻ بند ٿي ويو. ان وقت درياهہ هتان بهر رخ ڦيريو، جنهنڪري اهي پٽ پڌرا ٿيا. سجاول وارو پاسو انهيءَ ڪانپوءِ وسيو. نہ تہ اتي اصل ماجر ذات جا

مهاڻا رهندا هئا، جي مڇيون ماريندا هئا، ۽ مسافرن کي پتڻ ﺑﻪ اُڪاريندا هئا، سڄاول طرف "ماڱر" بدران "ماڄر" چون — يعني "ڱ" کي مٽي "ڄ" ڪيو اٿن، نه ته لفظ ساڳيو ئي آهي. اهو اصل دراوڙي لفظ آهي ۽ بنيادي معنيٰ اٿس "ڄار رکندڙ يعني مهاڻو" سڄاول ڏي "ماڄر" نالي ذات به آهي، جنهن تي پڻ انهن مهاڻن جو نالو پيل آهي.

سڄاول ۾ واهه گهوٽارو وهي وچان بازار،
ماڄر ۾ ٿا مڇر پون مــانيءَ مــنجهه هزار.

(غريب)

**دراوڙ ڪٿان آيا؟** دراوڙ لوڪ اصل ڪٿان آيا، تنهن بابت عالمن جا جدا جدا رايا آهن، جن مان ﺑﻪ رايا مکيه آهن: هڪڙا چون ته دراوڙ لوڪ اصل ڏکڻ هندستان جا رهاڪو هئا ۽ اتان هندستان ۾ تڏهن آيا، جڏهن اهو پاسو خشڪيءَ جي رستي آسٽريليا سان ڳنڍيل هو. ويجهڙائيءَ ۾ جيڪي کوجنائون ٿيون آهن، تن پٽاندر ڪن جو چوڻ آهي ته دراوڙ يونوچ سمنڊ طرف رهندڙ قومن مان هئا. اهي پهريائين ڪجهه وقت ميسو پوٽيميا طرف رهيا؛ پر پوءِ عربن ۽ ٻين سيميٽڪ قوم وارن اُتان کين تڙي ڪڍيو، جنهنڪري بلوچستان واري واٽ ورتي، هندستان ڏي آيا. منجهائن ڪي گنگانديءَ واري ماٿر، ته ڪي سنڌوندي واري ماٿر والاري اچي ويٺا.

بلوچستان ۾ هن وقت جيڪي بروهي آهن، تن جا ابا ڏاڏا ﺑﻪ قديم زماني ۾ شايد ميسوپوٽيميا طرف رهندا هئا ۽ اتي اها ساڳي ٻولي ڳالهائيندا هئا. انهيءَ سبب بروهيءَ جي نحوي بناوت دراوڙي ٻولين جهڙي آهي باقي ٻيءَ طرح بروهي ٻوليءَ جي انهيءَ جڳري ناتي سبب ڪن عالمن ائين ئي سمجهيو ته بروهي ۽ دراوڙ ٻئي وچ ايشيا طرفان آيا هئا، جن مان بروهي بلوچستان ۾ هميشه لاءِ رهيا ۽ دين اسلام اختيار ڪيائون، ۽ دراوڙ اول اتر هندستان ۾ آيا، جتان پوءِ ڏکڻ ڏي ويا، ڪن جو چوڻ آهي ته دراوڙ اصل يونوچ سمنڊ طرف رهندڙ قومن مان نه هئا، اهي اصل هندستان جا رهاڪو هئا، جتان يونوچ سمنڊ طرف ۽ ٻين پاسي ويا هئا. تازو مهن

جي دڙي ۽ هڙپا مان جيڪي مهرون لڌيون آهن، تن تي لکيل اکر پڙهي ۽ بيون ثابتيون ڏيئي، فادر هيرس بہ هي رايو ظاهر ڪيو آهي تہ دراوڙ لوڪ هندستان مان يونوچ سمنڊ وارن ملڪن ڏي ويا هئا ۽ پنهنجي سڀيتا جو ڦهلاءُ يورپ تائين ڪيو هئائون.

**ٿٽي ۽ روهڙي طرف جي سڀيتا:** قديم زماني جي اوائل ۾ سنڌ جو رڳو الهندي طرف وارو جابلو ڀاڱو وسيل هو ۽ ان وقت جي ماڻهن (ڪولن وغيره) جي سڀيتا جو مرڪز سيوهڻ ۽ لاڙڪاڻي وارو پاسو هو. نئين هجري زماني جي سڀيتا جا اهڃاڻ ٺٽي ۽ ڪوٽڙيءَ کان وٺي روهڙيءَ تائين مليا آهن. ڀائنجي ٿو تہ ٺٽي وٽان سمنڊ هٽڻ ڪري اهي پٽ پڌرا ٿيا هئا، جنهنڪري نئين هجري زماني ۾ ماڻهو انهيءَ پاسي بہ رهي سگهيا ٿي.

نئين هجري زماني جا بانيڪار دراوڙ لوڪ چوڻ ۾ اچن ٿا. انهيءَ زماني جي نشانن ڳولي لهڻ جو ڪم سنڌ ۾ پهريائين پهريائين مسٽر ڪارٽر آءِ. سي. ايس. ڪيو هو. سن 1919-11ع ڌاري هو صاحب سنڌ ۾ آيو ۽ ڪجھ وقت ٺٽي ڊويزن جو اسسٽنٽ ڪليڪٽر هو. سن 1917ع ڌاري حيدرآباد سنڌ جي ميونسپالٽي سسپينڊ ٿي، تہ هو ميونسپل ڪمشنر مقرر ٿيو هو؛ پر هن قسم جي کوجنائن جو خفت گهڻو هوندو هوس. جيڪي کوجنائون ڪندو هو، تن جا نتيجا ڪراچي ۽ بمبئي جي انگريزي اخبارن ۾ لکندو هو. سندس ليک مصنف پاڻ پڙهيا هئا. ويجهڙائيءَ ۾ معلوم ٿيو تہ هو صاحب پنهنجي کوجنائن جون رپورٽون وارو احوال مسٽر ”هينري ڪزنس پنهنجي ڪتاب ”انٽيڪئٽيز آف سنڌ“ (The Antiquities of Sindh) ۾ ڏنو آهي جنهن جو مختصر مطلب هتي ڏجي ٿو.

ڪراچيءَ کان ويھ ميل پري .مول“ نالي ماٿر ۾ مسٽر ڪارٽر ڏنو تہ هڪ هنڌ پٿرن مٿان پٿر سٽي ٿيا پيا هئا. انهن پٿرن تي ڪي چڪرا ۽ اُٺ ۽ گهوڙي جون شڪليون اُڪريل هيون. انهيءَ هنڌ کي پاڻ ”نل“ ڪوٺيو اٿس. مسٽر ڪارٽر جي خيال موجب اهو نل عيسوي سن کان فقط ڏيڍ سؤ ڪن ورهيہ اڳ جو آهي؛ پر انهي ساڳيءَ ماٿر

۾ نئين پٿر واري زماني جي ماڻهن جي بينڪ جا نشان به ڏنائين. انهيءَ زماني جا پٿر جا نهيل ڪيترا اوزار به لڌائين. ائين هو صاحب ڪوجنائون ڪندو ويو، ته نئين پٿر واري زماني جون بينڪون ڪراچيءَ ڪان وٺي اُنڙپور تائين ڏنائين. هيڏانهن وري ننگر ٺٽي جي پريان، ڳوٺ گجي واريءَ واٽ تي ٽرڙيءَ وٽ، نئين پٿر واري زماني جو عجيب طرح نهيل هڪ شهر نظر آيس، جنهن جي چوڌاري پٿيون ڏنل هيون. انهيءَ هنڌان ٽوڙي جهرڪن طرف بڌڪن ٽڪرن مان، انهيءَ زماني جا پٿر مان نهيل اوزار وغيره به هٿ آيس.ويجهڙائيءَ ۾ آرڪيالاجيڪل کاتي وارن به اهي پاسا جاچيا، تنهنڪري نئين پٿر واري زماني جي بينڪن جو ذڪر سر جان مارشل به پنهنجي جوڙيل ڪتاب مهن جي دڙي ۽ سنڌو سڀيتا جي جلد پهرئين صفحي 92 ۾ ڪيو آهي. ان صاحب جو چوڻ آهي ته نئين پٿر واري زماني جا نشان سنڌ ۾ لڪيءَ جي جبلن، ڪرٿر جبل جي قطارن ۽ روهڙيءَ وارين ٽڪرين ۾ به اڪيچار آهن. مطلب ته هن زماني ۾ نه رڳو سيوهڻ وارو پاسو وسيل هو: پر سنڌ جي اُيرندي طرف وارين ٽڪرين يعني ٺٽي ۽ جهرڪن وارن بڌڪن ٽڪرن ۽ اُنڙپور ڪان وٺي روهڙيءَ وارين ٽڪرين وارو پاسو به وسيل هو.

**سڀيتا جا ساڪ** (Epochs of Civilization) انسان ذات ڪي پيدا ٿئي ڪئين جڳ ٿي ويا آهن، پر سڄيءَ دنيا ۾ ڪنهن به ملڪ جي اهڙي قديم تاريخ ڪانهي، جنهن مان پتو پئجي سگهي ته هر هڪ جڳ ۾ انهيءَ ملڪ جي تهذيب يا سڀيتا ڪهڙي هئي ۽ ان جو وقت بوقت واڌارو ڪيئن ٿيو- انهيءَ هوندي به سڀ ڪنهن ملڪ ۾ آڳاٽن ماڻهن پنهنجون ٿوريون گهڻيون نشانيون ڇڏيون آهن. جن جي اڀياس ڪرڻ سان (آرڪيالاجيڪل کاتي وارا تهذيب جي واڌاري جون منزلون يا سڀيتا جا ساڪ (Epochs of Civilization) پرجهي پروڙي سگهن ٿا. انهن منزلن جي گهٽي قدر پروڙ پٿرن ۽ ڌاتن مان نهيل اوزارن ۽ ٻين شين مان پوي ٿي، جي جدا جدا زمانن ۾ ماڻهو ڪم آڻيندا هئا. انهيءَ سبب انهن زمانن تي نالا ئي اهڙا رکيا اٿن. انهن مان پهريون آهي "قديم هجري زمانو" ۽ ٻيو "نئون هجري زمانو" (نئين پٿر وارو) زمانو جن جو ذڪر مٿي اڳي ئي ڪري آيا آهيون. انهن ڪانپوءِ

اهو زمانو ليکجي ٿو، جنهن ۾ ماڻهو ٽامو ڪم آڻڻ لڳا هئا. جنهنڪري اهو ”ٽامي وارو زمانو“ (Copper Age) سڏجي ٿو. ماڻهن پوءِ وڌيڪ ترقي ڪئي. ٽامو ۽ قلعي ملائي هڪ ڳاڙهو ڌاتو ”برانز“ (Bronze) جوڙيندا هئا ۽ انهيءَ مان اوزار، باسڻ برتن وغيره ناهيندا هئا، تنهنڪري اهو ”برانز“ يعني ”ٽامي ۽ قلعي ميل وارو زمانو، (Bronze Age) سڏجي ٿو. انهيءَ کانپوءِ ماڻهو لوهه مارڻ سکيا، ته ڪڙا ڪنڊا، ڪپ، ڪاتيون، ڪهاڙا، ڪوڏريون، ڪرپان ۽ تلواريون وغيره جوڙڻ لڳا. اهو ”لوهه وارو زمانو“ (Iron Age) سڏجي ٿو. هن وقت اسين ”ڪلن جي زماني“ (Machine Age) ۾ آهيون. آگ ڳاڏيون ۽ آگبوٽ، ڪپڙن اُڻڻ ۽ سبڻ جون ڪلون، تيل پيڙڻ ۽ ڪپهه ٽاڻڻ جون ڪلون بلڪ وارن ڪترڻ جون مشينون به عام ٿي ويون آهن. هوائي جهاز، زير آبيون وغيره به هاڻوڪي زماني جون پيدائشون آهن ۽ ڄاڻائين ٿيون ته انسان ڪيئن ترقي ڪندو وڃي ٿو.

هنن ڳالهين جو ذڪر هن ڪري ڪيو اٿئون، جو جيڪو ٿورو گهڻو احوال جهوني پٿر توڙي نئين پٿر وارن زمانن جو ڏنو اٿئون، اوترو ٽامي ۽ برانز وارن زمانن جو ڏئي نٿا سگهون. يورپ مان انهن ٻنهي زمانن جون شيون چڱي تعداد ۾ لڌيون اٿن. هندستان مان ٽامي جون ٿوريون شيون لڌيون اٿن، باقي برانز وارو زمانو جڻ ته هندستان ۾ ٿيو ئي ڪونه هو. ٽامي کانپوءِ جڻ ته لوهه وارو زمانو شروع ٿيو هو، جنهنڪري يوروپي عالمن ائين پئي سمجهيو ته هندستان جي ماڻهن گهٽ ترقي ڪئي آهي. هن قسم جي کوجنائن ڪئي ڪين ڪو گهڻو عرصو ڪونه ٿيو آهي. سنڌ ۾ اهڙيون کوجنائون خرچ به هيڪاري گهڻو ٿيون پڇن، جو سنڌونديءَ جي ڦيرين گيرين، وقت بوقت گهٽي ئي سجا پاسا ساوا، ۽ ساوا پاسا سجا پئي ڪيا آهن، ۽ آڳاٽي سڀيتا جا ڪيترا نشان ڪن اهڙن دڙن ۾ دٻيا پيا آهن، جن جي مٿان وري ٻيا دڙا نهي ويا آهن. هاڻ جڏهن اهي سڀ دڙا کوٽائي، پاتال ۾ پهي، تڏهن پتو پويس. سن 1922ع ۾ اوچتو مهن جي دڙي ۾ شڪ پين. اهو دڙو کوٽايائون، ته ٽامي ۽ برانز جون نهيل شيون ته لڌيون، بلڪ هڪ وچولي منزل جي تهذيب جون اهڙيون ته ثابتيون مليون، جو خود آرڪيالاجيڪل کاتي وارن جا ڏند چپن سان لڳي ويا. هيءَ وچولي منزل اها آهي

جنهن ۾ ماڻهو اجان لوهه مارڻ کونہ سکيا هئا؛ پر نئين پٿر واري زماني جي ماڻهن وانگر گهڙيل پٿرن مان اوزار ۽ ٻيون شيون ناهيندا هئا، ۽ ساڳئي وقت ٽامو گهٽو ڪم آڻيندا هئا، جنهن ڪري اها ڪئلڪولٿڪ سڀيتا (Chalcolithic Culture) سڏجي ٿي يعني اها سڀيتا جنهن ۾ ٽامو ۽ پٿر ٻئي ڪم ايندا هئا. سڄي هندستان جي پرڳڻن مان پهريون پرڳڻو سنڌ آهي، جنهن مان هن اُچيءَ سڀيتا جي اوچتو ئي اوچتو ثابتي ملي، تہ منهنجيون ۽ تنهنجيون اکيون وجي مهن جي دڙي ۾ کتيون.

**دڙن ۾ دبيل سڀيتا:** آرڪيالاجيڪل کاتي وارن کي جنهن وقت هن سڀيتا جو پتو پيو، تنهن وقت سڄيءَ سنڌ ۾ وڙول وڏائون. سگهوئي معلوم ٿين تہ مهن جي دڙي کان سواءِ سنڌ ۾ ٻيا بہ ڪيترا هنڌ آهن، جتي اها ساڳي سڀيتا هئا. مثلاً ننگر ٺٽي کان ڇهہ ڪوهہ پري ڳوٺ گجي طرف ترڙيءَ ۾، ڪوٽڙيءَ جي اُتر ڏي ڪارڙيءَ ۾، آمري اسٽيشن کان ڪوهہ ڪن پري آمريءَ جي ڳوٺ ۾، لاڙڪاڻي ضلعي ۾ باڍه طرف لوهم جي دڙي ۾، لاڙڪاڻي شهر جي نزديڪ جهوڪڙ جي دڙي ۾، ۽ روهڙيءَ جي پريان ريتي اسٽيشن کان اڍائي ڪوهہ پري ونجهوٺ جي شهر ۾. سن 962ع ۾ هڪ خوفناڪ زلزلو ٿيو هو، جنهن ۾ سکر ۽ بکر وارا ٽڪر بہ ٽڪر ٿي ويا هئا. ان وقت الور وٽان درياهہ رخ ڦيريو، تہ پاڻيءَ جي تڪليف ٿيڻ سبب ماڻهو لڏي روهڙيءَ ويا. ونجهوٺ بہ درياهہ جي رخ ڦيرائڻ سبب ڦٽي ويو، نہ تہ اهو بہ هڪ عاليشان شهر هو. سرحد سنڌ ۾ کوٽائي ڪرايائون تہ پيو پين تہ ”ليمو جوٽيجو“ بہ مهن جي دڙي واري زماني ۾ وسيل هو. انهن سيني هنڌن جي سڀيتا ساڳي هئي. اهي سڀ پاسا درياهہ شاهہ ور ور ڏيئي پاتا آهن، تنهنڪري انهن هنڌن جي آڳاٽي سڀيتا اُتي جي دڙن ۾ دبيل آهي.

سن 1928ع ۾ مسٽر ايم. جي مجمدار (مجموعدار) هڪ ٻيو هنڌ ڳولي لڌو. نوابشاهہ ضلعي ۾ سڪرنڊ کان اڍائي ڪن ڪوهہ پري، اُتر اُيرندي طرف، ”چانهوءَ جو دڙو“ آهي، جو ”ڳوٺ جمال ڪيريو“ جي نزديڪ آهي. ايڏهين وڃڻ لاءِ ”نواز ڏاهريءَ“ اسٽيشن تي لهبو آهي، جتان ”چانهوءَ جو دڙو“ چار ڪوهہ ڪن ٿيندو.

اتي فقط ٽي دڙا آهن. مسٽر مجمدار اهي ٽيئي دڙا مٿاڇرا کوٽايا، تہ اتان بہ اهڙيون شيون لڌيون جهڙيون مهن جي دڙي مان لڌيون آهن. هيءَ ڳالهہ اخبارن ۾ ڇپجي پڌري ٿي، تہ ڪن يوروپي عالمن کي چانهوءَ جي دڙي جي وڏيڪ کوٽائي ڪرڻ جو خيال ٿيو. سن35-1936ع ۾ ٻن سوسائٽين ('American Society of Indian and Iranian Studies' and 'Boston Museum of Foreign Arts') وارن پاڻ ۾ گڏجي، آرڪيالاجيڪل کاتي جي سپرنٽينڊنٽ مسٽر مئڪيءَ کي پنهنجو اڳواڻ ڪري، چانهوءَ جي ٽن دڙن مان ٻن جي وڏيڪ کوٽائي ڪرائي. انهيءَ کوٽائي جي نتيجن جي رپورٽ اڃ تائين ڇپجي پڌري نہ ٿي آهي، تنهنڪري ان بابت ڪجهہ نٿو چئي سگهجي. هن وقت تائين جيڪي احوال مخزنن ۽ اخبارن ۾ ڇپجي پڌرا ٿيا آهن، تن ۾ ايترو ڄاڻايو اٿن تہ مهن جي دڙي واري سڀيتا تي هتان ڪجهہ وڌيڪ روشني پوي تہ عجب ڪونهي. جنهن صورت ۾ هن وقت تائين مهن جي دڙي بابت گهڻا ڪتاب ڇپيا آهن. تنهن صورت ۾ انهيءَ قديم سڀيتا جو مختصر طرح ذڪر ڪجي ٿو، تہ پڙهندڙن کي سنڌ جي آڳاٽي اوُج جي پروڙ پوي. *

---

* "It may be that the two races (Kolarians and Dravidians) dwelt side by side, and this is the theory now generally accepted. Or it may be that the Kolarians first inhabited the country and that the Dravidinrs came later either from the North-West or from the South, at a time when the land now submerged beneath the sea, is supposed to have stretched from India in the direction of Australia."

E. Marsden and sir Henry sharp: A History of India, P.13.

* Mr. Henry Cousens: The Antiquities of Sindh, Page 6.

* "After the Study of above one thousand eight hundred inscriptions" when upto now have been deciphered by the present writer, it is easy to realize that the wave of migration of the Mediterranean race which was supposed to have been from West to East, must now be finally settled as having taken place in the opposite direction, i,e, from East to West. The development of the script of Mohen-jo-Daro in relation with the Sumerian script, the relation of these two countries and that of Egypt, the titles of kings, the number of Zodiacal Constellations among the proto-Indian people and the relative positions of these constellations, the changing of the pro-o-Indian constellation of the Harp (val) for Taurus (the bull)

which must have taken place in Summer, the tradition of the ancient people of Mesopotamia recorded by Berousus, the parallel biblical account in Genesis II, 1-5-all point to the same Conclusion that the migration of the Mediterranean race commenced from India and extended through Southern Mosopotamia and Northern Africa, spread through Create, Cyprus, Greece, Italy and Spain, and crossing the Pyrenes reached Central Europe and the British Isles. This route starting from Ceylon up to Ireland is marked by an interrupted chain of dolmens and other megaliths, that seem to be relics of this enterprising and highly civilized race which is termed Mediterranean by the anthropologists and which in India has been quite unreasonable despised under the name Dravidian." Rev H. Heras, S.J. Journal of India History, Vol. XVI. Part 1, April 1937. Serial No. 46.

* جيڪڏهن هن ڪان پوءِ ڪي وڏيڪ بينڪون نہ لڌيون، تہ ائين فرض ڪرڻو پوندو تہ باقي رهيل سنڌ جو ڀاڱو اڃا بہ ڪي سمنڊ جي پاڻيءَ هيٺ، تہ ڪي سنڌونديءَ جي پاڻيءَ هيٺ هو، سنڌ جا ڪي ڪي ٽڪر جدا جدا وقتن تي پاڻيءَ مان نڪري پڌرا ٿيا، جو سنڌونديءَ ۾ اڃي پاڻي هاڻوڪي ڪان ٻيڻو ٽيڻو هو، جنهنڪري ڪي پاسا ٻڏا پيا هوندا هئا. عربن جي وقت ڪان وٺي هن وقت تائين سمنڊ بہ اٽڪل چاليهہ ميل هٽي پري ٿيو آهي. (ڏسو ميجر رئورٽيءَ جو "سنڌ جو مهراڻ")

* Mr. Henry Cousens: The Antiquities of Sind. Pp. 5,6-149.

** Sir john Marshall: Mohan Jo Daro and Indus Civilization p.92

* See. Annual Bibliography of Indian Archaeology, from 1928 to 1934, Vol 1 to IX. Published by the Kern Institute, Leyden Holland.

* Journal of Indian History, Vol V. 1926, pp. 101-106.

# باب ٽيون

## مهن جو دڙو ۽ ان جي کوٽائي

**سرزمين جو ذڪر:** لاڙڪاڻي ضلعي جي لبدريا تعلقي ۾، لاڙڪاڻي جي شهر کان پنجويهه ميل پري، ۽ ڏوڪري اسٽيشن کان فقط ساڍن ٽن ميلن جي مفاصلي تي، هڪ ويرانو آهي، جو عام طرح ”مهن جو دڙو“ سڏجي ٿو. آرڪيالاجيڪل کاتي وارن انهيءَ نالي جي معنيٰ ڄاڻائي آهي 'Mound of the Dead' هن مان ظاهر آهي ته هو سمجهن ٿا ته اهو نالو اصل ۾ آهي ”مئن جو دڙو“، ۽ رڳو چُڪ کان ”مئن بدران ”موهن“ لکيو اٿن. سرزمين تي وڃي کو پڇا ڪندو، ته پڪ ٿيندس ته صحيح اُچار آهي ”مُهن جو دڙو“ ۽ ڪي ”مهين جو دڙو“ به چون ٿا. ٻنهي جي معنيٰ آهي ”مات ٿيلن جو دڙو“. قديم زماني ۾ سنڌوندي مُهن جي دڙي وٽان وهندي هئي، اُتي جو اصلوڪو شهر سنڌونديءَ ۽ الهندي ڪناري جي وچ ۾ هڪ ٻيٽ هو. سرزمين جانچڻ سان ائين سمجهڻ ۾ پيو اچي، ته اتي اصل پنج ٻيٽ هئا، جي پوءِ نديءَ جي اتان رخ ڦيرائڻ ۽ مٽان واريءَ وري وڃڻ سبب گڏجي ويا ۽ هاڻي ٻيٽن جو گويا هڪ ڇڳو ٿي پيا آهن. هينئر اتي دڙا ئي دڙا لڳا پيا آهن، جي اٽڪل اڍائي سؤ ايڪڙ زمين جا والاري بيٺا آهن. ڪي دڙا ويهه ته ڪي ٽيهه فوٽ اوچا آهن. انهن جي وچ ۾ هڪ وڏو دڙو اٽڪل ستر فوٽ اوچو آهي، تنهن تي هڪ مندر اڏيل هو، جو ڪيترن ورهين کان ڊٺو پيو هو؛ پر هاڻ ڇڳي مشهوري ملي اٿس.

**تباهيءَ جا سبب:** مهن جي دڙي واري زمين تي اصل هڪ عاليشان شهر ٻڌل هو، جنهن جي نالي جي ڪنهن کي به سڌ ڪانهي. اهو شهر پوءِ ڍهي دڙو ٿي پيو، ۽ اتي جا رهاڪو منجهس دٻجي مري ويا، تنهنڪري ”مهن جو دڙو“ سڏجڻ ۾ آيو. اهو شهر ڪيئن تباهه ٿيو، تنهن بابت ڪن جوچوڻ آهي ته

سنڌونديءَ جي سيلاب يا ٻوڏن سبب ۽ پر وارن جبلن تان برسات جي پاڻيءَ جي چرن لهڻ سبب زمين دوز ٿيو. دڙي جي اندران جيڪي جايون هيٺئر لڌيون آهن، تن ۾ ڪن هنڌ باهه لڳڻ جا آثار به ڏسڻ ۾ اچن ٿا، پر هن طرح جا رهاڪو هن وسيل شهر جي ويران ٿيڻ بابت عام طرح هيٺين ڳالهه ڪن ٿا.

**استاني ڏند ڪٿا** (Local Tradition) : سومرن جي صاحبيءَ ۾ دلو راءِ نالي هڪ راجا ٿي گذريو آهي، جنهن ڪيترا ڪلور ڪيا هئا. هن ڪي هيءَ وٺ هئي، ته سندس صاحبيءَ ۾ جيڪا به جوان ڇوڪري پرڻبي هئي، سا پهرينءَ رات پاڻ وٽ گهرائي وٺندو هو. هن قهر جي ڪم ڪري رعيتي ماڻهن جي رڳ رڳ ڪيس پئي پٽيو. ڪنهن وقت خود سندس سڳي ڀاڻيجي ٿي پرڻي، ته هن لاءِ به حڪم ٿيو ته پهرينءَ رات سندس محلات ۾ موڪلي وجي. انهيءَ تي پيٽس ڳچيءَ ۾ ڪپڙو پائي، وجي پيرن تي ڪريس ۽ هٿ ٻڌي، ليلائي چيائينس ته "منهنجي آندي جائيءَ کي پنهنجي نياڻي سمجهي سندس ست نه بگاڙيو!" پر هي مادئمهرو ڪين مڙيو. هو پنهنجيءَ ڳالهه تي هوڏ ٻڌي بيٺو ته هي ماءُ ڌيءَ ٻئي لوساتجي وييون ۽ اوچنگارون ڏيئي زاروزار روئڻ لڳيون. سچ چيو اٿن ته "آهه غريبان قهر خدائي!" هنن ابلائن جي آهه عرش تائين پهتي، ته ڏسو قادر جي قدرت جو دلوراءِ جي بڇڙي مراد پوري ٿيڻ کان اڳ ئي اهڙو سخت طوفان لڳو، جنهن ڌرتي ۽ آسمان گڏي هڪ ڪري ڇڏيا. اوڏي مهل اوڙڪون به اهڙيون وسيون، جي نه ڪنهن ڏٺيون نه ٻڌيون. اوچتو شهر جي مٿان وچ ڪري ڌرتي به ڌٻي، جنهنڪري دلوراءِ جي نگري (برهمڻ آباد) ناس ٿي ويئي ۽ ٻيا ڪيترا وسيل شهر جي سندس صاحبيءَ ۾ بلي بلي هئا، سي سڀ ويران ٿي ويا. انهيءَ لاءِ الاهي آفت وقت لاڙڪاڻي طرف هن وسيع شهر جون جايون زمين دوز ٿيون ۽ ڪئين ماڻهو دٻجي مري ويا. اهو ماهو ٿيو، تنهنڪري اهو "موهن جو دڙو" يعني مات ٿيلن جو دڙو سڏجڻ ۾ آيو. هن نالي ۾ "مهن" لفظ عام صورت جمع ۾ ڪم آيل آهي، تنهن مان ائين سمجهجي ٿو، ته هتي گهٽ ۾ گهٽ به ڀيرا ماڻهن جو

ماهو ٿيو. ”دڙو“ لفظ مان ظاهر ته هيءُ شهر ڊهي، واريءَ ۽ مٽيءَ جو دڙو ٿيو، تنهن ڪانپوءِ مٽس اهو نالو پيو.

**دڙي جي ڪوٽائي**: انگريزن جي صاحبيءَ جي اوائل ۾ هن قسم جون ڪوجنائون رڳو الور، برهمڻ آباد ۽ ٻين ٿورن هنڌن ٿيون هيون، جو تن ڏينهن ۾ اهي هنڌ نهايت آڳاٽا ليکبا هئا. سن 1910ع ۾ ميرپورخاص نزديڪ ڪاهوءَ جي دڙي جي ڪوٽائي، مسٽر هينري ڪزنس آرڪيالاجيڪل ڪاتي جي سپرنٽينڊنٽ ڪرائي، ته اتان ٻڌ ڌرم واري زماني جون ڪي حقيقتون معلوم ٿيون. مهن جي دڙي جي سڌ جيتوڻيڪ آرڪيالاجيڪل ڪاتي وارن، توڙي لاڙڪاڻي ضلع جي روينيو عملدارن کي اڳي ئي هئي، پر ڪنهن نهاريس به ڪونه ٿي. هتي پوءِ سن 1922ع ۾ ڪوٽائي ٿي ۽ ان لاءِ هڪ اتفاقي سبب اچي بڻيو.
سن 1918ع کان وٺي مسٽر رکلداس بئنرجي. ايم. اي آرڪيالاجيڪل کاتي جي سپرنٽنڊنٽ، پنجاب طرف، بياس نديءَ جا سڪل پيٽ پئي جاچيا. سندس مکيه مراد هيءَ هئي، ته عيسوي سن کان سوا ٽي سو ڪن ورهيه اڳي. بياس نديءَ جي ڪناري وٽ، سڪندر اعظم جيڪي ٻارهن نل نهرائي، مٿن يوناني ۽ هندستاني ٻولين ۾ نوشتا اُڪرايا هئا، تن جو پتو ڳولي ڪيجي. اٽڪل چار ورهيه پنجاب جي ڏاڪٽي ياڳي، بيڪانير ۽ بهاولپور رياست جا گشت ڪندو، مهراڻ يا هاڪڙي جا سڪل ٻيٽ جاچيندو، سنڌ ۾ آيو. واٽ تي بهاولپور رياست ۽ لاڙڪاڻي جي وچ ۾ سنڌونديءَ جا ارڙهن سڪل ٻيٽ نظر آيس! انهن ڪانسواءِ ٻڌ ڌرم واري زماني جي ستاويهن وڏن ۽ ٿيونجاهه ننڍن شهرن جا ويرانا سرحد سنڌ. سکر ۽ لاڙڪاڻي ضلعن ۾ڏٺائين. اهي سڀ هنڌ اک مان ڪيندو، سن 1922ع ۾ لاڙڪاڻي طرف مهن جي دڙي وٽ اچي بيٺو. ان وقت هڪ اوچي دڙي تي ڊنل نل ۽ ٻڌ ڌرم وارن جو هڪ مٺ (مندر) هو، جنهن جون پتيون سنڌونديءَ جي سپاٽ (سطح) کان ڇائيتاليهه فوٽ اتاهيون هيون. مندر جي چوڌاري پيڪشن (ٻڌ ڌرم جي ساڌن) جي رهڻ

جي لاءِ ڪوٺيون هيون ۽ انهن ڪوٺين جي وچ ۾ مندر واري عمارت هئي. اتان مٿي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻ هئي ۽ پنيان ٻئي طرف کان هيٺ لهڻ لاءِ به ڏاڪڻ هئي، اتي هڪ وڏو تلهو هو، جنهن تي نل بيٺل هو. ان جي پاسي وارين پٽين جي مٿان به سوڙهيون ڏاڪڻيون هيون، جن مان هڪڙي اُتر تہ ٻي ڏکڻ طرف تي ويئي. اتي هڪ ننڍڙيءَ ڪوٺيءَ ۾ گوتم ٻڌ جو پتلو رکيل هو. چون ٿا تہ انهيءَ پتلي تي اڳي سوني پني چڙهيل هئي، پر وارا ڳوناٽا پانئيندا هئا تہ هتي ڪو ڌن پوريل آهي، سي هتي اچي، وقت بوقت زمين کوٽيندا هئا. سرون ڳپنديون هين، تہ اهي هتان ڪڍي کڻي ويندا هئا.

مسٽر بئنرجيءَ هتي اچي، پير سان ڀهر اُٿلايو، تہ نڪر جي ٿانون ٿپن جا نڪر ٽوٽا ڏٺائين، جن تي نهايت عمدو ۽ عجيب ڪم ٿيل هو. ڪي پٿر جون نهيل چريون بہ هٿ آيس، جي نئين پٿر واري زماني جون هيون. هي سڄاڻ انهن ٿورين شين لهڻ شرط سمجهيو تہ هي هنڌ کوٽائڻ جي لائق آهي. خود ڪيس اوڏيءَ مهل اها ڳالهہ من نڪا چت هئي، تہ هتان اهڙي سيپتا جو پتو پوندو، جا اڳ ڪنهن بہ ڳولي نہ لڌي آهي، پر هتي جي زمين، جا پنج هزارن ورهين جي جهوني سيپتا پنهنجي پيٽ ۾ پائي ويني هئي، سا کوڙر جي پهرئين ئي لپي سان پڌري ڪرڻ لڳي، جنهنڪري مسٽر بئنرجيءَ جي هيڪاري دل وري آرڪيالاجيڪل کاتي وارا کوٽائيءَ جو ڪم ڪرائيندا ئي سياري ۾ آهن. مسٽر بئنجريءَ سن 22-1923ع وارو سيارو اُتي کوٽائي ڪرائي، پر ٻئي سياري ۾ بہ اتي اچي، زمين وڏيڪ کوٽايائين ۽ سندس لايا سڄايا ٿيا.

## چئن زمانن جون عمارتون ۽ لڌل شيون

مسٽر بئنرجيءَ مهن جي دڙي بابت جيڪي رپورٽون ٻنهي سالن ۾ سرڪار کي موڪليون، آرڪيالاجيڪل کاتن جي ساليانين رپورٽن ۾ ڇپيل آهن. انهن ۾ ڄاڻايو اٿس، تہ دڙي کوٽيندي معلوم ٿيو، تہ ان ۾ چئن جدا جدا زمانن جون عمارتون آهن. انهن عمارتن اندران جدا جدا زمانن جا سڪا،

چقمق جا ٽڪر، ڪچ جون ڪنگٽيون، راند ڪرڻ لاءِ ڍارا، اڇي سنگ مرمر جون ڏوپ چٽيون ۽ پتلا لٽا آهن. هڪ چٽسالي ٽيل مورتي لڌي آهي، جا ڪنهن ڏاڙهيءَ سان مڙس جي سسي آهي ۽ مٿي تي ڪوپڙيءَ جي شڪل جهڙي ٽوپي اٿس. دڙي جي اندر مردا بہ پوريل هئا، ۽ مردن دفن ڪرڻ جا نمونا بہ نرالا هئا. مسٽر بئنرجيءَ هٿي جي عمارتن مان جيڪي شيون لڌيون، تن ۾ تنت مال پٽر، عاج ۽ چؤ جون نهيل مهرون آهن، جن تي قسمين قسمين جانورن جون شڪليون اُڪريل آهن. انهن تي ڪي اکر بہ اڪريل آهن، جيڪي هاٿوڪيءَ ڪنهن بہ ٻوليءَ جي صورتخطيءَ سان ملي نٿا اچن. اهي اکر اڃ تائين ڪو پوريءَ ريت پڙهي ڪونہ سگهيو آهي؛ پر مسٽر بئنرجي .انهن اکرن سمجهڻ جي ڪوشش گهٽي ئي عالم ڪن پيا اهي مهرون ڏسي گد گد ٿيو، جو سمجهيائين تہ ڪا شيءِ لڌي اٿم ائين .سمجهڻ لاءِ سبب هئس

پنجاب جي ڏکڻ ڏي، منٽگمري ضلعي ۾، لاهور ۽ ملتان جي اڌ واٽ تي، راوي نديءَ جي هڪ سڪل پيٽ وٽ، هڪ قديم ويرانو آهي. انهيءَ ڦٽل شهر جو نالو آهي ”هرپا“، جو لفظ اصل ۾ آهي. ”هرپد“ يعني هريءَ (شويگوان) جو پير، انهيءَ ويراني ڏي پهريائين پهريائين مسٽر مئسن (Mr. Masson) جو ڌيان سن 1826ع ۾ ڇڪيو. پنجن ورهين ڪانپوءِ مسٽر برنيس (Mr. Burness) کي اتان ڪي اهڙيون مهرون هٿ آيون. ميجر جنرل ڪننگهام بہ سن 1853ع، 1856ع ۽ 1872-1873ع ۾ اهڙيون مهرون اتان لڌيون. انهن تي ديوناگري اکرن جي نموني ماترائون (لاڪنائن يا اعرابن) سان ڪي اکر اڪريل هئا. سن 1921ع ۾ راءِ بهادر ديارام سهني ايم. اي. آرڪيالاجيڪل کاتي واري پڻ اهڙيون مهرون لڌيون. مهرن تي اُڪريل اکرن بابت ان وقت ائين ٿي سمجهيائون، تہ قديم زماني ۾ اها لپي يا آئيوٽا رڳو پنجاب طرف چالو هئي. هينئر هرپا جي ويراني کان چار سو ميل پري، مهن جي دڙي مان، مسٽر بئنرجيءَ اهڙن اکرن سان مهرون لڌيون، تہ انهيءَ

مان ايترو ثابت ٿيو، تہ جنهن زماني ۾ پنجاب ۾ اها آئيوينا چالو هئي، تنهن ساڳئي زماني ۾ سنڌ ۾ بہ چالو هئي. هرپا مان بہ مهن جي دڙي جهڙيون عمارتون ۽ ٻيون شيون لڌيون آهن، تہ اڻ پڇو چئبو تہ پنجاب کان وٺي سنڌ تائين تهذيب ئي ساڳي هئي. هن نئين کوجنا مسٽر بئنرجيءَ جو چاهہ وڌايو. هو صاحب هن ڪم کي هيڪاري جنبي ويو: پر گهٽي جاکوڙ ڪري پنهنجو بت ڪيري وڌائين، جنهنڪري هي کوجنا جو ڪم ڪجهہ وقت روڪجي پيو.

ان وقت هندستان جي آرڪيالاجيڪل کاتي جو ڊائريڪٽر جنرل سر جان مارشل هو. هرپا ۽ مهن جي دڙي مان لڌل سڀ شيون گهرائي، پاڻ تپاسيائين. هو صاحب يڪدم سمجهي ويو، تہ هھڙي کوجنا پنجاب ۽ سنڌ ۾ اڳي ڪنهن بہ ڪانہ ڪئي آهي. مهرن تي جيڪي اکر اکريل هئا، سي جيتوڻيڪ پاڻ بہ پڙهي ڪونہ ٿي سگهيو، تہ بہ ايترو سمجهيائين تہ انهن مهرن تي جيڪي اکر اُکريل آهن ۽ شڪليون نڪتل آهن، سي يونوچ سمنڊ وارن ملڪن جي قديم سڀيتا سان ڪجهہ قدر ملي ٿيون اچن. پوءِ تہ چا ڪيائين جو مهن جي دڙي مان لڌل عمارتن ۽ شين، ۽ سيني مهرن جا فوٽا، ”السٽريٽيڊ لنڊن نيوز“ ۾ ڇپائي پڌرا ڪيائين، تہ من ڪو عالم هنن نين شين تي ڪا روشني وجهي سگهي. سنڌس اهو ليک فوٽن (تصويرون) سميت ”السٽريٽيڊ نيوز“ جي 20 سيپٽمبر 1924ع واري پرچي ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو، تہ نڪ ٻئي هفتي ساڳي مخزن ۾ پروفيسر اي. ايچ. سئس ظاهر ڪيو تہ انهيءَ ساڳي سڀيتا جا اهڃاڻ ميسو پوٽيميا طرف بہ مليا آهن. مهرون بہ ساڳيون تہ عمارتن جي اڏاوت جو نمونو بہ ساڳيو! سگهوئي پوءِ ايران طرف بہ انهيءَ ساڳيءَ سڀيتا جون ثابتيون مليون. جنهنڪري آرڪيالاجيڪل کاتي وارن کي ائين وسهڻ لاءِ سبب ٿيو تہ پنجاب ۽ سنڌ کان وٺي، عراق ۽ ميسو پوٽيميا تائين ڪنهن قديم زماني ۾ هڪڙي ئي تهذيب هئي. هن نئينءَ کوجنا ڪيترن ئي هنڌن جي عالمن جو گهڻو ڌيان ڇڪيو. هندستان، يورپ ۽ آمريڪا ۾ جيڪي بہ اخبارون ۽ مخزنون ڇپجن ٿيون، تن

سيني ۾ مهن جي دڙي بابت ليڪن پنيان ليک ڇپيا، جنهنڪري مهن جو دڙو سڄيءَ دنيا ۾ مشهور ٿي ويو!
هينئر هيڪاري ضرور ٿيو ته مهن جو دڙو اجان وڌيڪ کوٽائجي ته من کو وڌيڪ پتو پوي؛ پر هن ڪم لاءِ ججهو ناڻو گهرجي. سگهوئي هند ليجسليٽو اسيمبليءَ جي بجيٽ جي ميٽنگ ۾ رٿ پيش ٿي، ته هندستان جي آرڪيالاجيڪل کاتي کي هند سرڪار هڪ فنڊ پنجاهه لک رپين جو منظور ڪري ڏئي، جنهن مان آئيندي اهڙا دڙا کوٽائجن. انهيءَ رٿ پيش ڪندي سيڪريٽريءَ هن ڳالهه تي زور ڏنو ته پنجاب ۽ سنڌ مان هينئر جنهن سڀيتا جو پتو پيو آهي، تنهن تي سڄي هندستان کي فخر ڪرڻ لاءِ سبب آهي، ۽ اهو فنڊ ضرور قبول ٿيڻ گهرجي. اسيمبليءَ ايترو پئسو ڏيڻ نه قبوليو، ته هندستان ۾ ناراضپو پيدا ٿيو. انهيءَ هوندي به اسيمبليءَ کي جس آهي، جو اڍائي لک روپيا ساليانو قبوليائين.

سر جان مارشل پوءِ سنڌ ۾ آيو ۽ مهن جي دڙي جي وڌيڪ کوٽائي ڪرائڻ لاءِ ڪجهه وقت پاڻ اُتي وڃي رهيو. ڏوڪري اسٽيشن کان وٺي مهن جي دڙي تائين رستو ٺهرايائين، عملي لاءِ جايون جوڙايائين ۽ اٽڪل هڪ هزار مزدور دڙي کوٽائڻ لاءِ رکيائين، جن مان ڪيترا بروهي هئا، جي پنهنجيون پونگيون اَڏي اتي رهيا؛ مهن جي دڙي وٽ هڪ ڳوٺ ٻڌجي ويو. سرجان مارشل پنهنجي سر مزدورن کي سمجهائيندو هو ته کوٽائي ڪيئن ڪجي. مزدورن جي لاءِ هيءُ نئون ڪم هو، پر اهڙو ته هري ويا جو اَن جو داڻو به لهندا هئا، ته اهو به آڻي ڏيندا هئس. ائين دڙي مان گهڻي ئي شيون لڌيون. جيئن جيئن نيون شيون پئي لڌيون تيئن تيئن انهن جو مختصر ذڪر اخبارن ۾ پئي ڇپيو. آمريڪا ۽ يورپ جي ڪيترن عالمن پڇ پڇ لاتي ته اسان کي ڇٽيءَ ريت ڪولي ٻڌايو، ته اتان ڇا ڇا لڌو اَٿو! سر جان مارشل سندين اُڻ تڻ لاهڻ لاءِ پنهنجيءَ صحيح سان "السٽريٽيڊ لنڊن نيوز" ۽ ٻين مخزنن ۾ ليک لکيا. آخر هڪ سهڻو ڪتاب، ٻن جلدن ۾، باتصوير، مهن

جي دڙي ۾ سنڌو سيپتا بابت ڇپايائين جنهن جي قيمت ڏهه گنيون (ڏيڍ سوَ روپيا، اجان بہ وڌيڪ) آهي. سن 1922ع کان وٺي 1927ع تائين جيڪا کوٽائي ٿي تنهن جو سربستو ذڪر ان ۾ ڪيو اٿس. انهيءَ ڪانپوءِ بہ دڙو کوٽايو اٿن. مسٽر بئنرجي جنهن پهريائين اهو دڙو کوٽايو هو، تنهن مهن جي دڙي بابت ڏار ڪتاب لکيو. مسٽر دڪشٽ ۽ مسٽر مئڪي بہ ڪيترو وقت پنهنجي نظرداري هيٺ دڙو کوٽايو هو. مسٽر مئڪي بہ ڏار ڪتاب لکيو آهي. انهيءَ ريت مهن جي دڙي بابت ٻين بہ ڪتاب لکيا آهن. هن وقت تائين قديم سنڌ جي تاريخ جوڙڻ لاءِ جيڪي مصالحو مليو آهي، سو ڏار باب ۾ ڄاڻائجي ٿو: اهو سمورو سر جان مارشل جي ڪتاب ۾ سندس ليکن مان ڪڍيو آهي. مسٽر بئنرجيءَ ۽ ٻين عالمن ڪا خاص ڳالهہ ڪئي آهي.

---

* سنڌيءَ ۾ ”ماهو“ معنيٰ خون يا ڪوس. ڪٿي لٺ لڳندي آهي ۽ ڪي ماڻهو اُٿڻ مري ويندا آهن، تہ چئبو آهي تہ ”ماهو“ ٿيو، ساڳيءَ طرح جنگين ۽ زلزلن سبب بہ ماهو ٿئي ٿو، ”ماهو“ جو ڌاتو يا بنياد آهي سنسڪرت لفظ ”مش“ معنيٰ ڪهڻ يا ناس ڪرڻ. پراڪرت ۾ ان جو اُچار آهي ”مهہ“ سنڌيءَ ۾ چئون ”مهو- ماهو“ اُن جو ڦيرو ڪبو تہ عام صورت واحد ۾ چئبو ”مهي-ماهي“ جمع ”مهن- ماهن“، پر ”مهين“ بہ چئبو آهي: انهيءَ سبب ”مهن جو دڙو“ معنيٰ ”مات يا خون ٿيلن جو دڙو“ (Mound of the Killed)

* ”تحفظة الڪرام“ موجب برهمڻ آباد، ينيور ۽ اهڙا ٻيا شهر عيسوي اٺين صدي جي وچ ڌاري ويران ٿيا هئا.

* Dr. Suniti Kumar Chatterji: Modern Review December. 1924.

** "Mr Banerji, one of the greatest scholars that India has ever produced, at once realized the great importance of that discovery (at Mohan Jo Daro). The civilization, the relics of which so accidentally came into his hands, was totally unknown civilization, not only in India, but all over the world. That was the beginning of the discovery of a new period in the history of man. "Rev. H. Hearas: Journals of Indian History. April 1937. p 1.

* فادر هئرس جو چوڻ آهي تہ پاڻ اهي لکيتون سمجهي سگهيو آهي، پر جيڪي سمجهيو اٿس سو برابر آهي يا نہ – تنهن ڳالهہ جي تصديق اڃ تائين ڪنهن ڪانہ ڪئي آهي.ڏسو صفحو هيٺيان انگريزي نوٽ

* Journal of Indian History, Vol V. 1926, pp. 101-106.

# باب چوٿون

## مهن جي دڙي واري عاليشان سڀيتا

**سنڌو ماٿر جي قديم سڀيتا**: **شهر مٿان شهر**: مهن جي دڙي جي اٽڪل تيرهن ايڪڙ زمين هيلتائين کوٽائي اٿن. هتان ست شهر هڪ ٻئي جي مٿان لڌا آهن. آبڪلانيءَ ۾ سنڌوندي جي اُٿل ۽ چوماسي ۾ جبلن تان پاڻيءَ جي چڙن لهڻ سبب هيءُ شهر هڪ ڀيرو زبون ٿيو ٿي، ته پاڻيءَ جي ڇينهري ٿيڻ کانپوءِ ماڻهن وري انهيءَ ويراني مٿان ٻيو نئون شهر ٻڌو ٿي. ائين شهر مٿان شهر ٿي ٻڌائون، جن مان ستن شهرن جو پتو پيو آهي. پائنجي ٿو ته هيءُ شهر واپار يا ٻين سببن ڪري مکيه هو، جنهنڪري ماڻهن وري وري اهو ساڳيو شهر وسايو ٿي ائين ست گهمرا ساڳيو هنڌ وسايائون. انهن ويرانن جي هيٺان پاڻي نڪتو آهي، جنهنڪري چئبو ته انون شهر ڪونه هو.

**شهر جو ڍؤل**: مهن جي دڙي مان جيڪي شهر هينئر ظاهر ٿيا آهن تن مان آسانيءَ سان سمجهي سگهجي ٿو ته پنج هزار ڪن ورهيه اڳي به ماڻهو ائين محلا ۽ پاڙا جوڙي رهندا هئا، جيئن اڄ اسين رهون ٿا. مطلب ته شهر ٻڌڻ جو ڍؤل جيڪو هينئر آهي سو جڳن جو آهي. هتي جا رستا ڪشادا ۽ سنوان آهن، جي سڌا اُتر کان ڏکڻ ڏي وڃن ٿا. انهن رستن مان گهٽيون هڪ ٻئي جي آمهون سامهون ڦٽن ٿيون، جنهنڪري هڪ هڪ محلو ڌار ٻينو آهي.

**عمارتون**: هرهڪ شهر ۾ جيڪي عمارتون آهن. تن مان ڪنهن به عمارت کي ڇت ڪانهي. پائنجي ٿو ته ڇتين جون ڪامون ۽ لڙهيون يا پٽيون ججهي عرصي گذرڻ ڪري سڙي ڀڄي ڀري ويون آهن، يا باهه لڳڻ ڪري جلي ڀسم ٿي وييون آهن. سڀ عمارتون پڪسريون آهن ۽ ڏسڻ ۾ اهڙيون تازيون پيون اچن، جو ڄڻ ته ڪلهه ڪلهوڙيءَ هي شهر ٻڌا هئا. سرون نهايت عمديءَ ريت گهڙيل آهن ۽ تاريخ واري زماني ۾ هندستان ۾ جيڪي سرون ايڻديون هيون، تن کان بنهه علحدي نموني آهن.

(1) گهر: جيڪي عمارتون لڌيون آهن، تن مان ڪيتريون ماڻهن جي رهڻ جون جايون آهن. سڀ جايون ڪشاديون ۽ هوادار آهن. ڪن گهرن جي اڱڻ ۾ ڏاڪڻ آهي، جنهن مان سمجهجي ٿو ته جاين جي مٿان ماڙيون به اڏيل هيون، هر هڪ گهر کي پنهنجو پنهنجو کوهه ۽ سنان جي ڪوٺي آهي. سنان جي ڪوٺين کي سرن جو فرش بڌل آهي! ڪوٺيءَ ڪوٺيءَ جي هڪ ڪنڊ وٽان پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ موري آهي، جنهن مان پاڻي وهي، گهٽين جي ڪسين ۾ وڃي پوندو هو. گهٽين جون ڪسيون ڍڪيل آهن، جن مان اندران ئي اندران پاڻيءَ جو نيڪال ٿيندو هو! ڪن سنانن جي جاين ۾ سرون ڪٽي، اُهو ڪٽو چن سان ملائي تنهن سان نهانيءَ (سنان جي ڪوٺي) جو تر لتو اٿن، ته ذرتي پاڻي ڇهي نه وڃي! پتين تي پلستر ٿي انچ ٿلهو چڙهيل آهي. سرن جي جيڪا چوڙائي ٿيل آهي، تنهن ۾ ڪيترن هنڌ گارو ڪتب آيل آهي، پر ڪن ڪن هنڌ چيرولي(Gypsum) ڪم آيل آهي، جا نئن گاج ۾ اڄ به ججهي انداز ۾، پيدا ٿئي ٿي. عمارتن تي نقش جو ڪم ڪونه ٿيل آهي، ته به سرجان مارشل چوي ٿو ته هندستان ۾ هھڙي عمدي آڏپ مهن جي دڙي واري زماني ڪانپوءِ به ڪٿي ڪانه ٿيندي هئي. هھڙيون عمديون پڪسريون جايون گهٽو خرچ ٿيون پڇن، تنهنڪري مسٽر مئڪي جو اهو قياس پورو آهي ته هتي جا ماڻهو وڏيءَ هوندا وارا هئا.

(2) **پنچائتي هال**: ڪي عمارتون ٿنين سان آهن، جن مان هڪ هال اٽڪل اسي فوٽ آهي، اتي شايد پنچائتون ڪنيون ٿينديون هيون، يا ڪن موقعن تي ماڻهو اچي مڙندا هئا.

(3) مندر: ڪي عمارتون شايد مُٺ يا مندر ٿي ڪم ايندون هيون. اهڙين جاين جي بنا (Plinth) بين جاين کان مٿي آهي. انهن ۾ ڪوٺيون ننڍيون آهن، پر پتيون بلڪل مائيدار آهن. ڪن پتين جي ٿولهه ڏهه فوٽ به آهي! انهيءَ مان سر

جان مارشل اهو انومان ڪڍيو آهي تہ انهن جي مٿان شايد ڪٺيون ماڙيون جڙيل هيون، جنهنڪري هينيون پٽيون اهڙيون ٿلهيون رکيون اٿن.

**(4) دڪان:** ڪن عمارتن مان ظاهر آهي تہ اهي دڪان ٿي ڪم ايندڀون هيون. اهڙيءَ هڪ عمارت مان نيروٽيءَ جي ڪن لڌي آهي، ۽ نير جا چٽا بہ ڏسڻ ۾ آيا آهن.

**(5) وڏو تلاءُ:** سيني عمارتن ۾ هڪ اڏاوت، جا گهڻو ڌيان ڇڪي ٿي، سا اُها آهي، جنهن مان هڪ وڏو تلاءُ لڌو آهي. ان جون پٽيون ٿولهہ ۾ ست اَٺ فوٽ آهن. تلاءَ جي ٻن پاسن کان پؤڙيون نهيل آهن، جنهنڪري پلي تہ ڪو هڪڙي پاسي کان پؤڙين تان لهي هيٺ وڃي، ۽ ٻئي پاسي وارين پؤڙين تان چڙهي مٿي اچي. اهو تلاءُ اٺيتاليهہ فوٽ ڊگهو، ٽيويهہ فوٽ ويڪرو اَٺ فوٽ اونهو آهي! تلاءَ جي ٻاهرئين پاسي، پر وارين ڪوٺين مان هڪ ۾ هڪ اونهو کوهہ آهي، جنهن جو پاڻي اڄ ڏينهن تائين ڪم آڻڻ جهڙو آهي. شايد انهي کوهہ جي پاڻيءَ سان تلاءَ ڀريندا هئا. انهيءَ تلاءَ جي هڪ چيڙي وٽ هڪ شاهي ڪسي آهي، جنهن مان شايد پاڻيءَ جو نيڪال ٿيندو هو. اها ڪسي نهايت عمديءَ ريت جڙيل آهي ۽ ايترو اونهي آهي، جو پلي تہ ڇهہ فوٽ لنبو مڙس منجهس بيٺو هجي! سڄي ڪسي ڍڪيل آهي؛ پر مٿان چِٽ وٽان ٿورو ٽڪر ڪليل (Man-hole)اٿس، جنهن مان پلي تہ ڪو ماڻهو اندر لنگهي وڃي، سڄي ڪسي صفا ڪري، پاڻيءَ جي سيمي کي روڪڻ لاءِ رومي ڏامر (Bitumen or Asphalt)دوراانديشي ڪري هٽي چڙيو اٿن. هن مان ظاهر آهي تہ وادي (ماٿر) سنڌ جا رهاڪو پنج هزار ورهيہ اڳي نہ فقط قابل معمار هئا، پر هاڻوڪي زماني جي سروپرن ۽ انجنيئرن وانگر پوري ڳڻ ڳوت بہ ڪري سگهندا هئا.

**کوهہ:** مُهن جي دڙي جي هر هڪ گهر کي پنهنجو پنهنجو کوهہ آهي. ڪي کوهيون آهن. ڪيترين گهٽين مان ۽ رستن تان وڏا کوهہ لڌا آهن، جي يڪسرا ۽ گولائيءَ تي آهن — هڪ بہ کوهہ بيضوي شڪل جو بہ آهي. ٻن کوهن وٽ پڪسرون ٻئنچ نهيل آهي — اهو شايد انهيءَ لاءِ هو تہ جيستائين ڪنهن کي پاڻيءَ پرڻ جو وارو ملي، تيستائين انهيءَ ٻئنچ تي وهي.

**ڪسيون يا موريون:** سڄي شهر جي گندي پاڻيءَ جي نيڪال جي ترتيب نهايت سهڻي نموني جي آهي. مسٽر بريلسفورڊ چوي ٿو ته يورپ ۾ اهڙي عمدي ترتيب عيسوي اوڻويهين صديءَ تائين به ڪانه هئي. مسٽر آينگر چوي ٿو ته مئلي ۾ مورين جو بندوبست جيتوٽيڪ منجهيل گنديل آهي، ته به اهڙو پورڻ ۾ مڪمل آهي، جو ڪوبه هاڻوڪو شهر سچ پچ جيڪر فخر سان اهو اختيار ڪري. پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ ڪسين جي هيتري ساک سيني عالمن حق تي ڪئي آهي. سرجان مارشل پاڻ به لکيو آهي ته پاڻيءَ جي نيڪال جو طريقو غير معمولي طرح سڌريل نموني جو آهي. هرهڪ رستي، گهٽي ۾ لنگهه ڪي پنهنجي پنهنجي ڍڪيل نالي يا ڪسي آهي، ۽ انهن جون سرون اهڙي عمديءَ طرح گهڙيل ۾ هڪ ٻئي سان جڙيل آهن، جو انهيءَ ڪان وڌيڪ عمديءَ ريت ڪم ڪرڻ جي وات ڪو ڏسي ڪونه سگهندو.

**حفظ صحت:** شهر جي رونق منجهان ئي ائين پيو سمجهڻ ۾ اچي ته هن شهر جي ميونسپالٽي ڪا سڄاڻ هئي. جنهن ڪي شهر جي حفظ صحت جو گهڻو اونو هو. شهر ڪهڙي ڊؤل تي ٻڌجي، ۽ صفائي سنائي ڪيئن رکجي، تن ڳالهين جي جيتري ان وقت جي ماڻهن کي سڌ هئي، تيتري اسان جن چئن پنجن پيڙهين وارن ابن ڏاڏن کي به ڪانه هئي. هر هڪ گهر هڪ ٻئي کان ايتري قدر پري آهي، جو ڪنهن به گهر کي هوا ۽ روشني ملڻ ۾ ڪنهن به اٽڪ ٿيڻ جو امڪان ڪونهي. ماڻهن کي انجنيري ڪم جي به ڄاڻ هئي، جو درياهه جي اٿل کان شهر جي بچاءَ جو خاطر خواهه بندوبست ڪري سگهيا ٿي، ۽ گندگي پاڻيءَ توڙي برسات جي پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ نالين ۽ ڪسيون نهايت عمديءَ ريت جوڙي سگهيا ٿي. ڪسين ۽ مورين جي وقت بوقت صفائي ڪرڻ لاءِ منجهن ”مئن هول“(Man-hole) به رکيائون ٿي، جيئن اڄ ڪالهه ميونسپالٽيون ڪن ٿيون. گهر جي گند ڪچري جي نيڪال لاءِ پتين ۾ سوراخ ڪري ڇڏيندا هئا، ته ڪچرو اتان وهي وڃي گهٽيءَ ۾ پوي. گهٽين ۾ ڪچري ڪني ٿيڻ لاءِ ڪڏون هيون جي پوءِ ڀنگي صفا ڪندا هئا. آرڪيالاجيڪل کاتي وارن جون ڄاڻايل هي سڀ

ڳالهيون ڏيکارين ٿيون ته پنج هزار کن ورهيه اڳي جڏهن ٻين کيترين قومن کي اجان پنهنجي ٻت ڍڪڻ جي به سڌ ڪانه هئي، تڏهن اسان جا سنڌي، نهايت سڌريل ماڻهن وانگر پنهنجو جيوت ڪاٽيندا هئا.

**شڪل شبيهه، پوشاڪ ۽ زيور:** مهن جي دڙي مان جيڪي پتلا هٿ آيا آهن، تن مان قديم سنڌين جي شڪل ۽ مهاندن جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. هو قد جا بندرا ۽ بت ۾ ستروٽرا هئا. چپ پريل ۽ اکيون سوڙهيون هين. اهي مهاندا فقط مهن جي دڙي جي رهاڪن جا هئا، يا عام طرح سيني سنڌين جا هئا، تنهن بابت ڪابه ڪافي ثابتي ڪانهي.

سيني پتلن ۾ ڏسجي ٿو ته ماڻهن جو ڪنڌ ٿلهو ۽ پريريو آهي، ۽ ڳٽن جا هڏا چپٽڙا اٿن. پتلن مان هيءَ ڳالهه به ظاهر ته مرد ننڍيون ڏاڙهيون رکائيندا هئا. مڇون ڪن جون ڪوڙيل ته ڪن جون رکيل هونديون هيون. مٿي جا وار پيشاني وٽان ورائي، پنيان ويڙهي، منجهن ڪنگو اٽڪائي ڇڏيندا هئا. جنهن ڪري انهن کي ويڙهڻ جو ضرور ڪونه ٿيندو هو.

زناني شڪل وارن پتلن مان ڏسجي ٿو ته کي زالون پنهنجا وار ڳچيءَ وٽان ورائي، پوئتان ڪليل ڇڏينديون هيون. ۽ کي چوٽي ويڙهي سگ وانگر ڇهنبدار ڪنديون هيون.

**پوشاڪ:** مردن جي پوشاڪ ڌوتي ۽ چادر هئي، جنهن جو پلئه ساڄي بغل هيٺان لنگهائي، ڏائي ڪلهي تي اڇلي وجهندا هئا. ڪن پتلن مان ائين سمجهڻ ۾ پيو اچي ته ڌوتيءَ بدران هڪ اهڙي گهگهري پيل اٿن، جهڙي هن وقت لنگها (دهلاري) پهرين ٿا. کي مورتون بنهه اگهاڙيون آهن، ۽ ڪن ۾ ماڻهن کي لنگوٽ چڙهيل ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

**زيور:** مهن جي دڙي واري زماني ۾ زالون توڙي مرد زيور عام طرح پائيندا هئا: ڪنني يا هسي، تائٿ ۽ منڊيون، مرد به پائيندا هئا. انهن کان سواءِ زالون ڳن يا پنڙا، داڻن جا هار، چانديءَ يا سون جون ڪنگڻيون ۽ نورا پائينديون هيون. ڪن پتلن ۾ زالن کي بت تي ٻانهين ڪلهي تائين پيل ڏسجي ٿي، جنهن مان ظاهر آهي، ته انهيءَ زماني ۾ چوڙيگر به هوندا هئا، ڪن زيورن تي

جڙت جڙيل ڏسڻ ۾ اچي ٿي، جنهن ڪري چئبو ته جڙوئا به هئا. ڪن گهرن مان، زمين جي هينان پوريل، ڪي ٽامي جا باسڻ برٽش آرڪيالاجيڪل کاتي جي سپرنٽينڊنٽ مسٽر دڪشت لڌا، جن سان گڏ هڪ مڙيل ڪارائي به هئي. هڪ ٿانءَ ۾ قيمتي زيور پيل هئا. جن تي جڙت جڙيل هئي. سر جان مارشل انهن زيورن ليڻ کان سگهوئي پوءِ ”السٽريٽيڊ لنڊن نيوز“ ۾ لکيو ته ”سونا زيور اهڙيءَ عمديءَ ريت گهڙيل آهن ۽ اوجر (پالش) اهڙي اُچي اٿن، جو چڻ ته لنڊن جي بانڊ اسٽريٽ (سونارن جي گهٽي) مان هينئر گهڙجي آيا آهن ۽ پنجن هزارن ورهين جا جهونا پانئجن ئي ڪين ٿا.

**قيمتي پٿر:** مهن جي دڙي مان جيڪا زيورات هٿ آئي آهي، تنهن مان پتو پوي ٿو، ته قديم سنڌ جا رهاڪو عقيق يا سنگ سليماني (Agate)، نيلم، پيروز ۽ ٻيا قيمتي پٿر، هار جي داڻن توڙي زيورن لاءِ جڙت طور ڪم آڻيندا هئا. هرپا توڙي مهن جي دڙي مان شيشو ڪونه لڌو آهي، پر انهيءَ زماني ۾ ڪاريگر هڪ اهڙو ليپ ٺاهيندا هئا. جو سڪڻ کانپوءِ شيشي وانگر ٻڪندو هو. انهيءَ مان داڻا ٺاهيندا هئا، جي قيمتي پٿرن بدران ڪم آڻيندا هئا. سن 1925-24ع ۾ هڪ سهڻو هار لڌو، جو خود ساک پيو پري ته ڪنهن قابل ڪاريگر جو جوڙيل آهي.

مسٽر رکلداس بئنرجي، جنهن مهن جو دڙو پهريائين پهريائين کوٽايو هو، سو ته وينجهارن جي ساراهه مان ڍاپي ئي نٿو، چي رگ ويد ۾ جن آرين جو ذڪر آهي، تن کي به اهڙو هنر ڪونه هو جهڙو مهن جي دڙي جي ڪاريگرن کي هو. سر جان مارشل به انهيءَ هار جي گهڻي ساک ڪئي آهي.

**ڪيتي ۽ ٻيا هنر. پوک:** قديم سنڌ جي پوکي راهيءَ بابت گهڻو پتو ڪونه پيو آهي؛ باقي مهن جي دڙي مان ڪڻڪ ۽ جو لڌا آهن. جيتوڻيڪ ترن جو هڪ داڻو به ڪونه لڌو آهي، ته به ائين وسهڻ لاءِ سبب ٿئي ٿو، ته ترن جي پوک به ٿيندي هئي، ڇاڪاڻ ته رگ ويد مان معلوم ٿئي ٿو ته انهيءَ آڳاٽي وقت ۾ پنجاب ۾

سنڌ ۾ ترن ۽ جوُن جا فصل پيلا ٿيندا هئا. هن وقت ان پيهڻ لاءِ جيڪي جنڊ ڪم اچن ٿا، سي عيسوي سن کان به صديون ڪن اڳي چالو ٿيا هئا. اڳي جنڊن جو نمونو ٻئي ٻيو هوندو هو. اهي اوُر نموني جا جنڊ مهن جي دڙي مان تمام گهڻا لڌا آهن. انهيءَ مانمسٽر مئڪي اهو انومان ڪڍيو آهي ته اَن جي پوک گهڻي ٿيندي هئي، جنهنڪري ماڻهن وٽ جنڊ به گهڻا هوندا هئا.

**کاڌو:** ڪڻڪ ۽ جون کان سواءِ ماڻهو کجور به کائيندا هئا. کارڪن جون ککڙيون کوٽائيءَ کندي هٿ آيون آهن. ان وقت ماڻهو مڇي ماس، بلڪ ڳائو گوشت به کائيندا هئا. درياهه جي مڇيءَ جا ته خوراکي هئا؛ پر ڪڇئون ۽ ڪميون به ڪين ڇڏيندا هئا!

**ڪتڻ۽ اُڻڻ جو هنر:** ڪيترا ائٽ ۽ ٽڪ لڌا آهن: ڪي سادا ته ڪي اُچا. انهيءَ مان سمجهجي ٿو ته غريبن توڙي شاهوڪارن جي گهرن ۾ چرخي چورڻ جو رواج هو. دڙي منجهان هڪ چانديءَ جو ٿانءُ، جواهرات ۽ مٽين سان پريل لڌو، جو اُچيءَ طرح اُٽيل ڪپڙي سان ويڙهيل هو. انهن ديسي ڪپهه ڪم آيل آهي. هن مان ظاهر آهي ته پنج هزار ورهيه اڳي سنڌ ۾ ووُئڻن جي پوک ٿيندي هئي، ۽ انهيءَ قديم زماني ۾ ئي سنڌي ماڻهن وٽ ڪپڙي اُڻڻ لاءِ آڏاڻا به هئا.

**ڌاتو:** قديم زماني جي ماڻهن وانگر، مهن جي دڙي جا رهاڪو، پٿر جا اوزار ۽ ٿانءَ ٿيا ڪم آڻيندا هئا، پر ٽامي جي به سڌ هين، جنهن مان پڻ باسڻ، برتن، اوزار بلڪ ڪي ڳهڻا به جوڙيندا هئا ۽ لوهه جو ذرو به ڪونه لڌو آهي، پر هيءُ زمانو ئي اهڙو هو، جنهن ۾ ماڻهن ڪي لوهه مارڻ جو عقل اجا آيو ئي ڪونه هو. قلعي به ڌار ڪانه لڌي آهي، باقي رڳو ٽامي سان گڏيل هٿ آئي آهي. مهن جي دڙي وارا ٽامو ۽ قلعي گڏي ”برانز“ (Bronze) ناهيندا هئا، جنهن مان به ٿانءَ ٿيا ۽ اوزار جوڙيندا هئا. مسٽر محمد ثناءُ الله، هند سرڪار جو آرڪيالاجيڪل ڪيمسٽ چوي ٿو ته ٽامي ۽ قلعي مان ”برانز“ جوڙڻ جي سڌ سنڌو ماٿر جي ماڻهن ڪي عيسوي سن کان ٽي هزار ورهيه اڳ بلڪ انهيءَ کان به اڳي هئي.

**هٿيار:** مهن جي دڙي مان ٿوريون پٿر ۽ ٽامي جون نهيل گدائون (Maces) ٿورا ڀالا ڪٽاريون، تير ۽ ڪمانيون هٿ آيون آهن. ترار جوڙڻ جو ته رواج ئي گهٽو

پوءِ پيو، تنهنڪري ترار ڪانہ لڌي آهي. شهر ڪي عالم پناهہ ڪانهي. ڪا زرهہ بہ ڪانہ لڌي آهي. جنهنڪري پائنجي ٿو تہ ملڪ ۾ لڙائي اڪثر ڪانہ لڳندي هئي ۽ ماڻهو صلح سانت ۾ گذاريندا هئا.

**وٽ ۽ ماپا:** وٽ ۽ ماپا قسمين قسمين لڌا آهن. اهي اڪثر نازڪ ۽ ننڍڙا آهن. ڪي مخروطي شڪل جا وڏا پٿر لڌا آهن، جن ۾ مٿان سوراخ آهي. انهن سوراخن مان ڏور لنگهائي سگهجي ٿي. اهي پٿر تور مهل وٽ ڪري ڪم آڻيندا هئا. ڪي ننڍا وٽ خاڪي رنگ جي سليٽ جا، پيٽ جي شڪل جهڙا آهن. جي ايلم ۽ ميسوپوٽيميا جي وٽن سان مشابهت رکن ٿا. مسٽر اي. ايس. مئڪي چوي ٿو تہ ”مهن جي دڙي جا اهي ۽ ميسو پوٽيميا جي قديم وٽن ڪان وڌيڪ سوڌا ۽ پورا آهن.

**ڪنيارڪو هنر ۽ ڪاشيءَ جو ڪم:** مهن جي دڙي جي ماڻهن وٽ چانديءَ ۽ ٽامي جا ٿانءَ ۽ چمڪيدار ليپ جون نهيل گلاباشيون وغيره هونديون هيون؛ پر رواجي ٿانءَ ٺپا اڪثر ٺڪر جا هوندا هئا. سنڌ ۾ نالو ڪين جوڙڻ جو هنر جڳن ڪان عام هو؛ پر مهن جي دڙي واري زماني ۾ سنڌي ماڻهو ڪنيارڪي هنر ۾ اهڙا تہ پڙ ٿي ويا هئا، جو چٽساليءَ سان ٿانءَ ٺپا جوڙيندا هئا! ڪي ٿانءَ اهڙا تہ نفيس جوڙيندا هئا، جو اُهي عام طرح[illegible]اغذي“ سڏجن ٿا. ڪاشيءَ جي ڪم جا آڳاٽا نمونا بہ رڳو مهن جي دڙي مان مليا آهن. مسٽر ارنيسٽ مئڪي چوي ٿو تہ ”رومن جي وقت ڪان اڳ مصر ملڪ ۾ انهيءَ هنر جي مصري ماڻهن ڪي ڪل بہ ڪانہ هئي“، ڪن ٺڪر جي ٿانون تي جانورن جون شڪليون اهڙيون نڪتل آهن، جهڙيون لڌل مهرن تي آهن.

**سنگتراشي ۽ اُڪر جو ڪم:** سنگتراشيءَ ۽ اُڪر جي ڪم ۾ مهن جي دڙي جي رهاڪن پنهنجيءَ قابليت جو چڱو ثبوت ڏنو آهي. ڍڳن، گئينڊي ۽ ٻين جانورن جون شڪليون نهايت عمديءَ ريت مهرن تي ڪڍيون اٿن. ڪي شڪليون نوريئڙن جون آهن، جن ۾ نوريئڙا پچ مٿي ڪيو بيٺا آهن ۽ اڳين چنبن سان ڪا شيءِ وات ڏي ڪيو، چپو چورو پيا ڪن! انهن جي ڏيکهہ بہ انچ مس آهي.

هڪ ڏاڪي تي ٽن ٻاندرن جي شڪل آهي، جن جي منهن مان سندس شوخي پيئي ظاهر ٿئي، پر ٻانهون ورائي هڪ ٻئي کي ڀاڪر پائي ويٺا آهن! اهو ڏاڪو ايڏو آهي، جو اکروٽ جي کل ۾ جيڪر سمائجي وڃي، ”مئنچيسٽر گارڊين“ ۾ مسٽر بريلسفورڊ لکيو آهي ته هتان جيڪي ماڻهن ۽ ٻين ساهوارن جون شڪليون لڌيون آهن، سي ان وقت جي ميسو پوٽيميا طرف جي ڪاريگريءَ کي شهه ڏيئي بيٺيون آهن.

**مهرون:** مهن جي دڙي مان جملي 558 مهرون علحدن علحدن ڊؤلن ۽ قدن جون لڌيون آهن – ڪي ويلڻ جي شڪل جهڙيون ته ڪي چورس، ڪي ٻيڙي وانگر ته ڪي گونيءَ ڪنڊ واريون، ڪي ننڍڙيون ۽ نفيس ته ڪي وڏيون ۽ وڏيڪ چٽيون. ڪي عاج جون نهيل ته ڪي صابوني پٿر جون ٺوريون مهرون ٺڪر جون آهن. ڪن مهرن کي سوراخ آهي جنهن مان ڌاڳو لنگهائي سگهجي ٿو. ڀائنجي ٿو ته مهن جي دڙي جا ماڻهو اهي مهرون ڳچيءَ ۾ پائيندا هئا، يا ڪرائيءَ ۽ ٻانهن تي تائٽ وانگر ٻڌندا هئا. انهن مهرن تي شڪليون نڪتل آهن، جن مان ڪاريگرن جي ڪاريگريءَ جو ثبوت ملي ٿو. انهن مهرن تي اُٿيل چٽ آهن، تن مان سمجهجي ٿو ته سيل مهر ڪرڻ مهل به اهي مهرون ڪم آڻيندا هئا. قديم زماني ۾ دستور هو، ته ماڻهو ڪيڏانهن ٻاهر ويندا هئا، ته دروازن جي ٻاهران مهرون هڻندا هئا. هر هڪ مهر تي ديوتا جي شڪل نڪتل هوندي هئي. اهو ديوتا چڻ ته گهر جي نگاه ڪندو هو، ۽ سندس ملڪيت کي ڪوبه هٿ ڪونه لائيندو هو. مهن جي دڙي جي ماهن وٽ به شايد اهو ئي دستور هو.

**لکڻ جو هنر:** مهن جي دڙي مان لڌل مهرن تي جانورن جي شڪلين کان سواءِ هڪ به سٽ به لکيل آهن، پر اکر تصويرن جي صورت ۾ آهن. سڄيءَ دنيا ۾ جيڪي آئيويٽائون چالو آهن، تن جا اکر اکثر اهڙين تصويري لکيتن مان نهيل آهن. اڳي اکرن بدران جانورن وغيره جون شڪليون ڪيندا هئا. اهي شڪليون پوءِ پنهنجي صورت مٽائي هاڻوڪا اکر ٿيون آهن. مهرن ۾ اهڙن اکرن جي وچ ۾ ڪٿي ڪٿي، ديوناگريءَ جي نموني ماترائون يا لاڪنائون (اعرابون) آهن، جن

مان سمجهجي ٿو تہ هتي لکڻ جي هنر جي ترقي چڱي قدر ٿي هئي. اهڙي قسم جون مهرون ميسو پوٽيميا طرفان بہ لڌيون آهن، جي عيسوي سن کان ٽي هزار کن ورهيہ اڳ جون آهن. انهيءَ مان سر جان مارشل انومان ڪڍيو آهي، تہ مهن جي دڙي جي سڀيتا بہ انهيءَ قديم زماني جي آهي.

**رانديون ۽ رانديڪا:** مهن جي دڙي مان سنگ سليماني ۽ ٻين پٿرن جون ٺهيل گوليون، شطرنج ۽ ڍارا لڌا آهن. اهي هاڻوڪن ڍارن وانگر ڊگها نہ هئا، پر ڪعب شڪل جا آهن. هن مان ظاهر آهي تہ ماڻهن جي واندڪائيءَ جي وندر اهي رانديون هيون. ان وقت جي ماڻهن کي پنهنجي ٻارن جي وندر جو بہ ججهو اونو هوندو هو، جو ڪيترن قسمن جا رانديڪا بہ لڌا آهن، جن ماڻهن، ڍڳن ۽ گهوڙن جون شڪليون آهن. هڪ ڍڳي جو پڇ چڪجي ٿو تہ ڪنڌ پيو لوڏي! هڪ هاٿي آهي، جو جهنجهٽو ٿي ڪم اچي ٿو. مهن جي دڙي مان هڪ نڪر جي ٺهيل گاڏي ڦيڪلن سان لڌي آهي. انهي قسم جون گاڏيون عيسوي سن کان ٻٽيهہ سو ورهيہ اڳي ميسوپوٽيميا طرف چالو هيون، جنهنڪري چئبو تہ گاڏين جو هي جهوني ۾ جهونو نمونو آهي.

**طبابت ۽ دوائون:** مهن جي دڙي مان ٿورو سلاجيت لڌو آهي. سلاجيت ٻن قسمن جو ٿئي ٿو: هڪڙو اڇو ۽ ٻيو ڪارو. هتان ڪارو سلاجيت لڌو آهي، جو بدهاضمي، ادرار، جيري ۽ هيانچي جي بيمارين لاءِ مفيد آهي. هرڻ جا سڱ هتان لڌا آهن، جي پڻ شايد دوائن ۾ ڪم ايندا هئا. هندن جي ڌرمي پستڪن مان بہ معلوم ٿئي ٿو تہ سنڌ جا ماڻهو قديم زماني کان طب مان واقف هئا ۽ ڪيترين ڪارائتين ٻوٽين جي سڌ هين.

**گهرو جيوت:** دڙي جي کوٽائيءَ مان جيڪي شيون ماڻهن جي گهرن مان لڌيون آهن، تن مان سندن گهرو جيوت تي چڱي روشني پوي ٿي. سرجان مارشل چوي ٿو تہ مهن جي دڙي جي سڀيتا اُن وقت جي مصر ملڪ ۽ ايشيا جي الهندي طرف جي سڀيتا جهڙي آهي؛ پر ڪن ڳالهين ۾ اتي جي سڀيتا کان بہ سرس آهي. انهن هنڌان کي اهڙيون عمديءَ طرح جڙيل سنان جون جايون ۽ اهڙا

ڪشادا گهر ڪين لڌا آهن، جن جي مهن جي دڙي جي عمارتن سان ڀيٽ ڪري سگهجي. انهن ملڪن ۾ ماڻهن پنهنجو تن، من، ڌن رڳو ديوتائن لاءِ مندرن، ۽ راجائن لاءِ عمدن محلاتن، ۽ مخروطي منارن جوڙڻ تي تي لڳايو: باقي رواجي ماڻهو مٽيءَ جي جهڙيل جاين ۾ رهندا هئا. هرپا ۽ مهن جي دڙي ۾ قصوئي ٻيءَ طرح آهي. اتي به ماڻهن پنهنجي حاڪمن لاءِ عاليشان عمارتون جوڙيون هونديون، جي اجان ڪين لڌيون آهن، پر پنهنجي رهڻ لاءِ ڪشاديون ۽ هوادار جايون جوڙيندا هئا. اهي هوادار جايون، سنان لاءِ تلاءَ، ڍڪيل موريون وغيره اهو اهڃاڻ ڏين ٿيون ته هتي جي ماڻهن پنهنجو گهرو جيوت جهڙي فرحت ۾ ٿي گذاري، تهڙي اُن وقت دنيا ۾ ٻين هنڌ ڪنهن به ڪونه ٿي گذاري.

**قديم سنڌين جو ڌرم، (1) ديوي پوڄا:** مهن جي دڙي جي ڪوٺائي ڪندي ديويءَ جا پتلا لڌا آهن، جن مان سمجهجي ٿو ته پنج هزار ورهيه اڳي سنڌي ماڻهن ديويءَ جي پوڄا ڪندا هئا. هن وقت ديويءَ کي امباء درگا ۽ ٻين نالن سان سڏين ٿا، پر حقيقت ۾ اها بنيادي طاقت يا شڪتي آهي. ڏٺي آهي "پرش" ۽ هيءَ آهي "پر "قدرت" يا شڪتي، جنهن کي مجسم ڪري قديم سنڌي پوڄيندا هئا. قدرت تي ويچار ڪرڻ سان ئي دل اڏامي قادر ڏي وڃي ٿي ۽ روحاني معرفت حاصل ٿئي، تنهنڪري هن قسم جي پوڄا مان قديم سنڌين جي ڌرمي خيالن ۽ عقيدن جو پوريءَ ريت پتو پوي ٿو.

**(2) شو جي پوڄا:** ماتا جي مورتيءَ کان سواءِ هڪ مرد ديوتا جي به شڪل لڌي آهي. سرجان مارشل جي راءِ موجب اها مورتي شو ڀڳوان جي آهي، جو يوگ آسڻ ۾ ويٺو آهي. هتان شو جا لنگ به لڌا آهن، جنهنڪري هيڪاري يقين ٿئي ٿو ته سنڌ ۾ شو ۽ شڪتيءَ جي پوڄا جو رواج نهايت قديم آهي.

**(3) وڻن جي پوڄا:** ڪيترين مهرن تي جيڪي شڪليون نڪتل آهن، تن مان ظاهر آهي ته قديم سنڌي ماڻهو پپر ۽ ٻين وڻن جي به پوڄا ڪندا هئا. اها پوڄا ٻن قسمن جي هوندي هئي. هڪ قسم هيءُ هو ته خود وڻ کي پوڄيندا هئا، ٻيو قسم هيءُ هو ته وڻن ۾ٽن جي ديوتا کي مجسم ڪري اُن جي پوڄا ڪندا هئا.

(4) **جانورن جي پوڄا:** مهن جي دڙي مان ڪيترن جانورن جهڙوڪ هڪ سڱي جانور ۽ ڍڳي سان ڍڳي جون تصويرون بہ هٿ آيون آهن. قديم زماني ۾ مصر ملڪ ۾ هڪ سڱي جانور (Unicorn) پوڄڻ جو رواج هو ۽ اهو هندستان جو جانور ليکيو ويندو هو. وشنو ڀڳوان کي "ايک شرنگ" يعني هڪ سڱ وارو سڏيندا آهن. ڍڳي واري ڍڳي جي پوڄا جو شو ڀڳوان جي پوڄا سان واسطو سمجهڻ ۾ اچي ٿو. شو ڀڳوان جي سواري ڍڳي تي ٿيئي ويندي آهي، تنهنڪري شو جا پوڄاري اڄ تائين ڍڳي جي پوڄا ڪندا آهن.

**پاڻيءَ جي پوڄا:** مهن جي دڙي ۾ گهڻو ڪري سڀ ڪنهن گهر مان کوهہ لڌو آهي. انهن کوهن کانسواءِ عام خلق لاءِ ڏار کوهہ هئا. سنان جي کوني بہ هرهڪ گهر ۾ آهي، ۽ هڪ وڏو تلاءُ بہ لڌو. هن مان سمجهجي ٿو تہ قديم سنڌين کي جڳت مڳت جو خيال هو ۽ سنان پاڻي ڪرڻ هڪ ڌرمي ڳالهہ ڪري ليکيندا هئا. اڄ بہ هندو سنان پاڻي ڪري پوءِ روٽي کائيندا آهن. آڳاٽي زماني کان وٺي هندن جو اهو نيم هليو اچي، درياهہ جي پوڄا بہ شايد ڪن ڪسابن جي آهي.

**ساڳيءَ تهذيب وارا هنڌ:** مٿي اڳي ئي ڄاڻايو ويو آهي تہ سنڌ ۾ چانهوءَ جو دڙو، جهڪڙ جو دڙو، ليمو جوڻيجو ۽ ٻيا ڪي هنڌ آهن، جي مهن جي دڙي سان گڏ وسيل هئا، ۽ انهن هنڌ بہ اها ساڳي تهذيب يا سڀيتا هئي. پنجاب ڏي هڙپا مان بہ انهيءَ تهذيب جو پتو لڳو آهي. هوڏانهن ايران ۽ ميسوپوٽيميا طرفان بہ ڪيتريون مهرون ۽ ٻيون اهڙيون شيون لڌيون آهن، جهڙيون مهن جي دڙي مان لڌيون آهن. انهيءَ مان سمجهي سگهجي ٿو تہ پنجاب ۽ سنڌ کان وٺي ايران ۽ ميسوپوٽيميا طرف تائين تهذيب ساڳي هئي. انهيءَ تهذيب جو اوائلي گهر سنڌونديءَ جي ماٿر ڪٿي نہ بہ هجي، تہ بہ سر جان مارشل جي راءِ موجب قديم سنڌ جا رهاڪو پنهنجن همعصر عراقين ۽ مصرين کان وڌيڪ فرحتي جيوت گذاريندا هئا، ۽ مهن جي دڙي جي سڀيتا مصر ۽ ميسو پوٽيميا جي تهذيب کي ڪيترن ڳالهين ۾ شهہ ڏيئي بيٺي آهي.

**تهذيب جي قدامت**: سر جان مارشل ظاهر ڪيو آهي ته مهن جي دڙي مان جيڪي مهرون هٿ آيون آهن، تن مان ڪي عيسوي سن کان 2750 ورهيه، ته ڪي 3250 ورهيه اڳ جون آهن، يعني انهيءَ تهذيب جي ڄمار اٽڪل پنج هزار ورهيه آهي. ڪي چون ته پنج هزار ورهيه اڳي اها تهذيب ههڙي اعليٰ درجي ڪي رسيل هئي، تنهن مان ئي ظاهر آهي ته اٽڪل ٻه هزار ورهيه اڳي انهيءَ تهذيب جو پايو هوندو، جنهنڪري چئبو ته اها تهذيب اڄ کان ست هزار کن ورهيه اڳي شروع ٿي هوندي. تازو آڪٽوبر 1937ع ۾ نامور عالم ريورنڊ فادر ايچ. ايس هيرس مدراس يونيورسٽيءَ جي سهاري هيٺ هن مضمون تي تقرير ڪندي جيڪي چيو آهي، تنهن مان ظاهر آهي ته مهن جي دڙي مان جيڪي مهرون لڌيون آهن، تن جو لکيتون هو ڪجهه قدر سمجهي سگهيو آهي. هو صاحب چوي ٿو ته ڪيترن مهرن ۾ سورج منڊل تي راسين ۽ لکشترن جو سڌيءَ توڙي اڻ سڌيءَ طرح اشارو آهي، ۽ هڪ مهر تي مکيه راس بابت لکيل آهي ته " اُن جي رفتار تيز آهي." پوءِ جوتش جي حساب موجب ڄاڻايو اٿس ته مهرن مان سمجهي سگهجي ٿو ته قديم سنڌ جي ماڻهن کي جوتش وديا جي سڌ عيسوي سن کان 5610 ورهيه اڳي هئي، ۽ ميسو پوٽيميا طرف جا ماڻهو اها وديا پوءِ سکيا ۽ لکڻ جو هنر ٻه هنن هندستان جي ماڻهن وٽان پوءِ پرايو. ميسو پوٽيميا جي ماڻهن پوءِ اهو هنر يورپ طرف ڦهلايو. مطلب ته فادر هيرس جي چوڻ موجب يورپ جي ماڻهن تي هندستان جي سڀيتا جو اڳاٽي زماني ۾ گهڻو اثر ٿيو هو.

**قديم سنڌين جي لهه وچڙ**: مهن جي دڙي مان جيڪي شيون وڏيون آهن، تن مان رڳو ٿورين شين تي ويچار ڪرڻ سان سمجهي سگهجي ٿو ته پنج هزار ورهيه اڳي قديم سنڌين جي لهه وچڙهه ڪهڙن ڪهڙن هنڌن جي ماڻهن سان هئي.
مهن جي دڙي مان ڪي ٿامي جا باسڻ ۽ اوزار لڌا آهن. سنڌ ۾ لڪيءَ جي جبلن مان ڪنهن ڪنهن هنڌان ٿامو ٿورڙي انداز ۾ ليپي ٿو؛ پر اها ڪچي ڌاتو ايتري ڪانهي، جنهن مان عام طرح باسڻ ناهي ڪم آڻجن. مطلب ته ٿامي جون ڪاٽيون سنڌ ۾ ڪينهن، تنهنڪري اهو ڌاتو قديم سنڌين ضرور ٻاهران آندو

هوندو. هندستان ۽ اُن جي پر وارن ملڪن جي جاگرافيءَ جي جنهن ڪي سڌ هوندي، سو جهٽ سمجهي سگهندو ته قديم سنڌين پنهنجي روز مرهه جي ڪپ لاءِ ٽامو ضرور مدراس، راجپوتانا يا ڪشمير مان آندو هوندو، يا ته ايران ۽ ڏکڻ افغانستان مان آندو هوندائون، سو اُتي به ٽامي جون کاڻيون آهن. اهڙيءَ طرح رڳو ٽامي جي باسڻ ۽ اوزارن تي ويچار ڪرڻ سان سمجهي سگهجي ٿو ته قديم سنڌ جا رهاڪو مدراس، راجپوتانا، ڪشمير، ايران ۽ ڏکڻ هندستان يا انهن ڪن هنڌن جي ماڻهن سان لهه وچڙ ۾ هئا، جنهنڪري ٽامو ملي سگهندو هون، جنهن مان پنهنجي گهرج جون شيون جوڙيندا هئا. هن مان هيءَ ڳالهه ثابت آهي ته پنج هزار ورهيه اڳ سنڌ ۾ قابل ٺاٺارا هوندا هئا، جي ههڙا عمدا باسڻ جوڙي سگهندا هئا.

مهن جي دڙي مان ڪي سونا زيور به لڌا آهن. سون جو ذڪر رگ ويد ۾ گهڻن ئي هنڌ آهي. آڳاٽن رشين سنڌونديءَ کي ”سوني ڪونيو آهي. هن جو سبب هيءُ آهي ته سنڌونديءَ جي واريءَ مان اڄ تائين سون جا ذرا لين ٿا. حقيقتاً سيني وڏين ندين جي واريءَ مان سون جا ذرا درياهه جي واريءَ مان سون جا ذرڙا هٿ ڪري، اهي وڪڻي، پنهنجو قوت گذران ڪندا هئا. اڄ تائين سنڌ ۾ ڪي ڪاسبي آهن، جن کي سڏبو آهي”ڌوڙ ڌئا“ يعني ڌوڙ ڌئندڙ، پر اڄ ڪالهه انهن مان ڪيترا سونارن جي ڪورن جي رک ٿوري ناڻي ۾ خريد ڪري، اها رک ڌوئي، انهيءَ مان سون جا ذرڙا هٿ ڪندا آهن. مطلب ته سنڌي ماڻهن کي سنڌونديءَ منجهان ئي سون ملندو هو، پر اهو ڪيتري قدر ملندو هون. سو چئي نٿو سگهجي. سون هٿ ڪرڻ لاءِ قديم سنڌين کي ٻي وات به هئي.

عيسوي سن کان 510 ورهيه اڳي دارا بادشاهه کي 360 ٽئلينٽ سون جي خاڪي جا يعني اٽڪل 260 مڻ سون جا هر سال ڏن طور ڏيندا هئا. اهو سون ڪشمير طرفان داروستان جي سون جي کاڻين مان ملندو هُئن. ڪشمير ڏي ٽامي جون به کاڻيون آهن. سنڌي ماڻهن جي ڪشمير جي ماڻهن سان گهڻي لهه وچڙهه هئي، تنهن جي ثابتي خود سنڌي ٻولي پري ٿي، جو ان ۾ ڪشمير ۽ داروستان طرف جي ٻولين جا ڪيترا اهڃاڻ آهن. اهو ٻولين جو هڪ ٻئي تي اثر هيڪاري

ثابت ڪري ٿو تہ سنڌ جي ماڻهن جي ڪشمير جي ماڻهن سان گهڻي لهہ وچڙهہ هئي. پر انهيءَ قديم لهہ وچڙهہ جي ٻي ڪهڙي وڏيڪ ثابتي ڪپي، جو ”چچ نامي“ ۾ ڄاڻايل آهي تہ عيسوي ستين صديءَ ڌاري سنڌ جي حڪومت ڪشمير تائين هئي. اسان جا سنڌي ماڻهو اوڏهين حڪومت ڪندا هئا، تنهنڪري سنڌ ۾ ڪشمير طرف جي ٻولين جو هڪ ٻئي تي سياويڪ طرح اثر ٿيو. يوناني تاريخ نويسن ڄاڻايو آهي تہ سڪندر اعظم جي ڪاهہ وقت الور (روهڙي طرف) ۾ سون ۽ چانديءَ جون ڪاڻيون هيون. ”چچ نامو“ تہ شروع ئي الور جي شاهوڪاريءَ ۽ بستيءَ جي ساک سان ٿئي ٿو. جيڪڏهن پر وارن ملڪن ڏي نظر ڪبي، تہ معلوم ٿيندو تہ قنڌار ڪان رڳو ڏيڍ ڪوهہ پري سون جون ڪاڻيون آهن، ۽ ايران ۾ ڪيترائي اهڙا هنڌ آهن، جن مان سون ججهي انداز ۾ ملي سگهي ٿو، هن وقت سڄي هندستان ۾ جيڪو سون ڪم اچي ٿو، تنهن مان اٽڪل نوي سيڪڙو ڪولار جي سون جي ڪاڻين مان اچي ٿو. حيدرآباد دکن، ميسور ۽ مدراس ۾ ڪيترا اهڙا هنڌ آهن، جن مان عالمن کي اهي اُهڃاڻ ڏسڻ ۾ آيا آهن، تہ قديم زماني ۾ ماڻهو انهن مان ججهي انداز ۾ سون ڪڍندا هئا، قديم سنڌين جي ڏکڻ هندستان جي ماڻهن سان لهہ وچڙ هئي، تنهن ڳالهہ جي هڪ پڪي ثابتي هيءَ آهي تہ مهن جي دڙي مان هڪ سهڻو سائو پٿر هٿ آيو آهي، جنهن بابت سر جان مارشل چوي ٿو تہ نيلگري ٽڪرين ڪانسواءِ ٻيو ڪٿان بہ ملڻ جو نہ آهي.

مهن جي دڙي مان هڪ پتلو لٺو آهي، جنهن تي گيڙوءَ يا داءُ سان چٽسالي نڪتل آهي. سنڌ ۾ گيڙو يا داءُ ٿئي ئي ڪونہ. سنڌ کي ويجهي ۾ ويجهو هنڌ، جتان گيڙو ججهي انداز ۾ ملي سگهي ٿو، سو لڪپت جو شهر آهي. وچ هندستان مان بہ ڪيترن هنڌان گيڙو ملي سگهي ٿو، پر آڳاٽي وقت کان وني ايراني نار طرفان سنڌ ۽ بين پاسن ڏي گيڙو ججهي انداز ۾ پئي آيو آهي، جو انهيءَ پاسي جو گيڙو، رنگ جو وڏيڪ تکو آهي. قديم سنڌ جو واپار مغربي

ملڪن سان گهڻو هلندو ئي ايراني نار جي رستي هو. حاصل مطلب تہ مهن جي دڙي مان لڌل شين مان رڳو انهن ٿورڙين شين تي ويچار ڪجي ٿو تہ ائين وسهڻ لاءِ سبب ٿئي ٿو تہ آڳاٽي زماني ۾ جيتوڻيڪ آگ گاڏيون ڪين هيون، تہ بہ سنڌ جو وڻج واپار هيڏانهن ڪشمير ۽ قنڌار، هوڏانهن وچ هندستان توڙي ڏکڻ هندستان طرف هلندو هو. اسان جي پرڳڻي ڪي قدر پنهنجي قدرت سان سمنڊ توڙي خشڪيءَ جي رستي ايران سان ڳنڍي ڇڏيو آهي، ۽ انهيءَ طرف وارن سان آڳاٽن سنڌين جي لهہ وچڙهہ انهن ئي واٽن ڪان ٿيندي هئي. جانورن جون شڪليون نڪتل آهن. تن مان ڪاريگرن جي نہ رڳو ڪاريگريءَ جو ثبوت ملي ٿو، پر خاص ڪري ڍڳي جو ناتو شو پڳوان جي پوڄا سان سمجهڻ ۾ اچي ٿو، جو سو جا لنگ بہ هتان لڌا آهن. وڻن ۽ پاڻيءَ جي پوڄا جا اهڃاڻ بہ هتان ملن ٿا. ماڻهن کي لکڻ پڙهڻ جو هنر هو. سندن ڪمائيءَ جو مکيہ رستو پوک ۽ ڏنڌو ڌاڙي هو. ڦيٿن سان گاڏيون بہ شايد هين جو اهڙا رانديڪا هٿ آيا آهن. انهيءَ ساڳيءَ سڀيتا جا اهڃاڻ ايران ۽ ميسوپوٽيميا مان مليا آهن، تنهن مان ظاهر آهي تہ انهن پاسن سان خشڪيءَ توڙي سمنڊ جي رستي وڻج واپار سانگي لهہ وچڙ ۾ گهڻو ايندا هئا.

**مهن جي دڙي جي اهميت:** سنڌ ۾ مهن جي دڙي، ۽ پنجاب ۾ هرپا، جي کوٽائي ٿيڻ کان اڳ آرڪيالاجيڪل کاتي وارن مصر ملڪ ۽ وچ ايشيا طرفان اعليٰ درجي جي تهذيب جا اهڃاڻ معلوم ڪيا هئا، ۽ اهڙو ڪو اهڃاڻ هندستان مان اجان معلوم ڪونہ ٿيو هُئن؛ انهيءَ سبب اهو ئي اثر دلين تي وينل هُئن تہ قديم مصر ملڪ ۽ وچ ايشيا طرف جي رهاڪن جڏهن اعليٰ درجي جي ترقي ڪئي هئي، تڏهن هندستان جي ماڻهن جي حالت جهنگلين يا اڄ سڌريلن کان گهڻو بهتر نہ هئي. هينئر مهن جي دڙي مان جيڪي حقيقتون معلوم ٿيون آهن، تن دنيا جي وڏن وڏن عالمن جا ڪپاٽ کوليا آهن، ۽ اڳوڻي غلط فهمي هينئر دور ٿي ويئي آهي. ڪيترا عالم هينئر قبول ڪرڻ لڳا آهن تہ اهو زمانو گذري ويو، جو قديم مصر ۽ قديم يونان جي سڀيتا سڀني کان آڳاٽي ليکي ويندي هئي، اهو وقت ويو، جو فرات ۽ نيل ندي جي ڪنني وٽ جيڪي ڪم

ٿي گذريا، سي سڄيءَ دنيا ۾ آڳاٽا ليکبا هئا. هينئر پهريون نمبر اسان جي سنڌو ماٿر سمجهڻ ۾ اچي ٿي، جنهن جي قديم سڀيتا انهن سڀني هنڌن جي قديم سڀيتا کي شهر ڏيئي بيٺي آهي. هن مان هيڪاري ظاهر آهي ته قديم سنڌ جي ماڻهن پنهنجي سڀيتا جو پايو پاڻيهي وڌو هو ۽ ٻين تان نقل ڪونه ڪيو هئائون، هن وقت جيڪڏهن ڪو دنيا جي تاريخ لکندو، ته ڪيس ضرور پنهنجي تاريخ سنڌ جي قديم سڀيتا جي ساک سان شروع ڪرڻي پوندي. تازو مسٽر ڊبليو. ايچ موئر لنڊ ۽ بابو اٽلچندر چٽرجي قديم هندستان جي تاريخ ڇپائي پڌري ڪئي آهي، ته شروع ئي سنڌو ماٿر جي قديم سڀيتا سان ڪئي اٿن. ٻين ڪن يوروپي ۽ ڏيهي عالمن به ائين ڪيو آهي. هينئر ڪرڻو ئي ائين پوندو، جو مشرق جي سڀني ملڪن ۾ اڄ مهن جو دڙو وڏيءَ اهميت وارو هنڌ آهي.

**منصف جو شخصي رايو:** مهن جي دڙي ۽ هرپا مان جهڙيون مهرون هٿ آيون آهن، تهڙيون ساڳيون ميسو پوٽيميا طرفان به هٿ آيون آهن. ۽ انهن مان ڪي عيسوي سن کان 3250 ورهيه اڳ جون آهن. انهيءَ سبب سرجان مارشل جوچوڻ آهي ته مهن جي دڙي جي تهذيب جي ڄمار پنج هزار ورهيه آهي. جيڪڏهن ميسو پوٽيميا طرفان اَٺ ڏهه هزار ورهيه اڳ جون مهرون هٿ اچن ها، اهي مهن جي دڙي وارين مهرن سان ملي اچن ها، ته پوءِ خود سر جان مارشل چوي ها ته مهن جي دڙي جي سڀيتا به اٺ ڏهه هزار ورهيه اڳ جي آهي. مطلب ته تهذيب جي ڄمار جون تخمينو لڌل مهرن تي ٻڌل آهي، جنهن ڪري مصنف جي خيال موجب اهو تخمينو اجا پورو نه سمجهڻ گهرجي. هن لاءِ ٻيو به سبب آهي.

سر جان مارشل ۽ ٻين آرڪيالاجيڪل کاتي وارن جو چوڻ آهي ته مهن جي دڙي واري سڀيتا دراوڙ لوڪن جي آهي، جي آرين جي اچڻ کان اڳ هندستان ۾ هئا. اتهاسن (تاريخي) زماني جي احوالن ڏيندي، اسين ڪيترا حوالا ۽ سندون ڏيئي ڄاڻينداسون ته مهاڀارت واريءَ لڙائيءَ کي اڄ پنج هزار ورهيه ڪن ٿيا آهن. جيڪڏهن مهن جي دڙي واري سڀيتا جي ڄمار به پنج هزار ورهيه آهي، ته چئبو ته اها مهاڀارت واري زماني جي سڀيتا آهي. جنهن صورت ۾ آرين جي هندستان ۾ حڪومت مهاڀارت واري زماني کان گهڻو گهڻو اڳي هئي، تنهن صورت

ڇڪئبو تہ هن سپيتا جا بانيڪار آريہ لوڪ هئا. جيڪڏهن سچ پچ اها دراوڙن جي سپيتا آهي، تہ پوءِ چئبو تہ انهيءَ سپيتا جي ڄمار پنج هزار ورهيہ نہ، پر ان کان ٻيڻي ٽيڻي آهي، انهيءَ سبب مصنف جو شخصي رايو آهي تہ جيستائين ڪي پڪيون پختيون ثابتيون نہ مليون آهن، تيستائين سپيتا جي ڄمار ۽ بانيڪارن جي حال لبيءَ ۾ رهڻ گهرجي.

---

* These well-chiseled brick, however, differ conspicuously from any used during the historic period in India. Sir John Marshall.

** "In the Gaj beds of the Khirthar Range, near the top of the group, gypsum of tolerable purity is abundant and is not unfrequently found in beds three to four feet thick." Mr. W.T. Blanford: Geology of Western Sindh P. 195.

*** The construction of these buildings is far superior to anything of the kind in later India. "Sir John marshall: The illustrated London News, February 27. 1926.

**** The fact that the city was built of burnt brick, an expensive commodity, argues that those who lived within it were a prosperious people." Mr. Ernest Mackay: Mohan-jo-Daro and the i.c.

* Mr. Brailsford: The Manchester Guardian, January 1932.

** "Sewage and arrangement of drains are complicated and yet so perfect that any modern town will really be proud of having." Mr. A.S. Lyenger: The Hindustan Times, 21st February, 1932.

*** "The drainage system in particular is extraordinarily well developed. Every street and alley—way and passage— seems to have had its own covered conduit of finely chiseled brick, land with a precision which could hardly be improved upon." Sir John Marshall: The illustrated London News, Feb. 27.1926.

* "The gold ornaments are so well finished and so highly polished that they might have come out of a Bond Street Jeweller rather than from a prehistoric house of 5,000 years ago, "Sir John Marshall: The Illustrated London News, Feb 27.1926.

* The modern Review, November 1927, P. 559.

** Mohen-jo-Daro and the I.C Vol: I.P. 34.

* Mohan-jo-Daro and Indus Civilization Vol. I. PP. 36-37.

* Sir John Marshall: Mohan-jo-Daro and I.C. Vol. I. P. 395.

** سر جان مارشل: موهن جو دڙو ديباچو، صفحو 6

* - "A marvelous culture, surpassing in many respects the splendour of Egypt and Mesopotamia." Sir John Marshall.

* - "A marvellous culture, surpassing in many respects the splendour of Egypt and Mesopotamia." Sir Johan Marshall.

* - مثلاً ڪشمير ۽ پنجاب جي الهندي ٻاڇي کان وٺي سنڌ تائين ”اسين“ ۽ ”تسين“ (توهين) ضميرن ڪم آڻڻ جو رواج آهي، مگر اُتر هندستان ۾ بين هنڌن ”هم“ ۽ ”تم“، چون ٿا. هيءَ هڪ تمام مکيہ ڳالهہ آهي. (مصنف)

# باب پنجون

## آرين جو اڳاڻو احوال

**آريہ لوڪ ڪٿان آيا؟** رگ ويد ۾ آرين ۽ اڻ آرين جي وچ ۾ جنگين لڳڻ جو گهڻو ئي ذڪر آهي. انهيءَ مان يوروپي عالمن اهو انومان ڪڍيو تہ آريہ لوڪ ڪٿان ٻاهران آيا هئا، جنهنڪري ملڪ هٿ ڪرڻ لاءِ ڪين اڻ آرين سان جنگيون جوٽڻون پيون هيون. اهي ڪٿان آيا، سو پتو هندن جي ڪنهن بہ ڌرمي پستڪ مان ڪونہ ٿي پيئن. پوءِ ٻولين جون ڪوجنائون ۽ ٻيون ڪوجنائون ڪري علحدا علحدا رايا ظاهر ڪيائون، جن مان مکيہ هيءُ هو تہ آريہ اصل وچ ايشيا کان آيا هئا، مٿي اڳي ئي چيو ويو آهي تہ اهو وچ ايشيا وارو نظريو پوءِ جرمنيءَ جي پروفيسر پينڪا ۽ ٻين غلط نهرايو ۽ آرين جو اصلوڪو ماڳ اُتر قطب ڄاڻايائين. پروفيسر راهز بہ پنهنجن"هبرت ليڪچرس" ۾ قديم ڪليڪٽڪ قومن جي ڏند ڪٿائن مان ثابتيون ڏيئي، ائين ئي ڄاڻايو. وچ ايشيا واري نظرئي کي پچاڙيءَ وارو ڌڪ لوڪمانيہ بال گنگا ڌر تلڪ هنيو، جنهن هندن جي ويدن، اتهاسن ۽ پراڻن مان، بلڪ پارسين جي "زنداوستا" مان ڪيترائي حوالا ڏيئي، پنهنجي ڪتاب "آرڪٽڪ هوم" ۾ ڄاڻايو تہ اڳاڻا آريہ لوڪ "ميرو پربت تي رهندا هئا، جو سئبيريا جي اُتر قطب طرف هو (صفحو 17).

لوڪمانيہ تلڪ پنهنجي ڪتاب "آرڪٽڪ هوم ۾ ويدڪ ساهت مان جيڪي حوالا ڏنا آهن، تن سان گڏ ڪي ڏند ڪٿائون بہ ويدڪ ساهت مان ڪڍي، پنهنجي ٽيڪا ٽپڻيءَ (تشريح) سان ڏنيون اٿس. انهن ڏند ڪٿائن مان هڪڙا شايد هڪڙو ۽ ٻيا ٻيو مطلب ڪڍن جنهنڪري سندس لکيل سڀني ڳالهين سان شايد ڪي شامل راءِ نہ بہ ٿين. انهيءَ سبب ڏند ڪٿائن ۽ انهن جي سمجهاڻين جون ڳالهيون ڇڏي، اسان کي رڳو هيءَ ڳالهہ ڳڻڻي آهي تہ هن هيڏي ساري ڪتاب لکڻ ۾ سندس مکيہ مراد ڪهڙي هئي؟ سندس ڪتاب منجهان ئي ظاهر آهي تہ ڪيس رڳو ايترو

ثابت ڪرڻو هو ته ”آڳاٽن آرين جو اصلوڪو ماڳ ميرو پربت تي هو، جو اتر قطب ڏي هو، ۽ اها ڳالهه جا ريدڪ ساهت، اتهاسن ۽ پراڻن مان ظاهر آهي سا سچي آهي.“

ويجهڙائيءَ ۾ مسٽر پارجيٽر، ڪلڪتي هاءِ ڪورٽ جي جج پنهنجي روءِ سوءِ هندن جي پراڻن مان تاريخي احوال سوڌي ڪڍيا آهن. هن صاحب به ائين ئي ڄاڻايو آهي ته قديم آريه لوڪ اصل هندستان جا رهاڪو ڪونه هئا، پر وچ هماليه وارن ڏيهن جي واٽ وٺي هندستان ۾ آيا هئا.

هن وقت اسان جن ڪيترن ڏيهي عالمن جو به اهو ئي رايو آهي ته سڀ قديم آريه لوڪ جيڪڏهن ميرو پربت تي نه رهندا هئا، ته به منجهائن گهڻا اتي جا رهاڪو هئا. لوڪمانيه تلڪ رگ ويد مان جيڪي حوالا ڏنا آهن. تن تي به ويچار ڪري، اسان جن ڪيترن ويدڪ عالمن ظاهر ڪيو آهي ته رگ ويد جون ڪي ڪي رچنائون برابر انهيءَ وقت جون آهن، جنهن وقت سڀ قديم آريه لوڪ يا منجهائن گهڻا اتر قطب طرف ميرو پربت تي رهندا هئا. اهڙيءَ حالت ۾ ضرور آهي ته هتي اول اتر قطب ۽ ميرو پربت جومختصر ذڪر ڪجي، ته پڙهندڙن کي سڄي ڳالهه سولي ٿئي.

**<u>آرڪٽڪ ريجن يا اتر قطب جو ذڪر:</u>** هن وقت اتر قطب ۾ گهڻي برف هئڻ سبب ڪوبه ساهوارو اُتي رهي نه ٿو سگهي، پر جيالاجيڪل کاتي وارن کي کوجنائن ڪرڻ سان يقين ٿيو آهي ته برف پوندي به ڪو اهڙو وچولو زمانو (Inter-glacial Period) هو، جنهن ۾ اتي ڪن هنڌ ماڻهو با فرحت رهي سگهيا ٿي.

هن قسم جون ثابتيون پروفيسر گيڪي (Prof. Geikie) ۽ ٻين يورپ _ وگيان جي ڪتابن مان ڏيئي، پوءِ آرڪٽڪ ريجن جو جيڪو احوال لوڪمانيه ڏنو آهي، سو مختصر طرح هن ريت آهي:

اتر قطب ڏي وڃبو، ته پهرين هيءَ ڳالهه ڌيان ڇڪائيندي ته سج ۽ ٻيا گرهه نڪي اڀرندي کان اڀرن ٿا، نڪي الهندي ڏي لهن ٿا: پر سڄو آڪاش منڊل ائين پيو

گولائيءَ ۾ ڦري، جيئن ڪو ماڻهو ڪليل ڏوپ چٽي پنهنجي مٿان پيو ڦيرائي. اهو ڦيرو الهندي کان شروع ٿئي ٿو ۽ اڀرندي ڏي پورو ٿئي ٿو. هر هڪ ڦيرو چوويهه ڪلاڪن ۾ پورو ٿئي ٿو. ائين هڪ سؤ اسي ڦيرا پورا ٿين يعني ڇهه مهينا گذرن، ته پوءِ سج ائين اڀرندو نظر ايندو آهي، جو ڄڻ ته ڏکڻ طرف کان اڀري ٿو ۽ اتر ڏي چڙهندو وڃي ٿو. وري جڏهن سورج ڏکڻائڻ ٿيندو آهي يعني ڏکڻ طرف ڏي ويندو، تڏهن تارا ٽمڪندا نظر ايندا آهن. انهيءَ ريت اُتي ڇهه مهينا ڏينهن ته ڇهه مهينا رات! مطلب ته ٿلهي ليکي سڄي سال ۾ ڏينهن رڳو هڪڙو ٿيندو آهي، جو ڇهه مهينا ساندهه هلندو آهي، ۽ رات به ڇهن مهينن جي يڪي ٿيندي آهي، ايترو آهي ته اها يڪي ڇهه مهينن جي رات سمورو وقت ڪاري ٻاٽ لائي ڪانه بيٺي هوندي آهي. صبح ۽ سانجهيءَ جي شفق جو به سوجهرو ٿئي ٿو. اها شفق به ڪنير جي چڪ وانگر ڦرندي وتي، ۽ هرهڪ ڦيرو چوويهه ڪلاڪن ۾ پورو ڪندي وتي. ڇهن مهينن جي رات ڪانپوءِ پرڀات ٿيڻ شروع ٿيندي آهي، ته اول ٿورڙي روشني ٿيندي آهي، ۽ ٽمڪندڙ تارن مان ٿورا ٿورا غائب ٿيڻ لڳندا آهن. پوءِ لالاڻ وڌندي ويندي آهي، ته رفته رفته سڀ تارا گم ٿي ويندا آهن، ۽ پوءِ پرهه ڀاڪون ڪيندي آهي.

ڊاڪٽر وارن ۽ ٻين عالمن جي ڪتابن مان حوالا ڏيئي، لوڪمانيه تلڪ ڄاڻايو آهي، ته هر ڪنهن سال، 29 جنوريءَ جي، پرڀات ٿيڻ شروع ٿيندي آهي، ۽ ستيتاليهه ڏينهن ساندهه پرڀات جي لالاڻ ڏسڻ ۾ ايندي آهي: تنهن ڪانپوءِ سج اُڀرندي (ڦرندو) نظر ايندو آهي. سج هڪ واريءَ نڪرندو آهي، ته هڪ سؤ چورانوي ڏينهن ساندهه بيٺو هوندو آهي. هر ڪنهن سال 25 سيپٽمبر جي سج لهندو آهي، ته به نماشام واري شفق انيتاليهه ڏينهن ساندهه لڳاتار لڳائي بيٺي هوندي آهي، يعني 13 نومبر کان وٺي رات ٿيندي آهي. مطلب ته ورهيه جي 365 ڏينهن مان ستيتاليهه ڏينهن پرڀات، هڪ سؤ چورانوي ڏينهن سج جو سوجهرو، اَنيتاليهه ڏينهن نماشام جي شفق ۽ چاهتر ڏينهن رات ٿيندي آهي. وقتي، رات جي اونده چاهتر بدران فقط سٺ ڏينهن هلندي آهي. اهو تفاوت اُتي جي وايو

منڊل ۾ ٻين سببن ڪري ٿيندو آهي. اهي ڪن يوروپين جا اکين ڏٺا احوال آهن، جي لوڪمانيه سندن لکيل ڪتابن مان ڪڍي، پنهنجي ڪتاب ”آرڪٽڪ هوم“ ۾ ڄاڻايا آهن.

**ڌرمي پستڪن مان حوالا:** آڳاٽا آريا لوڪ اصل آرڪٽڪ ريجن ۾ رهندا هئا، تنهن بابت لوڪمانيه تلڪ جيڪو ”آرڪٽڪ هوم“ لکيوآهي، تنهن ۾ پنج سو صفحا (ڊيمي سائز) آهن. سڄوئي ڪتاب ثابتين، ڏند ڪٿائن ۽ انهن جي سمجهاڻين سان ڀريل آهي؛ پر هتي رڳو ڪي ٿورا مکيه ٽڪر ڏجن ٿا:

يجر ويد جي ٻنيان جيڪو تئتريه براهمڻ گرنٿ ڏنل آهي، تنهن ۾ ڄاڻايل آهي ته ”رواجي انسانن جو هڪ ورهيه ديوتائن جي هڪ ڏينهن جي برابر آهي“ (تئتريه براهمڻ 3،9،22،1) اهي ساڳيا لفظ منو سمرتي جي اڌ ياءُ پهرئين، شلوڪ 67 ۾ به لکيل آهن.

مهاڀارت جي ون پرو (اڌياءُ 163 ۽ 164) ۾ لکيل آهي ته پانڊون جو وچون ڀاءُ ارجن ميرو پربت ڏي ويو هو. اُتي جا جيڪي اکين ڏٺا احوال ڏنا اٿس، تن ۾ چيو اٿس ته ”ميرو پربت ڏي سج ۽ چنڊ الهندي کان اڀرندي ڏي پردکشڻا ڪندا آهن يعني ڦرندا وتندا آهن.“ انهيءَ ڪانپوءِ چيو اٿس ته ”ميرو پربت جو تجلو رات جي اونڌهه تي ايترو غالب پوندو آهي، جو رات به ڏينهن جهڙي پيئي لڳندي آهي“. وڌيڪ هيئن به چيو اٿس ته ”اُتي ڏينهن ۽ رات جي رهاڪن لاءِ هڪ ورهيه جي برابر آهن“. هي ساڳيون ڳالهيون هندن جي پراڻن ۾ به لکيل آهن.

ڀاسڪر آچاريه جي ”سؤريه سڌانت“ (67,12) ۾ به لکيل آهي ته ”ميرو پربت ڏي ديوتائن کي سج رڳو هڪ ڀيرو اڀرندو ڏسڻ ۾ ايندو آهي، جڏهن سج پنهنجو اڌ ڦيرو مکيه راس کان وٺي شروع ڪندو آهي.“

پارسين جي ديني ڪتاب ۾ به اهڙيون ڳالهيون لکيل آهن. مثلاً وينيداد جي فرد گرد ٻئي ۾ پارسين جو اصلوڪي بهشت جهڙي ماڳ ”ائرين وئنجو“ يعني اهو هنڌ جتي آرين جو ٻج يا بنياد پيدا ٿيو (The nursery or place of origin of the Aryans) بابت لکيل آهي ته ”اتي تارا، چنڊ ۽ سج ورهيه ۾ هڪ ڀيرو اُڀرن ۽ لهن

ٿا، ۽ جيڪو ورهيہ آهي، سو اُتي هڪ ڏينهن رات ڪري ليکين ٿا“. هندن ۽ پارسين جي ڌرمي پستڪن ۾ لکيل آهي سڀ ڳالهيون آرڪٽڪ ريجن ڪان سواءِ ٻئي ڪنهن بہ هنڌ سان لاڳو ٿي نٿيون سگهن، تنهنڪري هتي وڌيڪ حوالن ڏيڻ جي ضرورت ئي ڪانهي.

هندستان جي تاريخ پهريائين پهريائين آنربل مائونٽ سٽيوئرٽ ايلفنسٽن تيار ڪئي هئي، جا پهريون گهمرو 1841ع ۾ ڇپجي پڌري ٿي هئي. ان وقت ئي ڪن يوروپي عالمن ائين پئي سمجهيو تہ پراڻن ۾ جنهن کي ميرو پربت سڏيو اٿن، سو اتر قطب آهي؛ تہ بہ عام رايو اهو هو، تہ پراڻن جي رچيندڙن کي دنيا جي جاگرافيءَ جي سڌ هئي ڪانہ، ۽ نہ رڳو پنهنجي خيال جي گهوڙي کي ڊوڙايو هئائون. ايلفنسٽن صاحب ۽ ٻين اهائي راءِ ظاهر ڪئي تہ خود ڪيترن هندن جي دلين تي بہ اهو اثر ويهي ويو تہ ”ميرو“ هڪ خيالي پربت آهي. پروفيسر آپٽي واري سنسڪرت ڊڪشنري ڏسن تہ ان ۾ بہ ائين لکيل آهي. پهريون ئي عالم لوڪمانيہ تلڪ هو، جنهن اها غلط فهمي دور ڪئي. هاڻ اسان جا ڪيترا ڏيهي عالم ائين وسهن ٿا تہ رگ وي جون ڪي رچنائون برابر انهيءَ وقت جون آهن، جنهن وقت سڀ آريہ لوڪ، يا منجهائن گهڻا، ميرو پربت ڏي رهندا هئا.

هڪ مکيہ ڳالهہ جا لوڪمانيہ تلڪ جي ڪتاب ۾ لکيل ڏسڻ ۾ ڪانہ ٿي اچي، سا هيءَ آهي تہ ميرو پربت جو نالو نہ رڳو هندن جي ڌرمي پستڪن ۾ پر يونانين جي ڏند ڪٿائن ۾ بہ ڄاڻايل آهي. يوناني لوڪ ائين وسهندا آهن تہ سندن ديوتا ”ڊئونيسوس“، جو ونسپتي يا نباتيات جو ديوتا آهي، سو ڄائو ئي ميرو پربت تي هو. هيءَ ڳالهہ 1784ع ۾ سر وليم جونس ڄاڻائي هئي. انهيءَ وقت، بلڪ اِنهيءَ کان سو ڪن ورهيہ پوءِ بہ ڪيترن عالمن ائين پئي سمجهيو تہ ”ميرو“ هڪ خيالي پربت جو نالو آهي، تنهنڪري شايد سر وليم جونس جي ڄاڻايل هن ڳالهہ جي ڪنهن بہ عالم اُپٽار نہ ڪئي آهي؛ پر مصنف جي خيال موجب هيءَ هڪ تمام مکيہ ڳالهہ آهي، جو ڄاڻائي ٿي تہ آڳاٽن هندن جي ابن ڏاڏن سان قديم يوناني

لوڪن جا ابا ڏاڏا بہ ميرو پربت تي رهندا هئا. يوناني لوڪ پاڻ چوندا آهن تہ اسين "دئونيسوس ۽ ٻين ديوتائن جو اولاد آهيون. جنهن صورت ۾ سندس دئينيسوس ديوتا ڄائو ئي ميرو پربت تي هو، تنهن صورت ۾ اڻ پڇيو ائين چئبو تہ قديم يونانين جو بہ اصلوڪو ماڳ ميرو پربت هو. دئونيسوس ديوتا (The "ديوس پتر" (Zeus) "بابت يوناني لوڪ ائين بہ چوندا آهن تہ هو "زيئوس جو پٽ هو ۽ پرٿوي سندس ماتا (ماءُ) هئي. رگ ويد ۾ بہ آڳاٽن آرين (Sky-Father) (آڪاس ۽ ڌرتيءَ کي ابو امان سڏيو آهي (ڏسو صفحو 4

هينئر جڏهن لکيل ثابتيون کلي ظاهر ٿيون آهن، ۽ پروفيسر پنيڪا، ڊاڪٽر وارن ۽ پروفيسر راهز پنهنجي پنهنجي روءِ سوءِ کوجنائون ڪري، هڪڙو ئي رايو ظهار ڪيو آهي تہ آڳاٽن آرين جو اصلوڪو ماڳ اتر قطب طرف هو، ۽ لوڪمانيہ تلڪ بہ هندن ۽ پارسين جي ڌرمي پستڪن مان حوالا ڏيئي، اتر قطب وارو نظريو سچو ثابت ڪيوآهي، ۽ ميرو پربت جو نالو هندن جي ڌرمي پستڪن ۽ يونانين جي ڏند ڪٿاڪن ۾ لکيل بہ آهي؛ تڏهن وچ ايشيا وارو نظريو، جو رڳو ٻولين مان ڪڍيل انومان تي ٻڌل هو، سو سورهن ئي آنا غلط ليکبو. لکيل ثابتين هوندي انومانن تي لڳڻ ئي عبث آهي، تنهنڪري اسان پنهنجي سر اتر قطب وارو نظريو قبول ڪيو آهي. انهيءَ لاءِ مکيہ سبب هيءُ بہ آهي، تہ خود اسان جي ٻوليءَ ۾ هڪ اهڙي ڳالهہ آهي، جا اسان کي اتر قطب واري نظريي قبول ڪرڻ لاءِ مجبور ڪري ٿي. اها ڳالهہ هتي کولي ٻڌائجي ٿي:

**ٻوليءَ جي ثابتي:** چئني ڏسين تي جيڪي نالا رکيل آهن، سي "نظام شمسي" (Solar System) جا لفظ آهن، جن جا "اتر" ۽ "ڏکڻ" ڪنهن نهايت قديم زماني جا لفظ آهن، جن خاص طرح ڌيان لهڻو.

"اُتر" معنيٰ مٿيون پاسو شمال (North)؛ پر اصل ۾ هيءُ لفظ صفت آهي ۽ معنيٰ اٿس "مٿيون، مٿاهون يا ٻين کان مٿي". سنسڪرت ۾ "اُد" معنيٰ "مٿي" (High)، "اُتر" (اُد+ تر) معنيٰ "ٻين کان مٿي" 'Higher' ۽ "اُتم" (اُد+تم) معنيٰ سيني کان مٿي 'Highest' اڄ بہ سنڌيءَ ۾ اهو لفظ صفت ڪري پيا ڪم آڻيون – جهڙوڪ

چئون تہ ”هو ٻئي ڄڻا بيوقوف آهن- هڪ ٻئي کان اُتر“: هتي ”اُتر“ معنيٰ ”وڌيڪ“ (مٿي).

---

* "The works of German scholars like Rosche and Penka freely challenged the Asiatic theory regarding the original home of the Aryan race and it is now generally recognized that we must now give up that theory, and seek for the original home of the Aryans somewhere in the further north," Sjt. B.G. Tailak: The Arctic Home in the Vedas. P.4.

* F.E Pargiter: Ancient Indian Historical Tradition. P.297.

** The geological evidence is complete as the existence of a genial climate in Tertiary times as far north as present land extends. And of a climate, less severe than that of today in the Quaternary period Encycl: Britt: article "Polar Regions."

* To such a man (stationed at the North Pole) the sun going into the northern hemisphere in his annual course will appear as coming up from the South, and he will express the idea by saying that 'the sun has risen in the south,' however strange the expression may seem to us," B: G Tilak: The Artic Home in the Vedas p.46:

* پهريون انگ ڪانڊ، ٻيو پر پانڪ، ٽيون انو واڪ ۽ چوٿون ورگ لاءِ ڪم آندو ويو آهي. (مصنف)

* Some consider Mount Meru as the 'North Pole.' Elphinstone's History of India (1841) vol, 1, p.252.

* "Meros is said by the Greeks to have been a mountain of India on which their Diomysos was born, and that Mero generally means the North Pole in Indian geography." Sir William Jones: the Gods of Greece, Italy and India, P. 28 (Written in 1784 and since revised).

”اُتر“ لفظ جڏهن اسم ڪري ڪم آڻجي ٿو، تڏهن بہ پنهنجي بنيادي معنيٰ ”مٿ“ جي ظاهر ڪري ٿو. مثلاً ”پرشن ۽ اُتر“ معنيٰ ”سوال ۽ جواب“. هتي ”اُتر“ جي اکري معنيٰ آهي ”جيڪي مٿان ڏجي“ (سوال جي جواب ۾). هڪڙي شيءِ مٿائي ٻي شي وڌبي آهي تہ وقتي ڪجهہ رقم مٿان ڏيڻي پوندي آهي، جنهن کي بہ ”اُتر“ چئبو آهي. هتي بہ ”اُتر“ معني“ جيڪي مٿان ڏجي“ (مٿ ست ۾). هاڻ سوال آهي تہ ”اُتر“ لفظ، جو اصل ۾ صفت آهي، ۽ معنيٰ اٿس ”مٿاهون يا ٻين کان مٿي“، تنهن جي معنيٰ ”شمال“ (North) ڪهڙي حساب تي؟ هن باري ۾ هيءَ ڳالهہ بہ ڌيان ۾ رکڻ گهرجي تہ هن وقت ”اُتر“ جو ضد چئون ”ڏکڻ“ (South)؛ پر اصل ۾ ائين آهي ئي ڪين. سنسڪرت ۾ ”اُتر“ معنيٰ مٿيون يا مٿاهون“، ۽ ان جو ضد آهي ”آڌر“ معنيٰ هيٺيون يا هيٺاهون“؛ سنسڪرت ۾ ”اُتر“ جو ضد ”پورب“ بہ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ”اڳيون“، مثلاً ڪنهن عملدار جي جاءِ تي ٻيو ڪو

عملدار مقرر ٿي ايندو تہ اهو سڏبو ”اُتر اڌڪاري“ (Successor) يعني جو مٿان اچي ٿو، ۽ اڳيون عملدار سڏبو ”پورب“ اڌڪاري“ (Predecessor). هن حالت ۾ ”اُتر“ جو ضد آهي ”پورب“. هاڻ تہ هيڪاري ظاهر آهي تہ اصل ۾ ”اُتر“ جو ضد ”ڏکڻ“ آهي ئي ڪونہ. پوءِ تڏهن هاڻوڪو رواج ڪيئن پيو؟ وري ڏسو تہ خود ”ڏکڻ“ لفظ پاڻ بابت ڇا ٿو چوي؟

سنڌي لفظ ”ڏکڻ“ اصل ۾ سنسڪرت لفظ ”دڪشڻ“، ۽ معنيٰ اٿس ”ساڄو“(Right)، سنسڪرت ۾ ان جو ضد آهي. ”وام“، جنهن جو اچار هنديءَ ۽ هندستانيءَ ۾ آهي ”بام، باوان، بانوان“ معنيٰ ”ڪٻو يا ڏائو“ (Left)، ”بائين هاٿ“ معنيٰ ”ڪٻي هٿ ڏي يا ڏائي پاسي“. سنسڪرت ۾ ”دڪشڻ“ ڏکڻ جي ٻي معنيٰ ”ڦڙت“ (Dexterous) بہ آهي. هاڻ هيءَ ڳالهہ ڪو سمجهائي تہ ”ڏکڻ“ جي معنيٰ ”جنوب“ (South) پوءِ ڪيئن ٿي، ۽ هن لفظ جي معنيٰ ۾ ايترو ڦيرو پيو ڪيئن؟ هن مان ڏسڻ ۾ ايندو تہ ”اُتر“ ۽ ”ڏکڻ“ لفظ جي ظاهر سولا پيا پائنجن، سي سچ پچ تہ سمجهڻ ئي ڏکيا آهن.

چئني ڏسين جي نالن جون اڳيون توڙي هاڻوڪيون معنائون سمجهڻ رڳو تڏهن سوليون ٿينديون، جڏهن فرض ڪبو تہ آڳاٽن هندن ۽ يوناني لوڪن جا ابا ڏاڏا اصل ۾ ميرو پربت ڏي رهندا هئا، جيئن سندن ڌرمي پستڪن ۾ لکيل آهي. ميرو پربت اتر قطب ۾ هو، جتي اڄ تائين نئين ورهيہ جي شروعات ۾ سج اڀرڻ مهل ائين ڏسڻ ۾ ايندو آهي تہ ڏکڻ کان اڀري ٿو: جنهنڪري ڏکڻ لفظ جي اصل معنيٰ ئي هئي ”اُڀرندو“. سنسڪرت ۾ ”دڪشڻ“ (ڏکڻ) جو ڌاتو يا بنياد آهي”دڪش“، جنهن جي هڪڙي معنيٰ آهي ”اُڀرڻ“. سڄيءَ دنيا ۾ رڳو اتر قطب طرف سج ڏکڻ کان اڀرندو آهي، تنهنڪري چئبو تہ ”ڏکڻ“ لفظ جڙيل ئي اُن وقت جو آهي جنهن وقت آڳاٽا آريا لوڪ اُتر ڏي رهندا هئا، ۽ جنهن پاسي کان اتي سج اڀرندو ڏنائون، تنهن کي ڏکڻ چوندا هئا. اتر قطب ۾ سج ڏکڻ طرفان ڪنير جي چڪ وانگر ڦرندو ڦرندو مٿي چڙهندو وڃي ٿو، تنهنڪري ”اُتر“ معنيٰ ٿي ”مٿيون آڳاٽا لوڪ پوءِ اتر قطب ڇڏي هيٺ ڏکڻ (وچ ايشيا، ايران، (North)“پاسو

هندستان) ڏي آيا، ۽ اتي سج سڌو اپرندو ڪان اپرندو ڏٺائون، تہ انهيءَ طرف ڪي سڏيائون "پورب" يعني "اڳيون پاسو"، يا اهو پاسو جتان سج اپري ٿو، ۽ ان جو ضد ٿيو "پڇم يعني "پٺيون پاسو"، يا اهو پاسو جنهن ڏي سج لهي ٿو. اپرندي ڏي منهن ڪري بيهبو تہ سڄي هٿ وارو پاسو "ڏکڻ" جي پوءِ معنيٰ ٿي "ساڄو" يا "ساڄي هٿ وارو پاسو". ڪي ماڻهو ڏائي هٿ سان ڪم ڪن ٿا، پر عام طرح سيڪو ڪائڻ پيئڻ جو توڙي ٻيو ڪم ساڄي هٿ سان ڪري ٿو، ۽ ائين ڦڙتائيءَ سان ڪم ڪري سگهجي ٿو. پائنجي ٿو تہ انهيءَ سبب "ڏکڻ" جي معنيٰ "ڦڙت" بہ ٿي. ٻوليءَ مان ائين بہ سمجهڻ ۾ اچي ٿو تہ ميرو پربت چڙهڻ کانپوءِ بہ يوروپي لوڪن جا ابا ڏاڏا ايشيا وارن آرين سان ڪجهہ وقت لهہ وچڙ ۾ هئا، ۽ انهيءَ وقت "ڏکڻ" لفظ جون اهي معنائون وٽن عام ٿي ويون هيون. اهو انومان معنيٰ (Dexterity) "هن ڳالهہ مان ڪيجي ٿو، جو لئٽن ۽ انگريزيءَ ۾ "ڊيڪسٽرٽي جي معنيٰ آهي "ساڄو (Dexterity) "آهي "ساڄو يا ساڄي هٿ وارو" ۽ "ڊيڪسٽرٽي جي بہ هڪڙي معنيٰ آهي (Dexterity) "يا ساڄي هٿوارو" ۽ "ڊيڪسرٽي ۽ ٻي معنيٰ ڦڙتائي". انهن لفظن جي منڍ ۾ جيڪو (Right handedness) ""ساڄڙائي آهي، سو ساڳيو سنسڪرت لفظ "ڊڪشن" آهي، ۽ اهي ٻئي (Dex) ""ڊيڪس معنائون اٿس.

"ڏکڻ" لفظ جي اصل معنيٰ هئي "اُپرندو"، تنهن ڳالهہ جو عام طرح گهٽن کي پتو ڪونہ هو. لوڪمانيہ تلڪ پنهنجي ڪتاب "آرڪٽڪ هوم" ۾ ڄاڻايو تہ آڳاٽا لوڪ اصل ميرو پربت ڏي رهندا هئا، جو اتر قطب ڏي هو ۽ اتي سج ڏکڻ کان اپرندو آهي، تنهن تان آگسٽ ۽ آڪٽوبر 1912ع واري "ماڊرن رويو" مخزن ۾ ليک پيا هئا، جن مان ٿورو ٽڪرو پڙهندڙن جي معلومات لاءِ هتي جنسي ڏجي ٿو، مطلب تہ ٻوليءَ مان بہ اهائي ثابتي ملي ٿي تہ چئني ڏسين جا نالا، خاص ڪري "اتر" ۽ "ڏکڻ" لفظ نهيل ئي ان وقت جا آهن، جنهن وقت آريہ لوڪ "آرڪٽڪ ريجن" ۾ اتر قطب طرف) رهندا هئا. آرڪٽڪ ريجن ۾ ميرو پربت کهڙي هنڌ هو، ان بابت هندن جي پراڻن ۾ جيڪي لکيل آهي، سو هتي مختصر طرح ڄاڻائجي ٿو.

**ميروپربت جو ذڪر:** هندن جي پراڻن پٿاندر ”سڀ دنيا ستن دويپن (ٻيٽن يا ڪنڊن) ۾ ورهايل آهي. انهن دويپن جا نالا: ڄمون دويپ، پلڪش دويپ، شالملي، ڪشن، ڪرونچ، شاڪ ۽ پشڪر آهن. هر هڪ دويپ جي چوڌاري سمنڊ آهي، ۽ انهن ستن سمنڊن جي ڪري اهي ست دويپ هڪ ٻئي کان ڌار بيٺا آهن“ (وشنو پراڻ) مسٽر هربلاس سردا پنهنجي انگريزيءَ ۾ جوڙيل ڪتاب ”هندو سپيريرٽي“ جي صفحي 160 ۾ انهن دويپن جو ذڪر ڪندي لکيو آهي ته : (1) ڄمون دويپ- ايشيا (2) پلڪش-ڏکڻ آمريڪا (3) پشڪر-اتر آمريڪا (4) ڪرؤنچ - آفريڪا (5) شاڪ – يورپ (6) شالملي –آسٽريليا (7) ڪشن – اوشينيا.
سچ پچ ته پراڻن ۾ ڄاڻايل اهي دويپ هن وقت سڃاڻڻ ئي مشڪل اهن، جا ڳالهه خود مسٽر هربلاس سردا قبول ڪئي آهي، جنهنڪري چئبو ته مٿيان سڀ انومان آهن. انهيءَ ريت هيءُ به انومان ڪيدي سگهجي ٿو ته ايشيا، يورپ آمريڪا ۽ گرينسلئنڊ جا اتر وارا پاسا، جي آرڪٽڪ سرڪل يا پولر ريجن ڏي آهن، تن جا، يا انهيءَ طرف جي ٻيٽن جا، اصل اهي نالا هئا. اهي سڀ سنسڪرت لفظ آهن، تنهن مان هيءَ ڳالهه به ظاهر آهي، ته اهي نالا رکيائي آريا لوڪ هئا، ۽ کين دنيا جي جاگرافيءَ جي قديم، زماني ۾ ئي سڌ هئي.

پراڻن پٿاندر مٿين ستن دويپن جو مرڪز ڄمون دويپ هو، جنهن جي وچ ۾ ”ميرو“ نالي هڪ نهايت اوچو پربت يا پهاڙ هو، ۽ اهو ”مها ميرو“ به سڏبو هو.
اُن بابت هيئن به چيل آهي ته ”ميرو پربت سڄو سونو آهي ۽ پاسا هيرن ۽ جواهرن جا اٿس. ان جو تجلو اهڙو ٿئي ٿو، جو رات به ڏينهن وانگر روشن پيئي لڳندي آهي“ (وشنو پراڻ).
يوروپي عالمن پهريائين ائين پئي سمجهيو ته هيءَ هڪ خيالي پربت جو ذڪر آهي، پر هاڻ اُهي به قبول ڪن ٿا ته پراڻ ۾ تاريخي حقيقتون آهن.

لوڪمانيہ تلڪ جي خيال موجب اهو ”ائروراٻورئيلس“ جي تجلي جو ذڪر آهي جو اُتر قطب ڏي ڏسڻ ۾ ايندو آهي، پر ڊاڪٽر انباش چندرداس جو چوڻ آهي تہ اهو تجلو اتر قطب ڏي فقط ٿوري وقت لاءِ ڏسڻ ۾ ايندو آهي ۽ سانده ڪونہ هوندو آهي. اهڙيءَ حالت ۾ پڪ سان چئي نٿو سگهجي تہ ميرو پربت ۾ سچ پچ سون ۽ هيرن جواهرن جون کاڻيون هيون، يا ڪو اتي تجلو ٿيندو هو جو اونده کي ڦيري روشنائي ڪندو هو. ممڪن آهي تہ اهو ”سورج پٽر“ بابت اشارو آهي.

آگري جي قلعي ۾ مصنف هڪ خانو پٽ ۾ ٺهيل ڏٺو، جنهن جو منهن ٿپال جي ڍٻي وانگر هو. ٿپال جي ڍٻي ۾ خط پٽ وجهجن ٿا تہ وڃي هيٺ پون ٿا، ۽ ٻاهران ڏسڻ ۾ نٿا اچن؛ پر آگري جي قلعي ۾ انهيءَ خاني ۾ اندر نهارجي ٿو تہ تر ۾ جيڪا مٽي يا دز پيل آهي، سا بہ چٽيءَ ريت ڏسڻ ۾ اچي ٿي، ۽ خاني جو ترو توڙي اندريان پاسا ٻکن پيا! انهيءَ خاني ۾ اندر ”سورج پٽر“ لڳل آهي، جنهن جي روشنائي ڪري خاني ۾ اندر اونده نٿي ٿئي. سورج پٽر جي رڳو ٿورڙي ٽڪري مان هيتري روشنائي ٿئي ٿي تہ سڄو ميرو پربت يا ان جو ڪجھ ڀاڱو جيڪڏهن سورج پٽر جو هو تہ اهو ڪيتري روشنائي ڪندو هو، تنهن جو تصور هرڪو ڪري سگهجي ٿو. پراڻن جي رچيندڙن انهيءَ سبب ”ميرو پربت“ کي ”سمير پربت“ يعني چڱو يا سهڻو پربت سڏيو آهي ۽ ان جي تجليءَ جو اهو ذڪر ڪيو اٿن.

وشنو پراڻ ۾ لکيل آهي تہ ”ڄمون دويپ جي وچ ۾ ميرو پربت جي چوٽيءَ تي، هڪ شهر ٻڌل آهي، جو پرٿويءَ تي سوڳ يا بهشت آهي ۽ اهو برهما جو لوڪ آهي. ڄمون دويپ خود نون ورشن ۾ ورهايل آهي، جن مان هڪڙو ڀارت ورش آهي، جو هماليہ جبل جي ڏکڻ ڏي آهي ۽ خود هماليہ جبل ميرو پربت جي ڏکڻ ڏي آهي. ڄمون دويپ جي ٻين حدن تي بہ جبل آهن.“

هي جاگرافيءَ جون ڳالهيون، جي وسنو پراڻ ۾ ڄاڻايل آهي، ۽ ٻين پراڻن توڙي مهاڀارت ۾ به انهن جو ذڪر آهي، تن سان گڏ هيءَ ڳالهه به ڌيان ۾ رکڻ گهرجي، ته سڄي هندستان جي اتر ڏي هماليه جبل آهي؛ ۽ پراڻن پٽاندر هماليه جبل خود ڄمون دويپ جي ڏکڻ ڏي آهي. ائين پراڻن مان ايترو پتو پوي ٿو ته ميرو پربت، جو ڄمون دويپ جي وچ ۾ هو، سو هماليه جبل جي پرئين طرف وارن ڏيهن (Airyana Vaejo) هو، جنهن جي اکرن معنيٰ آهي اهو هنڌ جتي آرين (ايران وارن آرين) جو ٻج (اصل نسل) پيدا ٿيو، ۽ اهو سرڳ يا بهشت سڏيو ويو آهي. پروفيسر سپيءَ گل جنهن "زنداوستا" جو ترجمو ڪيو آهي، تنهن جي خيال موجب اهو ملڪ ايران جي مٿاهين پٽ جي بنهه اوڀر طرف هو. جتان آڪسس (آموُ درياءُ ۽ جئڪسارٽس نديون نڪرن ٿيون پر ٻيا عالم سندس اها راءِ قبول نٿا ڪن. هن لاءِ هي سبب آهي ته پارسين جي ويندِيد جي فردگرد (اڌياءَ) پهرئين ۾ ايرانين جي بهشت ("ائرين ويئجو") بابت چيل آهي ته اُتي ڏهه مهينا سيارو ٿئي ٿو ۽ ٻيا ٻه مهينا اونهارو. اونهاري ۾ به ٿڌ ايتري پوي ٿي، جو پاڻي به پارو ٿيو وڃي، ڌرتي ٺريو وڃي، وڻ ٺريو وڃن ۽ پوءِ چؤطرف برف پوندي آهي ته مها ڀيانڪ مصيبت پيدا ٿيندي آهي.

جئڪسارٽس ۽ آڪسس نديون جتان نڪرن ٿيون تتي ايتري ٿڌ ٿيندي ڪانهي، تنهنڪري ڊاڪٽر مارٽن هاگ ۽ ٻين عالمن جي راءِ آهي ته آڳاٽا آريه لوڪ انهيءَ ڪان به پر پرو اتر ڏي رهندا هئا. لوڪمانيه تلڪ جيتوڻيڪ ميرو پربت بابت ٻڌائي ڪونه سگهيو آهي ته اهو ڪهڙي هنڌ هو؛ ته به ايترو چيو اٿس، ته آڳاٽا آريه مطلب ته .لوڪ رشيا يا اسڪئنڊينيو يا اتر ڏي نه، پر سئبيريا جي اتر ڏي هئا لوڪمانيه تلڪ ۽ ڪيترا يوروپي عالم ايتري قدر متفق راءِ آهن، ته آڳاٽن آرين جو اصلوڪو ماڳ آرڪٽڪ، سرڪل يا پولو ريجن ۾ هو؛ باقي رڳو هيءُ تفاوت آهي ته پروفيسر پينڪا ۽ ڊاڪٽر واڊل پارا چون ٿا ته پورب جي اتر وارو پاسو جو اتر قطب ڏي آهي، سو آرين جو اصلوڪو ماڳ هو، ۽ اتان پڇم جي سيٽا پورب ڏي ڦهلي. لوڪمانيه جي راءِ موجب ايشيا کنڊ جو اتر وارو(سئبيريا

جومٿيون پاسو) جو اتر قطب ڏي آهي، سو آرين جو اصلوڪو ماڳ هو. ٻنهي مان ڪنهن جي راءِ وڌيڪ وزن لهڻو تنهن باري ۾ هيءَ ڳالهه ڏيان ۾ رکڻ گهرجي ته اهڙي ڪا ثابتي هيستائين ملي ڪانهي، جنهن مان ائين سمجهڻ ۾ اچي، ته يورپ جي سڀتا جو ڦهلاءُ پورب تائين ٿيو. اٽلندو هيئن ثابت ٿيو آهي ته يورپ جي سڀيتا جو بنياد ايشيا وارن وڌو ۽ پوءِ به يورپ جي ماڻهن ايشيا، خاص ڪري هندستان مان گهڻو ئي پئي پرايو

هن باري ۾ هيءَ مکيه ڳالهه ڌيان ۾ رکڻ گهرجي ته سڀ ڪنهن ملڪ جي سڀيتا اول ٻوليءَ سان شروع ٿئي ٿي. يورپ کي ٻولي ڪٿان ملي؟ جيڪڏهن سنسڪرت ٻولي يوروپي ٻولين جي ماءُ نه ٿئي ته وڏي ڀيڻ ته بيشڪ ٿئي، ۽ سنسڪرت هندستان جي ٻولي آهي، جنهنڪري چئبو ته يورپ کي ٻولي پوربي بنياد واري ملي آهي. خود انگريزي آئويٽا به ديوناگري اکرن تان نهيل آهي، جا ڳالهه سر مونيئر وليمس پنهنجي جوڙيل سنسڪرت ڊڪشنريءَ جي ديباچي ۾ ڄاڻائي آهي. قديم ديوناگري اکر هاڻوڪي کان گهڻو ڦريل هئا، ۽ انهن ڦري ڪيئن هاڻوڪي انگريزي آئيويٽا جي صورت ورتي، سا ڳالهه به اکرن جون تصويرون ڏيئي سمجهائي اٿس. هيءَ ڳالهه به عالم آشڪار آهي ته مغرب (يورپ) ڏي ڪوبه اوتار پيدا ٿيو ئي ڪونهي. حضرت عيسيٰ، حضرت موسيٰ، حضرت محمد ﷺ، زردشت (زورئسٽر)، سري رامچندر، سري ڪرشن، ڪانفيوشس ۽ ٻيا اوتار ۽ پيغمبر سڀ پورب ۾ ئي گذريا آهن. يوروپي لوڪن کي بائيبل يا انجيل به ايشيا مان مليو، ته مذهب به ايشيا مان ملين. سر مونيئر وليمس اهي ڳالهيون ڄاڻائي ائين به چيو آهي ته انگن جا نالا ۽ ڏهائيءَ جي ترتيب به هنن هندستان مان پرايا. پاڻ صاحب چيو آهي ته جيئن سج ايرندو ئي ايرندي کان آهي تيئن سڀيتا جو سج به اول پورب (ايشيا) ۾ ايريو، جنهن مان پوءِ پڇم يا مغرب (يورپ) کي روشنائي ملي؛ بلڪ سڄي انسان ذات پورب منجهان ئي پرايو. سن 1882ع ۾ پروفيسر مئڪس ملر کليو کلايو قبول ڪيو ته اسين يوروپي لوڪ پورب کان آيا آهيون، ۽ سڀ جيڪي قيمتي سمجهون ٿا، سو پورب مان پرايو اٿئون.

گرم صاحب جنهن علم لغات جا اصول يا ترتيب بيهاريا هئا، جنهنکري اهي اڃ تائين سندس نالي پنيان ”گرم جا قاعدا“ (Grimm's Laws) سڏجن ٿا، تنهن جو به اهو چوڻ هو تہ، يورپ جون سڀ قومون اصل آيون ئي ايشيا کان آهن.“

لوڪمانيہ تلڪ کان اڳ جرمنيءَ جي عالم پروفيسر پينڪا ڄاڻايو هو تہ آڳاٽا آريہ لوڪ اصل اتر ڏي رهندا هئا ۽ سندن اصلوڪو ماڳ يورپ جي اتر قطب ڏي اسڪئنڊينيويا ڏي هو. هاڻ معلوم ٿيو آهي تہ اسڪئنڊينيويا جا رهاڪو آڳاٽن لفظ اصل ۾ (Scandinavia) ”هندو کترين جو اولاد آهن. خود ”اسڪئنڊينيويا سنسڪرت لفظ ”سڪند نايي“ (سڪنڌ ناوي) آهي، ۽ معنيٰ اٿس ”مکيہ يا جنگي سڪئنڊينيويا جي آڳاٽن ماڻهن جا ڌرمي (Scand Chiefs or Warrior Chiefs) ”سردار سڏجن ٿا. اهو ”ايد“ اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ ”ويد“ ۽ (Edda) ”پيستڪ ”ايد .ويد هندن جا ڌرمي پستڪ آهن

سئبريا ۽ فنلئنڊ ۾ هن وقت جيڪي ”سموئيڊس“ (Samoyedes) آهن، سي اصل ۾ سمايدو“ آهن، يعني اهي سما راجپوت آهن، جي اصل ”يادو ونسي“ (جادو ونسي) ڪل مان هئا، جن مان سري ڪرشن پيدا ٿيو هو. سنڌ ۾ سومرن ڪانپوءِ جن سمن حاڪمن راڄ ڪيو، سي بہ سما راجپوت هئا، ۽ انهيءَ ساڳئي جادو ونسي ڪل مان هئا. سئبيريا ۽ فنلئنڊ ۾ ”شوڊ“ (Tchoudes) بہ آهن، ۽ اهي بہ ”جود“ يعني راجا يدو (جدو) جو اولاد آهن، تنهنکري اهي بہ جادو ونسي ڪل جا آهن“. انهن ٻنهي قومن جي ٻولين جي بہ هڪ ٻئي سان گهٽي نسبت آهي. هي حقيقتون ڪرنل ٽاڊ پنهنجي جوڙيل ”راجستان جي احوال“ ۾ ڄاڻايون آهن. انهن حقيقتن مان ائين وسهڻ لاءِ سبب ٿئي ٿو تہ لوڪمانيہ تلڪ جو قياس سچو هو تہ آڳاٽن آرين جو اصلوڪو ماڳ (ميرو پربت وارو پاسو) سئبيريا جي اُتر ڏي آرڪٽڪ ريجن ۾ هو، جتان پوءِ ڪي آريا لوڪ يورپ جي اتر ڏي فنلئنڊ ۽ اسڪئنڊينيويا ڏي ٽڙي

پکڙجي ويا. اهو پاسو هندو ڪترين وسايو، ۽ برهمڻن وري جرمنيءَ وارو پاسو وسايو، جنهنڪري اهي ”جرمن“ يعني ”شرمن“ (شرما) سڏجڻ ۾ آيا. وقتي براهمڻ ۽ کتري انهن پاسن ڏي پوءِ ويا هجن، پر پراڻن مان ايترو ظاهر آهي ته قديم زماني ۾ ئي هندستان جي ماڻهن ۽ ميرو پربت طرف جي رهاڪن جي هڪ ٻئي سان لهه وچڙ هئي، جنهنڪري وشوامتر ميرو پربت کان آيو هو، ۽ اتهاس (تاريخ) واري زماني ۾ پاندون جو پاءُ ارجن ميرو پربت ڏي ويو هو.

**اتر قطب طرف هندن جي حڪومت:** آرين جي سڀيتا جي شروعات بابت ڪيترا اُهڃاڻ رگ ويد مان ملن ٿا؛ پر پراڻن ۾ اهڙي ڪا ڳالهه آهي ئي ڪانه، جنهن مان ائين سمجهڻ ۾ اچي ته سندين سڀيتا جي شروعات انهيءَ وقت ٿي هئي، جنهن وقت هو ميرو پربت تي رهندا هئا. اڳاڻن آرين جا جيڪي احوال جيڪي پراڻن ۾ ڏنل آهن، تن مان پڌرو آهي ته جنهن وقت هو ميرو (سمير) پربت تي رهندا هئا، تنهن وقت ئي نهايت ڪليل دماغ وارا هئا. ۽ اهڙا ته زور هئا، جو اتي پنهنجي بادشاهي ڪري وينا هئا. سندن بادشاهت جي حدن مان ائين سمجهڻ ۾ اچي ٿو ته ان وقت به هو سلطنت شاهي (Imperialism) جا ڪوڏيا هئا. ۽ ٻين کي پنهنجي تابعي ڪري پاڻ سيني جي مٿان حاڪم ٿي وينا هئا.

مٿي اڳي ئي چيو ويو آهي ته پراڻن پٽاندر سڄي دنيا ستن دوپين (ٻيٽن يا کنڊن) ۾ ورهايل آهي ۽ انهن جو مرڪز جمون دويپ هو، جنهن جي وچ ۾ ميروپربت هو. انهيءَ جمون دويپ بابت پراڻن مان هيءَ حقيقت ملي ٿي ته ڪنهن قديم زماني ۾ اُتي راجا پريه ورت راڄ ڪندو هو. ڪائنس پوءِ سندس پٽ راجا اگني ڌر جمون دويپ کي نون ورشن يا ڀاڱن ۾ ورهائي، اهي ورشن پنهنجن نون پٽن کي ڏنا. ائين سندس هرهڪ پٽ کي هڪ ورش مليو، جن مان هڪڙو ڀارت ورش (هندستان) هو، جو هماليه جبل جي ڏکڻ ۾ آهي، ۽ سيني ۾ ڏاکڻو ورش اهو آهي.

”ڀارت ورش، اُتر ڪرو، ڀدراشو ۽ ڪيتومال — اهي چارئي ورشن جبلن جي قطارن جي ٻاهرئين پاسي آهن“ (وشنو پراڻ).

* "If we agree with the view of Mr. B.G. Tilak expressed in his "Orion," and place the ancient home of the Aryan races in the circumpolar regions (which were habitable in 8000-1000 B.C.), the significance of the names of the cardinal points becomes easy of understanding, There, the sun would rise into view (at the beginning of each new year) after a dawn lasting for several days. The orb would not be seen to rise in east, but a little to the south i.e. South-West. The autumnal sun would set in the South-West, after which the long night would follow. Originally دکشڻ (ڏکڻ) must have signified the direction in which the sun rose (and set also), but in course of time when the four cardinal points were definitely defined, the south got the name دکشڻ (ڏکڻ) in rememberance of the fact that the sun moved from the front to the right in his circular motion along the horizon in the Arctic regions. "Modern Review, August 1912.

* "These uniquely precious historical documents (the Puranas) extending to many hundreds of pages of manuscripts, have been down through to centuries neglectged, and wholly appreciated as to their historical significane," Dr. L. A. Waddel: The Markers of Civilization in race and History, preface VIII.

** The reference to the Isutre of the mountain is specially interesting, in as much as in all probability, it is a description of the splendour of the Aurora Borealis visible at the North Pole." B.G. Tilak: The Arctic Home in the Vedas, pp. 69-70.

*** Dr. A.C. Das: Rag Vedic India, p. 395.

* Vishnu puran, Wilson's Translation, Vol. II, pp. 101-118.

** Special places Aisyana Vaejo "In the farthest east of the Iranian plateau in the region where the Oxus and Jaxartes take their rise."

*** Dr. Martin Haug: Esasys on the Sacred Language. Writings and Religion of the Parsis, P. 292.

* " But considering the fact that the traditions of the original Polar home are better preserved in the sacred books of the Brahmans and Parsis, it is not unlikely that the parlmaeval home was located to the north of Russia and Scandinavia," Sjt. B.G. Tilak: The Arctic Home in the Vedas. P.418.

** "If the evidences of Saxon Colonization in this island (Great Britain) are strong both from language, and political institutions, the evidences are still more decisive in the parallel case of an Indian colonization of Greece-not only her language but her philosophy, her religion, her rivers, her mountains and her tribes, her subtle turn of intellect, her political institutes, and above all, the mysteries of that noble land, irresistibly prove her colonization from India, "Pococke: India in Greece.

* " Europe has learnt to perceive that in imparting some of the benefits of her modern civilization to Eastern races, she is only making a just return for the lessons imparted to her by Asiatic wisdom in past ages. For did she not receive her Bible and her religion from an Eastern people? Did not her system of counting by twelves and sixties come to her from Babylonia, and her invaluabl numerical symbols and decimal notation from India through the Arabs? Did not even her languages have their origin in a common Eastern parent?" Sir Moniar-william's Sanskrit-English Dictionary, Preface PP. XXII-XXIII.

** "The path of the sun must be the path of culture. In Asia, Pott declares, or nowhere was the school-hose where the families of mankind were trained."

Quoted by Dr. A.C. Das: Reg Vedic India, p. 357.

*** " We all come from the East-all that we value most has come to us from the East," Prof. Max Muller: what canIndia teach us? Pp. 31-32.

* "All the nations of Europe migrated anciently from Asia." Jacob Grimm.

** The Scandinavians are the descendants of Hindu Kshatriyas. The term Scandianavian and the Hindu "Kshatria" or the warrior caste, are identical, 'the former being a Sanskrit equivalent for the latter: "Scanda Nabhia" (Scanda Navi) signifies Scanda Chiefs (Warrior Chiefs). Har Bilas Sarda: Hindu Superiority, p. 134.

*** We can scarcely question derivation of the Edda (the religious books of Ancient Scandinavia) from the Vedas." Count Bjornst Jerna: Theogony of the Hindus, p. 108.

**** "The Samoyedes and Tchoudes of Siberia and Finland are really Samayadus and Joudes of India. The languages of the two former races are said to have a strong affinity and are classed as Hindu-Germanic by Klaproth, the author of "Asia Polyglotta," Tod's Rajasthana: Vol. I. p. 68.

* Wilson's Translation of the Vishnu Puran, Vol. II, pp. 101, 110, 114, 116—123.

هي حقيقتون، جي وشنو پراڻ مان ڏنيون وييون آهن، سي صفا ئي صفا تاريخ ۽ جاگرافيءَ جون ڳالهيون آهن: انهن ۾ نکا کا تمثيل رکيل آهي، نکا کا ڏند کٿا گڏيل مسيل آهي. هنن حقيقتن تي ٿوروئي ويچار ڪجي ٿو ته انهن مان هيٺيون ڳالهيون ظاهر ٿين ٿيون:

(1) پراڻن پٿاندر سيني آڳاٽن راجائن جو اصل نسل منو پڳوان سان وڃي لڳي ٿو، جنهن بابت چيل آهي ته کيس نو پٽ هئا. تاريخ جي خيال وچان انهن نون

پٽن مان هڪڙو مکيہ پٽ راجا پريہ ورت هو، جو سڄي جمون دويپ جو حاڪم هو، ۽ ڀارت ورش (هندستان) بہ سندس حڪومت هيٺ هو.

رگ ويد ۾ ڪيترن هنڌ آرين ۽ اڻ آرين جي وچ ۾ جنگين لڳڻ جو ذڪر آهي. اهو جنگين جو احوال شايد انهيءَ قديم زماني جو آهي، جنهن زماني ۾ راجا پريہ ورت ڀارت ورش (هندستان) پنهنجي قبضي ڪرڻ تي چاهيون؛ پر اڻ آريہ قومن ڪيس پنهنجي ملڪ سترو هٿ ڪرڻ نٿي ڏنو. آرين جو هندستان ۾ ڀهريائين ڀهريائين اچڻ انهن جنگين وقت ٿيو هوندو.

(2) راجا پريہ ورت ڪانپوءِ سندس پٽ راجا اگني ڌر سڄي جمون دويپ ڪي نون ورشن ۾ ورهائي، هرهڪ ورش پنهنجي پٽ کي ڏنو، تہ پٽن سان گڏ ضرور ٻيا بہ آريہ لوڪ ميرو پربت يا جمون دويپ جي ٻئي ڪنهن ڀاڱي کان ڀارت ورش ۾ آيا هوندا، ۽ رڳو پاڻ هڪ ڇٽو ڪونہ آيو هوندو. انهيءَ سبب ڇئبو تہ آرين جي ٻي وڏي ٽولي راجا اگني ڌر جي پٽ جي وقت ۾ هندستان ۾ آئي هوندي.

(3) منو ڀڳوان جو ٻيو مکيہ پٽ راجا اڪشواڪو هو، جنهن بابت اتهاسن ۽ پراڻن ۾ چاٽايل آهي تہ هن ايوڌيا هاڻوڪي ائوڌ) ۾ اچي راڄ ڪيو، ۽ سورجونسي گهراڻي جو بنياد وڌائين، جنهن مان پوءِ سري رامچندر پيدا ٿيو.

جنهن صورت ۾ سڄو ڀارت ورش اڳي ئي راڇا پريہ ورت ۽ ڪائنس پوءِ سندس پٽ راجا اگني ڌر جي تابعي هو، تنهن صورت ۾ ڇئبو تہ انهن آرين جا راجا اڪشواڪوءَ کي ايوڌيا ۾ سترو پير کوڙڻ ڪونہ ڏنو هوندو. رگ ويد ۾ نہ رڳو آرين ۽ اڻ آرين جي وچ ۾، پر هڪڙن آرين ۽ ٻين آرين جي وچ ۾ بہ، جنگين لڳڻ جو ذڪر آهي. هن منجهان اهو ئي انومان ڪيبو تہ آرين جو هي ٽيون ڪٽڪ راجا اڪشواڪوءَ جي وقت ۾ هندستان ۾ آيو هو، ۽ ان وقت بہ شايد جنگيون لڳيون هيون.

(4) ”اِلا“ (Illa) منو ڀڳوان جي ٽئين مکيہ پٽ جو نالو هو، جنهن بابت چيل آهي تہ
هو پوءِ مرد مان ڦري زال ٿيو هو. اِلا جو ناميارو پٽ راجا پرورس هو، جنهن
پرتيستان (هاڻوڪي الله آباد) ۾ اچي راڄ ڪيو، ۽ چندرونسي گهراڻي جو بنياد

وڏائين. انهيءَ گهراڻي وارا "الا" جو اولاد هئا، تنهنڪري "آئل" (اِلا جو اولاد) سڏبا هئا. اهي ئي "آئل" آريہ لوڪ هئا، جن سنڌو ماٿر اچي وسائي. اهي "آئل" ڪٿان آيا؟ پراڻن مان پڌرو اهي تہ آهي نڪي اصل هندستان جا رهاڪو هئا، نڪي وچ ايشيا جا وينل هئا؛ پر سندن گهراڻي جو بنياد وجهندڙ راجا پروروس ميرو پربت ڪان هماليہ جبل وارا لڪ لتاڙي هندستان ۾ آيو هو. مسٽر پارجيٽر ڪلڪتي هاءِ ڪورٽ جي جج، هندن جي پراڻن مان جيڪي تاريخي احوال سوڌي ڪڍيا آهن، تن ۾ ائين ئي ڄاڻايو اٿس.

حاصل مطلب تہ انهيءَ ڳالهہ ۾ مين ميک آهي ئي ڪونہ تہ سڀ قديم آريہ لوڪ نہ، تہ بہ منجهائن گهڻا اتر قطب طرف رهندا هئا، جتي جي سخت ٿڌ جو ذڪر هندن، پارسين ۽ ڪيلٽڪ قومن جي ڌرمي پستڪن ۾ ڏند ڪٿائن ۾ آهي. اسان جي سنڌي ٻوليءَ مان بہ اهائي ثابتي ملي ٿي تہ "اُتر" ۽ "ڏکڻ" لفظ نهيل ئي ان وقت جا آهن، جنهن وقت آريہ لوڪ اتر قطب طرف ميرو پربت تي رهندا هئا (صفحو 92 کان 96). "سنسڪرت" ۽ "ديوناگري" لفظن بابت ويچار، جي هن ڪتاب ۾ ٻئي هنڌ ڄاڻايا ويا آهن، تن مان بہ پڙهندڙ سمجهي سگهندا تہ سنسڪرت ٻولي ڳالهائڻ جو رواج اصل اُتر قطب طرف هو، ۽ ديوناگري ائيوٽا، جا اڳي "براهمي" لپي سڏبي هئي، سا اصل جڙي ئي ميرو پربت تي هئي. ايترو چئبو تہ ممڪن آهي تہ اتر قطب کان وٺي، ڏاکڻي طرف، هماليہ جبل جي ترائين، بلڪ هاڻوڪي هندستان جي حدن تائين، ڪيترا آريہ لوڪ ٽڙيل پکڙيل هئا، ۽ اهو سمورو ملڪ پراڻن پٽاندر "جمون دويپ" سڏبو هو. انهيءَ هيڏي ساري ايراضيءَ ۾ ٻوليءَ ۾ ضرور ڪجهہ نہ ڪجهہ تفاوت ٿيندو. رگ ويد ۾ ڄاڻايل آهي تہ آڳاٽن آرين جي ٻوليءَ بلڪ ڌرم ڪرم ۽ ريتن رسمن ۾ بہ ڦيرو هو. اهي سڀ ڳالهيون ڳڻي چئبو تہ ڊاڪٽر انباش چندر داس پارا، جي چون ٿا تہ آريہ اصل "سپت سنڌوءَ" (سنڌو ماٿر جي ستن دريائن وارن ڪنارن) جا رهاڪو هئا، يا جيڪي چون ٿا تہ قديم آريا لوڪ اصل تبيٽ يا ڪشمير جا رهاڪو هئا. تن جي ڳالهہ نسوري غلط نہ چئبي. قديم آرين مان ڪي جمون دويپ ۾ انهن حدن تائين

ٽڙيل پکڙيل هئا ته انهيءَ ۾ عجب ڪونهي؛ پر سنڌن ”اصلوڪو ماڳ“ (Original Home) جنهن کي چئجي، سو جمون دويپ جو اتر قطب وارو پاسو هو، جتان جدا جدا وقتن تي ٽوليون ٽوليون ٿي هندستان ۾ آيا هئا.

ٻولين جي ڪوجنائن مان به يوروپي عالمن کي ائين وسهڻ لاءِ سبب ٿيو آهي ته سڀ آريا لوڪ گڏ ڪونه آيا هئا، پر جدا جدا وقتن تي ٽوليون ٽوليون ٿي آيا هئا، جنهنڪري سنڌن ٻوليءَ ۾ ڪي تفاوت هئا. هيءَ حقيقت جيمس صاحب پنهنجي جوڙيل ڏيهي آريه ٻولين جي گرامر جي جلد پهرئين ۾، ۽ سر گريئرسن پنهنجي جوڙيل ”لنگئسٽڪ سروي آف انڊيا“ جي جلد پهرئين ۾ ڄاڻائي آهي.

**آرين جي ڏار ٿيڻ جو سبب**: قديم هندن، ايرانين، يونانين وغيره جا ابا ڏاڏا ميرو پربت طرف گڏ، يا هڪ ٻئي جي ويجهو رهندا هئا، ته پوءِ هڪ ٻئي کان ڌار ڇو ٿيا، سا ڳالهه ڪنهن به ڪتاب ۾ لکيل ڪانهي. ڪرستان ۽ مسلمانن جي ديني ڪتابن ۾ ايترو لکيل آهي ته ڪنهن قديم زماني ۾ سخت طوفان لڳا هئا ۽ ٻوڏون ٿيون هيون، ۽ پوءِ حضرت نوح رح وري دنيا کي آباد ڪيو هو. اها اوڳا يا مها پرلئه جي ڳالهه مها يارت ۽ پراڻن ۾، توڙي يجر ويد جي پنيان جيڪو شتپٿ براهمڻ گرنٿ آهي، تنهن ۾ لکيل آهي، ۽ ائين چيل آهي ته ”منو ڀڳوان وري دنيا کي آباد ڪيو هو.“ ڪيترن عالمن هيءُ رايو ظاهر ڪيو آهي ته اها مها پرلئه جي ڳالهه هڪ ٻئي جي ڌرمي پستڪن تان نقل ڪري نه لکي اٿن؛ پر سڀني قديم قومن کي انهيءَ مها ياري ٻوڏ جي سڌ هئي. اها الاهي آفت دنيا جي مٿان ڪڏهن ڪڙڪي، تنهن جي نسبت يا سن ڪنهن به ڌرمي پستڪ ۾ ڄاڻايل ڪونهي.

رگ ويد ۾ هن ٻوڏ جو ذرو به ذڪر ڪونهي؛ پر يجر ويد جي پنيان ڏنل شتپٿ براهمڻ گرنٿ ۾ توڙي مها يارت ۽ پراڻن ۾ آهي. اهو جيتوڻيڪ جيالاجيڪل ڪاتي وارن کي ڪوجنائن ڪرڻ سان معلوم ٿيو آهي ته عيسوي سن کان اٽڪل اٺ – ڏهه هزار ورهيه اڳي، برفاني ڇپن نهڻ واري زماني ۾ (Glacial Period) نهايت گهڻي برف پيئي هئي، جنهن جي رجڻ ڪري نهايت گهڻي ٻوڙ

ٻوڙان ٿي هئي، جو جنسي پرلئه ٿي ويئي هئي. عيسائين جو انجيل، جو گهڻو پوءِ جو لکيل آهي، تنهن جي پيدائش جي ڪتاب جي باب ستين آيت 11 ۽ 12 (Genesis, VII, 11-12) ۾ لکيل آهي ته حضرت نوح رحه جڏهن ڇهه سو ورهين جي ڄمار جو هو، تڏهن چاليهه ڏينهن ۽ چاليهه راتيون ساندهه اجهل برسات پيئي هئي، جنهنڪري پرلئه ٿي هئي. بئبلونيا ۽ مصر ملڪ جي اتهاسن موجب به برسات سبب مها پرلئه ٿي هئي ۽ اها برسات فقط ٿي ڏينهن هلي هئي. انهن اختلافن مان ائين سمجهڻ ۾ پيو اچي ته مها پرلئه هڪڙو پيرو نه، پر گهڻا گهمرا ٿي هئي، جنهنڪري ڌرمي پستڪن ۾ هڪڙيءَ طرح ته ٻين ۾ ٻيءَ طرح ڄاڻايل آهي. بهرحال ائين پيو ڀانئجي ته اهڙيءَ هڪ نه ٻيءَ ٻوڏ سبب ڪيترين قومن کي پنهنجو اصلوڪو ماڳ ڇڏڻو پيو هو ۽ ماڻهو دربدر ٿيا هئا. ممڪن آهي ته اِنهيءَ الاهي آفت جي وقت اتر قطب طرف رهندڙ آريه لوڪ به هڪ ٻئي کان ڌار ٿيا. منجهائن ڪي يورپ ته ڪي ايران ۽ هندستان ڏي ويا ۽ جدا جدا هنڌن ۾ پنهنجا ماڳ جوڙي ويٺا، ته انهن هنڌ سندين ٻوليءَ پنهنجي پنهنجي نموني واڌارو ڪيو، جنهنڪري سنسڪرت، ايراني ۽ يوروپي ٻوليون هينئر هڪ ٻئي .کان گهڻو علحديون نظر اچن ٿيون، نه ته اصل ٻڻ بنياد هڪڙو اٿن

مها ڀارت جي شانتي ۽ پرو ۽ ٻين ڌرمي پستڪن مان حوالا ڏيئي، لوڪمانيه تلڪ ڄاڻايو آهي ته انهيءَ مها پرلئه ٿيڻ وقت هندن جا ويد ۽ اتهاس گم ٿي ويا. پوءِ رشين کي جيتري قدر ويدن ۽ اتهاسن وارو مضمون تپسيا جي ٻل تي ياد پيو، تيتري قدر وري لکيائون. پروفيسر رئيس پروفيسر مئڪس ملر ۽ ٻين ڪيترن يوروپي عالمن ڄاڻايو آهي ته قديم آرين جو حافظو حيرت جهڙو هو، ۽ اڄ به هزارين اهڙا پنڊت آهن، جو جيڪڏهن سڀ ويد ۽ اتهاس گم ٿي وڃن، ته جيڪر وري اکر به اکر اهي سڀ لکي وڃن. انهيءَ هوندي به چئبو ته هن وقت سڀ آڳاٽا منتر اسان وٽ ڪينهن.

پهريون عالم ڊاڪٽر مارٽن هاگ هو، جنهن ڄاڻايو ته رگ ويد جي هاڻوڪن منترن کان به ڪي آڳاٽا منتر هئا، جي "نود" (Nivid) "نگد" (Nigada) سڏبا هئا. اها ڳالهه لومانيه تلڪ، ڊاڪٽر انباش چندرداس ۽ ٻين ڏيهي عالمن قبولي آهي.

خود رگ ويد ۾ ”نود“ لفظ ڪيترن هنڌ ڪم آيل آهي، ۽ نودن بابت چيل آهي ته آڳاٽا منتر اهي هئا (رگ ويد منڊل پهريون، سوڪت 89 منتر 3، ۽ منڊل ڇهون 6،36). رگ ويد جي پنيان جيڪو ائتريي براهمڻ گرنٿ آهي، تنهن ۾ به نودن جو ذڪر آهي (ائتريي براهمڻ ڪانڊ ٻيو، پرپاٺڪ 33-34). اهي آڳاٽا نود ۽ نگد هاڻ گهڻو ڪري سڀ گم آهن، پر انهن مان ڪي اجا تائين يجر ويد، براهمڻ گرنٿن ۽ سؤترن ۾ آهن ۽ انهن جي ٻولي رگ ويد جي ٻوليءَ کان گهڻو آڳاٽي آهي. اهي نود ۽ نگد مها پرلئه جي وقت گم ٿيل چوڻ ۾ اچن ٿا، تنهن مان ظاهر آهي ته جڏهن اتر قطب وارو پاسو وسيل هو تڏهن به هندن وٽ ويد هئا، جنهنڪري هندو حق تي چون ٿا ته ويد انادي آهن.

**آرين جو ٽڙي پکڙي وڃڻ:** جيالاجيڪل ڪاتي وارن جي چوڻ موجب عيسوي سن کان اَٺ ڏهه هزار ورهيه اڳي اتر قطب طرف ججهي برف پوڻ سبب مها پرلئه ٿي هئي. انهيءَ قديم زماني جا ڪي ڪتاب موجود ڪينهن، تنهنڪري پڪ سان چئي نٿو سگهجي ته ميرو پربت (سئبيريا جي اتر طرف) وارن آرين لاءِ جڏهن اتي رهڻ ناممڪن ٿي پيو، تڏهن ڪهڙن ڪهڙن پاسن ڏي ٽڙي پکڙي ويا. انهيءَ هوندي به جيڪي حقيقتون هن وقت تائين معلوم ٿيون آهن، تن جي وسيلي هن ڳالهه تي گهڻي روشني وجهي سگهجي ٿي.

هندن جي پراڻن مان ايترو ظاهر آهي ته ڪي آريا لوڪ ميرو پربت کان هماليه جبل وارا لڪ لتاڙي هندستان ۾ آيا هئا. رگ ويد مان معلوم ٿئي ٿو ته يدو (جادؤ ونسي) ۽ تروسو آريه لوڪ سمنڊ جي رستي آيا هئا (رگ ويد منڊل ڇهون، سوڪت 20، رچنا 12) يدو ۽ تروسو آرين بابت ڪيترن يوروپي عالمن ڄاڻايو آهي ته اهي بئبلونيا (بابل) کان آيا هئا. رئگوزن پنهنجي جوڙيل ڪتاب ”ويدڪ انڊيا“ ۾ ڄاڻايو آهي ته تروسو آرين مان ڪي بئبلونيا طرف هميشه لاءِ رهي پيا، ۽ اهي پوءِ توراني لوڪ سڏجڻ ۾ آيا. پراڻن ۾ اهي پرشٽ ٿيل ليکيا ويا آهن. يدو ۽ تروسو آريه لوڪ ميرو پربت کان سڌو بئبلونيا ڏي ويا، يا هندستان ۾ اچڻ کانپوءِ اوڏاهين ويا، تنهن لاءِ ڪابه ثابتي ڪانهي.

سئبيريا جي اتر کان ميرو پربت وٺان، يورپ ڏي وڃڻ لاءِ سولي واٽ اسڪئنڊينيويا کان آهي، تنهنڪري ائين سمجهجي ٿو ته ڪي آريه لوڪ اها واٽ وٺي، يورپ جي جدا جدا ڀاڱن ڏي ٽڙي پکڙي ويا؛ پر منجهائن ڪي هيٺ لهي، وچ ايشيا ۽ الهندي ايشيا ڏي ميسوپوٽيميا ۽ بئبلونيا ڏي به ويا. اهو انومان هن ڳالهه مان ڪڍجي ٿو، جو سن 1905-1906ع ۾ ايشيا مائنر جي ڪئپڊوشيا طرف بوگهز ڪئي سان، ٻين شين مان گڏ، نارس قوم بابت هڪ ڪتاب آرڪيالاجيڪل کاتي وارن کي هٿ آيو هو. اسڪئنڊينيويا جا آڳاٽا رهاڪو "نارس" (Norse race) يعني اُتراڌي يا اتر طرف جا رهاڪو سڏبا هئا، ڇاڪاڻ ته اسڪئنڊينيويا يورپ جي بنهه اتر ڏي الهندي طرف آهي. اُتي جي رهاڪن جو ڪتاب هيڏانهن الهندي ايشيا طرف ڪئپڊوشيا مان لڌو، تنهن مان ائين پيو پائنجي ته ميرو پربت ڇڏڻ کان جيڪي اسڪئنڊينيويا ڏي ويا تن مان ڪي ٻين آرين سان گڏ ڪئپڊوشيا ڏي به آيا ۽ اهو ڪتاب انهن آندو هوندو. انهيءَ طرف سنڌو ماٿر جا آريه لوڪ پوءِ به پئي ويا، جنهن ڳالهه جو ذڪر "وڻج واپاري" جي احوال ڏيندي ڪبو. هتي رڳو ايترو ڄاڻائجي ٿو ته سنڌو ماٿر جا ڪي پڻي لوڪ سيميٽڪ قومن سان سنگ ڳنڍڻ ڪري "فنيشن" (Phoenicions) سڏجڻ ۾ آيا هئا. اهي فنيشن لوڪ اسڪئنڊينيويا ڏي به وڻج واپار لاءِ ويندا هئا. اهي فنيشن لوڪ اسڪئنڊينيو يا ڏي به وڻج واپار لاءِ ويندا هئا، ۽ انهن اهو ڪتاب اتان الهندي ايشيا ڏي آندو هوندو ته به عجب ڪونهي.

گذرين اڻويهين صديءَ ۾ آرڪيالاجيڪل کاتي وارن ايران جي الهندي طرف "ميديا" مان آرين جي ٻينڪن جا اُهڃاڻ لڌا، ۽ اهو به پتو پيو ته آرين جون ٻينڪون ميديا کان وٺي ميسوپوٽيميا ۽ بئبلونيا تائين هيون، ۽ اُتر آفريڪا وارن سان به مٿيون مائٽيون هيون، مطلب ته آريا لوڪ رڳو هندستان ۾ ڪين هئا، پر ٽڙيل پکڙيل هئا. جيڪي آريه لوڪ پوءِ هميشه لاءِ ايران ۾ رهيا، تن مان ڪيترا ڳچ وقت آريمينيا ۽ ميديا ۾ رهيا هئا، ۽ ڪن پنهنجون ٻينڪون ترڪستان جي ايرندي طرف وڌيون هيون، جيئن لئسن صاحب ڄاڻايو آهي.

ٻولين جي کوجنائن مان معلوم ٿيو آهي ته وچ ايشيا مان آريمينيا کان جيئن يورپ ڏي وججي ٿو، تئن انهي واٽ تي جيڪي ٻوليون هن وقت چالو آهن، تن جو ناتو يوروپي ٻولين سان وڏيڪ ۽ ايراني ٻولين ۽ سنسڪرت سان گهٽ آهي. وري جيئن آرمينيا کان ايران ۽ هندستان ڏي وججي ٿو، تيئن انهيءَ واٽ تي جيڪي ٻوليون چالو آهن، تن جو ناتو ايراني ٻولين ۽ سنسڪرت سان گهٽ آهي. وري جيئن آريمينيا کان ايران ۽ هندستان ڏي وججي ٿو، تيئن انهيءَ واٽ تي جيڪي ٻوليون چالو آهن، تن جو ناتو ايراني ٻولين ۽ سنسڪرت سان وڏيڪ ۽ يوروپي ٻولين سان گهٽ آهي، ائين چئڻ ته انهيءَ طرف جون ٻوليون اهو اهڃاڻ ڏين ٿيون ته ڪجهه وقت ڪيترن آرين جي سيپتا جو مرڪز آرمينيا وارو پاسو هو، جتان هڪڙا آريه لوڪ يورپ ڏي ته ٻيا ايران ۽ هندستان ڏي ويا. آرمينيا طرف ڪاٽيون آهن، تنهنڪري انومان ڪيائون، ته شايد ڌاتن مان باسڻن ۽ هٿيارن پنوهارن جوڙڻ جو هنر آريه لوڪ اتي سکيا. اتي ڳچ وقت گڏ رهڻ کانپوءِ ڪيترا آريه لوڪ بختر ۽ ايران جي جدا جدا پاسن ڏي ٽڙي پکڙي ويا. هن لاءِ هڪ لکيل ثابتي به آهي، جنهن جو ڪو ڏيان لهڻو.

سر وليم جونس جنهن سنسڪرت ٻوليءَ جو ناتو يوروپي ۽ قديم پارسي ٻوليءَ سان جاڻايو هو، تنهن کي "دابستان" نالي هڪ ڪتاب ڪشمير مان هٿ آيو هو، جو پوءِ پاڻ سان يورپ ڏي کڻي ويو هو. انهيءَ ۾ بختر جي بادشاهن جو پيڙهيءَ به پيڙهيءَ احوال ڏنل آهي. "دابستان" موجب راجا مهابدرنس جي ڪل جي پهرينءَ شاخ وارن سڪندراعظم جي ڪاهه کان پنج هزار ڇهه سؤ ورهيه اڳي بختر (باختر Bactria) ۾ راڄ پئي ڪيو. سڪندر اعظم عيسوي سن کان سوا ٽي سو ورهيه اڳي هندستان تي ڪاهيو هو، تنهنڪري چئبو ته عيسوي سن کان ڇهه هزار کن ورهيه اڳي بختر ۾ آرين پنهنجيءَ حڪومت جو بنياد وڌو هو، انهيءَ قديم زماني ۾ اجا ڪيترين قومن کي پنهنجي ٻت ڍڪڻ جو به هوش ڪونه هو، ته هنن آرين هتي بادشاهي پئي ڪمائي! دابستان ۾ ڄاڻايل بختر جي راجائن بابت هينئر هر ڪو عالم قبول ڪري ٿو ته اهي هندو هئا، جئن "مل" صاحب

جوڙيل هندستان جي تاريخ ۾ ڄاڻايل آهي. هھڙيون لکيل ثابتيون ڏسي يوروپي لوڪ قبول ڪرڻ لڳا آهن تہ هندن جي جهڙي آهي سپيتا آڳاٽي، تهڙو ئي آهي ڌرم آڳاٽو ۽ انهيءَ ڳالهہ ۾ دنيا جي ڪابہ قوم هندن سان ڪلهو هڻي ڪين سگهندي. هنن حقيقتن مان ائين بہ سمجهڻ ۾ اچي ٿو تہ دابستان ۾ ڄاڻايل هندو راڄائن جنهن وقت بختر ۾ راڄ پئي ڪيو، تنهن وقت تائين ايران وارا پارسي ۽ هندستان وارا آريا اڃا هڪ يڪي هندو قوم جا هئا. ايران وارن آرين بابت ڪي حقيقتون سندن ڌرمي پستڪن مان ملن ٿيون. ⁝

ڊاڪٽر مارٽن هاگ پارسين جي زنداوستا جو اونهو اڀياس ڪري، انهيءَ مان ڪي اندروني ثابتيون ڏنيون آهن. انهن اندروني ثابتين مان ظاهر آهي تہ پارسين جا ابا ڏاڏا اصل ٿڌي ملڪ جا رهاڪو هئا ۽ اُتي اڪثر چوپائي مال تي گذران ڪندا هئا. جڏهن آڪسس يا آمُو درياءَ ۽ جئڪسٽارٽس ندين جي وچ واري ملڪ ۽ بختر (باختر) جي مٿاهن پٽن ڏي آيا، تڏهن ٻني ٻارو ڪيائون، ۽ هڪ هنڌ ٿر ٿاڻُ ڪري وينا. منجهائن جيڪي اڃا مال تي گذران ڪندا هئا، تن ڪان سندن گذران جو نمونو ائين نرالو ٿيو. هن مان ڏسڻ ۾ ايندو تہ اصلوڪي ٿڌي ملڪ (ميرو پربت) ڇڏڻ ڪانپوءِ جڏهن ڪي آريہ لوڪ هن ايران واري پاسي آيا، تڏهن انهيءَ طرف جي ٻين قومن سان لهہ وچڙ ۾ اچڻ سبب سندن رهڻي ڪهڻيءَ ۽ ڌرمي خيالن ۾ ڦيرو پيو. جنهن ڪري هندو قوم ڪان پارسي قوم علحدي ٿي، نہ تہ انهن ٻنهي قومن وارا اصل آريہ لوڪ ۽ هندو براهمڻ هئا. هن ڳالهہ جو وڌيڪ ذڪر ڏار ڪجي ٿو تہ هندن جو پارسين سان ويجهو ناتو سمجهڻ سولو ٿئي. ⁝

**هندن ۽ پارسين جو ويجهو ناتو:** پارسين جو ڌرمي پستڪ يا ديني ڪتاب ”زنداوستا“ آهي، جو پهلوي ٻوليءَ ۾ لکيل آهي. اها ايران جي ”پهلو“ (پرٿين Parthians) لوڪن جي ٻولي هئي. رگ ويد جي منڊل ڇهين، سوڪت 27، رچنا 8 ۾ ”پارٿو“ (Parthava) نالو ڪم آيل آهي. اهي شايد ”پرٿين“ هئا، ۽ ”پرٿين“ نالي جو اُچار پوءِ ڦري ”پهلو“ (Pahlava) ٿيو. ⁝

رگ ويد جي منڊل ڏهين، سوڪت 33، رچنا 2 ۾ ”پرشو“ (Parciava) هئا، جن جو نالو ”پرشيا“ (ايران) تي پيل آهي. ڪي چون ٿا تہ ”پرشرام“ جنهن ايڪيهہ گهمرا ڪترين جو ونش ناس ڪيو هو، تنهن جو نالو ”پرشيا“ تي پيل آهي؛ پر اها ڳالهہ وسهڻ جهڙي ڪينهي. پرشرام گهڻو گهڻو پوءِ پيدا ٿيو هو.

مٿين حقيقتن مان ظاهر آهي تہ رگ ويد واري زماني ۾ ئي هندستان وارن آرين کي انهن ايراني قومن جي نالن جي سڌ هئي. انهيءَ سان گڏ هيءَ ڳالهہ بہ ڌيان ۾ رکڻ ضروري آهي تہ هندن جي رگ ويد جي ٻولي پارسين جي زنداوستا جي ٻوليءَ سان نهايت گهڻي مشابهت رکي ٿي. ٻنهي ڌرمي پستڪن ۾ ڪيترن ديوتائن جا نالا بہ ساڳيا ئي ساڳيا آهن. ڪيتريون ڏند ڪٿائون ۽ ٻيا ڌرمي خيال بہ جهڙا رگ ويد ۾ تهڙا پارسين جي زنداوستا ۾، تنهنڪري ائين وسهڻ لاءِ سبب ٿئي ٿو تہ يورپ وارن آرين کان ڌار ٿيڻ کانپوءِ ايران ۽ هندستان وارا آريہ لوڪ ڪنهن هڪ هنڌ گهڻو وقت گڏ رهيا هئا. جنهنڪري هڪ ٻئي وٽان ساڳيا ڌرمي خيال پرايائون. سنسڪرت ۽ ايراني ٻولين ۾ ڪي اهڙا لفظ بہ عام آهن، جي يوروپي ٻولين ۾ ڪينهن. مثلاً سنسڪرت ۾ ”باهو“ (ٻانهن) ۽ اشتر“ (اُٺ) آهن. هي ڳالهيون ڄاڻائين ٿيون تہ هندستان ۽ ايران وارن آرين جو هڪ ٻئي سان ويجهو ناتو هو. آرڪيالاجيڪل کاتي وارن جي کوجنائن مان ظاهر ٿيو آهي تہ ايران ۽ هندستان وارن آرين جون ٻينڪون ”ميديا“ کان وني ”بئبلونيا تائين هيون. جيتوڻيڪ اهي ٻينڪون رگ ويد واري زماني کان گهڻو گهڻو پوءِ جون پائنجن ٿيون، تہ بہ هيٺ ڄاڻايل حقيقتن مان ظاهر آهي تہ انهن ٻينڪن وجهڻ کان ئي اڳي هو هڪ ٻئي سان گهڻي رلمل ڪندا هئا، ۽ سندن پروهت يا گر براهمڻ بہ ساڳيا ئي هئا.

**بزرگن جا نالا:** هاڻوڪي سنسڪرت ۾ ”ڪوي“ معنيٰ شاعر، تنهنڪري اڄ ڪلهہ جيڪو بہ ماڻهو شعر چوي ٿو، سو ”ڪوي“ ڪونجي ٿو. سچ پچ تہ شاعر

اهو آهي، جنهن جو انيو ڪليل آهي ۽ اندرين درشتيءَ جو ورثو عطا ٿيل اٿس. قديم سنسڪرت واري زماني ۾ "ڪوي" اهو مها پرش سڏبو هو، جنهن کي جڏهن سرسوتي ٻٽولائيندي هئي يا الهام ٿيندو هو، تڏهن عجيب غريب ڳالهيون ۽ گيان جا گفتا بي اختيار سندس مک مان نڪرندا هئا، جن جو ٻڌندڙن تي جادوءَ جهڙو اثر ٿيندو هو. اهڙن ڪوين کي آڳاٽن آرين "رشي" سڏيو. رشين جي نالن اڳيان "مهراج" وغيره بدران "ڪوي" لفظ ڪم آڻيندا هئا. پارسين ۾ بہ اهو ئي دستور هو. اهي بہ پنهنجن پروهتن (ڪل جي براهمڻن يا پنڊتن) کي "ڪوي" ۽ "ڪرپن" ڪلپ ڪرائيندڙ يا سنڪلپ انهن جا ئي چيل آهن. (Songs)وناائيندڙ سڏيندا هئا. زنداوستا جا گاٿا ڳاهون (Kaviوڏي ڳالهہ تہ انهن ڪوين جا نالا ئي ساڳيا آهن. مثلاً ڪوي هسرو Husrava) اهو ساڳيو نالو آهي جنهن جو اُچار ايرانين ڦيرائي ڪيو آهي "ڪيخسرو"، "ڪوي ڪواٿ" بدران ايراني چون "ڪيڪباد"؛ ڪوي اُش" بدران . تاريخ موجب قديم (Kavi Vishtaspa)"ڪيڪائوس" ۽ "ڪوي وشتاسپ" جا حاڪم "ڪياني" بادشاهہ سڏيا ويا آهن، جن کي انگريزيءَ ۾ (Bactria)بختر ڪوٺيو اٿن. حقيقتاً اهو (Achaemenian Kings)لکيل تاريخن ۾ "ايڪمينين" آهي؛ ۽ (Achaemenians)انگريزي لفظ اصل ۾ ايراني لفظ "هنمامنش" "ڪياني" لفظ "ڪوي" مان نهيلآهي. ايران جا بادشاهہ آڳاٽن ڪوين (رشين) جو اولاد آهن، تنهنڪري اهو نالو پيو اٿن. ريتن رسمن وغيره جي هڪجهڙائي. اٿرون رشي ۽ انگيرس رشي آڳاٽن هندن کي اگني ۽ سوم جون پوڄائون ڪرائيندا هئا. زنداوستا ۾ بہ انهن ساڳين پوڄائن بلڪ انهن ساڳين رشين جا نالا آهن. هندن ۾ جيڪو رشي رگ ويد جا منتر اچاريندو هو، سو "هوتر" سڏيو هو. "هوتر" جو اچار سنڌيءَ ۾ آهي "هوت" جنهن مان "هوتچند ۽ هوت پنهون" آهي ۽ معنيٰ اٿس (Zaot)نالا نهيا آهن. زنداوستا ۾ "هوت" جو اچار "زئوت" پروهت يا پنڊت. جيئن هندن ۾ براهمڻ، کتري ۽ وئش آهن، تيئن پارسين ۾ هئا – جا (Vastrya Fshuyans) ۽ واشتر بہ فشيوشن(Rathaesthas)اٿرون، رٿيشت ڳالهہ ڊاڪٽر مارٽن هاگ ڄاڻائي آهي. اڄ بہ جيئن براهمڻن کان سواءِ ٻين کي

## ڪريا ڪرم ڪرائڻ جو حق ڪونهي، تيئن پارسين ۾ موبيدن (پروهتن) ڪان سواءِ ٻئي ڪنهن کي به اهو حق ڪونهي.*

---

* "What doies tradition say about the origin of the 'Ailas' or Aryans? It makes the Aila power begin at Allahabad, and yet distinctly suggests that they came from outside India. The legends and fables about the progenitor pruravas Aila all connect him with the middle Himalayan region." F.E. Pargiter: Ancient Indian Historical Tradition. P. 297.

* " The great Rishis, empowered by Swayandhu (the self- born), formerly obtained, through tapas (religious austerity) the Vedas and the itihasa, which had disappeared at the end of the (preceding) Yuga," Mahabharata, Shanti Parvan, Chapter 210. Vol. 19.

** " There are thousands of Brahmans even now, who know the whole of the Rig Veda by heart and can repeat it, and what applies to the Rig Vedas applies to many other books" Prof, Max Muller: what Can India Teach Us? P. 81.

*** "The Reg Vedic hymns are not the oldest, but there were still older Verses called Nivids and Nigadas: the proto-type of the Reg Vedic hymns, whose language was more archaic than that of of the hymns themselves. Though most of the Nivids are now lost, having been either amplified or absorbed in the Reg Vedic hymns, even those that remain and are found in the Brahmanas and Sutras bear in them the unmistakable impress of vast antiquity," Dr. A.C. Das: Reg Vedic Culture, P. 42.

* F.E. Pargiter: Ancient Indian Historical Tradition, P. 297.

* "It appears very probable that at the dawn of history, East Turkestan was inhabited by an Aryan population, the ancestors of the present Slavonic and Teutonic raees, and civilization, not inferior to that of Bactrians, had already developed at that time in the region of the Tarim." Lassen's Indische alter thums-Kunda, quoted by Dr. A.C. Das: Reg Vedic India p. 31

* " The Bactrian document, called Dabistan (found in Kashmir and brought to Europe by Sir W. Jones) gives an entire register of kings, namely, of the  expedition to India" Count Bjornst Jerna: Theogony of the Hindus. P. 134

** Mill's History of India. Voll. II pp. 237-238.

* Dr. Martin Haug: Essays on the Sacred language, Writings and Religion of the Parsis, pp 292-293.

** ”اوستا“ جي معنيٰ آهي ”مول“ (Text)، ۽ ”زند“ ان جي شرح يا ٽيڪا (Commentary) آهي. انهيءَ سبب پارسي لوڪ اصل چوندا هئا ”اوستا وزند“. جن يوروپي عالمن اول انهيءَ ڌرمي پستڪن جو ابياس ڪيو، تن نالو ڦيرائي ڪيو ”زنداوستا“. هاڻ خود پارسي به ائين پيا چون، تنهنڪري اسان به اهوئي نالو ڪتب آندو آهي. (مصنف)

* "Dr. Martin haug: Essays on the Sacred Language, Writings and Religion of the Parsis, pp 289-90.

ڪوبہ هندو جيستائين جڻيو نہ پائي تيستائين شودرن جي دفعي ۾ ليکجي ٿو، تنهنڪري اڳي هندو پنهنجن ٻارن کي ننڍڙي ئي جڻيو پائيندا هئا. ساڳيءَ ريت پارسين ۾ جيستائين سندن ڪو ٻار جڻيو نہ پائي تيستائين پڪو پارسي ڪري نہ ليکجي. انهيءَ سبب پارسي اڪثر ستن ورهين جي ڄمار ۾ "ڪستي" (Kusti – جڻيو) پائيندا آهن.

هندو ماڻهو ڪن ڪارجن مهل ڳؤنٽ ڪم آڻيندا آهن. اهو "ڳؤنٽ" اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ "گوموتر" يعني ڳانءِ جو مٽ، جنهن جي بدران پارسي چون "گومز" (Gomez) ۽ اهو ڪن پارسين جو نالو بہ آهي. اڳاٽن آرين ڳانءِ جي ڇيڻي ۽ ڳؤنٽ ۾ ڪيتريون خاصيتون ڏنيون آهن، تنهنڪري انهن جي ڪم آڻڻ جو رواج وڌائون، ڊاڪٽر مارٽن هاگ چوي ٿو تہ يورپ ۾ هارين نارين جا ويچ ڳؤنٽ ۽ ڇيڻو عام طرح دوا طور ڪم آڻيندا آهن.*

هندن ۾ ڪو مرندو آهي تہ ٻارهين ڏينهن هن جو "اوتارو" ڪندا آهن. اهو دستور پارسين ۾ بہ آهي. پارسي لوڪ "اوتارو" بدران چون "اُٿمان" (Day of resurrection) هي ٻئي لفظ "اُٿڻ" مان نڪتا آهن. ٻارن ٻچن، گهر ۽ ڌن دولت وغيره ۾ موهہ هئڻ سبب پهريائين ٽورا ڏينهن پراڻيءَ جو واسو دنوي شين ۾ رهي ٿو؛ ۽ اوتاري ڏينهن هو اُٿي. جم جاترا تي نڪري ٿو. اهي آهن هندن ۽ پارسين جا عقيدا. هندن وانگر پارسي بہ ڏهاڪي جو ڪرم ڪندا آهن، ۽ چانورن جي اٽي جو پيڙو ناهي ڪانون کي ڏيندا آهن. هنن ۽ ٻين اهڙين ڳالهين مان ڪيترن يوروپي عالمن کي ائين وسهڻ لاءِ سبب ٿيو آهي تہ هندو ۽ پارسي هڪ ٻئي جا ويجها سؤٽ آهن، ۽ ڌرم ڪرم ٻنهي هڪڙو ئي هئن. اهي ساڳين ديوتائن کي ساڳين هندڪن نالن سان سڏيندا هئا، سا ڳالهہ هيٺين حقيقتن مان هيڪاري وڌيڪ روشن ٿيندي.

**ديوتائن جا نالا:** هندن ۽ پارسين جو هڪ مکيہ ديوتا "سورج"، (سج) آهي، جو اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ "سؤريہ"؛ پر هنديءَ ۾ "سؤر" بہ چون. انهيءَ "سؤر"

لفظ جو اچار ايرانيءَ ۾ ڦيري ڪيائون ”خور“، جنهن جي پنيان ”شيد“ لفظ گڏي چون ”خورشيد“ معنيٰ ”سج“. رگ ويد ۾ سورج ديوتا جو ٻيو نالو آهي ”متر“ (Mitra)، جنهن جو اچار زنداوستا ۾ ”متر“ ۽ هاڻوڪي پارسيءَ ۾ آهي ”مهر“ معنيٰ ”سج“. + هيءَ نهايت آڳاٽو نالو آهي. قديم رومن لوڪ بہ سورج ديوتا کي پوڄيندا هئا، ۽ ”مترس“ (Mithras) ڪوٺيندا هئس. انگريزي لفظ(Mithraic, Mithraicism) وغيره انهيءَ ساڳئي سنسڪرت لفظ ”متر“ (ايراني ”متر“) مان نڪتا آهن. هن مان ائين سمجهجي ٿو تہ متر ديوتا (سورج) جي پوڄا جو رواج انهيءَ قديم زماني ۾ پيو، جنهن زماني ۾ سڀ آريہ لوڪ ميرو پربت طرف گڏ رهندا هئا، ۽ ڇهن مهينن جي رات گذرڻ کانپوءِ سج ڏسڻ ۾ ايندو هون تہ اُن کي ديوتا ڪري پوڄيندا هئا. :

هندو ماڻهو برسات جي ديوتا کي ”اندر“ سڏيندا آهن. اندر ديوتا جي پوڄا ٿيڻ کان اڳ، آڳاٽا آريہ لوڪ ”ترت“ (Trita) يا ”ترئتن“ (Traitana) کي برسات جي ديوتا ڪري پوڄيندا هئا. زنداوستا ۾ ”ترئتن“ جو اچار ترئيتون“ (Tharaetona) آهي، جنهن جو اچار وڌيڪ بگڙجي ”فريدون“ ٿيو آهي. مثلاً ”فريدون بيگ“ (نالو). رگ ويد ۾ چيل آهي تہ ”ورتر“ (Vritra) نالي هڪ دئت برسات کي پئي روڪيو، تہ هن برسات جي ديوتا کيس ماري مينهن وسايا هئا، جنهن ڪري مٿس ”ورتر گهن“ يعني ”ورتر دئت“ کي مارينڌڙ“ نالو پيو. انهيءَ ”ورتر گهن“ جو اُچار زنداوستا ۾ ”ورترگهن“ (Vertheghana) آهي. جيئن هندن جي پراڻن ۾ لکيل آهي تہ وشنو ڀڳوان ڏهہ اوتار ڌاريا هئا، تيئن زنداوستا ۾ ورترگهن بابت چيل آهي تہ هن ڏهہ اوتار ڌاريا هئا. انهن ڏهن اوتارن مان ڪلڪي، وراهہ، وامن ۽ رام اوتار جهڙا هندن جي ڌرمي پستڪن ۾ تهڙا پارسين جي زنداوستا ۾ آهن (ڏسو يشٽ 14.) ±

هندو ماڻهو موت جي ديوتا کي چون ”يم“ جنهن جو اچار زنداوستا ۾ ”ييم“(Yima) آهي. سنڌيءَ ۾ ”يم“ بدران عام طرح ”جم“ چئبو آهي. پارسيءَ ۾ بہ

ائين چون ٿا انهيءَ ”جم“ لفظ“ پارسي نالو“ جمشيد“ نهيو آهي، يعني”شيد لفظ پنيان گڏيو اٿن، جيئن ”خورشيد“ نالي ۾ به گڏيو اٿن. آڳاٽا آريہ لوڪ ”سوم“ نالي هڪ سفيد رس کي ديوتا ڪري پوڄيندا هئا. زنداوستا ۾ ”سوم“ جو اچار ”هوم-هئوم“(Haom) آهي. هتي به ”س“ کي ڦيرائي ”هه“ ڪيو اٿن. اهڙيءَ ريت ٻين ڪن ديوتائن جا نالا جهڙا رگ ويد ۾ تهڙا پارسين جي زنداوستا ۾ آهن. انهن ديوتائن بابت ڏند ڪٿائون به ٻنهي ڌرمي پستڪن ۾ ساڳيون آهن. جيئن مٿي اڳي ئي چيو ويو آهي.

**پارسين جي مذهب جو بنياد:** هندن ۽ پارسين جا جيڪي ديوتائون آهن، تن مان مکيہ سورج ۽ اگني آهن. انهن ۽ ٻين ديوتائن کي آڳاٽا آريہ لوڪ ”اسر“ سڏيندا هئا، جنهن جي معنيٰ هاڻوڪيءَ سنسڪرت ۾ آهي ”دئت“ پر قديم سنسڪرت ۾ معنيٰ هيس ”ديوتا، آمري ديوتا“. انهيءَ ”آسر“ لفظ جو اچار پارسين جي زنداوستا ۾ ”اهر“ آهي يعني ”س“ کي مٿي ”ه“ ڪيو اٿن ، نہ تہ فقط ساڳيو ئي آهي. پارسين جو مذهب ”اهر مذهب“ يعني ديوتائن جو مذهب“ يا ديوتائن جو جاري ڪيل مذهب“ سڏجي ٿو. اهو مذهب ڪهڙن ديوتائن جو جاري ڪيل آهي؟

هندستان جا قديم آريہ لوڪ سورج، اندر ۽ ٻين ڪيترن ديوتائن کي عام طرح، پر اندر ديوتا کي خاص طرح، ”مگهوا“ (Maghava) ۽ ”مگهون“ (Maghavan)سڏيندا هئا. پارسي لوڪن جا ابا ڏاڏا خاص طرح سورج ديوتا کي ”اسر مگهوا“ (مگهوا ديوتا) ڪوٺيندا هئا، جنهن جو اچار پوءِ ڦري ”اهر مزد“ (Ahura Mazda) ۽ ”هور مزد“ ٿيو. پارسي لوڪ ڀڳوان کي ”آهر مزد“ سڏيندا آهن. جيئن هندو پنهنجن ٻارن تي ڀڳوان، ايسر (ايشور) وغيره نالا رکندا آهن، تيئن پارسي پنهنجن ٻارن تي ”حور مزد“ ۽ ”هورمسجي“ نالا رکندا آهن.

پارسي لوڪ ڪهڙي خيال تي ڀڳوان کي ”هورمزد“ سڏڻ لڳا، سو خيال تحسين جوڳو آهي. ڀڳوان جوتي سروپ آهي، ۽ سندس جوت جو روپ سورج ديوتا آهي، پرٿوي تي سورج جو روپ ”اگني“ (باهہ) آهي، تنهنڪري هندو ۽ پارسي قديم زماني کان وني سورج ۽ اگنيءَ کي ڀڳوان جي جوت جو روپ سورج ديوتا آهن،

پرٿوي تي سورج جو روپ "اگني" (باھہ) آهي، تنهنڪري هندو ۽ پارسي قديم زماني کان وٺي سورج ۽ اگنيءَ کي ڀڳوان جي جوت جو روپ ڄاڻي، انهن جي پوڄا اڄ تائين ڪندا آهن.

ڊاڪٽر مارٽن هاگ ۽ ٻين عالمن جي راءِ موجب سنسڪرت لفظ "مگهوا" جو اچار ڦري "ماجي" (Magi) ٿيو. قديم ايرانين جا موبيد يا پروهت (Priests)انهيءَ نالي سان سڏبا هئا، جو اهي اگني پوڄا ڪرائيندا هئا. ايرانين کي عربن "مجوسي" يعني آتش پرست سڏيو، سو نالو بہ انهيءَ ساڳي بنياد "مگهوا"(Magi) مان آهي.

اگن ديوتا کي هندن ۽ پارسين ڀڳوان جو روپ ڪري ٿي ڄاتو، سو بہ رڳو هن ڪري جو اگني جوتي سروپ آهي؛ پر خود خالق يا خلقيندڙ وانگر روپ يا صورتن پيدا ڪرڻ جي طاقت بہ اٿس، انهيءَ سبب آڳاٽن آرين اگنيءَ کي سڏيو "توشتر"، جنهن جي معني آهي "ڪاريگر". ٻار ماءُ جي پيٽ ۾ سنجري وڏو ٿئي ٿو، سو انهيءَ آتش جي زور تي (رگ ويد، منڊل پهريون 188،9 ۽ منڊل ڏهرون 5،10). سيني ساهوارن جون علحديون علحديون صورتون بہ انهيءَ آتش جي زور تي ٿيون آهن. ڌرتي، آڪاش ۽ ٻيءَ هر ڪنهن شيءِ کي صورت بہ اهائي اگني يا آتش ڏئي ٿي، جنهنڪري اگني گويا برهما يا خلقيندڙ آهي. جنهن ديوتا کي علحدن علحدن مهاندن جوڙڻ جو ڏنگ آهي، سو اڻ پڇيو قابل ڪاريگر چئبو، تنهنڪري آڳاٽن آرين ائين پئي چيو تہ "توشتر" جهڙو قابل ڪاريگر ٻيو آهي ئي ڪونہ. هي ڳالهيون رگ ويد، سشڪل يجر ويد (واجنيئي سئهتا) ۽ شتپٿ براهمڻ ۾ ڄاڻايل آهي. مارڪنڊيہ پراڻ جي اڌياءِ 77 ۾ توشتر ديوتا کي "وشوڪرما" ۽ "پرجاپتي" (برهما) سڏيو اٿن انهيءَ ساڳئي ديوتا کي قديم يوناني ۽ رومن لوڪ "هيفسٽوس" (Haphaistos) ۽ "ولڪن" (Valucan) سڏيندا هئا، ۽ ان کي هڪ وڏو ديوتا ڪري پوڄيندا هئا.

ايران وارن آرين وٽ اهو ساڳيوئي رگ ويد وارو نالو عام هو. "توشتر" بدران جهونو اگن ديوتا، جو سندن يعني (Jarat Tuashtri) "اڪثر چوندا هئا "جرت توشتر

ديوتائن ۾ گهڻو جهونو يا آڳاٽو ديوتا اهو ئي هو. انهيءَ ”جرت توشتر“ جو اچار ڪيو، ۽ اُن جي بدران هاڻ عام طرح (Zoraster) ”پوءِ پارسي ڦيرائي ”زورئسٽر ”زردشت“ چون ٿا. جيئن هندو وسهن ٿا تہ اگني ديوتا برهم روپ ڌاري ويد پرڪاشت ڪيا، تيئن پارسين جي زنداوستا موجب پارسي مذهب اول ”جرت توشتر“ (جهوني اگن ديوتا) پرڪاشت ڪيو. پارسي لوڪن جو نبي زردشت آهي، پر اهو گهڻو پوءِ پيدا ٿيو. عام طرح ائين چوندا آهن تہ زردشت گهٽ ۾ گهٽ تہ عيسوي سن کان ڇهہ سو سٺ ورهيہ اڳي ٿي گذريو آهي، پر ڪئمبرج هسٽري آف انڊيا موجب انهيءَ کان بہ اڳ ٿي گذريو هجي تہ عجب ڪونهي. اهو زردشت يا زورئسٽر آڳاٽي زورئسٽر ”جرت توشتر“ يعني (جهوني اگن ديوتا) جو اوتار ليکجڻ ۾ آيو، تنهنڪري مٿس ساڳيو نالو پيو. انهيءَ نبيءَ پارسي مذهب کي ناهي جوڙي علحدو ڪيو، تنهنڪري هاڻ اهو پارسين جي مذهب جو بنياد وجهندڙ سڏجي ٿو. مطلب تہ هندن ۽ پارسين جي اصل هڪ يڪي برادري هئي؛ ۽ پوءِ بہ علحديون قومون ٿيون. سندن وچ ۾ ڪي متڀيد پيدا ٿيا، جن جو مختصر طرح ذڪر ڌار ڪبو. هتي ايترو ڄاڻائجي ٿو تہ پروفيسر مئڪس ملر کي ويدن ۽ پارسين جي زنداوستا جي اڀياس مان ائين سمجهڻ ۾ آيو تہ پارسين جا ابا ڏاڏا پهريائين هندستان وارن آرين سان ڪيترو وقت هندستان ۾ گڏ رهيا، ۽ پوءِ پاڻ ۾ ناسازي ٿين، تہ پارسين جا ابا ڏاڏا اتر هندستان مان لڏي ارڪوشيا (قنڌار) ۽ ايران ۾ بينڪون وجهي وجي رهيا مصنف کي بہ رگ ويد ۽ زنداوستا جي اڀياس مان ائين سمجهڻ ۾ اچي ٿو تہ پروفيسر مئڪس ملر جو قياس سچو آهي. پائنجي ٿو تہ جيڪي آريہ لوڪ هماليہ جبل وارا لڪ لتاڙي هندستان ڏي آيا، تن مان ڪي هاڻوڪن پارسين جا ابا ڏاڏا هئا، ۽ پوءِ سندن وچ ۾ ڪي مت ڀيد پيدا ٿيا، جنهنڪري ايران وارو پاسو وجي وسايائون، ۽ هندن کان هميشہ لاءِ ڌار ٿي ويا. ڊاڪٽر انباش چندرداس بہ اهو ئي رايو ظاهر ڪيو آهي تہ پارسين جا ابا ڏاڏا اصل سنڌو ماٿر ۾ رهندا هئا.

**هندن ۽ پارسين جي وچ ۾ ونجوڳ:** هندن ۽ پارسين جون مٿي ذڪر ڪيل ڳالهيون (ديوتائن ۽ بزرگن جا نالا، ريتون رسمون وغيره) سندن سنجوڳ (اتفاق يا ميلاپ) ظاهر ڪن ٿيون؛ پر ڪي اهڙيون بہ ڳالهيون آهن جي سندن ونجوڳ (نفاق) جا اهڃاڻ ڏين ٿيون. اهڙا اهڃاڻ خود ڪي لفظ اڄ تائين ظاهر ڪن ٿا. مثلاً سنسڪرت ۾ ”ديوي“ معنيٰ ”ديوتا“، پر پارسيءَ ۾ ”ديو“ معنيٰ ”جن يا ڀوت“! معنيٰ ئي اُلٽي. هاڻوڪي سنسڪرت ۾ ”سر“ معنيٰ ”ديوتا“ ۽ ”اَسر“ معنيٰ ”دئت“: پر زنداوستا ۾ ”اَسر“ جو اچار ”اهر“ آهي. پارسي لوڪ ڀڳوان کي ”اهر مزد“ يا وڏو ديوتا سڏيندا آهن، جيئن مٿي اڳي ئي چيو ويو آهي.

قديم سنسڪرت ۾ ”اَسر“ لفظ جي اصل چڱي معنيٰ هئي؛ ۽ بنيادي معنيٰ بہ نهايت عمدي اٿس. ڪيترن يوروپي عالمن جو چوڻ آهي تہ ”اَسر“ لفظ جو ڌاتو يا بنيادي آهي ”اَس“ معني“ ٿيڻ يا هئڻ“، يعني اهو لفظ هستيءَ يا جيئري رهڻ جي معنيٰ ڏيکاري ٿو؛ تنهنڪري ”اَسر“ لفظ جي اصل معنيٰ هئي ”ديوتا“. ديوتائون ڪڏهن بہ مرڻ جا ناهن. تنهنڪري اَسر لفظ امر ديوتائن لاءِ ڪم آڻيندا هئا، انهيءَ لاءِ ثابتي هيءَ آهي تہ رگ ويد جي منڊل پهرئين، چوٿين، پنجين ۽ ستين ۾ اندر ديوتا، ورڻ ديوتا، متر، سوتر (شو — Savit سورج)، مروت، ردر ڀڳوان)، اگن ديوتا ۽ ٻيا ديوتا ۽ ٻيا ديوتائون ”اَسر“ ڪوٺيا ويا آهن.
رگ ويد جي منترن ۾ ”اَسر“ لفظ امر ديوتائن لاءِ ڪم آيل آهي؛ سي ڪنهن نهايت قديم زماني جا ڀائنجن ٿا. انهيءَ ”اسر“ لفظ جي پوءِ معنيٰ ٿي ”دئت“. اها اُلٽي معنيٰ ڪيئن ٿيس؟ هندن جي ڌرمي پستڪن ۽ پارسين جي زنداوستا ۾ ڪي ڳالهيون اهڙيون لکيل آهن، جن مان چٽيءَ ريت سمجهي سگهجي ٿو تہ اندر ديوتا جي پوڄا جنهن وقت آڳاٽن آرين جاري ڪئي، تنهن وقت مت ڀيد پيدا ٿيو، ۽ هاڻوڪن پارسين جا ابا ڏاڏا انهيءَ مت ڀيد سبب ڪائن ٽٽي ڌار ٿيا هئا. انهيءَ ونجوڳ پيدا ٿيڻ ڪانپوءِ ” آسر“ لفظ کي خراب معنيٰ ملي.
هندن ۽ پارسين جي وچ ۾ مت ڀيد ڪري ونجوڳ پيدا ٿيو تنهن ڪانپوءِ بہ پوارسي لوڪ ڀڳوان تي پنهنجي آڳاٽي دستور موجب ”آسر“ (اهر) کي سڏيندا

هئا. جنهنڪري اڄ تائين پارسين جو مذهب ”اَهر مذهب“ سڏجي ٿو. مت پيد پيدا ٿيڻ ڪانپوءِ هندن کي پارسي ڏنا ٻه ڪين وٽندا هئا، ۽ سندن اهر مذهب کي ڌڪاريندا هئا. پانئجي ٿو ته انهيءَ ڌڪار ظاهر ڪرڻ جي خيال وچان خود ”اَسر (اهر) لاءِ نفرت پيدا ٿين. هندن پوءِ ”اَسر“ لفظ مان نڪون لفظ ”سر“ ناهيو جنهن جي معنيٰ رکيائون ديوتا ۽ ”اسر“ جي معنيٰ ڪيائون ”دئت“. ائين لفظ جو بنياد ئي ڦري ويو، جنهنڪري هاڻ ”سر“ (ديوتا) جو ضد ”اسر“ (دئت) آهي. ”اسر“ لفظ کي ائين خراب معنيٰ مليِ، ته هندو ”ديوتا“ (ديوتا) لفظ گهڻو ڪم آڻڻ لڳا، پارسين ٻه هندن ۽ سندن ڌرم، خاص، ڪري ديو پوڄا يعني اندر ديوتا جي پوڄا لاءِ نفرت يا ڌڪار ظاهر ڪرڻ خاطر ”ديو“ (ديوتا) لفظ جي معنيٰ ڦيري ڪئي ”جن يا ڀوت“! نہ تہ حقيقتاً ”ديو“ لفظ جو ڌاتو يا بنياد آهي ”دو- div“ معنيٰ چمڪڻ، جنهنڪري ديوتا جي بنيادي معنيٰ آهي چمڪندڙ ۽ ڀڪندڙ جيو (A shinig being) . ”اگني“ ديوتا آهي ۽ سدائين پيئي ڀڪي. سورج ۽ ٻيا گرهه جن کي هندو ديوتائون ڪري ڪونين ٿا، سي ٻه سدائين پيا ڀڪن. مطلب تہ ”اَسر“ ۽ ”ديو“ لفظن جون اصل معنائون نهايت سنيون هيون، پر پوءِ هندن ۽ پارسين جي وچ ۾ اٽبڻت ٿيڻ سبب انهن لفظن جون معائنون ٻه ڦريون، ۽ پارسين جو مذهب هندو ڌرم کان علحدو ٿيو. :

**اندي ديوتا جي پوڄا تان تڪرار**: قديم هندو ۽ پارسي ساڳين ديوتائن کي پوڄيندا هئا، ۽ سندن ديوتائن جا نالا ٻہ ساڳيا هئا، تنهن ڳالهہ جي ذڪر ڪندي مٿي اڳي ئي چيو ويو آهي تہ اندي ديوتا جي پوڄا جاري ٿيڻ کان اڳ ”ترت“ يا ”ترئتن“ برسات جو ديوتا ليکبو هو. ۽ پارسي لوڪن جا ابا ڏاڏا ”ترئتن“ کي ”ترئيتون“ سڏيندا هئا، جنهن جو بگڙيل اچار هن وقت ”فريدون“ آهي. انهيءَ اڳئين ديوتا بدران ڪن رشين اندر مهراج جي پوڄا جو رواج جاري ڪيو، ۽ اندر کي ٻين ديوتائن کان مٿي ڪري ليکڻ لڳا، تہ ٻين ڪن رشين اعتراض اٿاريو. پوءِ تہ اهو تڪرار ايتري قدر وڌيو، جو آرين جون ٻہ ڌريون ٿيون؛ هڪڙا جرت توشتر (زورئستر) يعني جهوني اگن ديوتا کي اڳي وانگر پوڄيندا رهيا، ۽ ٻيا اندي

ديوتا جي پوڄا ڪرڻ لڳا. پارسين جي مذهب جو بنياد وجهندڙ زورئسٽر (زردشت) پيدا ٿيو، تنهن کان اڳ اهي مت پيد پيدا ٿيا هئا، جو خود رگ ويد ۾ توشتر (جرت توشتر يا زورئسٽر – جهوني اگن ديوتا) ۽ اندر ديوتا جي وچ ۾ اڻبڻت ٿيڻ جو ذڪر آهي. انهيءَ اڻبڻت سبب هندن ۽ پارسين جي يڪي برادري ٽٽي پئي. خود هندن مان ڪي اندر ديوتا جي پوڄا ڪرڻ بدران پارسين سان شامل ٿيا، ۽ اگن ديوتا جا پوڄاري ٿيا. اها ڳالهه زنداوستا ۾ ڪليءَ ريت لکيل آهي: ”مان ديو پوڄا ڪرڻ بند ڪريان ٿو ۽ زورئسٽر (زردشت) مزديسنين (اهر مزد ديوتا) جو دين اختيار ڪريان ٿو ۽ ان جو پوڄاري ٿيان ٿو، جو ديون جو دشمن آهي“.

زنداوستا ۾ چاٽايل هن حقيقت مان ظاهر آهي ته ڪن هندن وڃي پارسين جو مذهب اختيار ڪيو هو. جيئن هن وقت ڪو هندو پنهنجو ڌرم مٽائي ٿو ته ٻين هندن کي باهه وٺي وڃي ٿي، تيئن ان وقت جي هندن ۾ به گهڻو جوش پيدا ٿيو، ۽ هو پارسين جا جاني دشمن ٿي بيٺا، جو اهي اندر ديوتا جي پوڄا جي برخلاف هئا؛ جنهنڪري هي اتفاق پيدا ٿيو هو. اها حقيقت وري رگ ويد مان معلوم ٿئي ٿي، جنهن ۾ هڪ رشي چوي ٿو ته:
”جيڪي لوڪ اندر کي وڏو ديوتا ڪري نٿا مڃين، ۽ اندر ديوتا جي پوڄا جي برخلاف آهن، تن کي مان جلائي پورو ڪندس. اسان جو شترو (دشمن) جتي اچي ڪنا ٿيا هئا، تتي ڪين اُڦٽ ماري وڏو اٿئون. هو بنهه چٽ ٿي ويا آهن ۽ سندن لاشا شمشان (مساڻ) يعني جڏ جي ميدان ۾ پيا آهن. رگ ويد، منڊل پهريون 1، 133). هن مان ظاهر آهي ته انهيءَ مت پيد جي ڪري گهڻي خونريزي ٿي هئي.

هندن ۽ پارسين جي وچ ۾ اهو نفاق گهڻي وقت تائين هليو. هندو اندر ديوتا جا پوڄاري هئا، سي ويدن جا منتر اُچاري اگنيءَ جي پوڄارين (پارسين) جي پنيان پوندا هئا، ته اگني پوڄاري (پارسي) چوندا هئا ته هي جادوگر ۽

ڪامڻگور آهن، ۽ ڏانهن نفرت جي نگاهه سان نهاريندا هئا، انهيءَ نفرت سببان هيڪاري زنگ وڌيو ۽ پارسين سان هندن گهڻيون جنيون ڪيون: هندو سندن ڳوٺن مٿان ڪاهي پوندا هئا، سندين ٻنيون ٻارا چٽ ڪندا هئا، ۽ سندن ڏن مال لٽيندا هئا، اڳيان پارسي ٻه پنهنجي نالي سان هئا، ڪجهه وقت هنن ٻه هندن جي چڱي سيج پچائي، جنهنڪري هندستان جي آرين (هندن) قبول ڪيو آهي تہ اهي ”اسر“ يعني اهڙي ممذهبي جا پوڄاري (پارسي) اسان ڪان زور آهن ۽ جتي ڪٿي اسان کي شڪست ڏين ٿا. رگ ويد جي پنيان جيڪو ائتريہ براهمڻ ڏنل آهي، تنهن ۾ چيل آهي تہ ”ديوتائن“ يعني ديوتائن جي پوڄارين (هندن) ۽ ”اَسرن“ يعني اهر مزد جي پوڄارين (پارسين) جي وچ ۾ پهريائين اپرندي، الهندي، ڏاکڻ ۽ اتر طرف (مطلب تہ چئني ڏسين ۾) لڙايون لڳيون، جن سڀني ۾ ديوتائن (ديوتائن جي پوڄارين يعني هندن) کي اسرن (اهر مزد جي پوچارين يعني پارسين) شڪست ڏني، پر پوءِ جڏهن اتر اُپرندي طرف (شايد ڪشمير واري پاسي) لڙائي لڳي، تڏهن ديوتائون (ديوتائن جا پوچاري يعني هندو) سوڀارا ٿيا، ۽ انهيءَ وقت ڪان وٺي اهو طرف ”اجيت“ (Invincible) ليڪجڻ ۾ آيو.

اندي ديوتا جا پوچاري (هندو) جنگ جي ميدان ۾ گهڙڻ ڪان اڳ سوم رس جو چڪو چاڙهيندا هئا تہ خنڪي ٿيندي هين ۽ نهايت همت سان لڙندا هئا. اتر اپرندي طرف واريءَ لڙائيءَ ۾ سوڀارا ٿيا تہ انهيءَ وقت ڪان وٺي هيءُ دستور پيو تہ جڏهن يگيہ لاءِ سوم ٻوٽي گاڏين ۾ گهرائيندا هئا، تڏهن گاڏين جي اتر اُپرندي طرف بيهي، سوم ٻوٽي گاڏين مان لاهيندا هئا، ائتريہ براهمڻ ۾ ائين ٻہ لکيل آهي تہ ديون (ديوتائن جي پوڄارين يعني هندن) ائين ئي پئي سمجهيو، تہ هيترو وقت اسان جو هارايو پئي، سو هن ڪري جو اسان کي ڪو راجا ڪونہ هو، تنهنڪري سوم کي پنهنجو راجا ڪيائون. سوم ديوتا جي پوڄا ڪري ۽ سوم ٻوٽيءَ جو چڪو چاڙهي، وڙهڻ لڳا، تہ سڀين پارسين سندين جئہ ٿي.

پارسين پوءِ سوم ٻوٽيءَ لاءِ بہ نفرت ظاهر ڪئي ۽ ان وقت کان وٺي پوڄا ۾ ٻي ٻوٽي ڪم آڻڻ لڳا.

پارسين جي ديني پستڪن ۾ جيڪي "گاٿا" (ڳاهون) آهن، تن مان بہ ظاهر آهي تہ هندو جڏهن پارسين تي گهڻو غالب پيا، تڏهن خود سندن اڳواڻ يا مهندار هن ريت ٻاڏائڻ لڳو هو:

"ڪهڙي ملڪ ڏي وڃان؟ ڪٿي وڃي پناهہ وٺان؟ منهنجي خاوند (زورئسٽر) ۽ سندن ساٿين کي ڪهڙي ملڪ ۾ اجهو مليو آهي؟ نوڪرن چاڪرن مان ڪوبہ مون کي عزت نٿو ڏئي. نڪي ملڪ جي بدڪار حڪومت ڪندڙن مان مون کي ڪو عزت ڏئي ٿو."

"مان ڄاڻان ٿو تہ مان بيوس آهيان. مون ڏي نهار، جو ٿورن ماڻهن ۾ اچي بچيو آهيان، جو مون وٽ ٿورا ماڻهو آهن. اي جيءَ – قائم پڳوان، مان روئي، تو (اهر مزد) کي وينتي ڪريان ٿو".

گاٿا ۾ لکيل مٿيان لفظ تہ "ملڪ جي بدڪار حڪومت ڪندڙن مان مون کي ڪو عزت نٿو ڏئي". سي ڄاڻائين ٿا تہ ملڪ جاوالي اندر ديوتا جا پوڄاري هئا، ۽ پارسين جي مهندار انهيءَ سبب ڪين "بدڪار حڪومت ڪندڙ" سڏيو آهي. هن مان ائين سمجهڻ ۾ اچي ٿو تہ پروفيسر مئڪس ملر جي قياس سچو هو تہ پارسي اصل اتر هندستان ۾ هئا، جتان پوءِ ايران ۽ ارڪوشيا (قنڌار) ۾ بيٺڪون وجهي وڃي رهيا.

<u>**پارسي موٽي هندستان ۾ ڪيئن آيا؟**</u> پارسي لوڪ ايران ڇڏي، موٽي هندستان وارن آرين وٽ ڪيئن آيا، سا تاريخي ڳالهہ ويجهڙائيءَ جي آهي. سن634-635ع ۾ عربن ايران پنهنجي تابع ڪيو، تہ اتي يڃ ياڃڙ بيٺي. ان وقت ڪي آريہ لوڪ هراس وچان اتان ڀڳا؛ پر ڪي اتي ئي رهيا. جيڪي آريہ لوڪ هميشہ لاءِ ايران ۾ رهيا، تن پوءِ دين اسلام اختيار ڪيو. منجهائن ڪي مغل، پٺاڻ يا افغان، بلوچ ۽ ٻين نالن سان سڏجن ٿا. ان وقت ايران جي پارسي (فارس) پرڳڻي جا رهاڪو، اُتان لڏي ڀلاڻي هندستان ۾ آيا، ۽ اول ڪنيات جي نار طرف "سنجاڻ" نالي شهر

۾ اچي رهيا. اتي هندن جو راڄ هو، ۽ اهي ”مهاديو“ (شو ڀڳوان) جا پوڄاري هئا، پر هنن ڏارين کي پنهنجي ملڪ ۾ رهڻ ڏنائون. هي ايران جي ”پارسي“ پرڳڻي کان آيا هئا، تنهنڪري پاڻ کي ”پارسي“ سڏائڻ لڳا. اتي اچڻ کان پوءِ اهڙو زور ورتائون، جو هندن کان اهو ڪنيات وارو پاسو ڦري: پاڻ اتي جا والي ٿي وينا. هيءُ قصو اهڙو ٿيو، جهڙي چوٽي آهي ته ”آئي ٽانڊوڪڻ بورچياڻي ٿي ويني“. هندن پوءِ همت ڪري، ڪائن اهو ملڪ ڪسيو، ۽ کين هڪالي ڪڍيائون. پارسي پوءِ دربدر ٿيا. منجهانئن ڪي سورت، ڀروچ، احمد آباد ۽ گجرات جي ٻين شهرن ڏي ٿڙي پکڙي ويا. انهن سيني هنڌ گجراتي ٻولي چالو هئي. پارسين جا پويان پوءِ اتي ڄاوا نپنا ته سندين مادري زبان به گجراتي ٻولي ٿي. عيسوي ستين صديءَ ۾ عربن جي ڪاهه وقت اهي پارسي لوڪ ”پرٿيا“ (Parthia) جي ”پرٿو“(Parthians) آرين مان هئا. ”پرٿو“ جو بگڙيل اچار ”پهلو“ آهي، تنهنڪري سندين ٻولي ”پهلوي“ سڏبي هئي. انهيءَ تي عربيءَ جوا يترو اثر ٿيو، جو اها سموري ڦري، هاڻوڪي عربي آميز پارسي (فارسي) ٻولي ٿي پيئي. محمود غزنوي ۽ ڪانئس پوءِ پندرهين سورهين صديءَ تائين جيڪي ايران جا حاڪم ٿيا، سي گهڻو ڪري سڀ ترڪ هئا، ته به پارسي ٻوليءَ کي اهڙو زور وٺايائون، جو اها پوءِ سڄي پرشيا (ايران) ۾ ڦهلي: پر اڄ تائين نالو پارسي (فارسي) هليو اچيس، جو اها ايران جي پارسي (فارسي) پرڳڻي جي ٻولي آهي.

هاڻ رڳو انهن آرين جو ذڪر ڪجي ٿو، جي هميشه جي لاءِ هندستان ۾ رهيا، ۽ جن جو اولاد هاڻوڪا هندو آهن. جن مان هن وقت ڪي مسلمان آهن.

## آرين جون سنڌو ماٿر جي اصلوڪن رهاڪن سان ڇڪريون:

قديم آريه لوڪ هندستان ۾ ڪڏهن آيا، سو سنبت يا سن هندن توڙي پارسين جي ڌرمي پستڪن ۾ ڄاڻايل ڪونهي. تلڪ، جوتش جي حساب موجب ايترو ڄاڻايو آهي ته رگ ويد جون ڪي جهونيون رچائون عيسوي سن کان ڇهه هزار کن ورهيه اڳ جون آهن. جنهن صورت ۾ ويدڪ زماني جي شروعات جي ڪنهن کي به ڪل ڪانهي، تنهن صورت ۾ سنبت ۽ سن نٿا ڄاڻائجن: باقي رڳو ڪٿي

ڪٿي تخميني طور سن ڄاڻائبا، تہ سمجهڻ ۾ اچي تہ ڪهڙي ڳالهہ اڳي ۽ ڪهڙي پوءِ ٿي. ايترو چئبو تہ ويدڪ زمانو اجان هليو پئي، تڏهن هو هندستان ۾ آيا هئا. قديم هندستان جون تاريخون جي يوروپي عالمن کوجنائون ڪري تيار ڪيون آهن، تن ۾ ڄاڻايو اٿن تہ آرين جي اچڻ کان اڳ اتر هندستان ۾ دراوڙ ۾ ٻيا اڻ آريہ لوڪ هئا، جن سان جنگيون جوٽي آرين ملڪ فتح ڪيو، حقيقتاً هندستان جي اصلوڪن رهاڪن يعني قديم اڻ آريہ قومن جي ڪا ڏار تاريخ آهي ئي ڪانہ. انهن بابت جيڪو پتو پوي ٿو، سو اول رگ ويد مان، جو تاريخي ڪتاب ڪونهي. رگ ويد ۾ رڳو يڳين جون ڳالهيون، ايشور جي اُپاسنا ۽ اُن جي پرايتيءَ جا ساڌن آهن. ڪيترن ديوتائن جهڙوڪ ورڻ ديوتا، اندر ديوتا، اگن ديوتا ۽ ڪن راجائن ۽ رشين جو بہ ان ۾ ذڪر آهي. انهن ڌرمي ڳالهين سان گڏ آرين ۽ اڻ آرين جي وچ ۾ جنگين لڳڻ ۽ آرين جي سوڀ ڪٽڻ جو احوال ان ۾ آهي. اهو هن ڪري ڏنل آهي، جو اڳاڻن آرين سوڀن ڪٽڻ ڪري اندر ديوتا ٻين ديوتائن جا ٿورا مڃيا آهن، جن پنهنجيءَ ٻاجهہ سان ڪين سوڀارو ڪيو هو. انهن ٿورن مڃيندي جيڪي چيو اٿن، تنهن مان پتو پوي ٿو تہ سنڌو ماٿر جي قديم رهاڪن آرين کي پنهنجي ملڪ ۾ پير کوڙڻ نٿي ڏنو ۽ ساڻن سخت چڪريون ڪاڏيون هئائون. انهن چڪرين ڪائيندي هزارين اڻ آريہ لوڪ مارجي ويا، ڪن اڻ آرين ٻيلن ۽ جبلن ۾ وڃي پناهہ ورتي، جتان پوءِ بہ وجهہ وٺي آرين تي ڪاهي ايندا هئا. سندن چوپايو مال ڪاهي ويندا هئا، سندن پوڄائن ۾ ڀنگ وجهندا هئا ۽ ٻيءَ طرح بہ ڪين گهڻو ستائيندا هئا، سندن ٻوليون، رهڻي ڪهڻي ۽ ريتون رسمون آرين کان علحديون هيون، ويتر آرين کي گهڻي قدر پائي ڪنيائون، تنهنڪري آرين نفرت وچان ڪين اَسر، دئت، دانو، راڪاس ۽ ٻيا اهڙا اگرا نالا ڏنا، نہ تہ اهي اڻ آريہ لوڪ بہ رواجي انسان هئا. منجهن قربانيءَ جو انگ ججهو هو، ۽ ديس ڀڳتي هين. پنهنجي ديس جي بچاءَ خاطر پنهنجو سر ترِيءَ تي رکي انت گهڙيءَ تائين آرين سان لڙيا، پر تاريخ وقت بوقت ثابت ڪيو آهي تہ جڏهن بہ ڌاريون قومون سنڌ خواهہ سڄي اتر هندستان تي ڪاهي آيون آهن، تڏهن اسان جا ماڻهو ڌارين سان مٺ پئجي نہ سگهيا آهن. آرين کي سندن ملڪ ڪيئن بہ ڪري

پنهنجي قبضي ۾ ڪرڻو هو، ۽ ڪين ماري مڃائڻو هئن، تنهنڪري آرين سندن قلعا ۽ شهر باهيون ڏيئي جلايا، سندن فوجون ناس ڪيائون، ۽ ڪن کي پنهنجو داس يا غلام بنايائون، جن مان پوءِ ڪي شودرن جي دفعي ۾ ليکجڻ ۾ آيا. منجهانئن جيڪي وڏ گهراڻا هئا، تن مان ڪن سان سڱ ڳنڍي، ڪين پنهنجو ڪيائون، ۽ پوءِ صلح سانت ۾ پنهنجيءَ سڀيتا جو ڦهلاءُ ڪيائون.

**آرين جي سڀيتا جو ڦهلاءُ:** آڳاٽا آريہ لوڪ اصل ٿڌي ملڪ جا رهاڪو هئا، تنهنڪري شڪل جا گورا هئا، اوائل ۾ منجهن ذات پات جو ڀيد ڪونہ هو، تنهنڪري ورڻ هڪڙو ئي هون يعني تہ سڀ آريہ برهمڻ هئا. برهمڻ ٿي بہ اهي مڇي ماس کائيندا هئا. هندستان ۾ اچڻ کان گهڻو پوءِ ويشنو ٿيا، نہ تہ اصل ٿڌي ملڪ ۾ رهڻ ڪري گوشت کائڻ جي ضرورت ايتري سمجهيائون ٿي، جو گهوڙي جي گوشت مان بہ ڪين ٽرندا هئا، بلڪ ڳائو ۽ ماهيو گوشت بہ حلال ڪري ڄاڻندا هئا! پنهنجي اصلوڪي ماڳ ڇڏڻ کانپوءِ هو گهڻو پٽڪيا هئا، تنهنڪري بت ڪشيل هين ۽ ٿڌيءَ ڪوسيءَ سهڻ تي هريل هئا. هو وڏي دماغ وارا ۽ دل جا دلير هئا؛ تير ڪمان ۽ ٻيا هٿيار سدائين ساڻ هوندا هئن، ۽ وڙهڻ لاءِ هردم تيار هوندا هئا. سنڌو ماتر جي ماڻهن کي جيتي، ڪين پنهنجو تابع ڪيائون، تنهن کانپوءِ بہ هو مٿن ايتري قدر حشمت ڄمائي وينا هئا، جو عام طرح ماڻهو ڪين مان ڏيندا هئا، جيئن حڪومت ڪندڙ قوم کي رعيتي ماڻهو مان ڏين ٿا. اهو سياويڪ آهي تہ جڏهن ڪا ڌاري قوم ڪنهن ملڪ تي غالب پوندي آهي، تڏهن انهيءَ ملڪ جا رعيتي ماڻهو فتح ڪندڙ حاڪمن جي عام طرح پيروي ڪندا آهن. اول انهيءَ ڌاريءَ قوم جا لفظ روز مره جي محاوري ۾ اچي ويندا آهن، ۽ پوءِ پاڻ بہ سندين ٻولي سکي ساڻن ڳالهائڻ ٻولهائڻ جهڙا ٿيندا آهن. رفتي رفتي رعيتي ماڻهو سندين پوشاڪ، کائڻ پيئڻ جا نمونا اُٿ ويهہ جا قاعدا، ريتون رسمون ۽ ٻيون ڳالهيون اختيار ڪندا آهن، بلڪ سندن ڌرم بہ قبوليندا آهن. هن حالت ۾ بہ ائين ٿيو. قديم دراوڙن مان ڪي ڏکڻ هندستان ڏي هليا ويا، ۽ جيڪي آرين سان گڏ رهيا، تن آرين جي سنسڪرت ٻوليءَ ۽ سڀيتاگا

جو اثر ٿيو، پر ٻولين جو توڙي ٻيو اثر هڪ طرفو نه ٿيندو آهي، قديم دراوڙن جي سڀيتا ٻهان
وقت جي ڪري اعليٰ درجي جي هئي، ۽ ان جو اثر خود آرين تي به ٿيو، اهو اثر ڪيتري قدر ٿيو، تنهن جو اندازو هينئين ٿورين حقيقتن منجهان ئي لڳائي سگهجي ٿو.

**هندن جي گاڏڙ سڀيتا**: رگ ويد واري زماني ۾ آريه لوڪ دراوڙن سان لهه وچڙهه ۾ آيا، ۽ منجهانئن ڪن سان سڱ به ڳنڍيائون، ته اول ڪيترا دراوڙي لفظ سنسڪرت ۾ چالو ٿيا. اهڙن لفظن جي هڪ وڏي يادداشت بشپ ڪالڊويل پنهنجي ناهيل دراوڙي ٻولين جي گرامر (صفحي 567 کان 579 تائين) ۾ ڏني آهي، جنهن مان ٿورا مثال هي آهن: مکت (موتي)، ڪٽيا (جهوپڙي)، ڪوٽ (قلعو)، پشپ (گل) ۽ نير معنيٰ پاڻي.

ڊاڪٽر سنيتي ڪمار چئٽرجيءَ به پنهنجي بنگالي ٻوليءَ جي تاريخ جي جلد پهرئين ۾ اهڙا مثال ڏنا آهن، ۽ چيو اٿس ته دراوڙ جي ڪن ڌرمي ڳالهين جو به آڳاٽن آرين تي اثر ٿيو، جنهنڪري هندن جي هاڻوڪي سڀيتا هڪ گاڏڙ سڀيتا آهي، جنهن جا بانيڪار نه فقط آريه لوڪ، پر قديم دراوڙ لوڪ به هئا. ڊاڪٽر سنيتي ڪمار چئٽرجيءَ جو اهو به چوڻ آهي ته هندو مڃين ٿا ته ماڻهو مرڻ ڪانپوءِ ٻيون ٻيون جوڻيون وٺي ٿو. اهو عقيدو آڳاٽن آرين قديم دراوڙن وٽان پرايو. ڪن عالمن جو چوڻ آهي ته رگ ويد ۾ اڻ سڌيءَ طرح ڪي اهڙا اهڃاڻ آهن، جن مان سمجهجي ٿو ته انهيءَ قديم زماني ۾ ئي آرين جو جوڻين ۾ اعتقاد هو، باقي ڪيترا پرم ۽ سنسا، جنن ڀوتن بابت خيال، ۽ ٽوڻن ڦيڻن جا رواج دراوڙن وٽان پرايائون. ڪمار سواميءَ به اهائي ڳالهه ڪئي آهي، ۽ چيو اٿس ته هندستان جي هندن تي به دراوڙن جو اثر ٿيو آهي. مطلب ته جنگين ۾ دراوڙن کي آرين شهه ڏني، ته هنرن، ڪاريگرن وغيره ۾ دراوڙ کين شهه ڏيئي ويا. دراوڙن کي جيتي، آرين ڪٿي ڪٿي پنهنجون ٻينڪون وڏيون، ۽ پنهنجيءَ

سپيتا جو واڌارو ڪيئن ڪيائون، سو ذڪر ڏار ڪبو. هتي اول دراوڙن بابت ڦهليل غلط فهميءَ جو ذڪر ڪجي ٿو:

**دراوڙن بابت غلط فهمي:** قديم هندستان جي تاريخ پهريون گهمرو اڻويهين صديءَ ۾ يورپي لوڪن ناهي، جيئن منڊ ۾ ڄاڻايو ويو آهي. جيڪو مضمون يورپي لوڪن انگريزيءَ ۾ لکيو، سوئي ساڳيو سنڌيءَ ۾ لکيل تاريخن ۾ آهي. هن وقت هندستان جي جيڪا به تاريخ پڙهجي ٿي، تنهن ۾ ائين ئي لکيل آهي ته آڳاٽا اڻ آريه لوڪ اڻ سڌريل ۽ شڪل جا ڪارا هئا، ۽ آريه لوڪ ڪانئن وڏيڪ سڌريل هئا ۽ شڪل ۾ نهايت سهڻا هئا. اهڙيون ڳالهيون قديم ڪولن ۽ سنٿالن بنسبت ڪو چوي ته بي ڳالهه، باقي دراوڙن بابت ائين سنڀالي چوڻ گهرجي، جيڪڏهن هي ڳالهه قبول ڪجي ته مهن جي دڙي واري سڀيتا دراوڙن جي آهي، ته پوءِ هنن بابت جيڪي تاريخن ۾ پڙهيو اٿئون، سو سڀ وسارڻو پوندو، ۽ قديم هندستان جي تاريخ وري نئين سر تيار ڪرڻي پوندي. يورپي لوڪن اهڙيون غلطيون ڪيئن ڪيون، سا ڳالهه کولي ٻڌائجي ٿي، جو قديم هندستان جي تاريخ شروع ئي سنڌو ماٿر جي تاريخ سان ٿئي ٿي، تنهنڪري اسان جو انهيءَ ڳالهه سان وڌو ئي واسطو آهي.

رگ ويد ۾ آرين ڏڪار وچان اڻ آرين ڪي گهڻ وڏ ڳالهيو آهي، مثلاً اڻ آرين بابت چيو اٿن ته "ڪتن وانگر پيانڪ پونڪار ڪري اسان ڪي ناس ڪرڻ لاءِ آيا آهن!" (منڊل پهريون 182،4). ڪين "ڪرشڻ" (سانورو يا ڪارو) "داس" (ٻانهون يا غلام) "دسيو" (چور يا رهزن) ۽ "اناس" (اڻاسو يا بي سرم) سڏيو اٿن. * اهو سڀ اويڪ آهي ته به ڌريون پاڻ ۾ وڙهنديون ته هڪ ٻئي کي گهڻ وڏ ڳالهائينديون. پر ڪن يورپي عالمن رگ ويد ۾ "اناس" لفظ ڪم آيل ڏٺو ته اهو انومان ڪيياون ته اهو اشارو دراوڙن ڏي آهي، جن جا نڪ اڪثر ويڪرا آهن، جهڻ ته منهن سان گڏيا پيا اٿن، جنهنڪري پاڻ ته نڪ اٿن ئي ڪونه. رگ ويد ۾ "ڪرشڻ لفظ به ڪم آيل ڏٺائون، ته هيڪاري ائين سمجهيائون ته دراوڙ لوڪ، جي هن وقت مدراس ڪاتي ۾ رهن ٿا، ۽ شڪل جا اڪثر ڪارا آهن، تن لاءِ اهي

لفظ ڪم آيل آهن. ائين رڳو دل جا انومان ڪيڍي تاريخن ۾ ڄاڻايون ته اڻ آريه لوڪ ,ڪرشڻ“ (سانورا يا ڪارا) هئا. آڳاٽن آرين بابت هيئن به سمجهيائون ته اهي نهايت سڌريل هئا ۽ اڻ آريه لوڪ ڪانئن گهڻو گهٽ هئا. تنهنڪري اهي ”داس“ ۽ ”دسيو“ سڏيا ويا آهن. ائين رڳو انومان تي مانداڻ منديائون ۽ ڪابه پڪي پختي ثابتي ڪانه هين.

رگ ويد ۾ چٽيءَ ريت ڄاڻايل آهي ته اڻ آريه لوڪ ڀاڳيا ماڻهو هئا ۽ منجهانئن جيڪي ”پڻي“ (وڻجارا يا واپاري) هئا، سي هيڪاري زور هئا. ڳايون، مينهون ۽ ٻيو چوپايو مال ججهو هئن ۽ وڙهڻ ۾ به پختا هئا، رگ ويد ۾ ”پر“ (شهر) ۽ ”درگا“ (قلعو) لفظ ڪم آيل آهن. اڻ آريه لوڪن جا شهر ۽ قلعا آريه لوڪن باهيون ڏيئي جلايا ۽ اندر ديوتا کي ”پريندڙ“ يعني قلعن جو ناس ڪندڙ ڪوٺيو اٿن، جو ڄاڻائون ٿي ته اندر ديوتا جي ٻاجهه سان ئي اڻ آريه لوڪن جي قلعن نابود ڪرڻ ۾ پاڻ سوڀارا ٿيا هئا. پر رگ ويد واري زماني ۾ آريه لوڪ پاڻ ڳوٺن ۾ رهندا هئا، جيئن اڄ به ٻهراڙين ۾ ماڻهو وسين ۽ واهڻن ۾ رهن ٿا. انهيءَ سبب عالمن سمجهيو ته اڻ آريه لوڪ، جي آرين کان گهٽ هئا، سي وري شهرن ۽ قلعن ۾ ڪيئن رهندا هوندا؟ رگ ويد ۾ ”پر“ ۽ ”درگاهه“ لفظ ڪم آيل به ڏٺائون، ته به عالمن ائين پئي ڀانيو ته اُهي شايد مٽيءَ يا پٿرن جا نهيل اَجها هئا، جن ۾ اڻ آريه لوڪ وقت سر پناهه وٺندا هئا. مطلب ته ڏرمي، پنگتي ۽ ٻين سيني ڳالهين ۾ هندستان جي آڳاٽن رهاڪن جو مان مرتبو آريه لوڪن کان گهٽ ٿي ليکيائون. هندستان جا هندو به يوروپي عالمن سان انهيءَ ڳالهه ۾ شامل راءِ هئا، جو هندو آڳاٽن آرين جي نسل مان آهن ۽ سڀاويڪ طرح پنهنجي اصل نسل جو فخر اٿن، دراوڙ لوڪ آرين جي نسل مان نه آهن، تنهنڪري اهي ”اڻ آريه“ (Non Aryans) سڏجڻ ۾ آيا. انهيءَ ”اڻ آريه“ لفظ جو اُچار پوءِ ڦري ٿيو ”اناڙي“ ۽ هاڻ معنيٰ اٿس ”اڻ سڌريل يا جهنگلي“. ائين رڳو غلط فهميءَ سبب عام ماڻهن جي دلين تي اثر وينل هو، ته آريه لوڪ سڌريل ۽ اڻ آريه لوڪ اڻ سڌريل هئا، نه ته حقيقتاً دراوڙ لوڪ انهيءَ آڳاٽي زماني ۾ ئي نهايت سڌريل هئا. هاڻ اينسئڪلوپيڊيا برٽئنڪا جي تازي (چوڏهين) ڇاپي ۾ مهن جي دڙي ۽ سنڌو ماٿر جي سڀيتا جو ذڪر ڪندي ڄاڻايو اٿن، ته آرين لوڪن کي

شايد لوهہ جا هٿيار هئا. جنهنڪري هو اڄ آريہ قومن کان ڪٽي ويا، نہ تہ اڄ آريہ لوڪ ٻيءَ طرح ڪانئن گهٽ ڪين هئا. سر جان مارشل بہ پنهنجي ڪتاب ”مهن جي دڙي“ ۾ متي ذڪر ڪيل غلط فهميءَ جي ڳالهہ ڪندي ڄاڻايو آهي تہ اها ڳالهہ ڪنهن کي خواب خيال ۾ بہ ڪانہ هئي تہ ڪو پنج هزار ورهيہ اڳي اڄ آرين جي سيپتا اهڙي هئي، جهڙي هينئر مهن جي دڙي مان ظاهر ٿي آهي. اها سيپتا ان وقت جي مصر ۽ ايشيا جي الهندي طرف جي سيپتا جهڙي آهي ۽ ڪن ڳالهين ۾ اُتي جي سيپتا کي بہ شهہ ڏيئي بيني آهي. مثلاً ڪپهہ مان ڪپڙي جوڙڻ جو هنر انهيءَ قديم زماني ۾ رڳو پنجاب ۽ سنڌ ۾ هو ۽ مصر ملڪ ۽ الهندي ايشيا ۾ بہ ٽي هزار ورهيہ پوءِ جاري ٿيو هو. + رگ ويد مان ائين سمجهڻ ۾ پيو اچي تہ آرين هندستان ۾ اچڻ سان سنڌو ماٿر ۾ اعليٰ درجي جي سيپتا ڏٺي هئي، جنهنڪري رگ ويد جي منڊل ڏهين جي سوڪت پنجهتر ۾ سنڌونديءَ جي گهڻي اُستتي ڪئي اٿن. پائنجي ٿو تہ ميرو پربت ڇڏڻ ڪانپوءِ ڪيترا آريہ لوڪ آرمينيا طرف هئا ۽ لوهہ مارڻ جو هنر اتي سکيا، جو آرمينيا اڄ تائين ڌاتن جي ڪاٽين ڪري مشهور آهي. دراوڙ لوڪ اجا لوهہ مارڻ نہ سکيا هئا، تنهنڪري آرين ڪين پنهنجي لوهي هٿيارن جي وسيلي آسانيءَ سان جيتي، سنڌو ماٿر پنهنجي قبضي ۾ ڪئي هئي، نہ تہ ٻيءَ طرح دراوڙ پنهنجو مٽ پاڻ هئا. اڄ بہ مدراس ڪاتي جي ائر، آينگر، نئدو ۽ ٻين آڪهين وارا اعليٰ درجي جا انسان آهن، ۽ راجگو پال آچاريہ ۽ ستيہ مورتيءَ جهڙا مڙس هند جا ستارا سڏجن ٿا. سندن ابن ڏاڏن بابت يورپي لوڪن جون غلط فهميون تاريخن جي وسيلي ڦهلائڻ بلڪل نامناسب ڳالهہ آهي. هن ڳالهہ جو خاص هن ڪري ذڪر ڪيو ويوآهي، جو مدراس ڪاتي وارن تاريخن ۾ لکيل غلط ڳالهين تان اعتراض ورتا آهن. جن يورپي عالمن شروع ۾ اهڙيون غلط ڳالهيون ڦهلايون، تن تي بہ چوهہ چنديا اٿن، جو هندن جي ڌرمي پستڪن ۾ لکيل ڳالهيون هنن ان وقت پوريءَ ريت سمجهيون ئي ڪين هيون. [*]

---

[*] Dr. Martin Haug's Essays on the Religion of the Parsis, p. 286

[*] اکرن کي ڦيرائي ڪنٺ پانڙيءَ جي اُچار وارو ڪرڻ (Gulturalisation) جي عادت ايراني لوڪن ۾ گهڻي آهي. ”سؤريہ – سور“ کي اول ڦيري ”هور“ ۽ پوءِ ”خور“ ڪيو اٿن. ساڳيءَ ريت سنسڪرت ۾ ”سوسري“ – ”سوسر“

معنيٰ ڀيڻ لئتن ۾ چون "سورر" (Soror)؛ ايراني ٻوليءَ ۾ "سوسر" جو اُچار ڦيرائي ڪيائون "هھڙ" ۽ هاڻ پارسيءَ ۾ چون "خواهر" معنيٰ ڀيڻ. اهڙا ٻيا بہ گھڻائي مثال آهن. (مصنف)

+ زنداوستا جي ٻوليءَ توڙي قديم پارسيءَ ۾ "تر" "ڌ" ۽ ٻيا اهڙا وسرگ اکر (Aspirates) هئا، جي هاڻوڪيءَ پارسيءَ ۾ ڪينهن؛ جهڙيءَ ريت سنڌيءَ ۾ "ڪٿڻ" مان "ڪهڻ"، ليڻ مان "لهڻ" ۽ "ڏيڻ" مان "ڏهڻ" لفظ ٺهيا آهن، تهڙيءَ ريت "مٿر" جو اُچار هاڻوڪيءَ پارسيءَ ۾ ڦري "مهر ٿيو آهي. (مصنف)

* "The ten incarnations in the Avesta (Yasht, XIV) are wind, a bull, a horse, a camel, a boar: a youth, a raven, a ram, a buck, and a man: and four seem to correspond with Kalki, Varaha, Vaman and Rama amongst the ten Avatars mentioned in the Puranic literature." Literature." Sjt. B.G. Tilak: The Arctic Home in the Vedas, p. 350.

* اها عادت اسان سنڌي ماڻهن ۾ بہ گھڻي آهي، جنهن ڪري "ڦاسي بدران "ڦاهي"، "ساس" بدران "ساھ" ۽ پارسين وانگر "ماس" بدران "ماھ" (چنڊ، مهنو) چئون ٿا. (مصنف)

* "The Zorastrians were a colony from Northern India. They had been together for a time with the people whose sacred songs have been preserved to us in the Vedas. A schism took place and the Zorastrians migrated west-ward to Archosia and Persia." Prof. Max Muller: Science of Language, Vol. II, P. 170, (5th Edition). Sea also Prof. Max Muller's Chips from A German Workshop, Vol. I, P. 83.

** The Iranians the ancestors of the Parsis, were pure Aryans and originally inhabited Sapta Sindhu." Dr. A.C. Das: Reg Vedic India, P. 588.

* In the Vedas as well as in the older portion of the Zand-Avesta (sea the Gathas), there are sufficient traces to be discovered that the Zorastrian religion arose out of a vital struggle against a form which the Brahmanical religion had assumed at a certain early period." Dr. Martin Haug: Essays on the Parsis, p.287.

** Dr. J. Muir: Original Sanskrit Texts, Vol. V, pp. 229-30.

+ "I cease to be a Deva (worshipper). I profess to be a Zorastrian Mazda-Yasnin (worshipper of Ahurmazda) an enemy of the Devas and a devotee of Ahura."! Dr. Martin Haug: Essays on the Sacred Language. Writings and Religion of he Parsis, pp. 173 and 292-93.

** "I burn down the world that doies not acknowledge the superemacy of Indra, and revolts against Indra-worship. The enemies have been killed in the place where they were assembled. They have been completely destroyed and are lying on the Samasana (lit. cremation ground) i.e. the battle-field." (Reg Veda I, 133,1) Quoted by Dr. A.C. Das: Reg Vedic India, P. 158.

* Aitreya Brahmana, 1,3,3.

* "To what country shall I go? Where shall I take my refuge? What Country is sheltering the master (Zorathustra) and his companions? None of the servants pay reverence to me, nor the wicked rulers of the country [Gatha ustanvaiti 4 (461) 1]. "I know that I am helpless. Look at me, being amongst few men. For I have few men. I implore thee (Ahur Mazd, the wise) weeping, thou living God. [Gatha Ustanvaiti 4 (46) II]. Dr. Martin Haug: Religion of the Parsis, pp. 152, 155 and 166-ed. 1862.

* The historian of Indian an Art, A. Koomar Sawamy says. "Indian art and culture, in any case, are joint creation of the Dravidian and Aryan genious, or wielding together of symbolic and representative, abstract and explict, language and thought".

* * رگ ويد ۾ ”اناس“ لفظ رڳو هڪ ڀيرو (منڊل 5،29،10 ۾) ڪم آيل آهي، ۽ رڳو سنڌي ٻوليءَ ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. شايد آچاريہ جي چوڻ موجب ”اناس“ لفظ اصل ۾ آهي ”عان“ معنيٰ ”نہ“ ۽ ”آس“ معنيٰ ”وات“، جنهنڪري اناس معنيٰ جنهن کي وات نہ هجي (Mothless) معنيٰ جنهن کي ٻولي (سنسڪرت) پوريءَ ريت ڳالهائڻ نہ اچي. سنڌيءَ ۾ ”اناس“ جو اُچار آهي ”اڻاسو“ يعني جنهن کي نڪ ناس نہ هجي (نرجو يا بي شرم) يوروپي عالمن بہ ”اناس“ جي معنيٰ ڪئي آهي جنهن کي نڪ ناس نہ هجي (Noseless)

* Many fanciful theories started over a hundred years ago have with slight alterations to suit later so calledonclusions, been accepted and repeated by later writers; and they are now put down in ordinary text books as if they are all proved history! The fact, however, is that no European has yet correctly understood Indian Vedic Literature, nor the true origin and principles of the caste system which has played such a great part in the building of Indian civilization..." M. Krishnamacharya, see "Pre-Mussalman India" by M.S., Nate-son, introduction, p.17.

+ " A marvelous culture surpassing in many respects the splendour of Egypt and Mosopotamia" Sir John Marshall.

* * Sir John Marshall: Mohen-Jo-Daro and the Indus Civilization, Vol. I, introduction, p.6.

# باب ڇهون

## رگ ويد وارو زمانو

**سنڌو نديءَ جو ذڪر. سنڌ ۽ سنڌوءَ جون ساڪون:** سنڌ جي تاريخ سنڌ جي سڀيتا جي ساڪن سان شروع ٿئي ٿي. هندن جي رگ ويد کان آڳاٽو پستڪ سڄيءَ دنيا ۾ ٻيو ڪونهي، تنهن ۾ ئي ڏسو ته سنڌ بابت اجهو هئن لکيل آهي:

”سنڌ گهوڙن ۾ شاهوڪار، رٿن (گاڏين) ۾ شاهوڪار، ڪپڙي گنديءَ ۾ شاهوڪار، عمدن گهڙيل ڳهڻن ۾ شاهوڪار، ڪاڏي پيتي ۾ شاهوڪار ۽ سدا تازيءَ اُن ۾ شاهوڪار آهي. ”سلمان“ ٻوٽا يعني مڇ وغيره، جن مان واڻ ۽ رسيون ڊهن ٿيون، سي ٻوٽا به سنڌ ۾ کوڙ آهن، ۽ سڀاڳي سنڌوءَ جا ڪنارا ماکي ڏيندڙ گلن سان سينگاريل آهن“! (رگ ويد منڊل ڏهون سوُڪت 75).

هنن ٿورڙن لفظن جي معنيٰ وڏي آهي، اهي ڄاڻائين ٿا ته گهوڙا، گاڏيون، عمدا جوڙيل ڳهڻا (زيور) ۽ ڪپڙا، جي سڀيتا جون شاهاڻيون شيون آهن، سي آڳاٽن سنڌي ماڻهن وٽ موجود هيون. رگ ويد واري زماني ۾ ئي سنڌ جي سڀيتا اهڙي اعليٰ درجي کي پهتل هئي، جو ان وقت جي جي آرين هيئن ساراهه جا ڍڪ پريا آهن، ۽ سنڌ جون ههڙيون ساڪون پنهنجي هنڌرمي پستڪ ۾ ڪيون اٿن.

قديم سنڌ جي سڀيتا ههڙي اعليٰ درجي کي سنڌونديءَ جي پرتاپ ڪري رسي هئي، تنهنڪري آڳاٽن آرين سنڌونديءَ جي اُستتي (ساراهه) ڪئي آهي، جنهن ۾ مٺيان لفظ چيا اٿن، انهيءَ اُستتيءَ جو مضمون وڏو ۽ وڻندڙ آهي، جنهن ۾ هڪ رشي چوي ٿو ته ”اي سنڌو، جڏهن تون ميدان مان وهين ٿي، تڏهن بير شمار ڪاڏو پاڻ سان آڻين ٿي، (يعني تنهنجي پاڻيءَ تي ججهي پوک ٿئي ٿي) تنهنجو پاڻي اُتم آهي. اي سنڌو، جيڪڏهن تنهنجي خوبصورتيءَ جي پيٺ ڪجي ته تون نو ورني ڪنوار وانگر آهين. سنڌو سدائين جوان ۽ سدائين سهڻي آهين وغيره.“

جنهن رشيءَ هيءَ اُستتي ڪئي آهي، تنهن جيڪي پنهنجا شاعراڻا خيال هن نموني ظاهر ڪيا آهن، سي جيتوڻيڪ پنهنجي جاءِ چڱا آهن، ته به سندس ڪيل

اُستتيءَ جو ڏيک قدر جاگرافيءَ جي خيال وچان ڪرڻو پوي ٿو. سنڌونديءَ سان ان وقت پيون ڪهڙيون نديون اچي گڏبيون هيون، جي پاڻيءَ جي پرتي ڪنديون هيس، تن جا جيڪي نالا ڄاڻايا اٿس، سي جيتوڻيڪ هن وقت سڀ سڃاڻڻ مشڪل آهن، جن ڪيترا هزار ورهيہ پوءِ يوناني تاريخ نويسن بہ ڄاڻايا هئا. هن مان ثابت آهي تہ هن رشيءَ کي ان وقت جي ندين جي سرشتي جي بلڪل پوريءَ طرح سڌ هئي، ۽ اهو ندين جو سرشتو ڄاڻايو ئي اهڙي ئي طرح اٿس، جو ڄڻ تہ ان وقت ئي پاڻ ٽرگناميٽيڪل پڙتال (Tirgnometrical Survey) ڪئي هئائين ڏسو تہ چوي ڇا ٿو؟

”اي سنڌو، پهريائين تون ترشتما (Trishtama) سان گڏجي وهين ٿي، ۽ پوءِ سسرتو (Susartu) ۽ رسا ۽ سويتي (سوات Swat River) سان. تون ڪيا (ڪابل ندي)، گومتي (گومال Gomal) ميهتنو (Mehatnu) ۽ ڪرمو(Krumn) (Kurum River) سان گڏجي وهين ٿي!“

هن مان ظاهر آهي تہ ڪرمو، گومتي (گومال) ۽ ڪيا يا ڪابل ندي، جنهن کي يوناني تاريخ نويسن ڪوفن (Kophen) سڏيو آهي، سي ان وقت وهنديون هيون، ۽ اهي سنڌو نديءَ جون پرتي ڪنڌڙ شاخون هونديون هيون، ۽ ڄمون دويپ ۾ رهندڙ آرين اهي اکين سان ڏٺيون هيون.

سنڌو نديءَ سان هيتريون نديون اچي گڏبيون هيون، تہ ان وقت سنڌونديءَ ۾ پاڻي ڪيترو هوندو هو، تنهن جو بہ اکين ڏٺو احوال ڏنو اٿس. چوي ٿو تہ ”سنڌوءَ جي گڙگاٽ ڌرتيءَ تان اُٿي ٿي، تہ اُها آسمان پريو چڙهي! سنڌو نهايت زور سان وهي ٿي، ۽ منهن مٺيادار اٿس، (نهايت سهڻي لڳي ٿي)“.

”سندس پاڻيءَ جو آواز اهڙو ٿو ٿئي، جو دل ڪري ائين پيو ڀانئجي، ڄڻ تہ مينهن جون اوڙڪون گجگوڙ ڪري پيون وسن. اجها سنڌو ڍڳي وانگر رنيندي پيئي اچي!“

رگ ويد ۾ جنهن رشيءَ هي لفظ چيا آهن، تنهن، جنهن مهل سنڌوءَ جي پرتي ڪنڌڙ ندين کي سنڌوءَ طرف وهندو ڏٺو آهي، تنهن مهل تشبيهہ تي اوڙ ڪم آندي اٿس. چوي ٿو تہ ”اي سنڌو، جيئن ڪو راجا جڏ ڪرڻ لاءِ نڪرندو آهي ۽

پنيان لشڪر هوندو اٿس، تيئن تون بہ (شاهاڻي شوڪت سان) ندين جي اڳيان مهندار ٿي هلين ٿي، ۽ ٻيون نديون بہ پلٽڻيون ڪري تنهنجي پنيان ائين هلن ٿيون، جو ڄڻ تہ ساڄِئي رٿ ۾ سوار آهيو“.

هن رشيءَ پوءِ گنگا، جمنا، سرسوتي ۽ درشدوتي ندين جو ناماچار ڳائي، پنجاب جي پنجن ندين جي ساراهہ ڪئي آهي. مطلب تہ اتر اولهہ سرحد، آگري ۽ ائوڌ جي گڏيل پرڳڻن ۽ پنجاب جي ندين جي هڪڙي ئي سُوڪت (75) ۾ پڙتال ڪئي اٿس: پر سنڌوءَ جا اجيت آهي، (ڪنهنجي جيتڻ جي ڪانهي). سا سڌي وهي ٿي. سندس ورڻ يا رنگ اڇو ۽ روشن آهي (پاڻي لڙاٽيل نہ اٿس)، ۽ هوءَ وڏي ندي آهي. سندس پاڻيءَ ۾ تک گهڻي آهي ۽ چئني طرف ٻوڙ ٻوڙان ڪري ٿي. جيڪي بہ متحرڪ يا چرندڙ شيون آهن، سي اهڙيون تيز رفتار نہ آهن، جهڙي هيءَ سنڌو آهي!“ ڏسو تہ ڪهڙو پورو پورو ۽ دلپذير بيان ڪيو اٿس!

هن وقت سنڌوندي پنجاب جي ندي ڪان ڏار ٿيڻ ڪانپوءِ منڻ ڪوٽ وٽان هڪ يڪي ندي ٿي، سنڌ ڏي اچي ٿي؛ پر رگ ويد واري زماني ۾ گهڻيون شاخون ٿي ايندي هئي، جنهنڪري رگ ويد جي ساڄي منڊل ڏهين (سُوڪت 75) ۾ هيئن بہ چيلو آهي تہ ”اي سنڌو، ورڻ ديوتا تنهنجي وهڻ لاءِ گهڻيون واٽون ناهيون آهن“. اهي لفظ نہ رڳو سنڌونديءَ جي مٿئين (اتر اولهہ سرحد علائقي واري ڀاڱي)، پر هينئين ڀاڱي سان بہ لاڳو آهن، جنهن لاءِ پارسين جي ڌرمي پستڪن مان بلڪل پڪي پختي ثابتي ملي ٿي.

**زنداوستا ۾ سنڌوءَ جو ذڪر:** پارسين جي زنداوستا ۽ ٻين ڌرمي پستڪن ۾ هماليہ جبل وارين قطارن کي ”البورز“ (مٿاهون جبل) سڏيو اٿن، ۽ اتان جيڪي نديون وهن ٿيون، تن مان بہ مکيہ ڪري ڄاڻايون اٿن. هڪڙي ”وهہ“ (Veh) ندي ۽ ٻي ”ارنگ“، جنهن بابت ڊاڪٽر مارٽن هاگ ڄاڻايو آهي تہ اها ”آمي“ (Ami) بہ سڏبي هئي. انهيءَ پوئين نالي ”آمي“ مان سمجهجي ٿو تہ اها ”آمو درياهہ“(Oxus) هئي، تنهنڪري ان جي ڳالهہ ڇڏي، باقي ”وهہ“ جو ذڪر ڪجي ٿو. زنداوستا ۾ زردشت کي اهرمزد (ڀڳوان) ٻڌائي ٿو تہ پهريائين مون فلاڻا هنڌ، ۽ پوءِ فلاڻا هنڌ خلقيا. ائين جهان جي پيدائش جو ذڪر ڪندي، ”وهہ“ نديءَ جو نالو

ڄاڻايو اٿس. پارسين جي بندهش (Bundahis) نالي ڪتاب ۾ مسٽر ويسٽر گيئرڊ جي ڇپايل زنداوستا مان حوالا ڏيئي، ڊاڪٽر مارٽن هاگ (1827-1876ع)ميونچ يونيورسٽيءَ جي اڳوڻي سنسڪرت جي پروفيسر ”وهه“ نديءَ بابت جيڪو نوٽ هنيو سو هتي بجنسي ڏجي ٿو.

انهيءَ نوٽ مان ائين سمجهڻ ۾ اچي ٿو تہ زنداوستا جو ”وهه“ لفظ اهو ساڳيو آهي، جنهن جو اچار هاڻوڪي پارسي ٻوليءَ ۾ آهي ”بهه“ معنيٰ ”چڱو“ (”بهتر“ معنيٰ تنهن کان چڱو يا ٻين کان چڱو)، جنهنڪري چئبو تہ اهو سنڌونديءَ جو هڪ صفاتي نالو آهي، جو قديم ايران ۾ چالو هو. انهيءَ ساڳئي نوٽ موجب ”بندهش“ ۾ سنڌوءَ جو ٻيو نالو ”مهرا“ ڄاڻايل آهي، تنهن مان سمجهجي ٿو تہ اهو لفظ اصل آهي ”مهراڻ“ — اها سنڌونديءَ جي هڪ ڏار شاخ هئي، جا اپرندي ناري، ڍوري پراڻ ۽ ڪوري ڪاريءَ مان وهي ڪڇ جي نار ۾ چوڙ ڪندي هئي. ”بندهش“ ۾ جيڪڏهن ”مهراڻ“ بدران ”مهرا“ لکيل آهي، تہ اها سهو چئبي. ائين هندن جي پراڻن ۾ بہ ڪٿي ڪٿي لکڻ ۾ (Clerical error)ڪاتب ٿوريون ٿوريون ڀلون چوڪون ڪيون اٿن، ۽ اها ڪا وڏي ڳالهہ ڪانهي. وقتي هيئن بہ هجي تہ قديم ايراني لوڪ ”مهراڻ“ بدران چوندا ئي ”مهرا“ هئا يعني پڇاڙيءَ وارو ”ڻ“ جو اچار ڪندا ئي ڪونہ هئا. بهرحال ايترو يقين ڄاڻڻ گهرجي تہ ”مهرا“ اهو ساڳيو لفظ آهي، جنهن جو سنڌ ۾ هن وقت بہ صحيح اُچار ”مهراڻ“ آهي. انهيءَ ساڳئي نوٽ موجب سنڌونديءَ جو ٽيون نالو ”ڪاسڪ“ هو. هندن جي پراڻن مان ايترو معلوم ٿئي ٿو تہ ڪاشيءَ (بنارس) جو شهر، جن ڪاشي آرين جي پنيان سڏجي ٿو، تن جو هڪ وڏو ڏاڏو ڪاسڪ“ هو، جنهنڪري بنارس يا ڪاشيءَ کي ”ڪاشڪا“ بہ چوندا هئا. پر انهن ڪاشي آرين جو نالو ”سنڌوءَ“ تي ڪهڙي حساب سان پيو، سو پتو ڪٿان بہ پئجي نٿو سگهي. جيڪڏهن مهراڻ وانگر ”ڪاسڪ“ بہ اڳي سنڌونديءَ جي هڪ ڏار شاخ هوندي هئي، تہ انهيءَ ۾ بہ عجب ڪونهي. جنهن صورت ۾ هن ڳالهہ جي کوجنا اڃ تائين ڪنهن بہ عالم ڪانہ ڪئي آهي، تنهن صورت ۾ هن بابت ڪجهہ بہ وڌيڪ چئي نٿو سگهجي.

ايترو هتي ٻڌائجي ٿو تہ مهراڻ يا هاڪڙو، جنهن کي ڪن پارسي تاريخ نويسن ”واهندهہ“ بہ سڏيو آهي، سو انهيءَ قديم زماني کان وٺي ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي وقت تائين، ايرندي ناري جي پيٽ مان وهي: ڏيپلي تعلقي جي ڏکڻ ڏي، ڪڇ جي رڻ جي نزديڪ، هاٽوڪي ڊوري ”پراڻ“ ۾ وڃي ڇوڙ ڪندو هو. ”پراڻ“ لفظ جي معنيٰ ئي آهي ”پراڻو يا جهونو درياهہ“. پراڻ ۾ ايرندو نارو اچي ڇوڙ ڪندو هو تہ اها ڦوڪجي وهندي هئي، ۽ ڪڇ جي رڻ جو ڪجهہ ڀاڱو سرسبز ڪندي، ڪوري ڪاريءَ کان وهي، لکپت جي ڀريان لنگهي، ڪڇ جي نار ۾ وڃي ڇوڙ ڪندي هئي. ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي پراڻ جي ڀريان بند ٻڌايو تہ ان جو پاڻي سنڌ جو سنڌ ۾ رهي، ۽ لکپت ڏي نہ وڃي. لکپت جي ساريال پوک جو مدارئي انهيءَ پاڻيءَ تي هو، تنهنڪري ڪڇ جي راءِ کي لکن جو نقصان پهتو. سن 1758ع کان اڳ سنڌو ندي نصرپور وٽان وهندي هئي. انهيءَ سال اتان رخ ڦيرايائين، تہ هن پاسي پاڻي اچڻ گهٽيو. سن 1819ع ۾ خوفناڪ زلزلو ٿيو تہ مهراڻ يا هاڪڙو هيڪاري سڪي ويو.

---

* The eleventh of places and Districts produced perfect by me, who am Ahurmazd, was Het-homand (Hetumand, in Sistan) the illustrious (and) glorious; busy and deligent is the spirit which is subdued, some say that of the Veh river. Pahlavi Vendidad 1, 14.

** "The Veh (or good) river is one of the two chief rivers of the world, according to Bundahish, which states (Page 49 Westergaard's edition of the Avesta text) that 'these two rivers flow forth from the north part of the eastern Albors, one towards the West, that is the Arange, (and) one towards the east, that is the Veh river' The spirits of the two rivers are also mentioned Bundahish, Page 50). And further particulars are given, thus (Bundahish, Page 51) 'The Veh river passes by on the east, goes through the land of Sindh (and) flows to the sea in Hindustan and they call it there the Mehra river,' and in page 53 it is stated that the Veh river is also called the Kasak in Sindh." Dr. Marton Haug: Essay on the Sacred Language, Writings and Religion of the Parsis, P. 361.

# باب ستون

## آرين جا خاندان ۽ بينڪون

**رگ ويد وارو هندستان:** رگ ويد مان معلوم ٿئي ٿو تہ آڳاٽا آريا لوڪ ستن ندين جا ڪنارا پاڻيءَ جي سهنج ڪري والاري وينا هئا، جنهنڪري سندن والاريل ملڪ "سپت سنڌو" يعني ست درياهو سڏبو هو. ڪن عالمن ڪي رگ ويد مان ائين سمجهڻ ۾ اچي ٿو تہ انهن ستن ندين مان پنج نديون پنجاب واريون هيون، ڇهين سرسوتي ۽ ستين سنڌو، جنهن ۾ سنڌونديءَ جون پرتي ڪنڌڙ نديون(Tributaries) يعني ڪابل ندي، گومتي (گومال)، سوات ۽ ڪرم بہ ليکيون وڃن ٿيون، جي تنهن وقت وهنديون هيون ۽ سنڌو نديءَ سان اچي گڏبيون هيون. ندين جا اهي سڀ نالا رگ ويد جي منڊل ڏهين ۾ ڏنل آهن. ان ۾ گنگا ۽ جمنا ندين جا نالا بہ ڄاڻايل آهن، پر اهي گهٽو پوءِ ناميارون ٿيون، ۽ پوتر ليکجڻ ۾ آيون- اول رڳو سرسوتي ندي پوتر ليکبي هئي ۽ سنڌو ندي وڏي ۽ مکيہ هئي، تنهنڪري رگ ويد ۾ گهڻي ساک رڳو انهن جي لکيل آهي. انهن ندين جي ڪنارن تي آرين جون جيڪي بينڪون هيون، تن ۾ سنڌ، پنجاب، ڪشمير ۽ گنڌار (قنڌار) يعني هاٿوڪو پشاور ۽ ان جي آسپاس وارو ملڪ (هاٿوڪو افغانستان ۽ بلوچستان جي حدن تائين) اچي ٿي ويا. آرين جي انهن بينڪن کان ئي گهٽو اڳي، سور جونسي گهراڻي وارا ايوڌيا ۾، ۽ چندر ونسي گهراڻي وارا پرتيسٿان) الهہ آباد) ۾ راڄ ڪندا هئا، پر اهي پاسا رگ ويد واري هندستان ۾ نہ ليکيا اٿن، جو ان وقت شايد اڏهين اڻ آريہ لوڪ گهٽا هئا. بنگال، بهار ۽ بين هنڌ بہ اڪثر اڻ آريہ قومون رهنديون هيون، جي پڻ پوءِ آرين جي دفعي ۾ ليکجڻ ۾ آيون. سپت سنڌوءَ ۾ رهڻ ڪري آرين جو ملڪ "سنڌو" نالي مشهور ٿيو. سنڌ جو پرڳٽو بہ "سنڌو" سڏبو هو، جنهن جو اچار پوءِ ڦري "هندو" ٿيو، ۽ رفتي رفتي سارو ملڪ هندستان سڏجڻ ۾ آيو. سرسوتي نديءَ ۽ سنڌونديءَ جي وچ وارو ملڪ رگ ويد جي منڊل ٽئين (4،33) ۾ ("ديو ڪرت يوني" (Davkrta yoni) سڏيو

ويو آهي، جنهنجي اکري معنيٰ آهي ”ديويا پڳوان جو جوڙيل ملڪ“ (God fashioned Country)، مطلب ته اهو ملڪ اهڙو سرسبز ۽ پريو پاڪيو هو، جو ڄڻ ته واليءَ خاص طرح ساڻس پنهنجو وڙ ڪيو هو، جنهنڪري آرين ڪيس اهو نالو ڏنو.

سنڌ ۾ سور جونسي: آرين ۾ هڪڙا سور جونسي ٻيا چندرونسي هئا. سور جونسي گهراڻي مان پهريون راجا اڪشو اَڪو هو، جنهن جي گاديءَ جو هنڌ ايوڌيا هو، جو نالو هاڻ ”ائوڌ“ تي پيل آهي. اڪشو اکو جي پيڻ جو نالو ”اِلا“ هو، جا ٻڌ سان پرڻيل هئي. ٻڌ جي پيءُ جو نالو ”سوم“ (چنڊ) هو، تنهنڪري انهيءَ خاندان وارا چندرونسي سڏبا هئا. چندر ونسي گهراڻي مان پهريون راجا پروروس هو، جنهن جي گاديءَ جو هنڌ ”پرتيستان“ (Partisthana) هو، جو هاڻ الهه آباد سڏجي ٿو. راجا پورس ۽ سندس اولاد ”آئل“ (Aila) يعني ”اِلا“ سڏيا ويا آهن. ميرو پربت ڪان وچ هماليه جبل واري واٽ وٺي اتر هندستان ۾ آيا هئا، جا ڳالهه پراڻن ۾ چاٽايل آهي. اها هڪ وڏي سند آهي، جنهن جي آڌار تي اسان چيو آهي ته آريه اصل هندستان جا رهاڪو نه هئا؛ پر ميرو پربت ڪان آيا هئا.

سنڌ جو واسطو ٻنهي گهراڻن وارن سان آهي. هتي اول ايترو چاٽائجي ٿو ته سورجونسي گهراڻي وارا، جن مان راجا اڪشو اکو، ڪان گهڻو گهڻو پوءِ راجا دسرٿ ۽ سري رامچندر چيدا ٿيا. سي قديم زماني ۾ سنڌ ۾ به هئا. انهيءَ ڳالهه جو پتو هن ريت پيو آهي:
نهايت قديم زماني ۾ سنڌ ۾ ”پاتال“ نالي هڪ ناميارو بندر هو، جنهن جو پراڻن ۾ ذڪر آهي. عيسوي سن ڪان سوا ٽي سو ڪن ورهيه اڳي سڪندر اعظم جي وقت ۾ به اهو بندر مکيه هو، تنهنڪري يوناني تاريخ نويسن به ان جو ذڪر ڪيو آهي، ۽ نالو به ساڳيو ”پاتال“ بندر چاٽايو آٿن. ان بابت جيڪي ڏس پتا ڏنا اٿن، تن مان صفا ظاهر آهي ته اهو بندر هاڻوڪي ڪراچي ضلعي واري لاڙ ۾ هو. جتان سنڌوندي به وڏيون شاخون ٿي وهندي هئي. اها به — درياهي اچ تائين

گهوڙا باري تعلقي ۾ آهي، جتان درياهه جي هڪ شاخ ڪيٽي بندر ۽ ٻي شاهه بندر ڏي وڃي ٿي؛ پر اڳي سمنڊ گهٽو اوريرو يعني نٽي طرف يا اجا ٻه شاهه ڪپور طرف سمجهيو، جتان اڳي درياهه وهندو هو. ميجر جنرل هيگ پنهنجي ڪتاب ”انڊس ڊيلٽا ڪنٽري“ (Indus Delta Country) جي صفحي 20 ۾ انهيءَ پاتال بندر جو ذڪر ڪندي ڄاڻايو آهي ته ٿبيٽ مان هڪ ڏند ڪٿا ملي آهي، جنهن مان سمجهجي ٿو ته اڪشو اڪو ڪل وارا (سورجونسي) انهيءَ پاتال بندر ۾ رهندا هئا، ۽ آريہ لوڪن جون سڀ ڪان آڳاٽيون بيٺڪون سمنڊ جي پر ۾ هيون. مطلب ته سري رامندر جا ابا ڏاڏا ڪنهن وقت سنڌ ۾ ٻہ هئا. ميجر جنرل هيگ اهو ڄاڻايو ئي ڪونهي، ته اهي ايوڌيا طرف جا آريہ لوڪ سنڌ ۾ ڪهڙي حساب سان آيا، پر پراڻ ۽ اتهاس انهيءَ ڳالهه تي ڪجهه روشني وجهن ٿا.

پراڻن پٽاندر راجا اڪشو اڪوءَ جي مربي پٽ وڪڪسي ششاد (Vikuksi Sasada) ايوڌيا ۾ راڄ ڪيو. ٻيو پٽس نيمي (Nimi) نالي هو، جو ”وديهه“(Videh) ٻہ سڏبو هو. اُنهيءَ نيپال ڪان وٺي مگڌ (بهار جي ڏاڪڻي ڀاڱي) جي اتر ايرندي طرف تائين پنهنجو دڳ ڄمايو هو، ۽ اهو سمورو ملڪ سندس نالي پٺيان ”وديهه“ سڏبو هو. اڪشو اڪوءَ جو هڪڙو ڀاءُ نايا نيدشت(Nabahanedishtha) هو، جنهن جي اولاد مان ”وشال“ نالي هڪ راجا هاٿوڪي مظفر پور ضلعي وارو پاسو هٿ ڪيو؛ ۽ اتي جيڪو سندس گاديءَ جو هند هو، سو سندس نالي پٺيان ”وئشالي“ سڏجڻ ۾ آيو. اڪشو اڪوءَ جو ٻيو ڀاءُ شرياتي هو، جنهن جي اولاد مان ”آئرت“ نالي هڪ راجا هاٿوڪي گجرات وارو پاسو پنهنجي قبضي ڪيو، تنهنڪري گجرات وارو پاسو سندس نالي پٺيان ”آنرت“ سڏبو هو. هن مان ڏسڻ ۾ ايندو ته سورجونسي گهراڻي وارا رڳو ڀڳو ايوڌيا ۾ ڪين هئا، پر پنهنجي حڪومت جي حد گهٽي قدر وڌائي هئائون، وراڻن ۾ جيتوڻيڪ اهو ڄاڻايل ڪونهي ته سنڌ جو پرڳٽو ٻہ سندن تابع هو يا نہ، تہ ٻہ رامائڻ مان ايترو ظاهر آهي ته سري رامچندر جي پيءُ راجا دسرٿ جو سنڌ سان بلڪل گهٽو ناتو هو. وڏي ڳالهه ته راجا دسرٿ ڪانپوءِ سنڌ جو حاڪم ئي سري رامچندر جو ڀاءُ پرت هو. ٻڌ ڌرم واري زماني ۾ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ ”وئشالي“ هو. اهي جيتوڻيڪ پوءِ

جون ڳالهيون آهن، تہ بہ انهن مان ايتري پڪ ٿئي ٿي تہ سنڌ جو ناتو ڪجهہ وقت سورجونسي گهراڻي وارن سان برابر هو.

راجا اڪشواڪو توڙي سندس پاڙيچو راجا پروروس ڪنهن نهايت قديم زماني ۾ ٿي گذريا آهن. رگ ويد ۾ راجا پروروس جي پڙ پوٽن ۽ تڙ پوٽن جو ذڪر آهي؛ پر رگ ويد منجهان ئي سيني آرين جي سيپتا ۽ بين ڳالهين جو ججهو پتو پوي ٿو. اتهاس ۽ پراڻن مان تاريخ لاءِ گهڻو ئي ذخيرو ملي ٿو، تنهنڪري هينئر خود يوروپي لوڪ انهن ڌرمي پستڪن جو ججهو قدر ڪن ٿا، ۽ پنهنجن جوڙيل تاريخن ۾ اول رگ ويد وارا احوال ڏين ٿا. ڪئمبرج هسٽري آف انڊيا ۽ ٻيون تاريخون، جي سند ڪري ليکجن ٿيون، سي سپ ائين جڙيل آهن. انهن جي جڙڻ ڪانپوءِ بہ ڪي وڏيڪ کوجنائون ٿيون آهن، تنهنڪري سنڌو ماٿر جا احوال انهن بنهہ تازين کوجنائن پٺاندر هتي ڏجن ٿا.

رگ ويد ۾ گهڻو ذڪر چندرونسي گهراڻي جي راجائن جو آهي، پر انهن جو پيڙهيءَ بہ پيڙهيءَ احوال اتهاسن ۽ پراڻن ۾ ڏنل آهي، تنهنڪري اسين اهو بہ گڏي جاٽائيندا سين تہ سندين تاريخ سمجهڻ سولي ٿئي. پراڻن مان اهو بہ ظاهر آهي تہ جن آرين سنڌو ماٿر ۾ پنهنجو دڳو ڄمايو، سي اصل هماليہ جبل جي پريان، بنهہ اتر طرف هڪ ٿڌي ملڪ ۾ميرو پربت تي رهندا هئا، ۽ پوءِ جڏهن سنڌو ماٿر ۾ اچي ٻينڪون وڌائون، تڏهن هندستان سندن آستان يا ماڳ ليکجڻ ۾ آيو.

**چندر ونسي آرين جا ڪل يا خاندان:** رگ ويد ۾ ڄاڻايل چندرونسي گهراڻي وارا آريہ لوڪ جدا جدا ڪلن ۾ ورهايل هئا، جن مان پنجن ڪلن يا خاندانن وارا مکيہ هئا، جنهنڪري "پنج جن" يعني پنج ڄڻا يا پنجن نياتن وارا (Five folds or five peoples) رگ ويد ۾ گهڻا گهمرا ڪمآيل آهي. مطلب تہ چندرونسي گهراڻي وارن جون پنج مکيہ شاخون هيون، ۽ هر شاخ وارا پنهنجي ڪنهن وڏي ڏاڏي جي نالي پنيان سڏبا هئا. انهن پنجن شاخن يا نياتن مان هڪڙا سڏبا هئا يدو (يادؤ يا جادؤ

ونسي)، ٻيا تروسو، ٽيا پُرو، چوٿان آنُو ۽ پنجان درهيون. اهي ڪير هئا، سا ڳالهہ رگ ويد ۾ ڄاڻايل ڪانهي؛ پر اتهاسن ۽ پراڻن مان سندن سربستو احوال ملي ٿو.

راجا پروروس، جنهن بابت مٿي اڳي ئي چيو ويو آهي تہ چندرونسي گهراڻي جوبنياد وڌو هئائين، تنهن جو پڙ پوٽو راجا يياتي هو، جنهن کي ٻہ راڻيون هيون: هڪڙيءَ جو نالو "ديويائي" هو، جا آسرن جي گرؤشڪر آچاريہ جي نياڻي هئي، ۽ ٻيءَ جو نالو "سرمشنا" هو، جا دئتن، دانون ۽ اسرن جا راجا "ورس پرون"(Varsparuan) جي نياڻي هئي. راجا يياتيءَ کي راڻي ديويائيءَ مان ٻہ پٽ، يدو ۽ تروسو ۽ راڻي سرمشنا مان ٽي پٽ، درهيو، انو ۽ پرو هئا. انهن پنجن پٽن جو اولاد سندن ئي نالن پنيان سڏبو هو. مطلب تہ اهي "پنج جن" اصل هڪڙي ئي ڏاڏي جو اولاد هئا؛ پر پوءِ وچ ۾ گهڻيون پيڙهيون پئجي ويون هيون، جنهنڪري رگ ويد ۾ اهي علحديون علحديون شاخون هيون. ڪي پنهنجي ويجهي ڏاڏي تي ڪي ڪنهن ڏورانهين ڏاڏي جي نالي پنيان پاڻ کي سڏائيندا هئا. ائين جملي چاليهن کن خاندانن جا نالا رگ ويد ۾ ڄاڻايل آهن؛ پر منجهانئن مکيہ وري ٻہ "پنج جن" هئا. اهو "پنج جن" وارو خيال هن وقت "پنچات" لفظ ۾ سمايل آهي؛ جنهن جي اصل معنيٰ هئي "پنجڪن ڄڻن جو ميڙ".

**سنڌ ۾ جادؤ ونسي:** آڳاٽا آريہ لوڪ جدا جدا وقتن تي ٽوليون ٽوليون ٿي هندستان ۾ آيا هئا. ٻولين جي کوجنائن مان عالمن کي ايئن وسهڻ لاءِ سبب پيدا ٿيو آهي تہ ڪي آريہ لوڪ وچ ايشيا کان آرمينيا طرفان اول ايران ڏي ويا، ۽ پوءِ جبل جهاڳي ۽ لڪ لتاڙي هندستان ۾ آيا. پراڻن پٽاندر، راجا پروروس جنهن چندر ونسي گهراڻي جو بنياد وڌو، سو وچ هماليہ جبل واريءَ واٽ کان آيو هو. سندس ئي ڪل مان راجا بياتيءَ جي ٻن پٽن يدو ۽ تروسو، جي اولاد بابت رگ ويد ۾ ڄاڻايل آهي تہ اهي سمنڊ جي رستي آيا هئا، ۽ اندر ديوتا پنهنجيءَ ٻاجهہ سان کين سلامتيءَ سان آڻي پهچايو هو. انهيءَ باري ۾ کوجنائن ڪرڻ سان يوروپي عالمن

کي يقين ٿيو آهي تہ اهي يدو ۽ تروسو آريہ لوڪ بابل يا بئبلان (بئبلونيا) کان سمنڊ رستي اول سنڌ ۾ اچي رهيا هئا. اڳي انهيءَ طرف کان ماڻهو دنگين ۾ جهازن ۾ چڙهي، ايراني نار وارو ڪنارو ئي ڪنارو ڏيئي، سنڌونديءَ جي چوڙ وٽ اچي لهندا هئا. انهن ڪوجنائن جا وڏا بيان رايل ايشياٽڪ سوسائٽين جي جنرل ۾ ڏنل آهن. جن مان ٿورو مضمون سن 1910ع ۾ ڪراچيءَ جي ڊي. جي. سنڌ ڪاليج مسيلنيءَ ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. هن مان ائين سمجهجي ٿو تہ يدو ۽ تروسو آريہ لوڪ وچ ايشيا کان اولاهندي ايشيا طرف ٽڙي پکڙي ويا هئا، ۽ پوءِ اتان سمنڊ جي رستي سنڌ ڏي آيا هئا، يا هيئن بہ چئجي تہ هندستان ۾ اچڻ کانپوءِ ايڏانهن ويا هئا ۽ سمنڊ جي رستي موٽيا هئا. هرحال ايترو پڪ سان چئبو تہ رگ ويد واري زماني ۾ ئي آريہ لوڪ سمنڊ جو سفر ڪندا هئا، ۽ پروفيسر مئڪڊونيل جو چوڻ تہ رگ ويد آرين سمنڊ ڏٺو ئي ڪونہ هو، سا بنهہ غلط ڳالهہ آهي.

يدو آريہ لوڪ راجا يدوءَ جو اولاد هئا، تنهنڪري يادؤ (جادؤ) ۽ يادؤ ونسي (جادؤنسي) يعني راجا يدوءَ جو اولاد سڏبا هئا. سري ڪرشڻ بہ جادؤ ونسي ڪل مان هو، جنهنڪري چئبو تہ سندس ابا ڏاڏا اصل ڪجهہ وقت سنڌ ۾ هئا. جيسلمير جا ڀٽي راجپوت، ۽ سنڌ، ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ جا سما راجپوت بہ جادؤ ونسي ڪل مان آهن.

رگ ويد موجب يدو آرين سان گڏ بيا تروسو آريہ لوڪ سمنڊ جي رستي آيا هئا. انهن بابت پراڻن ۾ ڄاڻايل آهي تہ هنن پوءِ ڏکڻ هندستان ۾ وڃي پنهنجون بادشاهتون برپا ڪيون جي پانڊيہ، چول، ڪيرل وغيره نالن سان مشهور ٿيون. اتر هندستان جي ڪن آرين ۽ ڏکڻ هندستان جي چول لوڪن پوءِ بئبلونيا ۾ ٻين پاسي بيٺڪون وجهي، يورپ تائين وڻج واپار پئي ڪيو، جي ڳالهيون بابت ٻارهين ۾ ڄاڻائبيون.

**ٻين آرين جون بيٺڪون:** يدو ۽ تروسو آرين ڪانسواءِ ٻيا "پرو" آريہ لوڪ هئا. نهايت قديم زماني ۾ انهن مان پرت نالي هڪ ناميارو راجا ٿي گذريو آهي، جو

راجا دشينت ۽ شڪنتلا جو پٽ هو، جنهن جي نالي پٺيان سارو ڀارت کنڊ سڏجي ٿو. پرو آرين مان ڪي پنهنجي انهيءَ وڏي ڏاڏي جي نالي پٺيان پاڻ کي ”ڀرت“ آريہ لوڪ سڏائيندا هئا. رگ ويد واري زماني ۾ منجهائنئن ڪي شتدري (ستلج)، تہ ڪي سرسوتي نديءَ جي ڪناري تي رهندا هئا. ”پنج جنن“ مان چوٿان ”آنو“ آريہ لوڪ هئا، جي ”انو“ يعني راجا انوءَ جو اولاد سڏبا هئا. رگ ويد واري زماني ۾ اهي پرشني نديءَ جي ڪناري تي رهندا هئا، جا پوءِ ”اراوتي“ يعني تازگي بخشيندڙ يا فرحت ڏيندڙ سڏبي هئي. ۽ هاڻ اچار ڦري ”راوي“ ٿيو اٿس.
پنج جنن مان پنجاب ”درهيو“ آريہ لوڪ هئا، جي آنو آرين جا ويجها سوٽ هئا. انهن درهيو آرين مان هڪ جو نالو گنڌار هو، جو هاڻوڪي پشاور ۽ ان جي آسپاس وارن هنڌن ۾ راڄ ڪندو هو. سندس جيڪو گاديءَ جو هنڌ هو، سو سندس پٺيان ”گانڌار-گنڌار“ سڏبو هو، جنهن جو اچار پوءِ ڦري ”قنڌار“ ٿيو. اهي درهيو آريہ لوڪ پشاور ۽ ان جي آسپاس سنڌونديءَ جي ڀرتي ڪندڙ ندين (ڪابل ندي وغيره جي ڪنارن تي رهندا هئا. مطلب تہ آڳاٽا آريہ لوڪ اول رڳو سنڌ، پنجاب ۽ اتر-اولهہ سرحد علائقو والاري ويٺا هئا، ۽ اهوئي رگ ويد واري زماني جو هندستان ليکيو ويو آهي. جيئن مٿي اڳيئي چيو ويو آهي. ان وقت سنڌ جون حدون ڪهڙيون هيون، سو پتو ڪونهي. پر سپتا سيني هنڌ ساڳي هئي.

**آرين جي ٻوليءَ ۾ ڦير**: آڳاٽن سيني آرين جي مادري زبان سنسڪرت هئي؛ پر هندستان ۾ اچڻ کان اڳ گهڻن هنڌ ٽِڪيا تا ڏسجن ۽ جدا جدا هنڌن جي قومن سان لهہ وچڙ ۾ آيا تا ڏسجن. هندستان ۾ اچڻ ڪانپوءِ بہ منجهائنئن ڪي سنڌ تہ ڪي پنجاب تہ ڪي اتر – اولهہ سرحد علائقي ۾ تہ ڪي ٻين هنڌ رهندا هئا. انهن ڳالهين جو پهريون ۽ مکيہ اثر سندن ٻوليءَ تي ٿيو. هن وقت سڄو هندستان چندرو ونسي گهراڻي جي راجا ڀرت جي نالي پٺيان ڀارت کنڊ سڏجي ٿو، تنهنڪري جيڪو ائين سمجهجي تہ اهي ڀرت آريہ لوڪ، جي پرو آرين جي شاخ مان هئا، سي پنج جنن ۾ برک هئا؛ ۽ سندين ئي ٻولي نيٺ هئي؛ پر رگ

ويد ۾ ٻين آرين کين سڏيو آهي. ”مڌ رواچ“ (Mrdhra – Vacha) يعني جن جي ٻولي پوريءَ ريت سمجهڻ ۾ نه اچي (رگ ويد، منڊل ستون 18، 13) ۽ منڊل ڏهين (5،23) ۾ اڻ آريه قومن لاءِ 3 به ڪم آيل آهي. هن مان ظاهر آهي ته ٻين آرين کان پرو (پرت) آريه لوڪ اڻ آريه قومن سان گهڻو لهه وچڙهه ۾ آيا هئا، جنهنڪري ٻيا آريه، جي جيتوڻيڪ سنڌن ڏورانهان سوٽ هئا، تن کان سنڌين ٻولي وڌيڪ ڦريل هئي، جنهنڪري اهي ”مرڌ رواچ“ سڏيا نويا آهن.

**ڌرم ڪرم ۾ ڦير:** آرين جي نه رڳو ٻوليءَ ۾ ڦير هو، پر ڌرم ڪرم ۾ به ڦير هو. مثلاً سري ڪرشڻ جا ابا ڏاڏا، جي يدو آريه (جادؤ ونسي) هئا، ۽ سندن ويجها سوٽ جي ”تروسو“ آريه سڏبا هئا، تن کي رگ ويد ۾ ٻين آرين ڪار وچان ”داس“ سڏيو آهي، جو اهي ڪجهه وقت ويدن کي ڪين مڃيندا هئا – (رگ ويد، منڊل ڏهون). پوڄا ۾ به ڦير هئن. جيڪي آريه ويدڪ ڌرم جا هئا، سي اندر ديوتا جي پوڄا ڪندا هئا. جيڪي ويدڪ ڌرم جا نه هوندا هئا، سي اندر پوڄا جي برخلاف هوندا هئا. اهي وري لنگ جا پوڄاري هوندا هئا، ۽ ”شيشنه“ ۽ ”شيشنه ديوا“ سڏبا هئا يعني جن جو ”اِشٽ ديو“ (Chosen Deity) ”شيشنه“ (لنگPhalus) هجي. ويدڪ ڌرم وارا لنگ جي پوڄا جي بنهه برخلاف هوندا هئا، جنهنڪري رگ ويد ۾ لنگ جي پوڄارين لاءِ ذڪار ظاهر ڪئي اٿن، ۽ کين ”اَڪرمن“ (ڪريا ڪرم کان رهت (Riteless)، ”ابراهمڻ“ (Without devotion) ، ”آديويه“ (In different to Gods) ، ”آيجنيه“ يعني يگيه نه ڪندڙ (Not Sacrificing) ۽ ٻين اُگرن نالن سان سڏيو اٿن. مطلب ته لنگ جي پوڄارين جو ڌرم ڪرم اندر جي پوڄارين کان بنهه علحدو هو.

**لنگ جي پوڄا:** ڪيترن يورپي عالمن کي کوجنائن ڪرڻ سان معلوم ٿيو آهي ته دنيا جي سيني پوڄائن مان لنگ جي پوڄا جو رواج نهايت قديم آهي. قديم مصر ملڪ جا رهاڪو ۽ آڳاٽا يوناني ۽ رومن لوڪ ”پريئپس“ (Priapus) کي پوڄيندا هئا. قديم بت پرست يهودي ”بيئل پيور“ (Baal peor) کي، ۽ ڪي قديم لوڪ ”بچوس“ (Bachhus) کي پوڄيندا هئا. اهي سڀ ديوتائن ڪري ليکبا هئا، پر اهي سڀ لنگ جون پوڄائون هيون.

يوروپي عالمن جو اهو به چوڻ آهي ته لنگ جي پوڄا انهيءَ قديم زماني جي آهي، جنهن ۾ ماڻهو بلڪل ابوجهه هوندا هئا، ۽ ائين وسهندا هئا ته قادر ۽ سنديس قدرت هيءُ جهان ائين پيدا ڪيو آهي، جيئن مرد ۽ زال جي ميلاپ ٿيڻ ڪري ٻار پيدا ٿئي ٿو. انهيءَ سبب لنگ کي ديوتا ڪري پوڄڻ لڳا.
قديم دراوڙ لوڪ لنگ جا پوڄاري هوندا هئا، جيئن رگ ويد مان معلوم ٿئي ٿو. ويجهڙائيءَ ۾ مهن جي دڙي مان ڪيترا لنگ لڌا آهن، جا ڳالهه سر جان مارشل ڄاڻائي آهي. مصنف کي ائين سمجهڻ ۾ اچي ٿو ته اهي دراوڙ هئا، جي سنڌو ماٿر مان اول ڏکڻ هندستان ڏي ويا، ۽ پوءِ الهندي ايشيا ۽ يورپ ڏي وڻج واپار سانگي بيٺڪون وڌائون، ۽ انهيءَ پاسي لنگهه جي پوڄا جو رواج به ڦهلايائون، جنهنڪري ناروي ۽ اسڪئنڊينيويا طرفان مهاديو جي مندرن جا نشان لڌا آهن، جا حقيقت پروفيسر نلسن ڄاڻائي آهي.
آرين ۾ جيڪي "آنو" آريه هئا، تن به شايد قديم دراوڙ لوڪن سان لهه وچڙهه ۾ اچڻ سبب لنگ جي پوڄا جو رواج اختيار ڪيو هو. حقيقت ڪيئن به هجي، پر اها پڪ آهي ته جيڪي انو آريه لوڪ هئا، تن جي هڪ شاخ وارا پاڻ کي "شوي" آريه لوڪ سڏيندا هئا، ۽ اهي لنگ جا پوڄاري هوندا هئا، جيئن رگ ويد ۾ ڄاڻايل آهي. پوءِ جيئن ڊاڪٽر انباش چندرداس ڄاڻايو آهي، انهن شوي آرين جي نالي پنيان لنگ جي پوڄا تي نالو ئي پيو " شو جي پوڄا".

آرين جي ڌرم ڪرم ۽ پوڄائن ۾ ڦير هو، ته اول هڪ ٻئي لاءِ نفرت هين، ۽ وقتي پاڻ ۾ وڙهندا هئا؛ پر سنڌو ماٿر ۾ پوءِ نهي نڪي وينا ۽ صلح سانت ۾ پنهنجيءَ سڀيتا جو ڦهلاءُ ڪيائون. مها ڀارت واري زماني ڌاري لنگ جي پوڄا بلڪل عام ٿي ويئي، جنهنڪري لنگهه جي پوڄارين ڏانهن پوءِ ڪوبه نفرت جي نگاهه سان ڪونه نهاريندو هو.هاڻوڪن هندن مان به ڪيترا وشنو ڀڳوان جا ته ڪيترا شو ڀڳوان جا پوڄاري آهن، ۽ لنگ جي پوڄا ڪن ٿا.

* عربي جاگرافي نويسن بہ انهيءَ سبب ان کي "سبع سين" يعني "ست درياھ" ڪوٺيو آهي.

* What does tradition say about the origin of the Ailas or Aryans? It makes the Aila power begin at allahaabad, and yet distinctly suggest that they came from outside India. The legends and fables about the progenitor Pururavas Aila, all connect him with the middle Himalayan region. He was loosely associated with the Gandharvas. His WIFE Urvasi was a Gandharvi, as well as called an apsaras. The place the frequented were the river Manda kini (منداڪني) Alka "الڪا" the Caitraratha and Nandnna forests, the mountains Gandharmadana (گنڌمارنا) and meru and the land of the Uttara-Kurus regions to which the Gandharvas were assigned. From the Gandharvas the obtained sacrificial fire, his sons were known in the Gandharvas world, and he ultimately became united with the Gandharvas." F.E. Pargiter: Ancient Indian Historieal Tradition p. 297.

* "The Hindu statements have almost universally been regarded as very different from the fictions of an improved and credulour people and entited to a very serious and profound investigation." Historians History of the World. Vol. II, p. 495.

+ + "At the first dawn of the traditional history we see that these Aryan tribes, migrating across the snow of Himalyas southwards towards the "Seven Rivers" (the Indua, the five rivers of the Punjab and the Sarasvati), and ever since India bas been called their home. That before this time they had been living in more northern regions, within the same precincts, with the ancestors of the Greeks, the Italians, Slavonians and Celts, is a fact as firmly established as that of the Normans of William the Conqueror were the Northern Scandinavians". Prof. Max Muller: Chips from A German workshop, Vol. I, p.63.

* * دئت، دانو ۽ اسر اصل قومن جا نالا هئا، جيئن مهاڀارت ۾ ڄاڻايل آهي، انهن قومن لاءِ پوءِ آرين نفرت ظاهر ڪئي، جنهنڪري انهن لفظن کي پوءِ خراب معنائون مليون. ابو پهاڙ جي آسپاس "شالو" لوڪ رهندا هئا، انهن کي دانو ۽ دئت سڏيائون. اٿرووند ۾ توڙي پارسين جي زنداوستا ۾ "داتو" لفظ انهن دشمنن لاءِ ڪم آيل آهي، جن سان جنگ جوڙڻ گهرجي. "اَسر" (اهر) نالو ايرانين لاءِ ڪم آيل آهي، تنهنڪري شڪر آچاريہ ايران وارن آرين جو گرو چئبو. هندستان ۽ ايران وارا آريہ لوڪ اصل هڪ يڪي برادري هئا، ۽ پوءِ اهي بہ ڌار قومون ٿيون – جيئن متي اڳي ئي چيو ويو آهي: ۽ پڻ ڏسو پارجيٽر صاحب وارو ڪتاب صفحو 290 ۽ ڊاڪٽر مارٽن هاگ جا پارسي مذهب بابت مضمون صفحو 279.

* Thou roaring Indra, dravest on the waters that make a roaring sound like rushing rivers. What time, O Hero, o'er the sea thou broughtest, in safety broughtest, Turvasu and Yadu." Reg Veda VI-20, 12. Griffith's Translation.

+ "We know from recent historical reasarch that before the Aryan conquest, Sindh was peopled by the tribes of Yadus and Turvasus." D.J. Sindh College Miscelency, monsoon term issue of 1910, p.82.

* گرنار ڪوٽ جو حاڪم راءِ ڏياج سنڌ (ننگر ٺٽي) جي چوڙا سما راجپوتن مان هو، تنهنڪري شاهه جي رسالي ۾ هو ”جادم“ (جادؤ) يا جادؤ ونسي سڏيو ويو آهي.

”پسي پاٽ پر ٽيو، سندو جادم جود“. (شاهه)

سنڌ جي حاڪم ڄام تماچيءَ جو پائٽيو (ڄام اوڍي جو پٽ) جکرو هو، تنهن کي به شاهه صاحب ”جادم جکرو“ سڏيو آهي – هن مان ظاهر آهي ته شاهه صاحب کي سڌ هئي ته سما راجپوت جادؤ ونسي ڪل مان هئي. تنهنڪري کين ”جادم“ (جادؤ) سڏيو اٿس. (مصنف).

* F.E Pargiter: Ancient Indian Historical Tradition. P.108.

* "The Yadus and the Turbases where designated as Dasas, because they had seceded from the Vedic faith for a time." (Reg. Veda X, 62, 10) quoted by Dr. A.C. Das: Reg. Vedie Culture Pate 128.

* "The Yadus and the Turbases were designated as Dasas, because they had seceded from the Vedic faith for a time." (Reg. Veda X, 62, 10). Quoted by Dr. A.C. Das: Reg. Vedie Culture Page 157 and 164.

** ** Forlong: Rivers of Life, Vol. II, p. 38 et seq.

* Dr. A.C. Das: Reg. Vedic Culture, p. 166.

** "Phallus worship was probably of prehistoric age in India, and by the time of the Mahabharat it had won its way into the orthodox Hindu culture." The Cambridge history of India Vol. I. p. 85.

# باب اٺون

## آرين جي سڀيتا جو اوائلي احوال

**سڀيتا جا ٽي زمانا:** رگ ويد جا منڊل (Cycles) جدا جدا زمانن جا جڙيل آهن. خود رگ ويد ۾ ٽن زمانن جو ذڪر آهي: قديم وچولو ۽ آخرين، (منڊل ٽيون، 32، 13 ۽ منڊل ڇهون، 21، 5)انهن منڊلن ۾ جيتوڻيڪ ڌرمي ڳالهيون آهن، تہ بہ انهن مان پنگتي ۽ ملڪي ڳالهين جو ڪيتري قدر پتو پوي ٿو. انهن مان اهو بہ معلوم ٿئي ٿو تہ آرين جي سڀيتا جا بہ مکيہ زمانا ٽي هئا. پڙهندڙن کي سڄي ڳالهہ سمجهڻ ۾ سولي ٿئي، تنهن لاءِ اسين ٽن زمانن کي هيٺينءَ ريت ورهايون ٿا:

(1) جنهن ۾ آريہ لوڪ ڏٽ ۽ شڪار تي گذران ڪندا هئا.
(2)جنهن ۾ آريہ لوڪ ڌڻ ڌارڻ سکيا هئا.
(3)جنهن ۾ آريہ لوڪ کيتي ڪرڻ سکيا هئا.

حقيقتاً سيني سڌريل قومن ائين ترقي ڪئي آهي؛ پر چوپائي مال ۽ کيتي جي اوني آڳاٽن آرين ۾ ڪي اهڙا خيال پيدا ڪيا، جي ٻين قومن کي نہ آيا. قادر ۽ قدرت ۽ جيوت جي مسئلن بابت ويچار بہ پنهنجي نموني تي ڪيائون. انهن سيني سببن ڪري هندو سڀيتا هڪ نموني تي پيئي، ۽ هندو ڌرم ئي علحدو ٿيو. مٿئين هرهڪ زماني جو هتي ڌار ڌار ذڪر ڪجي ٿو، تہ سڀيتا جو واڌارو سمجهڻ سولو ٿئي، ۽ اهو بہ سمجهڻ ۾ اچي تہ هندو جاتي ٻين جاتين کان ڪيئن نرالي ٿي.

**ڏٽ ۽ شڪار:** "قديم سڀيتا جي شروعات" جو ذڪر ڪندي، باب پهرئين ۾ اڳي ئي ڄاڻايو ويو آهي تہ قديم هجري زماني ۾ سڄيءَ دنيا ۾ برف گهڻي پوندي هئي، جنهنڪري کيتي ڪرڻ ناممڪن هوندي هئي، ۽ ماڻهو ڏٽ (جهنگلي اَن ۽ ميون وغيره) تي گذران ڪندا هئا. رگ ويد واري ٻنهہ اوائلي زماني ۾ بہ آڳاٽا

آريہ لوڪ ڏٿ کائي پيٽ پريندا هئا، ۽ اهو دستور ٿر، ڪوهستان ۽ بين هنڌن جا مسڪين ماڻهو اڄ تائين هلائيندا پيا اچن.

قديم زماني ۾ ججهيءَ برف پوڻ سبب وڻ ٽڻ سڙي ويندا هئا، جنهنڪري جهنگلي پيدائشون (ڏٿ) ڪو وقت ٿينديون ئي ڪين هيون. هن وقت پارو ڪنهن اتفاق سان پوي ٿو، تہ بہ ٿر ۾ ڏسو تہ ڪنهن سال برسات نہ پوندي آهي، تہ وڻ ٽڻ سڙي ويندا آهن، جنهنڪري چوپايو مال مکين وانگر مري ويندو آهي، ماڻهو بک ۾ اهڙا پاهہ پيا ٿيندا آهن، جو پيٽ وجي پنيءَ سان لڳندو اٿن ۽ اهڙو سخت ڏڪار پوندو آهي، جو اُتان جنسي رت جي بانس پيئي ايندي آهي. هاڻ پڙهندڙ پاڻيهي تصور ڪري سگهندا تہ قديم زماني ۾ ججهيءَ برف پوڻ ڪري وڻ ٽڻ سڙي ويندا هئا، ۽ جهنگلي پيدائشون ڪو وقت ٿينديون ئي ڪين هيون. تہ ماڻهن جي ڪهڙي حالت ٿيندي هئي. برف پوي کي ڏڪار پوي، تہ بہ پيٽ تہ ڪنهن کي نٿو ڇڏي. اهڙين حالتن ڪري آڳاٽن آرين ۾ مڇي ماس کائڻ جو رواج پيو. مها ڀارت ۾ چاٽايل آهي تہ هاڻوڪا چار ورن پوءِ نهيا، نہ تہ اصل رڳو هڪڙو ورن هو، ۽ سڀ آريہ لوڪ براهمڻ هئا: پر ”پيٽ بري بلا“! چوڻي بہ آهي تہ ”ستين لنگهڻي ڪتو بہ حلال“. ٻين قديمن قومن وانگر هي براهمڻ (قديم آريہ لوڪ) بہ شڪار ڪري پيٽ پالڻ لڳو.

قديم زماني ۾ شڪار ڪيئن جهلنيدا هئا؟ اها وات ماڻهن کي قدرت سيکاري. باز ۽ ٻيا وڏا پکي ننڍڙن پکين جو شڪار ڪن ٿا. اهو نمونو اکين سان ڏسي، پکين جو شڪار ڪرڻ لاءِ ماڻهو باز ڌارڻ لڳا. اهو قديم زماني جي دستور سنڌ ۾ توڙي ٻين ڪيترن هنڌ اڄ تائين هليو اچي.

”سو پيي ڌار ۾ سڪرو جنهن کي پک نہ پر“.

شاهہ

شڪريو چيڪ، سيچاڻو، بحري، باشو، بشين ۽ ٻيا قسمين قسمين باز اڄ تائين ماڻهو پالين ٿا. هن وقت سنڌ ۾ اڪثر رڳو مسلمان شوق وچان (۽ نہ بک سببان) باز ڌارين ٿا.

ڪتا به شڪار جهلين ٿا، تن ۾ تازي ڪتو شڪار جهلڻ جو اُستاد آهي. آڳاٽي ماڻهن ڪتن کي سڪار جهليندو ڏٺو، ته پاڻ به شڪار لاءِ ڪتا ڏارڻ لڳا. اڄ تائين ڪي شڪار ڪرڻ لاءِ ڪتن جون لوڏيون پاڻ سان وٺي ويندا آهن. پاليل ڪتاب قديم لوڪن جي جان جو به بچاءُ ڪندا هئا. جهنگلي مرون مٿن ڪاهي ايندا هئا، ته انهن تي ڪتن جي ٻچ ڪرائيندا هئا. مطلب ته پکين مان اول باز ۽ پسن مان اول ڪتو انسان ذات زات کي ڪمائتو ٿيو، جن مان ڪتو اڄ تائين ماڻهن جي در جو دربان آهي. ڳوٺڙن ۾ ڏسو ته ماڻهو ڪچين پونگين ۾ بنا ڪڙن ۽ ڪلفن جي رهن ٿا، ۽ پوليس جو پهرو به وٽن ڪونهي، ته به رات جو بي اونا ٿي ننڊ ڪن ٿا. ڪتا در تي بينا اٿن. اُهي ڪوڏاريو ماڻهو ڏسن، ته پريان ئي پهوڙ لائين ۽ ويجهو اچي ته چنگهه ڦاڙي ڪينس. رگ ويد ۾ ڪتن جو گهڻو ئي ذڪر آهي. آڳاٽن ماڻهن کي شڪار هٿ ڪرڻ ۽ پنهنجي جان جي بچاءُ لاءِ هٿيار پنوهارن جو به ضرور ٿيو. ڄاريون به ناهيندا هئا، جن جي وسيلي شينهن به ڦاسائي سگهندا هئا. (رگ ويد منڊل پنجون).

**هٿيار پنوهار:** سيني ساهوارن کي پنهنجي جان بچائڻ لاءِ قدرت ڪي نه ڪي هٿيار پنهنجي اسلح خاني مان ڏيئي ڇڏيا آهن. شينهن، رڇ، باز وغيره کي ڪو نقصان پهچائڻ ويندو، ته چنبو هڻندس، ڪتو ڏاڙهيندس ۽ ٻلو رهندا پائيندس، ماڻهو ماڻهوءَ کي ماريندو، ته اڳلو مُڪون ۽ لَتون هڻندس، يا چڪ چهنڊڙا پائيندس. چوڻي به آهي ته "چڪر کي لتر پڄي!".

اهي اوائلي هٿيار آهن. ماڻهن پوءِ هوش هلائي ٻيا هٿيار به ڪم آندا. جهنگلي مرن ۽ پکين کي هڪالي ڪڍڻ لاءِ ڪي سوليون سهنجيون واٽون به اختيار ڪيائون. وقتي انهن کي وات سان هڪ ڏيندا هئا. يا تاڙي وڄائي ڊڄاريندا هئا، يا پٿر هڻي پڄائيندا هئا. جيڪڏهن انهن اُپائن مان پورت نه پوندي هئي ته ڪنهن وڻ مان ٽاري ڇني، يا لئيءَ وغيره مان لٺ پڇي، انهن سان جهنگلي جانورن کي ماري ڪٽي پڄائيندا هئا. انهيءَ ريت سنڌن مکيه هٿيار اول هئا پٿر، ڇها ۽ لئيءَ يا بانس جون لنيون پائنجي ٿو ته هٿ ۾ لڪڻ ۽ لٺ ڪڻڻ جو رواج ائين شروع ٿيو.

جهنگلي مرن ۽ بکين کي هڪالي ڪيڻ لاءِ وڻ جي ٽاري يا ڪا لٺ تڏهن ڪم آڻي سگهبي، جڏهن اهي بنهه ويجهو ايندا، تنهن کان پريان ئي ڇو نه هڪالي ڪيجين؟ اهڙيءَ حالت ۾ پريان ئي پٿر هڻڻ جو رواج هو. پوءِ ماڻهن هوش هلائي ڪانياڻيون ناهيون، ته پٿر هيڪاري پري اڇلڻ سولو ٿئي، ۽ ڪنهن جهنگلي مرونءَ يا دشمن کي پاڻ تائين اچڻ ئي نه ڏجي. اڄ به جهاز هڪلڻ لاءِ ڪانياڻيون ۽ گليلا يا ڳوڙها هاري ناري عام طرح ڪم آڻين ٿا. رگ ويد ۾ پٿرن، هڏن، سڱن ۽ ڪن ڌاتن مان نهيل هٿيارن جو ذڪر آهي. مثلاً گهوڙي جي پاسريءَ جو هڏو (”آشو پرشو“) ڪهارو يا ڏاٽو ڪري ڪم آڻيندا هئا. ماڻهن پوءِ وڌيڪ هوش هلائي ڪمائون ۽ تير ناهيا، جي پهريائين رڳو پکين جي شڪار ڪرڻ لاءِ ڪم آڻيندا هئا. سنڌو ماٿر ۾ رهندڙ آڳاٽا آريہ لوڪ اهي هٿيار ڪيئن ناهيندا هئا، سا سڌ ڪن قديم لفظن جي بنيادن مان پوي ٿي، جي اڄ تائين سنڌي ٻوليءَ سانديا آهن، جنهنڪري انهن لفظن جو گهڻو قدر ڪرڻو پوي ٿو.

سر جو سندو سڄڻين، سينگ منجهان سيلو،
ٽينگر ٽــڪـيو ڪينڪي، پار لنگهيو پيلو.
هڻڻ سين حـيلو، جـانب جـيڏو ئـي ڪـيو.

شاهه

هتي پهريون ئي پهريون لفظ آهي ”سر“، جو رگ ويد جي منڊل پهرئين (100، 18)، منڊل ٻئي (12، 10)، منڊل چوٿين (3،7) ۽ ٻين منڊلن ۾ ڪم آيل آهي، جنهنڪري چئبو ته شاهه صاحب بيت ۾ هيءُ نهايت قديم زماني جو لفظ ڪم آندو آهي. مٿئين بيت ۾ ”سر“ جي معنيٰ آهي ”تير“: پر اصل ۾ اهو سر جو ڪانو آهي، جنهن جي ڳاهه کي سٽي ڪٽي ”مڃ“ ڪري، ان مان نوڙيون ناهيندا آهن. رگ ويد واري اوائلي زماني ۾ سر جي ڪانن مان تير جوڙيندا هئا، تنهنڪري سنسڪرت توڙي سنڌيءَ ۾ ”سر“ لفظ جون اهي ٻئي معنائون آهن. نهايت قديم زماني ۾ ڪانن مان تير جوڙڻ جو رواج عام هو، تنهن ڳالهه جي ساک ٻيا به ڪي لفظ پرين ٿا.

تير لاءِ ٻيو سنڌي لفظ آهي ”ڪان“، جو اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ ”ڪانڊ“، جنهن جي ٻي معنيٰ ”ڪانو“ بہ آهي. مطلب تہ ”ڪان“ ۽ ”ڪانو“، ساڳيئي بنياد وارا لفظ آهن ۽ ڄاڻائين ٿا تہ اڳي ڪانن مان تير ٺاهيندا هئا. اهو رواج ايران ۾ بہ هو. پارسيءَ ۾ ”ڪلڪ“ معنيٰ قلم ۽ ٻي معنيٰ ”تير“، سنڌيءَ ۾ ”ڪلڪ“ معنيٰ ڪاني مان ٺهيل قلم، جنهن سان ليکجي؛ پر جڏهن چئون ”ڪرڪ“ تڏهن معنيٰ اٿس ”تير“؛ ائينلفظ ساڳيوئي؛ پر اچار ڦريل.

هنيم هوت ڪرڪ، لوڏيان لوهہ نہ نڪري.“

شاهہ

سر جو ڪانو يا ٻيو کهڙو بہ ڪانو تير وانگر اڇلائبو تہ اهو پکيءَ کي ماري ڪين سگهندو، تنهنڪري ڪانن سان شڪار ڪيئن ڪندا هئا؟ اها خبر ”سيلو“ لفظ مان پوي ٿي، جو پڻ شاهہ صاحب مٿئين بيت ۾ ڪم آندو آهي. اهو اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ ”شليہ“، جو رگ ويد جي منڊل ڇهين (75،11) ۾ ڪم آيل آهي. سنسڪرت ۾ هڪڙي معنيٰ اٿس ”تير“ ۽ ٻي معنيٰ ”ڪنڊو“، يا اهڙي شيءِ جا جسم ۾ گهڙي ايذاءُ ڏئي. هاڻ ظاهر آهي تہ قلم يا ڪانو، جو تير ڪري ڪم آڻيندا هئا، تنهن ۾ سيلهہ يعني ڪنڊو يا ڪا تکيءَ ڇنب واري هڏي وغيره اٽڪائيندا هئا ۽ اها پکيءَ کي ايذاءُ رسائيندي هئي.

ٽينگر ٽکيو ڪينڪي، پار لنگهيو پيلو.“

شاهہ

”پيلو“ اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ ”پيلؤ“ جنهن جي بہ معنيٰ آهي ”تير“. ان جو ڌاتو يا بنياد آهي ”پيل“ (Peel) معنيٰ روڪڻ، بيهارڻ، ڪڍڻ يا بدحواس ڪرڻ. هاڻ چڱيءَ طرح سمجهڻ ۾ ايندو تہ ڪاني ۾ ڪنڊو يا ڪا ڇنبدار شيءِ اٽڪائي، اها ٽٽير وانگرت اڇلائيندا هئا تہ ان جي لڳڻ ڪري پکي اُڏامڻ کان روڪجي پوندو هو يا بدحواس ٿي ويندو هو، جنهنڪري هن کي آسانيءَ سان جهلي سگهندا هئا.

تير لاءِ ڪمان ضروري آهي. ”ڪمان“ پارسي لفظ آهي. ان لاءِ نج سنڌي لفظ آهي ”سينگ“، جنهن جي بنيادي معنيٰ آهي ”سڱ مان ٺهيل“.هي لفظ ڄاڻائي ٿو تہ

ڪنڌي مينهن، جنهن جو سڱ وريل ٿئي ٿو، يا هرڻ وغيره جو وريل سڱ، اڳي ڪمان ڪري ڪم آڻيندا هئا.

ڪمان لاءِ ٻيو لفظ اسان وٽ آهي ”چاپ“، جو نج سنسڪرت لفظ آهي ۽ بنيادي معنيٰ اٿس ”بانس جي وريل ڪاني“، جيئن پروفيسر آپٽي واريءَ سنسڪرت ڊڪشنريءَ ۾ ڄاڻايل آهي. هن ريت اهي لفظ ڄاڻائين ٿا ته آڳاٽا لوڪ ڪنهن جانور جو وريل سڱ يا بانس جي مڙيل ڪاني، ڪمان وانگر ڪتب آڻيندا هئا. آڳاٽن ماڻهن اهي سولا سهنجا رستا اختيار ڪري تير ڪمان جوڙيا ته پکين جو شڪار ڪرڻ سولو ٿئي. مطلب ته ضرورت وقت اهو هنر سيکاريائون ۽ پوءِ ان ۾ ترقي ڪيائون. جيڪڏهن هٿ ڪيل شڪار ڪو ماڻهو يا جانور کسڻ ايندن، يا ڪو مرون خود ڪين کائڻ ايندو ته ڪمانن جا تير ڪهڙو بچاءُ ڪندا؟ اهڙيءَ حالت ۾ مضبوط تيرن جوڙڻ جي ضرورت ٿي.

پنجاب ۽ سنڌ جا آڳاٽا آريه لوڪ پوءِ لڙائين ۾ به اهي مضبوط تير ڪم آڻڻ لڳا؛ پر اول تيرن جي چهنبن کي ڪنهن زهر جو مک ڏيئي ڇڏيندا هئا. (اٿرو ويد منڊل چوٿون 776؛ منڊل پنجون 8،18 ۽ پيٽيو رگ ويد منڊل ڇهون 75، 15). انهيءَ تير لڳڻ ڪري ڪنهن کي رڳو رهڙ پئجي ويندي هئي، ته به زهر جهٽ رت ۾ ملي، اڳلي کي ماري وجهندو هو. اهو زهر ملائڻ جو رواج آفريڪا ۾ بلڪل گهٽو هو، جنهن جا ڪيترا مثال مسٽر هينري سٽئنلي ڏنا آهن. ماڻهون پوءِ ٽامو، لوهه وغيره مارڻ سکيا، ته عام طرح تيرن جون چهنبون رڪ مان جوڙيندا هئا. رگ ويد جي منڊل ڇهين (11،75) ۾ ”ايومکم“، (Ayo-Mukham) لفظ ڪم آيل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي لوهه جي منهن (چهنبن) وارو. هن مان پڌرو آهي ته رگ ويد واري زماني ۾ ئي رڪ جي راسين (نوڪرن) وارا تير ڪم ايندا هئا. اهو رواج پوءِ ڪلهوڙن جي صاحبيءَ تائين سانده هلندو آيو، جنهنڪري شاهه صاحب به چيو آهي ته:

”پنهونءَ جي پيڪان جون راسيون منجهان رڪ“.

شاهہ

جيئن وقت ويو گذرندو، تيئن سنڌو ماٿر جي رهاڪن تير اندازيءَ ۾ حيرت جهڙي ترقي ڪئي. انهيءَ ڳالهہ جو ججهو ذڪر مها ڀارت ۽ ڪن پراڻن ۾ آهي، جي رگ ويد واري زماني کان گهڻو پوءِ نهيا، تنهنڪري انهن جو ذڪر پوءِ ڪبو، هتي رڳو ايترو ڄاڻائجي ٿو تہ رگ ويد واري زماني ۾ اڳاٽن آرين وٽ جيڪي رڪ جي راسين (نوڪن) سان تير هوندا هئا، تن سان پکہ بہ ٻڌندا هئا، تہ انهن جي رفتار تکي ٿئي، پکن ٻڌل تير چهہ مان چمڪندو، ڪڙڪڙ ڪندو ويندو هو. هيءَ ڳالهہ رگ ويد جي منڊل ڇهين جي سُوڪت 75 ۾ ڄاڻايل آهي. مطلب تہ سڪار ڪرڻ لاءِ ماڻهو اول جهڙا تهڙا تير ڪمان جوڙيا ۽ پوءِ تير اندازيءَ ۾ حيرت جهڙي ترقي ڪيائون. ماڻهو پوءِ ڌڻ ڌارڻ سکيا. انهيءَ چوپائي مال سندن حوصلو ڪيتري قدر وڌايو، سو احوال نهايت مکيہ آهي.

**ڌڻ ڌارڻ جو رواج**: آڳاٽا لوڪ اول ڏٿ ۽ شڪار تي گذران ڪندا هئا، تہ اهو گويا اڪاسي ورت هو. ڪنهن وقت پاري پوڻ سبب وڻ ٽڻ سڙي ويندا، تہ ڏٿ ملي ڪين سگهندو. شڪار بہ ڪنهن وقت هٿ ايندو، تہ ڪنهن وقت نہ بہ ايندو، تہ بہ پيٽ ڪين ڇڏيندو. پوءِ تہ ماڻهو بُک ۾ ڇتا ٿي هڪ ٻئي جو چڪين ماس چنندا ۽ آدم خور ٿي پوندا. آدم خوريءَ جو بنياد پيو ئي بک منجهان. انهيءَ سبب چئبو تہ چوپائي مال مان انسان ذات تي وڏو ئي احسان ڪيو آهي، جو انهيءَ ماڻهن کي آدمخور ٿيڻ کان بچايو ۽ ترقيءَ جي راهہ ۾ قدم وڌارايو.

ماڻهن اول ڪهڙا ۽ پوءِ ڪهڙا چوپايا ڌاريا، سا ڳالهہ ڪنهن بہ ڪتاب ۾ کليءَ ريت ڄاڻايل ڪانهي: پر يجر ويد جي تئستريہ براهمڻ گرنٿ (177، 4،1-6) مان اهڃاڻ ملي ٿو. ان ۾ ڄاڻايل آهي تہ ”پرجا پتيءَ (برهما) ماڻهن ۾ پهريائين براهمڻ خلقيا ۽ جانورن ۾ ٻڪريون: پوءِ کتري ۽ رڍون، ۽ انهن کانپوءِ وئش ۽ ڳايون پيدا ڪيائين، ۽ پڇاڙيءَ ۾ شودر ۽ گهوڙا خلقيائين“، هن منجهان ڪيترن عالمن کي ائين سمجهڻ ۾ اچي ٿو تہ آڳاٽن آرين درجي وار ڄاڻايو آهي تہ ماڻهن اول ٻڪريون، پوءِ رڍون ۽ انهن کانپوءِ ڳايون ڌاريون، ۽ انهن کانپوءِ گهوڙا

ڌاريائون. هن مان اها به سڌ پوي ٿي ته چوپائي مال ڌارڻ ۾ ماڻهن اول ٿوري تڪليف ورتي ۽ پوءِ وڏيڪ تڪليف وٺڻ تي پاڻ کي هيريائون.

ٻڪري سياءَ جي مانيٽي آهي. اُها جهلڻ به سولي ته پالڻ به سولي. ان لاءِ نڪو آهر ناهڻو پوي، نڪا ڪوندي جوڙڻي پوي. جيڪو به گاهه مليس سو کائي وڃي. چوڻي به آهي ته "اُٺ واري اَڪرو، ٻڪري واري ڪاڪرو"، يعني اُٺ اَڪ جو ٻوٽو ڪونه کائي، (ٻيا سڀ وڻ ۽ ٻوٽا کائي) ۽ ٻڪري ڪڪرو ڪونه کائي، باقي جيڪو به گاهه مليس، سو رڙڪي وڃي. ٻڪريءَ مان سک به گهڻا. کير به ملي ته گوشت به ملي. ٻڪري جي کل مان سانداريون ۽ ٻيون شيون ٺاهيندا آهن، ۽ ان جي ڏاس وٽي نوڙيون ڪندا آهن. ٿر ۽ ڪوهستان ۾ اڄ تائين ڪيترا رڳو ٻڪريون ڌارين. جبل جا ماڻهو ڏسو ته مانيءَ ڪاڻ مهل هڪ ٻڪري اڳيان بيهاري چڏين. هڪ هڪ گرهه چباڙيندا، مٿن ٻڪريءَ مان گوهو پنهنجي وات ۾ هڻندا وڃن! ماني اجهو ائين کائين.

ٻڪرين ڪانپوءِ ماڻهو رڍون ڌارڻ لڳا: پر انهن جو اصلوڪو ماڳ روهه ولايت يا جابلو ملڪ آهي. اهي سڀ ڪنهن کي سولائيءَ سان هٿ به نه اچي سگهن، تنهنڪري انهن جي ڌارڻ جو رواج پوءِ عام ٿيو. قديم آريہ لوڪ دنبي جو گوشت دل ڪري کائيندا هئا، (رگ ويد منڊل ڏهون 17، 27). رڍن ۽ گهيٽن جي اُن مان پوءِ کٿا، لويون، ڪمريون وغيره جوڙيندا هئا، ۽ اهو رواج اڄ تائين هليو اچي. ٿري ماڻهو اڄ تائين کٿا ۽ لويون ڍڪين ٿا، جنهنڪري سنڌي شاعرن کين "کٿيرا" يعني کٿو ڍڪيندڙ ۽ لوئرياڙا" يعني لوئي پهريندڙ سڏيو آهي.

ٻڪرين ۽ رڍن ڪانپوءِ گاين ڌارڻ جو رواج پيو، گايون جيستائين جهنگلي آهن، تيستائين شوخ آهن ۽ جهلڻ ڏکيون آهن. هڪ واريءَ پالجين ٿو ته پوءِ سياءُ جيڪي سو نريو ٿڌو ٿئين ٿو. انهيءَ هوندي به ڪي گايون "ڪٽر" ٿينديون آهن. انهنڪي ڏهبو آهي ته ڪيٽو ڪنديون آهن. ويجهو وڃبو ته گانءِ جي لت جو نڪاءُ پيو پوندو. ڪي ارڳيون گايون خود پنهنجن ڦرن کي به کير ڌائڻ ڏکيو ڏين. گاين جي ٿهل به گهڻي ڪرڻي پوي ٿي، جهنگ چري ايندڀون، تنهن ڪانپوءِ ڪڙ ڪتر وغيره کپين. هڪڙو جهلڻ ڏکي، ٻيو پالڻ ڏکيو، تنهنڪري گاين ڌارڻ جورواج

پوءِ پيو، پر کير ۾ مکڻ نہ ڇڏيائو! ويلي ويلي تي ڳايون کير بہ جام ڏين، انهيءَ چوش وچان ماڻهن تڪليف جو خيال ڪونہ ڪيو ۽ ڳائو مال ويا ججهو هٿ ڪندا. انهيءَ مال سندن ايترو تہ ڌيان ڇڪيو، جو خود ماڻهن تي گوپال، گوند (گوبند)، گتم، گوپ، گوپي وغيره نالا رکيائون. ”گسائين يا گوسائين“ لفظ اصل ۾ آهي ”گوسوامن“ (گوسوامي) يعني ڳاين جو مالڪ، ۽ پوءِ مٽي ٿيو ”سائين، ڌڻي، حاڪم“. هڪ ساڌن جو فوٽو انهيءَ نالي سان سڏجڻ ۾ آيو. جهڙوڪ: گوسائين سواجگر“ ڳاين ڌارڻ جو رواج انهيءَ نهايت قديم زماني جو آهي، جنهن زماني ۾ هندستان، ايران ۽ يورپ وارا آريہ لوڪ ميرو پربت طرف گڏ رهندا هئا. هن لاءِ هيءَ ثابتي آهي تہ ڳئون، ڳانءِ يا ڳنءُ لاءِ هڪڙو ئي لفظ اٿن. سنسڪرت ۾ ”گو“ معنيٰ ڳانءِ ۽ ان جو انگريزيءَ ۾ اچار آهي ”ڪو“ (Cow) ۽ پارسيءَ ۾ ”گاو“ جيئن ”گوسائين“ لفظ جي اصل معنيٰ آهي ”ڳابن جو مالڪ“ ۽ پوءِ معنيٰ ٿيس ”سائين، ڌڻي يا حاڪم“ تيئن رشيا جي ٻوليءَ ۾ ”گوسپوڊار“ (Gospodar) ۽ ”گوسپودين“ (gospodin) لفظن جي آهي. هنن لفظن ۾ سنسڪرت لفظ ”گو“ بجنسي ڪم آيل آهي.

ڳاين کان گهوڙا جهلڻ وڌيڪ ڏکيا آهن، جو اهي ڊوڙ جا تمام تکا آهن. گهوڙي لاءِ سنسڪرت ۾ جيڪي لفظ آهن، تن مان عام لفظ آهي ”آشو“، جنهن جو اچار پارسيءَ ۾ آهي ”اسپ“. هن مان ظاهر آهي تہ قديم ايران ۽ هندستان جا آريہ لوڪ جڏهن گڏ رهندا هئا، تڏهن گهوڙي جي سڌ هين، جنهنڪري ان لاءِ لفظ ئي ساڳيو اٿن. سنڌي لفظ ”گهوڙ“ جو اچار سنسڪرت ۾ آهي ”گهوٽڪ“ (گهوٽ + ڪ)؛ پر اهو اصل دراوڙي لفظ آهي، جو پوءِ سنسڪرت ۽ سنيءَ ۾ عام ٿيو. آرين کان اڳ سنڌو ماٿر جا اصلوڪا رهاڪو دراوڙ لوڪ هئا، ۽ سنڌو ماٿر گهوڙن جي ڪري مشهور هئي، تنهنڪري ئي ”گهوڙ“ لفظ سنڌيءَ ۾ عام ٿيو. جن ڏينهن ۾ ماڻهن جو گهڻو گذران شڪار تي هوندو هو، تن ڏينهن ۾ ئي گهوڙن ڌارڻ جو رواج هو، جو هرڻ، ڦاڙها، سرهہ وغيره جن جي ”چونگن واري چال“ آهي، تن جو شڪار تڏهن ڪري سگهبو، جڏهن گهوڙي تي چڙهي انهن جي پنيان پئبو،

تئسترييہ سنهتا ۾ گهوڙن جو جنم شودرن سان گڏ ڄاڻايل آهي، تنهن مان سمجهجي ٿو تہ ماڻهو اول شڪار جي سهنج لاءِ گهوڙا ڌارڻ لڳا هئا ۽ تئستريہ سنهتا واري زماني ۾ يعني يجر ويد واري زماني ۾ شڪار ڪرڻ شودرن جو ڪم ليکبو هو، پر اهي ئي ساڳيا گهوڙا دشمنن جي پنيان ڪاهي پوڻ ۽ ٻين اهرن وقتن تي نهايت ڪارائتا ثين ٿا، تنهنڪري انهن ڪمائتن جانورن جو پوءِ ايترو مان ٿيو، جو خود راجائون پنهنجي سواريءَ لاءِ گهوڙا ڪم آڻڻ لڳا، راجائن بلڪ ديوتائن تي بہ "آشو" (پارسي آسپ) يعني گهوڙي جا نالا رکڻ لڳا، جهڙوڪ اشوپتي ۽ اشوني ڪمار، اُنن، گڏهن، مينهن، سانن ۽ هاٿين، وغيره ڌارڻ جو رواج گهڻو پوءِ پيو ٿو ڏسجي.

مٿي جيڪي چيو ويو آهي تنهن مان معلوم ٿيندو تہ آڳاٽا لوڪ ڌڻ ڌارڻ سکيا، تہ کير، ڏڌ، مکڻ ۽ گوسٽ ملڻ جو سهنج ٿين، جنهنڪري بک جو سوال گهڻي قدر حل تي ويو ۽ ماڻهو آدمخور ٿيڻ کان بچي پيا، چوپائي مال ڌارڻ کانپوءِ ماڻهن جو حوصلو ويو وڌندو. چوپائي مال جي کلن مان تنبو، سانداريون ۽ ٻيون شيون ناهڻ لڳا، جنهنڪري مينهن ۽ سيءَ ۾ بچاءَ ٿيين. اڄ تائين ڪيترا پوستين پهرين ٿا. هرڻن جو شڪار ڪندا هئا، تہ انهن جي سهڻي کل بہ پهريندا هئا. مرگ چالا يعني هرڻ جي کل ڪم آڻڻ جو رواج ڏينهون پوءِ وڌندو رهيو. اُن، ڏاس، ماس وغيره مان ڪتا، لويون، خرزينون، ٻورا ۽ ٻيا ٿپڙ ناهڻ لڳا ۽ ائين هنرن جو واڌارو ٿيو.

نهايت قديم زماني ۾ ماڻهو پٿر ۽ وڻن جا ڏار ٽار هٿيار ڪري ڪم آڻيندا هئا (صفحہ 158)؛ پر پوءِ ڌڻ ڌارڻ سکيا، تہ جانورن جا هڏا بہ هٿيار ڪري ڪم آڻڻ لڳا. رگ ويد جي منڊل ستين (1،83) ۾ "پرشو" لفظ ڪم آيل آهي، جنهن جي هاڻ معنيٰ آهي "ڪهاڙو"، پر اصل معنيٰ هيس "پاسريءَ جو ڪندو". ويدن جي براهمڻن ۾ "آشو پرشو" لفظ ڪم آيل آهي، جنهنجي معنيٰ آهي، "گهوڙي جي پاسريءَ جو ڪندو" ۽ اهو گاهہ وڍڻ لاءِ ڏاٽو ڪري ڪم آڻيندا هئا. رگ ويد جي منڊل ستين (1.83) ۾ "پرٿو پر شوهہ" لفظ ڪم آيل آهي. اهو هڪ ويڪرو

کهاڙو هو، جنهن سان جنگ مهل دشمن جي سسي لٽي وجهندا هئا. شينهن قاسائڻ لاءِ چار ڪم آڻيندا هئا. ۽ وقتي گهڻا ڇڻا گڏجي شينهن تي تيرن جو وسڪارو لائي انهن کي ماري پورو ڪندا هئا.

**قديم سنڌين جي دولت (چوپايو مال):** آڳاٽا لوڪ ڏڻ ڌارڻ سکيا ته انهيءَ چوپائي مال سندن حوصلو ٻيءَ طرح به وڌايو. "فلاڻو وهٽ منهنجو آهي". اهو مالڪيءَ جو خيال ماڻهن ۾ پيدا ٿيو. انهيءَ قديم زماني ۾ ماڻهن وٽ ٻي ڪا ملڪيت هئي ڪانه؛ ويتر چوپائي مال جي کير، ڏڌ، مکڻ ۽ گوشت تي سندن گذران هو، تنهن ڪري چوپائي مال جهڙي ٻي قيمتي ملڪيت سندين نظر ۾ ڪانه هئي. اڄ به ڪيترن جي مکيه دولت آهي. چوپايو مال، جنهن ڪري چون ته "سون جي رتيءَ کان رت جي رتي چڱي" يعني ٿورڙي روڪڙ ناڻي کان ٿورو چوپايو مال وڌيڪ آهي.

---

* "There were three distinet ages-the ancient, the Mediaeval and the later-during which the Reg. Vedic mantras were composed (Reg Veds III, 32,13, VI,21, 5)" Dr. A.C. Das: Reg vedic Culture, p.40.

* "The broken branch became the first weapon. It was the father of all clubs." Prof. Henry Drummord: the Ascent of Man, Chapter VI.

** قديم پارسي ٻوليءَ ۾ "تيگر، لفظ ڪم ايندو هو، تنهن مان پوءِ "گ" اکر حذف ٿي ويو، ته اُچار ٿري ٿيس "تير"؛ پر سنڌيءَ ۾ ان جو اچار ٿري "تينگر" به ٿيو. هن وقت اهو لفظ سنڌيءَ ۾ عام ڪونهي

* سنسڪرت لفظ "شونگ" جو اچار سنڌيءَ ۾ آهي "سڱ" (Horn) ۽ ان مان "شارنگ" لفظ نهيو آهي، جنهن جو اچار سنڌيءَ ۾ آهي "سينگ"؛ پر بنيادي معنيٰ اٿس "سڱ مان نهيل". سنڌيءَ مان "سڱ" جو اچار ٿري "هڱ" به ٿيو آهي، ۽ معنيٰ اٿس "سڪل ادرڪ"، جا هرڻ جي سڱ وانگر وراڪن سان يا پيچيندار ٿئي ٿي. سنسڪرت ۾ به "شارنگ" لفظ جي معنيٰ اهي "سڱ" توڙي "هڱ". (مصنف)

* Henry StanleyL Through Darkest Africa

* "The Sanskrit name of the cow is Go, plural Gavas, and this short radical we find running, with the modifications consequent on the character of each, through most of our languages; old German chuo, modern German kuh, English cow. The Slavic branch has preserved it, like a great many others, in the form most resembling the original. Thus Old Slavic has govyado, a herd; modern Servian gove-dar, a cow-herd; Russian govyadina, - beef, the flesh of cows and oxen, then

gospodin master: gospod (i), the Lord: gospodar, the title given to South Slavic rulers all meaning originally "master of cows," and corresponding to the old Sanskrit gopy, which first means a herdsman, and later a chieftain, a king." Z.A Ragozin: Vedic Indian, pp. 63-64,

* ”پرسرام“ (پرشورام) معنيٰ اهو رام جنهن جي هٿ جو هٿيار ڪهارو هجي.

”ڌن“ لفظ جي هاڻ معنيٰ آهي ”دولت“: پر اصل معنيٰ هيس ”ڌڻ“. پوءِ جڏهن ماڻهن کي ٻيءَ ملڪيت ميڙڻ جي چوش آئي ۽ سون چانديءَ وغيره جا سڪا نهيا، تڏهن ”ڌن“ ۽ ”ڌڻ“ لفظ جي معنائن ۾ ڦير پيو.

”ڌڻ“ نہ ڏٽي؛ نہ تہ وڪڻ ڪٽي“ (پهاڪو)

”ڌٽي“ لفظ جي بہ اصل معنيٰ هئي ”ڌڻ وارو“ ۽ پوءِ ”ڌٽي“ معنيٰ ڌن وارو يا شاهوڪار، ڌٽي معنيٰ مالڪ (ڪهڙي بہ ملڪيت جو) ۽ ڌنار (ڌڻار) معنيٰ تي ڌڻ وارو، مطلب تہ جيئن جدا جدا قسمن جي ملڪيت ماڻهن جي ترقيءَ سان اهڙن لفظن جي معنائن ۾ بہ ڦير پيو. ماڻهن جي ترقيءَ سان ٻوليءَ جي ترقي انهيءَ ريت گڏوگڏ ٿئي ٿي.

هر ڪنهن ماڻهوءَ جي غريبيءَ توڙي شاهوڪاريءَ جي سڌ سندس چوپائي مال مان پوندي هئي. اڳي ماڻهو ڀاڳ وارو سمجهندا ئي انهيءَ کي هئا، جنهن وقت گاين، مينهن وغيره جا ڌڻ هوندا هئا. هن وقت بہ جڏهن چئون تہ ”فلاڻو ڀاڳيو آهي“ تہ ان جي معنيٰ تہ ”شاهوڪار آهي“، جيڪڏهن چئون تہ ”فلاڻي ڀاڳئي ڪان کير وٺي اچ“ تہ اتي ”ڀاڳيو“ معنيٰ مالدار“ جنهن وٽ گايون مينهون هجن.

رگ ويد واري زماني ۾ سنڌو ماٿر ۾ چوپايو مال نهايت گهڻو هوندو هو. اڄ بہ ڪوهستان، خاص ڪري ٿاڻي بولاخان ۽ ملير جون، توڙي سڄي ٿر ڊويزن جون گايون اهڙيون تہ ڀليون آهن، جو ڪيتريون تہ ويلي تي ڏهہ ڏهہ سير کير ڏين ٿيون، جنهنڪري اتر ڏي جمون ۽ ڪشمير ۾، ڏکڻ ڏي مدراس ڪاٺي ۾، ۽ دور پورب ۾ فليپائين ٻيٽن ۾ سنڌ جي گاين جو وڪرو چڱي ناٺي تي ٿئي ٿو. سرحد سنڌ جا ڍڳا بہ ناميارا آهن ۽ ٻاهريان ماڻهو انهن لاءِ چڱيون رقمون ڏيندا آهن. ويجهڙائيءَ ۾ ”پرتاپ“ نالي هڪ ڍڳو سنڌ جي گورنر سر لانسيٽ گرهام

پاڻ نيلام ڪيو، تہ ماڻهن هڪ هزار رپين ڪان وڌا واڪ ڏنا. ههڙي قيمتي ماليءَ ۾ اڄ بہ اسانجن ماڻهن جو ساس پران ايتري قدر آهي، جو پنهنجي سر تي کهڙي بہ سختي قبوليندا، پر پنهنجي چوپائي مال تي ڪک پيو بہ ڪونہ سهندا. انهيءَ چوپائي مال ماڻهن جي جيوت ۾ وڏو ڦيرو آندو. اڳي ڏٽ ڏورڻ ۽ شڪار هٿ ڪرڻ لاءِ پيا ڀٽڪندا هئا ۽ ڏکئي جيوت گذارٽي پوندي هين، پر پوءِ چوپائي مال جي چاري جو وڏو اونو ٿين تہ چراگاهن وٽ ڳوٺڙا ٻڌڻ لڳا.

**ڳوٺ ۽ چراگاھ:** رگ ويد واري زماني ۾ آريہ لوڪ اڪثر ڳوٺڙن ۾ رهندا هئا. جيئن اڄ بہ هندستان جو ڳچ آدم ڳوٺڙن ۾ گذاري ٿو. سچو پچو هندستان آهي ئي "ڳوناٽي جيوت وارو هندستان". ڳوٺ اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ "گوشت" (گوسٿا) ۽ بنيادي معنيٰ اٿس "اهو هنڌ جتي گايون بينيون هجن". گايون اتي بيهاريبيون، جتي سندن لاءِ چارو موجود هوندو، تنهنڪري "ڳوٺ" لفظ ۾ چراگاھ جي معنيٰ سمايل آهي. انهيءَ سبب رگ ويد ۾ ڪن هنڌ "گوشت" (ڳوٺ) لفظ بہ ڪم آيل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "اهو هنڌ (Varaji) (بدران "ورج" (برج اڄ بہ اکين سان ڏسجي ٿو تہ ٿورا پائر يا سنگتتي، جتي مال ."جتي گايون چارجن لاءِ چارو مٺو ڏسن، تتي پنگيون اڏي، مال سميت وجيو رهن، ۽ اهو سندن ڳوٺ سڏجي ٿو. هن مان ڏسڻ ۾ ايندو تہ آڳاٽا لوڪ ڳوٺن ٻڌڻ مهل اول اونو مال جي چاري جو ڪندا هئا. چوپائي مان مان بہ مکيہ مال گايون سمجهيائون ٿي، تنهنڪري "گو" (گانءِ) لفظ مان "ڳوٺ" لفظ ناهيائون، جو اصل ۾ گاين جي چاري لاءِ هو، پوءِ پلي تہ گاين سان گڏ ٻيو مال بہ پيو چڙھ ڪري، ڳوٺن جي حدن نهرائڻ لاءِ هر هڪ ڳوٺ جي چوڌاري وڻ پوکيندا هئا. اڄ بہ ائين آهي، جنهنڪري هرڪو پنهنجي وطن جا وڻ پريان ئي سڃاڻي سگهي ٿو. مال جي چاري لاءِ چراگاھ ڳوٺن جي اندر يا انهن جي پسگردائيءَ ۾ هوندا هئن. چراگاهن ۾ سيني مالدارن جو مال گڏ پيو چرندو هو، تنهنڪري چوپائي مال جي ڪنن تي ڪو نشان ڪري ڇڏيندا هئا، جيئن سڃاڻڻ سولو ٿئي تہ ان جو مال ڪير آهي، رگ ويد منڊل ڇهون (3،28) ڏاندن جي سڱن جون ڇهنبون تکيون ڪري ڇڏيندا هئا

(منڊل 6، 16، 139)، ۽ انهن ۾ ڪي زيور (ڪنڻيون وغيره) اٽڪائي ڇڏيندا هئا. ((منڊل 8، 54، 10) :

ڌڻ ڌارڻ ڪري ماڻهن جون جوابداريون وڌيون. صبح جو سويل اونو ڪري مال سان پهرجي ويندا هئا، ۽ مال جي هر طرح سنڀال ڪندا هئا. انسترييہ براهمڻ ۾ ڄاڻايل آهي تہ ماڻهو ڏينهن ۾ ٽي گهمرا مال سان پهرجي ويندا هئا: صبح، منجهند ۽ سانجهيءَ. ڏهائي بہ ٽي ڀيرا ڪندا هئا: پهرين ڏهائي ڪرڻ سان کير ججهو ملندو هون ۽ ٻين ٻن ڏهائين ڀيري ٿورو. مال سان پهرجي ويندا هئا. تہ ڪتا ساڻ هوندا هئن، ۽ رات جو بہ ڪتا سندن درن جا دربان هوندا هئا. رگ ويد ۾ جن ڪتن جو ذڪر آهي، سي نهايت قداور هوندا هئا، ۽ ماڻهو وقتي مٿن بوجو لڏيندا هئا. (منڊل اٺون 46، 28). ڪتا بہ اهڙا زبردست هوندا هئا، جو شينهن سان بہ لڙندا هئا، سڪندر اعظم جي ڪاهہ وقت يونانين اهڙا ڪتا هندستان ۾ ڏٺا هئا: تنهنڪري يوناني تاريخ نويسن بہ انهن جو ذڪر ڪيو آهي. آڳاٽا ماڻهو اهي جبرا ۽ قداور ڪتا داردستان (ڪشمير" گلگت، چترال وغيره) ڪان آڻيندا هئا. ايران ۽ بئبلان جا رهاڪو اهي ڪتا هندستان مان گهرئيندا هئا ۽ انهن لاءِ چڱي خاصي رقم ڏيندا هئا. :

مال جي بچاءُ لاءِ ڪتا ساڻ ڪڻندا هئا، تہ بہ آسماني واهر جي ضرورت سمجهندا هئا، ڏينهن جو ديوتا "؟سورج" آهي، تنهن کي "پُوشڻ" سڏيندا هئا. سج جي روشنائيءَ تي گاهہ وغيره اُپرن ٿا ۽ جڳت جو پالن پُوشن ڪرڻ وارو اهو ئي ديوتا آهي، تنهنڪري اهو نالو رکيائونس. سج جي روشنائي تي سنئين راهہ جي سڌ پوي ٿي. ڪو جهنگلي مرون يا چور مال تي ڪاهي ايندو تہ سج جي روشنائيءَ تي پريان ئي ان جي اچڻ جي سڌ پوندي. اهڙن سببن ڪري هو پل پل سورج ديوتا کي آراڌنا ڪندا هئا تہ "اي پُوشڻ ديوتا، تون اسان جي واٽ سولي ڪر. اسان جي راهہ ۾ جيڪي اٽڪون هجن، سي تون دور ڪر. اي ڪڪرن مان پيدا ٿيل ديوتا! تون اسان جو اڳواڻ ٿي. جيڪي نياڳا بگهڙ اسانجي راهہ وينا

تکين، ۽ اسان کي نقصان رسائڻ ٿا چاهين، تن کي تون پاسي ڪر. جنهن رهزن کي مدي من ۾ آهي، تنهن کي تون دور ڪر. تون اسان جو راهه ۾ رهبي ٿي، اسان کي اهي هنڌ ڏيکار، جتي مال لاءِ چارو مئو هجي. تون پنهنجي اهڙي شڪتي ڏار، جو اسان جي مٿان سويل ئي ڏينهن نہ تپي. تون اسان کي مالا مال ڪر، اسان کي ڪاڏو رساءِ ۽ اسان جو ٻل وڌاءِ" وغيره، (رگ ويد منڊل ڇهون 53).
هن مان ڏسڻ ۾ ايندو تہ مال جي اوني ماڻهن ۾ پرارٿنا ڪرڻ جو انگ پيدا ڪيو ۽ ائين مالڪ مهربان ۾ ويساهہ وڌندو وين.

مال جي چوري: اڳي ماڻهن جي دولت چوپايو مال هو، تہ چوري بہ چوپائي مال جي ٿيندي هئي، (رگ ويد منڊل ڇهون 28)، اڄ بہ ٻهراڙين ۾ مال جي چوري عام آهي. چورن ۽ جهنگلي جانورن جي خوف ڪان آڳاٽا ماڻهو نہ رڳو ڏٽيءَ کي آراڌنائون ڪندا هئا؛ پر پنهنجا بہ جوڳا جتن ڪندا هئا. هن باري ۾ آڳاٽا آرين جيڪي اُپاءُ ڪيا، تن مان ڪن مکيہ اُپائن جو ٿورو ذڪر ڪجي ٿو، جو انهن سان هندن جي جيوت جو وڌو ئي واسطو آهي، ۽ انهن مان پنگتي حالت جو پتو پوي ٿو.

**<u>هڪ هندي يا گڏيل ڪٽنب جي رواج جو بنياد</u>**: رگ ويد واري اوائلي زماني ۾ نڪا هئي سرڪار نڪي هيون فوجون ۽ سپاهي؛ تنهنڪري ماڻهو پنهنجو ۽ پنهنجي چوپائي مال جو بچاءُ پاڻ ڪندا هئا. مال جي بچاءَ جي اوني منجهن جنگي ياءُ پيدا ڪيو. صبح ڪان وٺي رات تائين تير ڪمان ساڻ هوندا هئن. ڪو جهنگلي مرون يا رهزن ڏسندا هئا تہ پريان ئي تيرن جي سٽ سٽ لائيندا هئا؛ جنهنڪري ڪوبہ اوڏو ڪونہ ايندو هون. پر وقتي هڪڙو ڇٽو پنهنجو توڙي مال جو چاءِ نہ بہ ڪري سگهي؛ انهيءَ سبب گڏيل ڪٽنب جو رواج وڌائون. هرڪو ائين چاهيندو هو تہ پٽ، پوٽا ۽ ٻيا ياتي گهر ۾ گهٽا هجن، تہ وقت تي مدد ڪن ۽ آکهہ جو نالو بہ قائم رکندا اچن. اهڙين ضرورتن زالن ۾ بہ مردانگي پيدا ڪئي، ۽ هو ويرتا جو ججهو قدر ڪرڻ لڳيون. جوان چوڪريون بہ انهن سان پرڻجڻ چاهينديون هيون، جي جنگي جوڌا هوندا هئا. مردن وانگر زالون بہ

تيراندازي ۾ رٿ هلائڻ سکنديون هيون، تہ چورن ۾ ڌاڙيلن جي پنيان ئهہ پهہ وجي سگهجي. مثلاً نل ۾ دمينتيءَ جي ڏيءَ اندر سينا، مد گل نالي هڪ رشيءَ سان پرڻيل هئيتنهن ڪري ”مد گلاني“ بہ سڏبي هئي. هڪ لڱا ڪي چور سندس مال ڪاهي ويا، تہ مد گل رشي توڙي سنديس استري پنيان پين چورن رشيءَ ڪي سوڙهو جهليو، تہ مد گلانيءَ پنهنجي مڙسي جا تير ڪٽي، تڪڙو تڪڙو رٿ ڪاهي، چورن کي ڪاري زخم رسايا ۽ کين شهہ ڏيئي پنهنجو سمورو مال موٽي هٿ ڪيائين، (رگ ويد منڊل ڏهون 102). مطلب تہ مال جي بچاءَ جو .هڪجهڙو اونو هون ۾ ننيڙي هوندي ئي تيراندازي ۾ رٿ ڪاهڻ سکندا هئا

وقتي ماءُ پيءَ جي جيئري خود پائر پاڻ ۾ وڙهي ڍانگا ٿي پوندا هئا، تہ پيءَ پنهنجيءَ ملڪيت مان پاڻ لاءِ ۽ پنهنجيءَ زال لاءِ حصو رکي، باقي ٻي ملڪيت ورهائي ڏيندو هون، (رگ ويد منڊل ٿيون 45، 4) هيئن بہ ٿيندو هو تہ جڏهن ڪنهن جو پٽ پرڻبو هو، تڏهن ڪيس ۾ جوڙس کي ڌار گهر، يا جدا ڪوٺي. رهڻ لاءِ ڏيندا هئا: پر ڪائيندا پيئندا گڏ هئا. انهيءَ ريت هڪ هندبي يا گڏيل ڪٽنب جو رواج ايتري قدر عام ٿيو، جو اڄ بہ جيڪڏهن ڪو هندو، چوندو تہ مان ڪائٽي پيئٽيءَ توڙي ملڪيت ۾ مائٽن کان ڌار آهيان تہ ان لاءِ ثابتيءَ جو بار مٿس آهي، نہ تہ هندن جي قائدي موجب ڪورٽ ائين فرض ڪندي تہ هو گڏيل ڪٽنب جو ڀاتي آهي ۽ ملڪيت بہ گڏيل اٿن. اهو رگ ويد واري زماني جو رواج اسان جي ڏسندي بہ زور هو. ڪنهن گهر ۾ چار پنج ڀائر هوندا هئا ۾ منجدهائن ڪو بيروزگار هوندو هو، تہ گڏيل هنديءَ مان ڪائي چڙهندو هو، ۽ ٻيا ڀائر ائين ڪونہ سمجهندا هئا.تہ هيءَ ڪو اسان تي بوجو آهي بيروگار ڀاءُ کي پالڻ پنهنجو فرض سمجهندا هئا. ويجهڙائيءَ ۾ نئون واءُ لڳو آهي. ڪيترين جوان چوڪريون هينئر ائين چاهين ٿيون تہ رڳو ونو ۾ ڪنو هجي. انهيءَ تان هاڻ چوٽي بہ آهي، تہ ”ڀڳوان تنهنجو ٿورو، مڙس ڏجانم چورو“. مطلب تہ سس سهرو ڪونہ کپي هينئر اڪثر هرڪو آپيخطاني آهي، ۽ هر ڪنهن جو ڏيڍ چانور ڏُور پيو رجهي، تہ بہ ڪورٽن ۾ قاعدو اهو ئي اڳئين زماني وارو چالو آهي.

**گوتر ۽ نکون**: آڳاٽن ماڻهن پنهنجيءَ جان ۽ مال جي بچاءُ سانگي گڏيل ڪٽنب جو رواج وڌو، ته به پورت ڪانه پين پوءِ ته هڪڙي اهڙي اٽڪل ڪيائون، جا ٻيءَ ڪنهن به قوم ڪي خيال ۾ نه آئي، پنهنجن گهرن ۽ مال جي وٿاڻن جي چوڌاري وڏيون پٽيون ڪنيائون، ته ڪو جهنگلي جانور يا چور چڪار آسانيءَ سان اندر اچي نه سگهي. اهو عالم پناهه وارو هنڌ "گوتر سڏبو هو. رشي اڪثر گهٽا گهر پرڻيا هئا، تنهنڪري آڪهه وڏي هوندي هين. هر هڪ رشي وٽ چوپايو مال به اڪثر ججهو هوندو هو، تنهنڪري هرهڪ رشي پنهنجو گوتر ڌار جوڙيندو هو، جنهن ۾ سڀ ياتي مال سميت رهندا هئا. جن ماڻهن جي آڪهه ننڍي هوندي هئي. ۽ چوپايو مال ٿورڙو هوندو هون، تن مان ڪي گڏجي، پنهنجي لاءِ هڪ يڪو گوتر ٺاهيندا هئا، جو گوتر جوڙڻ وڏو ڪشالي جو ڪم هو.

جرمنيءَ جي نامور پروفيسر مئڪس ملر جي خيال موجب "گوتر" لفظ ۾ "گو" معنيٰ ڳانءِ ۽ "تر" اُهو لفظ آهي، جنهن جو اچار ائنگلو سئڪسن ٻوليءَ ۾ "ٽن" (Tun)، ۽ انگريزيءَ ۾ "ٽائون" (Town) (شهر) آهي. هرهڪ گوتر جي اندر ڄڻ ته شهر ٻڌل هوندو هو، جنهن ۾ ماڻهو مال سميت بافرحت گذاريندا هئا.

گوترن اندر جيڪي رهندا هئا، سي رڳو پڳو ساڳي آڪهه وارا ڪين هوندا هئا. سيڪنهن جي آڪهه پنهنجي پنهنجي هوندي هئي؛ پر گوتر ساڳيو هوندو هون، تنهنڪري اهي ڄڻ ته هڪ وڏي ڪٽنب جا ياتي هوندا هئا، ۽ هڪٻئي کي پنهنجو سوٽ يا برادريءَ وارو ڪري سمجهندا هئا. انهيءَ سبب "گوتر" لفظ جي معنيٰ ٿي "آڪهه يا برادري". اڄ به سنڌيءَ ۾ "ڳوٽي" گوتري معنيٰ "برادريءَ وارو". برادرين جو بنياد ائين پيو. ڏسو ته گوترن مان ڪيئن پائپيءَ جو انگ وڌايائون.

هرهڪ گوتر جو جيڪو مکي يا پريو مڙس هوندو هو، سو "گوتر" پتي" يعني گوتر جو ڌڻي سڏبو هو، ۽ سڄو گوتر سندس نالي پنيان ڪوٺبو هو. گوترن جو بنياد اول رشين وڌو هو، ۽ هرهڪ رشيءَ جو گوتر اڪثر ڌار هوندو هو. هاڻوڪا براهمڻ انهن رشين جو اولاد آهن. تنهنڪري براهمڻن جا جيڪي به گوتر (خاندان) آهن، تن سڀني تي رشين جا نالا پيل اهن، جن مان خبر پوندي آهي ته هو ڪهڙي رشيءَ جو اولاد آهن. وسشٽ، ڪيشپ، آتري، جمد گني، گوترم، وشوامتر ۽

پردواج، اهي سپت (ست) رشي وشنو پراڻ پٽاندر مکيہ آهن. پراڻن ۽ منوسمرتيءَ ۾ ٻين بہ ڪيترن رشين جا نالا ڄاڻايل آهن. گوترن ۾ جيئن آڪهيون وييون وڌنديون، تيئن انهن کي ننڍن دفعن ۾ ورهائڻ جي ضرورت ٿهي، ائين گوترن کي "نکن" ۾ ورهايائون. مثلاً ڪيشپ رشيءَ جي گوتر واري جون نکون ڪنيئا، ڪانجا ۽ ڪاڪوئا اهن. گوتم رشيءَ جي گوتم مان آوير، اُديچہ ۽ آئن نکن وارا براهمڻ آهن. هرهڪ نک جون گهٽيون آڪهيون هونديون هيون. ڪترين ۽ ٻين بہ پوءِ پنهنجا گوتر ناهيان ۽ انهن جون بہ ڏار ڏار نکون ٿيون. مثلاً حيدرآباد جي اڏواڻي آڪهہ وارن جي نک "مگهو ڪتري" آهي. ٽڏاڻي اکهہ وارن جي نک "ياڳيا"، رامچنداڻين جي نک "دلڙي" ۽ سپاهيملاڻي آڪهہ وارا "ناگ ديو" نک جا آهن. آهوجا ۽ ماکيجا بہ نکن جا نالا آهن. گوترن جوڙڻ جو رواج پهريائين پهريائين سنڌو ماٿر ۾ پيو ۽ هي رواج اصل اُتي جا آهن.

سگوتر ۽ سپنڊ: ڪن ڪن گوترن جي اندر جيتوڻيڪ جدا جدا آڪهين وارا رهندا هئا؛ پر گوتر ساڳيو هوندو هون، تنهنڪري اهي "سگوتر" يعني ساڳي گوتر وارا سڏبا هئا. اُهي گوتر پتيءَ کي پنهنجي پيءُ جي سمان ڪري سمجهندا هئا ۽ ڪيس ججهي عزت ڏيندا هئا، اُهي هڪٻئي جي زالن ۽ نياڻين کي پنهنجي ماءُ ڀيڻ جهڙو ڪري سمجهندا هئا، جنهنڪري هندن جي قديم قاعدن پٽاندر اڄ تائين "سگوتر" يعني ساڳي گوتر وارا پاڻ ۾ شادي ڪري نٿا سگهن. هي ڀائپيءَ جو انگ وڏائڻ جون واٽون آهن. ساڳيءَ ريت "سپنڊ" وهانءَ جي بہ منع ڪيائون. "پنڊ" معنيٰ سرير يا جسم ۽ "سپنڊ" معنيٰ اُهي جي ساڳي سرير مان پيدا ٿيا هجن، ۽ ساڳيو پنڊ پرائيندا هجن، اولاد پنهنجي ماءُ پيءَ جي انس آهي ۽ ماءُ پيءُ ۾ خود سندن مائٽن جو رت آهي. ساڳيو رت چڱي رت نہ ڦهلندو، تنهنڪري منو سمرتيءَ پٽاندر پيءُ جي طرف ستن پيڙهين ۽ ماءُ جي طرف پنجن پيڙهين کان ٻاهر پرڻجڻ گهرجي. انهن سببن ڪري براهمڻن لاءِ خاص طرح حڪم جاري ٿيو تہ ڏهاڙي هرڪو براهمڻ پنهنجي گوتر: نک ۽ پرور (ڪٽنب) جو نالو اُڌاري تہ ياد رهيس، تہ سندس اصل نسل ڪهڙو آهي. انهن نالن اُچارڻ جي هڪ مکيہ مراد هيءَ هئي تہ ساڳي گوتر مان ڪو ڪونہ پرڻجي. هن مان ظاهر آهي تہ اڳاڻن

لوڪن ۾ غيرت جو انگ ججهو هو، جنهنڪري جيڪي ڇوڪريون سندين ويجهيون مائٽياڻيون هونديون هيون، تن کي پنهنجي ڌيءَ يا ڀيڻ جهڙو سمجهي، انهن سان شادي نہ ڪندا هئا: پر اڄ ڪالهہ ڪي هندو ڏاڏي پوٽي بہ پيا پرڻجن! مطلب تہ غيرت جو جيڪو انگ آڳاٽن هندن ۾ هو، سو هاڻوڪن هندن مان گهٽبو پيو وڃي.

رگ ويد جي اوائلي زماني ۾ سڀ ماڻهو گوترن اندر ڪونہ رهندا هئا. ڪي خانہ بدوش بہ هوندا هئا. ڪين رڳو چوپايو مال هوندو هو، ٻي نڪا ڪرت نڪا ڪار. انهيءَ سبب وسڪاري ۾ هڪ هنڌ ٽانئيڪا ٿي مال پيا چاريندا هئا. جيڪڏهن برسات نہ پوندي هئي، تہ پوءِ مال جي چاري سانگي ڪڏهن ڪٿي تہ ڪڏهن ڪٿي سانگ ڪري ويندا هئا. اها حالت اڄ بہ ڪوهستان ۽ ٿر ۾ اڪين سان ڏسجي ٿي. اهي مالدار اڄ تائين ”سانگيئڙا“ سڏجن ٿا.

جهڙ ڦڙ جت ٿيان، اُت اَڏيائون پکڙا“.

شاهہ

رگ ويد ۾ انهن گهرن جو ذڪر بہ آهي، جي ماڻهو هڪ هنڌان ڪڍي ٻين هنڌ ويندا هئا. اٽرو ويد جي منڊل نائين (3، 24) ۾ چيل آهي تہ ”جاءِ کي بہ اسين جوءِ وانگر پاڻ سان وٺيون وڃون!“ هن مان سمجهجي ٿو تہ مال جي چاري سانگي جڏهن ڪنهن ٻئي هنڌ وڃڻو هوندو هون، تڏهن گهر جا پيڪا، ٿونا ۽ لڙهيون بہ پاڻ سان ڪني ويندا هئا. ۽ جتي وڃي رهڻو هوند هون، اُتي اهي ساڳيا پڪا وڃي اڏيندا هئا، اڄ بہ مالدار ائين ڪندا آهن. لڏپلاڻ ڪرڻ مهل ڳايون، مينهون وغيره ڪڍي گس تي ڪن، تہ سنئين واٽ وٺي هلن، ۽ پاڻ پڪا، ٿونا، جنڊ، رليون ۽ ٻيو سامان، ڪي وهٽن تي، تہ ڪي متي تي ڪڍي مال جي پنيان وڃن. پڪيون جايون جوڙي هڪ هنڌ ٽانئيڪو ٿي رهڻ، ۽ ڳورن جوڙڻ جو رواج ئي تڏهن وڌيو، جڏهن ماڻهو کيتي ۽ ٻيا ڌنڌا ڪرڻ لڳا. جن جو جتي روزگار هوندو هو، سي تتي پنهنجا پڪا ماڳ جوڙي رهندا هئا، جنهنڪري اڄ تائين چوڻي آهي تہ ”جتي هر تتي گهر ۽ جتي ماني تتي ماڳ“.

**کيتي:** قديم زماني کان وٺي کيتي هڪ اُتم ڌنڌو ڪري ليکيو ويو آهي. اڄ به چوڻي آهي ته "نيچ نوڪري، اُتم کيتي، وچئين واپار". پروفيسر مئڪس ملر جي چوڻ موجب "آريہ" لفظ جو ڌاتو يا بنياد آهي "آر" معنيٰ "هر ڏيڻ" جيڪي ماڻهو زمين کي هر ڏيئي کيتي ڪندا هئا، سي ڏوٿين ۽ خانہ بدوش مالدارن کان وڌيڪ سڌريل ليکبا هئا ۽ اهي ئي خانداني يا وڏا گهراڻا سمجهبا هئا. انهيءَ سبب "آريہ" لفظ جي معنيٰ ٿي هئي شريف يا وڏو. گهراڻو.

رگ ويد جي منڊل پهرئين (112، 6) ۾ ڄاڻايل آهي ته "ٻج ڇٽڻ جو هنر اشوني ڪمار ديوتائن منو ٻِگوان کي سيکاريو". هن منجهان ائين سمجهجي ٿو ته اڳاٽن رشين کي شايد الهام ٿيو ته ٻج ڇٽڻ ڪري پوک ٿي سگهندي. ساڳي منڊل پهرين (112، 5) ۾ ڄاڻايل آهي ته ٻنيءَ کي هر ڏيڻ جو طريقو جنهن رشيءَ سڌاريو تنهنجو نالو "پرٿوُ!" هو، جو "پرٿي" به سڏبو هو. اهو پرٿو رشي "وئنيہ" Vainya يعني وين Vena رشيءَ جو اولاد به سڏيو ويو آهي، (منڊل اٺون 9، 10). هر جي چونيءَ کي "ڦال" چوندا هئا. (منڊل چوٿون 57، 8)، اڄ به اهو ئي ويدڪ لفظ ڪم پيا آڻيون، پر عام طرح چئون "ڦار" يعني "ل" کي مٽي "ر" ڪيو اٿئون ۽ اها اسان سنڌي ماڻهن جي اصل عادت آهي (جل — جر ۽ ٿل — ٿر). اڳي سڄي سنڌو ماٿر ۾ ڪيترن هنڌ "ٻن" يا گهاٽا جهنگ لڳا پيا هوندا هئا، ماڻهو وڻ وڍي، پوک لاءِ زمين صاف ڪندا هئا. اها جهنگل شگافي ڳچ اراضيءَ ۾ ڪندا هئا. اهي "اُروا" يعني ڪشادا پٽ ننڍين ننڍين ٽڪرن (نمبرن) ۾ ورهائي، هر هڪ "کيٽ" ڌار ڪندا هئا، (منڊل ڏهون 101، 4). هن مان ائين سمجهجي ٿو ته هرهڪ "اَناس" (اٺ جريب زمين) يا "سورهاس" (سورهن جريب زمين) کي "کيٽ" سڏيندا هئا، رگ ويد ۾ اهو به ڄاڻايل آهي ته هرهڪ کيٽ نهايت خبرداريءَ سان ماپي ڇڏيندا هئا، (منڊل پهريون 110، 5). هن مان ظاهر آهي ته سڀ ڪنهن کي پنهنجي ٻني ڌار هوندي هئي. اهي ٻنيون سندن ڳوٺن جي آسپاس هونديون هيون. اڄ به ڪيترا هاري ناري پنهنجي پنهنجي ٻني ٽڪر جي آسپاس گهرڙا اڏيو. ڳوٺڙا ٻڌيو وينا آهن. جيڪي وڏا زميندار آهن سي به پنهنجو "بنگلو

يا اوطاق ٻنيءَ جي نزديڪ جوڙيل ٿا، ۽ سنڌن هارين نارين انهيءَ اوطاق جي آسپاس پنگين ۾ رهن ٿا، ۽ اهو انهيءَ زميندار جو ڳوٺ سڏجي ٿو. اڳي ٻه هوند وارن وٽ نوڪر چاڪر ۽ ٻانها يا غلام پورهيو ڪندا هئا، ۽ پاڻ رڳو مٿان نظرداري ڪندا هئا.

هر ڪيڙڻ ۽ نار ڪاهڻ لاءِ هن وقت اُٺ ۽ ڏاند ڪم اچن ٿا، پر اڳي گهوڙا به ڪم آڻيندا هئا، جو سنڌو ماتر ۾ گهوڙا نهايت گهڻا هوندا هئا، زمين کي هر ڏيڻ مهل ڪو رشي گهرائيندا هئا. جو هر جوٽيندو هو، ۽ اوڏي مهل ويدن جا منتر اُچاريندو هو. ائين پوڄا ڪري پوءِ ڪم شروع ڪندا هئا. چوپاسيءَ ۾ براهمڻن کي گهرائي، هڪ وڏو يگيه ڪندا هئا، جو "ستر (Satta) "سڏبو هو اهو يگيه ٻه ٽي مهينا سانده بلڪ وڏيڪ وقت تائين پيو هلندو هو. يگيه جي مراد اها هئي ته اندر ديوتا ۽ ٻيا ديوتائون پرسن ٿين، ته منداڻتا مينهن وسن ۽ فصل پلا ٿين، ۽ مال لاءِ چارو مئو ٿئي. انهيءَ مراد سان رشي به سنڌو نديءَ ۽ ٻين ندين جي ڪنارن تي ويهي، منيءَ لاڪار سان ويدن جا منتر اُچاريندا هئا. جولاءِ — آگسٽ وارو مهينو "سانوڻ" سڏجي ٿو، جو اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ "شراوڻ"، ۽ ڌاتو اٿس "شروعڻ" معنيٰ سڻڻ يا ٻڌڻ. سانوڻ ۾ جتان ڪٿان ويدن جي منترن جا منا آلاپ ٻڌڻ ۾ پيا ايندا هئا، تنهنڪري اهو نالو رکيو اٿن. هن مان ڏسڻ ۾ ايندو ته جيئن آريه لوڪ ويا دنوي ڳالهين ۾ ترقي ڪندا، تيئن دل جو لاڙو ڏٽيءَ جي پاسي وڌندو وين جو جاتائون ٿي ته فصل پلا تڏهن ٿيندا، جڏهن ڏٽيءَ جو فضل ٿيندو، رشين کي به پنهنجيون ٻنيون ٻارا هوندا هئا، ۽ چوپايو مال به ججهو هوندو هون تنهنڪري ايشور کي آراڌنا ڪندا هئا ته اهو مالڪ پنهنج مهر ڪري! انهيءَ سبب "هٿ هوندو هون ڪم ڪار ۾، ته ٻه چٽ هوندو هون ڪرتار ۾"!

اڳي ماڻهو پوک اڪثر درياهه جي پرسان (ڪڇي ۾) ڪندا هئا. جن ڳوٺن کي درياهه ويجهو نه هوندو هو، تن ۾ کوهه کوٽيندا هئا. رگ ويد جي منڊل پهرئين (105، 17) ۾ "ڪوپ" لفظ ڪم آيل آهي، جنهن جو بگڙيل اُچار سنڌيءَ ۾

”کوهه“ آهي. هن وقت به ڪا پوک ”موڪي“، ڪا ”چرخي“، ته ڪا ”چرخي مدد موڪي“ ٿئي ٿي.
رگ ويد جي منڊل پهرئين (سُوڪت 116، 7) ۾ ”ڪنپ“ (ٿانوَ). ۽ سُوڪت، 117 (12) ۾ ”ڪلس“ (لوٽي ڪنگري) لفظ ڪم آيل آهي. وڏي ڳالهه ته گهتو چڪر“ لفظ به ڪم آيل آهي، جنهن مان هيڪاري ظاهر آهي ته کوهن مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ مالهه ۾ ڪنگريون يا لوٽيون ٻڌندا هئا، جنهنڪري چئبو ته هاٽوڪو رواج رگ ويد واري زماني کان وٺي هلندو پيو اچي.
رگ ويد جي منڊل ڏهين (25، 4؛ 101، 5 — 7) ۾ ”آشمچڪر“ لفظ ڪم آيل آهي، جنهن جي اکري معنيٰ آهي ”پٿر جو چڪرو“. هن مان سمجهجي ٿو ته جتي نار نه هوندو هو، تتي کوهه جي مٿان سرائيءَ ۾ پٿر جي نهيل ”پوُڙ“ يا هوندي هئي، تر ۾ ۽ ٻين ڪيترن هنڌ اڄ تائين دستور آهي ته چمر (Pulley)گرٽي جو ڪوس يا ٻوڪو رسيءَ ۾ ٻڌي، اها رسي ڪاٺ جي نهيل پوُڙ تي رکي، ڍر ڏيندا وڃن، ته پُوڙ وڃي ڦرندي ۽ رسي پاٽمرادو وڃي هيٺ کوهه ۾ پوندي. جڏهن ڪوس پاڻيءَ سان ڀرجي ويندو آهي، تڏهن رسي ڇڪيندا آهن، ته ڪوس ڇڪجي مٿي ايندو آهي. انهيءَ ريت پاڻيءَ ڪڍڻ لاءِ جيڪو رسا ڪم آڻيندا آهن، تن کي سنڌيءَ ۾ ”ورت“ چئبو آهي، جو اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ ”ورترا“ ۽ اهو رگ ويد ۾ ڪم آيل آهي. مطلب ته کوهن مان پاڻي ڪڍڻ جو هي ٻيو نمونو به رگ ويد واري زماني کان وٺي هلندو پيو اچي. تفاوت رڳو هي آهي.

- مترا جي آسپاس وارو ملڪ ”برج“ سڏبو هو، جو اتي مالدار رهندا هئا. شري ڪرشن اتي رهندو هو، تنهنڪري ”برجباسي“ يعني برج جو رهاڪو سڏبو هو. ڏسو شريمد ڀاڳوت.

- Hist: History of the world, Vol. I, p. 488.

- Dr. Sita Nath Pradhan: Chronology of Ancient India, pp. 4-6.

- I have noticed instances, even in the Reg. Veda, in which the world "Arya" seems to be used in the sense of "high, or respectable." John Wilson: India Three Thousands years Ago, p.17, foot note.

- "It is a fair conclusion from the evidence that the system of separate holdings already existed in early Vedic times" Prof. Macdonell Keith: Vedic.

ڪن ڪن هنڌ ڪوهه تمام اونها هوندا هئا. اتفاق سان جيڪڏهن ڪو ماڻهو انهن ۾ ڪري پوندو هو، ته ٻين جي مدد ڪانسواءِ نڪري ڪين سگهندو هو. اهڙا اونها ڪوهه اڄ به سنڌ ۾ ڪيترن هنڌ، خاص ڪري ٿر ڊويزن ۾ آهن. گڏڙي تعلقي ڇاڇري ۾ "سائيڪا" يعني سٺ پرهه اونها يا سٺ مڙسن جي ڊيگهه جيڏا اونها ڪوهه آهن. هر هڪ "پرهه" ۾ جيڪڏهن پنج فوٽ ليکبا ته "سائيڪو" ٽيندو ٽي سؤ فوٽ اُونهو ڪوهه!

"سنجن سائيڪن تي وڏيءَ ويدوهون".

شاهه

هن وقت سنڌ ۾ گهڻو ڪري سڀ ڪنهن ڪوهه جي اڳيان "آهه"يا "آنهن" (ڪڏيا حوض) ٺهيل آهي. ڪوهه جو پاڻي نيسر مان وهي، آهه ۾ وڃي پوندو آهي، ۽ اهو وهٽ پيئندا آهن. انهيءَ تان پهاڪو به آهي ته "جيڪي ڪوهه ۾ هوندو، سو آهه ۾ پوندو". اهو آهه ناهڻ جو رواج ويدڪ زماني جو آهي. خود "آهه" لفظ رگ ويدڪ سنسڪرت جو آهي، ۽ اصل اچار اٿس "آهاو". اڳوڻي آهه ۽ هاڻوڪي آهه جي وچ ۾ تفاوت آهي. رگ ويد واري زماني ۾ ڪاٺ جا پيپ ڪوهه جي اڳيان رکندا هئا، يا ڪوهه جي اڳيان ڪڏ کوٽي ان ۾ ڪاٺ جو پيپ وجهندا هئا، ته قابو بيٺو رهي. انهيءَ پيپ کي "آهاو" ڪوٺيندا هئا. اهو اڳوڻو نمونو وڌيڪ پسنديءَ جهڙو هو. هاڻوڪن آهن ۾ پاڻي سدائين لڙاٽيل هوندو آهي. چوپائي مال کي لڙاٽيل پاڻي پياربو ته مڪن آهي ته طبيعت بگڙنديس. بگڙيل طبيعت واري مال جو کير صحت کي بگاڙيندو. اهي ڳالهيون ڳڻي ڇئبو ته رگ ويد واري زماني جا ماڻهو اهو عقل جو ڪم ڪندا هئا، جو ڪاٺ جا پيپ "آهه" ڪري ڪم آڻيندا هئا. ائين وهٽن کي پيئڻ لاءِ پاڻي صاف ملندو هو. پيپ جي ڪنهن وقت خراب ٿيندو ته وري ڏوئي ڌمالي صاف ڪري سگهبو. اهو اڳيون رواج وري جاري ڪرڻ گهرجي، جو انهيءَ ۾ مال توڙي ماڻهن جو ڀلو آهي.

رگ ويد جي منڊل پهرئين (4، 8 ۽ 10) ۾ "اَوٽ" (Avata) لفظ ڪم آيل آهي، جنهن جو اُچار سنڌيءَ ۾ آهي "آڏ". ڪوهه جو پاڻي آڏ مان وهي، ٻنيءَ جي ٻارن ۾ وڃي پوندو هو. مطلب ته هزارها ورهيه اڳي جيڪو رواج سنڌو ماٿر ۾ جاري

هو، سو ساڳيو اڄ تائين اسان جا ماڻهو هلائيندا پيا اچن،ڪ بلڪ لفظ بہ ساڳيو ئي ڪتب آڻين، جنهنڪري اهو محاورن ۾ بہ اچي ويو آهي. مثلاً تري تہ درياهہ، نہ تہ آڏ تي بيهي رهي.“

ٻنيءَ جي مٿان قسمين قسمين آفتون اچيو ڪڙڪن. پارو پيو يا ماڪڙ پيئي تہ فصل ئي چٽ! ڪڻڪ وغيره کي ”رتي“ لڳي يا ٻيو ڪو مرض وڪوڙي ويو تہ بہ فصل چٽو!

ڪن ڪيون پوڪون، ٿيون پرپور، پي پاڻي جڏهن،
پوءِ يڪي هنيون هــتي، اي دل ڪيئن آيـا ويـا.

ديوان گل

” هٿيو“ آهي اُتر – اُپرندي جي هوا، جا جيڪڏهن خزان جي موسم ۾ لڳندي آهي تہ ڪتيءَ جي فصلن (جوئر، ٻاجهريءَ وغيره) کي پورو ڪري ڇڏيندي آهي. ۽ ويچارن زميندارن ۽ هارين نارين جي ڪئي ڪمائي ڪٽ ٿي ويندي آهي. اهڙين آسماني آفتن کي پرميشر پاڻ پڄي، باقي بندي جي بات ڪانهي. انهيءَ هوندي بہ سنڌو ماڻر جي آڳاٽن رهاڪن مغز ماريو تہ ڪهڙا اُپاءَ ڪجن، جو فصلن کي نہ برسات لوڙهي، نہ پارو، هٿيو يا ٻي ڪا سماري (آساني) آفت چٽ ڪري هن ٻاري ۾ ڪوجنائن ڪرڻ سان يقين ٿين تہ تارا، نکٽ (نکتر)، گرهہ وغيره تتون مان نهيل آهن، تنهنڪري پوک تڏهن ڪجي، جڏهن ڏرتيءَ جي مٿان آگني تت زور هوندو تہ سلو بہ ڪونہ اُپرندو، يا ايرڻ کان سگهوئي پوءِ سلا ۽ ڪانا سڙي سڪي ويندا. نکتر جملي اناويهہ آهن. هرهڪ نکتر جو اثر معلوم ڪري، پنهنجن پوين لاءِ هيءَ هدايت ڇڏي ويا تہ روهڻي، مول، اُترا شاڍا. ريوتي، پنروسو وغيره ڪيترين پوکن لاءِ چڱا آهن. جنهن زماني ۾ اهي تجربا پئي ڪيائون، تنهن زماني ۾ سڄيءَ دنيا ۾ ٻي اهڙي ڪابہ قوم ڪانہ هئي، جنهن جوتش جي اهڙين ڳالهين تي ڌيان ٿي ڏنو، تنهنڪري ڪيترن يوروپي عالمن هندستان جي قديم آرين جي عقل تان عجب ظاهر ڪيو آهي.

هي سڀ کيتيءَ جو پرتاب چئبو، جنهن جي اوني وچان سنڌو ماٿر جي قديم رهاڪن هن حيرت جهڙي نموني جون کوجنائون ڪيون.

آڳاٽن لوڪن جيتوڻيڪ پنهنجن فصلن جي بچاءُ جا هر طرح حيلا پئي ڪيا تہ يقين ڄاتائون تي تہ فصل لاءِ ڪپي سائينءَ جو فقل. هو ائين وسندا هئا تہ هر هڪ کيٽ يا ٻنيءَ جو راکو دعاگو ڪو ديوتا آهي، جنهن جي ٻاجھ سان آساني آفتون ٽري وڃن ٿيون، فصل پلا ٿين ٿا ۽ کائڻ لاءِ اڻ ميو اَن ملي ٿو. انهيءَ ديوتا کي ”کيتر پتي“ يعني کيٽ جو ڌڻي (Lord of the Field) سڏيندا هئا.

جيئن هن وقت اسان جا هاري ناري ٻاڌيءَ تي ويهي نار ڪاهين ٿا ۽ ڪنهن وقت ڪن تي هٿ رکي ڪافي آلاپين ٿا، تہ جهنگ ۾ رنگ لڳي وڃي ٿو، تيئن سنڌو ماٿر جا آڳاٽا آريہ لوڪ بہ نار ڪاهڻ مهل ڪي راڳ جا پڇن ڳائيندا هئا، ۽ ڌڻي کي هن ريت آراڌنا ڪندا هئا:

مالڪ جي ڌل مهر ٿئي! ججهو ڌل مينهن پئي!
پٽ سمورا ٻاهہ جهلين، مؤج سان ماڻهو هر کيڙين،
ججهو گاهہ ۽ اَن اُپائين، گهوڙا، گايون گاهہ کائين!
عرض اسانجو اهائج سائين! منا منا ڪي مينهن وسائين!
رگ ويد منڊل چوٿون 57، 1 کان 6 تائين).

رگ ويد واري زماني ۾ ماڻهو ڪڻڪ ۽ چانور پوکيندا هئا يا نہ، سا ڳالهہ چٽي ريت ڄاڻايل ڪانهي، باقي ”ڌانيہ“ لفظ ڪم آيل آهي، جنهن جو اچار سنڌيءَ ۾ آهي ”ڌاڄ“، ۽ معنيٰ اٿس ”اَن“ (هر ڪنهن قسم جو)هن مان ايترو ظاهر آهي تہ اَن پوک ٿيندي هئي. اهو بہ ڄاڻايل آهي تہ جون ۽ ترن جا فصل پلا ٿيندا هئا. (منڊل ٻيون 5، 6 ۽ ٽيون 85، 3)، ماڻهو اهي بہ اَن نہ رڳو کائيندا هئا: پر پوڄائن پشٽائن ۾ بہ ڪم آڻيندا هئا. انهيءَ قديم رواج پٽاندر اڄ بہ سڄي هندستان جا هندو سڀ ڪنهن پوڄا ۾ جو ۽ تر ڪم آڻيندا آهن. هن مان ظاهر آهي تہ انهن ٻن اَنن جو واهپو نهايت گهڻو هوندو هو.

”تر“ اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ ”تل“ ۽ بنيادي معنيٰ اٿس ”جو سٽيو آهي“. آڳاٽن لوڪن ڏٺو تہ تر هڏ جا سٽيا آهن، تہ ڪنهن وقت انهن مان تيل پيڙي ڪڍڻ جو هنر ڳولي لڌائون ”تيل“ لفظ ”تل“ (تر) مان نهيو آهي ۽ بنيادي معنيٰ ئي اٿس ”ترن جي پيدائش“. ماڻهو پوءِ ٻين ٻجن مان تيل پيڙڻ سکيا تہ اهو بہ ”تيل“ سڏجڻ ۾ آيو. هن وقت ڳالهہ جي چٽائيءَ لاءِ چئون سرهہ جو تيل يا منو تيل، ڇانيي جو تيل يا ڪوڙو تيل وغيره. هاڻ تہ بادامين، ڪوپرن بلڪ مڇيءَ مان بہ تيل ڪڍن ٿا ۽ اهو بہ ”تيل“ سڏجي ٿو، نہ تہ اصل رڳو ترن جي تيل کي ”تيل“ چوندا هئا.

هندو ماڻهو ”تلڪ“ ڏيندا آهن. سنڌو وغيره ۾ سنهڙي ڪاني، ڪک يا تيلي ٻوڙي، نرڙ سان لڳائبي، تہ تر جيڏو نشان ٿي پوندو. ”تلڪ“ اصل انهيءَ کي چوندا هئا ۽ اکري معنيٰ اٿس ”ننڍڙو تر“، (تل + ڪ، اسم تصغير – Diminutive جي نشاني). وڏا تلڪ ڏيڻ، هڪ ٻن بلڪ ٽن ليڪن (تر پنڊ) ڪڍڻ جو رواج پوءِ پيو. مطلب تہ آڳاٽن ماڻهن جو جيترو ڏيان ترن ڇڪيو، تيترو ٻيءَ ڪنهن بہ جنس ڪونہ ڇڪيو.

رگ ويد جي منڊل انين (78، 10) ۾ ”داتر“ Datra (ڏاٽو) لفظ ڪم آيل آهي، تنهن مان سمجهجي ٿو تہ اَن ٻچي تيار ٿيندو هو، تہ ڏاٽي سان لڻندا هئا. سپ سنگ لڻي، باقي ٽي سنگ گنڌرون (Good Goblins) لاءِ ڇڏي ڏيندا هئا، (اٿرو ويد، منڊل ٽيون 24، 6) جرمنيءَ جا هاري ناري اڄ تائين پڇاڙيءَ وارا ٻہ ٽي سنگ ”ووڊن“ (Woden) ديوتا جي منت ڇڏي ڏيندا آهن. اِهو ديوتا اُهو ساڳيو آهي، جنهن کي هندو ”شو“ مهراج سڏيندا آهن، (صفحو 9). سنڌو ماٿر جا آبادڪار اَن جي ڳاهہ ڪر، سپ (ڇڄ) ۾ اَن ڇاڻيندا هجئا. ڪي ڳوٺ ٻنين ڪان پري تہ ڪي ٻنين جي ويجهو هوندا هئا، پر رستا نهيا پيا هوندا هئا. اهي رستا ڪي رواجي پيچرا نہ هئا،

پر اهڙا ڪشادا هئا، جو انهن تان گاڏيون هلنديون هيون. گاڏين ڪاهڻ لاءِ گهوڙا ٻڌندا هئا. ٻنين تان اَن ڍوئي پنهنجن ماڳن تي نيندا هئا ۽ اُتي اَن ماپي گندين ۽ پاندن ۾ رکندا هئا. جن گاڏين ۾ اَن ڍوئيندا هئا، سي

"سشڪٽ" (ڇڪڙا) سڏبيون هيون، ۽ هلڻ مهل چيچاٽ ڪنديون هيون، (منڊل ڏهون 146، 3). سواريءَ لاءِ رٿ ڏار هئن، جن جي مٿان ڍڪ ڏنل هوندا هئا، (رگ ويد منڊل ڏهون 85، 1).

جيڪي ماڻهو کيتي ڪندا هئا، سي چوپايو مال به ڌاريندا هئا، جو کيتي ۽ چوپايو مال لازم ملزوم آهن. کيتيءَ جو دارومدار چوپائي مال تي آهي. هر ۽ نار ڪاهڻ لاءِ، اَن ۽ گاهه ڍوئڻ لاءِ هن وقت ڪيترا اُٺ ۽ ڏاند ڪم آڻين ٿا، پر اڳي گهوڙا به ڪم آڻيندا هئا. انهيءَ هوندي به ڇا آڳاٽن آرين ڇا ٻين قومن جي آبادگارن ڏاند يا ڍڳي جو نهايت گهڻو قدر ڪيو ٿي. سنسڪرت ۾ ٻيل يا ڍڳي کي چئبو آهي "بليورد" ۽ "بلدا" يعني بل يا طاقت ڏيندڙ. اهي نار ڪاهي ٻنيءَ کي ريج رسائين ٿا ته ٻني پلي ٿئي ٿي، تنهنڪري ڍڳو ٻل ڏيندڙ آهي، ۽ پاڻ به ٻلوان جانور آهي. سنڌيءَ ۾ چئون ته "فلاڻو ڏندين ڏاند آهي"، ته ان جي معنيٰ ته اپي سمرٿ يا پاڙيهي پڄڻ جوڳو آهي. شريمد ڀاڳوت گيتا ۾ ڀيشم پتامهه کي "نر پنگوهه" يعني "نر ڍڳو" سڏيو اٿن. اڳي رڳو جيرن جوڌن کي "نر پنگوهه" (ڏاند)، ۽ معنيٰ اٿس پهلوان پٽ، شير پٽ، اڳرو پٽ وغيره. عربي، پارسي، يوناني وغيره ٻولين جي آئيويٽا جو پهريون اکر آهي "الف"، جنهن جي عبراني يا يهودين جي ٻوليءَ ۾ معنيٰ آهي "ڍڳو". عبراني ٻوليءَ ۾ "الف" اکر اهڙيءَ طرح لکندا هئا، جو ڄڻ ته ڍڳي جي شڪل نڪتل هوندي هئي. هن مان ظاهر آهي ته قديم يهودي لوڪن به ڍڳي جو ججهو قدر ڪري ان کي اهڙو شرف ڏنو، جو پنهنجي ائيويٽا جي منڍ ۾ ئي ان جي شڪل ٻيهاريائون. سنڌيءَ ۾ ڍڳي يا ڏاند بابت ڪيترائي پهاڪا آهن، جهڙوڪ:

"پلي آيو، ڳانءِ، جو ڄايو، جنهن سارو جڳ نپايو".

رگ ويد واري زماني ۾ هندو ڳائو گوشت کائيندا هئا، پر پوءِ ڍڳي يا ڳانءِ جي ڪوس جي برخلاف ڪن رشين آواز ڪڙو ڪيو، ۽ رفته رفته سڀ هندو ائين سمجهڻ لڳا ته ڳئو هتيا ڪرڻ هڪ وڏو پاپ جو ڪم آهي، جو ڄاڻائون ٿي ته اهي ڪارائتا جانور نه کُهڻ گهرجن. ڳئون، مينهن وغيره جي کير مان ڏڌ ۽ مکڻ ٿئي ٿو، ۽ کير مان قسمين قسمين مٺايون ۽ لذيذ طعام نهن ٿا.

ڀهراڙين ۾ ڏسو تہ ڪيترن ماڻهن جي مکيہ غذا اڄ بہ کير ۽ ڏڌ آهي. ڏينهن جو ڏڌ يا لسيءَ سان، ۽ رات جو کير سان ماني کائي اُٿن تہ ڪنهن بہ تيوڻ جي تانگهہ ڪانہ ٿئين. کيتيءَ لاءِ چوپائي مال جو ڇيڻو ۽ ڦولهڻيون وغيره، جي نهايت غليظ شيون آهن، سي بہ ڪم اچن ٿيون. چوٽي آهي تہ ”پاڻ سدا جوڻ“. ٻيو چون تہ ”پاڻ تي کيتي، نہ تہ ڪوري ريتي“. چوپايو مال نہ هجي تہ پاڻ جيڪو ڪٿان اچي؟ قديم زماني کان وٺي ڳاين جو ڇيڻو عام طرح پوٽي پائڻ لاءِ ۽ ٻاهہ ڪائڻ لاءِ ڪم اچي ٿو. چوپايو مال مري وڃي، تنهن ڪانپوءِ بہ ڪمائتو. ان جو گوشت، ڪلون بلڪ هڏا بہ ڪم اچن ٿا. رگ ويد واري زماني ۾ هرڪو گهر ٻاري ائين چاهيندو هو تہ مون وٽ چوپايو مال ججهو هجي، ۽ اَن پوک لاءِ ٻنيءَ ٽڪر بہ هجي، (منڊل پهريون 127، 6 ۽ منڊل چوٿون 41، 6).

قديم سپيتا جي ٽن زمانن جو ذڪر ڪندي، مٿي جيڪي چيو ويو آهي، تنهن مان ائين سمجهڻ نہ گهرجي تہ سنڌو ماٿر جي رهاڪن فقط ايتري قدر ترقي ڪئي. هنن پوءِ پاڻ وڏي وک وڌائي، جنهن بابت جيڪو وڏو ئي ڪتاب لکي سگهجي، پر اهو احوال مختصر طرح ڌار باب ۾ کولي ٻڌائبو. هتي رڳو ايترو ڄاڻائجي ٿو تہ رواجي سک ۽ دک جو خيال بہ اڳاٽن آرين کي اول کيتيءَ مان آيو. جيڪڏهن برسات پيئي هوندي، تہ زمين هڏ جي آلي هوندي، جنهنڪري کاٽي ڪٽڻ ۽ کوهہ کوٽڻ ۾ سولائي ٿيندي. انهيءَ کي سڏيندا هئا ”سک“، جنهن ۾ ”س“ معنيٰ ”چڱو“ ۽ ”ک – کن“ معنيٰ ”کوٽڻ“. جيڪڏهن برسات نہ پيئي هوندي، تہ زمين نوٽ هوندي ۽ کوٽڻ ڏکي ٿيندي. انهيءَ کي چوندا هئا ”دک“، جنهن ۾ ”د – دز، دش“ معنيٰ مشڪل يا ڏکيو“، ۽ ”ک – کن“ معنيٰ ”کوٽڻ“. برسات نہ پوڻ سبب پيدائش نہ ٿيندي، تہ انهيءَ جهڙو بڇڙو وقت ٻيو ڪهڙو؟ انهيءَ کي چوندا هئا ”ڏڪال“ (ڏڪار) يعني خراب وقت، جنهن جو ضد آهي ”سڪال“ (سڪار) معنيٰ چڱو وقت.

* Vedic Index, I, p. 40-177.

* سنسڪرت لفظ ”ڌانيہ“ جو اُچار پارسيءَ ۾ ڦري ٿيو ”دانہ“ ۽ جنهن جو اُچار سنڌيءَ ۾ آهي ”داڻو“ (اَن جو).
Vedic Index, I, p. 211. *.مصنف

# باب نائون

## راڄنيتي جوڙجڪ ۽ بادشاهتون

**ڳوٺاڻيون پنچاتيون:** قديم سنڌ ۽ پنجاب جي ماڻهن پنهنجيءَ جان ۽ مال جي بچاءَ لاءِ اول گڏيل ڪٽنب جو رواج وڌو، ۽ پوءِ پنهنجن گهرن ۽ وٿاڻن جي چوڌاري اوچيون پٽيون ڪڍي گوٺر ناهيائون، ته به چوراڪاري بند ڪانه ٿي ويئي. جهنگلي قومون وقت بوقت مٿن ڪاهي اينديون هيون، ۽ ڪين ڦري ماري ويندڻون هيون. اهڙي حالتن منجهن پاڙي جو ننگ ۽ ايڪتا جو انگ هيڪاري وڌايو. هڪڙن جي مٿان چور يا ڌاڙيل ڪاهي پوندا هئا، ته ٻيا پاڙيسري لڪي ڪونه وهندا هئا، پر تير ڪمان ڪڍي، مڙسان مڙسيءَ چورن سان لڙندا هئا، جو جاتائون ٿي ته ”اڄ همان سيان تمان“. ائين ايڪتا جو ناگ منجهن وڌيو، ۽ اڪيءَ سوڪيءَ ۾ هڪٻئي جي واهر ڪرڻ پنهنجو فرض سمجهڻ لڳا. پر جيڪي عادتي چور هئا، ۽ جن جو پيشو ئي اهو هو، جو ٻين کي ڦري، پنهنجو پيٽ پاليندا هئا، تن ڪين سک سمهڻ نه ڏنو. بعضي گهڻا ڌاڙيل پاڻ ۾ گڏجي هڪڙي ئي ڳوٺ تي ڪاهي پوندا هئا. اهڙيءَ حالت ۾ هرهڪ ڳوٺ جي ماڻهن لاءِ پنهنجو بچاءُ پاڻيهي ڪرڻ مشڪل ٿي پيو. هنن پوءِ پر وارن ڳوٺاڻن کي به پاڻ سان ڀيڙو ڪيو. ائين گهڻن ڳوٺن جي هڪ يڪي پنچات ناهيائون، ۽ پنهنجي برادري4 جو دائرو وڌائي وڏو ڪيائون. ايڪتا وڌائڻ لاءِ هيءُ نهايت عمدو قدم کنيائون.

گهڻن ڳوٺن جو ميڙ ”گرام“ سڏبو هو، جنهنجو اُچار هاڻ عام طرح آهي ”گام“ يا ”گانءُ“ ۽ معنيٰ اٿس ”ڳوٺ“ يا ”بستي“؛ پر بنيادي معنيٰ اٿس ”ميڙ“، ”ڪٽڪ“. رواجي طرح ”گرام“ يا ”گام“ معنيٰ اُهو ڳوٺ جنهن ۾ گهڻا ماڻهو رهندا هجن، پروفيسر زمر جي خيال موجب ”گرام“ جي اصل معنيٰ آهي ”هٿياربند لشڪر جو ٽولو، جو جنگ ۾ لڙي“ سچ پچ ته ”گرام“ جي اصل معنيٰ آهي ئي اها، ڇاڪاڻ ته انهيءَ (گرام) لفظ جي اڳيان جيڪڏهن ”سم“ اڳياڙي“ (Prefix) وجهبي ته لفظ ٺهندو ”سنگرام“، جنهن جي معنيٰ آهي ”لڙائي“، (جنهن ۾ جنگي جوڌن جا ڪٽڪ

اڇي ڪنا ٿين ٿا). انهيءَ سبب ڇئبو تہ رگ ويد واري زماني ۾ ”گرام“ (گام) هڪ وڏي بستي هوندي هئي، جنهن ۾ جنگي جوڌن جا ڪٽڪ رهندا هئا، جي دشمن سان لڙڻ لاءِ هردم تيار هوندا هئا. گرام جي مکيءَ يا وڏيري کي ”گرام مني“ يعني گام جو مکي سڏيندا هئا. (رگ ويد منڊل ستون 1، 5، ۽ منڊل ڏهون 62، 11). مطلب تہ ڳوٺن ۾ گوتر هوندا هئا، ۽ هرهڪ گوتر جو مالڪ يا مکي ”گوتر پتي“ سڏبو هو، پر گهڻن ڳوٺن جي مٿان ”گرام مني“ هوندو هو، ۽ هرهڪ گوتر جا رهاڪو گويا سنڌس فوج جا سپاهي هوندا هئا.

هن وقت ڪيترن ڳوٺن ۽ شهرن ۾ رواج آهي تہ ساڳئي ڪل مان پيڙهيءَ بہ پيڙهيءَ ڪو مکي مقرر ٿيندو اچي ٿو. رگ ويد واري زماني ۾ موروثي مکپڻ هئو ئي ڪونہ. اڪثر رڳو چونڊ جو سرشتو جاري هو. جيڪڏهن ڪنهن مکيءَ جو پٽ پنهنجي پيءُ جهڙو ئي برجستو هوندو هو، ۽ عام خلق ۾ عزت هوندي هيس، تہ پوءِ ڪيس مکي ڪرڻ ۾ ڪنهن کي بہ اعتراض ڪونہ هوندو هو، نہ تہ عام طرح جدا جدا برادرين يا گوترن وارا هڪٻئي جي صلاح مصلحت سان پنهنجي لاءِ مکي پاڻ چونڊيندا هئا. گرام مني يا مکي اهو چونڊيندا هئا، جو برجستو ۽ حشمت وارو هوندو هو، ۽ جنهن کان لچ لمپٽ ڪن هٽندا هئا. سيئي ڳوناٺا سنڌس ڇئي ۾ رهڻ ۽ وقت سر ڪيس مدد ڏيڻ پنهنجو فرض سمجهندا هئا. هرڪو ڳوناٺو پنهنجي مکيءَ کي پنهنجي پيءُ جي سمان ڪري سمجهندو هو. جيئن ماءُ پيءُ کي ماٺهو پيرين پوندا آهن، تيئن مکيءَ کي بہ پيرين پوندا هئا. اهو دستور اڄ بہ عام آهي. هرهڪ چنڊ تي ۽ ٻين وڏن ڏينهن تي ڪيترن شهرن ۽ ڳوٺن جا ماٺهو پنهنجي مکيءَ کي پيرين پوڻ ويندا آهن. هيءُ نهايت قديم زماني جو رواج آهي، جو اڄ تائين هلندو پيو اچي.

ڳوناٺن جي جان ۽ مال جي سلامتيءَ ۽ عزت جي بچاءَ لاءِ گرام مني جوابدار هوندو هو. انهيءَ سبب هرهڪ گهر جو ڀاتي ڪيس وقت سر هر ڪنهن قسم جي مدد ڏيڻ لاءِ ٻڌل هوندو هو. مثلاً ڪنهن جو مال چور ڪاهي ويندا هئا تہ گرام منيءَ جي هڪ ڪرڻ تي سڀ ڳوناٺا مڙي ايندا هئا ۽ چورن سان وڙهڻ ۽ مال

ڇڏائي اچڻ ۾ ڪيس مدد ڪندا هئا. اهڙن وقتن تي برجستيون زالون بہ مردن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ڏيئي بيهنديون هيون. اهڙيءَ طرح ضرورت مهل سڀ ڳوناٺا، زالين مڙسين، گڏجي پنهنجيءَ جان ۽ مال ۽ زالن جي عزت جو بچاءُ ڪندا هئا.
سنڌ جي جن شهرن ۽ ڳوٺن ڪي درياهہ ۽ واهہ ويجها آهن، تن جا رهاڪو پنهنجن ٻارن کي نديڙي هوندي ئي ترڻ سيکاريندا آهن، تہ متان ڪنهن مهل ٻار ٻڏي پون. مهاڻن جا ٻار تہ لڏڻ وانگر پاڻيءَ ۾ پيا تڙڳندا آهن. آڳاٽا آريہ لوڪ رهندا ئي سنڌو نديءَ ۽ ٻين ندين جي ڪنارن تي هئا، تنهنڪري نديڙي هوندي ئي ترڻ جو هنر سکڻ سندن لاءِ ضروري هو. بعضي چور چوريءَ جو مال ڪاهي درياهہ اڪري پرينءَ پر هليا ويندا آهن. اهڙيءَ حالت ۾ ڪنهن تاروءَ ڪانسواءِ ٻيو ڪو چورن جي پٺيان پئي ڪين سگهندو. اهو بہ هڪ وڏو سبب هو، جنهنڪري هرڪو ترڻ سکندو هو. پنهنجيءَ جان ۽ مال جي بچاءَ لاءِ، چورن ۽ جهنگلي جانورن کي پريان ئي پجائي ڪڍڻ لاءِ، تير اندازي سکڻ تي بہ هيڪاري گهڻو زور رکيائون، جنهن ۾ رفتي رفتي حيرت جهڙي ترقي ڪيائون. اڳاٽا رشي هٿيارن پنوهارن هلائڻ ۾ پڙ هوندا هئا، ۽ ٻين کي بہ اهو هنر پاڻ سيکاريندا هئا. چوپائي مال جي چوري عام هئڻ سبب گهوڙي سواري سکڻ جي بہ ضرورت ٿين، تہ چورن ۽ ڌاڙيلن جي پٺيان جهٽ پٽ ڊوڙي سگهجي. اهي سڀ ڳالهيون پوءِ بہ سنڌ ۾ ايتري قدر عام هيون، جو چوٽي پيئي تہ:

پــڙهڻ، تــرڻ، تير هڻڻ، چوٿين سواري،
نديي هوندي جو نہ سکي، وڏي خواري.

<u>**راڄوٽي فيصلا**</u>: ماڻهو اول چوپايو مال ڌاريندا هئا ۽ پوءِ کيتي ڪرڻ لڳا، ۽ کيترن هنرن ۽ ڪاريگرن کي زور ونايائون، تہ ڌنڌن ڌاڙين هلڻ ۽ ٻي ڏيتي ليتي ٿيڻ ڪري وري ٻين قسمن جا معاملا پيدا ٿيڻ لڳا. انهن معاملن نبيرڻ لاءِ هڪ نهايت عمدي ۽ سولي سهنجي واٽ ڪڍيائون.

رگ ويد واري زماني ۾ ديواني دعوائون ۽ ٻيا معاملا اڪثر گرام مني يعني ڳام جو مکي نبيريندو هو. پنجن ڄڻن سان پهي، جيڪو فيصلو ڪندو هو، سو

قطعي فيصلو ليکبو هو بئي تڪراري ڌريون انهيءَ فيصلي قبولڻ لاءِ بڌل هونديون هيون. انهن پنجن ڄڻن جي ميڙ تي نالو ئي پيو ”پنچات“ (پنج + آت (As for extending as five جنهن جي بنيادي معنيٰ آهي ”اهو ميڙ جنهن ۾ فيصلي ڪندڙن جو تعداد وڌي پنجن تائين ٿئي“. پنجن وٽ ڪو معاملو ويو، ته ڄڻ حقدارن کي حق ملي چڪو! فيصلو اهڙو ڪندا هئا، جهڙو منڍيءَ تي ٺڪ! بي ريا وري اهڙا هوندا هئا جو جيڪڏهن پنهنجي پٽ يا سڳي پياءُ بابت سمجهندا هئا ته ڏوهي آهي، ته سزا ڏيندي دير ڪين ڪندا هئس! مطلب ته ڪنهن به لکي چپيءَ ۽ ريب رياءَ کانسواءِ راڄوٽي فيصلا ڪندا هئا. اهو رگ ويد جي زماني وارو دستور پوءِ به هلندو آيو، جنهنڪري يوناني تاريخ نويسن، بلڪ پوءِ جي مسلمان تاريخ نويسن به مکين ۽ پنچن جي عدل ۽ انصاف جون ساکون ڪيون آهن. ”آئينہ اڪبريءَ“ ۾ ڏسو ته ابو الفضل به پنهنجي وقت جي هندن جي تمام گهڻي ساک ڪئي آهي. مکيءَ ۽ پنچن جي فيصلي ۾ ماڻهن جو ايتري قدر ويساهه هوندو هو، جو اڄ تائين چوڻي آهي ته ”پنچن ۾ پرميشر“. هي سڀ ڳالهيون ڄاڻائين ٿيون ته مکين ۽ پنچن ۾ سچائي هوندي هئي ۽ ڏٽيءَ جو خوف ڌاري راڄوٽي فيصلا ڪندا هئا. جنهنڪري ماڻهو کين پرميشر جو روپ ڪري ڄاڻندا هئا. هن وقت جيڪي پنج پنچاتن ۾ وجهي، رڳو ڦڏا وجهن ٿا ۽ اونڌا اُچار ڪن ٿا، تن کي هن منجهان سبق سکڻ گهرجي.[*]

---

[*] "Zimmer has derived the word 'gram', village originally from the sense 'horde' as describing the armed force of the tribe which in war fought," Cambridge history of India, Vol. I. p. 90.

[*] The Hindus are religious, affable, cheerful, lovers of Justice, given to retirement, able in business, admirers of truth, grateful and of unbounded fidelity; and their soldiers know not what it is to fly from the field of battle." Samuel Johnson: India, p. 294.

آڳاٽن آرين جا ويجها سؤٽ ايران وارا آريہ لوڪ هئا، تن وٽ به اهوئي ساڳيو دستور هوندو هو. بلوچستان جا ڪيترا ماڻهو جيتوڻيڪ اڪثر اڻ پڙهيل اهن ته به اڄ تائين رگ ويد واري زماني جي هندن وانگر راڄوٽي فيصلا ڪن ٿا.

فيصلي لاءِ ”جرگو“ يعني چئن چڱن جو ميڙ (Council of Elders) ڪنو ٿيندو آهي، جو تڪراري ڌرين جون ڳالهيون ٻڌي، حق جو فيصلو ڪندو آهي. راڄوٽي فيصلا ٿيڻ ئي اهڙيءَ بي ريائيءَ سان گهرجن.

رگ ويد مان ائين ٿو سمجهجي ته ڪي ماڻهو مکيءَ ۽ پنچن تائين ٿي دانهين ڪونه ويندا هئا. معاملي ڪي منڍ ۾ ئي روڪڻ لاءِ ڪو چڱو مڙس وچ ۾ پئي معاملو نبيريندو هو. منڊل ڏهين 97، 12 ۾ ”مڌيماشي“ (Madhyama-si) لفظ ڪم آيل آهي، جنهن جي اکري معنيٰ آهي ”وچ ۾ پونڊڙ“ يعني امين، جو وچ ۾ پئي معاملو نبيري. اڄ به اسان جا ڪيترا ماڻهو انهيءَ خيال جا آهن ته ڪس پلي سهجي، پر ڪورٽن ۾ گهڙڻ نه گهرجي. آڳاٽن ماڻهن جا به اهڙا ئي خيال هوندا هئا، تنهنڪري پنچاتن تائين به وس پڄندي دانهين ٿي ڪونه ويندا هئا. پر رگ ويد واري اوائلي زماني ۾ رڳو ٻگو ديواني معاملا ڪونه هوندا هئا. ٻنين ۽ چراگاهن جي حدن تان، ۽ واهن ۽ ڪڙين جي پاڻيءَ، ۽ ٻين اهڙين ڳالهين تان وقتي هڪ ڳام وارن جو ٻئي ڳام وارن سان وڏو تڪرار ٿيندو هو. رگ ويد جي منڊل ڇهين (25، 4) ۾ مخالف ڌرين ۽ هڪ ڪونڌر جو ٻئي ڪونڌر کي ڪهڻ جو ذڪر آهي. پائنجي ٿو ته اهڙن فوجداري ڏوهن کي روڪڻ ۽ خونريزيءَ کي ٽارڻ لاءِ ۽ پروارن ڳوٺاڻن سان صلاح سانت ۾ رهڻ ۽ ساڻن پائپي وڌائڻ لاءِ، پوءِ هڪ نئون نمونو اختيار ڪيائون، ۽ اهو ترقيءَ جي راهه ۾ هيڪاري عمدو قدم کنيائون.

پرڳڻن جون پنچاتون: آڳاٽن لوڪن پوءِ پنهنجي پنچات جو دائرو هيڪاري وڌائي، پرڳڻن جون پنچاتون ناهيون. اهڙين پنچاتين جا مثال اڄ به پنجاب، سنڌ ۽ ٻين ڪيترن هنڌ آهن. پنجاب جي روهتڪ ضلعي ۾ چوراسي ڳوٺن جي هڪ يڪي پنچات آهي، جنهن کي ”چوراسي ڪيرا“ سڏين ٿا. سنڌ ۾ رڳو وچولي ڏي نظر ڪريو ته اتي ساهتي پرڳڻي جي پنچات اڄ تائين آهي، جنهن ۾ نوشهرو فيروز، پڊ عيدن، پريا، نارو شاهه، نٿ، منياٽي، چنيجا ۽ پرڻ (تعلقو مورو) ۽ ٻيا ڪيترا هنڌ اچي وڃن ٿا. انهن سيني هنڌن جي هڪڙي ئي پنچاتي ايندي

آهي، جنهن تي سڀ هلڻ لاءِ ٻڌل اهن. دَلَ پنچات جو ميڙ ڪڏهن ڪٿي ته ڪڏهن ڪٿي ڪنو ٿيندو آهي، ۽ هرهڪ ڳوٺ مان ٿورا ٿورا عيوضي ان ۾ وڃي حاضر ٿيندا اهن. هيءُ ويدن واري زماني جورواج آهي، جو اڄ تائين هلندو پيو اچي.

**مڪاني سرڪاريون** (Local Governments). قديم زماني جون پنچاتيون مڪاني سرڪاريون هونديون هيون، جن جو ويدن ۾ ٿورو، پر مهاڀارت ۾ گهڻو ذڪر آهي. ڪن هنڌ ڏهن، ڪن هنڌ ويهن، ته ڪن هنڌ هڪ سؤ بلڪ هڪ هزار ڳوٺن جي گڏيل پنچات هوندي هئي! هن وقت جي پنچاتين کي ڪابها ختياري ڪانهي. ڪو پنچاتي بنديءَ تي نٿو هلي، يا ٻيءَ طرح ڪا پنچاتي ڳالهه نٿو مڃي، ته پنچ رڳو پنهنجو اخلاقي زور مٿس هلائين ٿا: پر اڳي مُکين کي وڏيون اختياريون هونديون هيون. مئترياڻي سنهتا (يجر ويد) ۾ ”شتپتي“ لفظ ڪم آيل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ”سؤ جو ڌڻي“ يعني هڪ سؤ ڳوٺن جو مُکي يا حاڪم، ڪيس انهن سيني ڳوٺن جي فوجداري، ديواني ۽ ٻين عام ملڪي ڳالهين بنسبت اختياريون هونديون هيون. هن وقت بہ جيڪڏهن گهڻين ۽ برادرين جون پنچاتيون، دل پنچات سان ۽ ڳوٺن جون پنچاتيون شهرن جي پنچاتين سان گڏي، ملي ڪم ڪجي ۽ هلچل هلائي پنچاتين کي ڪي اختياريون وني ڏجن، ته سڄي ديس جو تمام گهڻي قدر ڀلو ڪري سگهجي.

**راڄنيتي جوڙجڪ** (Political Organization). ويدن ۽ اتهاسن ۾ جاٽايل هن قسم جي حقيقتن مان آڳاٽن آرين جي راڄنيتي جوڙجڪ ڀليءَ پت سمجهي سگهجي ٿي. راڄنيتي جوڙجڪ جو مرڪز گهر هو، جنهن ۾ هڪڙي ئي آکهه جا ڀاتي گڏ رهندا هئا، ۽ آکهه جو پريو مڙس سڄي گهر جو حاڪم هوندو هو. گهر ۾ گويا پيءُ هو راجا، ماءُ هئي راڻي ۽ ٻار ٻچا سندين رعيت هئا. گهڻن آکهين جو مير، جو ساڳي ڏاڏي جو اولاد هوندو هو، سو ”ڪل“ يا

خاندان سڏبو هو. هرهڪ ڪل جو پريو مڙس ”ڪلپا“ يعني ڪل جو سنڀاليندڙ سڏبو هو. ”ڪل“ کي ڪٽنب“ بہ چئبو آهي، جنهن جو اُچار ڦري ”ڪڙم“ ٿيو آهي. سيني ڪڙمين کي بہ گڏي ”ڪڙم“ چئبو آهي. اڳي گهڻو ڪري سڀ ڪڙمي هئي. تنهنڪري ”ڪڙم“ لفظ انهن ٻنهي معنائن سان اڄ تائين ڪم پيو اچي.

ڪل يا ڪٽنب کي ”پرور“ بہ چئبو آهي. گهڻن پرورن جو ميڙ ”نڪ“ ۽ گهڻن نڪن جو ميڙ ”گوتر“ ڪوٺبو هو. هر هڪ گوتر جو وڏو ”گوتر پتي“ سڏبو هو. اهو گويا سندن وڏو ڏاڏو هو ۽ سندن حاڪم بہ اهو هو. گهڻن گوترن جي ميڙ کي ”ڳوٺ“، ۽ گهڻن ڳوٺن جي ميڙ کي ”گرام“ (گام- گانءُ) چوندا هئا. هر هڪ گرام جو مکي ”گرام مني“ سڏبو هو، جو ڳوناٺن جي جان، مال ۽ عزت جي بچاءَ لاءِ جوابدار هوندو هو، ۽ سندن ديواني توڙي فوجداري معاملا بہ نبيريندو هو. جيڪو گرام هڪ سؤ ڳوٺن جي مٿان هوندو هو، سو ”شتپتي“ يعني ”سو جو ڌڻي“ (هڪ سو ڳوٺن جو مالڪ) سڏبو هو. گهڻن گرامن جو ميڙ، جنهن ۾ هڪ هزار بلڪ وڌيڪ ڳوٺ هوندا هئا، سو ”وس“ (Canton or District) سڏبو هو. خود اُتي جا رهاڪو بہ ”وس "Visah (Commoners) ڪوٺبا هئا، جنهن جي بنيادي معنيٰ آهي ”واسو يا بينڪ ڪندڙ بينڪي“. ”وس“ ۾ سڀ آبادگار، ڪاسبي ۽ واپاري اچي ٿي ويا، جنهنڪري ”وس“ جي معنيٰ ٿي ”عام خلق“. انهيءَ ساڳئي ”وس“ لفظ مان پوءِ ”وئش“ لفظ نهيو؛ ۽ اڄ تائين آبادگار، ڪاسبي ۽ واپاري وئش جي دفعي ۾ ليکجن ٿا. گهڻن وسن جي ميڙ کي ”جن“ يعني نيات يا قوم (Tribe) چوندا هئا، ۽ هرهڪ جن جو پنهنجو پنهنجو راجا هوندو هو ۽ اهي جن سندن رعيتي راڄ هوندا هئا. مطلب تہ جيئن هن وقت سنڌ ۾ خيرپور رياست آهي، ۽ ان جو والي مير صاحب آهي، تيئن رگ ويد واري زماني ۾ بہ ڏيهي رياستون هونديون هيون، ۽ هرهڪ رياست جو والي يا حاڪم پنهنجو پنهنجو هوندو هو. راڄنيتي جوڙ جڪ جو اهو ئي ساڳيو نمونو، ايران، اٽلي، گريس (يونان)، رشيا (روس) ۽ جرمنيءَ ۾ هوندو هو.

**راجائيءَ جو بنياد:** رگ ويد جي منڊل پهرئين (سوڪت 36 منتر 10) موجب منشن (ماڻهن) جو پهريون راجا منو پڳوان هو، پر راجا مقرر ڪرڻ جو رواج ڪيئن پيو، سو احوال ان ۾ ڪونهي. مهاڀارت مان معلوم ٿئي ٿو ته پاندون ۽ ڪورون جو وڏو ڪاڪو ڀيشم پتامهه جڏهن جنگ جي ميدان ۾ تيرن جي سيجا تي سمهيو پيو هو، تڏهن پاندون جي وڏي ڀاءُ راجا يڌشٽر ڪي گهڻين ئي ڳالهين بابت اُپديش ڪيو هئائين. راجا ڌرم بابت اپديش ڪندي ڪيس راجائيءَ جو بنياد به ٻڌايائين. اهو مختصر طرح هتي ڄاڻائجي ٿو، جو انهيءَ مان هاڻوڪن ڀين رواجن جو بنياد به سمجهي سگهجي ٿو.

پراچين سمي ۾ پرٿويءَ تي نڪا هئي سرڪار نڪو هو راجا. ماڻهو پنهنجو بچاءُ پاڻ ڪندا هئا. ڪجهه وقت ڪانپوءِ ڏٺائون ته پنهنجو بچاءُ پاڻيهي ڪرڻ ڏکيو آهي – ڪي پرائي مال جا تاڪائو هئا، ته ڪن جو پاڻ تي ضابطو ڪونه هو، جنهنڪري ماڻهو هڪٻئي جو چڪين ماس پيا چنندا هئا. ان وقت ڪن سياڻن ۽ سدا چارين پاڻ ۾ گڏجي اهو پرڻ ڪيو ته جيڪي ڪرڙيءَ زبان وارا، طبع جا شوخ، زناڪار ۽ عياشي آهن ۽ جن لي چوري ڪرڻ ۽ پرائي حق غضب ڪرڻ جي عادت آهي، تن کي پنهنجيءَ نيات مان ڪڍي ڇڏبو. هن مان ڏسڻ ۾ ايندو ته ”تالهؤن لاهڻ“ يا ڪوفي مان ڪڍي ڇڏڻ جو رواج نهايت قديم زماني جو آهي. اهڙي پرڻ ڪرڻ ڪانپوءِ ماڻهن جو هڪٻئي ۾ ويساهه جائو، ته ڪجهه وقت سک سانت ۾ گذاريائون، پر پوءِ يقين ڄاتائون ته ڪنهن راجا مقرر ڪرڻ ڪان سواءِ پوري پوڻ جي واهه ڪانهي، جو ڌرم ۽ اڌرم جو سنڌو سيڙهو ماڻهو رکن ئي ڪونه ٿا، ۽ ايشور ڪان به وجن ٿا ٻي مک ٿيندا. هنن پوءِ دلگير ٿي شرٽي4 جي اپائيندر (برهما) کي آراڌنا ڪئي ته ”راجا ڪان سواءِ اسين ناس ٿي ويندا سين، تنهنڪري اسان لاءِ ڪو راجا مقرر ڪريو. هو اسان جو بچاءُ ڪندو ته اسين ڪيس پنهنجو پُوج ڪري ليکينداسين“. هنن جي اها آراڌنا ٻڌي برهما پوءِ منو پڳوان کي چيو ته جيون جي رکيا ڪرڻ لاءِ توهين سندن راجا ٿيون. هن چيو ته ”حڪومت ڪرڻ ۽ ماڻهن کي ست ۽ ڌرم جي راهه تي هلائڻ سترو ڪم

ڪونهي“. انهيءَ تي ماڻهن منوءَ ڀڳوان کي چيو تہ ”توهين ڪوبہ خيال نہ ڪريو. توهان کي ڪوبہ پاپ ڇهي ڪين سگهندو. شاهي خزاني کي ڀرپور ڪرڻ لاءِ اسين ان جي پيدائش جي ڏهين پتي ۽ پنهنجي سون جي پنجاهين پتي ڏينداسون، ۽ ڳايون، مينهون ۽ ٻيو چوپايو مال بہ ڏينداسون. اسان مان جيڪي هٿيار پنوهار هلائي ڄاڻن، ۽ سواري ڪري ڄاڻن، سي توهان جي پٺيان ائين هلندا، جيئن ٻيا ديوتائون راجا اندر جي پٺيان هلن ٿا. ائين اوهين ڪبير ديوتا (ڀڳوان جي خزانچيءَ) ڪان بہ وڌيڪ زور ٿيندا ۽ سولائيءَ سان اسان جو بچاءُ ڪري سگهندا. توهان جي اَجهي هيٺ رهي، ڀڳوان جي ڀڳتي ڪنداسين ۽ انهيءَ مان جيڪو اسان کي آتمڪ لاڀ (روحاني فائدو) ٿيندو، تنهن جي بہ چوٿين پتيءَ تي توهان جو حق ٿيندو. اي سوامي، اندر ديوتا وانگر توهين اسان جو بچاءُ ڪريو، ۽ ڀهڪندڙ سج وانگر ٻاهر نڪري، اسان جن شترن (دشمنن) کي جيتيو. توهين اسان جن شترن کي جيتي سندن ڪنڌ هيٺ ڪريو، تہ سدائين ڌرم اسان جي رکيا ڪندو رهي“. منو ڀڳوان پوءِ جيون جي رکيا ڪرڻ لاءِ وڏي شان شوڪت ۽ دٻدٻي سان پنهنجي قلعي مان نڪتو ۽ بيشمار ماڻهو هٿيار پنهوار ٻڌي، سندس پٺيان هليا، (مهاڀارت شانتي پرو، 67).

مٿئين مضمون مان ظاهر آهي تہ نهايت قديم زماني ۾ ئي ماڻهن محسوس ڪيو تہ پنهنجيءَ جان ۽ مال جي بچاءِ لاءِ ۽ امن امان ۾ رهي، سکي جيوت گهارڻ لاءِ، ڪنهن سورويرَ کي پنهنجو راجا مقرر ڪجي ۽ پنهنجيءَ پيدائش مان ڪيس حصو ڏجي، تہ رعيت لاءِ سکن سهنجن ڪرڻ ۾ سولائي ٿئيس. سرڪاري ڍلن ڏيڻ جو رواج ائين پيو، جي ماڻهن پنهنجي سک لاءِ پاڻ تي پاڙهي ٻڌيون. جنگي ڪاتي جوڙڻ، ۽ لشڪر ۾ ڀرتي ڪرڻ جو رواج بہ ماڻهن پنهنجيءَ خوشيءَ سان وڌو، تہ ديس جو بچاءُ ڪرڻ سولو ٿئي. هن ريت رعيتي ماڻهو راجا سان هر طرح ٻانهن ٻيلي تي بيٺا تي، تنهڱن ۾ مکيہ ڳالهہ هي4 هئي تہ راجا سندين مجتا سان مقرر ٿي ٿيو. ماڻهن کي دل گهريو راجا ملندو تہ منجهن راج ڀڳتيءَ (Loyalty)جو انگ پاڙمرادو پيدا ٿيندو. اڄ بہ چئون تہ ”جنهن جي ويلا تنهن جي رکيا“ يعني جنهن جي صاحبي هجي،تنهن جو سدائين خبر گهرجي. ٻين قومن جي تاريخن

مان معلوم ٿئي ٿو تهاهي بہ نهاي راڄ پڳت هونديون هيون ۽ حاڪمن جي فيصلي موجب هلڻ تي پاڻ کي ٻڌل سمجهنديون هون. حضرت عيسيٰ کي صليب تي چاڙهڻ جو حڪم ٿيو، تہ ڪا هوڏ يا تڪرار نہ ڪيائين: پر ايشور جو پاٽو منو سمجهي ماٺ ميٺ ۾ پنهنجو سر ڏنائين. منصور بہ مرڪندي سوريءَ تي سوار ٿيو. مسلمانن جي قرآن شريف ۾ بہ راجائي حڪم مڃڻ جي هدايت ۽ راڄ پڳتيءَ جو تاڪيد ٿيل آهي.

**راجا جا فرض ۽ سنڌيس خود مختياريءَ ۾ اٽڪون:** ويدن واري زماني ۾ ماٺهن ۾ لوڪشاهي (Domocracy) جو انگ ججهو هوندو هو. پنهنجي لاءِ راجا پاڻ مقرر ڪندا هئا. هو ائين ڄاڻندا هئا تہ ملڪ اسان جو آهي، راجا کي اسان پنهنجي خوشيءَ سان پنهنجي بچاءَ لاءِ مقرر ڪيو آهي، تنهنڪري ڪيس پنهنجا فرض ادا ڪرڻا آهن، ۽ انهيءَ فرض ادائيءَ ۾ ڪيس پئسي ۽ ماڻهن جي مدد ڏيڻي آهي. انهيءَ سبب هو پاڻ کي اجا "رعيت ڪري ڪونہ سمجهندا هئا. ڪين هٿيارن پنهوارن رکڻ کان ڪابہ روڪ ڪانہ هوندي هئي، تنهنڪري جنهن وقت ڏسندا هئا تہ راجا ڳريون ڍليون وجهي، ماڻهن کي پيڙي ٿو، تنهن وقت ساڻس جنگ جوٽڻ لاءِ تيار ٿي بيهندا هئا. اهڙيءَ حالت ۾ ڪنهن بہ راجا کي جريت ڪانہ ٿي ٿي، جو خودمختيار ٿي، جيئن وڻيس تيئن هلي. ٻي ڳالهہ تہ راجا جي ڪنهن ويجهي عزيز کي راڄ گاديءَ هٿ ڪرڻ جي نيت هوندي هئي، تہ رعيتي ماڻهن کي چٺون چوٺون ٻڌي ۽ ڪين وڏيڪ سکي رکڻ جا دم دلاسا ڏيئي، پنهنجي پاسي ڪري سگهندو هو: جنهنڪري راجا پنهنجن اهڙن دشمنن کي ڏک هٽندو هو. ٽين ڳالهہ تہ جيئنهن وقت سنڌ ۾ "ڪي چور" آهن، تيئن رگ ويد واري زماني ۾ بہ ڪي هنن چورن جهڙا هوندا هئا. اڻ آريہ لوڪن مان ڪيترا جبلن ۽ سرحدن واري پاسن کان لڏي، آرين جي ڏيهي رياستن ۾ اچي رهيا هئا. اهي وجهہ وٺي آرين جو چوپايو مال ڪاهي ويندا هئا، جنهنڪري اهي "اسر" ۽ "دئت" سڏيا ويا آهن. اهي وقت بوقت وڏو آزار مچائيندا هئا، تنهنڪري ئي راجائن مقرر ڪرڻ جي ضرورت ٿي هئي. اهي جڏهن پاٽمرادو يا ڪنهن جي چيڙڻ تي صلع ۾ وڳوڙ وجهندا هئا، تڏهن راجا جي دشمنن کي بہ ائين چوڻ جو وجهہ ملندو هو تہ راجا

ڪي راجائي هلائڻ نٿي اچي. انهن سڀني سببن ڪري خود راجا جي جهوڳي وهٽي هوندي هئي. ڪيس سڀني پارين خيال ڪرڻو پوندو هو، ۽ آپيشاهي نمونو(Autocracy) هلي ڪين سگهندو هو. اهي گويا سندس مطلق خود مختيار ٿي رهڻ ۾ رنڊڪون يا اٽڪون هيون، تنهنڪري هر طرح رعيت جي دل وٺڻي پوندي هيس. انهيءَ هوندي بہ ايترو ڏکو رکندو هو، جو هر ڪو پيو ڪنبندو هو، تہ متان راجا مون تي ڪپ ٿئي، (اٿرو ويد منڊل ڇهون، 4). راجا ڪي اهو ڏکو ضرور وهارڻو آهي تہ رعيتي ماڻهو سمجهن، تہ ڪوبہ لچ لمپٽ اسان جي وار جو بہ نالو وٺي ڪين سگهندو، ۽ جيڪڏهن ڪو بي قاعدي هلت ڪندو تہ جهٽ سزا ڏياري سگهبس. اهڙو آٽت جڏهن ماڻهن جي دلين ڪي هوندو، تڏهن هو ڪنهن بہ ڊپ ڊاءُ بنا اويل سويل ٻاهر نڪري سگهندا، ۽ نرسني پنهنجن ڏنڏن ڌاڙين ڏي ڌيان ڏيندا جنهنڪري هنرن ۽ ڪاريگرن جو واڌارو ٿيندو ۽ ملڪ سائو ٿيندو.

**<u>براهمڻن جو زور:</u>** راجائون پنهنجو راڄ، ڌرم ۽ راجائي فرض پوريءَ ريت پالين، تنهن لاءِ ويدن واري زماني ۾ ئي ماڻهن ضروري سمجهيو تہ راجڪمارن ڪي ننڍڙي ئي راڄ، ڌرم ۽ راڄنيتيءَ جون ڳالهيون سيکارجن، تہ وڏي هوندي حڪومت جو چرخو چڱيءَ ريت هلائي سگهن. ان وقت براهمڻ ۽ رشي، ڌرم ۽ نيتيءَ جي اعدن جا پورا پورا ڄاڻو هئا، ۽ اهي ئي راجڪمارن جا وديا گرو ٿيا. خود راجائن ڪي براهمڻ ۽ رشين ڪانسواءِ ڪينسرندي هئي. هر ڪنهن هنڌ راجا جي لاءِ ضروري هو تہ پهريائين پنهنجي لاءِ ڪو پروهت مقرر ڪري، ۽ پوءِ پنهنجي تاجپوشيءَ جو بندوبست ڪري، (مهاڀارت، شانتي پرو، 3 ۽ 29). راڄ جي سلامتي ۽ واڌاري جو مدار راجا تي آهي: پر خود راجا جي اُنتيءَ جو مدار سندس پروهت تي آهي. (شانتي پرو 74، 1-2). عام طرح ماڻهو ائين وسهندا هئا تہ براهمڻن ۾ اهڙو ڪو ٻل آهي، جو اُهي جڏهن پوريءَ وڏيءَ سان ويدن جا منتر اُچارين ٿا، تڏهن هرڪو يڳيہ سڦلو ٿئي ٿو، ۽ ديوتائون ماڻهن جي من جون مرادون پڄائين ٿا. ائين بہ وسهندا هئا تہ يڳين ۽ پوڄائن ڪرڻ5 ڪان سواءِ گٽ ٿيڻي ڪانهي، تنهنڪري عام ماڻهن ڪي، توڙي راجائن ڪي ڪو وڏو يڳيہ ڪرڻو هوندو هو تہ سدائين براهمڻن ۽ رشين ڪان ڪرائيندا هئا. يڳين ۽ پوڄائن مهل

براهمڻن ۽ رشين کي راجائون به پيرين پوندا هئا، ۽ سندن چرن ڌئندا هئا، جا تابعداريءَ جي نشاني آهي. عام خلق به براهمڻن ۽ رشين جي اڳيان سر جهڪائيندي هئي، ۽ راجا خود عام خلق جي مدد جو محتاج هوندو هو. اهڙيءَ حالت ۾ براهمڻن ۽ رشي راجائن کان به وڌيڪ زور هوندا هئا، سو به ايتري قدر هرهڪ ڏيهي رياست جو راجا "وسپتي" يعني "وس" يا عام خلق جو راجا سڏبو هو، ۽ نه "برهمڻپتي"، براهمڻ گويا پنهنجا حاڪم پاڻ هوندا هئا. هيڏي مان مرتبي ۽ ججهيءَ هلنديءَ هوندي به براهمڻن اڪثر راجا ٿيڻ جي ڪوشش نه ڪئي، جو ڄاتائون ٿي ته وزيري جي عهدي تي رهي: راجا کي ڌرم ۽ نيتيءَ جي پٽاندر هلائبو، ته انهيءَ ريت ديس جي شيوا وڌيڪ چڱيءَ ريت ڪري سگهبي. براهمڻن پنهنجي ڪا ڌار ڪليسا يا چرچ (Church) به ڪانه ناهي، جيئن قديم زماني ۾ يورپ ۾ رواج هو. يورپ ۾ اڳي هڪڙو ئي ڪئٿولڪ ڌرم هوندو هو، ۽ پاپا (Pope) "ڌرم رکپال" (Defender of Faith) سڏبو هو. ويدڪ زماني ۾ توڙي ان ڪانپوءِ ڪنهن به براهمڻ يا رشيءَ کي اهڙو لقب مليل ڪونه هو، ته به سڀ ماڻهو کين ڌرم جو رکپال سمجهندا هئا. خود راجائون به سندن ٺهرايل قاعدن پٽاندر هلڻ لاءِ بڌل هوندا هئا. اڄ به سندن ئي جوڙيل قاعدن ۽ سندن ئي وڌل رواجن پٽاندر ڪورٽن ۾ هندن جي معاملن جو نبيرو ٿئي ٿو. سڀ ڪورٽون انهيءَ قديم "هندو لا" (Hindu Law) تي هلڻ لاءِ بڌل آهن، ۽ جيڪو به فيصلو انهن قاعدن پٽاندر نٿو ٿئي، سو رد ۽ باطل سمجهيو وڃي ٿو.

براهمڻن ۽ رشين جو مان مرتبو جيتوڻيڪ يورپ جي پوپن (Popes) جهڙو هوندو هو، ته به ٻنهي جي هلت ۾ وڏو ڦير هوندو هو. يورپ جا پوپ شاهاڻو شان شوڪت رکندا هئا، ۽ وڏي تزڪ ۽ تومان سان ديول (چرچ) ۾ ايندا هئا. سنڌو ماٿر جي باهمڻن جي هلت ئي نرالي هوندي هئي. هو ننڍڙي هوندي ئي مٽو ڪوڙائي، جڻيو پائي، پنهنجي گروءَ وٽ وديا پرائڻ ويندا هئا، ۽ اُهو سڀ وقت ڏنڊو ڪري يا پِنَ ڪري پاڻ به کائيندا هئا، ۽ گروءَ کي به کارائيندا هئا. جڏهن هر طرح جي وديا پرائي پر پڪ ٿيندا هئا، تڏهن ٻين کي وديا سيکارڻ، يڳين ۽ پوڄائن ڪرڻ جو ڪم پاڻ تي کڻندا هئا. ٻگين ۽ پوڄائن ڪرڻ مهل به ڪنهن

مسند تي چڙهي ڪونہ وهندا هئا؛ پر چؤنڪو پائي پٽ ۾ وهندا هئا. مطلب تہ ٺاٺ يا آڊمبر وٽن ڪونہ هوندو هو. نهٺائي ۽ نماڻائيءَ سان ڌرمج ڪرم تي پوريءَ ريت هلي، پاڻ کي ايتري قدر لائق ڪندا هئا؛ جو راجائون کين پيرين پئي سندين آسيس گهرندا هئا. خود رگ ويد ۾ چيل آهي تہ "جيڪو راجا براهمڻن سان پال پلائي ٿو، تنهن تي ديوتائون پرسن ٿي سندس رکيا ڪن ٿيون"، (منڊل چوٿون، سُوڪت 5، 8-9). انهيءَ هوندي بہ براهمڻن ۽ راجائن جي وچ ۾ وقتي تڪرار ٿيندا هئا، جيئن يورپ ۾ بادشاهن ۽ پوپن جي وچ ۾ ٿيندا هئا. مثلاً انگلنڊ جي بادشاهہ هينري انين جي مرضي ٿي تہ پنهنجي راڻي ڪئٿرين کي ڪڍي، اِئن بلين سان پرڻجان. ان لاءِ پوپ کان موڪل گهريائين تہ هن جيئريءَ تي جيئري پرڻجڻ جي موڪل نہ ڏنس. انهيءَ تان بادشاهہ کي اهڙي باهہ لڳي، جو پوپ کان ڪليسا (Church) جون سڀ اختياريون کسي ورتائين، ۽ آئيندي لاءِ ڌرم جو رکپال پاڻ ٿيو. سنڌو ماٿر ۾ براهمڻن ۽ ڪترين (راجائن ۽ ٻين ڪترين) جي وچ ۾ تڪرار اڪثر ٽن ڳالهين تان ٿيندا هئا:

(1) براهمڻن ۾ سؤمان (Self Respect) جو انگ بلڪل گهٽو هوندو هو، تنهنڪري جڏهن ڪو راجا ڪنهن براهمڻ جو اَپمان ڪندو هو، يا چڙ منجهان ڪيس ڪلو ايذاءُ رسائيندو هو، يا ڪهي وجهندو هو، تڏهن براهمڻ ڪيس سامهون ٿيندا هئا، ۽ وڏو تڪرار مچندو هو.

(2) جڏهن ڪو راجا براهمڻن کي ريٽي، يڳين ۽ پوڄائن ڪرڻ جو پاڻ کي حقدار سمجهندو هو. تڏهن براهمڻ اعتراض اُٿاريندا هئا، جو سمجهندا هئا تہ راجا اسان جن ڪمن ۽ حقن ۾ دست اندازي ڪري ٿو، پر اهڙا تڪرار گهٽو پوءِ ٿيڻ لڳا.

(3) جيڪڏهن ڪوبہ ڪتري، راجائن ۽ ٻين کي يڳيہ ڪرائيندو هو، تہ انهيءَ تان بہ براهمڻن جو انهيءَ ڪتريءَ سان تڪرر ٿيندو هو. مثلاً وشوامتر ڪتري ٿي راجا سوداس ڪلي يڳيہ ٿي ڪرايو، تہ وشٽ منيءَ سخت اعتراض اٿاريو هو.

راجائن ۽ براهمڻن جي وچ ۾ تڪرار ٿيڻ لاءِ پهريان بہ مکيہ سبب هوندا هئا، تن مان پهريون سبب وڏيڪ مکيہ هوندو هو، جو ڪوبہ براهمڻ پنهنجو اَپمان سهي ڪين سگهندو هو، جنهنڪري هر ڪنهن راجا کي چيتي هلڻو پوندو هو.

رگ ويد واري زماني ۾ براهمڻ رشي هيترو زور هوندا هئا، ته به وس پڄندي انهيءَ ڳالهه جو اڻ نهندو فائدو نه وٺندا هئا. عام خلق اڪثر سندين ڏوريءَ ۾ ٻڌل هوندي هئي، جنهنڪري ڪنهن راجا کي راڄگديءَ تي وهارڻ توڙي راڄگديءَ تان لاهڻ سندن وس جي ڳالهه هوندي هئي، ته به وس پڄندي نه ڪڏهن پاڻ راجا ٿيڻ جي ڪوشس ڪندا هئا، نه ڪنهن راجا کي تخت ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪندا هئا. هنن ڄاتو ٿي ته روز روز راجا پيو بدلائبو ته انهيءَ ۾ خود ديس لاءِ ڇڳائي ڪانه ٿيندي. انهيءَ سبب ساز سلوڪ ۾ رهڻ جي ضرورت محسوس ڪيائون، جنهن ڳالهه جو مهاڀارت جي شانتي پرو ۾ جڳهو ذڪر ٿيل آهي. راجا کي متان ڪي دشمن ٽڏڻ جي ڪوشش ڪن، ۽ ملڪ ۾ وڳوڙ پيدا ٿئي، تن ڳالهين کي ٻنجي ڏيڻ لاءِ به جوڳا قدم ڪنيائون، جنهن جو ذڪر ڪجي ٿو.

**<u>راجائن جي چونڊ</u>:** سنڌو ماٿر ۾ ڪنهن به هنڌ لاءِ ڪو راجا مقرر ڪرڻو هوندو هون، ته ٻين هنڌن جي راجائن کي نينڊ ڏيئي گهرائيندا هئا، اهو پر وارن راجائن سان پاڻيءَ ڳنڍڻ جو رستو هو. ساڳئي وقت سندين قبوليت سان راجا مقرر ٿيڻ ڪري، ڪنهن جنگ فساد جو امڪان نه رهندو هو. جيڪو راجا مقرر ڪرڻو پوندو هون، تنهنجي عزيزن مان متان ڪو حسد ڪري ۽ راڄگدي هٿ ڪرڻ لاءِ ڪي سٽون سٽي وڳوڙ پيدا ڪرائي، تنهنڪري ضروري ڄاتائون ته راجا جي چونڊ ڪرڻ ۾ خود سندس عزيزن جو به هٿ هئڻ گهرجي، ۽ اُهي پوءِ به سندس صلاحڪار ٿي رهن. راجا سندين صلاح سان ڪاروبار هلائيندو، ته پوءِ ڪنهن کي ويڪن ڪڍڻ جو وجهه ڪونه ملندو. اهو دستور اختيار ڪري، وير، ورود، حسد ۽ هُوس کي ڄڻ ته ٻنجو ڏيئي ڇڏيائون. هيءُ حقيقتون اٿرو ويد ۾ ڄاڻايل آهن. اٿرو ويد جي منڊل ٽئين (سُوڪت 4) ۾ راجا کي راڄگدي ملڻ جي يڳيه ٿيڻ مهل هڪ رشي چوپيس ٿو ته: ”جدا جدا نياتين جا ماڻهو اوهان کي راجا ڪري چونڊبيندا، توهان جا سڄاتي (ذات وارا يا مٽ مائٽ) توهان کي ڪوٺ ڏيئي، توهان سان ملڻ لاءِ ايندا ۽ اوهان سان گڏ اگن ديوتا به اوهان جي اچڻ جي سڏ اڳوات ڏيڻ ايندو“. هن مان ڏسڻ ۾ ايندو ته راجا جي چونڊ ڪرڻ ۾ جدا جدا

نياتين جي ماڻهن، رشين، براهمڻن ۽ راجا جي عزيزن جو هٿ هوندو هو. اهي سڀيئي ”راجڪرتهہ“ (King Makers) سڏيا ويا آهن. راجا جي چونڊ ٿيڻ مهل جدا جدا ڳوٺن جا ماڻهو پنهنجي پنهنجي گرام منيءَ کي پنهنجو عيوضي ڪري موڪليندا هئا، ۽ اهو عام خلق جي پاران رايو ظاهر ڪندو هو. راجا جي مقرريءَ ۾ ٻيو هٿ هوندو هو ”رٿڪارن“ جو يعني رٿن يا گاڏين جوڙيندڙن جو. جيئن هن وقت جپاني توڙي يوروپي لوڪ هوائي جهازن ۾ چڙهي جنگ ڪن ٿا، ۽ هوائي جهازن جوڙيندڙن کي ججهو مان ڏين ٿا، تيئن اڳي راجائون ۽ ٻيا جنگي عملدار رٿن تي چڙهي جنگ جي ميدان ۾ ويندا هئا، جنهنڪري رٿڪارن جو مان هوندو هو. اُهي بہ راجائن جي چونڊ ڪرڻ ۾ ڀهرو وٺندا هئا. راجائن جي چونڊ ڪرڻ ۾ ”سوُتن“ جو بہ هٿ هوندو هو. ”برهمڻي ماءُ“ ۽ ”کتري پيءُ“ مان پيدا ٿيل پٽ ”سوُت“ سڏبو هو. سُوت اڪثر ”سارٿي“ يعني رٿ هلائيندڙ هوندا هئا. اِهي رواجي گاڏيءَ وارا ڪين هوندا هئا، پر وڏا جنگي جوڌا ۽ تير اندازيءَ ۾ پڙ هوندا هئا. جنگ مهل جيڪو راجا يا جنگي عملدار رٿ ۾ چڙهي، رڻ پوميءَ (جنگ جي ميدان ۾ ويندو هو، سو سارٿيءَ جي پٺيان ويهي دشمنن کي ٻاڻ (تير) هڻندو هو. دشمنن جي طرفان جيڪي تير ايندا هئا، سي سڌو سارٿيءَ ڏي! پر هو اتڪل ڪري تير کان پاڻ بچائي وٺندو هو، ۽ ساڳئي وقت پاڻ سان گڏ چڙهيل سوار جو بہ بچاءُ ڪندو هو. مطلب تہ جيڪو سوُت جبرو جنگي جوان ۽ لڙائيءَ جي فن ۾ ماهر هوندو هو، تنهن کي پنهنجو سارٿي ڪندا هئا. اِهو ئي سبب هو جو مهاڀارت واريءَ لڙائيءَ ۾ شري ڪرشن پنهنجي ڪرپا ڪري آرجن جي رٿ ٿي هڪليو، ۽ پنهنجي جان جوکي ۾ وجهي آرجن جو بچاءُ ڪيائين ٿي. ويدن واري زماني ۾ راجا جي مقرريءَ مهل اِهي سُوت جنگي فوج جا عيوضي ٿي ايندا هئا. ائين نہ رڳو رشين ۽ براهمڻن؛ پر جنگي ڪاتي ۽ عام خلق جي عيوضين جي مجتا سان راجائون مقرر ٿيندا هئا، ۽ ماڻهو سچو پچو سو راج ماڻيندا هئا. هي ڳالهيون اٿرو ويد جي منڊل ٽئين، سوُڪت 5 ۾ لکيل آهي.

<u>**راجا جي تاجپوشي**</u>: رعيتي ماڻهو جيڪو راجا پنهنجي لاءِ چونڊيندا هئا، تنهن جي تاجپوشيءَ جو ذڪر رگ ويد جي منڊل ڏهين (سوُڪت 173)، ۽ اٿرو ويد جي منڊل

ڇهين (87، 88) ۾ آهي. راڄا کي راڄگديءَ تي ويهارڻ مهل هڪ رشي چوي ٿو تہ "اسان جي وچ ۾ اچو، ۽ پختا ٿي وهو. شل سڀني کي اوهين وڻو. توهين شل پنهنجي گاديءَ تان نہ ٿڙڪو. هتي استر ٿي وهو، ۽ شل اِتان لهي هيٺ نہ اچو. هتي اندي ديوتا وانگر پختا ٿي وهو ۽ راشٽر (رياست) جون واڳون جهليو. جيئن آڪاس استر آهي، پرٿوي استر آهي، جبل استر آهن، تيئن شل "وِس" يا عام خلق جو راڄا استر هجي! شل ورڻ ديوتا، برهسپت ديوتا، اندر ۽ اگني ديوتا جي ڪرپا سان حڪومت جون واڳون توهان جي هٿ ۾ پختيون هجن! جيڪي توهان جا دشمن هجن، يا توهان سان دشمن جهڙي هلت ڪن، تن کي توهين پنهنجن پيرن هيٺ پورو ڪري ڇڏيو، پر توهان کي ڪا نوڪر نہ اچي. سڀ يڪراءِ ٿي اوهان جو مان ڪن ٿا، ۽ سمتي توهان کي مقرر ڪري ٿي توهين محڪم هجو". هن مان ظاهر آهي تہ قديم زماني ۾ ئي رشين ڄاتو ٿي تہ حڪومت جو چرخو چڱيءَ ريت تڏهن هلي سگهندو، جڏهن راڄا جي راڄائي پڪي پائي تي بيٺل هوندي. انهيءَ سبب ئي اهڙيون آراڌنائون ڪيائون ٿي، تہ راڄا جو راڄ قائم رهي!

**سڀا ۽ سمتي**: رگ ويد واري زماني ۾ راڄ دربار جا ميڙ ٻن نالن سان سڏبا هئا: "سڀا" ۽ "سمتي"، ٻنهين جي وچ ۾ ڪهڙو تفاوت هوندو هو، سو رگ ويد ۾ ڄاڻايل ڪونهي، پر جيڪي حقيقتون ويدن ۾ جدا جدا هنڌن تي ڄاڻايل ڪونهي، پر جيڪي حقيقتون ويدن ۾ جدا جدا هنڌن تي ڄاڻايل آهن، تن مان اسان جي عالمن کي ائين سمجهڻ ۾ اچي ٿو تہ "سمتي" هڪ وڏي ڪانگريس هوندي هئي، جنهن ۾ سڀني ڪُلن جا ماڻهو اچي ڪنا ٿيند هئا. سمتيءَ ۾ راڄائون بہ ويندا هئا (رگ ويد منڊل نائون 92، 6)، "راڄنهہ سمتوير" يعني امير امراءَ بہ اتي اچي ڪنا ٿيندا هئا، (منڊل ڏهون 97، 6). رگ ويد جي منڊل ڏهين (173، 1) ۾ چٽيءَ ريت چيل آهي تہ "سڀ يڪراءِ ٿي اوهان جو مان ڪن ٿا ۽ سمتي توهان کي مقرر ڪري ٿي". هيءَ ساڳي سٽ جا متي تاجپوشيءَ جي ذڪر ڪندي ڏني ويئي آهي، تنهن مان ۽ ٻين اهڙن احوالن مان عالمن کي ائين وسهڻ لاءِ سبب ٿيو آهي تہ سمتين ۾ ماڻهن جو ميڙ راڄا چوندڻ، تاجپوشيءَ جي جلسن ۽ ٻين

اهڙن خاص موقعن تي مڙندو هو، باقي ٻيو ملڪي ڪاروبار راج سڀائن ۾ هلندو هو.

”سمتي“ لفظ جي بنيادي معنيٰ آهي ”جتي ماڻهو وڃي ڪنا ٿين“.تنهنڪري اڄ تائين ”سمتي“ لفظ سڀا مندل يا ميڙ“ جي معنيٰ سان ڪم اچي ٿو، پر شاين آچاريہ جنهن ويدن جي ٽيڪا ڪئي آهي، تنهن ”سمتي“ لفظ جي معنيٰ ڪئي آهي ”سنگرام يا لڙائي“، ياسڪ منيءَ بہ اهائي معنيٰ ڪئي آهي. وڏي ڳالهہ تہ اٺرو ويد جي منڊل ٻارهين سُوڪت پهرئين۾ ”سمتي“ ۽ ”سنگرام“ لفظ ائين گڏ ڪم آيل آهن، جو ڄڻ تہ ساڳي معنيٰ وارا لفظ آهن. ”سمتي“ لفظ جي اڳي اها معنيٰ ڪهڙي حساب سان هئي، سا ڳالهہ سمجهڻ تڏهن سولي ٿئي ٿي، جڏهن يورپ جي آڳاٽين سمتين جون ڳالهيون ڌيان ۾ رکجن ٿيون. يونان جي تاريخ مان معلوم ٿئي ٿو تہ قديم زماني ۾ اتي ڪا وڏي ملڪي ڳالهہ ٿيندي هئي، تہ آزاد خيالن وارا ماڻهو پلٽڻ وانگر صفون ٻڌي راج دربار ۾ وڃي بيهندا هئا. ٽيوٽانڪ قوم وارن ۾ دستور هوندو هو تہ جڏهن صلح يا جنگ ڪرڻ جو نهراءُ ٿيڻو هوندو هو، تڏهن بہ آزاد خيالن وارا ماڻهو صفون ٻڌي وڃي بيهندا هئا، تہ ڏسون تہ ڪهڙو فيصلو ٿو ٿئي. جيڪڏهن فيصلو سندن دل وڻان نہ ٿيندو هو، تہ پنهنجي ناراضپي ظاهر ڪرڻ لاءِ پُڻ پُڻ يا ڪنجهڪار ڪندا هئا: پر جيڪڏهن سندن دل وڻان فيصلو ٿيندو هو، تہ پوءِ پنهنجي راضپي ظاهر ڪرڻ لاءِ پنهنجا نيزا يا ڀالا کڙڪائيندا هئا! اِهي ڳالهيون ويچار ۾ رکجن ٿيون تہ ائين سمجهڻ ۾ پيو اچي تہ سنڌو ماٿر ۾ بہ جيڪي ”سينا ناني“ يا لشڪري مهندار (Leaders of the Army) گرام مني ۽ ٻيا جنگي جوڌا رعيت جا عيوضي ٿي سمتيءَ ۾ ايندا هئا، سي صفون ي اچي بيهندا هئا، تنهنڪري سمتي“ لفظ جي اصل معنيٰ هئي ”جتي ڪٺڪ اچي مڙن“. مطلب تہ سمتيءَ ۾ ماڻهو ائين اچي مڙندا هئا، جيئن جڏ يا لڙائيءَ ۾ ڪٺڪ اچي مڙن ٿا، تنهنڪري ”سمتي“ ۽ ”سنگرام“ اصل ساڳئي معنيٰ وارا لفظ هوندا هئا. اڳي سڀ ڳوناٺا جنگي جوڌا هوندا هئا، جا ڳالهہ اڳي ئي ڄاڻائي وئي آهي.

”سڀا“ لفظ جي بہ معنيٰ آهي ”منڊلي، ميڙ يا دربار“. مثلا ”اندر سڀا“ معنيٰ راجا اندر جي دربار. سڀا ۾ راجا ڀڪنڌڙ ويس ويس وڳو ڪري ۽ سنهري جيو پائي ايندو هو، تہ پَٽ پريان ئي سندس اچڻ جي سڏ ڏيندا هئا (رگ ويد منڊل ڏهون، 40، 3)، درٻاري سندس وڏائي ۽ واکاڻ ڪندا هئا (منڊل پهريون 173، 10)، ۽ راجا جو حڪم احڪام دوُت (Messengers) ٻين تائين پهچائيندا هئا، (منڊل (ڏهون 123، 6). راجا جي گادي سون سان سينگاريل هوندي هئي (منڊل پنجون 62، 7)، ۽ هيٺان فرش وڇايو پيو هوندو هو، (رگ ويد منڊل پهريون، 171)، امير وزير ٻلڪ راجا جا مقرر ڪيل جاسوس بہ سندس چوڌاري ميڙ ڪري وهندا هئا، (منڊل پهريون، 25، 10).

رگ ويد واري زماني ۾ ”سڀا“ هڪ ملڪي ڪائونسل (Political Council)هوندي هئي، جنهن ۾ راجا حاضر ٿي، ملڪ جو ڪاروبار هلائيندو هو. وڏا وڏا معاملا بہ اُتي نبرندا هئا، تنهنڪري اِها جُڊيشل اسيمبلي (Judicial Assembly)بہ هُئي، جنهن ۾ راجا جا صلاحڪار بہ اچي مڙندا هئا. راجا پاڻ سڀاپتر ٿيندو هو، ۽ درٻارين مان ڪي ”آسيسر (Assessor) يا ”مشير“ ٿي وهندا هئا. البت راجا جي راءِ ڪي گهٽو وزن ملندو هو، ۽ سڀ فيصلا سندس دل وٺان ٿيندا هئا (رگ ويد منڊل چوٿون، 21، 2)، تہ بہ سيني جي دلي مراد اها ئي هوندي هئي، تہ ڌرم تي هلجي. اهو ئي سبب آهي، جنهنڪري ”شُريتن“ ۽ ”سُمريتن“ ۾ ملڪي توڙي پنگتي ڳالهيون ڌرمي ڳالهين سان ڳنڍيون ڳتيون پيون آهن.”جيڪو راڄا ڌرم تي هلي ٿو، تنهن کي سوڳ جا سک نصيب ٿين ٿا، ۽ جو اڌرم ڪري ٿو، سو نرڪ گامي ٿئي ٿو، (مهاڀارت، شانتي پرو 15، 4-6 ۽ 17- 6-9)“. اِهي هئا آڳاٽن آرين جا عقيدا، تنهنڪري ڌرم تي هلڻ ڀرين ۽ مکيہ ڳالهہ هوندي هئا. جيڪڏهن اتفاق سان ڪو معاملو پوريءَ ريت فيصل نہ ٿيندو هو، ۽ پوءِ پتو پوندو هو تہ بي انصافي ٿي آهي، تہ راجا سميت سڀ درٻاري پاڻ کي ڏوهہ ڏيندا هئا، ۽ پراڇت ڪندا هئا! مطلب تہ هر طرح اهائي ڪوشش ڪندا هئا تہ ڪو ڪنياءُ نہ ٿئي، ۽ حقدارن کي حق پلءِ پوي. سڄيءَ دنيا جي تاريخ ڏسو تہ انهيءَ قديم زماني ۾ ٻئي ڪنهن بہ

ملڪ جي ماڻهن ۾ ايتري جاڳرتا ڪانه هئي، جيتري سنڌو ماٿر ۾ هئي. اُن وقت جي ٻي هڪ مکيه ڳالهه آهي، جا هن وقت به ڪانهي.

هن وقت پارليامينٽن، اسيمبلين، ميونسپالٽين، پنچاتين ۽ ٻين منڊلين ۽ سڀائن ۾ ڪيتريون ڳالهيون غلبي راءِ بحال ٿينديون آهن، يعني جيڪڏهن رڳو ڪي ٿورا ڪنهن رٿ جي برخلاف هوندا آهن، ته انهنجي راءِ ڪي ڪونه ليکيندا آهن. اڳي ائين ٿيڻ نه ڏيندا هئا، جيڪي ساٿن شامل راءِ نه ٿيندا هئا، تن سان به ٿڌي سيني بحث مباحثو ڪري، کين پنهنجي طرف آڻڻ جي ڪوشش ڪندا هئا، ته هرهڪ ڳالهه بنه يڪراءِ فيصل ٿئي. هن بقبت رگ ويد جي پڇاڙيءَ واري سُوڪت ۾ جيڪي لکي هي، تنهن جو مطلب هي آهي:

”مڙي اچو، گڏجي ڳالهيون ڪريون، شل توهان جن دلين ۾ متفق راءِ پيدا ٿئي!... هيءُ ماڳ سيني لاءِ عام آهي. هيءَ سڀا سيني جي آهي، دليون به سيني جون عام لاءِ آهن. شل خيالن ۾ به ملي هڪ ٿيون! آئون اوهان جي اڳيان جيڪا ڳالهه پيش ڪريان ٿو، سا عام لاءِ آهي، نهراءُ به ساڳيو هڪڙو ڪريون. شل اوهان جن دلين ۾ اتفاق پيدا ٿئي! سيني جا خيال به سامان (هڪجهڙا) ٿين، ته سڀيئي هڪٻئي سان شامل راءِ ٿيون!“

---

* انگريزي لفظ ”رائيول“ (Rival) اصل ۾ ”رور“ (River) يعني نديءَ لفظ مان نهيو آهي. ندين جي پاڻيءَ جي تڪرار سبب هڪ ڌر ٻيءَ ڌر جي برخلاف ٿيندي هئي، ۽ ائين منجهن پهاڇپٽو (Rivaly) پيدا ٿيندو هو. (مصنف)

* Maitrayani Sanhita IV. 14, 12. Macdonell and Kesth: Vedic Index II, p. 51.

* ”جن“ لفظ جي اصل معنيٰ آهي ”ماڻهو“، ۽ انهيءَ مان سنڌي لفظ ”ڄڻو“ نهيو آهي: جيئن چئون ته هڪڙو ڄڻو، ٻه ڄڻا. اهو ئي ساڳيو ”جن“ لفظ جمع جي معنيٰ به ڏئي ٿو. مثلاً ”هريجن“ معنيٰ ”هريءَ يا ڀڳوان جا جيو“ (People of God). ائين ”جن“ لفظ نيات يا قوم جي معنيٰ به ڏيکاري ٿو. سنسڪرت لفظ ”جن“ (Jana) جو اُچار لئٽن ۾ Gens ۽ گريڪ يا يونانيءَ ۾ Geons آهي.

* "This scheme can be supported by apparent analogies not only from Greece, Italy Germany and Russia, but also from the Iranian State with the graduated hierarchy of family or house holds, viz, Zentu and Dahyu." Cambridge History of India, Vol. 1, p.91.

* "The vast majority of contests mentioned were of the first kind. Very few of the second kind are recorded. These two kinds were the analogues of disputes and contests in Europe between the temposal and spiritual powers." F.E. Pargiter: Ancient Indian Historical Tradition, p.p. 243-44.

* * سنسڪرت ۾ ”اِ“ يعني اچڻ يا وڃڻ، ”اِت“ معنيٰ آيو يا ويو ۽ ”سم“ معنيٰ گڏ، تنهنڪري ”سمتي“ (سم + اِت + اي) معنيٰ ”جتي سڀ اچي يا سڀ وڃي گڏ ٿين.“

* "The intimate contact of religion with the rest of life explains, why Hindu social and political theory is often presented in the same books with law and domestic ritual." Dr. Beni Parsad. Theory of Government in Ancient India, p.3.

ڏسو ته رگ ويد واري قديم زماني ۾ ئي حق تي هلڻ ۽ ديس جي ڀلي خاطر سيني کي يڪراءِ ڪرڻ لاءِ ملڪ جي مدبرن ڪيئن تي متاڪت ڪئي!
سڀا برخواست ٿيڻ ڪانپوءِ ڪيترا درباري اُتي ئي ويهي ڪائيندا پيئندا هئا، ۽ ڍاري راند ڪندا هئا. اوڏيءَ مهل سڀا کي ڦيري ”ڪلب“ (Club) ڪري ڇڏيندا هئا. راجائون به ڍاري راند ۾ شامل ٿيندا هئا، جو اِها راند اُن وقت جي ماڻهن لاءِ هڪ وڏي وندر هوندي هئي.

**شهر ۽ عالم پناهون:** ملڪ ۾ نياءَ ڪاري راجا هوندو ۽ ماڻهن جي جان، مال عزت جي بچاءَ لاءِ پورو بندوبست هوندو، ته ماڻهوان پڇو پنهنجو ڌيان علم ۽ هنرن تي ڏيندا ۽ ائين سڀيتا جو واڌارو ٿيندو. سڀيتا جو واڌارو سدائين صلح سانت جي وقت ۾ چڱيءَ ريت ٿيندو آهي. اِنهيءَ ترقيءَ جا اُهڃاڻ رگ ويد منجهان ئي ملن ٿا، جنهن ۾ ”درگاهه“ ۽ ”پُر“ لفظ ڪيترا گهمرا ڪم آيل آهن. ”درگاهه“ لفظ ۾ ”دُر“ معنيٰ ”مشڪل“ ۽ ”گ“ (گم) معنيٰ وڃڻ، تنهنڪري ”درگا“ معنيٰ ”قلعو“ (جنهن ۾ ڪو ڌاريو ماڻهو مشڪل وڃي سگهي). ديويءَ کي به ”درگاهه“ چئبو آهي، جو اِها پنهنجن پوڄارين لاءِ هڪ قلعو يا پناهه آهي، يعني سندن اَجهو ۽ اوٽ آهي. هن مان ثابت آهي ته قلعا نهايت مضبوط جوڙيندا هئا، جن ۾ ڪو ڌاريو ماڻهو سترو گهڙي ڪين سگهندو هو.

هن وقت ”پر“ (پور) لفظ جي عام طرح معنيٰ ناهي ”شهر“ جهڙوڪ: خيرپور، ميرپور ۽ نصرپور. رگ ويد جي منڊل پهرئين (53، 785، 8)، منڊل ٽئين (15، 4؛ ۽ ٻين منڊلن ۾ ”پُر“ لفظ ڪوٽ يا قلعي جي معنيٰ سان ڪم آيل آهي. هاڻوڪي سنسڪرت ۾ به ”پُر“ (پُور) لفظ جي معنيٰ ”شهر“ به آهي ته ”قلعو“ به آهي. ساڳي

لفظ جون اِهي ٻہ معنائون هن ڪري ٿيون آهن، جو اڳي جيڪي شهر هوندا هئا، تن کي عالم پناهہ ڏنل هوندي هئي. هن وقت بہ جيسلمير ۽ ٻيا ڪي شهر قلعن يا عالم پناهن جي اندر آهن. اِهو رواج سنڌ ۾ بہ عام هو. مثلاً شڪارپور جو شهر، ويجهڙائيءَ جو ٻڌل آهي، سو سڄو ئي قلعي جي اندر هوندو هو. شهر ۾ آمدرفت لاءِ جدا جدا پاسن کان دروازا هوندا هئا، جي اڄ تائين لکي در، هاٿي در، هزاري در، سوي در ۽ ٻين نالن سان سڏجن ٿا. شڪارپور کان گهٽو پوءِ ڪراچيءَ جو شهر ٻڌو. اصلوڪو ڪراچيءَ جو شهر بہ قلعي اندر هوندو هو، جنهن کي ٻہ دروازا هوندا هئا، هڪڙو دروازو سمنڊ جي طرف هوندو هو، تنهنڪري اُهو ”کارو در“ سڏبو هو، ۽ ٻيو دروازو لياري نديءَ جي مٺي پاڻي طرف هوندو هو، تنهنڪري اُهو ”منو در“ سڏبو هو. شڪارپور ۽ ڪراچيءَ جا وارا قلعا ڳچ وقت کان ڊهي ويا آهن، تہ بہ دروازن جا اُهي نالا اڄ تائين هليا اچن، اِهي ٻئي شهر قلعن اندر ٻڌل هئا، جنهنڪري چئبو تہ شهرن جي چوڌاري عالم پناهہ يا قلعن ٻڌڻ جو رواج، جو رگ ويد واري زماني ۾ هو، سو پوءِ بہ سنڌ ۾ ساندهہ هلندو پئي آيو. پروفيسر پٽي واري سنسڪرت ڊڪشنريءَ ۾ جاٽايل آهي تہ ”پُر“ اُنهيءَ عالم پناهہ ڏنل شهر کي چئبو آهي، ”جنهن ۾ وڏيون عمارتون هجن، چوڌاري کاهي هجي ۽ جنهنجي اِراضي هڪ ڪوهہ کان گهٽ نہ هجي“.

ڪوبہ شهر قلعي جي اندر ٻڌبو، تہ ماڻهن جي جان ۽ مال ملڪيت عالم پناهہ ”پرٿوي“ يعني ويڪري، ۽ ”اُروي“ يعني ڪشادي سڏي ويئي آهي، (منڊل پهريون 189، 2) اِها عالم پناهہ ”شَتَ ڀجي“ يعني ”هڪ سؤ ٻانهن واري“ بہ ڪوٺي ويئي آهي، (منڊل پهريون (166، 8 ۽ منڊل ستون 15، 4) ۾ ”اَيسيويهہ پُرو“ (Ayasivih Purvih) يعني ”لوهہ جا قلعا“ ڪوٺيا ويا آهن. هيءُ سڀ ڳالهيون تڏهن پوريءَ ريت سمجهي سگهجن ٿيون، جڏهن يوناني تاريخ نويسن ٻئبلان بابت ڏنل احوال ڌيان ۾ رکجن ٿا.

”يدو“ ۽ ”تروسو“ آرين بابت مٿي اڳي ئي چيو ويو آهي تہ اِهي ٻئبلان کان سمنڊ رستي آيا هئا، ۽ آرين جون بينڪون پوءِ بہ ڪي صديون ساندهہ ٻئبلان ۾ هيون، اِهو شهر بہ عالم پناهن اندر ٻڌل هو، ۽ اِهي عالم پناهون پوءِ بہ ڪئين ورهيہ

ساندهه سالم بيٺيون هيون، جي هيرو ڊوٽس ۽ ٻين يوناني تاريخ نويسن وٺيون هيون. اِنهن اکين ڏٺل احوالن موجب بئبلان جو شهر فرات (يوفريٽس) نديءَ جي ٻنهي ڪپن تي چورس نموني ٻڌل هو. سڄي شهر کي پٽين جون ٻه ٿي قطارون هيون ٻاهرين پٽ. 360 کان 480 ”سٽيڊ“ (Stades) ٻائيتاليهن کان وٺي چاونجاهه ميلن تائين هئي، ۽ ان جي اوچائي ٽي سؤ يا ساڍا ٽي سؤ فوٽ ۽ ويڪر پنجاسي کن فوٽ هئي! سڄي شهر جي ايراضي ٻه سؤ کن چورس ميل هئي!!! ماڻهن جي امدرفت لاءِ ٻاهرين پٽ کي هڪ سؤ دروازا هئا، جي سڀ ”برانز“ (Bronze) جا نهيل هئا، ٿنڀا ۽ چاپڙا (Lintels) به برانز جا هئن. شهر جي اندر کن پٽين کي پنجويهه دروازا هئا، جن مان لنگهي جدا جدا گهٽين ڏي ماڻهو ويندا هئا. مطلب ته گهٽيون به پنجويهه هيون، ۽ هرهڪ گهٽيءَ کي ٻاهريون دروازو هو. اِنسئڪلوپيڊيا برٽينيڪا ۾ بئبلان جي اُنهن احوالن ڏيندي ڄاڻايو اٿن، تن هيرو ڊوٽس ۽ ٻين يوناني تاريخ نويسن اُناءُ ۽ وڌاءُ ڪيو آهي: پر هتي اُناءَ جي ڳالهه ڏسڻ ۾ ئي ڪانه ٿي اچي. رگ ويد ۾ عالم پناهه کي ”شَتَ ڀڄي“ يعني هڪ سؤ ٻانهن وارو سڏيو اٿن، ۽ يوناني تاريخ نويسن به ائين ئي ڄاڻايو آهي ته بئبلان جي ٻاهرينءَ پٽ کي هڪ سؤ دروازا هئا. پڌرو پيو آهي ته رگ ويد واري زماني ۾ ئي سنڌو ماٿر جي هرهڪ عالم پناهه کي هڪ سؤ دروازا هوندا هئا، ۽ اُهي دروازن وارا هنڌ عالم پناهه جون ٻانهون سڏيا ويا آهن. بئبلان وانگر سنڌو ماٿر جي شهرن جون عالم پناهون به نهايت گهڻي اِراضي والاري بيٺيون هيون، جنهنڪري رگ ويد ۾ هرهڪ عالم پناهه ”پرٿوي“ (ويڪري) ۽ ”اُروي“ (ڪشادي) سڏي ويئي آهي. رگ ويد واري زماني کان هزارها ورهيه پوءِ هيرو ڊوٽس ۽ ٻيا يوناني تاريخ نويس پيدا ٿيا. انهن به جڏهن بئبلان جا ايهي ئي احوال ڏنا آهن، تڏهن يقين ڄاڻڻ گهرجي ته بئبلان جي سڀيتا جا ٻانيڪار اِهي ئي آريه لوڪ هئا، ۽ ٻنهين هنڌن جي تهذيب ۾ تفاوت هئو ئي ڪونه. ائين وسهڻ لاءِ هيڪاري هن ڪري سبب ٿئي ٿو، ته جنهن اعليٰ درجي جي سڀيتا بابت حيرت جهڙيون حقيقتونهن جي دڙي مان معلوم ٿيون آهن، سي ساڳيون ميسو پوٽيميا مان به معلوم ٿيون آهن. اِهي ڳالهيون سنڌو ماٿر ۽ ميسو پوٽيميا جي رهاڪن جي هڪ

ٻئي سان ججهي لهه وچڙهه جو اُهڃاڻ ڏين ٿيو. ٻئبلان وسايو ئي سنڌو ماٿر جي رهاڪن، جيئن بابت ٻارهين ۾ ڄاڻايو اٿئون.

رگ ويد جي منڊل ڇهين (47، 2)، ۽ منڊل ستين (6، 5) ۾ "ديهي" (Dehi) لفظ ڪم آيل آهي. ڀانئجي ٿو تہ جيئن حيدرآباد جي قلعي جي چوڌاري ڪاهي ڪوٺيل آهي – تيئن قلعن يا عالم پناهن جي چوڌاري "ديهيون" (ڪاهيون) هونديون هيون، ۽ جنگ مهل انهن ۾ لڪي، دشمنن ڪي پريان تير هڻندا هئا.

مٿي ذڪر ڪيل عالم پناهہ ۽ ڪاهين کان سواءِ ٻيا ڪي قلعا هوندا هئا، جي رگ ويد ۾ "شَردي" يعني سرءُ جي موسم جا قلعا سڏيا ويا آهن. انهن قلعن بابت عالمن جا علحده علحده رايا آهن. ڪي چون تہ اهي ٻوڏ کان بچاءَ لاءِ هوندا هئا (ويدڪ انڊيڪس 1، 385)، ڪي چون تہ رنگين زبانيءَ ۾ برسات جي ڪڪرن کي انهيءَ نالي سان سڏيو اٿن، جي سرءُ جي موسم ۾ ٽڙي پکڙي وڃن ٿا، جنهن صورت ۾ هنن قلعن بابت عالمن جي هڪ راءِ ڪانهي، تنهن صورت ۾ انهن بابت ڪجهہ بہ وڌيڪ چئي نہ ٿو سگهجي.

**<u>راجائن جا محلات</u>**: رگ ويد ۾ ڄاڻايل آهي تہ راجائن جا محلات قلعن جي اندر هوندا هئا، جن ۾ ڪاٺ جو سهڻو ڪم ٿيل هوندو هو. اهي محلات ايتري قدر لنبا ۽ چؤڙا هوندا هئا، جو ٿوريءَ ٿوريءَ وٿيءَ تي ٿنڀو ڏيڻو پوندو هو، جنهنڪري اهي "سهسر ستوڻ" يعني هزار ٿنڀن وارا سڏيا ويا آهن، (منڊل ٻيو 41، 5) ۽ (منڊل پنجون 62، 6) ٿنڀن تي اگهاڙين چوڪرين جي شڪل اُڪريل هوندي هئي، جنهن مان سمجهجي ٿو تہ بيشمار دريون ۽ دروازا هوندا هئا، (منڊل ڏهون 99، 3). هن مان اها ساک ملي ٿي تہ سنڌو ماٿر (پنجاب ۽ سنڌ) ۾ ان وقت جهرا قابل هئا واڍا ۽ رازا، تهڙائي قابل هئا سروير يا معمار، جن ههڙيون وڏيون ۽ عاليشان عمارتون بنايون ٿي.

رگ ويد ۾ اهو بہ ڄاڻايل آهي تہ محلاتن ۾ اندر ڌن مال اکيچار هوندو هو، (منڊل ٻيو 41، 5). راجائون وڏيءَ دل سان دان ڪندا هئا. رشين سنڌن دان آستتيون ڳايون آهن، سا ڳالهہ بہ ڄاڻائي ٿي تہ راجائن وٽ ڌن مان اکيچار هوندو

هو. اهي محلات ڪاٺ جا ٺهيل هوندا هئا، تنهنڪري وقت تي انهن ڪي باهيون لڳنديون هيون (منڊل ستون 5، 3)، ۽ ملڪيت جلي ويندي هئي.

**سلطنت شاهي** Imperialism : آڳاتا راجائون، جن جا ابا ڏاڏا اصل ڳوناٺي جيوت گذاريندا هئا، سي هاڻ قلعن اندر عاليشان محلاتن ۾ رهڻ لڳا، ۽ رعيت وٽان ڍلن ملڻ ڪري مالا مال ٿيا، ته پاڻ ترشنا وين وڌندي، اهو انساني سڀاءُ آهي. ”اِنسان اُونڌي کوپڙي آهي“. ڪڏهن به سندس ڍءُ ٿيڻ جو نه آهي. ”گهٽي ۾ گهٽو گهرجي“. ”طمع سندو طس پريو پرجي ڪينڪي“. هو پوءِ مهاراجا ۽ چڪروتي راجا ٿيڻ لاءِ پنهنجي حڪومت جي حد وڌائڻ لڳا. انهيءَ مان سندن هڪ ٻيو ڪارج به ٿي سِڌو. ننڍڙي ڏيهي رياست ۾ ڪو راجا سڌيءَ طرح نه هلندو هو، ته اُتي جا رهاڪو آسانيءَ سان يڪمشت ٿي، خود راجا کي سِڌو ڪري سگهندا هئا. حڪومت جي حد وڏي هوندي، ته رڳو ملڪ جا مدبر ۽ ديس شيوڪ ملڪي ڳالهين ۾ بهرو وٺندا باقي ٻيا ٿڌا نڪر وينا هوندا، جنهنڪري راجا کي آپيشاهي نمونو اختيار ڪرڻ، بلڪ عام خلق جو رايو ريٽڻ سولو ٿيندو. اهڙين مرادن سان پنهنجي حڪومت جي حد وڌائڻ خاطر راجائن کي بعضي پنهنجن پر وارن راجائن سان جنگيون جوٽڻيون پونديون هيون.

قديم زماني کان وٺي هندستان جي راجائن جا جنگ بنسبت به علحده متا هوندا هئا: هڪڙن جو متو اهو هوندو ته پنهنجو ملڪ سنڀالي ويهجي، ۽ ڪنهن ڌارئي کي پنهنجي ملڪ ۾ پير پائڻ نه ڏجي، تنهنڪري جنگ فقط تڏهن ڪجي، جڏهن غنيم ڪاهي اچي. ٻين جو متو هيءُ هو، ته خواهه مخواهه به ٻين جي ملڪ تي ڪاهي، کين پنهنجو ڏن پرو ڪجي. انهيءَ سلطنت شاهيءَ جي خيال وچان، جيئن هينئر جرمني ۽ جپان ڪلور ڪري رهيا اهن، ۽ انگلينڊ، آمريڪا، رشيا ۽ چائنا پاڻ ۾ ملي سندن ڪلورن کي روڪڻ جي ڪوشس ڪري رهيا آهن، تيئن رگ ويد واري زماني ۾ به راجائون اِئين ڪندا هئا.

رگ ويد جي پهرئين ئي پهرئين منڊل (53، 9) ۾ ڄاڻايل آهي ته هڪ لڳا ويهن هنڌن جا راجائون پاڻ ۾ ٻڌي ڪري، ششروا (Sushrava) نالي هڪ جبري راجا تي ڪاهي ويا. سندن لشڪر ۾ سٺ هزار نوي ماڻهو هئا، ته به اِندير ديوتا جي ٻاجهه

سان اٽلندو هو ڪائڻ ڪٽي ويو (53، 1). رگ ويد ۾ انهيءَ جنگ جو ذڪر رکيو آهي، ايترو آهي، تنهنڪري پتو ڪونہ ٿو پوي، تہ اها جنگ ڇا تان لڳي هئي ۽ ڪيئن هڪڙو حاڪم ويهن حاڪمن کان ڪٽي ويو هو.

**دش راجن** (War of Ten Kinds) : رگ ويد ۾ بي هڪ مهاڀاري لڙائيءَ جو ذڪر آهي، جا "دش راجن" يعني ڏهن راجائن جي لڙائي سڏي ويئي آهي. اُن جا احوال رگ ويد ۾ ٽڙيا پکڙيا پيا آهن، جي عالمن گڏيدي، سلسلي وار بيهاريا آهن، جنهنڪري سڄي ڳالهہ ڪجھ قدر سمجهي سگهجي ٿي.

نهايت قديم زماني ۾ وشوامتر نالي هڪ رشي ٿي گذريو آهي، هو اصل ڪتري هو؛ پر پنهنجيءَ تپشيا جي ڪري راج رشي بلڪ برهم رشي سڏجڻ ۾ آيو. اهڙي تہ تپشيا ڪيائين جو خود اِندر ديوتا کي ڊپ لڳو، تہ هيءُ ڪنهن وقت منهنجو اِندرآسن (راجا اِندر جو آسڻ) کسيندو. راجا اِندر پوءِ "ميٽيڪا" نالي هڪ اَپسرا (پريءَ) کي موڪليو، جنهنجي خوبصورتيءَ وشوامتر کي ايتري قدر موهيو، جو هن جوڳ آسڻ ويڙهي ڇڏيو ۽ سندس سنگ ۾ گذارڻ لڳو. ڪيس پوءِ انهيءَ اَپسرا مان هڪ نياڻي ڄائي، ميٽيڪا اِهو ٻار ڪنهن جهنگ ۾ ڦٽو ڪري، آڪاس ڏي اُڏامي ويئي. انهيءَ ٻار تي "شڪَنُت" يعني پکي اچي مڙيا. ڪڻو نالي هڪ رشيءَ اها ٻالڪي ڏٺي، تہ پکين کي هڪالي، اها پنهنجي نياڻي ڪري وڃي، پاليائين ۽ نالو رکيائينس "شڪُنتلا" (شڪنت + لا) يعني "پکين مان لاڀ ٿيل يا حاصل ٿيل". اها شڪنتلا پوءِ راجا دشينت سان پرڻي ۽ "ڀرت" نالي پٽ ڄائس، جنهنجي نالي پنيان سڄو هندستان هاڻ "ڀارت ورش" ۽ "ڀارت کنڊ" سڏجي ٿو، انهيءَ ڀر جو اولاد "ڀرت آريہ" لوڪ سڏبا هئا؛ جي پُرُوُ آرين جي هڪ شاخ مان هئا. رگ ويد واري زماني ۾ انهن مان ڪي سرسوتيءَ تہ ڪي شتدري (ستلج) نديءَ جي ڪناري تي رهندا هئا.

وشوامتر جي گوتر واري سندس ئي نالي پنيان سڏبا هئا. انهن مان هڪڙو وشوامتر راجا سُوداس جي ڪُل جو پروهت هو. راجا سُوداس جي پيءُ جو نالو راجا پجون (Pijavana) هو ۽ ڏاڏس جو نالو راجا دِووداس هو. اِهي ترتسو آرين مان هئا، جي پرو ۽ ڀرت آرين جا ڏورانهان سوٽ هئا، ۽ پوءِ پنچالن جي دعي ۾

ليکجڻ ۾ آيا، جن مان پنچالي (دروپدي) هئي. راجا سُوداس جي ڏاڏي راجا دوداس پنهنجي وقت ۾ يدو ۽ تروسو آرين سان جنگيون جوٽيون هيون (رگ ويد منڊل نائون 61، 2)، ۽ ٻين کيترن آرين کي بہ پنهنجو ڏن ڀرو کيو هئائين، جنهنکري سنڌس پوٽي راجا سُوداس سان گهڻن جو حسد هوندو هو. گهڻن ڏينهن کان کيترن ڀر وارن راجائن جي مرضي هئي تہ راجا سُوداس جو زور ڀڃجي، پر کنهن بہ يڪي سر ساڻس جنگ جوٽڻ جي سمرٿي نٿي ساري. کين پاڻ کان هيٺو سمجهي، راجا سُوداس ارادو ڪيو، تہ انهن کي پنهنجي تابعي ڪجي، ۽ پنهنجيءَ حڪومت جي حد اجا وڌائجي. هن پوءِ ”اَشو ميڌيگيہ“ يعني گهوڙي جي قربانيءَ جي يگيہ جو سانباهو ڪيو.

قديم زماني ۾ دستور هوندو هو، تہ جنهن راجا کي ٻيا راجائون پنهنجي تابعي ڪرڻا هوندا هئا، سو پنهنجي سواريءَ جو گهوڙو چيڪ چوڙي ڇڏيندو هو، تہ پلي کنهن بہ راڄڌانيءَ ۾ گهڙي وڃي. گهوڙي جي پٺيان پنهنجو وڏو ڪٽڪ موڪليندو هو. اِهو گهوڙو جنهن راڄڌانيءَ ۾ پاٽمرادو گهڙي ويندو هو، تنهن جو راجا يا تہ گهوڙي جي مالڪ جي ماٺ ميٺ ۾ آڻ مڃيندو هو، يا سندس موڪليل ڪٽڪ جي سامهون ٿيندو هو، پوءِ ”جيڪو ڏاڍو سو گابو“. جيڪڏهن گهوڙو گهڻين راڄڌانين ۾ ويندو هو، ۽ اُنهن سڀني هنڌن جا راجائون گهوڙي جي مالڪ جي تابعي ٿيندا هئا، تہ گهوڙي جي موٽي اچڻ تي، سوڀارو راجا يگيہ ڪندو هو، جنهن ۾ اِهو گهوڙو ٻل چاڙهيندا هئا. اهو هو ”آشوميڌيگيہ (Horse Sacrifice).

سوڀارو راجا ”راجسوُيہ يگيہ“ بہ ڪندو هو. اهو سندس تاجپوشي جو يگيہ هوندو هو، جنهن ۾ سندس ڏيل پريندڙ راجائون بہ اچي شامل ٿيندا هئا، ۽ کيس پنهنجو شهنشاهہ ڪري مڃيندا هئا. اِهي يگيہ عام طرح ٿيندا هئا، تنهن مان ظاهر آهي تہ سلطنت شاهيءَ جو خيال عام هوندو هو.

راجا سُوداس جنهن وقت آشوميڌيگيہ ڪرڻ جو ارادو ڪيو، تنهن وقت وشوامتر رشيءَ کي انهيءَ يگيہ جي تياري ڪرڻ لاءِ چيائين. تن ڏينهن ۾ رشين جي مڃتا تمام گهڻي هوندي هئي، ۽ سندن رڳو هڪل ڪرڻ تي هزارين جنگي جوڌا اچي سندين حضوريءَ ۾ حاضر ٿيندا هئا. وشوامتر رشيءَ پنهنجي ڪُلَ وارن کي چيو

تہ راجا سُوداس جو گھوڙو چيڪ چوڙي چڙيو، ۽ اوهين گھوڙي جي پنيان اوير، اولهہ ۽ اُتر طرف وجو، تہ راجا سترو (دشمن) ناس ٿين، (منڊل ٿيون 53، 11). اُن وقت ڏکڻ ڏي شايد (راجپوتانا ۽ ٿر ڊويزن وارو) سمنڊ هو، تنهنڪري لشڪر کي فقط ٽن طرفن ڏي وڃڻ جو حڪم مليو. هاڻ ڏسو تہ وائين هڪ ٻيو معاملو ڪيئن ٿو مچي.

راجا سُوداس جي درٻار ۾ اُن وقت هڪ وشٽ مني هو، جو نهايت قديم زماني واري وشٽ منيءَ جي گوتر مان هو، تنهنڪري سندس نالي پنيان سڏبو هو. انهيءَ وشٽ منيءَ ۽ وشوامتر رشيءَ جي پاڻ ۾ اٽبٽت هئي. شتپٿ براهمڻ (ٻارهون 6، 1، 41) مان معلوم ٿئي ٿو تہ وشٽ مني براهمڻن جي ڪُلَ مان هو، ۽ اوائل ۾ رڳو سندس ڪُلَ وارا براهمڻ راجائن جا پروهت ٿي ڪين يگيہ ڪرائيندا هئا، پر پوءِ ڪهڙو بہ رشي (براهمڻ خواجہ ڪتري) پروهت ٿي يگيہ ڪرائيندو هو. وشٽ مني ترتسو آرين مان هو، (رگ ويد منڊل ستون 83، 8). آڳاٽي زماني وارو وشوامتر اصل ڪتري هو، ۽ پوءِ پنهنجيءَ تپشيا جي ڪري برهم رشي ليکبو هو. سندس گوتر مان جيڪو وشوامتر راجا سُوداس جي درٻار ۾ هو، سو اصل ڪتري هو، پر راج رشي ٿي يگيہ ڪرائيندو هو – پائنجي ٿو تہ وشٽ منيءَ اِهو اعتراض اٿاريو تہ وشوامتر ڪتري ٿي آشوميڌ جهڙو وڏو يگيہ نہ ڪرائي. انهيءَ تان وشوامتر کي اهڙي چڙ لڳي، جو هو راجا سُوداس جي درٻار ئي ڇڏي هليو ويو، ۽ وڃي پرت آرين سان مليو، جو پاڻ بہ اُنهن مان هو. پرت آرين ۽ سندن ڏورانهن سوٽن ترتسو آرين جي پاڻ ۾ پوندي ڪانہ هئي، تنهنڪري پنهنجي لشڪر جي سموري مدد ڪين ڏنائين. اِنهيءَ ريت لشڪر جي جيڪا مدد راجا سُوداس کي ملڻي هئي، سا اٿلندو مخالف ڌر کي ملي. پر متانيرت آريہ لوڪ اِنهيءَ مدد ملڻ ڪانپوءِ بہ راجا سؤداس سان مٿ پئجي نہ سگھن، تنهنڪري وشوامتر جملي ڏهن هنڌن جي راجائن کي پڙڪائي، ڪين جنگ لاءِ ڪڙو ڪيو. اينهن ڏهن ئي هنڌن جي راجائن کي پڙڪائي، ڪين جنگ لاءِ ڪڙو ڪيو. اِنهن ڏهن ئي هنڌن جا راجائون پوءِ پاڻ ۾ ٻڌي ڪري راجا سُوداس جي زور پڇڻ لاءِ تياريون ڪرڻ لڳا، ۽ وشوامتر کي پنهنجو اڳواڻ ڪيائون. اِهي ڏهہ راجائون، جي

هڪ ٻئي جا طرفدار ٿيا سي ڪير هئا؟ اِهو پتو رگ ويد مان پوريءَ طرح نٿو پوي، پر ڪيترن عالمن ڪي رگ ويد منجهان ئي ائين وسهڻ لاءِ سبب ٿئي ٿو ته انهن مان هڪڙا هئا ”پنج جن“ يعني يدو، ترسوسو، پرو، اَنو ۽ داهيو، ۽ ٻيا پنج هئا اَجَه، يڪشُو، ڀيڙ، شگرو ۽ پرت آريه لوڪ. سيني مان پرت آريه لوڪ زور هئا، ۽ وشوامتر به سندن ئي ڪُلَ مان هو، تنهنڪري هاڻ ڏسڻو هوس ته راجا سُوداس کي وشٽ مني ڪيئن ٿو سوڀارو ڪري.

راجا سُوداس کي جنهن مهل سڌ پيئي، ته وشوامتر رشيءَ ڏهن هنڌن جي راجائن کي سندس برخلاف ڪڙو ڪيو آهي ۽ وڏيءَ جڏ جون تياريون ٿي رهيون آهن، تنهن مهل هن به اُتر اولهه سرحد علائقن وارن آرين کي ريڙهي پنهنجي طرف ڪيو، جن مان هڪڙا پکٿ، ٻيا ڀلان ۽ ٻين نياتين وارا هئا. انهيءَ ريت اُن وقت وارو سڄو هندستان جنگ ۾ شامل ٿيو ۽ مهاڀاري لڙائيءَ جي تياري ٿي ويئي. ڏهن راجائن سان ڪيترا اَڻ آريه لوڪ به سامل ٿيا، جنهنڪري سندن لشڪر هيڪاري وڏي ججهو ٿيو.

راجا سُوداس پنهنجو لشڪر پرشني (راوي) نديءَ جي اتر طرف واري ڪناري تي وڃي ڪٺو ڪيو. مخالف ڌرين جي مرضي هئي ته شتدري (ستلج) ۽ وپاس (بياس) نديون اُڪري، راوي نديءَ ڏي وڃجي، اِها سرءُ جي موسم هئي ۽ آسرو هون، ته ندين ۾ پاڻي گهٽ هوندو، تنهنڪري ارادو هون ته پنهنجو لشڪر، رٿ ۽ گهورا وغيره سڀ ٻيڙين جي رستي روانا ڪجن؛ پر شايد تازو ڪا برسات پيئي هئي ۽ جبلن تان برسات جو پاڻي وهي اچي ندين ۾ پيو هو، جنهنڪري نديون ڦوڪجي پئي وهيون. اِنهيءَ تي وشوامتر رشيءَ ندين کي آراڌنا ڪئي، ته توهين پنهنجو پاڻي گهٽايو، ته اسان جو لشڪر آسانيءَ سان پار اُڪري سگهي، (رگ ويد منڊل ٽيون 33، 9). ندين سندس عرض اگهايو، (منڊل ٽيون 33، 10). پرت آريه لوڪ ۽ سندس طرفداري ستلج ندي اُڪري، بياس ۽ راوي ندين جي وچ واري ملڪ ۾ وڃي پهتا، ۽ راوي نديءَ جي ڏکڻ واري ڪناري وٽ پنهنجي ڇانوٽي وڃي وڌائون. اِتي هڪ سِٽَ سِٽيائون. راجا سُوداس جي ڪُلَ وارن (ترتُسو آرين) جي ٻنين، ڳوٺن ۽ شهرن جي بچاءَ لاءِ هڪ وڏو بند پرشني (راوي)

نديءَ جي اُتر واري ڪناري تي ٻڌل هو. مخالف ڏرين جي مرضي تي ته انهيءَ بند کي گهارو وجهجي، ته ترتُسو آرين جون ٻنيون ٻارا ۽ شهر ٻڏن، ته هو پلي مونجهاري ۾ پون، ۽ انهيءَ مونجهاري مهل متانئن وجي ڪڙڪجي، ته سوپ ڪٽڻ سولي ٿئي، "پر ٻنديءَ جي من ۾ هڪڙي صاحب جي من ۾ ٻي". هنن نبند کي گهارو وڌو: پر انهيءَ ۾ وچ ۾ نديءَ جو پاڻي زور چڙهي رهيو هو، تنهنڪري اُتل تي ڪانه، ندي پوءِ به پنهنجي واٽ هميشهه وانگر وني وهڻ لڳي، (منڊل ستون 18، 8-9). اِتحادين جو لشڪر اڳي ئي ججهو، ويتر ههڙيون سٽون پئي سٽيائون، ته راجا سُوداس جي ماڻهن کي ڊپ ويڙهي ويو، ۽ سوپ ڪٽڻ جو ڪوبه آسرو ڏسڻ ۾ ڪونه ٿي آين – راجا سُوداس جي لشڪر جو اڳواڻ وشٽ مني هو، تنهن اِهي ئي آراڏنائون پئي ڪيون ته مخالف ڌرين کي ڪيئن به شهه ڏيئي، وشوامتر جو ڪنڌ هيٺ ڪجي: پر وڙهڻ لاءِ ڪا واٽ ڪانه ٿي مليس. راجا سوُداس پاڻ به سمجهيو ته راويءَ جي ڏکڻ طرفان ندي اُڪري، دشمن کي سامهون ٿيڻ، سو ٿيندو هٿ وني پاڻ کي ٻوهي جي منهن ۾ ڏيڻ. اهڙي اونڌي قدم کڻڻ بدران هن هڪ ٻي اٽڪل ڪئي، جا اوچتو خيال ۾ اچي ويس. راوي نديءَ جي ڏکڻ ڏي اتحادين جو لشڪر ڪنو ٿيو بيٺو هو، تنهنڪري هن اُهو پاسوئي ڇڏي ڏنو. هو ماڻهين اُتر طرف ڪيترا جنگي جوڌا رات جي وڳڙي ۾ پاڻ سان وني ويو (منڊل ستون 33، 3)، ۽ اُتان ندي اُڪري، دشمن کي پنيان ئي پنيان وجي گهيرو ڪيائين – سندس دشمن کي اِها ڳالهه من نڪا چت هئي. هاڻ هنن ڏنو ته ٻن ٻاهين جي وچ ۾ آهيون – جيڪڏهن اڳيرو وڌنداسين ته نديءَ ۾ ٻڏنداسين، ۽ جيڪڏهن پنتي ورنداسين، ته راجا سؤداس جي لشڪر جي هٿان مارجي ويندا سين. اِنهيءَ مونجهاري سبب منجهن اچي ڦڙڦوٽ پئي. راجا سُوداس جو لشڪر ٽن پاسن کان ويڙهي وين، ۽ چوٿين پاسي ندي سامهون هين، جنهنڪري پجڻ جي ڪابه واٽ ڪانه هين. پوءِ ته پنهنجي جند بچائڻ سانگي ڪي پاڻمرادو پاڻيءَ ۾ گهڙي پيا، ته منجهانئن ڪيترا وهڪ ۾ گهلجي ويا ۽ ٻڏي مُئا (منڊل ستون 18، 11). ڪي آسانيءَ سان گرفتار ٿيا. ڪي همت جهلي راجا سُوداس جي سامهون ٿيا، پر سگهو ئي سندس لسڪر جي هٿان مارجيويا، جن مان هڪ

سردار ”پيڙ“ به هو. انهيءَ لڙائيءَ ۾ رڳو اَنو ۽ درهيو آرين جا ڇاهٺ هزار ڇهه سؤ سٺ ماڻهو چٽ ٿي ويا (منڊل ستون 18، 14). ڪيترا پڇي به ويا (منڊل ستون 18، 15، 16). انهيءَ ريت راجا سُوداس جي جئي ٿي. وشوامتر، جنهن ڏهن راجائن کي پڙڪائي جنگ لاءِ ڪڙو ڪيو هو، تنهن جو ڪنڌ هيٺ ٿيو، ته وشٺ مني گد گد ٿيو، ۽ اندر ديوتا ۽ ورڻ ديوتا جي جڳهي آستتي ڪيائين، جن پنهنجيءَ ٻاجهه سان کين سوڀارو ڪيو هو. اِنهيءَ آستتي (واکاڻ) ڪندي، هن مهاڀاري لڙائيءَ جو جيڪو ذڪر ڪيو آهي، تنهن مان ظاهر اهي ته ”پرٿو پرشوهه“ يعني ويڪرن ڪهاڙن سان هڪ ٻئي تي هلان ڪيائون ٿي. ٻي هڪ ڳالهه جا جڳهو ڏيان ڇڪي ٿي، سا هيءَ آهي ته انهيءَ قديم زماني ۾ اصل پنهنجا قومي جهنڊا هئن، جي انهي نگ مهل ڪڙا ڪيا هئائون.

قومي جهنڊي ۾ وڏي ڪرامت آهي. جيستائين جهنڊو ڪڙو ٿيو بيٺو آهي، تيستائين اهو جنگي جوانن ۾ جذبو جاڳائيندو رهي ٿو ۽ هو جڳهي اُتساهه سان لڙن ٿا: پر جنهن مهل دشمنن جي هٿان جهنڊو ڪري وڃي پٽ تي پوي ٿو، تنهن مهل سڀ دلگير ٿين ٿا ۽ سوڀ ڪٽڻ جو آسرو پلي وهن ٿا. جهنڊي لاءِ سِرُ به ڏيندا، پر جهنڊو هٿان نه ڇڏيندا.

رگ ويد واري زماني جا سن ۽ سنبت ڄاڻائڻ ڪٺن ڪم آهي. اهڙيءَ حالت ۾ چئي نٿو سگهجي، ته هيءَ ڏهن راجائن واري جڏ ڪڏهن لڳي هئي. انهيءَ هوندي به ڊاڪٽر سيتا ناٿ پرڌان ڪيترا حوالا ڏيئي تخميني طور ڄاڻايو آهي ته اِها ڏهن راجائن واري جڏ عيسوي سن کان 1470 ورهيه اڳي لڳي هئي، ۽ ويهن ورهين ڪانپوءِ يعني عيسوي سنه کان 1450 ورهيه اڳي شري رامچندر ۽ راوڻ جي وچ ۾ لنڪا واري لڙائي لڳي هئي، ۽ انهيءَ کان ٿي سؤ کن ورهيه پوءِ مهاڀارت واري لڙائي لڳي هئي. حقيقتاً شري رامچندر ترتيا جڳ ۾ ٿي گذريو آهي ۽ مهاڀارت واري لڙائي دواپور جڳ جي پڇاڙيءَ ۾ لڳي هئي، تنهنڪري ڊاڪٽر پرڌان جي اينهن انگن تي ڪيترا هندو عالم ڪوبه اعتبار ڪونه ٿا ڪن ۽ اسان جو به اعتبار ڪونهي.

## سنڌ ۾ پنچالن جي حڪومت:

رگ ويد ۾ گهڻن زمانن جي سپيتا جو ذڪر آهي. هرهڪ زماني ۾ ڪهڙا راجائون سنڌ ۾ هئا، تن جو ڪو خاص ذڪر آهي ئي ڪونهه پر جن راجائن گهڻا دان ڪيا هئا، تن جون "دان آستتيون" يعني سخا جون ساراهون ڪن رشين ڳايون آهن، جن رگ ويد ۾ ڏنل آهن. اُنهن دان آستتين مان معلوم ٿئي ٿو تہ هوءِ جنهنجي (Svanya Bhavya) ڪنهن قديم زماني ۾ سنڌ جو راجا سونيہ پاوييہ آرين مان هو، جي پوءِ پنچال (Krivi) "راڻيءَ جو نالو روماسا هو. اِهو راجا "ڪروي سڌجڻ ۾ آيا، جيئن شتپٿ براهمڻ (13، 5، 774) ۾ ڄاڻايل آهي. اِنهن مان ڪي نديءَ جي ڪناري تي (Healing) "سنڌونديءَ جي ڪناري تي، تہ ڪي "اَسڪني سڏبي هئي، (Moon-Portion) "رهندا هئا، جا سڪندر اعظم جي وقت ۾ چندر ڀاڱ ڪونجي ٿي. سندن ڏورانهان سوٽ پرو ۽ (The gathered Waters) "۽ هاڻ "چناب پرت آريہ لوڪ هئا، جن سان راجا سُوداس لڙيو هو. مسٽر پارجيٽر اٽڪل روءِ ڄاڻايو آهي تہ راجا سُوداس ۽ سندس ڏاڏي راجا دوداس جي وچ واري وقت ڌاري هن موجب چئبو تہ ڌهن راجائن واري لڙائي ٭ .سنڌ جو راجا سونيہ پاوييہ ٿي گريو سنڌ جي هن راجا جي وقت ڪانپوءِ لڳي هئي. راجا سُوداس ترستو آرين مان هو، جن پراڻن پٽاندر پوءِ پنچالن جي دفعي ۾ ليڪجڻ ۾ آيا، ۽ سنڌ جو راجا سونيہ پاوييہ بہ پنچالن مان هو، تنهنڪري ائين وسهڻ لاءِ سبب ٿئي ٿو، تہ سنڌ ۽ پنجاب جي ڪجهہ ڀاڱي ۾ اُن وقت پنچالن جي گڏيل حڪومت هوندي هئي.

سنڌ جو راجا سونيہ، راجا پاوييہ جو پٽ، وڏو ڌرماتما هو. سندس ساڪون ڪاڪشون نالي هڪ رشيءَ ڳايون آهن. اهو رشي ڄائي ڄم کان سورداس يا اکين کان سجو هو: پر پوءِ آگني ديوتا جي پوڄا ڪرڻ سان نور سهائو ٿيو هيس. اِنهيءَ ڪانپوءِ ڪيتريون رچنائون (Hymns) چيائين، جي رگ ويد ۾ ڏنل آهن. نيتي منجري ۾ لکيل آهي ٭ تہ ڪاڪشون پنهنجي گروءَ وٽان هر طرح جي وديا پرائي، گهر ڏي موٽيو تہ واٽ تي رات پئجي ويس، جنهنڪري واٽ تي ئي سمهي پيو. صبح جو سنڌ جو راجا، راجا سونيہ پاوييہ پنهنجي اَٺالي سان اُتان اچي لانگهائو ٿيو. هن ڪي رشيءَ جي شڪل شبيهہ ۽ سونهن سوپيا وٽي ويئي.

سو ڪيس ننڍ مان جاڳايائين ۽ پنهنجي محلات ڏي وٺي ويس. سندس حال احوال وٺندي ۽ هلت چلت جاچيندي، جڏهن خاطري ٿيس، ته هي هر طرح لائق انسان آهي، تڏهن پنهنجو نائي ڪيائينس. راجا کي ڏهه نياڻيون هيون، سي ڏهه ئي پرڻايائينس، ۽ ججهو ڌن مال ڏنائينس. هو پوءِ پنهنجي پيءُ وٽ ويو، جنهنجو نالو ”درگهه گمس“ (ڊگهي اوندهه) هو. راجا وٽان ججهو دان مليو هيس، تنهنڪري سندس دان اَستتي ڳايائين، جا رگ ويد جي منڊل پهرئين (26، 1-5) ۾ ڏنل آهي.

اِنهيءَ دان اَستتيءَ ۾ راجا سونيه ڀاويه جي نالي جيڪي چيو اٿس، تنهن جو مختصر مطلب هيءُ آهي:

”سنڌ جي راجا مون کي هڪ سؤ نِشڪ (سونا سڪا)، هڪ سؤ گهوڙا، هڪ سؤ ڏاند، هڪ هزار ۽ سٺ ڳئون، ۽ يارهين رٿ ڏنا، (ڏهن زالن لاءِ ڏهه رٿ ۽ يارهون رٿ ڪاڪشون رشيءَ لاءِ. هر هڪ رٿ ۾ چار چار سنڌي گهوڙا ٻڌل هئا، جن تي موتين سان جڙيل سنج هئا. سنڌ جي راجا سونيه ڀاويه هيترو سارو دان ڪري پاڻ کي اَمر ڪري ڇڏيو آهي“. ڪاڪشون رشيءَ جي هن ٺوري حوال مان گهٽيون ئي ڳالهيون ظاهر ٿين ٿيون:

(1) پهرين ۽ مکيه ڳالهه هيءَ آهي ته رگ ويد واري زماني ۾ ذات پات جو گهٽو پيد هئو ئي ڪونه، تنهنڪري جنهن کي جتان وڻندو هو، سو تتان پرڻبو هو. آڳاٽا رشي کترين مان به پرڻبا هئا، جيئن ڪاڪشون رشي سنڌ جي راجا جون نياڻيون پرڻيون. ڪاڪشون رشيءَ جي ماءُ جو نالو ”اُشِج“ هو، جا راجا اَنگ جي هڪ داس يا ٻانهي (شودر) جي نياڻي هئي، جنهنڪري چئبو ته ڪي رشي شودرن مان به پرڻبا هئا.

(2) هڪ مرد گهڻيون زالون پرڻبو هو، تنهنڪري ڪاڪشون رشي ڏهه راجڪماريون گڏ پرڻيون هو.

(3) گهڻين زالن پرڻجڻ جي رواج ڪري، هرهڪ مان ڇاول ٻار پنهنجي ماءُ جي نالي پنيان سڏبو هو، ته سڌ پوي ته پيءُ جي ڪهڙيءَ زال مان پيدا ٿيل آهي، رگ ويد ۾ ڪاڪشون رشي ”اؤشِج“ يعني اُشِج جو پٽ سڏيو ويو آهي.

(4) نياڻين اُڪلائڻ ۾ مائٽن جو هٿ هوندو هو.

(5) آڳاٽا لوڪ پنهنجي نياڻي ڪنهن سان پرڻائيندا هئا، تہ اُهو "ڪنيادان" ليکيندا هئا. وهانءَ مهل نياڻيءَ کي ڏاجو ڏيندا هئا، ۽ اُهو بہ "دان" ليکبو هو. مطلب تہ رگ ويد واري زماني ۾ ئي ڏيتي ليتيءَ جو رواج هو. رگ ويد جي منڊل ڏهين (سوُڪت 85) ۾ ڄاڻايل آهي تہ سورج ديوتا جي نياڻي "سوُريا" جو وهانءُ سوم (چنڊ) سان ٿيو هو، تہ ڪنئاريتن ججهي ڏيتي ليتي هلائي هئي. ديوتائن بنسبت ڏيتي ليتيءَ ۽ ڏاجي جون ڳالهيون رشين ڪيون آهن، تنهن مان ظاهر آهي تہ خود ماڻهن ۾ ڏيتي ليتيءَ جو رواج هو، جنهن ديوتائن بابت بہ اِئين چيو اٿن. مطلب تہ ڏيتي ليتيءَ جو رواج، جو هن وقت اسان وٽ آهي، سو رگ ويد واري زماني کان وٺي هلندو پيو اچي.

(6) رگ ويد واري زماني ۾ ماڻهو سون مارڻ سکيا هئا ۽ سونا سڪا بہ هئن، جي "نِشڪ" (Niska) سڏبا هئا.

(7) سنڌ جو پرڳڻو پريو پاڳيو هو، جنهن ۾ چوپايو مال ججهو هو، سنڌ جا گهورا ناميارا هئا ۽ اُهي رٿن ۾ ٻڌندا هئا.

(8) گهوڙن تي راجائون موتين سان جڙيل سنج وجهندا هئا، جنهنڪري چئبو تہ رگ ويد واري زماني ۾ ئي راجائون پنهنجو شاهاڻو شان رکندا هئا. اُن وقت ئي غواص هوندا هئا، جي مهراڻ مان سپون سوجهي، آبدار موتي آڻيندا هئا.

رگ ويد جي اِنهيءَ ساڳئي منڊل پهرئين ۾ سنڌ جي راجا سونہ پاويہ جي ساراهہ ڪانپوءِ کي تڪون سندس راڻيءَ "روماسا" بابت آهن، جنهن جي پيءُ جو نالو "برهسپتي" هو، (رگ ويد، منڊل پهريون، 126، 6-7). انهيءَ راڻيءَ جو مٿي ذڪر ڪيل دان اُستتيءَ سان ڪوبہ لاڳاپو ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿو اچي. اينهيءَ سبب مسٽر گرفٿ، جنهن رگ ويد جا ڪي منتر انگريزي نظم ۾ ترجمو ڪيا آهن، تنهن جو چوڻ آهي تہ سنڌ جي راڻي روماسا بابت شايد ڪو راڳ عام هو، جنهن جون تڪون رگ ويد ۾ اچي ويون آهن. اِنهن تڪن ۾ فقط ايترو ڄاڻايل آهي تہ هڪ لڳا راڻي روماسا هڪ نئين قسم جو ويس وڳو پهري چيو تہ "هن ويس ۾ مان جهڙي گنڌارڻ (قنڌار ديس جي اِستري) پيئي پانئجان." جي نالي پنيان "گنڌار" (قنڌار) سڏبو هو. راڻي روماسا جي مٿين لفظن مان ظاهر آهي تہ اينهيءَ

قديم زماني ۾ ئي سنڌ جي ماڻهن جي قنڌار طرف جي رهاڪن سان گهٽي لهه وچڙهه هئي، ۽ راڻي روماسا کي سڌ هئي ته اِنهيءَ طرف جون زالون ڪهڙي قسم جي پوشاڪ پهريندِيون آهن، جنهنڪري اِئين چيائين ته ”هن ويس ۾ مان جهڙي گنڌارڻ پيئي پانئجان“. جيڪڏهن گنڌار جي زالن جي پوشاڪ جي سڌ نه هجيس ها، ته اِئين چوڻ جو خيال هرگز نه اچيس ها. هن مان ايهو به پتو پوي ٿو ته اُنهيءَ وقت سنڌ جي زالن جي پوشاڪ جو نمونو هڪڙو ۽ گنڌار طرف جي آرين زالن جي پوشاڪ جو نمونو ٻيو هو. اِهي نمونا ڪهڙا هئا، سورگ ويد ۾ ڄاڻايل ڪونهي. اِنهيءَ هوندي به رگ ويد ۾ اُن وقت جي سيپتا جو ٻيو ججهو ئي ذڪر آهي.

ڪنهن به ملڪ ۾ جيڪڏهن ڪو حاڪم نه هوندو ۽ اَنڌ ڌنڌ سرڪار لڳي پيئي هوندي، ته ڏاڍا ماڻهو هيٺن کي قري ماري ويندا، بلڪ سندين زالون ۽ سڀ ملڪيت به ڪٽي ويندا، ۽ وقتي ڪين ڪهي پورو ڪري ڇڏيندا. اِنهيءَ سبب مهاڀارت جي شانتي پروَ ۾ چيل آهي ته ”اول ڪو راجا مقرر ڪري، ۽ پوءِ شادي ڪريو ۽ ڌن مال ميڙيو“. اسان به انهيءَ خيال تي اول راڄنيتي جوڙجڪ، ملڪي انتظام ۽ بادشاهتن جو ذڪر ڪيو آهي. هاڻ ماڻهن جي گهرو جيوت جو ذڪر ڪجي ٿو، ته سمجهڻ سولو ٿئي ته ڪيتيءَ جي هنر جاري ٿيڻ ڪري، جڏهن ماڻهو خانه بدوش ٿي گذارڻ بدران هڪ هنڌ ٹانئيڪا ٿي رهڻ لڳا، ۽ پنهنجيءَ جان ۽ مال جي بچاءَ سانگي گوترن جوڙڻ جو رواج وڌائون، تڏهن ڳوٺن ۽ گوترن اندر پنهنجي جيوت ڪيئن ڪاٽيندا هئا. سچي پچي تاريخ آهي ئي اها، تنهنڪري اها ڄاڻائڻ بلڪل ضروري آهي.

* "Looking to you, ye strong Gods! They marched east-wards, armed with broad axes and thirsting for spoil. Ye helped Sudas, and smote his Dasa and Arya enemies, O Indra and Varuna!" "Where strong men came together with their banners raised, where in the encounter there was nought favourable to us, where all looked up to the sky in terror, there ye spoke to us, words of comfort, O Indra and Varuna! Both sides invoked you. O Indra and varuna! In the fight for victory and wealth. Yet protected Sndas and the Tritsus assailed by the ten kings," Reg. veda VII, 83, 1,2 and 6 R.C. Dutt's Translation.

* Dr. Sita Nath Pradhan: Chronology of Ancient India, p. 175.

+ F.E. Pargiter: Ancient Indian Historical Tradition, p. 223.

* John Wilson: India Three Thousands Years Ago, p.50.

# باب ڏهون

## آرين جي گهرو جيوت ۽ عقيدا

**گهر جو بنياد:** گهر اِنسان جو پهريون مڪتب آهي ۽ اِهو ئي سڀيتا جو اوائلي ماڳ ۽ پنگتي جوڙجڪ جو مول مرڪز آهي. جيڪڏهن ماڻهو پنهنجي جيوت مِرن وانگر ڪاٽين ها، ته نڪي هجن ها گهر گهاٽ، نڪي مٽيون مائٽيون؛ خود ماءُ پيءُ سان به ناتو ڪونه هجي ها، جيئن وهٽن ۽ ڪتن ٻلن جو ڪونهي. گهر آهي ئي زال سان، جنهن تي گهر جهلڻ جو بار آهي، جنهنڪري اڄ تائين ”گهر واري“ معنيٰ زال يا جوءِ. خود ”گهر“ لفظ جي به اصطلاحي معنيٰ آهي ”زال يا جوءِ“. مثلاً ”فلاڻو پهريون گهر يا ٻيو گهر پرڻيو“. هتي ”گهر“ معنيٰ زال يا جوءِ. زال يا جوءِ به اُها جنهن سان لائون لڌل هجن. مطلب ته گهر جو بنياد پرڻي جي رسم تي ٻڌل آهي. گهر اُهو آهي، جنهن ۾ جوءِ ۽ مڙس ٻوڙ پلاءُ، يا جائي جواري روٽي ڪائي، گڏ گذارين ٿا، ۽ ڏک سُک ۾ هڪٻئي جا حال ياڻي ٿين ٿا. ائين هڪٻئي سان ايتري پريت ٿئين ٿي، جو هڪٻئي تان گهوريو قربان وڃن ٿا. تنهن ۾ به اِستري، جا پريم پُتلي آهي، سا پنهنجي پتيءَ کي ايترو پيار ڪري ٿي، جنهن جو پورو ورنن ڪوبه ڪري ڪين سگهندو، تنهنڪري سڀني سڌريل قومن پرڻي يا نڪاح جي ضرورت محسوس ڪئي. پنهنجي ڌرم پتنيءَ يا نڪاح پيل زال مان حق حلال جا ٻار ڄمن ٿا، ۽ اُنهن جي به پاڻ ۾ ججهي پريت ٿئي ٿي. ڪنهن وقت ڪٽي ياٿر پاڻ ۾ وڙهندا جهڙندا، يا هڪ ٻئي سان ڪهرو خستو ڳالهائيندا، ته به ڪنهن نه ڪنهن مهل هڪٻئي جو تاءُ ضرور اُپرندن، جنهنڪري چوڻي آهي ته ”رت ونگو به وري“. ٻيو چون ”رت جي رتي، صحبت جو خرار“. اولاد ۽ مائٽن جي هڪٻئي سان پريت هئڻ ڪري، خود گهر لاءِ سڪ جاڳي ٿي. ڪو ماڻهو ڪنهن ڏيساور ڏي ويندو، ۽ اتي ڪٽي سوين موجون ماڻيندو هوندو ته به جنهن مهل گهر جي چڪ ٿينديس، تنهن وقت سمنڊ جهاڳي به موٽي پنهنجي ماڳ ايندو. پريان رڳو پنهنجي وطن جا وڻ ڏسندو، ته خوش ٿيو ٿيندو، ويتر اباڻا

ڪک ڏسي هيڪاري گدگد پيو ٿيندو! مطلب تہ گهر چڻ تہ هڪ محبت جو مندر آهي، ۽ ان جو بنياد وواهہ سنڪار تي ٻڌل آهي.

سيني سڌريل قومن گهر جو بنياد جيتوڻيڪ نڪاح يا وهانءَ تي ٻڌو، تہ بہ آڳاٽن آرين هن باري ۾ ٻين کان هڪ قدم اڳتي وڌايو. دنيا ۾ کهڙا بہ ناتا ڇڄي سگهن ٿا، پر آڳاٽن هندن ائين ئي مناسب ڄاتو، تہ زال ۽ مڙس جو ناتو هڪبئي سان هرگز ڇڄڻ نہ گهرجي. اهڙا خيال نہ رڳو مردن جا هئا، پر زالن جا بہ هئا. مثلاً وشو وارا" (Visva – Vara) نالي هڪ اِستري ٿي گذري آهي، جا رشين جي دفعي ۾ ليکي ويئي آهي. رگ ويد جي منڊل پنجين (28، 3) ۾ اگني ديوتا کي آراڌنا ڪئي اٿس تہ "وهانءَ جو ناتو ڪڏهن بہ نہ ٽُٽي، ۽ سدائين پختي پائي تي هجي"! هن مان ظاهر آهي تہ مردن وانگر خود زالن کي بہ پنهنجي گهرو جيوت کي پختي پائي تي بيهارڻ جو اونو هوندو هو. انهيءَ اوني سبب هندن ۾ وهانءُ هڪ ڌرمي سنسڪار ليکيو ويو آهي، ۽ زال پنهنجي مڙس جي "ارڌانگني" يا "اڌ سرير" سڏي ويئي آهي. مرد ۽ عورت اصل ۾ بہ جدا سرير آهن؛ پر وواهہ سنسڪار ڪري ٻئي ملي هڪ ٿين ٿا. هندن ۾ اڄ تائين دستور آهي تہ ڪا پوڄا ڪرائين، تہ زال مڙس گڏ پلئہ ٻڌي وهن، جو پنهنجو توڙي سڄي ڪُل جو نيتارو بہ گڏجي ڪرڻو اٿن. وهانءَ جي رسم کي اهو ڌرم جو ڏاڳو آڳاٽن آرين اهڙو ڳ ٻڌو، جو هڪ واريءَ جو پرڻيو سو پرڻيو، تنهنڪري هندن ۾ اڄ تائين طلاق جو رواج آهي ئي ڪونہ. هندو ڄاتيءَ جي هيءَ هڪ نهايت مکيہ ڳالهہ آهي، جا آبين ڪيترين قومن ۾ ڪانهي.

**رواجي ماڻهن جا گهر:** رگ ويد ۾ اهو ڄاڻايل ڪونهي تہ ماڻهو پنهنجا گهر ڪيئن جوڙيندا هئا؛ پر اٿرو ويد جي منڊل نائين مان اهو پتو پوي ٿو. گهر لاءِ ڪو چڱو پَٽ چوندي اُن جي چئن ڪُندن تي چار ٿنيا کندا هئا، ۽ مٿان ڪامون رکندا هئا. اوڏيءَ مهل ڪي منتر اُچاريندا هئا (اٿرو ويد، منڊل نائون 3). انهيءَ سبب اڄ تائين ڪامن چاڙهڻ مهل پوڄا ڪرائيندا آهن، ۽ منائي ورهائيندا آهن. ڇت لاءِ بانس جون لڙهيون ڪم آڻيندا هئا، ۽ انهن جي مٿان پکا وڇائيندا هئا، تہ ڇت ۾ سنها سنها سوراخ ڄاريءَ وانگر ڏسڻ ۾ ايندا هئا، جي پوءِ لِنب چنب ۾

ڏڪجي ويندا هئا. ٿيڪن ۾ به بانسن جون لڙهيون ۽ ٻُندَ هڻندا هئا. لڙهين ۽ ٻُندن جي وچ ۾ جيڪي خال رهندا هئا، تن ۾ گاهه جا مچا وجهي، پوءِ لنبي چڙهيندا هئا. ڇت کي ٻنو رکندا هئا. اهو ٻنو اڄ تائين رکبو آهي، ته ڪُڏ تي بيٺل ماڻهو ڪري نه پوي. مطلب ته گهرن جوڙڻ جو نمونو اهو ساڳيو هو، جو هينئر به ٻهراڙين ۾ عام آهي. گهر گهر کي چار پٽيون هونديون هيون (اٿرو ويد، منڊل ٽيون، 377)، پر ڪي گول جهوپڙا به جوڙيندا هئا، جن کي "ڇؤنرا" چئبو آهي (اٿرو ويد. منڊل ٽيون 12، 5). گهر ۾ پٽ تي تڏا وڇائيندا هئا ۽ ڪي گاهه پکيڙي چڙهيندا هئا، (رگ ويد، منڊل نائون 59، 3).

هرهڪ گهر ۾ اڪثر چار ڪوٺيون هونديون هيون:

(1) هڪڙي "سَدَسَ" (Sadas) يعني وهڻ لاءِ ڪوٺي هوندي هئي. هيءَ هڪ عام صفو هوندو هو، جنهن ۾ سڀ گهر جا ڀاتي مڙي سڙي اچي وهندا هئا، ۽ ڳالهيون ٻولهيون ڪندا هئا.

(2) ٻي ڪوٺي "پتني نام سدن" سڏبي هئي، جنهن جي معنيٰ آهي زالن جي وهڻ لاءِ ڪوٺي. هيءَ ڪوٺي انهيءَ لاءِ هئي ته زالون ان ۾ پوشيديون وينيون هجن.

(3) ٽين "اگني شالا" يا باهه جي ڪوٺي هئي. اهو هو رنڌڻو، جنهن ۾ يگيه جي اگني به دکائيندا هئا، انهيءَ پوڄا واري ٽڪر کي ٻنو ڏنل هوندو هو، جنهن ڪري رنڌڻي کان الڳ هوندو هو؛ پر ڪوٺي ساڳي هوندي هئي، جنهنڪري رنڌڻو پوتر استان ليکيو ويوآهي. هندو ماهو اڄ تائين رنڌڻيءَ ۾ جُتي پائي ڪونه ويندا آهن.

(4) چوٿين ڪوٺي هئي "هويرڌان" (Havirdhana). اها سيڌي پاڌي رکڻ لاءِ ڪوٺي هوندي هئي. هون هوم جون شيون به ان ۾ رکندا هئا.

انهن صفن ۽ ڪوٺين کان سواءِ هڪ "آوست" يعني بيٺڪ يا اوطاق جي؛ جنهن بابت عالمن جو چوڻ آهي ته اها مهمانن لاءِ جاءِ هئي، خاص طرح براهمڻن لاءِ، جي ڪنهن ڪارج منگل تي اچي ڪنا ٽيندا هئا. (ويدڪ انڊيڪس، 1، 6). هن مان ڏسڻ ۾ ايندو ته اوطاقن جو دستور ويدن واري زماني کان هلندو اچي. ڪي ڀائيندا آهن ته اوطاقن جو رواج مسلمانن جي صاحبيءَ ۾ پيو، سا غلط ڳالهه آهي.

جيڪڏهن ڪنهن گهر ۾ ٻه ٽي ٻائر سگهرا هوندا هئا، ته هنن لاءِ ضروري ڌار ڌار ڪوٺيون هونديون، پر اهڙو ذڪر اٿرو ويد ۾ ڪونهي.

هرهڪ گهر جا ٻه ”پک“ (Wings) هوندا هئا، جنهن مان سمجهجي ٿو ته گهر جي اڳيان ورانڊو يا دالان هوندو هو، اهو ”پروشت“ سڏيو ويو آهي. دالان جا ٿنيا ڪاٺ جا هوندا هئا، جن تي شڪليون اُڪريل هونديون هيون – ڪن ٿنين تي ٻن پورين جي شڪل اُڪريل هوندي هئي – اها ڳالهه رگ ويد جي منڊل چوٿين (32، 33) ۾ ڄاڻايل آهي: مطلب ته گهر جي مهڙ وارو يعني ورانڊي جو اڳيون پاسو سهڻو جوڙيندا هئا، ته جاءِ پريان ئي وڻڻ جهڙي ڏسڻ ۾ اچي.

هن وقت جاين جي اڳيان ”اڱڻ“ رکبو آهي. اهو اصل ۾ آهي ويدڪ لفظ ”آنگن“. جيڪو ٻاهران ايندو هو، سو اڱڻ مان لنگهي، اول دالان ۾ ويندو هو ۽ پوءِ صفن ۾ گهڙندو هو. ”اڱڻ“ لفظ جي تنهنڪري بنيادي معنيٰ آهي ”جنهن ۾ هلجي يا پنڌ ڪجي“. هن مان سمجهجي ٿو ته صبح يا سانجهيءَ جو، يا رات جو ماني کائڻ کانپوءِ، اڱڻ ۾ پسار ڪندا هئا ۽ اڱڻ رکڻ جي اصل مراد ئي اها هئي. هرهڪ گهر جي ٻاهران لوڙهو ڏنل هوندو هو (رگ ويد، 59، 6). سڄيءَ جاءِ کي چوندا هئا ”شالا“ يا ”گهر“، جو اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ ”گرهه“ ۽ بنيادي معنيٰ اٿس ”جو قبضي ۾ هجي“. هن مان ظاهر آهي ته گهر جي سموري زمين ماڻهن جي خلاصي ملڪيت هوندي هئي، ۽ پنجاهه سٺ يا نوانوي سالن جي پٽي تي زمين مليل ڪانه هوندي هين، جيئن هينئر آهي!

رگ ويد جي منڊل ڇهين (46، 9) ۾ ڀارت دواج رشيءَ اندر ديوتا کي آراڌنا ڪئي آهي ته مون کي اهڙو گهرڏي، جو ”ترِ ڌاتو“ (Tri-Dhatu) ۽ ”ترِو رُوٿ(Trivarutha) هجي. هنن لفظن جي ڪن عالمن ڪهڙي، ته ڪن ڪهڙي معنيٰ ڪئي آهي. ڪي چون ته ”ترِ ڌاتو“ معنيٰ اها جاءِ جنهن ۾ ٽي شيون ڪم آيل هجن: ڪاٺ، سرون ۽ ڪيچا (ناڪيل پٿر). شاين آچاريه، جنهن ويدن جي ٽيڪا لکي آهي، تنهن جو چوڻ آهي ته ”ترِ ڌاتو“ معنيٰ ”ترِ ڀؤميڪ“ يعني ”ٽماڙ“. ممڪن آهي ته اڳي ٻه جاين کي ماڙيون هونديون هيون.

قديم زماني کان وٺي هندن ۾ اهو رواج آهي ته نئين جڙيل جاءِ ۾ وهڻ مهل هون هوم ڪندا آهن ۽ براهمڻن ۽ ساڌ فقيري ڪارائيندا آهن. انهيءَ کي ”ٿان شڌ“ چئبو آهي، جنهن جي اکري معنيٰ آهي ”ٿان يا استان شڌ (پوتر) ڪرائڻ“. ان وقت ججهو ڏن لٽيندا آهن، تنهنڪري ”ٿان سڌ ڪرڻ“ هاڻ اصطلاح آهي ۽ معنيٰ اٿس پنهنجو ڏن وغيره ٻين کي ڏيئي ڇڏڻ يا خيرات ڪرڻ. انهيءَ قسم جو رواج يورپ ۾ به هو. انگريزيءَ ۾ ان کي House-Warming چئبو آهي — انهيءَ لفظ ۾ هيءَ خيال رکيل آهي ته نئين جڙيل جاءِ ٿڌي ٿئي ٿي، تنهن ۾ محفل ڪندا هئا، ته گهڻا مهمان اچي گڏ ٿين، ته جاءِ ڪوسي ٿئي.

رگ ويد جي منڊل ستين ۾ به رچائون (54 ۽ 55) ”وستو سپتي“ (Vastos-Pati)يعني ”واستوُ“ يا گهر جي ديوتا بنسبت چيل آهن، جن ۾ جاٽايل آهي ته ”اي گهر جا راکو دعاگو، تون ٻاجهه ڪج، ته هي گهر اسان کي سڀاڳو لڳي، ڪا بيماري گهر ۾ نه ٿئي، اسان جون مرغيون، اسان جو چوپايو مال ۽ اسين سڀ سکيو سهنج گذاريون، ۽ چور اسان کي نه ڦري وغيره“. اهڙيءَ طرح نئين جاءِ ۾ وهڻ مهل ارداسون پائيندا هئا. هن منجهان هيءُ به ظاهر آهي ته اڳي هندو به گهرن ۾ مرغيون ڌاريندا هئا. گهر جي صفائيءَ لاءِ گهڻا ڪک ڪانا هٿ ۾ جهلي، انهيءَ سان ٻُهر ميڙيندا هئا. انهن ڪکن ڪانن کي چوندا هئا ”ٻهؤاري“ يعني گهڻا ڪانا، ۽ ان جو اُچار هاڻ آهي ”ٻُهاري“

<u>**گهرو انتظام**</u>: پنگتي جوڙجڪ جو مرڪز آهي گهر. رگ ويد واري زماني ۾ گڏيل ڪٽنب جو رواج عام هوندو هو (صفحو 98)، جنهنڪري هرڪو پيءُ يا ڪٽنب جو پريو مڙس گهر جو وڏو هوندو هو، ۽ گهر جي سڀني ڀاتين جي مٿان کيس ڪُلي اختياري هوندي هئي. ”پتا“ (پيءُ) لفظ جي بنيادي معنيٰ آهي ”سنڀاليندڙ“، اِهو لفظ خود ڄاڻائي ٿو ته گهر سنڀالڻ ۽ گهر جي ڀاتين جي سار سنڀال لهڻ جو بوجو پيءُ تي هوندو هو. چوڻ به آهي ته ”ٻاري ڪٽن ٻار، ڪونهي ڪم ڪچن جو“. گهر گهر ۾ اهي وڏڙا مائٽ هوندا هئا، جي سڄي گهر جو بوجو پاڻ تي کڻي وينا هوندا هئا، ۽ آڏيءَ ڪٽيءَ کي پاڻيهي پيا منُهن ڏيندا هئا، جنهنڪري ننڍڙا سڀ ٻُڌتيءَ کان ڇٽا پيا هوندا هئا.

گھر جو پروهت بہ پيءُ هوندو هو. ڏهاڙي يگيہ جي اگني دکائڻ، اگنيءَ ۾ چاهوتي وجهڻ، ويدن جا منتر اُچارڻ ۽ ٻيا اهڙا ڪم جي هينئر براهمڻ ڪن ٿا، سي سڀ گھر جو وڏو ڪندو هو. اُن وقت بہ براهمڻ هئا، جي اڪثر برهم وديا جا ڄاڻو هئا، تنهنڪري براهمڻ سڏبا هئا. اهي راجائن جي ڪُلَ جا پروهت هوندا هئا. ٻين گھر ٻارين کي بہ ڪا پوڄا ڪرائڻي هوندي هئي يا ڪو وڏو يگيہ ڪرڻو هوندو هو، تہ ڪنهن رشيءَ يا براهمڻ کي گھرائيندا هئا، نہ تہ رواجي روز مره جي پوڄا پاڻيهي ڪندا هئا.

هرهڪ آکھ جو وڏو يگيہ جي اگني دکائي روز مره جي پوڄا ڪيتري صدق ۽ سچائيءَ سان ڪندو هو، تنهن بابت "شتپٿ براهمڻ" ۾ هڪ نهايت عمدي ڳالھ لکيل آهي. "اَرڻ اؤپويسيءَ" (Aruna Aupavesi) کي سندس ڪنهن مِتر (مائٽ) چيو تہ "هاڻ وڏا ٿيا آهيو، هاڻ يگيہ جون آگنيون دکائيندا رهو". هن وراڻي ڏنيس تہ "توهين گويا مون کي چئو ٿا تہ ڳالهائڻ بند ڪر، ڇاڪاڻ تہ يگيہ جي اگني دکائڻ معنيٰ ڪوڙ نہ ڳالهائڻ ۽ رڳو نہ ڳالهائڻ ڪري ئي ڪوڙ نٿو ٻولجي". يگيہ جي اگني دکائڻ لاءِ ايتري قدر سچائي گھرجي. هيءُ هڪڙو ئي منڊل اسان جا چڱيءَ پر ڪپات کولي ٿو، جنهنڪري سمجھڻ سولو ٿئي ٿو تہ گھر جا وڏا بہ وڏيءَ ڳلا وارا هوندا هئا. انهن کي اڄ تائين "پُوڄ" چئجي ٿو، سو اِهي بيشڪ پوڄڻ جا لائق هئا، جو ٻين لڇڻن سان گڏ منجهن ايتري قدر صدق ۽ سائي بہ هئي.

رگ ويد منجهان معلوم ٿئي ٿو تہ پيءُ جيستائين جيئرو هوندو هو تيستائين سڄي گھر جي انتظام جو بار مٿس هوندو هو. جيڪڏهن مري ويندو هو، يا ٻنهي جهؤر ٿي ويندو هو، تہ پوءِ سندس مربي پٽ سندس پاران گھر سنڀاليندو هو (رگ ويد، منڊل پهريون، 70، 5)، ۽ پنهنجن پيرسن مائٽن کي هر طرح سکي رکڻ جو اونو ڪندو هو (منڊل ستون، 18، 23).

"پراتر" (ڀاءُ) لفظ جو ڌاتو آهي "ڀر" معنيٰ "جهلڻ"، ڀائر گھر جو جهلو آهن، ۽ مربي ڀاءُ اڄ تائين پيءُ جي سمان ليکبو آهي، تنهنڪري ننڍڙا ڀائر ڪيس پيرين پئي گڏبا آهن. ڀائرن جي پريت جا نهايت عمدا مثال رامائڻ ۽ مهاڀارت مان ملن

ٿا. اهڙن آدرش پيئرن جو پروو سڀ هندو جاتيءَ تي وقت بوقت پوندو پئي آيو آهي. گڏيل ڪٽنب جو رواج هيتريون صديون سانده سڄي هندستان ۾ هليو ٿي اِنهيءَ ڪري جو پيئرن جي پريت پاڻ ۾ ججهي هوندي هئي، ۽ گهر جي سڀني ڀاتين جا هڪٻئي ۾ ساس پراڻ هوندا هئا. انهيءَ سبب سنڌ ۾ هيءَ چوڻي به عام ٿي ته:

"پيئر ڪوٽ جا ڪنگرا، پٽ گهر جي سونهن،
ويٺا ڪن ورونهن، ڏجڻ ڏوران ئي ڏري"

يعني پيئرن جي ههڙي پريت پاڻ ۾ هئڻ ڪري ڏجڻ (دشمن) ڏڄي پريان ئي ڀڄي ٿو، ۽ هنن ۾ ڪوبه ڦيٽارو وجهي نٿو سگهي.

گهر جي انتظام جو بوجو مربي پٽ تي جُهلي پوندو هو، ته پنهنجي فرض ادائي ڪرڻ جي هر طرح ڪوشش ڪندو هو. سندس ڀينرون جيستائين ڪنواريون هونديون هيون، تيستائين کين پاليندو هو ۽ سندن پوريءَ ريت سنڀال لهندو هو. جڏهن وڏيون ٿينديون هيون، تڏهن ڏاجو ڏيئي، کين پرڻائي ڇڏيندو هو، جو ڏيتي ليتيءَ جو رواج انهيءَ قديم زماني ۾ ئي هو (منڊل پهريون 101، 2).

**ماءٽ ۽ اولاد:** ٻار گهر جي وندر آهن. جن گهرن ۾ ٻارن جو غوغاءُ ڪونه هوندو هو، سو گهر ماڻهن کي ڀيو کائيندو هو. اِنهيءَ ڪري آڳاٽا ماڻهو ڏٽيءَ کي اها آراڌنا ڪندا هئا، ته ٻار ٻچا ڏجانءِ! (رگ ويد، منڊلس تون، 1، 11، ۽ 12، منڊل انون، 1، 13) اڪثر ائين چاهيندا هئا ته پٽ ڄمن، جي وڏن جو نالو قائم رکن ۽ پترن کي پاڻي به ڏين (منڊل پهريون 105، 3).

آڳاٽا لوڪ ائين وسنهندا هئا ته جيڪو ماڻهو بنا اولاد مري ٿو ۽ پنڊ پرائڻ ۽ پترن کي پاڻي ڏيڻ لاءِ ڪوبه پٽ ڪونهيس، سو "پوُ" نالي نرڪ (دوزخ) ۾ پوي ٿو. انهي ئي سبب ڪري فرزند کي سڏيائون. "پوُتر" يعني "پوُ" نرڪ کان تارڻ وارو. ماڻهن پٽ گهريائي انهيءَ ڪري ٿي ته جيئري ته ٻانهن ٻيلي ٿين پر مئي کان پوءِ به مائٽن جي ڪريا ڪرم ۽ سراڌ ڪري انهن جو نيتارو ڪن. جنهن کي پنهنجو آندي ڄائو پٽ ڪونه هوندو هو، سو لاچار ٻئي جو پٽ (خاص ڪري ڏهٽو) گود وٺندو هو. "گود ۾ وٺڻ" معنيٰ ڌرم جو پٽ پٽ ڪرڻ. اهو اصطلاح

خود ڄاڻائي ٿو تہ پرائو ٻار اجا ٻاروتن ۾ ئي هوندو هو ۽ گويا هنج ۾ وهارڻ جيڏو هوندو هو، تڏهن کيس پنهنجو ڌرم جو پٽ ڪندا هئا، ۽ نہ وڏي هوندي. ائين پرائو پٽ پنهنجو ڌرم جو پٽ ڪندا هئا، تہ بہ دل کي اهڙي فرحت نہ ايندي هين، جهڙي پنهنجي ڄڻيل پٽ مان اچي ٿي. وقت تي اهي ڌرم جا پٽ موٽي پنهنجن اصلوڪن مائٽن وٽ ويندا هئا. (منڊل ستون، 4، 7-8).

آدرش پٽ اهو سمجهبو هو، جو شڪل جو سهڻو، قد جو قداور، همت ڀريو، برجستو ۽ گهر جهلڻ جهڙو، سمجهو، سياڻو، شاسترن جو ڄاڻو ۽ يڳوان جي يڳتي ڪندڙ هوندو هو (منڊل ڏهون، 47، 3). رگ ويد ۾ هڪ رشيءَ اراڌنا ڪئي آهي تہ ”اي يڳوان، اهو پٽ ڏجانم جو مها ٻلوان هجي، ٻلي گهوڙي تي چڙهي، جڏ ۾ دشمنن کان سوڀ کٽي، ۽ وڏايگيہ ۽ دان ڪري (منڊل ڇهون، 33، 1). مطلب تہ مها ٻلوان ۽ ڌرماتما پٽ ماڻهن کي وڻندا هئا. جيڪڏهن قضا سان ڪنهن جو پٽ ناخلف ٿي سامائبو هو، تہ مائٽ کيس سيکت ڏيئي، سؤڌيءَ راهہ تي آڻيندا هئا. منڊل ٻيو، 29، 5). وقت تي ڪي مائٽ چڙ ۾ ڀرجي پنهنجي اولاد کي نهايت اجوڳ سزائون ڏيندا هئا. اهڙو هڪ مثال رگ ويد ۾ آهي، جنهن ۾ ڄاڻايل آهي تہ رَجراشوَ (Rjrasv) نالي هڪ جوان ڳوناڻن جون هڪ سؤ رڍون جهنگ ۾ چاريندي، بگهڙن کان کارائي آيو، تہ پڻس ”ورشاگري“ (Vrasa-giri) مٿس ايترو ڪاوڙيو، جو ٻئي اکيون ڪڍي ورتائينس، ۽ پوءِ اَشوني ڪمار ديوتائن پنهنجي ڪريا سان انڌي مان سڄو ڪيس (منڊل پهريون، 116، 16، 117، 17). رواجي طرح پيءُ پنهنجي پٽ يا نياڻيءَ کي گهٽ ڪونہ گهرندو هو، ۽ سدائين اولاد جي بهبوديءَ جو اونو هوندو هوس (منڊل انون، 48، 4). پٽ بہ سدائين پيءُ جي آگيا ۾ هوندو هو، ۽ سندس لاءِ ججهي حب ۽ عزت هوندي هيس ماءُ پيءُ کي پيرين پوڻ جو رواج نهايت قديم آهي. رگ ويد جي منڊل ٻئي (33، 12) ۾ لکيل آهي تہ پٽ پنهنجي پيءُ کي پيرين پوندو هو تہ پڻس هٿن کان جهلي ڪنڌ مٿي ڪندو هوس. مريادا پرشوتم شري رامچندر بہ مائٽن کي پيرين پوندو هو، ۽ اهو رواج اڄ تائين هلندو اچي. اڄ بہ ڪو ماڻهو ڪنهن لائقيءَ کي رسندو آهي تہ ائين وسهندو

آهي تہ ماءُ پيءُ جي آسيس مون کي اَڏيو آهي. هن مان ظاهر آهي تہ ماءُ پيءُ ديوتائن جو روپ ڪري ليکيا آهن.

نياڻيءَ کي قرب وچان ”پُٽري“ (پُٽري) چئبو آهي، نہ تہ عام طرح ”پُٽ“ جو مونث آهي ”ڌيءَ“ (پراڪرت ڌيئا“)، جو اصل ۾ اهي سنسڪرت لفظ ”دُهتا“ ”دهتر“ (پارسي ”دختر“، ۽ انگريزي ”ڊاٽر“ (Daughter). انهيءَ لفظ جو ڌاتو يا بنياد آهي ”دُهہ“ (Duh) معنيٰ ڏهڻ، اڳي نياڻين تي ٻڪرين، ڳاين وغيره جي ڏهڻ جو ڪم رکيل هو، تنهنڪري مٿن اِهو نالو پيو. مطلب تہ ”پٽ“ لفظ ۾ هڪڙو خيال ۽ ”ڌيءَ“ لفظ ۾ ٻيو خيال سمايل آهي، تنهنڪري ايهي ٻہ علحده لفظ مليا اٿئون.
پٽ توڙي ڌيءَ ساڳي ئي مائٽ جو اولاد، تہ بہ ٻنهي جي وچ ۾ جيڪو ڦير هن وقت ماڻهو سمجهن ٿا، سو آڳاٽا لوڪ بہ سمجهندا هئا. پٽ سدائين مائٽن وٽ گذاري ٿو، ۽ ڪُلَ جو نالو قائم ڪندو رهي ٿو. مائٽ پيرسن ٿين ٿا، تہ پٽ سندن شيوا ڪري، ڪين هر طرح سکي رکي ٿو. حقيقتاً ڌيئن کي پاڻ مائٽن جو تاءُ پٽن ڪان وڌيڪ اُپرندو آهي. جنهنڪري چوٽي آهي تہ ”پيئيءَ ليئيءَ ڌيءَ ڪم اچي“. يعني اگهائيءَ ۾ مائٽ جڏهن ڪٿ وني پوي ٿو، تڏهن ڌيءَ گهڻو ڪم اچي ٿي. اِنهيءَهوندي بہ نياڻيءَ جي حالت نرالي آهي. ڌيءَ آخر وڃي پرائو گهر وسائي ٿي. نياڻيءَ کي ڏيتي ليتي ڏيئي اُڪلائجي ٿو، تنهن ڪانپوءِ بہ سندس سکي جيوت جو مکيہ مدار سندس مڙس تي آهي، جو ڌاريو شخص آهي. خبر نہ آهي پس پيش لائق انسان ثابت ٿئي يا نہ، ۽ چوڪري ساهري گهر سکي جيوت گذاري يا نہ، جيڪڏهن نياڻي هر طرح سکي آهي ۽ ڪوبہ ڪَنُ ڪُرو ڪونهي، تہ مائٽ بہ خوش؛ پر جيڪڏهن نياڻي ڏکي، تہ مائٽ جي دل بہ اٽيچو ڏکي. جن کي ساهري گهر ملن رت جون مانيون ۽ سُورن جا ساڳ. تن گهٽي ئي پهاڪا پنهنجي حال تان چيا آهن، جهڙوڪ:
”ساهرا اهرا باہرا ڪندا،
جو پاسو وراءِ سو چپ چپ ڪندا“.
زنانو پهاڪو.

نياڻين جي آئيندي جا ويچار آڳاٽن ماڻهن کي ايتري قدر ويڙهي ويندا هئا، جو رگ ويد جي پنيان جيڪو ائتريه براهمڻ گرنٿ آهي، تنهن ۾ ڄاڻايل آهي ته ”ڌيئون ڏک جو ڪارڻ آهن“. (ستون، 31، 1)

**نياڻين جو اونو ۽ اُڪلاءُ:** قديم هندن ۾ لکيل وصيت (Will) ڪرڻ جو رواج هئو ئي ڪونه، سموري ملڪيت جو مالڪ پيءُ هوندو هو. پيءُ ڪان پوءِ سندس سڀ ملڪيت سندس پٽن جي ٿيندي هئي. ڪنهن کي پٽ نه هوندو هو، ته سندس سموري ملڪيت سندس ڏهٽن کي ملندي هئي، نه ڌيئن کي. اڄ به اهو ئي قائدو آهي. رواجي طرح ياءُ پنهنجي ملڪيت مان پنهنجيءَ ڀيڻ کي حصي ڏيڻ لاءِ ٻڌل ڪونه هوندو هو (رگ ويد، منڊل ٽيون، 31، 2). انهيءَ هوندي به جيڪڏهن ڪنهن ڇوڪريءَ کي سندس دل وڻان گهوٽ نه ملندو هو، يا ڪنوارو رهڻ پسند ڪندي هئي، يا ڪنهن مرض ۾ مبتلا هئڻ سبب سڄي عمر ڪنواري رهندي هئي ۽ اهڙيءَ حالت ۾ پيءُ جي ملڪيت مان حصو گهرندي هئي، ته ملندو هوس (منڊل ٻيون، 7، 17) انهيءَ ريت يائر پنهنجا پال پلائيندا هئا. ته ڀيڻ عزت آبروءَ سان سکي سهنجي جيوت ڪاٽيندي هئي ۽ ڪنهن ٻئي جي محتاجي ڪيڏي ڪانه پوندي هيس. جيڪڏهن اباڻي ملڪيت ماڳهين خير ڪا هوندي هئي، ته پوءِ ڇوڪري لاچار ٿي، ڪا ڪرت ڪار وجهي ڪندي هئي، ۽ وقتي لالچن ۾ ڦاسندي هئي. جنهن ڇوڪريءَ جو اوهي نڪو واهي هوندو هو، تنهن جي پنيان لفنگا پوندا هئا، ۽ ڪي ته آخر ڪليو ڪلايو بد پيشو اختيار ڪنديون هيون (رگ ويد، منڊل پهريون، 124، 7، چوٿون، 5، 5).

ڪي ڇوڪريون ڪنواري ئي ٻار ڄڻي ڦٽا ڪنديون هيون (منڊل ٻيون، 29، 1، منڊل پنجون، 5، 5 ۽ منڊل نائون 32، 5). يجر ويد جي تئترييه براهمڻ (ٽيون 4، 2، 1) ۾ ”ڪماري پتر“ لفظ ڪم آيل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ”ڪنواريءَ جو پٽ“. اهڙن سببن ڪري ڌيئن جو جمڻ گهٽن کي وڻندو ئي ڪين هو. جنهن ڪنواري ڇوڪريءَ کي نڪو پيءُ نڪو ياءُ هوندو هو، سا نياڳي ليکبي هئي، ۽ ٻيا مٿس قياس ڪندا هئا. اِهو به خطرو هو، ته هيءَ ڪنهن مهل اُبتا پير ڪٽندي (رگ ويد، منڊل پهريون، 124، 77 منڊل چوٿون، 5،5). اٿرو ويد جي منڊل ڇهين (11، 3) ۾

ايشور کي آراڌنا ٿيل آهي تہ ”اي ڀڳوان، ڌيءُ ٻين کي ڏجانءِ، هتي اسان جي گهر ۾ پٽ ڏجانءِ!“ مطلب تہ ڌيءُ ڄائي تہ مائٽن مٿان ڄڻ تہ ڪا ڇَپ پيئي! سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي تہ ”پهرين ڌيءُ پٽ برابر“، پر ڌيءُ پرڻائجي ٿي، تہ سيٹن جي اڳيان وار وڇائڻا پون ٿا، ۽ اُنهن جون گهڻي ئي ڳالهيون سهڻيون پون ٿيون، تنهنڪري سنڌيءَ ۾ هيءَ چوڻي بہ عام آهي تہ ”سؤ پُٽان، هڪ ڌِيان، تنهن پَر بہ لڪان“. جيڪڏهن ڪنهن مائيءَ کي بہ ٽي نياڻيون اڳي ئي هونديون آهن، ۽ مٿان ٻي بہ نياڻي ڄمندي اٿس تہ اوڙي پاڙي جون زالون ساڻس اِئين اچي ڳالهائينديون آهن، جو ڄڻ تہ اعزاپرسي ڪرڻ آيون آهن! رگ ويد واري زماني کان وٺي اهو دستور اڄ تائين هلندو اچي.

اڳي جيتوڻيڪ سيني پٽ پئي گهريا، تہ بہ جڏهن ڌيئون ڄمنديون هين، تڏهن ڪين ڪو گهٽ ڪين گهرندا هئا، جو آندو ڪتي ٻلي کي پيارو آهي. حقيقتاً عام طرح نياڻيءَ کي ديويءَ روپ ڪري ليکيندا هئا، ۽ اڄ بہ نياڻيون ديويون ڪري ليکجن ٿيون. ايترو هو تہ وڏور نياڻي گهر ۾ وهارڻ واجب نہ سمجهندا هئا؛ تنهنڪري اُنهن جي اُڪلائڻ جو جڄهو اونو ڪندا هئا. اهڙا تہ آتا هوندا هئا، جو چوندا هئا تہ ڪٿي اسان جي نياڻي پرڻجي وڃي شينهن ڪلهي چڙهي، تہ اسين چنتا کان ڇٽون! اڄ بہ ماڻهو اِئين پيا چون. نياڻيءَ لاءِ ڪَڙُ سنو ملي، تنهن لاءِ ويدن جا منتر بہ اُچاريندا هئا (اٿرو ويد، منڊل ٻيون، 6)

**مائٽي ۽ وهانءُ:** رگ ويد ۾ اهڙي ڪا ٽُڪ آهي ئي ڪانہ، جنهن مان سمجهجي تہ انهيءَ زماني ۾ ننڍپڻ ۾ شاديءَ ڪرڻ جو رواج هو. جيڪي حقيقتون ڄاڻايل آهن، تن مان پاڻ ائين سمجهڻ ۾ اچي ٿو تہ ڇوڪريون جڏهن بالغ ٿينديون هيون، تڏهن پرڻبيون هيون. منڊل ڏهين جي سُوڪت 85 ۾ چيل آهي تہ ”ٻيءَ ڪنهن ڪنواريءَ ڏي نہ وڃ، جا اڃا پنهنجي پيءُ جي گهر ۾ ويني آهي، ۽ پرڻجڻ جون سڀ علامتون منجهس آهن“. جيڪڏهن ڪا ڇوڪري ڪنهن مرض ۾ مبتلا هوندي هئي، جنهنڪري پرڻجڻ کان خارج هوندي هئي، يا سڄي عمر ڪنوارو رهڻ چاهيندي هئي، تہ پيڪي گهر گذاريندي پَريا پئجي ويندا هئس. ٻال وواهہ جو رواج سُوترن واري زماني ۾، يعني ويدن ڪانپوءِ جي زماني ۾ عام ٿيڻ

لڳو، ۽ نندپڻ جي وهاڻ ۾ مان جيڪي اُگرا نتيجا نڪرن ٿا، سي پوءِ ظاهر ٿيڻ لڳا *.

رگ ويد جي منڊل ڏهين (27، 12) مان معلوم ٿئي ٿو ته جيڪي ڇوڪريون پرڻبيون هيون، سي پنهنجي لاءِ گهوٽ پاڻ چونڊينديون هيون – ”وَرُ“ معنيٰ ”گهوٽ“، پر بنيادي معنيٰ اٿس ”چونڊيل“. ”سويمور“ معنيٰ پنهنجي چونڊ پاڻ ڪرڻ. ڇوڪريون پنهنجي لاءِ عام طرح اُهو ”ور“ (گهوٽ) چونڊينديون هيون، جنهن تي دل ٿيندي هين، يعني اڪثر پريم وواهه ٿيندو هو (منڊل انون، 62، 4)، جو ماٽهو ائين سمجهندا هئا ته پرٽي جي خوشيءَ جو بنياد ئي پريم تي ٻڌل آهي (منڊل ڏهون، 27. 12).

رگ ويد واري زماني ۾ ذات پاتم جو پيد هئو ئي ڪونه، تنهنڪري جنهن جي جنهن سان دل لڳندي هئي، سو تنهن سان پرڻبو هو؛ رڳو سڳوتر ۾ سپنڊ وهاڻ جي منع هئي (صفحو 175)، پاڻ کان گهٽ گهر ڪٽڻ ڪو ڪونه پسند ڪندو هو. ڪنهن وٽ ڏن مال ججهو هوندو هو، پر نه هوندا هئس لڇڻ ۽ نه سهٽي شڪل شبيهه، ته اهڙي ڪي ٻانهن ڏيڻ ڪو ڪونه چاهيندو هو. ڪي ته ڏن ڪي ڏسي مائٽيون ڪندا هئا. عام رواج هيءُ هو ته ڪنهن وٽ ڪٽي ڏن گهٽو نه هوندو هو؛ پر علم ۽ لڇڻ هوندا هئس، ته اهو پسند پوندو هو. ساڳيءَ طرح ڪا ڇوڪري غريب مائٽن جي ڌيءَ هوندي هئي، پر سهٽي ۽ سلڇٽي هوندي هئي ته اها پسند پوندي هئي، جنهنڪري اڄ تائين چوٽي آهي ته ”لڏي ڪان لڇڻ وڏيڪ“. انڌيون ڪاٽيونءَ ٿيڏيون مشڪل اڳهامنديون هيون، پر جيڪڏهن ڪو ساٽن پرڻبو هو، ته انهيءَ ڳالهه تان ڪوبه اعتراض ڪونه اٿاريندو هو (رگ ويد، منڊل 23، 11).

* Satapatha Brahmans, Sacred Books of the East,. Vol. XII, P. 313,20.

* "The relation of child and parent was clearly, as a rule, one of close affection; for a father is regarded as the type of all that is good and kind." Cambridge History of India, Vol. 1, p. 89.

* "Marriage in the early Vedic texts appears essentially as a union of two persons of full development. This is shown by the numerous references to unmarried girls who grow old in the house of their fathers." Prof. Macdonell and Keith: Vedic Index.

† "Child-wives first occure regularly in the Sutra period, though it is still uncertain to what extent the rule of marriage before puberty there obtained." Dr. A.C. Das: Rig. Vedic Culture, page 251.

ڪنهن جوان ۽ سهڻي ڇوڪريءَ هٿ ڪرڻ لاءِ گهڻائي نوجوان خواهان ٿيندا، پر ڇوڪريءَ کي بہ سوچڻو ويچارڻو آهي. هوءَ سياويڪ طرح پنهنجي لاءِ اهو مڙس چونڊيندي، جو هر طرح لائق هوندو، اوکيءَ سوکيءَ ۾ سنديس پوريءَ ريت سنڀال لهندو، ۽ ٻارن پالڻ جي سمرٿي هونديس. پر مٽان ڪا ڇوڪري پوريءَ ريت ڳڻ ڳوت نہ ڪري، ۽ پرڻجي پوءِ پڇتائي، تنهنڪري رڳو ڀڳو پنهنجي خيال تي هلڻ بدران پنهنجن مائٽن جو بہ هٿ هوندو هو. ‡

ميلن ۽ محفلن ۾، يا ٻين هنڌ، جوان ڇوڪريون ۽ ڇوڪرا هڪٻئي سان لهہ وچڙ ۾ ايندا هئا، جيڪڏهن هڪٻئي سان دل لڳي ويندي هين، تہ اول پاڻ ۾ پڪون پچائيندا هئا، ۽ پوءِ گهوٽ جي سنگتين يا مٽن مائٽن مان ڪو ڪنواريتن سان وڃي مائٽي چوريندو هو. رگ ويد جي منڊل ڏهين. (سوڪت 85) ۾ چاٽايل آهي تہ سورج ديوتا جي نياڻيءَ "سؤريا" جو وهانءُ سوم (چندرما) سان ٿي ٿيو، تہ سوم جي ٻاران اشوني ڪمار ديوتائن وڃي مائٽي چوري هئي. انهيءَ ڳالهہ مان عالمن اهو انومان ڪيو آهي تہ گهوٽيتن مان ڪا پهر ڪنواريتن سان مائٽي چوريندي هئي. پوءِ جي ساهت، خاص ڪري سمريتن مان معلوم ٿئي ٿو تہ گهوٽيتيءَ پهر مان بہ ودوان وڃي ڪنوار ڏسي ايندا هئا. ٻنهي ڌرين کي جيڪڏهن مائٽي پسند ايندي هئي، ۽ ڪنواريتا جيڪڏهن اجان پنهنجي من ۾ نهراءُ ڪندا هئا تہ پنهنجي نياڻي فلاڻي سان پرڻائجي، تہ چئبو تہ پنهنجي من ڪري پنهنجي نياڻي ڏيئي چڪا. انهيءَ کي سڏيندا هئا "منسادت"(Mansadata) يعني من ڪري ڏنل (Mentally given). اهڙي منشا من ۾ڌارڻ ڪانپوءِ، مائٽيءَ جي پڪ ڪرڻ لاءِ ڪن براهمڻن جي روبرو اول سيڻ پاڻ ۾ ڳڏبا هئا، اُن وقت ڪنوار جو پيءُ پنهنجي من جي منشا ظاهر ڪرڻ لاءِ گهوٽ پيءُ کي چوندو

هو تہ ”پنهنجي پٽ لاءِ منهنجي ڪنواري ڪنيا ونو، جا مَنَ ڪري ڪيس ڏني ويئي آهي: هينئر بہ ڏسو ۽ فيصلو ڪري پرسن ٿيو.“ گهوٽ پيءُ پوءِ چوڪري ڏسي، خاطري ڪري، ڪنوار پيءُ کي چوندو هو تہ ”توهان جي ڪنواري ڪنيا مان پنهنجي پٽ لاءِ قبول ڪريان ٿو، جا مَنَ ڪري ڪيس اڳي ئي ڏني ويئي آهي: توهين منهنجو پٽ ڏسو ۽ فيصلو ڪري پرسن ٿيو. ڪنوار پيءُ پوءِ چوڪرو ڏسي خاطري ڪندو هو. جيڪڏهن چوڪرو پسند ايندو هوس تہ پنهنجي ڪنيا دان ڪرڻ جي ڳالهہ پنهنجي زبان سان ڪولي چوندو هو، اهو سڏبو هو ”واڳدان“ (واڪدان) يعني وچن دان. ڪنوار پيءُ براهمڻ جي روبرو پنهنجي ”واچادت“ (Vachadatta) يعني وچن ڪري يا زباني ڏنل (Verbally given) مطلب تہ پهريائين من ڪري ڪنيادان ٿيل هو، ۽ هاڻ زبان سان وچن ڏيئي ڪنواريتا پنهنجي نياڻي ڏيئي چڪا. اوڏيءَ مهل حاضر براهمڻن مان پان ورهائيندا هئا. هن وقت مصري ڪائيندا هئا. ڪنيادان جي ٽين منزل سڏبي هئي ”ڌارادت“ Dharadatta (Stream – given i.e. actually given) يعني جڏهن تت وهندي نياڻي ڏيندا هئا. هي سڀ ڳالهيون سمرتي ڪارن ڄاڻايون آهن. سمرتيون جيتوڻيڪ گهڻو پوءِ جون لکيل آهن، تہ بہ منجهن ڳالهيون ويدڪ زماني جون آهن :

وهانءَ جي پڪ ٿيندي هئي تہ وهانءَ لاءِ مهورت ڪڍائيندا هئا. وهانءَ جي ڏينهن گهوٽ اُڇا سنا ڪپڙا ۽ جڙت جڙيل سونا زيور پائي (منڊل پنجون، 6، 4) ۽ سرهاڻيون مکي، پنهنجن مٽن مائٽن ۽ سنگتين ساٿين جي جڃ وٺي، ڪنواريتي گهر ويندو هو. ڪنواريتا گهوٽيتن جو آءُ آدر ججهو ڪندا هئا، کين اُڇا اُڇا طعام کارائيندا هئا ۽ پوءِ وهانءَ جي رسم ادا ڪندا هئا.

**وهانءَ جي رسم**: قديم زماني ۾ وهانءَ جي رسم رسمات اها ساڳي هئي، جا هينئر آهي. وهانءُ مهل جيڪي منتر براهمڻ اُچارين ٿا، سي گريهہ سوترن ۾ ڄاڻايل آهن، جن مان ڪي اکر بہ اکر رگ ويد مان ورتل آهن: تنهنڪري ائين وسهڻ لاءِ سبب ٿئي ٿو تہ هاڻوڪي ويڌيءَ جو رواج رگ ويد واري زماني کان وٺي هليو اچي.

انهيءَ قديم زماني کان وٺي سنڌ جا ماڻهو هندستان جي ٻين هنڌن جي هندن وانگر پرڻي جون رسمون بلڪل پوريءَ ريت بجا آڻيندا پيا اچن. هڪ مکيہ تفاوت هيءُ آهي تہ آڳاٽن ماڻهن جي مادري زبان سنسڪرت هوندي هئي، جنهن ۾ اڄ تائين ويڌي پڙهڻ ۾ اچي ٿي. اڳي وهاڻءَ مهل گهوٽ ۽ ڪنوار هڪ ٻئي سان ڪي پرتگيائون يا قول قرار ڪندا هئا. خود ڪنوار جو پيءُ پنهنجي نانيءَ کان ڪي انجام وٺندو هو، جهڙوڪ "ڌرم ۽ ارٿ (ڌن دولت) جي پراپتيءَ ۾ منهنجي ڪنيا کي ريٽي نہ ڇڏج وغيره". اڄ ڪالهہ اسان جا ماڻهو اڪثر سنسڪرت ڄاڻن ئي ڪونہ، تنهنڪري وهاڻُ ڪرائيندڙ براهمڻ گهوٽ ۽ ڪنوار جي پاران سوال جواب پاڻ ڪندو ويندو آهي ۽ سمجهندو بہ رڳو پاڻ آهي. گهوٽ ۽ ڪنوار ماٺ ڪيو وينا آهن.ڄاڃين مان ڪي اوڏيءَ مهل ڪاني پيني ۾ مشغول هوندا اهن، جنهنڪري ڪيترن هنڌ ڏسبو آهي تہ جنهن سانت سان هيءُ شيءِ ڪارج ٿيڻ گهرجي، سا سانت هوندي ڪانهي، ۽ اٿلندو ڪيچل لڳي پيئي هوندي آهي. انهيءَ هوندي بہ ايترو چئبو تہ ساٿ سوڻ وغيره اهي ئي ساڳيا هليا اچن. اها ڳالهہ خود "وهانءَ" ۽ "پرڻو" لفظ مان ظاهر آهي، جي لفظ اڄ تائين عام طرح ڪم پيا اچن.

"وهانءُ" لفظ اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ "وواهہ" جنهن ۾ "وِ" معنيٰ وشيش ريت يا چڱيءَ طرح ۽ "وهہ" معنيٰ ملائڻ يا وٺي وڃڻ. وهانءُ اهو آهي جنهن ۾ گهوٽ پنهنجيءَ ڪنوار کي چڱيءَ ريت يعني سانڻ سوڻن سان وٺي وڃي ٿو. انهن سانڻ سوڻن ۾ جيڪا مکيہ ڳالهہ آهي، سا "پرڻو" لفظ مان ظاهر آهي. "پرڻو" لفظ جي بنيادي معنيٰ آهي "ڦيراڏيڻ". سنسڪرت ۾ "پَر" معنيٰ چوڌاري، ۽ "نيہ" معنيٰ "نيڻ يا وٺي وڃڻ". وهانءُ مهل گهوٽ ۽ ڪنوار هڪ ٻئي سان پلئہ ٻڌي، پوءِ هڪٻئي جو هٿ جهلي (هٿيالو ٻڌي)، يگيہ جي اگنيءَ جي چوڌاري ست ڦيرا ڏيندا هئا. جيستائين گهوٽ ۽ ڪنوار ڦيرا نٿا ڏين تيستائين وهانءُ جائز نٿو ليکجي. جنهن وقت گهوٽ ۽ ڪنوار پلئہ ٻڌي، ۽ "پاني گرهن" ڪري يعني هٿ جهلي (هٿيالو ٻڌي) ست ڦيرا ڏنا، تنهن وقت ئي چئبو تہ وهانءُ ٿي چڪو. اِنهيءَ "سپت ٻڌيءَ" يعني ستن ڦيرن جي نهايت مکيہ رسم هئڻ سبب "پرڻو" معنيٰ ٿي "وهانءُ".

وهانءَ مهل گهوٽ ۽ ڪنوار جا مٿا ميڙيندا آهن. انهيءَ کي ”لائون“ چئبو آهي، جو اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ ”نمن“ يعني نماڻن (مٿا نماڻن). انهيءَ سبب ”لائون لهڻ“ معنيٰ ”پرڻجڻ“. جڏهن چئون ته فلاڻن جون هڪبئي سان لائون آهن، تڏهن ان جي معنيٰ ته پاڻ ۾ ججهي پريت اٿن (گهوٽ ۽ ڪنوار جهڙي). اهڙيءَ ريت لفظن جي بنيادن ۾ ڪيترائي آڳاٽا احوال سمايل آهن، جنهنڪري ٻولين جو اونهو اڀياس نهايت ڪارائتو آهي.

وهانءَ جون رسمون سيڪا قوم پنهنجي پنهنجي نموني ادا ڪري ٿي؛ پر سنڌو ماٿر جي رهاڪن جو نمونو ئي نرالو هو. هو وهانءَ کي هڪ ”“سنڪار“(Sacrament) ڪري ليکيندا هئا. هندن هندن جي شاسترن پٽاندر هرهڪ سنڪار ڪرڻ ۾هل ”سراڌ“ ڪرڻ گهرجي. وهانءَ مهل ”سراڌ“ ۽ ”ترڪڻ سُڌي“(Trikarana Suddhi) اهي ٻه مکيہ ڳالهيون هونديون هيون. ”سراڌ“ آهي ”سرڌا“ (سچي سرڌا) ۽ ”ترڪرڻ سڌيءَ“ ۾ من، وات ۽ هٿ اهي ٽيئي شڌيا پوتر رکڻا آهن. مطلب ته من ۾ ڪو خراب خيال ڪم نہ ڪجي. انهيءَ لاءِ اول ”سنگلف“ وٺندا هئا. ”سنگلف“ اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ ”سنڪلپ“، ۽ اصل معنيٰ اٿس ”دل جو ارادو“ يا پڪو نهراءُ“. سنڪلپ وٺڻ مهل هٿ ۾ چانور، پاڻي، گل ۽ ڏڪڻا جهليندا هئا، ۽ اها ڏڪڻا پنهنجي ڪُل جي پروهت کي ڏيئي، پنهنجو پڪو پرڻ ظاهر ڪندا هئا ته ”اسين مَنين، وچنين ۽ ڪرمين شڌ (پوتر يا صاف) رهنداسين“. انهيءَ سنڪلپ جي يادگيري ڏيارڻ لاءِ گهوٽ ۽ ڪنوار جي ٻانهن ۾ اڄ تائين ڪنگڻ (رکڙي) ٻڌندا آهن. رکڙي ٻڌڻ جو اهو مطلب آهي ته ديوتائون سندن رکيا (سنڀال) ڪن ته هو من، وچن ۽ ڪرم ۾ شڌ رهي، پنهنجي وچن جي پالنا ڪن. وهانءَ جي رسمن پوري ٿيڻ ڪانپوءِ اها رکڙي ڇوڙيندا آهن، جنهن جي معنيٰ ته جيڪو سنڪلپ ڪيو ويو هو، سو پورو ٿيو. سنڪلپ وٺڻ مهل هٿ ۾ ”اڪشت“ (اڻ ڇِڙيل چانور) جهليندا هئا. ”اڪشت“ جو اُچار پوءِ ڦري ”اَڇُٽ“ ٿيو، تنهنڪري هينئر ”اَڇُٽ“ لفظ ”سنڪلپ“ (سنگلف) جي معنيٰ سان ڪم اچي ٿو.

وهانءَ جي سانن سوڻن شروع ٿيڻ کان وني سانن پوري ٿيڻ جي وقت تائين من، وچن ۽ ڪرم شڌ رکڻ جي ضرور هن ڪري سمجهندا هئا، جو وهانءَ مهل ٽنهي

لوڪن (ڀُوه Bhuh ڀُوهَ Bhuvah ۽ سُوهه Suvah) جي ديوتائن کي آراڌنا ڪندا هئا تہ ”هن شپ ڪارج ۾ اچي شامل ٿيو، ۽ گهوٽ ۽ ڪنوار کي آسيس ڪريو تہ هو وڏن ويجهن ۽ سکي جيوت گذارين.“ وهانءَ مهل ٽنهي لوڪن جي ديوتائن، ۽ ترلو ڪينات (ٽنهي لوڪن جي ڌڻيءَ يا ايشور) کي حاضر ناظر ڄاڻندا هئا؛ تنهنڪري انهن جي حضوريءَ ۾ پنهنجي من، وچن ۽ ڪرم جي شڌي نهايت ضروري سمجهندا هئا. من کي پوريءَ ريت روڪڻ يا ضابطي ۾ رکڻ لاءِ ”پراڻايام“ (Regulated Respiration) بہ ڪندا هئا. پراڻايام ڪرڻ ڪري جلد جلد نڙي سڪي ويندي هين، تنهنڪري گهڙيءَ گهڙيءَ ”آچمان“ وٺندا هئا يعني پاڻيءَ ڍڪ پيئندا هئا تہ نڙي پيجي. وهانءَ مهل ”نندي ديوتائن“ يعني پيترن کي بہ پڪاريندا هئا تہ ”اچي هن شپ ڪارج ۾ شامل ٿيو، ۽ پنهنجي اولاد کي آسيس ڪريو تہ وڏن ويجهن ۽ توهان جو نالو بہ قائم رکندا اچن.“

جوتش موجب گرهن جو اثر ٿئي ٿو، تنهنڪري گرهن جي شانتيءَ لاءِ ”نَوَ گرهي“ يعني نون گرهن (Planatary Spirits) جو پوڄن بہ ڪندا هئا.

وهانءَ ۽ ٻين شپ ڪارجن مهل اڄ تائين گنپتي پوڄا ڪندا آهن. ”گنپتي“ معنيٰ گڻن جي ديوتا“. هن کي ”گڻيش“ يعني گڻن جو ايش (حاڪم) بہ سڏيندا آهن. ڪيترن عالمن جي خيال موجب ”گنپتي“ يا ”گڻيش“ اصل ۾ فصلن جي ديوتا آهي، ۽ ”گڻ“ (Demigods)، جي فصلن جي رکيا ڪن ٿا، تن جي مٿان اهو ديوتا آهي، ”گڻيش“ کي ”گنبودر“ هه چوپندا آهن، يعني جنهن جو اُدر يا پيٽ لنبو (ڊگهو) هجي – ٻين لفظن ۾ چئبو تہ سيني جو ڏَءَ تي پيٽ پرڻ وارو اهو ديوتا آهي. گڻيش مهراج جي سواري ڪُئي تي آهي. ڪُئو آهي فصل جو دشمن، پر هيءُ ديوتا ڪُئي تي سدائين سوار ٿيو وينو آهي، جنهنڪري سندس پوڄارين جو فصل ڪئا چٽ ڪري نٿا سگهن. ”گڻيش“ جو ٻيو نالو آهي ”وگهنيشور“ (Loard of Obstacles) يعني جو سڀ وگهن (اٽڪون يا مشڪلاتون) دور ڪري – جن وٽ اَن جا پاندا پريل هوندا، ۽ جن کي سڀ ڪاڏو پيٽو ڏءَ تي پيو ملندو، تن جون سڀ مشڪلاتون دور! وهانءَ ۽ ٻين شپ ڪارجن تي گنپتيءَ پوڄا جو رواج پيو ٿي انهيءَ سبب آهي تہ

رزق جي تنگي نہ ٿئي. اهڙيءَ ريت هندڪي وهاڻءَ تي نہ رڳو ڄاڃي ماڃي اچن ٿا، پر ديوتائن ۽ پترن جو بہ ميڙ اچي مڙي ٿو، ۽ اهي گهوٽ ۽ ڪنوار کي آسيس ڪن ٿا تہ وڌن ويجهن، رزق جي تنگي نہ ڏسن ۽ آدرش جيوت ڪاٽين!

هندن جي وهاڻءَ جي ٻي هڪ مکيہ ڳالهہ هيءَ آهي تہ وهاڻءَ جا ساٿ سوڻ هڪ واريءَ شروع ٿين تہ اهي سڀ ساندہ هلائي پورا ڪجن، ۽ وچ ۾ ناغو وجهڻ نہ گهرجي. ڪنگڻ (رڪڙي) ٻڌي، سنگلف وٺي، ست ڦيرا ڏيا، تہ وهاڻُ ٿي چڪو، پر انهيءَ ڪانپوءِ بہ کي ساٺ سوڻ ڪرڻا آهن. سنڌو ماٿر جي رهاڪن (آڳاٽن آرين) ۾ اهو دستور هوندو هو تہ جيڪڏهن سپت پديءَ (ستن ڦيرن) ڪانپوءِ گهوٽ ۽ ڪنوار مان اتفاق سان ڪو مري ويندو هو، تہ باقي رهيل ساٺ سوڻ لاش يا مڙهہ سان ڪندا هئا. آڳاٽا لوڪ ائين وسهندا هئا تہ ستن ڦيرن ڏيڻ ڪانپوءِ گهوٽ ڪنوار جون آتمائون بہ ملي هڪ ٿي وڃن ٿيون، تنهنڪري سپت پديءَ ڪانپوءِ جيڪڏهن ڪا ڌر مري ويندي تہ چئبو تہ جسم، جو ”اَنميہ ڪوش“ يعني اَن جو پردو يا ڍڪ (food-Sheath) آهي، تنهن مان ساهہ ويو، پر ”پراڻ مي ڪوش“ ۽ ٻين ڪوشن ۾ گهوٽ ۽ ڪنوار جون آتمائون پوءِ بہ ڳنڍيل رهن ٿيون: جنهنڪري مرڻ ڪانپوءِ بہ گهوٽ ۽ ڪنوار جو ناتو هڪٻئي سان ٽُٽي نٿو سگهي. انهيءَ ۽ ٻين سببن ڪري ڪن يوروپي عالمن جو چوڻ آهي تہ هندن جي وهاڻءَ جي آدرش جهڙو ٻيو آدرش آهي ئي ڪونہ!

وهاڻءَ جا ساٺ سوڻ پورا ٿي رهندا هئا، ۽ مائٽ ڏسندا هئا تہ هاڻ اسان جي نياڻي اسان جو گهر ڇڏي، ساهري وڃي ٿي تہ سندس وڇڙڻ ڪري من پرجي ايندو هون. اوڏيءَ مهل گهوٽ کين پر ٻوڌ ڏيندو هو، ۽ چوندو هو تہ ”رئڻ بدران پاڻ خوش ٿيو، جو وهاڻءَ ٿيڻ ڪري هڪ ٻئي سان ورهين جا ورهيہ محبت ۾ گذارڻو اٿئون. توهان اسان کي پرڻايو انهيءَ لاءِ آهي تہ هڪٻئي جي جيءَ سان جڙيل رهون!“ اهو مائٽاڻو قرب اڄ تائين ڪيڏانهن ويو ڪونهي. وهاڻءَ تي رهڻ ڪانپوءِ جنهن مهل ڇوڪري پنهنجي ساهري گهر ويندي آهي، تنهن مهل مائٽن جو من اڄ تائين پرجي ايندو آهي. ٿر جا سوڍا راجپوت، ڪرار، ڪڇ ڀڄ جا لهاڻا ۽ ٻيا هيڪاري حد ڪندا

آهن. چوڪريءَ ڪان موڪلائڻ مهل گهر جي ٻاهرين دروازي وٽ بيهي ايترو ته روڏن ڪندا آهن، جو ڪو اڻ واقف جيڪر ائين سمجهي ته ڪو قضيو ٿيو آهي، جنهنڪري ايترو ماتم متو آهي.

وهانءَ جي سپت پدي (ستن ڦيرن) ڪانپوءِ ڪنوار جو پير جنڊي جي پُڙ يا ڪنهن وڏي پٿر تي رکائيندا هئا. اهو پٿر "استرتا" يا "واٽل پدويءَ" جو هڪ اُهڃاڻ هو ته چوڪريءَ جا پير ساهري گهر ائين کُپن، جيئن پٿر تي پير کُپي ٿو. هوءَ پوءِ ڏرو تاري ڏي نهاري چوندي هئي ته "اي ڏرو تارا تون جيئن هڪ هنڌ تِرُ ڪري بيٺو آهين، تيئن شل مان پنهنجي ساهري گهر ٿُر پايان ۽ اٽل پدوي ماڻيان!" هن وقت گهوٽ ۽ ڪنوار جو پيرو ڪچيندا آهن، تنهن جي معنيٰ به اهائي آهي ته گهوٽ پنهنجي ڪنوار سان سولا پير هلي ۽ ٻنهي جي هڪ ٻئي سان پريت هلندي اچي ۽ هڪ ٻئي جي آتمڪ اُنتيءَ (روحاني واڌاري) جو به اونو ڪندا رهن. پنهنجي ڪنيادان ڪرڻ مهل ڪناور پيءُ اهڙو انجام گهوٽ کان وٺندو هو، ۽ تاڪيد ڪندو هوس ته"ڌرم، ارٿ ۽ ڪام جي پرايتيءَ ۾ منهنجي ڪنيا کي ريتي نه ڇڏج". انهيءَ تي گهوٽ نهايت گنڀيرتائيءَ سان انجام ڪندو هو ته "ناتي چرامي" يعني "ڪين ريتي ڇڏيندوسانس". اهو انجام ٽي ڀيرا ڪندو هو، سو هن لاءِ ته ٽنهي لوڪن جا ديوتائون ٻڌن ته "ڪين حاضر ناظر ڄاڻي مان هرهڪ لوڪ جي ديوتائن جي اڳيان اهڙو انجام ڪريان ٿو". انهيءَ ڪيل قول جو اڄ به پيروي ٿئي ٿي. اڄ به گهوٽ ۽ ڪنوار جيئري ته هڪٻئي جا ڏک سک ۾ سنگي ٿين ٿا، پر منجهائن جيڪڏهن ڪا ڏر مري ويندي آهي ته جيڪا ڏر جيئري هوندي آهي، سا مئل ڌر جو پنڌ پرائيندي آهي، ۽ سراڌ ڪندي آهي. مطلب ته مرڻ ڪانپوءِ به زالون مڙس کي هڪٻئي جو اونو ڪرڻو آهي ته ٻنهي جو لوڪ سکي ۽ پر لوڪ سهيلو ٿئي.

<u>**ساهري گهر پرويش:**</u> ڪنوار پنهنجي گهوٽ سان لانئون لهي، مائٽن کان موڪلائي، ساهري گهر گهوڙي گاڏيءَ ۾ چڙهي ويندي هئي، جا ڍَڪَ سان هوندي هئي. اڄ

تائين ڪيترن هنڌ گهوٽ ۽ ڪنوار ڇڪڙي يا بيل گاڏيءَ ۾ چڙهي ويندا آهن. گهڻو پوءِ اهو دستور پيو ته گهوٽ گهوڙيءَ تي چڙهي ويندو هو، ۽ ڪنوار ڏوليءَ ۾ چڙهندي هئي، جا ڪَهار ڪلهي هلندا هئا. هن وقت گهوٽ ۽ ڪنوار اڪثر موٽر ۾ چڙهي ويندا اهن“ پر ويدڪ زماني ۾ ڏڪ سان ڇڪڙا هوندا هئا، جي گهوڙا يا ڍڳا ڪاهيندا هئا. ڪنوار ڪي پيڪن وٽان جيڪي مٽيا، ڪپڙا وغيره ملندا هئا، سي پاڻ سان گڏ گاڏيءَ ۾ رکندي هئي. اوڏيءَ مهل گهوٽ چوندو هوس ته ”اي ڪنوار“ مون سان گڏ گاڏيءَ ۾ ويهه! پنهنجو استري ڏن به گاڏيءَ ۾ رک. اسان جي گهر ۾ تون اسان جي مٽي جو موڙ ٿجانءِ! شل سهري وٽ تنهنجو ججهو قدر ٿئي! شل سَسُ ڪي وڻين! شل ڏيرن ۽ ڏيراڻين ڪي تو لاءِ قرب ٿئي“، وغيره.

رگ ويد ۾ هيئن به لکيل آهي ته گهوٽ پنهنجي ڪنوار کي چوندو هو ته ”اي ڪنوار، پنهنجي پتيءَ جي گهر ۾ (منهنجي گهر ۾) سڀاڳو پير پائج ته اسان جي گهر جي ڀاتين ۽ چوپائي مال تي ڏٽيءَ جي مهر ٿئي. ڪڏهن به اک ۾ شور نه پائج، ڪومل هنئون ڌارج، سوروير ۽ ڌرماتما پٽ ڄڻج، جي ڀڳوان جي ڀڳتي ڪن. اي ڪنوار، تون سَس سهري ۽ پنهنجن ڏيرن نڻاڻن جي مٿان راڻي ٿي راڄ ڪج. شل ورڻ ديوتا ۽ ٻيا ديوتائون اسان جون دليون ڳنڍين،“ وغيره (رگ ويد، منڊل ڏهون، 85، 43-47). ڀانئجي ٿو ته هي پويان لفظ اهو جوان چوندو هو، جنهن جا مائٽ وڏيءَ ڄمار وارا هوندا هئا، ۽ گهر هلائڻ جو بار مٿس هوندو هو. جنهنڪري سندس ڪنوار به گهر جي وڏي هوندي هئي، ۽ سيني ڀاتين جي مٿان گويا راڻي ٿي راڄ ڪندي هئي. بهرحال هن ٿورڙي ئي مضمون مان ايترو ظاهر آهي ته زالن جو مان مرتبو ڪو گهٽ ڪونه هوندو هو. ساهري گهر پير پائڻ سان ڪنوار گهر جي راڻي ليکبي هئي، ۽ مٽي جو موڙ ڪري سمجهندا هوس. هن مان ظاهر آهي ته ڇوڪري ساماڻل هوندي هئي، جنهنڪري ساهري گهر پير پائڻ سان سڄي گهر جو واڳ ملندي هيس.

**<u>پرڏان آهوتي يا وڏو هوم</u>:** ڪنوار ساهري گهر ويندي هئي ته گهوٽ سان پلئه ٻڌي هون هوم ڪندي هئي. انهن مان وڏو يا مکيه هوم ”پرڏان آهوتي“ سڏبو هو. هر

ڪو گھوٽ ائين سمجھندو هو تہ ”جوءِ آهي ديوتائن جي ڏنل ڏات“، تنهنڪري انهن ديوتائن جي اُستتي ڪندو هو، جن وٽان اها ڏات ملندي هيس. پرڏان آهوتيءَ يا مکيہ هوم ڪرڻ مهل گھوٽ پنهنجيءَ ڪنوار کي چوندو هو تہ ”پهريائين سوم ديوتا توکي ماڻيو ٿي، پوءِ گنڌرون ۽ انهن کانپوءِ اگن ديوتا توکي ماڻيو ٿي، ۽ هاڻ مان انسان ذات مان پيدا ٿيل تنهنجو پتي ٿيو آهيان، تہ تو مان سنتان (اولاد) پيدا ڪريان“. هرڪو گھوٽ فقط سوم ديوتا، گنڌرون ۽ اگن ديوتا جي هن ريت اُستتي چو ڪندو هو، ۽ هي مٿيان لفظ چو چوندو هو، ۽ اُنهن جي معنيٰ ڪهڙي آهي، سي ڳالهيون سيڪو ماڻهو پاڻ مرادو سمجهي ڪين سگھندو، تنهنڪري ٽيڪا ڪارڻ (تشريح ڪندڙن) جيڪي لکيو آهي، سو مختصر طرح ٻڌائجي ٿو تہ هيءَ مکيہ ڳالهہ سمجهڻ سولي ٿئي.

سوم هڪ نشيدار ٻوٽيءَ جو نالو آهي، جنهن جي رس پيئڻ سان آڳاٽن آرين جو تن تازو ٿيندو هو — سوم رس ۾ اهو گڻ پيدا ڪندڙ بہ ”سوم“ ديوتا سڏبو هو. ان کي پوڄيندا هئا ۽ ائين وسهندا هئا تہ ساري ونسپتي يا نباتات (Vegetable Kingdom)جي مٿان اهو ديوتا آهي. جيئن سلو وڏي وڻ ٿئي ٿو، تيئن سوم ديوتا جي ڪريا سان انسان جو جسم بہ وڏي ٿو ۽ بدن تي وار ڄمن ٿا، جيئن سج جو تَو تي وڻ ٽڻ وغيره اُسرن ٿا، تيئن سوم ديوتا جي ڪرپا سان ڪنواري ڪنيا جي بدن تي وار پيدا ٿين ٿا. ائين چئڻ تہ سوم ديوتا اول اها ڪنيا ماڻي ٿو. ڪنيا جي جسم کي وڌيڪ سوڀيا، گنڌرون (Good Goblines) جي ڪرپا سان ٿئي ٿي. ڪيس ڏڪ ڄمن ٿا ۽ منجهس جوانيءَ جا آثار نظر اچن ٿا. ائين گنڌرو چئڻ تہ اها ڪنيا ماڻي ڪيس اُسرائين ٿا، ۽ پوءِ ڪيس اگن ديوتا جي حوالي ڪن ٿا.

”اگن“ لفظ جي معنيٰ آهي باهہ، ۽ انهيءَ عناصر يا تت جو ديوتا بہ ڪري ٿو، جنهنڪري ڪيس هر مهيني زناني اچي ٿي. جنهن ڇوڪريءَ کي اڃا زناني نٿي اچي، سا ”گؤري“ سڏجي ٿي، پر جنهن وقت اچڻ شروع ٿئيس ٿي. تنهن وقت ”روهڻي“ سڏجي ٿي. ائين چئڻ تہ اگن دفيوتا گوري کي ماڻي ڪيس روهڻي ڪري ٿو.

هوءَ پوءِ پڪي زال ٿئي ٿي، ته گهوٽ سان پرڻجي ٻارن ڄڻڻ جي لائق ٿئي ٿي. ** انهيءَ سبب جوءِ آهي انهن ديوتائن جي ڏنل ڏات.

هاڻ چڱيءَ ريت سمجهڻ ۾ ايندو ته جن ديوتائن جي ڪرپا سان ڪنواري ڪنيا اُسري ڦوهه جوانيءَ ۾ اچي ٻار ڄڻڻ جي لائق ٿئي ٿي، تن ديوتائن جي اُستتي ڪرڻ گهوٽ پنهنجو فرض سمجهندو هو، ۽ اهو وڏو هوم انهيءَ لاءِ ئي ڪندو هو. ويدن ۾ اهو ڄاڻايل ڪونهي ته ڪيڏيءَ ڄمار جي ڇوڪري پرڻائڻ گهرجي، پر ايترو چٽيءَ ريت چيل آهي ته جڏهن اگن ديوتا ڪيس ماڻي ٿو، يعني جڏهن ڪيس زناني اچي ٿي، تنهن ڪانپوءِ هُوءَ پرڻجڻ جي لائق ٿئي ٿي. مطلب ته ننڍپڻ ۾ شادي ڪرائڻ سو آهي گويا گُڏا ۽ گُڏيون پرڻائڻ. تنهنڪري ٻال وواهه جي رسم، جنهن پوءِ زور ورتو، سا ويدن جي برخلاف سمجهڻ گهرجي. پرڏان هوم جا جيڪي منتر آهن، تن مان به ائين ظاهر آهي ته ڇوڪري تڏهن پرڻبي هئي جڏهن بالغ هوندي هئي.

**ٽي راتيون برهمچريه:** وهانءَ جي رسم رسمات ادا ڪرڻ ڪانپوءِ به گهوٽ پنهنجيءَ ڪنوار کي ڪجهه وقت ويجهو نه ويندو هو. سويل ۾ سويل ته چوٿينءَ رات گهوٽ ۽ ڪنوار همبستر ٿيندا هئا. گهوٽ نوجوان ۽ ڪنوار به بالغ، پوءِ ڇو پهريون ٽي راتيون واري وهندا هئا، سا ڳالهه ويدن ۾ ڄاڻايل ڪانهي؛ پر گريهه سوترن ۾ کولي ٻڌائي اٿن. انهيءَ ڳالهه جو ٿورن لفظن ۾ مطلب هيءُ آهي ته پرڻجڻ جي اها مراد ڪانهي ته پنهنجون نفساني خواهشون پوريون ڪجن؛ پر ڌرماتما سنتان (اولاد) پيدا ڪجي، جا مائٽن توڙي سڄي ڪُلَ جو آچار ڪري. سنتان يا اولاد ٽن قسمن جو ٿئي ٿو: هڪڙو ”نامسڪ“ يعني تمي گڻ وارو، جو جنسي ڪارو اگر ٿي ساماڻجي ٿو، ۽ پنهنجو توڙي سڄي ڪُل جو نقش ٻوڙي ٿو. ٻيو ”راجسڪ“ يعني رجي گڻ وارو، جو محنتي“ سمجهو سياڻو ٿئي ٿو پر، ڌرم جو انگ منجهس گهٽ رهي ٿو، ٽيون ”ساتوڪ“ يعني ستي گڻ وارو، جو وڏو ڌرماتما ٿئي ٿو، ۽ پنهنجون ست پيڙهيون تاري ٿو. اهڙو اُتم پٽ تڏهن ڄمندو، جڏهن سندس ماءُ پيءُ منڍ ۾ ئي پنهنجي

نفساني خواهش تي پورو ظابطو رکندا. سنڌو ماٿر جا راڪو انهيءَ سبب وهانءَ مهل اهو سنڪلپ ڪندا هئا ته اسين ساتوڪ د جا يعني ستي گڻ وارو اولاد پيدا نداسين. انهيءَ من جي مراد حاصل ڪرڻ لاءِ وهانءَ جي پهرين4 رات ڪان وٺي گهوٽ ۽ ڪنوار ڪوبہ سلوڻو کاڌو نہ کائيندا هئا، ۽ ٺ تي سهندا هئا. جيڪڏهن ساڳئي تڏي يا فرش تي سمهندا هئا، تہ بہ وچ ۾ وٽي چڏيندا هئا، ۽ ائين وسهندا هئا تہ وچ ۾ ”وشواسو گنڌرو“ (Visvavasu Gandharva)وينو اٿئون، تنهنڪري هڪ ٻئي کي نہ چنبڙون. ائين ٽي راتيون سانده من ماري وهندا هئا، ۽ اهو ”ترِ راتر برهمچريہ“ (Tri Ratra Branhmacharyan) يعني ٽن راتين جو برهمچريہ سڏيو ويو آهي. چوٿينءَ رات گهوٽ هون هوم ڪري، گنڌرو ديوتا کي چوندو هو تہ ”اي وشواسو توکي وينتي ٿا ڪريون تہ هاڻ اسان جي وچ مان اُٿي وڃ. هاڻ وڃي ڪا اهڙي ڪچڙي ڪنيا ڳول، جنهن کي تنهنجي واهر جي گهرج هجي، يعني جاڃا ڦوهہ جوانيءَ ۾ نہ ائي هجي، تنهن کي ڦوهہ جوانيءَ ۾ اچڻ جي مدد ڪر. هيءَ ڪنوار، جا هاڻ منهنجي استري آهي، تنهن کي مون وٽ ڇڏ تہ اسان جو پاڻ ۾ ميلاپ ٿئي“. اهڙيءَ طرح ٽي راتيون من ماري، پوءِ چوٿينءَ رات ساتوڪ سنتان پيدا ڪرڻ جي ارادي سان سنجوڳ ڪندا هئا. اڳي ڪي جوان ٻارهن ڏينهن، تہ ڪي مهينو، ڇهہ مهينا، بلڪ ٻارهن مهينا بہ واريندا هئا، ۽ اهو سڀ عرصو پنهنجو من ماري وهندا هئا.

ٻُوڌاين جي گريهہ سوترن (پرشن پهريون، اڌياءُ ستون، ڪانڊ ٻارهون) ۾ چيل آهي تہ پهريون ٽي راتيون برهمچريہ پالن ڪبو تہ ”شروتريہ“ (Srotriya) پيدا ٿيندو، يعني اهو براهمڻ ڄمندو، جو ويدن جي هڪ شاکا جو اڀياس ڪندڙ ٿيندو. ٻارهن ڏينهن برهمچريہ پالن ڪبو تہ ”اَنُوچن“ (Anuchana) ڄمندو، يعني اهو براهمڻ ڄمندو جو ويدانگن جو ڄاڻُو ٿيندو. هڪ مهينو برهمچريہ پالن ڪبو تہ ”رشي ڪلپ“ (Rishikalpa) پيدا ٿيندو، يعني اهو براهمڻ ڄمندو، جو سؤترن ۽ پَروچنن(Pravachanas) ۾ پڙ ٿينبدو. ڇهہ مهينا برهمچريہ پالن ڪري رشي پيدا ٿيندو، جو چئني ويدن جوڄاڻُو ٿيندو. جيڪڏهن گهوٽ ڪنوار وهانءَ ٿيڻ جي وقت کان وٺي ٻارهن مهينا سانڌهہ من ماري وهندا، تہ پوءِ ڪين جيڪو اولاد ڄمندو، سو

بجنسي ديوتا ٿيندو. مطلب ته سنڌو ماٿر جا قديم آريه لوڪ وهانءَ ٿيڻ کانپوءِ گهٽ ۾ گهٽ ته ٽي راتيون برهمچريه پالن ڪندا هئا، ۽ ائين وسهندا هئا ته ڪام وس ٿي پهرينءَ رات ئي پنهنجيءَ استريءَ سان همبستر ٿيو، ته شهوت جي اثر ڪري تامسڪ ٻار پيدا ٿيندو، جو گهڻو ٻوڙو ڪونه ٻاريندو، ۽ وقتي ڪارو اڳر ٿي ساماڻبو.

ٻار ڳرڀ ۾ نهري ۽ ستو گهڻي پيدا ٿئي، تنهن لاءِ ”شيش هوم“ ڪندا هئا. جيڪڏهن چوٿينءَ رات گهوٽ ۽ ڪنوار مان ڪو بيمار ٿي پوندو هو، جنهنڪري هنن جو ميلاپ ٿي ڪين سگهندو هو، ته به جيڪي ضروري منتر هوندا هئا، سي اوس اُچاريندا هئا، جو انهيءَ ڳالهه ۾ دير وجهڻ واجب نه سمجهندا هئا. ائين پنهنجي ڌرم ڪرم تي پوريءَ طرح هلي، گهوٽ ڪنوار گرهست آشرم واري جيوت گذاريندا هئا. هي سڀ ڳالهيون ڄاڻائين ٿيون ته آڳاٽن ماڻهن کي پنهنجي من تي ججهو ضابطو هوندو هو.

**زالن جو مرتبو:** نئون ورنيءَ ڪنوار کي ساهري گهر پير پائڻ سان ججهو مان ملندو هو، ۽ سيڪنهن ڳالهه ۾ مردن جهڙي آزادي هوندي هيس ته به خود خيالي تي ڪين هلندي هئي. هوءَ سدائين پنهنجي مڙس جي اڳيان سر جهڪائيندي هئي (رگ ويد، منڊل پنجون، 80، 6)، ۽ سندس چئي ۾ هوندي هئي. جيڪو به ڪم مڙس چوندو هوس، سو ڪندي هئي (رگ ويد، منڊل پهريون، 122، 25). انهيءَ ڪري زال جو مرتبو ڪو گهٽجي ڪونه ويندو هو. اِستري اڄ تائين اڌ سرير سڏجي ٿي. يگين ۽ پوڄائن مهل زال مڙس هڪ ٻئي سان پلئه ٻڌي وهندا هئا، ۽ ائين وسهندا هئا ته ٻنهي جي گت به گڏ ٿيڻي آهي. ٻئي زال مڙس ايشور کي جنهن وقت آراڌنا گڏجي ڪندا هئا، تنهن وقت چئو ته ٻنهي جون آتمائون به ملي هڪ ٿي وينديون هيون! زال مڙس جي اهڙي ميلاپ ڪري ٻنهي جي جيوت سکي گذرندي هئي. رگ ويد ۾ زال گهر جو ڳهڻو يا سينگار سڏي ويئي آهي (منڊل پهريون، 66، 3). منو سمرتيءَ ۾ لکيل آهي ته ”جن ڪُلن ۾ اِستريون سکي رهن ٿيون، تن تي ديوتا پرسن ٿين ٿا، ۽

جن ڪُلن ۾ اِسترين جو مان ڪونهي، تن ۾ سڀ پڇ نرڦل ٿين ٿا“ (اڌياءُ ٽيون، شلوڪ 56).

منو سمرتي ڪٽي عيسوي سن کان ٽوريون صديون اڳي يا پوءِ لکيل هجي، پر اُن ۾ جيڪي ڳالهيون لکيل آهن، سي ويدڪ زماني جون آهن، جي پوءِ قلمبند ڪيون هئائون. رگ ويد واري زماني ۾ ڪي ڪسبياڻيون بہ هونديون هيون، تہ بہ عام طرح زالن جي اخلاق جو معيار اعليٰ درجي جو هوندو هو، جنهنڪري نہ رڳو گهر جا ڀاتي، پر ڌاريا بہ زالن جو گهڻو مان رکندا هئا. انهيءَ آڳاٽي وقت جي ماڻهن جي گهرو جيوت جو هاڻ ذڪر ڪجي ٿو، جنهن مان هيڪاري سڀ ڳالهيون چٽيءَ ريت ظاهر ٿينديون.

**گهرو جيوت:** رگ ويد ۾ ماڻهن جي گهرو جيوت جو نقشو نهايت چڱيءَ ريت چٽيل آهي. ان ۾ چيل آهي تہ ”آبرودار، سچار، ڪم جو چست، نيڪ گهر ڌياڻيون جن کي صبح جي (چڱيءَ) مهل جو قدر هوندو هو، سي اَسُرَ جو اُٿنديون هيون (منڊل پهريون، 79، 1). هو ائين ڄاڻنديون هيون تہ سج اُيرڻ کانپوءِ، جي ستل رهن ٿا، تن جي ڪلا هرت ٿي وڃي ٿي“ (اٿرو ويد، منڊل ستون 13، 2). پراڻن مان معلوم ٿئي ٿو تہ آڳاٽا آريہ لوڪ جڏهن ميرو پربت ڏي برفاني ميدانن ۾ رهندا هئا، تڏهن بہ اَسر جو اُٿي، ڏندڻ پاڻي ڪندا هئا، ۽ سيءَ ۾ واءِ جي ڪابہ پرواهہ ڪانہ ڪري، ڏهاڙي سنان بہ اوڏيءَ مهل ڪندا هئا. اَسر جو ڪڪڙ جي بانگ ٻڌي، ڪي درياهہ تي سنان ڪرڻ ويندا هئا. انهيءَ قديم زماني کان وٺي هندن جو اهو نيم اڄ تائين هليو اچي.

سنڌيءَ ۾ڏندڻ کي ”پرياتي“ بہ چئبو آهي. اهو لفظ خود ڄاڻائي ٿو تہ ڏندڻ پريات جي مهل ڪرڻو آهي، ۽ نہ سج اُيرڻ کانپوءِ. مصنف جي ڏسندي ٻڌندي اڳوڻا پير مرد ائين چوندا هئا تہ ”سج اُيرڻ کانپوءِ جنهن ڏندڻ ڪيو، تنهن ڄڻ تہ ڪتي جو پُڇُ ڪيو“. هن وقت ڪي سج اُيرئي کانپوءِ تہ ڪي منجهند جو سنان ڪري پوءِ ماني کائيندا آهن، پر عام طرح سويل سنان ڪرڻ جي عادت هندن ۾ ايتري قدر آهي، جو اڄ تائين هنديءَ ۾ چوڻي آهي تہ:

”پراتهہ ڪال جو ڪري اسنانا،

دوک روگ تانکو نهين آنا.“

يعني پرھ ڦٽيءَ جو جيڪو سنان ڪري ٿو، تنهن کي دک ۽ روڳ (بيماري) نٿو ٿئي. مطلب تہ سويل سنان ڪرڻ تندرستيءَ لاءِ فائدي وارو آهي. اڄ تائين ڪيترا هندو سنان ڪرڻ کان اڳ رسوئي کائڻ واجب نہ سمجهندا آهن. ڪبير ڀڳت بہ چيو آهي تہ: ”ڏرڳ پوڄن اشنان بنا“، يعني سنان ڪرڻ کانسواءِ پوڄن کائڻ کي ڏڪار آهي.

ويدڪ زماني ۾ سويل سنان ڪرڻ جي هيڪاري وڏيڪ ضرورت پوڄا جي سبب ٿيندي هئي. گهر ڌياڻي ڀنيرڪي جو اُٿي، سنان ڪري اول يگيہ جي اگني دکائيندي هئي، ۽ مڙس سان گڏجي اگن ديوتا جي پوڄا ڪندي هئي (منڊل ڀهريون 173، 2)، ۽ منڊل ٽيون، پڻ ڏسو منڊل پنجون ۽ انون). اَسر جو اگني ديوتا کي سوم رسم جو ڀوڳ لڳائي، اگنيءَ کي ڦيرا ڏيئي، هٿ جوڙي ڪنڌ نمائيندا هئا (اترو ويد، منڊل ڇهون، 47، 43، ۽ منڊل ستون، 50، 3). اوڏيءَ مهل اها رس پاڻ بہ پيئندا هئا، ۽ گهر ڪري سمجهندا (Ambrosia)جي سيني ياتين کي بہ پياريندا هئا. هو اها رس ”امرت“ هئا. اهو ڀهريون ۽ مکيہ ڪم سج اُڀرڻ کان گهڙو اڳي ڪندا هئا، تنهنڪري پرھ ڦٽيءَ کي اڄ تائين ”امرت ويلو“ چئبو آهي، يعني اُها مهل جنهن مهل امرت ورهائجي ٿو. امرت ويلي کي ”سِڌن جي مهل“ بہ چئبو آهي، جو سِڌ پرشن ۾ بہ امرت اوڏيءَ مهل ورهائبو هو. هن وقت جيتوڻيڪ سوم رس پيئڻ جو رواج ڪونهي، تہ بہ هندو صبح جو سويل اٿي، سنان پاٺي ڪري، پوٿي پنو ڪدي ويهي پڙهندا آهن، ۽ ڀڳوان جي ڀڳتي ڪندا آهن. گرونانڪ بہ چيو آهي تہ ”امرت ويلا سچ نانءَ وڏيائيان ويچار“. اڄ تائين امرت ويلي، گروءَ جا سِک آسا جي وار ڪندا آهن، ۽ اوڏيءَ مهل هرهڪ گرمندر ۾ ڪيترا ماڻهو وجي ڪنا ٿيندا آهن. دينددار مسلمانن جو بہ اهو ئي دستور آهي تہ اَسُرَ جو اُٿي ڌڻيءَ جي عبادت ڪندا آهن ۽ فجر جي نماز پڙهندا آهن.

* (1) "There is another Verse which also goes to prove that the parents had some control in the selection of bridegroom for their daughter." Dr. A.C. Das: Reg. Vedic Culture, p. 252.

(2) "The father probably controlled, in some measure at least, both son and daughter as regards marriage." Cambridge History of India, Vol. I, p. 89.

* Brilaspati says: "The Samriti of Manu stands high as embodying the teachings of the Vedas." Quoted by R. Raghu Natha Rao The Aryan Marriage. P. 115.

* "After the Septapadi (the seven steps), even if either of the two die, the remaining ceremonies must be gone through with the corpse as one of the parties." R. Raghu Natha Rao: The Aryan Marriage, pp. 17-18.

* * "There is no ideal of marriage like the Indian ideal." Mrs. A. Besant.

* هن وقت جيڪي ڪنيا پالشالائون ۽ ودياليہ (ڇوڪرين جا اسڪول) آهن، تن ۾ ڪي ڇوڪريون ستن اٺن ورهين جي ڄمار جون تہ ڪي بالغ آهن. جنهنڪري هينئر عام طرح چئون "ڪنيا" معنيٰ ڇوڪري، پوءِ ڀلي تہ ڄمار ڪيتري بہ هجيس. حقيقت ۾ "ڪنيا" لفظ جي معنيٰ آهي "ننڍڙي ڇوڪري" (اٽڪل ڏهن ورهين جي ڄمار جي)، جنهن ڪي مٿي جي وارن کان سواءِ ٻيو ڪو وار بدن تي نہ هجي. - مصنف.

"When hair has appeared (on the pubes) Soma enjoys (protects) a maiden: the Gandharva enjoys (protects) her when the breasts are developed, and Agni when she had the menstrual discharge".

Sjt. Sastri: Marriage after Pubertry, p.6.

* "Pre-pubescent marriage is a mock-marriage and is unquestionably unvedic." R. Raghu Natha Rao: The Aryan Marriage, p.53.

+ "From a study of the Vedic marital rituals is appears that the marriage had to be consummated at the earliest on the fourth night after the ceremony, and this would not have been possible if the bridge was not a youthful lady." Dr. A.C. Das: Reg Vedic Culture, p. 251.

* "The Reg Veda reveals a stage showing that Aryan women, at any rate of the higher and better classes, enjoyed equal freedom in all matters, social and religious. It was this feeling of equality and freedom that evoked the highest virtue of Aryan womanhood and lifted society to a high state of culture." Dr. A.C. Das: Reg. Vedic Culture, p. 106.

** "The standard of female morality appears to have been fairly high." Cambridge History of India, Vol. I, p. 88-97

رگ ويد ۾ ڄاڻايل آهي تہ گهر ڌياڻيون نہ رڳو اَسُرَ جو اُٿنديون هيون؛ پر گهر ۾ "جيڪي ويڙهيا سيڙهيا سمهيا پيا هوندا هئا" تن کي بہ اوڏيءَ مهل اٿين جاڳائينديون هيون، جئن "ننڊ ۾" ستل کي مکيون جاڳائين ٿيون" (منڊل پهريون، 124، 2). اوڏيءَ مهل داسين ۽ داسن (ٻانهين ۽ ٻانهن) کي اُٿاري ڪم ۾ رنيائينديون هيون. مطلب تہ گهر جي ورتڻ بہ ان وقت شروع ٿيندي هئي. گهڻو ڪري سيني وٽ چوپايو مال هوندو هو. تنهنڪري پهريون گهر جو ڪم هو چوپائي مال جي نگاهہ ڪرڻ، ۽ کير ڏهڻ. سنسڪرت "دهتر" (ڌيءَ، پارسي "دختگر" ۽ انگريزي) "ڊاٽر" (Daughter) جو ڌاتو يا بنياد آهي "دَهہ" (Duh)معنيٰ "ڏهڻ" — اڳاٽن سيني آرين جي گهرن ۾ ڳاين، مينهن ۽ ٻڪرين وغيره جي ڏهڻ جو ڪم نياڻين تي رکيل هوندو هو، جيئن مٿي اڳي ئي چيو ويو آهي. داسيون ۽ داس (ٻانها) يا نوڪر چاڪر بہ ڏهائي ڪندا هئا. اٿرو ويد جي منڊل ستين، (73، 6) ۾ "گودهُڪ" (Godhuk) لفظ ڪم آيل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "ڳايون ڏهندڙ". هن مان سمجهجي ٿو تہ ڪن جو ڌنڌو ئي هو ڳايون ڏهڻ. منڊل نائين، (10، 4)، ۾ چيل آهي تہ اهي "گودهڪ" ڳاين ڏهڻ جي ڪم ۾ پڙ هوندا هئا. کير پارين ۾ ڏيپي ايندو هو، تہ گهر ڌياڻي اهو باهہ تٽي رکي ڪاڙهيندي هئي، ۽ پوءِ جيترو ڄمائڻو هوندو هوس، اوترو ڄمائيندي هئي. "مانڌاڻيون گهر جي ٿنين سان ائين ٻڌل هونديون هيون، جيئن گهوڙو اڳياڙين يا پڇاڙين سان ٻڌل رهي ٿو" (رگ ويد، منڊل پهريون 28، 4). گهر ڌياڻيون سيني کي روزو مره جي ڪم ۾ پرهہ ڦٽيءَ جو رنيائينديون هيون (رگ ويد، 108، 48، 6)؛ کي ڪاٺ جي اکري مهري ڪٽي چانور ڇڙينديون هيون (اٿرو ويد، منڊل 12، 3، 139، تہ کي مانڌاڻيءَ سان ڏڌ ولوڙي مکڻ ڪڍنديون هيون". ڀهرآرين ۾ اڄ تائين دستور آهي تہ گهر گهر ۾ سويل صبح جو ڏڌ پيو ولوڙبو آهي، ۽ اُن پيو پيسندو آهي.

"ويرون ولوڙڻ جون ساريان گهڻو صبوح"

شاهہ

جن وٽ ٻانهيون ۽ ٻانها، نوڪرياڻيون ۽ نوڪر هوندا هئا، تن کان گهر ڌياڻيون گهر جو ڪم چڱيءَ طرح وٺنديون هيون؛ پر ساڻن نرميءَ سان هلت ڪنديون

هيون (منڊل ڏهون، 85، 43). وقتي ڳاين ۽ ٻئي چوپائي مال جي پاڻ نظرداري ڪنديون هيون، ۽ نوڪرن چاڪرن جي مٿان بہ نظر ڪنديون هيون، تہ برابر ڪم ڪن ٿا يا نہ (منڊل ڏهون 85، 44). ڪن گهرن ۾ نوڪر چاڪر ڪين هوندا هئا. رگ ويد ۾ ڄاڻايل آهي تہ ڪي گهر ڌياڻيون پاڻ رڌينديون پچائينديون هيون، ۽ باسڻ بہ پاڻ ملينديون هيون. سندين نياڻيون کوهن تان پاڻي پري ايندي هيون (رگ ويد، منڊل پهريون، 191، 14). سندن مٿن تي دلا نهايت سڌيءَ طرح رکيل هوندا هئا (اٿرو ويد، منڊل ڏهون، 8، 14). گهر جي ٻئي ڪم ڪار ۾ سندين نياڻيون ڪين مدد ڪنديون هيون. ماءُ جنهن مهل رنڌڻي ۾ هوندي هئي، تنهن مهل سنديس نياڻين پنهنجن ننڍڙن ڀائرن ۽ ڀينرن جي سنڀال ڪنديون هيون، منجهند جي ماني کائڻ ۽ گهر جي تانگهہ تونگهہ لهڻ کانپوءِ گهر ڌياڻي ڦٽي ڦوڪارو ڪندي هئي. پاڻ بہ ڪپڙا مٿيندي هئي ۽ ٻارن کي بہ اڇو اُجرو ڪري نوان ڪپڙا ڍڪائيندي هئي (منڊل پهريون، 123، 11، 124، 7، ۽ منڊل چوٿون ۽ ڏهون) هوءَ ويس وڳو ڪري پاڻ کي چڱيءَ ريت ڍڪيندي هئي، ۽ زينت پري ڏسڻ ۾ ايندي هئي (منڊل چوٿون، 3، 2، 58، 2). سدائين مُرڪڻو منهن هوندو هوس (منڊل چوٿون، 58، 8). جنهنڪري پنهنجي پتيءَ کي وڻندي هئي. مڙس جي هرڪا شيوا ٽهل ڪندي هئي، ۽ سندس لاءِ بسترو وڇائيندي هئي (منڊل چوٿون، 3، 2). ٻارن کي گهڻو پيار ڪندي هئي ۽ ٻارن ۾ موهہ هوندو هوس (منڊل ستون، 81، 4).

ننڍڙا ٻار گهر ۾ رانديون روندون ڪندا هئا، ۽ اُهي گهر جو سينگار هوندا هئا (منڊل ستون، 56، 16). ننڍڙن ٻارن کي ڪا شيءِ کپندي هئي، تہ پنهنجي پيءُ جو ڌيان پاڻ ڏي ڇڪڻ لاءِ سندس پلئہ کان ڇڪيندا هئا، ۽ چلولي نموني چوڳندا هئس تہ ڪين ڇا گهرجي (منڊل ٽيون، 53، 2). ٻارن کي راند جو خفت ايترو هوندو هو، جو راند مهل ماني بہ وسري ويندي هين. سندين ماءُ ماني کائڻ لاءِ سڏيندي هين، تہ هٿ هڻي چوندا هئس تہ تون پاسي ٿيءُ (منڊل ڏهون، 94، 14). ڪير ڏائڪ ٻار ريڙهيون پائي ماءُ جي اکين کان پري ٿيندو هو، ۽ ڪنهن وقت ماءُ ڏسندي هئي تہ ٽج پيئي وهي، تہ ٻار آٽي ڏيندا هئس، جنهن کي پنهنجي پاسي ۾

سمهاري، چڳڙ ڏيندي هئي، ۽ لوڏيندي ڪوڏيندي هيس (منڊل نائون 61، 14). ماءُ جنهن مهل پنهنجو ننڍڙو ٻار هنج ۾ کڻي وهندي هئي، تنهن مهل ڏاڍو پيئي وٽندي هئي (منڊل ستون، 43، 3). ٻار جنهن وقت پيءُ ڏانهن وڌي، ساڻس چچلو ڳالهائيندا هئا، تنهن وقت سندن چچلو ڳالهائڻ ڏاڍو پيو وٽندو هو (منڊل ستون، 103، 3). ڇوڪرين وانگر ڇوڪرا به ڪنن ۾ واليون يا ڪيوٽيون پائيندا هئا، ۽ ڳچيءَ ۾ به جڙت جڙيل ڪنٺي پائيندا هئا (منڊل پهريون، 122، 14).

گهر گهر ۾ رات جي ماني سويل تيار ٿيندي هئي، گويا سج کي پتر هٽي، ماني کائيندا هئا. ٻار ماني کائي اُٿندا هئا ته ماءُ سندن بسترو وڇائي، کين سويل ئي سمهاري ڇڏيندي هئي. آڏيءَ مانجهيءَ چرخو به پيئي چوريندي هئي، - جو سٽ ڪتڻ جو رواج ڪيترين قومن کان اڳ سنڌو ماتر جي ماڻهن شروع ڪيو هو. چرخي چوريندي ۽ گهر جي ٻئي ڪم ڪار ڪندي، ڪي زالون گيت پيون ڳائينديون هيون. ڪڏهن ڪڏهن ڪي زالون گڏجي گهمڻ گهتڻ نڪرنديون هيون (منڊل پهريون، 56، 2). ڪي زالون پنهنجن مڙسن يا ڀين مٽن مائٽن سان گڏجي سيائن ۾ وينديون هيون، ته ڪي محفلن ۽ ميلن تي وينديون هيون، پر جيڪڏهن ڪا زال پرائي گهر ۾ رت جو وجي ٽڪندي هئي، ته سندس شهرت ٿيندي هئي (منڊل پهريون، 123، 87). جيڪڏهن ڪنهن مرد کي پنهنجيءَ زال جي چال ۾ شڪ پوندو هو، ته پوءِ جيستائين هوءَ ٻرندي مَچَ مان سلامت لنگهي، پنهنجي ست جو ثبوت نه ڏيندي هئي، تيستائين مرد جي پنهنجيءَ زال سان ڪانه پوندي هئي. ڪن حالتن ۾ ڪي مٽ مائٽ يا سنگتي ساٿي وچ ۾ پئي، زال مڙس جو پاڻ ۾ پرچاءُ ڪرائيندا هئا (منڊل ڏهون، 68، 2).

رگ ويد واري زماني ۾ پردي جو رواج ڪونه هوندو هو. اهو رواج اتهاسن واري زماني ۾ هوندو هو. تنهنڪري ان جو ذڪر اتهاسن واري زماني جي احوالن سان گڏي ڪبو.

**گهر جو سامان ۽ ٻاسڻ ٿانءَ:** رگ ويد جي منڊل ستين (55، 8) ۾ ”تلپ“(Talpa) لفظ ڪم آيل آهي. اهو هڪ ڪاٺ جو صندل هوندو هو، جنهن تي سمهندا هئا. ”پروسٿ“ (Prostha) هڪ ڪشادو بينچ يا صندل هوندو هو، جنهن تي

زالون سمهنديون هيون. شايد پنهنجو ننڍڙو ٻار بہ پاڻ سان سمهارينديون هيون، جنهنڪري اهو ڪشادو هوندو هو. ”وهيہ“ (Vahya) هڪ قسم جو ”ڪوچ“ يا فرحتي بسترو هوندو هو. وهاڻي يا گديءَ کي اُپبرهنہ“ (Up-barhana) چوندا هئا، جنهن ۾ اندر اُن يا پشم وجهندا هئا. صندليءَ کي ”آسندي“ چوندا هئا ۽ انهيءَ تي گدي پيل هوندي هئي. ماڻهن وٽ گهرن ۾ ذاتن بلڪ ڪاٺ مان نهيل ٿانءَ پاٽوڙا وغيره) هوندا هئا، ۽ نڪر جا ٿانءَ بہ هوندا هنن، جي جهٽ جهٽ ڀيا پڄندا هئا (منڊل پهريون، 191، 14). سونا پيالا ۽ چانديءَ جا باسڻ بہ هوندا هئن. سانداريون ۽ ٻتيون بہ هونديون هين. ڪيو يون يا ڏويون، ڪرنديون (ٽپريون)، اُکريون، مهريون، چڄ ۽ پرڻ بہ هوندا هئن. ڇت ۾ ڇڪا ٽنگيندا هئا، جن ۾ ڪاڌي پيتي جون شيون رکندا هئا، تہ ڪُئا ٺُڪي نہ وجن (اٿرو ويد، منڊل نائون، 3، 6). قيمتي شيون پيتين ۾ رکندا هئا (منڊل ڏهون، 42، 6). باسڻ برتڻن ۽ ٻين شين رکڻ لاءِ ايڏيون وڏيون پيتيون هونديون هين، جو پلي تہ ماڻهو منجهن سمهي پوي (منڊل پنجون، 78، 5). اهڙيون وڏيون پيتيون مصنف جي سانير ۾ ڪيترن گهرن ۾ هونديون هيون. وقتي ڪن گهرن ۾ اڄ تائين بہ هجن تہ عجب ڪونهي. اهي اٽڪل پنج فوٽ ڊگهيون، چار فوٽ ڪن ويڪريون ۽ ٽي چار فوٽ اونهيون هونديون هيون — ڪپڙن جا بجڪا (بفچا)، مصريءَ جا ڪنا، مٽين جون دٻليون، وغيره منجهن رکندا هئا. رات جو انهيءَ پيتيءَ جي مٿان بسترو وڇائي سمهندا هئا، جا مصنف جي اکين ڏٺي ڳالھ آهي.

**ڏرتيءَ ۾ ڏن پورڻ جو رواج:** ماڻهن وٽ اڳي فقط چوپايو مال هوندو هو. پوءِ سونن سڪن جڙڻ جو رواج پيو، تہ اهي سڪا ۽ مٽيا منڊيون ڪن ٿانون ۾ وجهي، ڌرتيءَ ۾ پوريندا هئا (منڊل پهريون، 117، 12). ڌرتيءَ ۾ ڏن پورڻ جو رواج پوءِ هلندو آيو، ۽ اڄ بہ ٻهراڙين ۾ عام آهي. انهيءَ سبب سنڌيءَ ۾ ڪي پهاڪا بہ دعام ٿيا. مثلاً: ”ڏن هجي ڏوڙ ۾، تہ چمڪو ڏئي نور ۾“، يعني جيڪڏهن ڪنهن جو ڏن ڌرتيءَ ۾ پوريل هوندو، تہ بہ سندس شڪل منجهان ئي سهي ڪبو، تہ شاهوڪار ماڻهو آهي. ٻيو پهاڪو آهي تہ ”ڪڏا! ڇي، جيءُ سڏا!“ يعني جيڪڏهن ڪڏ ۾ ناڻو پوريل هوندو، تہ گهرج مهل ڪڏ بہ سڏ مڏيندي. ڌرتيءَ

۾ پوريل ڏن جنهن وقت وجي کڻندا هئا، تنهن وقت امانت باسلامت ملندو هون، تنهنڪري چوڻي آهي تہ ”پرائي امانت ڌرتي بہ نہ ڏوهي“ — مطلب تہ امانت ۾ خيانت نہ ڪجي.

**ڪاڌو پيتو:** رگ ويد ۾ ”گوڌرم“ يعني گيهون (ڪڻڪ) ۽ ”ورهي“ (چانور) لفظ ڪم آيل ڪينهن، پر ڌانيہ“ لفظ ڪم آيل آهي، جنهن جو اُچار سنڌيءَ ۾ آهي ”ڌاڄ“، جنهن ۾ هر ڪنهن قسم جو اَن اچي وڃي ٿو. انهيءَ هوندي بہ مُگ، تِرَ ۽ جَوَ ڌار بہ ڄاڻايل آهن، ۽ اهو بہ ڄاڻايل آهي تہ ترن ۽ جَون جا فصل پيلا ٿيندا هئا. ويد ۾ جَون جو ذڪر گهڻو آهي، تنهنڪري پانئجي ٿو تہ ماڻهو عام طرح جائي (جَون جي) ماني ۽ مڱن جي دال کائيپيٽ پريندا هئا. مڱن جي رڌل دال کي ”مدگ اُدن“ يعني مڱن جو کاڌو چوندا هئا. هن مان ظاهر آهي تہ دال سان روٽيءَ کائڻ جو رواج نهايت قديم زماني جو آهي. چڻن جي دال کائڻ جو رواج شايد پوءِ پيو. جَون مان مانيءَ کان سواءِ بيون شيون بہ ناهيندا هئا. جَو پيجي انهن مان آش ناهيندا هئا، جنهن ۾ رڌڻ مهل گيهہ ذرو وجهندا هئا. انهيءَ آش ۾ گڏي کائيندا هئا. آش کي چوندا هئا ”ڪرنڀ“ (Karambha) (منڊل پهريون، 187، 16، منڊل ٽيون، 82، 7). جيڪڏهن آش ۾ ڏڌ گڏيندا هئا، تہ اُن کي ”دڌيہ اودَن“ (Duhya-odana) يعني ڏڌ جو کاڌو چوندا هئا. جَون جي بُرَ پيئي (گيهہ گڏيل) لولي پچائيندا هئا، تنهن کي چوندا هئا ”اَپُوپ“ (Apupa) منڊل ٽيون، 52، 7). کير ۾ جَون جا داڻا وجهي کيرڻي ناهيندا هئا، جنهن کي ”ڪشير اودن“ يعني کير جو طعام سڏيندا هئا (منڊل انون، 69، 14). جون مان سَتُون بہ ناهيندا هئا (منڊل ڏهون، 71، 10) اهي ستون کير ۾ ڪاڙهيندا هئا. مطلب تہ گهڻو واهپو جَون جو هوندو هو.

آڳاٽا لوڪن کي کير سان دل گهڻي هوندي هئي، تنهن ۾ بہ ڳائو کير وڌيڪ پسند ڪندا هئا. هرهڪ آکهہ کي پنهنجون ڳئون هونديون هيون. کير ڪاڙهي، ڄمائي، ڏڌ ڪندا هئا. _هي“ (ڏڌ) اصل ۾ آهي سنسڪرت ”دڌي“، جو لفظ رگ ويد جي منڊل انين، 9، ۽ منڊل نائين، 87، 1، ۾ ڪم آيل آهي. ڏڌ ولوڙڻ لاءِ ”منٿا“ يعني منڌي يا مانڌاڻي هوندي هين (منڊل پهريون، 28، 4)، ”گيهہ“ لفظ اصل ۾ سنسڪرت“ گهرت“ (Ghrta) جو رگ ويد ۾ گهڻي ئي گهمرا ڪم آيل آهي. مکڻ

ڪدڻ ڪانپوءِ جيڪا مهي يا لسي بچندي هئي، سا ڪاڙهي ”پاڪي“ ٺاهيندا هئا، جا اڄ تائين ڪيترا دل ڪري پيئندا آهن.

”پاهي پاڪي پٽڙي، پرين ساڻ پيان“

هن وقت ڪيترا هندو مڇي ماس رڳو ڏسن، ته بڇان پيئي اچين، پر آڳاٽا لوڪ ويشنو ڪونه هوندا هئا. ان وقت جون حالتون به علحديون هونديون هيون. رگ ويد واري زماني ۾ سنڌو ماتر ۾ گهٽو ڪري سڄو سال سيءُ ڏاڍا پوندا هئا (منڊل پهريون، 64، 10، ٻيون، 2، 11، 32، 2، پنجون، 54، 15، ۽ ڇهون 10، 7، 48، 8). ڀانئجي ٿو ته گهڻيءَ ٿڌ پوڻ سبب گوشت کائڻ جو ضرور سمجهيائون، هڪ واريءَ ڏاٽ هرين، ته پوءِ نه رڳو ٻڪرين، ڇيلن، رڍن ۽ گهيٽن، پر گهوڙن جو گوشت به کائيندا هئا. ڪيترا ڳائو توڙي ماهيو گوشت به حلال ڪري سمجهندا هئا. رگ ويد جي پنيان جيڪو ائتر به براهمڻ آهي، تنهن ۾ ڄاڻايل آهي ته جڏهن راجا يا ڪو وڏو ماڻهو مهمان ٿي اچي، تڏهن جيڪا ڳانءِ ”وهِت“ هجي يعني ڦر نه ڏيندي هجي، سا سندس مهمانيءَ لاءِ پارائڻ گهرجي (منڊل پهريون، 3، 4). يجر ويد جي پنيان جيڪو شتپٿ براهمڻ اهي، تنهن ۾ لکيل آهي ته ڪنهن وڏي ماڻهوءَ جي مهمانيءَ لاءِ ”مهوڪش“ (مها + اُڪش) يعني وڏيءَ ڄمار وارو ڍڳو پائڻ گهرجي (ٽيون، 4). مهمان نوازيءَ جا اهي نمونا ڪن رشين جا ڏسيل آهن؛ پر ساڳئي وقت ڪي رشي انهيءَ خيال جا به هئا ته ڳئون ۽ ڍڳي جهڙا ڪارائتا جانور ڪهڻ نه گهرجن، تنهنڪري ڏاند يا ڍڳي ڪي سڏيائون ”اگهنيه“ يعني جنهن ڪي ڪهڻ نه گهرجي. رگ ويد ۾ ”اگهنيه“ لفظ ٽي گهمرا ڪم آيل آهي؛ پر مونث لفظ ”اگهنيا“ (ڳانءِ يا ڳئون) سورهن گهمرا ڪم آيل آهي. ڳانءِ مان کير، ڏڌ ۽ مکڻ جو ته سهنج، پر کير مان قسمين قسمين منايون ۽ غذائون ٺهن ٿيون. ڍڳو يا ڏاند نار ۽ هر ڪاهڻ، بار ڍوئڻ بلڪ سواريءَ لاءِ ڪم اچي ٿو. ههڙن ڪارائتن جانورن جي ڪوس جي برخلاف ڪن رشين رگ ويد واري زماني ۾ ئي آواز ڪڙو ڪيو، پر ان وقت گهڻن ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيو. اهو رواج اتهاسن واري زماني ۾ به هو. اشوميڌيگيه يعني گهوڙي جي قربانيءَ جو يگيه رگ ويد واري زماني کان وٺي اهاسن واري زماني تائين ماڻهو ساندهه ڪندا پئي آيا، ۽ ماڻهو

گهوڙي جو گوشت بہ کائيندا هئا. مڇي ماس کائڻ جو رواج گهڻو پوءِ بند ٿيو، جنهنڪري سڄي هندستان ۾ هن وقت ويشنو گهڻا آهن – جيڪي گوشت کائين ٿا، سي بہ پنهنجي لاءِ پَهرُو پائڻ پارائڻ اڪثر پاپ ڪري سمجهن ٿا. انهيءَ سبب هن وقت ڪاسائي گهڻو ڪري سڀ مسلمان آهن، رڳو ڪي سِک "جهاٽڪو" ڪن ٿا. انهيءَ هوندي بہ هن وقت سڄي هندو جاتي ڳانءِ کي "ڳئو ماتا" ڪري سمجهي ٿي، ۽ ڳئو هتيا ڪرڻ اُگر پاپ ڪري ليکي ٿي. قديم مصر جا ماڻهو بہ ڳئونءَ کي ديوتا ڪري پوڄيندا هئا.

رگ ويد جي منڊل انين (67) ۾ ڄاڻايل آهي تہ ماڻهو ڄار ۾ مڇي ڦاسائيندا هئا، جنهنڪري ڄڻبو تہ مڇيءَ کائڻ جو رواج بہ هو. منڊل پهرين، ٻئي، چوٿين ۽ انين ۾ شڪارين (شڪار ڪندڙن) جو ذڪر آهي. منڊل پهرين (92، 10) ۾ ائين بہ ڄاڻايل آهي تہ "شوگهني" (Sva-ghni) (يعني شڪاري) پکين جا پَرَ يا ڪنپ کوهي ڇڏيندا هئا، تہ اُڏامي نہ وڃن. هرڻ مارڻ جو رواج بہ عام هو. ڪيترا ماڻهو "مرگ چالا" يعني هرڻ جي کل عام طرح اوڍيندا هئا. ماڻهو گهرن ۾ مرغيون بہ ڌاريندا هئا.

رگ ويد واري زماني ۾ ماڻهن جو زور رڳو پڳو مڇيءَ ماس تي ڪونہ هو، پر ميوا بہ کائيندا هئا. منڊل ڏهين، (146، 5-6) ۾ ڄاڻايل آهي تہ ماڻهو وڻن جا مٺا ميوا کائي، وڻن هيٺ آرام ڪندا هئا. ڪا انگڙي اٽڪائي، پڪل ميوا ڏوڻي، ڪيرائيندا هئا (منڊل ٽيون، 45، 4). ميون جا نالا ڄاڻايل ڪينهن، باقي منڊل پهرين، 146، 20) ۾ مٺن ٻيرن جو ذڪر آهي، جن مان پکي بہ ڇُهنگ پريندا هئا. منڊل نائين (86، 18) ۾ "اُڪشو" يعد "ڪمند" لفظ ڪم آيل. انهيءَ مان سمجهجي ٿو تہ ڪمند جي پوک ٿيندي هئي، ۽ ماڻهو ان جي رس پيئندا هئا. "مَڌوُ" يعني "ماکي" لفظ رگ ويد ۾ گهڻن هنڌ ڪم آيل آهي (منڊل پهريون، ٻيون، ٽيون ۽ چوٿون، 38، 10). مطلب تہ آڳاٽا لوڪ مانيون، ڪيرڻي، ڏڌ، مکڻ، ماکي ۽ ميوا کائيندا هئا. اَنَ کي ديوتا ڪري ليکيندا هئا (منڊل پهريون، 187).

**باھ ٻارڻ جو هنر:** رڌڻ پچائڻ جو ڪم باھ ڪان سواءِ ٿي نٿو سگهي، تنهنڪري ڪيتيءَ جي جاري ٿيڻ ڪان اڳي ئي ماڻهن ضرور باھ ٻارڻ جو هنر ڳولي لڌو هوندو. ٻرندڙ جبلن مان باھ نڪري ٿي، پر ٻرندڙ جبل سيڪنهن هنڌ ڪينهن، باقي آسمان ۾ بجلي وانگر چمڪاٽ ڪري ٿي، سا سيڪو ڏسي سگهي ٿو. سج به اگنيءَ جو روپ آهي، ۽ اهو به ڏسي سگهجي ٿو. ائين باھ ڏسڻ سولي، پر پيدا ڪيئن ڪجي؟ اڪين سان ڏسجي ٿو ته جڏهن هوا زور سان لڳي ٿي، ۽ ٻيلن ۾ بانس جون ڪانيون يا ڪن وڻن جون ٽاريون هڪ ٻئي سان زور سان لڳي، گسن ٿيون، تڏهن انهيءَ گهڪي وچان باھ پاڻمرادو پيدا ٿئي ٿي، ۽ بعضي ٻيلن جا ٻيلا سڙي وڃن ٿا. آڳاٽا رشي، جي قدرت جي ڳالهين جاچڻ جا ڪوڏيا هئا، تن اها ڳالھ جاچي، اها ئي واٽ اختيار ڪئي ۽ باھ ٻارڻ جو رواج وڌائون. آئرون رشي، جنهن جي نالي پٺيان ”اٿرو ويد“ سڏجي ٿو، تنهن بابت رگ ويد جي منڊل ڇهين، (16، 3) ۾ چيل آهي ته باھ ٻارڻ جو رواج اول انهيءَ وڌو. به ڪانيون هڪ ٻئي سان گهي، باھ پيدا ڪيائين. انهيءَ ريت آڪاسن جي آئر بجلي جڻ ته هيٺ پرٿويءَ تي اچي، ماڻهن جي چلهين ۾ ٽِرُ پاتو.

آڳاٽا لوڪ اَشوٿ وڻ جي ڪاني ”شامي“ نالي ڪنديءَ جي ڪانيءَ سان گهي، باھ پيدا ڪندا هئا. هڪ ڪانيءَ کي گيھ مکي ڇڏيندا هئا، ۽ گاھ مُڇا به انهن ڪانين جي ويجهو جهلي بيهندا هئا ته جيئن باھ پيدا ٿئي تيئن گاھ پچري، ۽ گيھ جي زور تي ڪانيون به پيٺ ڪري ٻرن، اشوٿ وڻ ۽ شامي ڪنديءَ ۾ اهو وڏو گڻ ڏٺائون، ته اشوٿ جي گهٽي ساراھ ڪيائون. ڪنديءَ پوڄڻ جو به رواج وڌائون. اڄ به سڄي هندستان جا هندو دسهڙي جي ڏينهن ڪندي پوڄيندا آهن. ڪنهن هنڌ ڪنديءَ جو وڻ نه هوندو آهي، ته ڪنهن ٻئي هنڌان ڪندي آڻي، ڌرتيءَ ۾ ڪوڙي، پوءِ ان جو پُوڄن ڪندا آهن. اهو رواج انهيءَ آڳاٽي زماني جي يادگيري ڏياري ٿو، جنهن زماني ۾ قديم لوڪن بابت ٻارڻ جو هنر ڳولي لڌو هو. ان وقت هندستان وارن، ايرانين ۽ يوروپي لوڪن جا ابا ڏاڏا هڪ ٻئي جي نزديڪ

گذاريندا هئا، جنهنڪري سنسڪرت لفظ ”آگني“ جو اُچار لئٽن ۾
.ٿيو. پارسين ۾ اگني پوڄا جو رواج بہ اُن وقت پيو (Egnis)”“اِگنس
باهہ ٻارڻ لاءِ اشوٿ وڻ جي ڪاٺي مٿان جهليندا هئا، ۽ شامي ڪنڊيءَ جي هيٺان.
مٿين ڪاٺيءَ کي ”پروروس“ (Pururavas) ۽ هيٺينءَ کي ”اُروشي“ (Urvasi)سڏيندا
هئا. جيئن چندرونسي گهراڻي جي راجا ”پروروس“ کي ”اُروشي“ نالي اپڇرا مان
پٽ ڄائو هو، تيئن هنن ٻن ڪاٺين کي هڪ ٻئي سان گهڻ ڪري ”آگن ديوتا“
(باهہ) پيدا ٿئي ٿو: 

پر هي وري بہ بہ ارڻيون (ڪاٺيون) آهن، تنهنڪري رگ ويد جي منڊل پهرئين،
(34، 2-4) ۾ اگن ديوتا کي ”دوي ماترڪ“ يعني ٻن مائرن جو پٽ سڏيو اٿن، ۽
منڊل پنجين، (9، 3) ۾ ڪولي ڄاڻايو اٿن تہ ٻن ڪاٺين مان اگن ديوتا ائين پيدا
ٿئي ٿو، جيئن ”تازو ڄاول ٻار“.
رگ ويد جي منڊل ٻئي (12، 3) ۾ هيئنئن بہ ڄاڻايل آهي تہ اندر ديوتا ٻن پٿرن جي
وچان باهہ پيدا ڪئي هئي. انهيءَ سبب منڊل ڏهين، (20، 7) ۾ اگنيءَ کي ”ادريهہ
سُونهہ“ (Adreh Sunuh) يعني پٿر جو پٽ (پٿر مان پيدا ٿيل) بہ سڏيو اٿن. هيءُ باهہ
ٻارڻ جو ٻيو نمونو آهي. آسمان ۾ ڪڪر هڪ ٻئي سان لڳن ٿا، تہ گجگوڙ ٿئي
ٿي، ۽ وڄ پيدا ٿئي ٿي. پانئجي ٿو تہ آڳاٽن لوڪن اهو نمونو ڏسي، هڪ پٿر
ٻئي تي هڻي، باهہ ٻارڻ جو هيءُ ٻيو نمونو بہ چالو ڪيو. اهو ٻيو نمونو بہ سنڌ
۾ ڪي صديون ساندهہ هلندو پئي آيو. هن لاءِ ثابتي هيءَ آهي تہ اڄ تائين
ڪوهستان جا ماڻهو اهو نمونو هلائيندا پيا اچن. ڪوهستان جي ماڻهن کي
جڏهن باهہ ٻارڻي هوندي آهي، تڏهن ڪاٺيون ۽ ڇيڻا گڏ ڪري، انهن جي مٿان
چوڏا ڇينيا، سنهيون سڪل ڪاريون ۽ ڪک پن رکن. پوءِ ڳاريءَ (چقمق جي پٿر
جي پاسي ڪان پُرزُ (پَنِ جو شيرو گندرف ۾ ماريل) رکي، ڳاريءَ جي مٿان پٿر يا
رُڪَ جي ٽڪر سان ڏڪ هڻن، تہ باهہ جون چڻنگون پيدا ٿين، جي پرز کي اچيو
لڳن، جنهنڪري اول ڪک پن، سنهيون سڪل ڪاريون ۽ چوڏا ڇينيا جرڪڻ
لڳن، انهن مان پوءِ ڇيڻا ۽ ڪاٺيون دکن، تہ پنيٺ ٻريو پوي! هن وقت اسين

سئيڊن ۽ ٻين هنڌن جا ماچيس عام طرح ڪم آڻيون ٿا. ماچيس جوڙڻ جا ڪارخانا عيسوي اڻويهين صديءَ ۾ جاري ٿيا. انهيءَ کان اڳي باهه پيدا ڪرڻ جون اهي ٻه واٽون هيون، جن مان پهريون رواج وڏيڪ عام هو.

ڪنهن به وقت رڌبو پچائبو يا پاڻي وغيره ڪوسو ڪبو، ته ضرور باهه دکائڻي پوندي. پيري پيري باهه دکائڻ جي تڪليف ڪجي، تنهن کان منجهس ڪاٺيون، ڇيڻا وغيره وجهندو رهجي، ته اهو بهتر آهي. ڪيترين مڙهين ۾ ڏسو ته اڄ تائين دونهين دکندي رهي ٿي. آڳاٽا لوڪ به ائين ڪندا هئا. اگني ٻارهوئي دکندي رهي، تنهن لاءِ اگن ۾ ٽي گهمرا آهوتي (ڪاٺيون، جَوَ، گيهه وغيره) وجهندا هئا: صبح، منجهند ۽ سانجهيءَ. اگنيءَ کي "گرهه پتي" يعني گهر جو ڌڻي يا گهر جو ديوتا ڪري سمجهندا هئا، تنهنڪري اَسُر جو باهه پچرائي، اول اگني پوڄا ڪندا هئا. يگين ۽ هون هوم جي شروعات ائين ڏل پهريون ٿي. پارسين ۾ به اگني پوڄا جو رواج اڄ تائين هليو اچي، خاص طرح يگيه لاءِ اگني دکائڻ جو رواج انگيرس نالي هڪ رشيءَ وڌو (رگ ويد، منڊل پهريون، 45، 3، 71، 2-3: 83، 4).

گوتم رشي، پار دواج ۽ ٻيا ڪيترا رشي، انگيرس رشيءَ جي ڪُل مان هئا، ۽ اگني ديوتا جا پوڄاري هئا. سيني گهرن ۾ اگني ڏينهن رات دکيل رهندي هئي، ته اها پوءِ "اکنڊ جوت" سڏجڻ ۾ آئي. اڄ تائين ڪيترين مڙهين ۽ مندرن ۾ جوت سدائين ٻرندي رهي ٿي. درياهه پنٿي به درياهه ٿان جو ڏئو ڪڏهن به اُجهامڻ نه ڏيندا آهن. ڪيترا هندو صبح جو سنان پاڻي ڪري سورج کي هٿ جوڙيندا آهن. سنجها جو ڏيئو ٻاريندا آهن ته ان کي به هٿ جوڙيندا آهن. انهن ڳالهين ۾ هيءُ ڌرمي خيال سمايل آهي ته ايشور جوتي سروپ آهي، ۽ سنديس جوت ڪڏهن به اجهامڻ يا وسامڻ جي نه آهي، تنهنڪري انهيءَ اکنڊ جوت جو نت ڌيان ڌارجي. اگني، ڏئو ۽ سورج سندس جوت جا سروپ آهن، ۽ انهيءَ سبب هندو انهن کي هٿ جوڙيندا آهن. ائين رڌڻ پچائڻ لاءِ جا اگني عام طرح دکائيندا هئا، تنهن مان آڳاٽن آرين جو ڌيان ڇڪجي، پرماتما ڏي ويو، جو سندس جوت جا سروپ آهن، ۽ انهيءَ سبب هندو انهن کي هٿ جوڙيندا آهن. ائين رڌڻ پچائڻ لاءِ جا اگني عام طرح دکائيندا هئا، تنهن مان آڳاٽن آرين جو ڌيان ڇڪجي، پرماتما ڏي ويو، جو

سندن چِتَ جو لاڙو سدائين ڌرم جي پاسي هو. يجر ويد جي تئيتريہ سنهتا، (ڪانڊ 2، پرپانڪ 5، انوا واڪ 8، واگ 6) ۾ ڄاڻايل اهي تہ يگيہ جي اگنيءَ مرِ آهوتي وجهڻ مهل چوندا هئا "سواها" (Svaha) ! ائين ديوتائن کي سڏيندا هئا، تہ يگيہ اچي قبول ڪن ۽ يگيہ ڪندڙن تي پنهنجي مهر ڪن.

رگ ويد واري زماني ۾ ئي ماڻهن چيٽي جو بہ قدر ڪيو هو. چيٽن جون ٽاڦڙيون ناهي، سڪائيندا هئا، ۽ اهي سڪل چيٽا بارڻ جي ڪم آڻيندا هئا.

ڪيترن گهرن ۾ هاڻ لادين (Tiles) جا فرش بڌل آهن، پر اڳي گهر گهر ۾ پوتي پائڻ لاءِ چيٽو عام طرح ڪم ايندو هو. اهو رواج ٻهراڙين ۾ هندن توڙي مسلمانن جي گهرن ۾ اڃ تائين آهي. ڪو هندو مرندو آهي تہ اول پٽو پائي، انهيءَ صاف هنڌ تي پراڻيءَ کي رکندا آهن. چيٽو نهايت ڳڻاڪاري شيءَ آهي.

رگ ويد واري زماني ۾ ٻڪرين جون ڦولهڙيون بہ ٻاريندا هئا يا نہ، سو ڪتي بہ ڄاڻايل ڪونهي، پر اهي عام طرح پاڻ ڪري ڪم آڻيندا هئا.

نشيدار شيون : آڳاٽا لوڪ سڪٽي پاڻيءَ يا رڳو لسيءَ ۽ کير سان پياس ڪين مٽائيندا هئا، پر خنڪيءَ لاءِ ڌراڪ بہ وٺندا هئا. هن وقت ڪيترن کي شراب، ڀنگ ۽ ڪُسنبي (ڳاريل آفيم) جي علت آهي، جنهن مان ڪسنبي جو رواج ٿر ۾ نهايت گهڻو آهي. ڀنگ ۽ آفيم ورتائڻ جا رواج گهڻو پوءِ چالو ٿيا؛ باقي شراب پيئڻ جو رواج نهايت قديم آهي. اڳي ماڻهو بہ نشيدار شيون ورتائيندا هئا:

هڪڙي سوم ۽ ٻي سُرا (شراب). "سوم" هڪ ٻوٽي هوندي هئي، جا سرسوتي ۽ سنڌو نديءَ جي ڪنارن تي، ۽ امبالغي ضلعي ۾ ڪر ڪيتر جي

ڍنڍ جي ڪناري تي پيدا ٿيندي هئي (رگ ويد، منڊل (Saryanavat) "شريناوت" نائون، 61، 7، 113، 1)، پر اُچي ۽ سٺي سوم هماليہ جبل جي

نالي چوٽيءَ تي پيدا ٿيندي هئي، جنهنڪري (Mujavat) "مجوت" يعني مجوت جي پيدائش سڏبي هئي (رگ ويد، منڊل (Manjavata) "مؤجوت" ڏهون، 34، 1). ڪي عالم ائين سمجهن ٿا تہ "ڪئلاس" پربت جو ٻيو نالو "مُجوت" هو. اها ٻوٽي ڪيترين صدين کان ناياب آهي، جو ملڪ جون طبعي حالتون ڦري ويون آهن. اڳي سنڌو ماٿر جون طبعي حالتون ئي ٻيون هيون.

انهيءَ زماني ۾ اها ٻوٽي گرمي توڙي سرديءَ ۾ سڙي ويندي هئي، ۽ رڳو برساتي موسم ۾ اُسرندي هئي. آڳاٽا ايراني لوڪ به انهيءَ ٻوٽيءَ جي رس دل اهو لفظ پارسين .(Haoma) "ڪري پيئندا هئا. اُهي سوم بدران چوندا هئا "هئوم جي زنداوستا ۾ ڪم آيل آهي.آڳاٽا لوڪ سوم ٻوٽيءَ جا پَن اول "اَدري" (اڏيءَ) تي رکي. سٽي ڪٽي سنهي ڪندا هئا. ٻوٽيءَ سنهي ڪرڻ ۽ گهوٽڻ جو ڪم اڪثر زالون ڪنديون هيون. ٻوٽي گهوٽجي رهندي هئي، ته اُن جي رس زالون آڱرين سان نپوڙي ڪڍنديون هيون (منڊل نائون، 97، 9-12). رس نپوڙڻ مهل زالون سوم جي ساراهه جا گيت ڳائينديون هيون (منڊل نائون، 66، 8). اها رس شايد تمام گهاٽي هوندي هئي، تنهنڪري ان ۾ پاڻي گڏي، پوءِ زالون سموري رس ڇاڻينديون هيون. هن وقت جيڪي آفيم ڳاري "ڪَسنُبو" ڪري پيئندا آهن، سي ڪسنبي ڇاڻڻ لاءِ ڪپهه جون پوٽيون ٺاهيندا آهن. جن کي "منيئان" چئبو آهي. سوم رس ڇاڻڻ مهل به زالون اُنَ جو پؤٽيون ٺاهي، اهي ڪلسئي (لوٽي) جي مٿهان رکي، رس اوتينديون وينديون هيون، ته ڪن ڪچرو پوٽين کي چنبڙي پوندو هو، ۽ باقي نج رسچ ڇٽي، ڪلسيءَ ۾ وڃي پوندي هئي. رس ڇاڻڻ مهل ان ۾ آڱريون گهمائينديون هيون (منڊل نائون، 67، 9-12). اڱرين گهمائڻ جي مراد اها هئي ته رڳو مٿيون پاڻي ڇٽي نه اچي: پر جنهن سوم تَرُ وڃي ورتو هجي، سا به پاڻيءَ سان گڏجي وڃي. رس ڇٽي رهندي هئي ته ان ۾ کير يا ڏڌ ۽ وقتي ماکي گڏينديون هيون (منڊل نائون، 103، 3). آڳاٽا لوڪ انهيءَ رس جو اول ديوتائن کي ڀوڳ لڳائي، پوءِ پاڻ پيئندا هئا. اوائل ۾ نجيءَ سوم رس جو اندر ديوتا ۽ وايو ديوتا کي ڀوڳ لڳائيندا هئا (منڊل پهريون 137، 1، ٽيون، 32، 2 ۽ ائون، 2، 9-10). پوءِ اهو رواج بند ڪري ڏڌ کير يا ماکي گڏڻ لڳا (منڊل نائون، 9). سوم رس (Hymns) رگ ويد جو سجو نائون منڊل، ۽ ٻئي منڊل جا ڇهه سُوڪت جي ساک سان ڀريل آهن.

پنجاب ۽ سنڌ جا رهاڪو سوم رس پيئندا هئا، ته ٻت ٻود ۾ ايندو هون، گهڻو ڪم ڪندا هئا ته ٿڪ ڪونه ٿيندو هون، ائين وسهندا هئا ته انهيءَ رس پيئڻ

ڪري ماڻهوءَ جي عمر وڌي ٿي (منڊل انون، 48، 11)، جنگي جوڌا لڙائيءَ ۾ گهڙڻ کان اڳ سوم رس جو چڪو چاڙهي نڪرندا هئا، تہ برجستائي سان لڙي سگهجي (منڊل نائون 106، 2). سوم رس ۾ اهي مڙيئي گڻ هئا، تنهنڪري امرت سڏبي هئي، ۽ ديوتائن کي يوڳ لڳائڻ جي لائق ليکبي هئي. آڳاٽن لوڪن ۾ اهو لِچڻ هوندو هو تہ جن شين ۾ ڪو گڻ ڏسندا هئا، تن کي ديوتا ڪري پوڄيندا هئا. سوم رس کي بہ ائين ديوتا ڪري پوڄڻ لڳا. ساڳيءَ طرح اَنُ ديوتا ڪري ليکجي ٿو. سوم رس اُسترڳي ڏيندڙ (Stimulant) هئي، تنهنڪري جيڪي ان جو پورو پنو انداز پيئندا هئا، سي پنهنجو ڪم ڪار ڦڙتائيءَ سان ڪندا هئا، باقي جيڪي هر هر پيا پيئندا هئا، يا گهڻي انداز ۾ پيئندا هئا، تن کي ننڊ جي گهر ٿيندي هئي (منڊل نائون، 69، 6). انهيءَ پوئينءَ حالت ۾ اها "مَڌ" (شراب) سمان ليکبي هئي (منڊل نائون، 68، 3، 3،69). نشي ٿيڻ ڪري ڪام جو خيال بہ ٿيندو هون (منڊل نائون، 68، 10-12).

سوم ٻوٽيءَ جا پن پورا ۽ ڳاڙهسرا هوندا هئا، جنهنڪري منڊل نائين، (33، 2، 63، 4) ۾ سوم کي "ٻيرو" (پورو) ۽ "اروڻ" يعني ڳاڙهسرو سڏبو اٿن (منڊل نائون، 40، 2، 45، 3). ان جي رس رات جو چنڊ وانگر چمڪندي هئي (منڊل نائون، 85، 12). انهيءَ سبب سنسڪرت ۾ "سوم جي هڪڙي معنيٰ چنڊ ۽ ٻي معنيٰ اها ٻولي يا انجي رس. سنسڪرت ۾ چنڊ کي "اِندو" بہ چئبو آهي. ان جي ٻي معنيٰ آهي "سوم" رس ڦڙو يا چمڪو".

"سُرا" هڪ شراب جو قسم هو. اهو ڪيئن ناهيندا هئا، سو رگ ويد ۾ ڄاڻايل ڪونهي. وٽني صاحب جي خيال موجب اهو هڪ قسم جو "بيئر" (Beer) هو. گيلڊنر صاحب جي خيال موجب اها "برانڊي" (Brandy) هئي. جنهن صورت ۾ رگ ويد واري زماني ۾ جَون جا فصل پيلا ٿيندا هئا، ۽ وسڪي ۽ بيئر پڳل جَوَن مان جوڙي سگهجن ٿا، تنهن صورت ۾ ائين وسهڻ لاءِ سبب ٿئي ٿو تہ آڳاٽا لوڪ اهو شراب جون مان ناهيندا هئا. تن ڏينهن ۾ شيشي جون ٻوتلون يا ٻاٽليون ڪين هونديون هيون، تنهنڪري اهو شراب چم جي نهيل سانداري ۾ رکندا هئا، جن کي "درتي" (Drti) سڏيندا هئا (منڊل پهريون، 191، 10) رگ ويد ۾

انهيءَ شراب جي ساک لکيل ڪانهي، پر هاڻ هيئن لکيل آهي تہ ”سُرا“ پيئڻ جي علت اهڙي آهي، جهڙي جوا جي علت“. سرا پيئڻ کان پوءِ ماڻهوبک ۾ پوندا هئا، ۽ وقت گناهہ جا ڪم ڪندا هئا (منڊل ستون، 86، 6). اها شراب پيئڻ جي علت اڄ تائين اسان جي ماڻهن ۾ عام آهي. سنڌ ۾ جيترو شراب جو ڪاپو هو، تيترو گجرات ۽ ٻين هنڌن ڪونهي. رگ ويد وارو ”سُرا“ لفظ بہ سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ ڪلهوڙن جي صاحبيءَ تائين عام هوندو هو، جنهنڪري شاهہ صاحب بہ پنهنجي رسالي ۾ ڪيترن هنڌ ڪم آندو آهي. سنڌيءَ ۾ اچار اٿس ”سَرو“.

سسي سي گهرن، جي واٽيندڙ وچ ۾،
اُوءِ ڪي ٻيو پڇن، سرو جن سنباهيو“.
يمن ڪلياڻ

پوشاڪ:

مــاءُ پيٽان نــنگو آيــس، ننگو ويندس آنءُ،
ڏٽيءَ ڏنا، ڏٽيءَ ورتا، سڀڱورو سندس نانءُ.

حضرت ايوب :

هر هڪ انسان ماءُ پيٽان ننگو ڄمي ٿو، ۽ بدن جي کل يا چمڙي سندس اوائلي پوشاڪ آهي، جا ماس ۽ هڏن کي ڍڪي ٿي. انسان کي جنهن وقت ٻوجهہ پوي ٿي تہ مان اُگهاڙو آهيان، تنهن مهل هو پنهنجي بت ڍڪڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. هر ڪنهن ملڪ جي آب هوا پنهنجي پنهنجي آهي، تنهنڪري پوشاڪ جا نمونا اب هوا ۽ ٻين ملڪي حالتن تي مدار رکن ٿا. انهيءَ هوندي بہ ايترو چئبو تہ جيڪا قوم جهنگلي حلات مان نڪري سڌريل حالت ۾ اچي ٿي، تنهن جي ترقيءَ جي پروڙ اول سندس پوشاڪ مان پوي ٿي، پوءِ ڀلي تہ اها پوشاڪ ڪهڙي بہ نموني جي هجي. قديم ۾ قديم هندو زمانو، جنهن جي ڪابہ تاريخ آهي ئي ڪانہ، تنهن زماني جو احوال ”وستر“ لفظ ڏئي ٿو. ”وستر“ معنيٰ جو پهرجي ٿو“ يعني پوشاڪ، پر بنيادي معنيٰ اٿس جو ”وَسا“ يعني وَهُ يا چربيءَ کي ڍڪي ٿو، يعني کل يا چمڙي. ڏٽيءَ پنهنجيءَ ٻاجهہ سان هر ڪنهن ساهہ واري جي بت تي اڳي ئي

کل يا چمڙي چاڙهي چڙهي آهي؛ پر ٻين ڪيترين قومن وانگر آڳاٽن آرين به پنهنجي ٻت ڍڪڻ لاءِ کل مٿان کل چاڙهي. ماڻهو ڌڻ ڌارڻ سکيا ته اول ٻڪريون پالڻ لڳا، ۽ ٻڪرين جي کلن سان اول پنهنجو ٻت ڍڪڻ لڳا. يجر ويد جي پنيان جيڪو شتپٿ براهمڻ گرنٿ آهي، تنهن ۾ ”اَجين واسِن“ لفظ ڪم آيل آهي (3، 9، 1، 12). سنسڪرت ۾ ”اَج“ معني ”ٻڪر“ (اَجا معنيٰ ٻڪري)، ۽ ”اَجين واسِن“ معنيٰ ”ٻاڪري کل سان ڍڪيل“ يا ٻڪريءَ جي کل پهريل (ماڻهو). اها هئي سنڌو ماٿر جي رهاڪن جي آڳاٽي ۾ آڳاٽي پوشاڪ. افغانستان، بلوچستان ۽ تبيٽ جا رهاڪو اڄ تائين ”پوستين“ ڍڪين ٿا. آڳاٽن آرين جهلڻ لڳا، تنهن وقت ”مرگ ڇالا“ يعني هرڻ جي کل به ڪم آڻڻ لڳا. اهو رواج پوءِ به ڪئين صديون سانده هلندو آيو. اڄ تائين هندو ماڻهو جڻئي پائڻ مهل ۽ ٻين وقتن تي سوڻ خاطر مرگ ڇالا ڪم آڻيندا آهن. اهو اُنهيءَ قديم زماني جي رواج جو هڪ نشان آهي.

رگ ويد ۾ ڄاڻايل آهي ته انهيءَ قديم زماني ۾ سنڌو ماٿر ۾ سيءُ گهڻو پوندو هو. رگ ويد جي منڊل ڇهين، (5، 5) ۾ ”هست گهن“ لفظ ڪم آيل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ”چمڙي جو دستانو“ (جو هٿ کي جهلي بيهي ٿو). انهيءَ آڳاٽي وقت ۾ سبڻ لاءِ سُيون ڪين هيون، تنهنڪري پائنجي ٿو ته چم ٽڪر ۾ ڪنڊي وغيره سان سوراخ ڪري، انهيءَ مان وٺيل ڳاهه جي تند يا ٻي ڪا تند لنگهائي، ڳنڍي چڙهيندا هئا، ته دستانو هٿ سان قابو ٿيو پيو هوندو هو. هن وقت سوٽي ۽ اوني دستانا به نڪري پيا آهن، نه ته اسان جي ڏسندي به عام طرح چم جا دستانا ماڻهو ڪم آڻيندا هئا: ۽ اهو آڳاٽو رواج آهي.

يجر ويد جي پنيان جيڪو تئترية براهمڻ گرنٿ آهي، تنهن ۾ ”وَلڪل“ لفظ ڪم آيل آهي (1، 4، 7). ”ولڪل“ لفظ جي عام طرح معنيٰ ڪندا آهن ”وڻن جي ڇوڏن مان ٺهيل پوشاڪ“. ڇوڏن مان پوشاڪ ڪيئن ٺاهيندا هئا، سا ڳالهه ڪٿي به ڄاڻايل ڪانهي، ۽ پاڻيهي سمجهڻ به ڏکي آهي. آلن يا سکن ڇوڏن ٻت به رهڙي چڙهيندا، ۽ پوشاڪ مرڳو آزار ٿي پوندي. تاريخ مان معلوم ٿئي ٿو ته ککن ۽ ڪانن مان پوشاڪن ٺاهڻ جو رواج عام هو، جو پوءِ به

ڪئين صديون ساندهه هلندو پئي آيو. هن ڳالهه جو ذڪر يوناني تاريخ نويس هيرو ڊوٽس ڪيو آهي، جو عيسوي سن کان ساڍا چار سو ورهيه اڳي ٿي گذريو آهي. ڪانا ڪُٽي سَٽي، تڏن وانگر ڳُتي، پوءِ انهيءَ سان بت ڍڪيندا هئا. اها هئي سندن پوشاڪ. * شنپٿ براهمڻ مان به معلوم ٿئي ٿو ته جڏهن ڪو ماڻهو يگيه ڪندو هو، تڏهن سندس استري (زال) ”ڪُش“ نالي گاهه جي ڏڀن مان نهيل ويس پهريندي هئي. هي سڀ ڳالهيون جڏهن گڏي ويچارجن ٿيون، تڏهن ائين سمجهڻ ۾ پيو اچي ته ڏڀن کي ڳتي، تڏن جهڙو پيشير يا پڙو ناهيندا هئا، ۽ جڏهن ڪانن کي سٽي ڪٽي ڳُتيندا هئا، تڏهن انهيءَ مان نهيل پوشاڪ کي ”ولڪل“ سڏيندا هئا.

رگ ويد جو رچائون جدا جدا زمانن جون نهيل آهن، تنهنڪري پوشاڪ ۾ جيڪا وقت بوقت ترقي ٿي، تنهن جو احوال انهيءَ مان گهٽو ئي ملي ٿو. رگ ويد ۾ ڪورين جو ذڪر آهي، ۽ تاجي ۽ پيٽو لفظ به ڪم آيل آهي (منڊل ڏهون، 30). ”پيڻ“ جو رواج به ان وقت هو. اڄ تائين دستور آهي ته ”پيڻ“ يعني چانورن جي پيچيءَ ۾ ڪوري تاجي پُسائيندا آهن، ته تندون مضبوط ٿين. ”پيڻ“ آهي ڪَلف، تنهنڪري پيڻ لڳڻ ڪري ڪپڙو سوٽُ ٿي پوندو آهي. ڪٿن ۽ لوين کي پيڻ هڻندا آهن، پر انهن کي ڪم آڻڻ کان اڳي هٿ جو مهٽو ڏيئي پيڻ ڪڍي ڇڏبي آهي، ته نرم ٿين. پيڻ هن ڪري به ڪڍي ڇڏبي آهي ته متان اَن جي بانس تي ڪُئو اچي لوئيءَ کي لڳي، ۽ ٽُڪي ڇڏيس. رگ ويد ۾ ڄاڻايل آهي ته تاجيءَ جي تندن کي ڪئا اچي لڳندا هئا. رگ ويد منڊل ڏهين، 57، 8) مان معلوم ٿئي ٿو ته اُچيءَ سٽيءَ اُن لاءِ ٽي هنڌ مشهور هوندا هئا:

(1) پرشني (راوي) نديءَ جي ڪناري وارو ملڪ،

(2) سنڌو ماٿر، ۽

(3) گنڌار (قنڌار) يعني پشاور ۽ ان جي آسپاس وارو ملڪ.

انهن ٽن هنڌن مان سنڌ جي ڪپڙي جو ناماچار ڪيترو هوندو هو، سا سڌ به رگ ويد جي ساڳئي منڊل ڏهين (سوڪت 75) مان پوي ٿي، جنهن ۾ سنڌو نديءَ جي اُستتي (ساراهه) ڪندي، سنڌ کي ”سُواسا“ يعني ”سُهڻا ڪپڙا پيدا ڪندڙ“ ۽

”اُرڻاوتي“ يعني ”اُن پيدا ڪندڙ“ سڏيو اٿن. ان ۾ ائين ڄاڻايل آهي ته سنڌ ۾ ڪپڙو جام هوندو هو (منڊل 10، 75، 8). اج به ٿر ۾ ڪتا، لويون ۽ ڪمريون جججهي تعداد ۾ نهايت عمديون نهن ٿيون. ان وقت سنڌو ماٿر ۾ ٿڌ گهڻي پوندي هئي، تنهنڪري گهڻو واهپو اوني ڪپڙي جو هوندو هو. انهيءَ سبب رڍون ۽ گهيتا گهڻا ڌاريندا هئا.*

رگ ويد ۾ ”ڪرپاس“ (ڪپاهه يا ڪپهه) لفظ ڪم آيل ڪونهي، پر انهيءَ ڪري ائين ڪين چئبو ته سنڌو ماٿر جي رهاڪن کي ڪپهه ۽ سوٽي ڪپڙي جي سڌ ڪانه هئي. ساڳيءَ طرح جيڪڏهن رگ ويد ۾ ”هٿ“ ۽ ”پير“ لفظ ڪم آيل نه هوندا، ته انهيءَ ڪري ائين ڪيئن چئبو ته ماڻهن کي هٿ ۽ پير هئا ئي ڪين. مهن جي دڙي مان ديسي ڪپهه مان نهيل ململ جو ٽڪر لڌو آهي. ان جو ذڪر ڪندي سرجان مارشل ڄاڻايو آهي ته سنڌو ماٿر ۾ سوٽي ڪپڙي جوڙڻ جو رواج عيسوي سن کان پنج هزار کن ورهيه اڳي شروع ٿيو هو. سنڌ جي ململ قديم زماني ۾ مصر ملڪ ۽ يورپ ۾ به نيڪال ٿيڻ لاءِ ويندي هئي. سنڌو ماٿر جي آب هوا اهڙي آهي، جو سال جو ڪُجھ ڀاڱو سوٽي ڪپڙو پهرڻو پوي ٿو، تنهنڪري ڊاڪٽر ميوئر به اهائي راءِ ظهار ڪئي آهي ته رگ ويد واري زماني ۾ ئي ماڻهن کي سوٽي ڪپڙي جي سڌ هئي. *

رگ ويد ۾ ريشم لاءِ به ڪو لفظ هن وقت تائين ڪنهن سنسڪرت عالم کي نظر ڪونه چڙهيو آهي، پر جنهن صورت ۾ رامائڻ ۽ مهاڀارت ۾ ڄاڻايل آهي ته راڻيون، راڄڪماريون ۽ هوند وارن جون زالون اُڇا سنا ريشمي وڳا پهريندڀون هيون، تنهن صورت ۾ ائين وسهڻ لاءِ سبب ٿئي ٿو ته ريشمي ڪپڙن جوڙڻ جو هنر رگ ويد واري زماني ۾ ئي شروع ٿيو هو، جنهن ۾ اتهاسن واري زماني ۾، ماڻهن پوءِ گهڻو سڌارو ۽ واڌارو ڪيو هو. ايترو چئبو ته رگ ويد واري اوائلي زماني ۾ گهڻي ٿڌ هئڻ سبب اول اوني ڪپڙي پهرڻ جي ضرورت ٿي هئي، ۽ پوءِ آب هوا ڦرڻ ڪري سوٽي ۽ ريسمي ڪپڙن پهرڻ جور واج پيو هو.

* "The cow was gradually acquiring a special sanctity, as is shown by the name Aghnya (not to be slain) applied to it in several passages" Vedic Index II, 146.

- سنسڪرت ۾ ”اگني يا اگن ديوتا“ جنس مذڪر آهي؛ پر سنڌيءَ ۾ ”اگني“ جي جنس مونث ليکجي ٿي – مصنف

- هن وقت ڪنهن وڻ جو ٿڙ يا ڪاٺ جو ٿلهو ٽڪر ”اڏي“ تي ڪم اچي ٿو، جنهن تي گوشت ۽ مڇي پلو رکي وڍيندا آهن. اڳي اَڏيون پٿر جون ٺهيل هونديون هيون، جو ڪاٺ چيرڻ لاءِ ڪو هٿيار ڪونه هوندو هون. انگريزي لفظ ”هئمر“ (Hammer) يعني مترڪو (مطرقہ) جي اصل معنيٰ بہ آهي ”پٿر جو ٽڙڪو.“

- "Naked came I out of my mother's womb and naked shall I return thither; the Lord gave, and the Lord hath taken away: blessed be the name of the Lord" Job II, p. 21.

- Herodotus records "These Indians wear a garment made of rushes which, when they have cut the reed from the river and beaten, it they plait like a mat and wear it like a corset." (Ancient India-Herodotus by Mac Crindle p.2.)

سنڌ ۾ هن وقت ڇوڪريون ۽ نندييون نيٽيون اُڇا سنا ويس وڳا پهرين ٿيون، ۽ پاڻ کي سينگارين ٿيون، تہ اڳي بہ گهٽ ڪانہ هئي. رگ ويد جي منڊل ٽئين (39، 2) ۽ پنجين، 29، 15) ۾ ڄاڻايل آهي تہ زالون ويس وڳو ناهوڪو ڪنديون هيون. منڊل چوٿين، (3، 2) ۾ ائين بہ چيل آهي تہ زالون هن ڪري چڱو چوکو ڪپڙو ڪنديون هيون تہ پنهنجن مڙسن کي وڌيڪ سهڻيون لڳون! منڊل پنجين (55، 6) ۾ ”هيرڻ ميان اَنڪان“ (Hirann ayanatkan) لفظ ڪم آيل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ”زريءَ جا پرت پريل ڪپڙا“. هن مان ائين سمجهجي ٿو تہ هوند وارا ماڻهو جيڪي ڪپڙا پهريندا هئا، تن جي ڪناريءَ تي زريءَ جي پٽي هڻندا هئا. جا وقت تي لاهي رکندا هئا. (منڊل 2 (3، 6)، منڊل 4 (36، 7) ۽ 7 (34، 11) ۾ ”پيش“ لفظ ڪم آيل آهي، جنهن جي بہ معنيٰ آهي ”پرت پريل يا گلڪاريءَ وارو ڪپڙو“. يجر ويد ۾ ”پيشڪاري“ لفظ ڪم آيل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي ”پرت پرڻ واري“. شايد ڪن زالن جو ڌنڌو اهو هوندو هو، جو پرت پرڻ جو ڪم ڪنديون هيون. اُهو پرت جو ڪم ايتري قدر اُوچو ۽ سنو هوندو هو، جو ماڻهو خلعتون نهرائي ٻين کي سوکڙي ڏيندا هئا، ۽ ڪين سروپائون ڏڪائيندا هئا. رگ ويد ۾ هنن ڳالهين جو جن هنڌ ذڪر آهي، تن جي ٽيڪا ڪندي، پروفيسر ولسن، جنهن رگ ويد جو ترجمون ڪيو آهي، تنهن چيو آهي تہ ”جيڪڏهن منهنجو ڪيل ترجمون صحيح آهي، تہ چئبو تہ خلعت پهرائڻ جو رواج ئي هندستان ۾ پيدا ٿيو ۽ اهو رواج نهايت قديم آهي“.

آڳاٽا راجائون رشين کي خلعتون ڏيکائيندا هئا، تنهن ڳالهه جو رگ ويد ۾ ڪيترن هنڌ ذڪر آهي. مثلاً: سنڌ جي راجا سونيه ڀاويه پنهنجي نانيءَ ڪا ڪشون رشيءَ کي خلعت ڏيکائي هئي. هتي اهو به ڄاڻائڻ ضروري آهي ته جيڪو وقت رشي گهر ٻاري ٿي رهندا هئا، سو وقت چڱو چوکو کائيندا ۽ هنڊائيندا هئا، پر جنهن وقت رشي، راجائون ۽ ٻيا دنيا ترڪ ڪري، بن ۾ وڃي گذاريندا هئا، تنهن وقت مرگ ڇالا ۽ تنبي ساڻ ڪٽندا هئا، ۽ "ولڪل" پهريندا هئا. اها ٿي تياڳي پرشن جي پوشاڪ؛ باقي ٻيا ماڻهو اُڇا سنا ويس وڳا ڪندا هئا. مطلب ته جنهن زماني ۾ ڪيترين قومن کي اڃا پنهنجي بت ڍڪڻ جي به سڌ ڪانه هئي، تنهن زماني ۾ ئي سنڌو ماٿر جا رهاڪو ايتري قدر ترقي ڪري ويا هئا، جو شاهاڻيون پوشاڪون پهريندا هئا، ۽ ٻين کي به خلعتون ڏيکايندا هئا!

مردن ۽ زالن جي پوشاڪ جي وچ ۾ ڪهڙو فرق هوندو هو، سو رگ ويد ۾ ڄاڻايل ڪونهي. انهيءَ هوند به ايترو پتو پوي ٿو ته مرد ٽي ڪپڙا پهريندا هئا: هڪڙو ڪپڙو "نيوي" (Nivi) سڏبو هو، جو چيلهه سان جڙيو پيو هوندو هئن، جنهنکري سمجهجي ٿو ته "ڪوپين" يا "لنگوٽي" ٻڌندا هئا. ٻيو ڪپڙو هو ڌوتي، ۽ ٽين چادر، جنهن کي "اَڌي واسَ" يعني "مٿان وجهڻ جو ڪپرو" چوندا هئا. سِنگالي اڄ تائين ڌوتي ۽ چادري پهرين ٿا ۽ اهو ويدڪ زماني جو دستور آهي. اسان جا پائيبند پائر به ڌوتي ڍڪين ٿا، پر جيڪو انگرکو ڍڪين ٿا، سو مهاڀارت واري زماني جي رواج پٺاندر. اسان جا جيڪي جوان سوٽ بوٽ پهرين ٿا، سي ڌوتي ٻڌڻ گهٽ ڳالهه سمجهن ٿا، پر ڌوتي ڪا گهٽ شي ڪانهي. ڪيترن يوروپي عالمن ان جون ساکونڪيون آهن. مثلاً: ڪرنل ميدوز ٽيلر ڌوتيءَ جو ذڪر ڪندي چيو آهي ته ڌوتيءَ کان وڌيڪ ڪا ٻي سولي سهنجي پوشاڪ، جنهن ۾ هلڻ، ويهڻ ۽ سمهڻ ۾ سولائي ٿئي، سا جوڙڻ ئي ناممڪن آهي. هن ڳالهه ڪرڻ ۾ اسان جو مطلب هيءُ آهي ته آڳاٽا لوڪ سڪٽي سونهن کي ڪين ڪڙهندا هئا؛ پر پوشاڪ ۾ به سولائيءَ ۽ سهنجائيءَ جو گهڻو خيال ڪندا هئا. اٿرو ويد جي منڊل پندرهين، (2، 1) ۾ "اُشنيش" (Ushnisha) لفظ ڪم آيل آهي،

جنهن جي معنيٰ آهي ”پَٽڪو“ يا مٿي ڍڪڻ لاءِ ڪپڙو. هن مان سمجهجي ٿو تہ پٽڪن ٻڌڻ جو رواج بہ ويدڪ زماني ۾ ئي هو. ***

زالون شايد اڳي چڱي ڪم ڪونہ آڻينديون هيون. نل دمينتيءَ واري قصي مان معلوم ٿئي ٿو تہ دمينتيءَ کي فقط بہ ڪپڙا پيل هئا. رامائڻ مان معلوم ٿئي ٿو تہ انهيءَ وقت (تريتا جڳ ۾) بہ زالون فقط بہ ڪپڙا پهرينديون هيون: ساڙهي هينان ۽ چادر مٿان. مهاڀارت ۾ لکيل آهي تہ دريون ڌن جڏهن دروپديءَ کي ڀريءَ سڀا ۾ ٿي گهرايو، تڏهن هن هلڻ کان انڪار ڪيو، جو چيائين تہ مان ”ايڪ وستر“ آهيان، يعني بت تي رڳو هڪ ڪپڙو اٿم. هن قسم جي حقيقتن مان ائين سمجهڻ ۾ اچي ٿو تہ زالون هڪ ڪپڙو هينان ۽ ٻيو مٿان (چادر) ڪنديون هيون، ۽ گهر ۾ چادر پائي ڪونہ وهنديون هيون، جنهنڪري گهر ۾ ”ايڪ وستر“ هونديون هيون اڄ بہ ڪي پريون زالون رڳو هڪ ڪپڙو (چادر يا رئو) هينان ڪري، گهر ۾ پوٽو ٻهاري ڪن ٿيون، ۽ چاتي اُگهاڙي هوندي اٿن، تہ انهيءَ ڳالهہ جو سانگو ڪونہ ڪنديون آهن. ٻاهر نڪرڻ مهل شايد زريءَ جي ڪناريءَ واري ساڙهي آڻينديون هيون، ۽ مردن جي ڌوتيءَ جي ڪناري تي بہ زري هوندي هئي، جو ماڻهن ترقي ڪري زريءَ ۽ پرت جو رواج بہ وڌو هو. انگرکن پهرڻ جو رواج اتهاسن واري زماني ۾ پيو، تنهن کانپوءِ بہ مرد گهڻو ڪري ڌوتي ۽ چادر اوڍيندا هئا، ۽ ٻنهي ڪپڙن جي اڪثر ول وريل ڪانہ هوندي هئي.

<u>زيور:</u> مهن جي دڙي واري زماني، توڙي رگ ويد واري زماني ۾، زالون ۽ مرد عام طرح زيور پائيندا هئا. اڄ بہ ڪيترا ڪڇي، مارواڙي ۽ ٻيا مرد ڳچيءَ ۾ چانديءَ يا سون جي هسني، ڪنن ۾ واليون يا ڪيوٽيون ۽ ٻانهن تي پٽو پهرين ٿا. منڊين ۽ ڇلن پائڻ جو رواج تہ عاملن توڙي پائبندن ۾ بہ عام آهي. اڳي بہ ائين هو.

هن وقت جيئن سونيون گينيون ۽ ڊالر آهن، تيئن رگ ويد واري زماني ۾ بہ سونا سڪا هوندا هئا، جي ”نِشڪ“ (Nishka) سڏبا هئا. اينهن جو وزن هڪجيترو نہ هوندو هو، پر عام طرح منجهن سورهن ماسا يا سوا تولو ڪن سون هوندو هو.

جيئن هن وقت ڪي زالون ڳينن جا هار پائين ٿيون، تيئن اڳي نِشڪن جو هار پائينديون هيون، جو ڇاتيءَ تي پيو لٽڪندو هئن، تنهنڪري اهو ڇاتيءَ توڙي ڳچيءَ جو ڳهڻو سڏيو ويوآهي. عام طرح اهو ”نشڪ گريو“ (Nishka Griva)يعني ڳلي جو نِشڪ سڏبو هو (منڊل پنجون، 19، 3). ٻيو هڪ زيور درِيءَ يا لُڪريءَ وانگر هوندو هو، جو ڇاتيءَ تي پيو لٽڪندو هون. اهو ”رُڪم“(Rukma) سڏبو هو (منڊل پهريون، 166، 10، منڊل چوٿون، 10، 5 ۽ منڊل پنجون، 1، 57، 5). سنڌي لفظ ”سونارو“ اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ ”سُورن ڪار“ معنيٰ سون جو ڪم ڪندڙ، پر سنسڪرت ۾ سوناري کي ”رُڪم ڪارڪ“ به چئبو آهي، جنهن جي اکري معنيٰ آهي ”رڪم جوڙيندر“. پانئجي ٿو ته رڪمن جو رواج نهايت عام هوندو هو، جنهنڪري ڪي سونارا رڳو رڪمن جوڙڻ جو ڪم ڪندا هئا. زالون ڪَنن ۾ سونا ڳن يا دُرَ پائينديون هيون، جي ”ڪرن شوڀن“ يعني ”ڪنن جي سونهن“ سڏبا هئا. مرد پنهنجي پيشانيءَ تي سهرا يا هار ٻڌندا هئا، جي ڳلن يا زريءَ جا نهيل هوندا هئا. اهي ”سرج“ (Sraj) سڏبا هئا. اهي سهرا شايد وهانءَ مهل يا ٻين ڪن خاص ميوقعن تي ٻڌندا هئا. جو نشڪن ۽ سرجن جوڙيندڙن کي اونو ٿيندو هو، ته مالڪن کي وقت سر جوڙي ڏيون، ته سک سان رهجي اچي نه ته تيستائين ننڊ ڦٽي پوندي هين (منڊل اٺون، 48، 15).

رگ ويد ۾ ڪيترن هنڌ موتين ۽ قيمتي پٿرن جو ذڪر آهي (منڊل پهريون، 35، 4، ۽ منڊل ڏهون، 68، 1). موتين جا هار ماڻهو پاڻ ته پائيندا هئا، پر گهوڙن کي به موتين جون ڪنٺيون پائيندا هئا (منڊل ڏهون، 68، 1). ”مڻي“ يا جواهرن جو ذڪر منڊل پهرين، (33، 8) ۾ آهي. انهيءَ ساڳئي منڊل (122، 14) ۾ ”مڻي گريو“ (Mani-Griva) لفظ ڪم آيل آهي، جنهن مان سمجهجي ٿو ته مڻين جو هار ٺاهي ڳچيءَ ۾ پائيندا هئا. گهوٽ پرٽجڻ ويندو هو، ته سونا ڳهڻا پائي ويندو هو، ۽ سرهو پائي ۽ تيل ڦليل ڪم آڻيندو هو (منڊل پنجون، 60، 4).

**وارن جي ٺاهه ٺوهه:** رگ ويد واري زماني ۾ زالون پنهنجن وارن جي ٺاهه ٺوهه علحدي علحدي نموني ڪنديون هيون. ڪي وار ڳُتي، چار چوٽيون ڪنديون هيون، جي پنيءَ تي پيون لٽڪنديون هين (رگ ويد، منڊل ڏهون، 114، 3). ڪي

”اوپش“ ناهينديون هيون، يعني پيشاني4 وٽ وارن جون گهنڊيون ٻيهارينديون هيون (منڊل پهريون (173، 6، انون، 14، 5، نائون، 71، 1 ۽ ڏهون 85، 8). ڪي زالون پنهنجا وار پنهنجيءَ ٽِپڻ تي اهڙيءَ ريت ويڙهينديون هيون، جو چڻ تہ ڪا پاٽ يا سينهُوڙي متي تي رکيل اٿن. ڪي وري وارن کي ويڙهي، ٽپڻ وٽ اُيو ۽ سڱ وانگر ڇهنبدار ڪنديون هيون. وارن جي ناھ نوھ جا اهي نمونا اَٿرو ويد جي منڊل ڇهين (238) ۾ بہ ڄاڻايل آهن. منڊل چوٿين ۾ تہ ائين بہ چيل اهي تہ زالون وارن ۾ گل اٽڪائينديون هيون. مرهٽن جون زالوناچ تائين وارن ۾ گل اٽڪائينديون آهن — هنن کي ڏسي، سن 1925ع کان وٺي ڪيتريون سنڌي ڇوڪريون بہ ائين ڪرڻ لڳيون آهن. مطلب تہ رگ ويد واري زماني جو رواج وري هينئر چالو ٿيو آهي. مصنف جي سانپر ۾ عام رواج هيءُ هوندو هو تہ زالون چوٽيءَ جون ٿي ويڙهيون ڪري، اُهي ڳتي، يڪي چوٽي ڪنديون هيون، ۽ سينڌ سنئين ڪڍنديون هيون. ٿورڙن ورهين کان ڏنگي سينڌ ڪڍڻ، ۽ وارن کي علحدي علحدي نموني ٻيهارڻ جو رواج عام ٿيو آهي، پر انهيءَ ڳالھ ۾ اسان جون ڇوڪريون اڪثر پارسياڻين ۽ مدمن سان ريس ڪن ٿيون.

مردن مان ڪي وڏا ڏگها وار رکندا هئا، تہ ڪي ڪترائيندا هئا، وشٿ منيءَ جي ڪُل وارن جا وار ڏگها هوندا هئا، (رگ ويد، منڊل ستون، 33، 1)، ۽ اهي متي جي ساڄي پاسي ويڙهي، ڳنڍ ڏيئي ڇڏيندا هئا، جيئن هن وقت جوڳي ڪندا آهن. ڪي ڏاڙهي رکائيندا هئا، تہ ڪي ڪوڙائيندا هئا (رگ ويد، منڊل ڏهون، 142، 4). اِندر ديوتاس جي نالي چيل آهي تہ هو ڏاڙهيءَ سان هو، (منڊل ڏهون، 23، 1-4). اڳي سنڌ ۾ ڏاڙهيءَ رکڻ جو رواج عاملن ۾، ۽ ڏاڙهي ڪوڙائڻ جو رواج ڀائيبندن ۾ عام هو. ٿورن ورهين کان ڏاڙهيءَ ڪوڙائڻ جو رواج عاملن ۾ گهٽو زور ٿيو آهي. ڪي تہ مڇون بہ ڪوڙايو ڇڏين. اهو مڇن ڪوڙائڻ جو رواج ويجهڙائيءَ ۾ صاحب لوڪن کان سکيا آهن.

**راڳ ۽ وڄائڻ جا ساز:** انسان پنهنجي ذاتي سُڀاءَ ڪري شاعر آهي، ۽ راڳ سندس روح ۾ آد کان سمايل آهي. ”راڳ“ لفظ جي اصل معنيٰ ئي آهي ”موج يا روح جو ريلو“. راڳ نهايت دلپذير شيءِ آهي، ۽ منجهس جادوءَ جهڙو اثر آهي،

جنهنڪري نہ رڳو ماڻهو، پر مِرون بہ موهيو ڇڏي. نانگ بہ مرليءَ تي ريجهي ٿو. اهڙيءَ طاقت ۽ اثر وارو هنر اول سنڌو ماٿر ۾، خاص ڪري پنجاب ۾ (!) شروع ٿيو. اڄ تائين چوڻي آهي تہ ”راڳ پنجاب ۾ ڄائو ۽ ٿر ۾ مُئو“. ٿري ماڻهن ڪي راڳ جي گهڻي سڌ ڪانهي.

اڳاٽن آرين مان ڪيترا سنڌو نديءَ جي ڪناري تي وهندا هئا، ۽ منيءَ للڪار سان ويدن جا منتر اُچاريندا هئا- ويدن جون رچائون خود ڄاڻائين ٿيون تہ وٽن راڳ جو قدر گهڻُ هو. آڳاٽن آرين جو ڪن سدائين قدرت ڏي مائل هو، ۽ خود قدرت مان ڪين اَنهد جو آلاپ ٻڌڻ ۾ ٿي آيو، جنهن جون پلٽون اُپنشدن ۾ پلٽيون اٿن.

اَٺ ئي پهر وڄي ٿي، مرلي من موهن جي،
ٻڌي، ٻن ڪنن سان، سامي ڪين رڃي،
توڙي پران تجي، تان پي ڏن ڏيان ۾.

آڳاٽن هندن راڳ ۾ ڏينهون پوءِ حيرت جهڙي ترقي ڪئي. هندو ماڻهو ورهيہ ۾ ڇهہ رُتيون ليکيندا آهن. هرهڪ رُت يا موسم لاءِ خاص راڳ رٿيائون. انهن ڇهن راڳن جا نالا ڀيروَ، هندول، ميگهہ، سريراڳ، ديپڪ ۽ مالڪوس آهن. راڳن کي تمثيلي طرح ديوتائون ڪري سڏيائون. هرهڪ ديوتا جي نالي ڄاڻايائون تہ ان کي پنج پاريائون (زالون) ۽ اٺ پٽ آهن. انهن زالن کي راڳڻيون ڪري ڪوٺيائون. راڳن ۽ راڳڻين کي مجسم ڪيائون، مثلاً ڀيروَ کي شِو ڀڳوان وانگر تي اکيون آهن، پيشانيءَ تي چنڊ پيو چمڪيس، جٽائن مان گنگاندي پيئي وهيس، مٿي تي واسينگ نانگ ويڙهيل اٿس ۽ ڳچيءَ ۾ ڪوپرين جي ڪنٺي پيل اٿس. هندول سوئي هندوري ۾ پيو لڏي. سندس چوگرد ڪيتريون اپڇرائون بيٺل اهن، جي هندورو پيون لوڏين ۽ راڳ پيون ڳائين.

ميگهہ لفظ جي معنيٰ ئي آهي ڪڪر، ۽ انهيءَ مان سنڌي لفظ ”مينهن“ (برسات) نهيو آهي. ميگهہ جو ورن ڪارو آهي، پيلي پوشاڪ اٿس، هٿ ۾ تکي ترار اٿس، ۽ ڪڪر تي سوار آهي. عام طرح ائين چوندا آهن، تہ ميگهہ راڳ کو پوريءَ وڏيءَ سان ڳائي، تہ اُمالڪ اڇي مينهن پوي (!)

سريراڳ هڪ سهڻو جوپان آهي. اڇي پوساڪ پيل اٿس، لعلن ۽ بلورن جي ڪنٺي ڳلي ۾ اٿس، ۽ هٿ ۾ ڪنول گل جهليو بيٺو آهي.
"ديپڪ" لفظ اُهو آهي، جنهن مان سنڌي لفظ "ڏيئو" نهيو آهي. ديپڪ کي باهه وانگر چمڪات ڪندر ڪپڙا پهريل اهن. پيشانيءَ مان آگ جا اُلا پيا نڪرنس، ۽ هڪ مست هاٿيءَ تي سوار آهن. چوندا آهن ته ڏيئي ۾ تيل ۽ وٽ وجهي ڪو پوريءَ وڏيءَ سان ديپڪ ڳائي، ته ڏيئو پاڻمرادو ٻري پوي (!) ڪي ته ائين ٻه چون ته اهو راڳ ڪو پوريءَ وڏيءَ سان ڳائي، ته آگ جون اُليلون سندس اندر مان نڪري خود کيس جلائي پورو ڪن (!)
مالڪوس هڪ ڏٺو مٺو جوان آهي. منهن مان رت پيو ڇٽيس، اکيون نشي ۾ مخمور اٿس، ۽ هٿ ۾ لٺ اٿس – لباس سندس نيلو آهي، ۽ ڳچيءَ ۾ موتين جي مالا پيل اٿس.
قديم يونانين ۾ ائين راڳن کي مجسم ڪيو آهي. ايترو آهي ته سيڪنهن ملڪ يا قوم جي ڳائڻ جو نمونو پنهنجو پنهنجو آهي. آهي. انگريزي راڳن مان ڪن کي مزو ايندو، ته ڪن کي نه ٻه ايندو. ساڳيءَ ريت هندستان جو راڳ ٻه ڪن کي وڻندو، ته ڪن کي نه وڻندو، باقي هرهڪ قوم کي پنهنجو پنهنجو راڳ نهايت پسند پوي ٿو. هرهڪ قوم ۽ ملڪ ۾ راڳ جا وڏا وڏا استاد ٿي گذريا آهن. هندستان ۾ اهڙن وڏن استادن مان تانسين نهايت ناميارو گويو ٿي گذريو آهي.
پنجاب ۽ سنڌ جا آڳاٽا رهاڪو سازن وڄائڻ ۾ ٻه پڙ هوندا هئا. ساز کني "سامَن" ڳائيندا هئا، جي الاهي محبت جا راڳ هوندا هئا – کي "گاٿا" ڳائيندا هئا، جنهن جو اُچار سنڌيءَ ۾ آهي "ڳاهه". سنڌ ۾ جڏهن ڪٿي پيڳت وجهندا آهن، تڏهن ڪنهن قصي يا ڪهاڻيءَ ڪٿندي، وچ ۾ ڪي بيت سُرَ سان چوندا آهن، جن کي "ڳاهون" چئبو آهي.
جنهن صورت ۾ اهو ويدڪ لفظ آهي، تنهن صورت ۾ ائين وسهڻ لاءِ سبب ٿئي ٿو ته اهو ڳاهن ڏيڻ جو دستور نهايت قديم زماني جو آهي. ڳاهن ڏيندڙ کي "گاٿِن" چوندا هئا. پانئجي ٿو ته گهڻا ڄڻا گڏجي ڳاهون ڏيندا هئا، يا هڪڙو ڳاهون ڏيئي بس ڪندو هو، ته ٻيو شروع ڪندو هو. جيڪو اول ڳاهون ڏيندو هو، سو

”ڳاتاني“ يعني ڳاهه هلائيندڙ يا شروع ڪندڙ سڏبو هو (رگ ويد، منڊل پهريون، 190، 1، ۽ منڊل انون، 92، 2). ڳاهن ۾ جيتوڻيڪ ڌرمي ڳالهين بابت مضمون هوندو هو، ته به اهي ويدن جي رچائن ۾ شمار ٿيل نه آهن (ائتريه براهمڻ 7، 18). ڪن رشين کي راجائن وٽان دان ملندا هئا، ته اهي سندن سخائن بابت راڳ چوندا هئا. اهي ”دان اُستتيون“ يا سخا جون ساراهون سڏيون وييون آهن، جنهنڪري اهو ”مديحي شعر“ (Panegryic Poetry) چئبو. سوم رس آڱرين سان نپوڙڻ مهل ست ڙالون گڏجي سوم رس جي ساراهه بابت گيت ڳائينديون هيون (منڊل نائون، 66، 8). اهي گيت به مديحي شعر جي دفعي ۾ ليکبا. رگ ويد جي ڪن رچائن ۾ جنگين جو ذڪر آهي. اهي رچائون ”رزمي شعر“ (Epic Poetry) جي دفعي ۾ ليکبيون. ڪن رچائن ۾ وهانءَ وڌاڻ ۽ ٻين ڳالهين جا بيان آهن. اهي بياني شعر (Descriptive Poetry) جي دفعي ۾ ليکبيون. اهڙيءَ ريت ويدن جي رچائن کي سندن مضمون پوتاندر جدا جدا فعن يا طبقن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. انهيءَ قديم رواج پٺاندر سنڌيءَ جو هاڻوڪو شعر به جدا جدا مضمونن بابت آهي، ۽ ان جي ڳائڻ جو شوق سڄيءَ سنڌ ۾ آهي. سکر ضلعي ۾ اهو شوق گهڻو آهي، تنهن ۾ به شوقين شهر شڪارپور، راڳ توڙي سازن وڄائڻ جي هنر ۾ برک آهي.

آڳاٽا لوڪ جنگ مهل، توڙي صلح سانت جي وقت ۾، هڪ قسم جو ڏُهل يا پير (نغارو) وڄائيندا هئا، جنهن کي ”دُنُدُڀي“ (Dundubhi) چوندا هئا (منڊل پهريون، 28، 5، ۽ ڇهون، 47، 29-31). ٻيو هڪ وڄائڻ جو ساز مرليءَ وانگر هئن، جنهن کي ”ڪرڪري“ (Karkari) ڪوٺيندا هئا (منڊل ٻيو، 35، 13). ويڻا به وڄائيندا هئا (منڊل پهريون 85، 10). رگ ويد جي منڊل ڏهين. (146، 2) ۾ ”آگهاتي“ لفظ ڪم آيل آهي. پروفيسر مئڪڊونيل ۽ ڪيت ڄاڻايو اهي ته ناچ مهل ڪِنجهون وڄائيندا هئا، تن کي آگهاتيون چوندا هئا، پر شاين آچاريه، جنهن ويدن جي ٽيڪا لکي آهي، تنهن جي خيال موجب اهي ويڻا هئا، جن مان جدا جدا قسمن جا سُر ڪڍندا هئا. هي سڀ ڳالهيون ڄاڻائين ٿيون ته سنڌو ماٿر جي قديم رهاڪن وٽ چڱي گمت لڳي پيئي هوندي هئي.

**ناچ:** سنسڪرت لفظ ”نِرتيہ“ جو اُچار سنڌيءَ ۾ قري ٿيو آهي ”ناچ“ رگ ويد واري زماني ۾ زالون توڙي مرد ناچ ڪندا هئا، پر اهڙي ڪا ثابتي ڪانهي، جنهن مان سمجهجي، تہ ٻئي گڏجي نچندا هئا. شري ڪرشڻ ننڍڙي هوندي گوپين سان راس ليلا ڪئي هئي، تنهن مان سمجهجي ٿو تہ ڇوڪرين ۽ زالن جي ناچ ۾ فقط ننڍڙا ڇوڪرا شامل ٿي سگهندا هئا. رگ ويد جي منڊل پهرئين، (10، 1) ۾ ڄاڻايل آهي تہ بانس جون ڪانيون اُڀيون جهلي، ناچ ڪندا هئا. ڀانئجي ٿو تہ جيئن گجرات ۾ ڇوڪريون ۽ زالون ڏونڪا هٿ ۾ جهلي ”گربو“ ڪن نٿُ)، ۽ ناچ ڪندڙ ) (nrta) “ٿيون، تيئن اڳي بہ ڪندا هئا. ناچ ڪندڙ مرد کي ”نرت سڏيندا هئا. منڊل پهرين (92، 4) ۾ شايد ڪنهن بازاري (nrtu) “عورت کي ”نرتو ناچ ڪندڙ عورت جو ذڪر آهي – جو ڄاڻايل آهي تہ ”ڪيس پرت پريل وڳو پهريل هوندو هو، پر ٻين جي ڏيان ڇڪڻ لاءِ پنهنجي ڇاتي اُگهاڙي ڪندي هئي. چڱن خاندانن جون زالون ائين بيشرميءَ سان ناچ نہ ڪنديون هيون – جو منڊل اٺين، (17، 7، 26، 13) ۾ ڄاڻايل آهي تہ ”زالون پاڻ کي چڱيءَ ريت ڍڪي، پوءِ ٻين جي اڳيان ايندريون هيون. رگ ويد ۾ هيئن بہ لکيل آهي تہ ”زالون ۽ ڪنواريون ڇوڪريون چڱا خاصا ويس وڳا ڪري محفلن ۾ وينديون هيون، ۽ جڏهن ٻنيون ۽ ٻيلا ساوڪ سبزيءَ ڪري خوش نما نظر ايندا هئا، تڏهن ڇوڪريون ۽ ڇوڪرا اوڏهين وڃي ناچ ڪندا هئا. ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون هڪٻئي جو هٿ جهلي، راس وجهنديون هيون يا ڇڪلي يا ڇيڪلي پائينديون هيون، تہ پُونءِ پيئي پٽڪات ڪندي هئي. اوڏيءَ مهل جيڪا لَٽ اُٿندي هئي، سا انهن ماڻهن کي ويڙهي ويندي هئي، جي موج مان اُتي اَچي مِڙندا هئا. اوڏيءَ مهل ”ڪَنجهون يا جهانجهہ بہ پيا وڄندا هئا.

**پينگهہ:** مرد، زالون ۽ ٻار دل ڪري پينگهن ۾ بہ لڏندا هئا، جو اها بہ سندين هڪ وڏي وندر هوندي هئي (منڊل ستون، 87، 5، 88، 3). اڄ بہ ٻهراڙين ۾ ڪيترا ٻار بلڪ وڏا ڪنهن وڻ ۾ نوڙيءَ ٽڪر پينگهہ وانگر ٻڌي، ان ۾ لڏندا آهن.

**ميلا ۽ جلسا:** آڳاٽا لوڪ ڪي ميلا، محفلون ۽ جلسا ڪندا هئا، جن ۾ زالون ۽ مرد دل وندرائڻ لاءِ وڃي ڪنا ٿيندا هئا (رگ ويد، منڊل پهريون، 124، 8، منڊل

چوٿون، 58، 8، منڊل ڇهون، 75، 4، ۽ منڊل ستون، 2، 5). ڪي پنهنجي ڪنهن هنر ظاهر ڪرڻ لاءِ، تہ ڪي پنهنجيءَ ڪمائيءَ لاءِ، ايندا هئا. ڪوي يا شاعر پنهنجي نالي ڪڍڻ لاءِ اتي ويندا هئا (منڊل ٻيو، 16، 7) ۽ منڊل نائون، 49، 47)، ڪي تير اندازيءَ ۾ انعام کٽڻ لاءِ تير ڪمان کڻي ايندا هئا، (منڊل ڇهون، 75، 3-5). ڪي ڪُشتي لڙندا هئا، (رگ ويد، منڊل ٽيون، 20، 20). گهوڙن جون شرطون بہ ٿينديون هيون، (منڊل نائون، 96، 9). اهڙن جلسن يا ميلن هلندي رات گذري ويندي هئي، ۽ مٿان صبح اچي ٿيندو هو، (منڊل پهريو، 48، 6). جوان ڇوڪريون ۽ ڇوڪرا اُتي هڪ ٻئي سان لهہ وچڙ ۾ ايندا هئا، ۽ ڇوڪريون پنهنجي لاءِ اتي مڙس چونڊي هٿ ڪنديون هيون، (رگ ويد، منڊل ستون، 2، 5، ۽ اٿرو ويد. منڊل ٻيو، 36، 1). اهڙن موقعن تي ڪيسباٽيون پنهنجيءَ ڪمائي لاءِ وينديون هيون، (رگ ويد، منڊل چوٿون، 58، 8). اهڙا جلسا اڄ تائين اتر هندستان ۾، خاص ڪري سولن ۽ سپيءَ ۾ ٿيندا آهن، جن ۾ زالون ججهي تعداد ۾ اچي ڪنيون ٿينديون آهن. انهن ميلن مان پوءِ هڪ وڏي خرابي پيدا ٿي — ويجهڙائيءَ ۾ سپيءَ وارن ميلن ۾ زالن کي قطارون ڪري بيهاريندا هئا، ۽ جيڪو انهن لاءِ چڱو واڪ ڏيندو هو، تنهن کي اهي زالون تين وار" ڪري ڏيندا هئا. ويدن واري زماني جي "سمن" (Samana) ۾ ڇوڪرين کي رڳو پنهنجي لاءِ گهوٽ ڳولڻ جو وجهہ ملندو هو، پر پوءِ هن ريت زالن جو وڪرو ٿيڻ لڳو، تہ ڏيهي حاڪمن مڙسي ڪري اها بد رسم بند ڪرائي.

<u>**گهوڙي سواري ۽ گهوڙن جون شرطون**</u>: رگ ويد واري زماني ۾ سنڌ جو پرڳڻو پنهنجن پل پلوڙ گهوڙن ڪري نهايت مشهور هوندو هو، (منڊل ڏهون، 75، 8). عام طرح ماڻهو گهوڙي تي سواري ڪندا هئا. جنگ مهل رٿن (گاڏين) ۾ گهوڙا ٻڌندا هئا. رٿن جي مٿان ڪلن جا ڍڪ هوندا هئا، جيئن هينئر ڏمڻ اڪثر چم جي ٺهيل ٿئي ٿي. جنگي جوڌن جي سواريءَ لاءِ گهوڙا ڌار هوندا هئا، جي واڇوڙي وانگر اُڏامندا ويندا هئا. دل وندرائڻ لاءِ گهوڙن جون شرطون ۽ رٿن جون شرطون پڄائيندا هئا. رگ ويد جي منڊل چوٿين، (24، 9) ۽ منڊل ڏهين، (156، 1) ۾ "آجہ" (Aji) لفظ ڪم آيل آهي، جنهن جي هڪڙي معنيٰ آهي "ڊوڙ پڄائڻ جي

شرط“ ۽ ٻي معنيٰ آهي ”شرط جو ميدان“. اهي ميدان نهايت ڪشادا هوندا هئا، ۽ انهن جو مفاصلو ماپي ڇڏيندا هڪئا، (منڊل انون، 80، 8). شرط ڪٽندڙ کي ”ڌن“ (انعام) ملندو هو، (منڊل پهريون، 81، 3). منڊل ڇهون، 45، 1، ۽ منڊل انون، 80، 1). شرط جي ميدان ۾ جن گهوڙن کي ڊوڙائيندا هئا، تن کي ڏوئي ڏمالي چڱيءَ طرح سينگاريندا هئا، (منڊل ٻيو، 34، 3، منڊل نائون، 109، 10، منڊل ڏهون، 68، 1). رٿن ۾ اڪثر گهوڙيون ٻڌندا هئا، ۽ اهي نهايت پليون هونديون هيون. جيلڪب آباد ۽ تلهار ۾، جن گهوڙن جو نماءُ ڏنو هوندو، تن کي چڱيءَ ريت سڌ هوندي ته هن وقت به سنڌ ۾ پلن گوڙن ۽ گهوڙين جي اٽاٽ ڪانهي.ا ڳي راجائون رشين کي گهوڙا ۽ گهوڙيون به دان ڪندا هئا، جنهنڪري رگ ويد ۾ رشين سندن ساکون ڪيون آهن.

**ڍاري راند:** آڳاٽن لوڪن جي عام طرح وندر هئي ڍاري راند. انهيءَ راند جو شوق اڄ تائين اسان جي ڪيترن ماڻهن ۾ هليو اچي. اڳي اوطاقون گهڻيون هونديون هيون، جن ۾ ڍاري راند ڪندا هئا. هينئر ڪي مڙهين ۽ تڪاڻن کي اوطاقون بنائي وينا آهن، جتي چلم جو ٻڙڪو ۽ ڍاري جو ٺڙڪو ڏينهن رات ٻڌڻ ۾ پيو اچي، ۽ صافو به سُڪڻ ڪونه ڏين.

ويدڪ زماني ۾ جوا جون ٽِڪريون عام هونديون هيون، جن ۾ جوارين لاءِ شراب ۽ ڪباب جو بندوبست به رکيل هوندو هو (اٿرو ويد، منڊل ڇهون، 70، 10). سنسڪرت ۾ ڍاري کي چئبو آهي ”اَڪش“ جنهن جي ٻي معنيٰ ”اک“ به آهي. هن وقت جيڪي ڍارا عام طرح ڪم اچن ٿا، سي عاج جا ٺهيل آهن، ۽ انهن تي انگن جا نشان اک جي نموني نڪتل هوندا آهن. اتهاسن واري زماني ۾ عاج جا ڍارا هوندا هئا، جن ۾ دغابازي ڪري سيهو ڳاري وجهندا هئا، ته ڍارا اهڙيءَ طرح ليٽن جو داءُ ڪٽي سگهجي. رگ ويد جي منڊل ستين، (86، 6)، ۽ منڊل ڏهين، (34، 1) ۾ ڍارن لاءِ ”وييتڪ“ لفظ ڪم آيل آهي، جنهن جو اُچار سنڌيءَ ۾ آهي ”ٻهيڙو“. آؤرا، ٻهيڙا ۽ هريڙون، انهن ٽنهي کي گڏي ”ٽڦلو“ (اطريفل) چئبو اهي. هن مان ائين سمجهڻ ۾ اچي ٿو ته اڳي ٻهيڙن جون ڪڪڙيون ڍارن طور

ڪم اينديون هيون. اهي ڪڪڙيون رنگ جون پوريون ٿين ٿيون، تنهنڪري رگ ويد ۾ ڍارن لاءِ ”ٻَپُرو“ (پورو) لفظ بہ ڪم آيل آهي.

هن وقت ڍاري راند ۾ ٽي ڍارا ڪم اچن ٿا، ۽ هرهڪ تي انگ نشان ٿيل هوندا آهن. پروفيسر مئڪڊونيل ۽ ڪيٿ ڄاڻايو آهي تہ ”ڍارن تي انگ نشان ٿيل ڪين هوندا هئا، جنهنڪري ڪٽڻ ۽ هارائڻ جي سڌ ڍارن (ڪڪڙين) جي تعداد مان پوندي هئي.“ رگ ويد ۾ ”تر پنچشهہ“ لفظ بہ ڪم آيل آهي. جنهن جي اکري معنيٰ آهي ”ٽڪو پنجو“. ڪن يوروپي عالمن ان جي معنيٰ ڪئي آهي ”پندرهن“ تہ ڪن ڪئي آهي ”ٽيونجاهہ“. رگ ويد جي منڊل ڏهين، (34، 18) مان بہ ايترو ظاهر آهي تہ گهڻا ڍارا (گهڻيون ڪڪڙيون) گڏي اُڇليندا هئا. اها راند ڪيئن ڪندا هئا، تنهن جو پورو پتو رگ ويد مان ڪونہ ٿو پوي، باقي ”آڌيديون“(Adhidevana) لفظ ڪم آيل آهي، جنهن جي اکري معنيٰ آهي ”جنهن تي راند ڪجي“. ٻيو لفظ ”ديوان ايرڻ“ (Devana Irina) ڪم آيل آهي، جنهن جي معنيٰ ”جوا جي ٽِڪري“ بہ ٿي سگهي ٿي. ڊاڪٽر انباش چندر داس ڄاڻايو آهي تہ زمين ۾ ٿوري کڏ کوٽيندا هئا، جنهن کي انهن نالن سان سڏيندا هئا. هن موجب چئبو تہ اها هڪ گولين راند هئي، جنهن لاءِ زمين ۾ ”سچ“ کوٽيندا هئا. ڪي يوروپي عالم انهن لفظن جي معنيٰ ڪن ٿا ”ڍاري راند لاءِ تختو“. هن مان وري ائين سمجهڻ ۾ اچي ٿو تہ ڪپڙي جي نهيل چؤنپڙ تن ڏينهن ۾ ڪانہ هئي، پر ڪا ميز هوندي هئي، ۽ انهيءَ ميز ۾ ڪا کڏ هوندي هئي، جنهن ۾ ڪڪڙيون ائين وجي پونديون هيون، جيئن ”بليئرڊ“ راند ۾ گولا وجيو ڪپڙي جي ڳوٿرين ۾ پون ٿا.

رگ ويد مان ايترو ظاهر آهي تہ انهيءَ راند جو اُصلو اِڪيءَ ٻڌيءَ تي ٻڌل هو، ۽ ٻڌيءَ وارو کٽندو هو. جيڪي ڪڪڙيون ”سچ“ ۾ وجي پونديون هيون، تن مان جيڪڏهن ”چونڪ“ (چار چار داڻا) نهندا هئا، تہ اهو ”ڪرت“ (Krta) سڏيندا هئا. جيڪڏهن ٽِنِڙ (ٽي داڻا گڏ) نهندي هئي، تہ انهيءَ کي ”تريتا“ ۽ ”ٻِنڙ“ (ٻہ داڻا گڏ) کي ”دواپور“ سڏيندا هئا. جيڪڏهن ”سچ“ ۾ ڪنهن جو داڻو ئي هڪڙو پوندو هو تہ اهو داڻو ”ڪلي“ (Kali) ڪونبو هو. راند اهو کٽندو هو، جنهن جا ”ڪرت“

(چؤنڪ) پوندا هئا، ۽ هڪ داڻي گهٽ پوڻ تي هارائيندا هئا (منڊل پهريون، 41، 9). راند ۾ جيڪو هٿ اچليندا هئا، تنهن کي ”گرهه – گرپ“ ڪوٺيندا هئا، (منڊل انون، 81، 1، ۽ نائون، 106، 3). راند پوري ٿيڻ ڪانپوءِ اهي ڏارا (ڪکڙيون) ڪنهن دٻلي ۾ ڍڪي رکندا هئا، ۽ اهو دٻلو ”اَڪش وپَنَ“ (Aksa – Vapana) سڏبو هو، يعني جنهن ۾ ڏارا يا ڪکڙيون اجولي وجهجن. راند ۾ جيڪو داءُ رکندا هئا، تنهن کي ”وج“ (Vij) چوندا هئا. انهيءَ جوا ۾ گهڻن جا خانا خرابا ٿيندا هئا. جوا ۾ ڌن ۽ چوپايو مال تہ هارائيندا هئا، پر وقتي پنهنجون جويون بہ هارائيندا هئا!‘ ماڻهن کي اها جوا جي چوس ڪيتري قدر هوندي هئي، ۽ انهيءَ چوس جي ڪري سندن ڪهڙا حال ٿيندا هئا، تنهن جا جگر ڏاريندڙ احوال اتهاسن مان ملن ٿا. نل دمينتيءَ جو دلسوز قصو پڙهو. مهاڀارت ۾ بہ ڏسو تہ راجا يڌشٽر جهڙي ڌرماتما پرش جوا ۾ پنهنجي راجائي تہ وڃائي، پر دروپدي بہ هارايائين! پر اها بہ ٿي پوءِ جي ڳالهہ خود ويدڪ زماني ۾ ئي جوارين جو ڪهڙو حال هوندو هو، سو هيٺي رگ ويد مان ڄاڻائجي ٿو، تہ هن وقت جيڪي جوا ڪن ٿا، انهيءَ مان سبق سکن.

**جواريءَ جو ارمان:** هڪ جواريءَ، جوا ۾ پنهنجو خانو خراب ڪري، بلڪ پنهنجي جوءِ کان جدا ٿي پوءِ جيڪو ارمان ظاهر ڪيو آهي، سو رگ ويد جي منڊل ڏهين، (34) ۾ هن ريت ڄاڻايل آهي:

”ٻهيڙن مان پيدا ٿيل (ڏار) جيئن ولٽندا وڃن، تيئن منهنجي دل کي خوشي پيئي ٿئي، اهي ڏارا مون کي ائين ٿا هرڪائين، جيئن سوم رس تي ماڻهو هرڪي وڃي“.

”منهنجيءَ زال مون سان ڪڏهن جهيڙو جهٽو ڪونہ ڪيو، نڪي ڪڏهن مون کي ڌڪاريائين، پر ڏاري راند سان دل رکي، مون پنهنجيءَ وفادار زال کي هڪالي ڪڍيو آهي“.

”پنهنجيءَ سس کي مان ڏنو نٿو وڻان، ۽ منهنجي زال هينئر مون کي پاڻ وٽ اچڻ نٿي ڏئي، تنگيءَ جي مهل جواريءَ جي دل کي ڪو دلاسي ڏيڻ وارو ڪونهي“.

”جهڙيءَ ريت گهوڙي جي پني ڳاٽ سبب ڦٽي پيئي هوندي آهي، ۽ ڪيس ڪابہ فرحت ڪانہ هوندي آهي، تهڙيءَ ريت جواريءَ جي دل کي انهيءَ کان وڌيڪ فرحت ڪانهي“.

”جنهن ماڻهوءَ پنهنجو ڌن ڏاري راند ۾ وڃايو آهي، تنهن جي زال وٽ ٻيا مرد ڪيس هرڪائڻ لاءِ وڃن ٿا. هن جو (جواريءَ) جو پيءُ، ماءُ ۽ ڀائر رڙ ڪري پيا چون تہ ”اسين سڃاڻونس بہ ڪونہ، ٻڌي وٺي وڃوس.“

”منهنجا سنگتي ساٿي مون کي پاڻ ڪڍائي، مون کي ڇڏي ويا آهن، تنهنڪري پرڻ بہ ڪريان تہ وري ڏاري راند ڪونہ کندس، پر جڏهن جواري پؤرا ڏارا اُڇلين ٿا، ۽ ڏارن جو کڙڪو نڙڪو ٿئي ٿو، تڏهن جوا جي ٽِڪريءَ ڏي مان ائين وک کڻي وڃان ٿو، جيئن ڪا عورت پنهنجي آشنا ڏي وڃي.“

”ماڻهو کهڙو بہ شوخ ۾ شوخ هوندو، تہ بہ ڏارا سندس غضب کان ڊڄي، سندس اڳيان ڪنڌ نٽا جهڪائين، پر خود راجائون اچيو ڏارن جو سلام پرين ٿا“.

اهي ڏارا ٿانڊن جهڙا آهن، جن پاڻ جيتوڻيڪ ٿڌا آهن، تہ بہ دل کي لهس ڏيو ڇڏين.“

”جواريءَ جي ڏتڙيل زال پريشان آهي، ۽ اهو ئي حال آهي انهيءَ ماءُ جو، جنهن کي سڌ ئي ڪانهي، تہ پُٽس ويندو ڪيڏانهن آهي.“

”جواري جڏهن ڏسي ٿو، تہ ٻيون زالون پنهنجن پنهنجن گهرن ۾ سکيون سهنجون آهن، تڏهن پنهنجيءَ زال جا اَبالا حال ڏسي، سندس جان پيئي جلي، پر صبح جو وري بہ وڃي ڏارو جوٽي ٿو، ۽ رات جو جنهن وٽ چلهہ جي باهہ اُجهامي وڃي ٿي، تنهن وقت تائين پاڻ بہ ڏتڙيل حالت ۾ وڃي پهچي ٿو.“

”ڪڏهن بہ ڏاري راند نہ ڪريو. کيتي ڪريو. جيڪا ملڪيت اٿو، تنهن تي راضي رهو، ۽ ائين سمجهو تہ اها ڪافي آهي. پوڄڻ جوڳ سَوتر ديوتا (سورج ديوتا) مون کي ائين پيو چوي تہ ”اي جواري، اجهي هي تنهنجون ڳايون ۽ اجها هيءَ آهي تنهنجي زال، انهن جي سنڀال ڪر.“

هي مضمون نهايت نصيحت آميز آهي، ۽ ساڳئي وقت ڄاڻائي ٿو تہ جنهن رشيءَ جو اهو چيل آهي، تنهن انساني سڀاءَ جو پوريءَ ريت اڀياس ڪيو آهي.

**جيئريءَ تي جيئري پرڻجڻ جو رواج:** جوا جي علت کان سواءِ ٻي هڪ بڇڙي رسم جا اڄ تائين سڄي هندو جاتيءَ تي هڪ ڪوڙهه جو ٽڪو آهي، سا آهي جيئريءَ تي جيئري پرڻجڻ جي رسم. هن بد رسم جو بنياد آهي ٻانهپ يا غلامي، جا خود هڪ بد رسم آهي. اڳي جنگ ۾ گرفتار ٿيل زالون ٻانهيون ڪندا هئا، ۽ اهي سندن ملڪيت هونديون هيون. گهڻين زالن پرڻجڻ جو رواج ائين پيو. رگ ويد واري زماني ۾ اڪثر ججهيءَ هوند وارا گهڻيون زالون پرڻبا هئا، (منڊل ستون 18، 7، ۽ منڊل ڏهون، 95، 6). ڪي گهڻ ذاتين وارا ٻه ٻه – ٽي ٽي زالون پرڻبا هئا، جو گرفتار ٿيل زالون وڪامنديون به هيون. انهيءَ هوندي به وچولي درجي وارا ماڻهو گهڻو ڪري "ايڪ پتني وواهه" يعني هڪ زال سان پرڻجڻ (Monogamy) پسند ڪندا هئا، جيئن ڪاڪشون رشي سنڌ جي راجا سونيه پاوييه جون ڏهه نياڻيون پرڻيون هو. گهڻين زالن پرڻجڻ ڪري گهر جنسي ڪرهن (جهيڙي) جو آکاڙو ٿيو پوي، تنهنڪري ڪيترن رشين جو عام طرح خيال هو ته گهرو سک آهي ئي تڏهن، جڏهن مرد فقط هڪ زال پرڻجي ٿو، (رگ ويد منڊل ٿيون، 53، 6). ڪن اهو به اوچو آدرش اڳيان رکيو ته فقط هڪڙي زال پرڻجي، ۽ رڳو انهيءَ سان ئي ناتو رکجي، ۽ ٻين کي ماءُ ڀيڻ جهڙو ڪري سمجهجي. انهيءَ سبب اڄ تائين چوڻي آهي ته "ايڪ ناري سدا برهمچاري"، يعني جيڪو ماڻهو رڳو پنهنجيءَ هڪڙيءَ زال سان ورتي ٿو، سو گويا سدائين برهمچاري آهي. ماڻهن ۾ جيتوڻيڪ انيڪ خيال عام به هو، ته به "بهو پتني وواهه"، يعني گهڻين زالن پرڻجڻ جي رسم (Polygamy) پوءِ به هلندي ائي. رامائڻ واري زماني ۾ راجا دسرٿ جي گهر ۾ پهاچپڻي اهڙي حالت پيدا ڪئي، جو خود پنهنجيمربي پٽ شري رامچندر کي چوڏهن ورهيه بنواس پوڳايائين، ۽ سندس وڇوڙي ۾ پنهنجا پراڻ تياڳيائين! اهڙن مثالن هوندي به ماڻهن اها بد رسم نپت ڪانه ڇڏي. هندن جي شاسترن ۾ گهڻين استرين پرڻجڻ کان روڪ ٿيل ڪانهي. سرڪار هندن لاءِ جيڪو قاعدو جوڙيو آهي، سو سڄو هندن جي شاسترن ۽ روجن تي ٻڌل آهي، تنهنڪري جيئريءَ تي جيئري پرڻجڻ جي قاعدي موجب روڪ ڪانهي. انهيءَ هوندي به عام طرح گهڻا اها رسم ڌڪارڻ لڳا، جنهنڪري

سنڌ ۾، توڙي ٻين ڪيترن هنڌ انهيءَ رسم تي ڪي بندشون وڌائون. ڪيترن ورهين کان عام رواج هيءُ آهي ته ڪوبه ماڻهو هڪڙيءَ استريءَ هوندي ٻي اِستري تڏهن پرڻجي سگهي ٿو جڏهن:

(1) استري ڇٽ ڇري هجي، ۽ سندس سنئين ٿيڻ جي اميد پٽيءَ نه هجي،

(2)ڪوڙي يا ٻيو اهڙو ڪو نهايت خوفناڪ مرض هجيس. ۽ سندس ڇٽڻ جي اُميد بنهه ڪانه هجي.

(3)اِستري سنڍ هجي. ۽ پتيءَ کي ٻي شادي ڪرڻ جي پاڻ موڪل ڏئي، ۽

(4)اِستري رڳو ڌيئون پيئي ڄڻيندي هجي، ۽ پتيءَکي ٻي شادي ڪرڻ جي پاڻ موڪل ڏئي، ته يلي ته ٻيءَ اِستري مان پٽر سنتان پيدا ڪري.

جنهن کي انهن چئن سببن مان ڪوبه سبب ڪونهي، سو هڪڙيءَ اِستريءَ هوندي ٻي اِستري پرڻجي نٿو سگهي.

پنچاتين اهڙيون بندشون وڌيون، تنهن ڪانپوءِ به ڪي ماڻهو نه رهيا. سندين پنچاتين مٿن مقدما داخل ڪيا، ته هنن هليءَ چليءَ جي برخلاف شادي ڪئي آهي، تنهنڪري اها شادي رد ۽ باطل ٺهرائي وڃي. ڪي هڪ نه ٻيو سبب ڏيئي پاڻ ڇڏائي ويا، ته ڪن حالتن ۾ خود پنچاتين معافي ڏيڻ ضروري سمجهي. هاڻ ماڳهين اها ڪوشش هلندڙ آهي ته انهيءَ بد رسم کي قاعدي جي ڪاتيءَ سان رد ڪجي. هن لاءِ هڪ مسودو هند سرڪار جي قاعدي ساز ڪائونسل ۾ پيش ٿيو آهي. جيڪڏهن اهو بحال ٿيندو، ته سڄي هندستان جي هندن جو انهيءَ ۾ يلو ٿيندو.

**<u>اولاد جو ماءُ جي نالي پٺيان سڏجڻ</u>:** اڳي عام طرح راجائون، رشي ۽ ٻيا گهڻيون زالون پرڻبا هئا، ته انهيءَ رواج مان هڪ ٻيو رواج پيدا ٿيو، جو هن وقت عجيب پيو لڳي. هن وقت هرڪو پنهنجي پيءُ جو اولاد سڏجي ٿو، پر اڳي هرڪو ماءُ جو اولاد سڏبو هو، جنهنڪري سمجهڻ سولو ٿيندو هو ته پيءُ جي ڪهڙيءَ زال مان پيدا ٿيل آهي. ڪاڪشون نالي هڪ رشي سنڌ جي راجا سونيه ياوييه جون ڌهه نياڻيون پرڻيو هو. انهيءَ رشيءَ جي پيءُ جو نالو ”درگهه تمس“ (Drigha – Tamas) يعني ”ڊگهي اوندهه“ هو، ۽ ماڻس جو نالو ”اؤشيج“ هو،

تنهنڪري رگ ويد ۾ ڪاڪشون رشي ”اؤشيج“ يعني اُشيج جو پٽ سڏيو ويو آهي. اهڙا مثال بيا بہ آهن. مثلا: ”اَنجنيہ“ معنيٰ ”انجنا جا پٽ“. اهو نمونو ديوتائن ۽ دئتن سان بہ لاڳو ڪيائون. مثلاً : ”اَدتيہ“ معنيٰ آدتيءَ جا پٽ (سورج ديوتا وغيره)، ۽ ”دئتيہ“ (دئت) معنيٰ دتيءَ جا پٽ. اهو رگ ويد واري زماني جو رواج پوءِ بہ هلندو آيو. راجا دسرٿ جو پٽ شري رامچندر، راجا رگهو جي نسل مان هو، تنهنڪري پنهنجي انهيءَ وڏي ڏاڏي جي نالي پنيان ”رگهو پتي“ يعني رگهو ڪُل جو مالڪ هو، ۽ ”راگهو“ يعني راجا رگهوءَ جو اولاد سڏجڻ ۾ آيو.

---

* It is difficult to conceive that cotton (which, as we learn from professor J.H. Balfour, is supposed to have been indigenous in India), though not mentioned in the hymns, should have been unknown when they were composed, or not employed for wearing the light cloth which is necessary in so warm a climate. Dr. Muir: Original Sanskrit. Tests V. p. 462.

** Considerable attention was already paid to personal decoration Ibid p. 462.

\+ If the rendering be correct, this shows the custom of presenting honorary dresses to be of India. And of origin considerable antiquity. Wilson's Reg veda, III, p. 277.

* پوپاڪ صاحب ڄاڻايو آهي تہ ”قديم يوناني لوڪ هندن وانگر ڌوتي پائيندا هئا، ۽ ڪلهن تي بوچڻ وجهندا هئا“. اهو پاسو وسايو ئي هندن هو، تنهنڪري هندڪا رواج ايڏانهين عام ٿيا هئا. - مصنف

** "Anything more convenient to walk, to sit, or to lie in, it would be impossible to invent." Col. Meadows Taylor; Edinburg Review for July, 1867.

* Cambridge History of India, 1, 103.

* Kaegi: The Reg Veda, p. 19.

* Vedic Index, I, p.4.

\+ Dr. A.C. Das: Reg Vedic Culture, p. 229.

”رگو پتي، راگهوَ، راجا رام،
پنت پاون، سيتا رام“.

شري رامچندر، راجا دسرٿ ڪي راڻي ڪوشليا مان ڄائو هو، تنهنڪري ”ڪوشليہ“ يعني ڪوشليا جو پُٽ بہ ڪوٺيو ويو آهي. سندس ڀاءُ لڇمڻ ”سمترييہ“ يعني راڻي سُمترا جو پٽ، ڪوٺيو ويو آهي. مطلب تہ ٽنهي ڀائرن جو

پيءُ ساڳيو ئي هو، پر مائون ڀيون ڀيون هين، تنهنڪري مائرن جي نالن پٺيان ٻه سڃاڻ ۾ ٿي آيا.
مهاڀارت مان معلوم ٿئي ٿو ته ارجن راجا پانڊوءَ جو پُٽ هو، تنهنڪري "پانڊوؤ" يعني راجا پانڊوءَ جو پٽ سڏبو هو، پر ماڻس جو نالو "کُنتي" هو، تنهنڪري "ڪونتيه" ۽ "ڪنتي نندن" به ڪوئبو هو. ڪنتيءَ جو ٻيو نالو "پرتا" هو، تنهنڪري شريمد ڀاڳوت گيتا ۾ ارجن جو ٻيو نالو "پارٿ" يعني پرتا جو پٽ ڄاڻايل آهي. ائين اتهاسن واري زماني ۾ ئي نمونا چالو هئا، يعني هرڪو پيءُ توڙي ماءُ جي نالي پٺيان سڏبو هو. انهيءَ ڪان گهڻو پوءِ3 هرڪو رڳو پنهنجي پيءُ جو اولاد ليکجڻ ۾ آيو، پوءِ پل ته پيءُ جي کهڙيءَ به زال مان پيدا ٿيو هجي. ڪن عالمن جو چوڻ آهي ته اهو اصل دراوڙن جو دستور هو، جو آڳاٽن آرين به اختيار ڪيو هو. ڪنهن به صورت ۾ اها پڪ آهي ته گهڻين زالن پرڻجڻ جي رواج هئڻ سبب اهو رواج پيو، ۽ پوءِ جيئن هڪ اِستري پرڻجڻ جو رواج عام ٿيو، تيئن هيءُ رواج گهٽبو ويو، ۽ هاڻ اصل ڪونهي.

**مردن جو وري پرڻجڻ:** گهڻين زالن پرڻجڻ بدران فقط هڪ اِستري پرڻجڻ جو رواج عام ٿيندو ويو، ته ايترو ڪيائون، ته جنهن جي پهرينگ هر واري گذاري ويندي هئي، سو ٻيو گهر پٽبو هو. ٻي زال به مري ويندي هئي ته پوءِ ڪنهن کي ٽئين ۽ چوٿين گهر واري پرڻجڻ ڪان منع ڪانه هوندي هئي، ۽ اهو ئي رواج اڄ تائين چالو آهي. اڪثر ساليءَ سان پرڻجڻ روا ليکبو هو، جو سالي ساڳئي گوتر مان نه آهي. ڪنهن کي پهرئين گهر مان اولاد هوندو، ۽ سالي پرڻبو، ته ٻارن جي اها ماسي پنهنجن پاڻيجن ۽ ڀاڻيجين کي گهٽ ڪين گهرندي. البت ايترو آهي ته ماءُ وري به ماءُ آهي، ۽ ماسي نيٺ به ماسي آهي، ۽ اها ڦري ماءُ ٿيندي، ته به جيترو هڏ سڳيءَ ماءُ جو ڪرڪندو، تيترو ماٽي جي ماءُ يا ماسيءَ جو نه ڪرڪندو. انهيءَ سبب چوٽي آهي ته:
انهيءَ هوندي به ڪنهن هنڌان پرڻجڻ بدران وري به ساليءَ سان پرڻجڻ بهتر سمجهندا هئا، جو ڏاريءَ ڪان وري به ماسيءَ کي ٻارن جو وڌيڪ تاءُ اُپرندو. جيڪڏهن ڪنهن کي پهرينءَ زال مان اولاد نه هوندو هو، ته به اڳين ساهرن سان

پريت ٽوڙڻ واجب نہ سمجهي، سالي پرڻبو هو ۽ ائين اڳيون رستو قائم رکندو ايندو هو. اهڙن سببن ڪري ساليءَ سان پرڻجڻ جو رواج اڄ بہ عام آهي. ڏير جو ڏنيل ڀاڄائيءَ سان پرڻجڻ بہ روا ليکبو هو، جو ڀاڄائي بہ ساڳئي گوتر مان نہ آهي. اها "وڌوا وواهہ" (Widwo Marriage) جي ڳالهہ آهي، تنهنڪري ان جو ذڪر ڏار ڪبو. هتي رڳو ايترو ڄاڻائجي ٿو تہ ڏير جو ڀاڄائيءَ سان پرڻجڻ ڪسي ڳالهہ ليکبي هئي، تنهنڪري ڀاڄهائيءَ يا ٻيءَ ڪنهن بہ وڌوا سان پرڻجڻ جو رواج اڄ بہ گهٽو عام نہ آهي.

وڌوا وواهہ: "وڌواهہ" لفظ ۾ "و" معنيٰ "سواءِ" ۽ "ڌوَ" معنيٰ "مڙس". سنسڪرت لفظ وڌوا جو اُچار انگريزيءَ ۾ آهي "وڊو" (Widow) ۽ بنيادي معنيٰ اٿس "مڙس کان سواءِ"، يعني "رن زال"، جا "ڏنيل" ۽ "ڦلاونتي" بہ سڏبي آهي. اڳي ڪنهن ڇوڪريءَ جو مڱئي هوندي مڙس مري ويندو هو، تہ پوءِ هن جو وري مڱجڻ ۽ پرڻجڻ اعتراض جوڳي ڳالهہ نہ ليکبي هئي. اڄ بہ ائين آهي. جيڪڏهن پرڻجڻ کان پوءِ ڪنهن جو پتي گذاري ويندو هو، تہ نڪي اها ڏنيل زال وري پرڻجڻ پسند ڪندي هئي، نڪو ماڻهو وڌوائن سان پرڻجڻ عام طرح پسند ڪندا هئا. انهيءَ هوندي بہ وڌوا وواهہ ٿيندا هئا. "دڌشو" (Didhishu)معنيٰ "اُهو مرد جو ڪنهن وڌوا سان پرڻيو هجي". "پر پورو" (Parapurava)معنيٰ "اُها زال جنهن نہ ٻيو مڙس ڪيو هجي". پؤنر ڀوَ" (Panuarbhava)معنيٰ "وڌوا زال جو ٻئي مڙس مان ڄاول پٽ". اهي لفظ خود ڄاڻائين ٿا تہ وڌوائون پرڻبيون هيون.

منوسمرتيءَ ۾ ڄاڻايل آهي تہ قديم زماني ۾ وين" نالي هڪ راجا ٿي گذريو آهي، جو وڌوائن کي زوريءَ پرڻائيندو هو، جنهنڪري ڪيترا "دوجہ" (Twice born) يعني براهمڻ، ڪتري ۽ وئش دل ۾ ڪندا هئا، (9- 65-66 شلوڪ). اڄ بہ ڪيترن جا اهي خيال آهن تہ جيڪا وڌوا رهي سگهي، تنهن کي زوريءَ پرڻائڻ واجب نہ آهي، پر جا نہ رهي سگهي، تنهن کي ورپپرڻجڻ کان روڪڻ روا نہ آهي.

رگ ويد ۾ "ديور" لفظ ڪم آيل آهي، جنهن جو اُچار سنڌيءَ ۾ آهي "ڏير" ۽ معنيٰ اٿس "مڙس جو ڀاءُ". پروفيسر مئڪس ملر جي خيال موجب انهيءَ لفظ جو ڌاتو يا بنياد آهي "دِوَ" معنيٰ راند ڪرڻ. هن لفظ مان اها سڌ پوي ٿي تہ ڏير ۽

ڀاڄائي پاڻ ۾ پاڻُ پيڻ وانگر رانديون ڪندا هئا، تنهنڪري "ديور" (ڏير) جي اصل معنيٰ هئي "راند پائي" يا "راند ساٿي" (A play — mate) . اڄ به ڪيترن هنڌ ڏير ۽ ڀاڄائي گڏجي پتي راند، ۽ ٻي وندر ور ونهن ڪن ٿا.
ڪي ائين پائيندا آهن ته سنسڪرت لفظ "ديور" اصل ۾ آهي "دوي ور" يعني ٻيو مڙس. اهو هن ڪري چون ٿا ته، جو ڏير پنهنجيءَ ڏنيل ڀاڄائيءَ سان پرڻجي سگهي ٿو. حقيقتاً ڀاڄائيءَ سان پرڻجڻ جو رواج هندن ۾ نڪي اڳي عام هو، نڪي هينئر عام آهي. اڄ به ڏير جو ڀاڄائيءَ سان پرڻجڻ هڪ نهايت ڪسي ڳالهه ليکجي ٿي، تنهنڪري ائين سمجهڻ ته "ڏير" اصل ۾ ٻيو مڙس ڪري ليکبو هو، سا بنهه غلط ڳالهه آهي. ڏير ۽ ڀاڄائيءَ جي ميلاپ بنسبت اڳي هڪ نهايت عجيب رواج به ڪجهه وقت هلندڙ هو، جو "نيوڳ" سڏبو هو. جنهن جو ذڪر ڏار ڪجي ٿو.
**نيوڳ:** (Levirate) رگ ويد واري زماني ۾ عام دستور هيءُ هوندو هو ته جنهن زال جو مڙس مري ويندو هو، سا پنهنجي پتيءَ سان گڏ چڪيا تي چڙهي، پاڻ کي جلائي ڀسم ڪندي هئي. اهو ئي رواج ڪي صديون ساندهه هلندو آيو. ڪن حالتن ۾ وڌوا پنهنجي ڏير يا مڙس جي ڪنهن ويجهي عزيز سان پرڻبي هئي. وقتي هيئن به ٿيندو هو ته جنهن جوان زال کي پنهنجي پتيءَ مان ڪو اولاد نه هوندو هو، سا پنهنجي نسل قائم رکڻ لاءِ ڏير سان ڪجهه وقت گڏ رهي، ٻار ڄڻيندي هئي، (رگ ويد، منڊل ڏهون، 40، 2). ڏير سان گڏ رهڻ لاءِ وهانءَ جا ساٿ سوڻ ڪونه ٿيندا هئا، جو اهي سڄي عمر زال مرس ٿي گڏ نه گذاريندا هئا. انهيءَ رواج جو مثال مهاڀارت مان به ملي ٿو. مهاڀارت واري زماني ۾ ويد وياس پنهنجيءَ وڏيءَ ڀاڄائيءَ انيڪا سان هڪواريءَ سنجوڳ ڪري "ڌر تراشٽر" (ڪورن جو پيءُ) ڄڻيو. ساڳئي ويد وياس پنهنجيءَ ننڍيءَ ڀاڄائيءَ انبالڪا مان "پانڊو" (پانڊون جو پويءُ) ڄڻيو. اهي ٻار ڄاوا ته پوءِ ويد وياس ڪڏهن به وري پنهنجين ڀاڄاين جي ويجهو ڪونه ويو، جو انهيءَ ٿوري وقت سنجوڳ ڪرڻ جي مراد رڳي ايتري هئي ته پٽ پيدا ٿئي، جو ڪُل جو نالو قائم رکندو اچي. انهيءَ رسم کي "نيوڳ" سڏيندا هئا. انهيءَ رواج جو منو سمرتيءَ (9، 89 — 70) ۾ به

ذڪر ڪيل آهي. شلوڪ 70 ۾ چيل آهي تہ پاڄائيءَ جو ناتو پنهنجي ڏير سان فقط تيستائين رهندي جيستائين پٽ ڄمندس. راجا ڌر تراشٽر ۽ راجا پاندو توڙي جو وڏو گهراڻا آريا هئا، تہ بہ هيءُ نيوڳ جو رواج سيني آرين ۾ عام نہ هو. اهو گهٽ ذات وارن جو رواج هو، جنهنڪري وڏ گهراڻن آرين انهيءَ رواج کي پوءِ زور ونڻ تہ نہ ڏنو، پر پاڻ صفا بند ڪري ڇڏيائون، جنهنڪري رڳو گهٽ ذاتين وارا اهو رواج پوءِ هلائيندا آيا. اڄ تائين اوريسا جا ڪي گهٽ ذات ورا هندو پنهنجي نياڻي انهيءَ ماٽهوءَ سان پرڻائيندا آهن، جنهن کي ڪو پاءُ هوندو آهي، تہ مڙس مري وڃڻ جي حالت ۾ هوءَ ڏير سان پرڻجي سگهي، ۽ هميشہ لاءِ وڌوا ٿي رهڻو نہ پويس. ساڳيءَ طرح آگري ۽ ائوڌ جي گڏيل پرڳڻن، ۽ بهار جا ڪي گهٽ ذات وارا هندو ڏنيل زال کي پنهنجي ڏير مان اولاد پيدا ڪرڻ جي اجازت ڏيندا آهن. مطلب تہ وڏ گهراڻن هندن اِهو رواج بنهہ بيهودو سمجهي ڇڏي ڦٽو ڪيو، جنهنڪري هن وقت رڳو ڪي گهٽ ذات وارا هندو اهو رواج هلائيندا پيا اچن، پر اهو بہ سيني هنڌ عام ڪونهي.

هيءُ نيوڳ جو رواج خود ائين پيو ڀاڻائي تہ اهو اصل آرين جو جاري ڪيل نہ هو، نہ تہ جيڪر نيوڳ جا گهڻي ئي مثال اتهاسن ۽ پراڻن مان ملن. تاريخ جي اڀياس مان مصنف کي ائين سمجهڻ ۾ اچي ٿو تہ اهو رواج اصل بني اسرائيل (يهودين) جاري ڪيو هو، ۽ هنن کي ڏسي ڪجهہ وقت آرين بہ لاچاري حالتن ۾ اهو روا ڪيو، پر ان کي ڪڏهن بہ زور ونائڻ جي ڪوشش نہ ڪيائون. رگ ويد واري زماني ۾ ئي اُتر هندستان ۽ ڏکڻ هندستان جا واپاري وٽج واپار سانگي بئبلونيا، سيريا يا شام ملڪ ۽ الهندي ايشيا جي ٻين هنڌن ڏانهن ويندا هئا، ۽ پوءِ اتي پنهنجون بينڪون بہ وڌائون، بلڪ منجهائن ڪي يهودين ۽ ٻين سيميٽڪ قومن سان سنگ ڳنڍي وينا. انهيءَ گهڻي ۽ گهاٽيءَ لهہ وچڙ جو هڪ اثر هي ٿيو، جو بني اسرائيلن جو هيءُ رواج ڪن آرين بہ اختيار ڪيو، پر رڳو بني اسرائيلن ۾ نيوڳ جو رواج نهايت قديم زماني کان هو، ۽ لاچاري حالتن ۾ پوءِ حضرت موسيٰ ان کي زور ونايو. اها حقيقت عيسائين جي انجيل مان پڙهيءَ پت معلوم ٿئي ٿي. انجيل ۾ چٽيءَ ريت لکيل آهي تہ حضرت موسيٰ جو چوڻ

هو ته ”جيڪڏهن هڪڙو ڀاءُ ٻنا اولاد جي مري وڃي، ته ٻيو ڀاءُ پنهنجيءَ ڏنيل ڀاڄائيءَ مان سندس نالي ٻار پيدا ڪري.“ حضرت موسيٰ جي فرمودي موجب قديم يهودي هيئن ڪندا هُئا، جو ڪنهن جو هڪڙو ڀاءُ مري ويندو هو، ته سنديس ڏنيل زال ٻئي ڀاءُ سان گڏ رهندي هئي ۽ ٻيو ڀاءُ ٻنا اولاد جي مري ويندو هو ته پوءِ ٽئين، چوٿين، پنجين، ڇهين ۽ ستين ڀاءُ سان به گڏ رهي ٻار ڄڻيندي هئي“! مان معلوم ٿئي ٿو ته قديم يهودين (Old Testament)انجيل جي جهوني عهدنامي ۾ اصل قاعدو ئي اهو هو ته ”جيڪڏهن ڀائر گڏ رهندا هجن، ۽ منجهائن ڪو هڪڙو ٻنا اولاد جي مري وڃي، ته فوتيءَ جي زال ڪنهن ڌارئي سان نه پرڻجي. سندس ڏير ڪيس پنهنجي زال ڪري ساڻس سنجوڳ ڪري، ۽ جيڪو پهريون ٻار ڄمي، سو فوتيءَ جو اولاد ليکجي، ته بني اسرائيل ۾ فوتيءَ جو نالو قائم رهي“. هن قائدي موجب پنهنجيءَ ڏنيل ڀاڄائيءَ مان ٻار پيدا ڪرڻ ڏير جو فرض هوندو هو. جيڪڏهن ڪو ڏير پنهنجيءَ انهيءَ فرض ادا ڪرڻ کان انڪار ڪندو هو ته سنديس ڏنيل ڀاڄائي شهر جي بزرگن وٽ دانهياڻي ٿي ويندي هئي، ۽ مکي ۽ پنچ سندس ڏير کي گهرائي سمجهائيندا هئا. انهن بزرگن جي چوڻ ڪانپوءِ به جيڪڏهن ڪو ڏير پنهنجيءَ ڀاڄائيءَ جي ويجهو نه ويندو هو، ته هوءَ انهن بزرگن جي روبرو ڏير کي منهن ۾ ٿڪ هڻندي هئي، ته لوڪ ڏسي ته هيءُ اهڙو نالائق آهي، جو پنهنجي ڀاءُ جي نالي ٻار پيدا ڪرڻ کان انڪار ڪري ٿو، ۽ ٻيا عبرت وٺن ته جيڪو ڏير پنهنجو اهو فرض ادا نه ڪندو، سو ٿڪ لعنت جوڳو ٿيندو! هيءُ رواج هن وقت گهڻن کي عجيب لڳندو، پر آڳاٽن يهودين جا قاعدا اجهي .اهي هئا، جي سندن پاڪ ڪتاب (انجيل) ۾ لکيل آهن

آڳاٽن آرين به ”نيوڳ“ جو رواج ڪجهه وقت قائم رکيو، ۽ انهيءَ ۾ ڪو اهم ڪونه ايندو هئن. ايترو آهي ته پيشم پتامه پنهنجي پيءُ جي دل وٺڻ لاءِ سڄي عمر برهمچاري ٿي رهڻ جو پرڻ ڪيو هو، ۽ پوءِ چيائونس ته پنهنجين ڀاڄاين سان ڪجهه وقت گڏ رهي پتر سنتان پيدا ڪر ۽ ائين ڪرڻ کان صفا انڪار ڪيائين، ته ڪنهن به ڏوراپو ڪونه ڏنس. هن مان ظاهر آهي ته يهودين وانگر آريه

لوڪ پنهنجين ڀاڄاين مان ٻار پيدا ڪرڻ لاءِ ٻڌل ڪونہ هوندا هئا. هن وقت جي ڪري اهو ”نيوڳ“ جو رواج ”نہَ يوڳ“ (اجوڳ) يعني نامناسب يا غير واجبي آهي. ايترو آهي تہ ڏير جو وهانءُ هن وقت جيڪڏهن ڏنيل ڀاڄائيءَ سان ٿئي ٿو تہ وهانءُ جا ساٺ سوڻ ڪن ٿا ۽ هو جيستائين جيئرا آهن، تيستائين زال مڙس ٿي گڏ گذارين ٿا، پر اهڙا وهانءَ بہ بلڪل ٿورڙا ٿين ٿا.

<u>ستي:</u> ويدڪ زماني ۾ عام دستور هيءُ هوندو هو تہ وڌوائون مڙسن جي لاشن سان گڏ پاڻ کي بہ لڪڙا ڏيئي جلائي پورو ڪنديون هيون. اهي ”ستيون“ سڏبيون هيون. اهو رواج ڪيئن پيو، سا ڳالهہ ڪٿي بہ ڄاڻايل ڪانهي. ڊاڪٽر ابناش چندر داس جي خيال موجب انهيءَ رسم جي مراد هيءَ هئي تہ مرڻ کان پوءِ بہ مردن جي گهرو سک لاءِ زالون ساڻن گڏ هجن. اهو سچ آهي تہ ڪن قديم لوڪن جا اهڙا خيال هوندا هئا. مثلاً قديم مصر ملڪ جا ماڻهو ائين وسهندا هئا تہ هر ڪنهن انسان کي مرڻ کانپوءِ ٻئي جهان ۾ بہ انهن شين جو کپ پوي ٿو، جي شيون هن جهان ۾ ڪم آڻيندو هو. انهيءَ سبب پراڻيءَ کي دفن ڪرڻ مهل مٽيا، ڪپڙا، بسترو ۽ ٻيو گهرو سامان بلڪ گاڏيون ۽ ٻيڙيون بہ ساڻس گڏ دفن ڪندا هئا! اڄ تائين هندن ۾ بہ دستور آهي تہ ڪو مرد مرندو آهي تہ ڪيس سوني منڊي پائيندا آهن، ۽ ڪا زال مرندي آهي تہ هن کي نڪ ۾ نٿڙي يا ڪنن ۾ ڪو زيور پائيندا آهن تہ پلي تہ مٽيو منڊي ساڻ هجيس، پر مصنف جي راءِ موجب ستي لڪڙيءَ جو رواج اهڙي خيال کان ڪونہ پيو ٿو ڏسجي. ”ستي“ لفظ خود ڄاڻائي ٿو تہ جيڪي ستياڻيون پتو رت ڌرم پالن ڪنديون هيون، ۽ پنهنجن مڙسن سان سچي پچي پريت هوندي هين، ۽ ڪانئن هڪڙو پل بہ پاسي ٿيڻ نہ چاهينديون هيون، سي پتيءَ کان پوءِ پنهنجو جيئڻ ڄاڙ (آڪيارٿو) سمجهي، ساڻس گڏ چکيا تي چڙهنديون هيون، تہ مرڻ کانپوءِ بہ هڪٻئي سان گڏ هجون، ۽ اسان جي پريت هلندي اچي. مطلب تہ پتورت اِسترين جي پنهنجي پتيءَ سان ججهي پريت هئڻ سبب ستي لڪڙيءَ جو رواج وڌو. سندن اهڙن خيالن سبب اڄ تائين چوٽي آهي تہ:

پريت تو ائسي ڪيجئي، جئسي هندو ڪي جوءِ،
جيتي جي تو سنگ رهي، مـئي پي ســتي هـوءِ.

يعني پريت تہ اهڙي ڪجي، جهڙي هندوءَ جي زال ڪري ٿي، جيئري تہ مڙس سان رهي ٿي، پر مڙس جي مرڻ ڪانپوءِ بہ ستي ٿئي ٿي. ٻيو هڪ سنڌي پهاڪو آهي تہ ”ستي لڪڙن کان موتڻ (پاڻ نہ جلائڻ) ڪسي ڳالهہ ليکبي هئي، ۽ پوءِ اهڙيءَ زال جو مان نہ رهندو هو. مطلب تہ ماڻُ ٿيندو ئي انهن زالن جو هو، جي پنهنجي پتيءَ سان گڏ پاڻ کي بہ لڪڙا ڏيئي پورو ڪنديون هيون. ستي لڪڙيءَ جي رواج جو ذڪر اٿرو ويد جي منڊل ارڙهين (3، 1) ۾ آهي. اهو رواج رگ ويد واري زماني ۾ بہ هو، پر سيڪا وڏوا پاڻ کي ڪانہ جلائيندي هئي. رگ ويد جي منڊل ڏهين، سُوڪت انين (اَشٽڪ ستين جي ڇهين اڌ ياءُ جي ورگ ٻئي) ۾ جيڪي لکيل آهي، تنهن جو ترجمو ڪن عالمن ڪيئن تہ ڪن ڪيئن ڪيو آهي. گهڻن عالمن ان جو ترجمو هيئن ڪيو آهي:

”اي ناري، اُٿ! تون انهيءَ جي پرسان اچي ليٽي آهين، جنهن جا پساهہ پورا ٿي ويا آهن. جيئرن جي دنيا ۾ آءُ. پنهنجي پتيءَ کان پري ٿيءُ، ۽ انهيءَ جي استري ٿيءُ، جو تنهنجو هٿ جهلي بيٺو آهي، ۽ توسان پرڻجڻ جي مرضي اٿس“.

جيڪڏهن هيءُ ترجمو صحيح آهي تہ چئبو تہ جنهن مهل ڪا ستي پنهنجي مئل پتيءَ جي چکيا وٽ پاڻ جلائڻ لاءِ وڃي ليٽندي هئي، تنهن مهل سندس ڪنارو ڏير يا ٻيو ڪو، جو ساڻس پرڻجڻ چاهيندو هو، سو هٿ کان وٺي اُٿاري ايندو هئس. اهڙيءَ طرح هن ٿوري مضمون مان ستي لڪڙيءَ توڙي وڌوا وواهہ جي رواج جا اُهڃاڻ ملن ٿا. ايترو چئبو تہ ستي ٿيڻ جو رواج وڏيڪ عام هو. انگريزن جي صاحبيءَ جي اوائل واري وقت تائين بہ اهو رواج هلندو پئي آيو، پر پوءِ لارڊ وليم بينٽڪ جي ڏينهن ۾ برهمو سماج جي بنياد وجهندڙ راجا رام موهن راءُ جي سرجوشيءَ سان سرڪاري قاعدي پٽاندر بند ٿيو.

**مُردن جو نيڪال:** قديم زماني ۾ جڏهن ماڻهو اجا ٻاهہ ٻارڻ جو هنر نہ سکيا هئا، تڏهن مُردن جي نيڪال لاءِ بہ طريقا اختيار ڪندا هئا: هڪڙو تہ مُردي کي ڪنهن کليل هنڌ رکندا هئا، تہ پلي تہ جهنگلي مرون کائي وڃنس، يا ڳجهين جو ڳاهہ

ٿئي. پارسي اڄ تائين ائين ڪن ٿا. پاڻئجي ٿو تہ اهو رواج ڪجهہ وقت آڳاٽن هندن ۾ بہ هو، جنهن بابت رگ ويد جي منڊل انين، (51، 2) ۽ اٿرو ويد جي منڊل ارڙهين، (2، 34) ۾ اشارو آهي. انهيءَ هوندي بہ رگ ويد ۾ ڪي اهڙا منتر آهن، جن مان عالمن ڪي ائين وسهڻ لاءِ سبب ٿيو آهي تہ انهيءَ قديم زماني ۾ هندن ۾ مردن پورڻ جو رواج وڏيڪ عام هو. منڊل ڏهين (18، 10 — 13) ۾ ڄاڻايل آهي تہ مردي پورڻ مهل پراڻيءَ ڪي رشي چوندو هو تہ "پنهنجيءَ ڌرتي ماتا ڏي وڃ، جا گهڻو پکڙيل ۽ فرحتي آهي، ۽ جا پشم جهڙي نرم آهي". اهو رشي پوءِ ڌرتيءَ کي چوندو هو تہ "اي ڌرتي، تون هن جي مٿان وري وڃ، پر کيس پيڙجاڻ نہ، سکيو رکجانس! تون کيس ائين ڍڪج، جيئنماءُ پنهنجي ڪپڙي جي پلئہ سان پنهنجي ٻار کي ڍڪي ٿي!...پراڻيءَ جي مٿان جيڪا مٽي وجهجي ٿي، سا شل مٿان اُفونگري ٿي بيهي (پراڻي تي بوجو نہ ٿئي)... اي پراڻي، مان تنهنجي چوڌاري مٽيءَ جو ڍڳ وجهان ٿو، ۽ تنهنجي مٿان پتر رکان ٿو وغيره".
آڳاٽا هندو پوءِ ٻاهہ ٻارڻ جو هنر سکيا، تہ مُردن ساڙڻ جو رواج عام ٿيو، پر ساڳئي وقت هيئن بہ ڪندا هئا، جو مردو ساڙي، پوءِ سنديس رک ۽ ٿورا هڏا ڪنهن ٿانءَ ۾ وجهي، ان جي مٿان ڍڪڻ ڏيئي، پوءِ اهو ٿانءَ ڌرتيءَ ۾ پوريندا هئا، جيئن آشولاين گريهہ سوترن ۾ ڄاڻايل آهي. سنک پوري ان جي مٿان سماڌ جوڙڻ جو رواج اڄ تائين آهي. اڄ تائين هيءُ بہ دستور آهي تہ ڪو مئل ڄمندو آهي، يا ڄمڻ ڪانپوءِ سگهو ئي مري ويندو آهي تہ هندو ان جو اگني سنسڪار ڪونہ ڪندا آهن، پر کيس پوريندا آهن. انهن ڳالهين جوگريهہ سوترن ۾ گهڻو ئي ذڪر آهي.

قديم زماني ۾ آڳاٽا آريہ لوڪ پنهنجيءَ جان ۽ مال جي بچاءَ لاءِ تير ڪمان سدائين ساڻ کڻندا هئا. منجهانئن ڪو مرندو هو تہ اول ڪمان سندس ڪلهن تان لاهي، کيس سنان ڪرائي، ڪوري ڪپڙي ۾ ويڙهي، پوءِ هن جي ڪائي کڻندا هئا. ڪائيءَ تي ڪنڻ جو رواج اڄ بہ آهي. اٿرو ويد جي منڊل ارڙهين، (4، 31) ۾ ڄاڻايل آهي تہ پراڻيءَ کي زيور پهرائيندا هئا، تہ پرلوڪ ۾ ڪم اچنس. اڄ تائين

مئل مرد جي آڱر ۾ منڊي ۽ مئل زال جي نڪ ۾ سوني نٿڙي، ۽ وقتي ڪنن ۾ ڳن پائيندا آهن، جيئن متي اڳي ئي چيو ويو آهي.

ڪيترا هندو ائين چوندا آهن ته مُردن پورڻ بدران مردن ساڙڻ جو رواج آڳاٽن هندن فقط حفظ صحت جي قاعدن جي مدِ نظر جاري ڪيو. هن موجب ائين چئبو ته حفظ صحت جي قاعدن جي سڌ رکو آڳاٽن هندن کي هئي، ۽ ٻيون قومون جڻ ته انهن قاعدن کان غير واقف هيون! حقيقتاً مردن سارڻ جو رواج آڳاٽن هندن هڪ ڌرمي خيال کان وڌو. اهو خيال يگيہ جي آگنيءَ مان آين. اگنيءَ ۾ آهوتي وجهجي ٿي، ته اها سموري سڙي پسم ٿي وڃي ٿي، ۽ اها رک ڌرتيءَ تي رهي ٿي، پر آهوتيءَ جو تت اگني متي آڪاس ۾ ديوتائن تائين پهچائي ٿي، جنهنڪري ديوتائون پرسن ٿين ٿا، ۽ يگيہ ڪندڙن تي سنديس آسيس ٿئي ٿي! ويدڪ ڌرم وارن آرين جا اگنيءَ بابت خيال اهي هئا. اهو ئي ساڳيو ڌرمي خيال موردن ساڙڻ جي رواج ۾ سمايل اهي. مئل ماڻهوءَ جو اگني سنسڪار ڪجي ٿو، ته ماس ۽ هڏا جلي وڃن ٿا، ۽ سڀ مدايون ۽ اوڻايون به هتي ڌرتيءَ تي ئي رهن ٿيون، باقي سندس تت يعني آتما، ديوتائن جهڙو جلوو ڌاري، پِترن واري واٽ وٺي، جم لوڪ ۾ وڃي وارد ٿئي ٿو، جتي سندس ابن ڏاڏن جون آتمائون به آهن (رگ ويد، منڊل ڏهون، 4، 7). آڳاٽن هندن جا اهي خيال هئا، جي ٻين قومن جي ماڻهن جا نہ هئا، تنهنڪري ٻيون قومون اج تائين مردن پورڻ جو رواج هلائينديون اچن. پارسي بہ جيتوڻيڪ آڳاٽن آرين وانگر اگني پوڄا ڪن ٿا، تہ بہ هو اهو واجب نٿا سمجهن تہ اگنيءَ جهڙي پوتر ديوتا ۾ مُردو وجهي، اَپوتر ڪجي، تنهنڪري هو مردن کي ڪليل ڇڏيو ڏين. سيڪنهن جا پنهنجا پنهنجا خيال آهن، ۽ اهڙن علحدن خيالن ئي جدا جدا رسمون جاري ڪرايون آهن.

**جم ۽ جم پري:** هن وقت هندو وسهن ٿا تہ جڏهن ماڻهو مري ٿو، تڏهن جم جا دوست ڪيس جم پُريءَ ۾ وٺي وڃن ٿا، ۽ سندس ڪيل پاپن جي ڪري ڪيس ڪنيي نرڪ ۾ هڻن ٿا، پر جيڪڏهن چڱا ڪم ڪيل اٿس، تہ ڪيس سرڳ جا سک ملن ٿا. نرڪ ۽ ان جي عذابن جو ذڪر اول اٿرو ويد، (منڊل پهترين، 154، 5) ۽ ڪَٺ اُپنشد ۾ آهي. يجر ويد جي پنيان جيڪو شتپٿ براهمڻ آهي، تنهن ۾

۽ نرڪ ۽ جونين جو ذڪر آهي، پر رگ ويد انهن سڀني کان آڳاٽو آهي. انهيءَ آڳاٽي وقت جي هندن جا جم ۽ جم پريءَ بابت خيال ئي علحده هوندا هئا. هو يگيه کي مڪتيءَ جو هڪ ساڌن ڪري سمجهندا هئا، جنهنڪري سڄي عمر يگين پنيان يگيه ڪندا هئا. هو ائين وسهندا هئا ته جي.ن يگيه جي اگنيءَ ۾ جيڪا آهوتي وجهجي ٿي، تنهن ۾ اتفاق سان ڪو ڪک پن اچي وجي ٿو ته اهو اتي ئي سڙي وڃي ٿو، ۽ ديوتائن تائين رڳو آهوتيءَ جو تت پهچي ٿو، تيئن پرٿويءَ تي رهي، جيڪڏهن ماڻهو ڪي خطائون يا پاپ ڪري ٿو، ته اهي به ڇڻ ڪک پن وانگر اگنيءَ ۾ جلي وڃن ٿا، ۽ رڳو سندس پوتر آتما جم پريءَ يا پتر لوڪ تائين پهچي ٿو. يگيه جي اگني دکائجي ٿي ته پنيٺ ڪري عرشين وڃي لڳي ٿي، جنهنڪري اگني ڄڻ ته ڌرتيءَ ۽ آسمان جي وچ ۾ هڪ پُل وانگر آهي، جنهن تان آتما لنگهي سرڳ ڏي وڃي ٿو، جتي سدائين جوت يا اُجالو آهي (رگ ويد، منڊل نائون، 113، 7). هن کي يم ديوتا جي ٻن پوري رنگ وارن ڪتن وٽان لنگهڻو پوي ٿو، جن کي چار چار اکيون آهن، تن ويڪرا اٿن ۽ ٻت تي پٽا اٿن. اهي ”سرما“ (Sarama) نالي ديوتائن جي هڪ ڪتيءَ جا ٻچا آهن، ۽ اهڪتا جم پريءَ تي پهرو ڏين ٿا. انهن ڪتن وٽان لنگهي هو جم پريءَ ۾ اندر گهڙيءَ ٿو. آڳاٽن رشين جا اهڙا خيال رگ ويد ۾ چٽيءَ ريت ظهار ٿيل آهن. انهن جون انگريزي نظم ۾ به ترجمو ٿيل آهي، جنهن مان ٿوريون سٽون هتي ڏجن ٿيون:

Thou, Agni, art our priest, divinely wise,

In holy science versed: they skill detects,

The faults that mar our rites, mistakes corrects,

And all our acts completes and sanctifies.

Thou art the cord that stretches to the skies.

The bridge that spans the chasm, profound and vast, Dividing Earth from Heaven, o'er which at last,

The good shall safely pass to Paradiese.

135 (Dr. J. Muir: Original Sanskrit Texts. Vol. I, p. 2217)

رگ ويد ۾ يم ديوتا کي نرڪ جو ديوتا نہ، پر سرڳ جو سوامي سڏيو اٿن، ۽ چٽيءَ ريت چيو اٿن تہ اتي اوندهہ آهي ئي ڪانہ پر سدائين اُجالو آهي (رگ ويد، منڊل ڏهون. 113، 7 — 198). ائين بہ چيو اٿن تہ اسان جا ابا ڏاڏا جي گذاري ويا آهن، سي اتي يم ديوتا وٽن رهن ٿا، (منڊل ڏهون، 15، 14)، ۽ پرٿويءَ تي رهي، جيڪي چڱا ڪم ڪيا اٿن، تن جو ڦل اتي آنند سان ماڻين ٿا (منڊل پهريون، 154، 5). مطلب تہ رگ ويد ۾ جم پريءَ جو نقشو نهايت عمدو چٽيل آهي، ۽ ان کي سرڳ سڏيو اٿن. ائين بہ چيو اٿن تہ اوتي رهي، ماڻهو اَمر ٿئي ٿو، ۽ سنديس سيڪا ڪامنا پوري ٿئي ٿي (منڊل نائون، 113، 7-10). رگ ويد کان پوءِ جي ساهتيہ ۾ جم پريءَ کي نرڪ ڪوٺيو اٿن، ۽ ان جا ڏهڪائيندڙ بيان ڪيا اٿن، جن گرڙ پراڻ ۾ بہ ڏنل اهن.

<u>**جوٽيون ۽ ڪرم:**</u> ڊاڪٽر سُنيتي ڪمار چٽرجي ۽ ٻين ڪن عالمن جو چوڻ آهي تہ رگ ويد ۾ اهو ڪٿي بہ ڄاڻايل ڪونهي تہ ماڻهو پنهنجن ڪيل ڪرمن پٽاندر وري وري جوٽيون وٺي ٿو. انهيءَ سبب اهو انومان ڪيئيو اٿن تہ انهيءَ قديم زماني ۾ ماڻهن جو جوٽين ۾ اعتبار هئو ئي ڪونہ، ۽ اهو عقيدو پوءِ دراوڙن وٽان پرايائون. ڊاڪٽر ابناش چندرداس ۽ ٻين ڪن عالمن جو چوڻ آهي تہ رگ ويد ۾ مرڻ ۽ وري ڄمڻ جو ذڪر آهي، ۽ اهو خيال آڳاٽن لوڪن شايد سج ۽ چنڊ مان پرايو. سج ڏهاڙي صبح جو ڄمي ٿو، منجهند جو جوانيءَ ۾ اچي ٿو ۽ سانجهيءَ جو گويا پويان پساهہ کڻي مري وڃي ٿو، ۽ وري ئي ڏينهن نئون جنم وٺي ٿو. ساڳيءَ ريت چنڊ بہ ڄمي، وڌي ۽ مري ٿو، ۽ وري نئين مهيني نئون جنم وٺي ٿو. سج ۽ چنڊ بابت اهي ڳالهيون رگ ويد جي منڊل ڏهين (85، 15) ۾ ڄاڻايل آهن ساڳئي منڊل ڏهين (72، 8-9) ۾ آدتيءَ جي پٽ مارتنڊ (سورج ديوتا) بابت چيل آهي تہ هن کي وري ڄمڻو ۽ مرڻو پوي ٿو. منڊل پهرين، (64، 32) ۾ جيڪي چيل آهي، تنهن مان اهو مطلب نڪري ٿو تہ ماڻهو جڏهن ماءُ جي پيٽ ۾ ئي آهي، تڏهن ئي جوٽين وهيڻو آهي. جيڪي واسنائون منجهس آهن، تن پٽاندر سنديس گت ٿئي ٿي، ۽ ڪرمن جو ڦل پوڳي ٿو. ائين جوٽين ۽ ڪرمن بابت

اشارا رگ ويد ۾ ئي آهي، جنهنڪري چئبو ته هن وقت هندن جا جيڪي عقيدا انهن ڳالهين بابت آهن، سي رگ ويد واري زماني ۾ به هئا.

* Moses said, "If a man die, having no children, his brother shall marry his wife, and raise up seed unto his brotherL St. Matheus, XXII, 24 ff.

* Deuteronomy, xxv-5-9.

* "The idea probably was that the dead man must have his wives accompanying him to the next world for providing him with home comforts". Dr. A.C. Das: Reg Vedic Culture, p. 256.

* Dr. A.C. Das: Reg Vedic Culture, p. 242.

# باب يارهون

## مکيہ ڌنڌا، هنر ۽ ڪاريگريون

**مکيہ ڌنڌا.** سنڌو ماٿر جا رهاڪو اول رڳو ڌڻ ڌاريندا هئا، ۽ پوءِ کيتي ڪرڻ سکيا. انهن ٻن مکيہ ڌنڌن ڪانپوءِ ٻيا هنر ۽ ڪاريگريون جاري ٿيون تہ ڪنهن بہ ڪرت ڪار ڪرڻ ڪان ڪوبہ عار ڪونہ ڪندا هئا. هن ڳالھ جو هڪ رشيءَ رگ ويد جي منڊل نائين (112، 1-4) ۾ نهايت وڻندڙ نموني ۾ ذڪر ڪيو آهي:

هرهڪ انسان جي آهي ڌرت پنهنجي،
هرهڪ انسان جي آهي ڪرت پنهنجي،
لهر ڪي ڪا شيءِ ڪٽڻ لاءِ گهرجي،
ويج ڪي ڪو بيمار چٽڻ لاءِ گهرجي،
پروهت ڪي سدا ڪو ججمان گهرجي،
وڻائس ڪيس ڪجھ دان گهرجي،
هرڪو دل وڻان ڪري واپار،
هي جي سون ۾ ٿئي پائيوار.

پوءِ پنهنجي ڳالھ ڪئي اٿس تہ:

آئون رشي، بابو ويج، امان پيهين اٽن،
ڪرت خاطر هرڪو ڊوڙي جنهن جو جنهن ۾ لڳي من.

(منڊل نائون، 112، 13).

رگ ويد واري زماني ۾ ماڻهن جون گهرجون ٿوريون هونديون هيون، ۽ ڪنهن بہ ڪرت ڪار ڪرڻ ۾ اهم ڪونہ ايندو هئن، تنهنڪري ڳوٺن مان گهرج جي هرڪا شي ملي سگهندي هئي. گهر گهر ۾ جنڊ ۽ ايٽ بہ هوندا هئا، جي مصنف جي سانپير ۾ وڏن خانداني گهرن ۾ بہ هوندا هئا. سنڌ جو پرڳڻو سنڌي اُن جي ڪري مشهور هوندو هو (رگ ويد منڊل ڏهون، 75، 8). رڍن ۽ گهيٽن جي اُن

ڪتري، اوني ڪپڙا ناهيندا هئا (منڊل ڏهون، 26، 6). گهر ۾ ڪتڻ جو ڪم زالون ڪنديون هيون. (منڊل ٻيو، 3، 6، 38، 4، ۽ منڊل پنجون، 47، 6).

رگ ويد واري زماني ۾ ڪي مائر پنهنجن ٻارن لاءِ ڪپڙو پاڻ اُڻنديون هيون، پر بازار ۾ ڪوري به هوندا هئا، جي اُڻڻ جو ڪم ڪندا هئا رگ ويد ۾ تاجي پيٽيءَ ۾ پيڻ جي ڪلف جو ذڪر آهي. اهي ڪوري ”وايہ“ يعني اُڻندڙ سڏبا هئا (منڊل ڏهون، 71، 9). زالون پرت به پريندڀون هيون. ان وقت رنگريز به هوندا هئا، جي ڪپڙا رنگيندا هئا. رگ ويد ۾ ...سؤچڪ“ لفظ ڪم آيل آهي، جنهن جي اصل معنيٰ هئي ”سوچي يا سئيءَ سان ڪم ڪندڙ“. هاڻ اُن جو اُچار آهي ”سوچيءَ، جي جتيون سبندا آهن، پر اهي جتين تي پرت به پريندا آهن. پوءِ عام طرح هيءُ رواج پيو تہ جيڪي وئش شودرياڻيون پرڻبا هئا، تن جو اولاد ”سوچي“ سڏجڻ ۾ آيو، ۽ جتيون سبڻ سندن پيشو ٿيو.

رگ ويد واري زماني ۾ ٻيا مکيہ ڪاسبي واڍا هوندا هئا، جي ”توستر“(Tuastra) (منڊل ڏهون، 119، 5)، ۽ ”تڪشت“ (ڊکڻ) سڏبا هئا (منڊل نائون، 112، 1). اهي گهر تہ جوڙيندا هئا، پر گهرن لاءِ سامان (صندل وغيره)، ۽ گهر جي ورتڻ جا ٻاسڻ به ناهيندا هئا، جي ”درون“ (ڪاٺ جا ٿانءَ) سڏبا هئا (منڊل نائون 65، 6). اهي واڍا رٿ يا گاڏيون، ٻيڙيون ۽ ڏنگيون به جوڙيندا هئا. رٿن جي مٿان ڏمڻ چمڙي جي نهيل هوندي هئي، پر جنگ ۾ ڪم اچڻ لاءِ[3] رٿن جي ڏمڻ ڪنهن ڌاتوءَ جي نهيل هوندي هئي، تہ دشمن ٿوڙي نهس گهي. رواجي گاڏين ۾ گهوڙا ۽ ڏڳا ٻڌندا هئا. گاڏين ۽ رٿن جوڙيندڙن جو ججهو مان هوندو هو. جو گاڏيون اَن وغيره ڍوئڻ لاءِ ۽ رٿ جنگين مهل ۽ شرطن پڄائڻ لاءِ گهڻو ڪم ايندا هئا. واڍن کان سوءِ لهار به هوندا هئا، جي ”ڪرمار“ سڏبا هئا (منڊل نائون، 112، 2، ۽ ڏهون، 72، 2). اُهي ڪوري تپائڻ مهل پکين جا پَرَ وڄڻو ڪري ڪمآڻيندا هئا. اهي گهرن ۾ ڪم اچڻ جون شيون، ڪيتيءَ لاءِ ڏاٽا ۽ ٻيا اوزار ناهيندا هئا. جنگ لاءِ ڀالا، کهاڙا ۽ ٻيا هٿيار به جوڙيندا هئا. کهاڙن سان وڻ به وڍيندا هئا. اشوت، کدير، شامي وغيره وڻن جا نالا رگ ويد ۾ آهن. سونارا به هوندا هئا، جي ڪنگڻ،

ڪڙيون، ڪيوٽيون يا واليون وغيره ناهيندا هئا (منڊل انون، 47، 15، 78، 3). جڙوئا بہ هوندا هئا، جي جڙت جڙيندا هئا. ڪي گلن جا هار ناهي وڪڻندا هئا، جي شوقين مرد ۽ زالون خريد ڪنديون هيون. ڪلن رچائيندڙ بہ هوندا هئا. ڪلن مان دٻيون، پاٽيءَ لاءِ اويون (سانداريون) ۽ شراب رکڻ لاءِ زڪون (سانداريون) ناهيندا هئا منڊل انون، 35، 3).

رگ ويد واري زماني ۾ ڪنيار بہ هوندا هئا، جي نار لاءِ ڪنگريون، ۽ گهر ۾ ڪم اچڻ جا نڪر جا ٿانءَ (مٽ، دلا، ڪنا ۽ پاٽيون وغيره) ناهيندا هئا، جي جهٽ جهٽ پيا پڄندا هئا (منڊل ڏهون، 89، 7). حجامت لاءِ نائي بہ هوندا هئا. سنسڪرت لفظ "ناپتي" جو اُچار سنڌيءَ ۾ آهي "نائي"، پر رگ ويد جي منڊل ڏهين (142، 4) ۾ "وپتا" لفظ ڪم آيل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "وار ڪتريندڙ". اهي مردن جون ڏاڙهيون ڪوسي پاٽيءَ سان پڄائي پوءِ ڪوڙيندا هئا، (اٿرو ويد، منڊل ڇهون، 68، 6). سئس، پيلوان، رسيون ناهيندڙ، رنگريز ۽ ٻيا ڪاسبي بہ هوندا هئا. ڪي ناچو بہ هوندا هئا.

**طبابت ۽ جراحت:** سنڌو ماٿر جي رهاڪن مان ڪو بيمار پوندو هو تہ دوا ستيءَ ڪرڻ لاءِ ويج يعني طبيب يا حڪيم بہ هوندا هئا، جي "پيشڪ" (پشج)(Bhishai) سڏبا هئا (منڊل نائون، 112، 1، 3). ويڄن بابت، رگ ويد ۾ چرچي طور چيل آهي تہ "ائين چاهيندا هئا تہ ڳوٺن ۾ شل ڪا بيماري منهن ڪڍي، تہ اسان جي ڪمائي وڌي!" منجهائن ڪي حاذق حڪيم بہ هوندا هئا. اهڙي هڪ جراح حڪيم جو ذڪر ڪندي، هڪ رشيءَ چيو آهي تہ "اي ويڄ، مان توکي گهوڙو، ڳانءِ ۽ ويس وڳا تہ ڏيان، پر پنهنجي جند بہ توتان قربان ڪريان" (منڊل ڏهون، 97). مطلب تہ حاذق حڪيمن جو ماڻهو ججهو قدر ڪندا هئا.

رگ ويد واري زماني ۾ هاڻوڪي وانگر لئبارٽريون يا تجربي خانا(Laboratories) ڪين هئا، تہ بہ انهيءَ قديم زماني جي ويڄن کي قسمين قسمين ٻوٽين جي خاصيتن جي سڌ هوندي هئي، جن مان ڊپ ۽ ڦڪيون ستيون جوڙيندا هئا. ان وقت پوٽن تي ۽ جبلن جي وَٽِ سان، جيڪي اڻ پڙهل رهندا هئا،

سي بہ ٻوٽيون سڃاڻي سگھندا هئا. هڪ آسوريءَ کو ڪارو ٻوٽو ڳولي لڌو، جو چٽيءَ ۽ ڪوڙهہ لاءِ ڪم ايندو هو (اٿرو ويد، 1، 24، 2). جن کي ٻوٽيون ڪپنديون هيون، سي "ڪراٽ" (Kirata) نالي هڪ جابلو قوم وارن جي نياڻين کان خريد ڪري ايندا هئا. اهي ڇوڪريون جبلن جي مٿاهين چوٽين تي چڙهي، اتان ٻوٽيون ڪوٽي ڪيڏي ايندڻيون هيون، ۽ انهن جي عيوض ڪپڙا، تڏا، ٻاڪريون ڪلون وغيره وٺنديون هيون (اٿرو ويد، منڊل چوٿون، 7، 6). رگ ويد جي منڊل ڏهين ۾ هڪ سُوڪت (Hymn) سڄو ئي ٻوٽين جي ساک بنسبت آهي. ان ۾ ڪن ٻوٽين جا نالا ڄاڻايل آهن — جهڙوڪ اَشووتي، سوموتي، اُرجينتي ۽ اَدُوجَسَ. ڪن ٻوٽين جا نالا اهڙا آهن، جن جي معنيٰ هن وقت ڪوبہ سمجهي نٿو سگھي: "پرشني پرني" (Prisni Parni). (Hermionities Cordifolia) نالي هڪ ٻوٽي عام هوندي هئي. جنهن زال کي ڪچي ٻار پوڻ جو امڪان هوندو هو، تنهن لاءِ اها مفيد سمجهي ويندي هئي ششرت (1، 377، 7) ۾ بہ ڪچي ٻار پوڻ کي روڪڻ لاءِ اهو ئي علاج ڏسيل آهي. ٻوٽين جي خاصيتن جون ڳالهيون ڳٽي، رگ ويد ۾ هڪ رشيءَ چيو آهي تہ "جيئن ڪو راجڪمار جڌ جي ميدان ۾ بيهي، دشمن کي هٽائي ٿو، تيئن هي ٻوٽيون بيمارين تي غالبپئي، انهن کي پچائي ڇڏين ٿيون... اي ٻوٽيون! توهين جو پرٿويءَ تي ٿڙيون پکڙيون پييون آهيو، سي منهنجي هيٺي هڏ ۾ طاقت آڻيو. جيڪي توهان کي ڏرتيءَ مان کوٽي ڪڍن ٿا، سي شل توهان کي ڪو ضررر نہ رسائين! شل منهنجا پاليل پکي ۽ چوپايا بيمارين مان ڇٽن!" هن منجهان ظاهر آهي تہ ان وقت جا ويج نہ رڳو ماڻهن، پر جانورن ۽ پکين جو بہ علاج ڪندا هئا. ٻوٽين مان نهيل دوائن کان سواءِ اچين ماڪوڙين (اُپجهو ڪائن) جي مٽي (ٻَرنِ جي مٽي) بہ ڪيترن مرضن لاءِ دوا طور ڪم آڻيندا هئا. اها مٽي زهر لاءِ ترياق ڪري سمجهندا هئا. ڪؤشڪ سُوتر (31، 26) ۾ ڄاڻايل آهي تہ ڪنهن ماڻهوءَ جي بدن مان زهر ڪيڍو هوندو هئن تہ اها مٽي زهر واري هنڌ ٻڌندا هئس، پاڻيءَ ۾ ملائي پياريندا هئس، ۽ انهيءَ مٽيءَ گڏيل پاڻيءَ سان گرڙيون بہ ڪرائيندا هئس. اها مٽي ڪوسي پاڻيءَ ۾ ملائي ٻت تي بہ ٿڦيندا هئس. اٿرو ويد ۾ ڄاڻايل آهي تہ وهنڊڙ رت کي روڪڻ لاءِ بہ اها مٽي ڪم ايندي

هئي. ڦاڙهي جو سگ ڪيتري (Heriditary) بيمارين ڇٽائڻ لاءِ ڪم ايندو هو (اٿرو ويد، منڊل ٽيون، 7، 1).

ڪنهن به مرض جي علاج ڪرڻ کان اڳي، مرض جي سڃاڻپ (Diagnosis)ضروري آهي. ويدڪ زماني ۾ ئي سنڌو ماٿر جا ويج مرضن کي پوريءَ ريت سڃاڻي سگهندا هئا. اها ڳالهه هن مان ظاهر آهي ته رگ ويد ۽ اٿرو ويد ۾ ڪيترن مرضن جا نالا ڄاڻايل آهن: مثلاً، ”هرت“ (Harita) يعني ”يرقان“ (Jaundice)، ”ڪلاس“ (Kilasa) يعني ڇٽي يا ڪوڙهه، ”ڪاسڪا“ (ڪنگهه“ ”پاما“(Herpes)، ”هرديوت“ (Hriddyota) يعني دل جي بيماري، ”جايانيه“(Venereals) ۽ ٻيا. رگ ويد ۾ هڪ سُوڪت ”تڪما“ (تپ) بابت آهي: انهيءَ ۾ تپ جا سڀ قسم ۽ سلهه جا سڀ ارڪان نهايت چٽيءَ ريت ڄاڻايل آهن. مرضن کي پوريءَ ريت سڃاڻڻ ۽ انهن لاءِ پورو پورو علاج ڪرڻ جنهن کي ايندو هو، سو ئي ”وئديه“ سڏبو هو. ”وئديه“ (ويج) لفظ جي بنيادي معنيٰ ئي آهي ”ڄاڻو“، (ڌاتو: ”ود“ Vid معنيٰ ”ڄاڻڻ“). انگريزي لفظ ”ڊاڪٽر“ ۽ عربي لفظ ”حڪيم“ جي به اصل معنيٰ آهي ”ڏاهو“. حڪمت معنيٰ ڏاهپ. عيسوي سن کان سوا ٽي سو ڪن ورهيه اڳي، سڪندر اعظم جي وقت ۾ به سنڌ جا حڪيم هاڪارا هوندا هئا، جنهنڪري يوناني تاريخ نوڳيسن سندين گهڻي ساک ڪئي آهي. مطلب ته قديم زماني کان وٺي سنڌي ماڻهو طبابت ۾ پڙ هوندا هئا. مصنف جي ڏسندي، سن 1886ع تائين حيدرآباد جهڙي شهر ۾ هڪ به ڊاڪٽر مس هوندو هو، نه ته رڳو ويج ۽ طبيب هوندا هئا، جي اڄ به گهٽي ئي آهن. ٻهرآرين ۾ ماڻهو ڊاڪٽر جي دوا اڪثر ڪونه ڪندا. ڪهڙي به بيماري ٿئين، ته ڪنهن ڏاهي يا ڏاهيءَ کان وڃي ڏس پڇن، ۽ انهيءَ ڏس پٽاندر علاج ڪن. ننڍڙن ٻارن کي ڪا بيماري ٿيندي هئي ته سندين مائر يا ڏاڏيون علاج ڪنديون هيون. اڄهه به ڪيتريون ٻڍڙيون پنهنجن ٻارن جو علاج پاڻ ڪنديون آهن.

آڳاٽن لوڪن کي انگ وديا يا علم تشريح (Anatomy) جي به سڌ هئي. قديم زماني ۾ ”پرش ميڌ“ يعني ماڻهن جي قربانيءَ جو يگيه (Human Sacrifice) ۽ ”اشو ميڌ“ يعني گهوڙن جي قربانيءَ جو يگيه (Horse Sacrifice) عام طرح ٿيندو هو، ۽ ٻيا

جانور به ٻل چاڙهيندا هئا. يگيه ڪرائيندڙ رشي هرهڪ ساهواري جي بت جا ڀاڱا باترتيب وڍي، هرهڪ ڀاڱو اگنيءَ (باهه) ۾ اُڇليندو ويندو هو. انهن يگين منجهان ئي انگ وديا جي پروڙ پيي. انهيءَ زماني ۾ مڇي ماس کائڻ جو رواج به عام هو، تنهنڪري کاسائي به هوندا هئا. جيئن هن وقت کاساين کي پنهنجي ڏنڌي کندي ٻڪرين، رڍن وغيره جي بت جي بناوت جي سڌ پئجي ويئي آهي، جنهنڪري انهن جو هرهڪ ڀاڱو باترتيب وڍين ٿا، تيئن آڳاٽن لوڪن کي نه رڳو ٻڪرين، رڍن ۽ ٻين ساهوارن، بلڪ انسانن جي بت جي بناوت جي به پوري پروڙ پئجي ويئي، جنهنڪري انگ وديا ۾ پڙ هوندا هئا، پر ساڳئي وقت منتر به ڪم آڻيندا هئا (اٿرو ويد، منڊل پهريون، 17).

رگ ويد ۾ اهڙا به اشارا آهن، جن مان ظاهر آهي ته ڪنهن جو ڪو عضوو خراب ٿي پوندو هو ته اهو پوريءَ ريت ڪپي، ان جي عيوض ڪو جڙتو عضوو وجهندا هئس. "وشپلا" نالي هڪ برجستي اِستريءَ جي جنگهه لڙائيءَ ۾ وڍجي ويئي، ته اشوني ڪمار ديوتائن لوهه جي ٽنگ ناهي وڌيس (منڊل پهريون، 112، 10). هن مان ائين سمجهجي ٿو ته ان وت جا ويج جيڪڏهن ڪنهن کي چڱائيندا هئا، ته اها هام ڪانه هڻندا هئا ته اسين بيمارين کي چڱايون ٿا، پر چوندا هئا ته اها ديوتائن جي ڪرپا آهي. اشوني ڪمار ديوتائن کي ٻين ديوتائن جو طبيب ڪوٺيو اٿن، تنهنڪري پنهنجي ساراهه ڪرڻ بدران انهن کي ساراهيو اٿن. اهڙا مثال ٻيا به آهن. رجراشوَ نالي هڪ شخص رڍن چاريندي هڪ سؤ رڍون بگهڙن ۽ بگهاڙين کان کارائي آيو، ته پٽس کي اهڙي چڙ وني ويئي، جو ٻئي اکيون ڪڍي ورتائينس، پر اشوني ڪمار ديوتائن وري اکيون وڌيس، ۽ ڏسڻ وائسڻ لڳو (منڊل پهريون، 116، 16). پراواج (Paravaj) نالي هڪ شخص انڌو ۽ منڊو هو، ته اشوني ڪمار ديوتائن ڪيس سڄو ڪيو (منڊل پهريون، 112 1، 8 گهوشا نالي ). هڪ استريءَ جو سڄو بت روڳ ۾ ورڪجي ويو، ۽ سندس چٽڻ جو ڪوبه آسرو ڪونه هو، تنهنڪري مڱڻ پرڻجڻ کان رهت ٿي پيئي هئي، پر پوءِ ديوتائن جي ڪرپا سان مرض چٽي ويس ۽ پرڻي. هي ڳالهيون ڏيکارين ٿيون ته سنڌو ماٿر ۾ حاذق حليم ئي قابل جراح هوندا هئا. قديم هندن جا اوزار به اهڙا تکا هوندا هئا،

جو وار ڪي لنبائيءَ مان وڍي ٻه اڌ ڪري سگهندا هئا. ڪشتا ٻه اهڙا ٺاهي سگهندا هئا، جو پوڙهي کي جوان ڪري ڇڏيندا هئا.

شيوَن (Cyavana) رشيءَ جي نالي ڄاڻايل آهي ته هو ٻنهه جهور ٿي ويو هو، پر پوءِ نئين جواني مليس، ۽ ڪيترين ڪمارين پرڻيون (منڊل پهريون، 116، 10). اڄ ٻه اسان جا ويج ۽ حڪيم ڪشتن جوڙڻ ۾ پڙ آهن، پر ڪي نيم طبيب ٻه اهن، جي بيمارين کي يا ڇاڙهين يا مارين، يا عمر لاءِ ڪارين.

جهاڙون جهپون ۽ ٽوڻا ڦيڻا: آڳاٽا لوڪ بيمارين لاءِ علاج ته ڪندا هئا، پر وقتي ڪنهن کي ڪا بلا يا نانگ چڪ پائيندو هو، يا وڇون ڏنگيندو هو، ته جهاڙون جهپون ٻه وجهائيندا هئا (رگ ويد، منڊل پهرين 191). ڪنهن کي ڪا اهڙي بيماري هوندي هئي، جا سندس مائٽن کي ٻه هوندي هئي، ته جون جو ڪڪ هن جي مٿان لوڏي منتر پڙهندا هئا ته اها موروثي بيماري وڃي، ۽ سندس اولاد سنديس اَڏَ نه ڇڪي (اٿرو ويد، منڊل ٻيو، 8، 3). جلندر جي بيماريءَ لاءِ بيمار ماڻهوءَ کي جل پڙهي پياريندا هئا، ۽ مٿان ڇٽڪاريندا هئا ته پيٽ وارو پاڻي نڪري وڃيس (اٿرو ويد منڊل ڇهون، 24). تپ واري ماڻهوءَ جي ڪٽ جي پائي سان ڏيڏر ٻڌي منتر اُچاريندا هئا ته تڏو ڏيڏر تپ جي گرمي ڇڪي وٺي (اٿرو ويد، منڊل ستون، 11، 6). رگ ويد واري زماني ۾ ئي ماڻهو عام طرح ائين وسهندا هئا ته جن پوت آهن، جن جو جيڪڏهن پاڇو گرڀ واريءَ زال تي پوندو ته ڪُهائي ٿينديس يعني ڪچو ٻار پوندس، يا مئل ٻار ڄمندس، جنهنڪري وقتي اهڙو زهر چڙهي ويندس، جو پاڻ ٻه مري ويندي. جنن پوتن جي اهڙن بداثرن ٽارڻ لاءِ ويدن جا ڪي منتر اُچاريندا هئا، جي رگ ويد ۾ ڏنل آهن. اٿرو ويد ۾ ته اهڙا منتر هيڪاري گهڻا آهن. ڪنهن زال کي گرڀ نه بيهندو هو، ته ان لاءِ ٻه منتر اُچاريندا هئا. بدن مان هر قسم جي پيڙا نڪري وڃي، تنهن لاءِ ٻه ڪي منتر اُچاريندا هئا (منڊل ڏهون، 63). ڪي ٻَليون ڇاڙهيندا هئا، ٽوڻا ڦيڻا ڪندا هئا (منڊل ڏهون، 161). ڪا زال چاهيندي هئي ته مرس جو پيار مون تي وڌي، ته

انهيءَ لاءِ ٻه منتر اُچاريندا هئا (منڊل ڏهون، 159). مطلب ته ٻَک ڪڍڻ، جهاڙن وجهائڻ، ٽوٽَڻ ڦيٽڻ ڪرڻ ۽ تعويذن ٻڌڻ جو رواج جو اڄ ڪالهه عام آهي، تنهن جو ٻج رگ ويد واري زماني ۾ ئي ڇٽيل هو. هن وقت ڪنهن درد دفع ڪرڻ يا ڪنهن گرهه چار جي اثر ٽارڻ لاءِ ٻوا ۽ ٻانيڻ ماڻهن کي جل پڙهي پياريندا آهن، تنهن رواج جو ذڪر ٻه منڊل ڏهين (137) ۾ آهي. ڪو منتر پڙهي جل ۾ ڦوڪ ڏيندا هئا، ته جل ۾ گويا بجليءَ جهڙو اثر ٿيندو هو، ۽ اهو جل بيمار کي پياريندا هئا، ته پڙهيل پاڻي سنديس پيڙا ڪڍي ڇڏي. منتر پڙهي ٻوچڻ چنڊبيندا آهن، سو گويا پيڙا چنڊي پاسي ڪندا آهن. رگ ويد ۾ لڱ لڱ مان بلڪ روم روم مان پيڙا ڪڍڻ لاءِ منتر آهن. ڪن عالمن جو چوڻ آهي ته پرم ۽ سنسا اصل دراوڙن ۾ هئا، جن جو پوءِ آرين تي ٻه اثر ٿيو.

**جنگي سپاهه:** رگ ويد واري زماني ۾ ڪن جوانن جو ڌنڌو ئي هو جنگين ۾ لڙڻ. رشين ۽ براهمڻن جو گهڻو ڌيان ڌرمي ڳالهين ڏي هوندو هو، ته ٻه هٿيارن هلائڻ ۾ پڙ هوندا هئا. ڪا وڏي جنگ لڳندي هئي ته جنگي سپاهه جي پنيان جڏ جي ميدان ۾ ويندا هئا، ۽ دشمنن سان مڙسيءَ سان لڙندا هئا (رگ ويد، منڊل ستون، 33). رشي، براهمڻ توڙي ٻيا جنگي جوان جڏ جي ميدان ۾ سوم رس جو چڪو چاڙهيندا هئا، ۽ انهيءَ خنڪيءَ وچان سر جو ڪوبه سانگو نه ڪري، مڙسان مڙسيءَ لڙندا هئا، ۽ ٽپ ٽپ تي اندر ديوتا جو نالو اُچاريندا هئا. رگ ويد واري اوائلي زماني ۾ اندر مهراج نه رڳو برسات جي ديوتا، پر جڏ جي ديوتا (War-god) ٻه ليکبو هو. اندر جا پوڄاري ڪيس سوم رس جو ڀوڳ لڳائيندا هئا، ۽ اگنيءَ (باهه) ۾ مينهن ۽ ڍڳن جي چربي وجهندا هئا، ته اندر ديوتا پرسن ٿي پنهنجن پوڄارين کي جنگين ۾ سوڀارو ڪري (رگ ويد، منڊل ڇهون، 3، 5، ۽ منڊل ڏهون، 160، 3). آسمان ۾ جڏهن ڪارا ڪڪر مڙي ايندا هئا، پر برسات نه پوندي هئي، تڏهن ائين وسهندا هئا ته آسمان ۾ ڪي دئت آهن، جي برسات جي پاڻيءَ کي پنهنجن قلعن ۾ قابو ڪري وينا آهن. انهن دئتن سان پڄڻ جوڳو هڪڙو ئي اندر ديوتا سمجهندا هئا، پر اندر ديوتا خنڪيءَ سان تڏهن دئتن سان لڙي سگهندو، جڏهن سوم رس جو چُڪو چاڙهيندو. اندر ديوتا کي سوم رس

جي جي يوڳ لڳائڻ جي مکيہ مراد ئي اها هوندي هئي. هو وسهندا هئا تہ سوم رس جي يوڳ لڳائڻ ڪري اندر ديوتا ايتري قدر بود ۾ اچي ٿو، جو ورتر ۽ ٻين ديوتائن جا قلعا بہ ٽوڙي ڇڏي ٿو، جنهنڪري دشمنن جي قلعن ۾ اندر قابو ٿيل برسات جو پاڻي پوک لاءِ ملي ٿو. انهيءَ سبب اندر ديوتا کي ”پُريندر“ يعني قلعا ناس ڪندڙ بہ سڏيو اٿن. اهڙن عقيدن ڪري پاڻ بہ جنگ تي چڙهڻ کان اڳ سوم رس جو چڪو چاڙهيندا هئا، تہ همت سان لڙي دشمنن جا قلعا بہ ٽوڙي ڇڏجن.

**جنگين لاءِ سبب ۽ سپاهين جا ساج (Accoutrements):** رگ ويد واري زماني ۾ ڪي جنگيون ۽ ڇتاپيٽيون خاص هن سبب لڳنديون هيون، تہ ڌاڙيل جيڪو مال ڪاهي ويا هجن، سو ڪانئن موٽي هٿ ڪجي، يا دشمنن جو چوپايو مال بلڪ سندين زالون هٿ ڪجن (رگ ويد، منڊل نائون، 67، 10-12). وقتي پوک جي پاڻي4 تان تڪرار ٿيندا هئا (رگ ويد منڊل ڇهون، 25، 4)، تہ جنگي جوڌا مخالف ڌر جي پنيان جوش منجهان ڪاهي پوندا هئا (رگ ويد، منڊل ستون 84، 7). جڏ مهل سورهيہ سپاهي پنهنجا جهنڊا کڙا ڪندا هئا (رگ ويد، منڊل ڏهون، 103، 1). جنگ شروع ڪرڻ مهل پيريون يا نغارا وڄائيندا هئا تہ پريان ئي سڏ پوندي هئي تہ هاڻ جنگ لڳي ٿي. جنهن وقت ڏوم مان ڌمالون وڄنديون هيون، تنهن وقت مانجهي مڙس شور مچائي، تکا تير ڪٽي، جڏ جي ميدان ۾ ڪاهي پوندا هئا، ۽ سندن سور پرانهن پَٽن ۾ پڙاڏا پيو ڪندو هو (رگ ويد، منڊل پنجون، 54، 13). اوڏيءَ مهل سارٿي (رٿ ڪاهيندڙ) پنهنجا رٿ تڪڙا تڪڙا ڪاهي، ناهموار پَٽن تان بہ ائين تکا ويندا هئا، جيئن ندين جو پاڻي ڪنهن وڏي لاهہ تان لهي، تکڙو تکڙو وهندو آهي، پنهنجن گهوڙن جون واڳون ٻنهي هٿن ۾ قابو جهلي، دشمنن تي ائين وڃي پوندا هئا، جيئن باز ڪنهن شڪار کي وڃي جهٽ هڻندو آهي (رگ ويد، منڊل ڇهون، 46، 13-14). گهٽن سوارن جا گهوڙا هٽڪارون ڏيندا. هڪڙي ئي وقت تکرا ڊوڙندا هئا تہ گهٽي لَٽ اُٿندي هئي. ڪن جنگي جوڌن کي ڪلهن تي ڀالا هوندا هئا، ۽ جيڪي زيور پيل هوندا هئا، تن جو چمڪو پريان پيو پسبو هو (رگ ويد، منڊل پهريون، 64، 6). ڪيترن جوانن کي پيرن ۾ ڪڙيون پيل هونديون هيون. ڪن جون سونيون زنجيرون ڇاتيءَ تي پيئيون

لٽڪنديون هيون (رگ ويد، منڊل پنجون 54، 10). ٻانهن ۾ پٽا ٻڌل هوندا هئا (منڊل ڇهريون 64، 10) ڪن کي زرهه پيل هوندا هئا، ۽ ڪمانون ڪلهن تي پيل هونديون هين. سندن گهوڙن ۽ گهوڙين کي موتين جون ڪنٺيون پيل هونديون هيون (رگ ويد، منڊل 77، 18، 22-23). جنگي سپاهين مان ڪي هاٿين، گهوڙن ۽ رٿن تي سوار هوندا هئا، ته ڪي پيادا هوندا هئا. تيرن رکڻ لاءِ تيرڪش يا ٻٽيون هونديون هين.*

قديم يوناني لوڪ تير ڪمانن ۾ وجهي، ڇاتيءَ تائين ڇڪي، پوءِ ڇوڙيندا هئا. اسان جي سنڌو ماٿر جا جنگي جوڌا تير ڪمانن ۾ وجهي، ڪنن تائين ڇڪي، پوءِ ڇوڙيندا هئا.

دوبدو لڙڻ مهل ڪهارا، نيزا ۽ ترسولن جي نموني جڙيل هٿيار ڪم آڻيندا هئا. ڪنهن جڏ ۾ سوپارا ٿيندا هئا ته پيريون يا نغارا زور سان وڄائيندا هئا، ۽ بلند آواز سان جئيڪار منائيندا هئا.

---

* اهو رواج يورپ ۾ به هو. انگريزي لفظ ”سپنسٽر“ (Spinister) معنيٰ ”ڪنئاري“، پر بنيادي معنيٰ اٿس ”ڪاپائتي يا ڪتڻ واري“. هيءُ لفظ ڄاڻائي ٿو ته يورپ ۾ ڪنئاريون ڇوڪريون ڪتڻ جو ڪم ڪنديون هيون. انگريزي لفظ ”بئچيلر“ (Bachelor) معنيٰ ڪنئارو. ان جو ڌاتو يا بنياد ڪن ڪهڙو ته ڪن ڪهڙو ڄاڻايو آهي؛ پر عام طرح چون ته لئٽن ٻوليءَ ۾ ”بئڪا“ Bacca (Vacca) معنيٰ ”ڳانءِ“. اڳي ڪنئارين تي ڳاين چارڻ جو ڪم رکيل هو، تنهنڪري اهو لفظ عام ٿيو. اهڙيءَ طرح ڪن لفظن جي بنيادن مان به ماڻهن جي اڳين ڌنڌن ڌاڙين جي سڌ پوي ٿي. — مصنف.

* سنڌ ۾ پڪالو يا ساندارا اڄ تائين عام طرح ڪم اچن ٿا. ٿر ۾ مسافريءَ ڪرڻ مهل پاڻيءَ جون اويون ڀري پاڻ سان کڻن ٿا. انهن ۾ پاڻي چڱو ٺري ٿو. ڪوهستان ۾ پاڻيءَ ڀرڻ لاءِ اوئي عام طرح ڪم اچي ٿي. اوئيءَ رنڱڻ لاءِ فقط ٻٻر جي ڇوڏي وجهن ٿا. بعضي ڪانهيريءَ جو ڇوڏو به ڪم آڻين ٿا. جيڪڏهن اوئيءَ ۾ ڪير وجهڻو هوندو اٿن، ته ساڳيءَ کل ۾ ٻيرولي ۽ ڏاڙهونءَ جي کل وجهن ته رڇي نرم ٿيو پوي، ۽ رنگ به بدلجي هيڊو ٿيو پويس. جيڪڏهن انهيءَ ساڳيءَ کل کي گيهه وجهڻ لاءِ ڪم آڻڻو هوندو اٿن، ته منجهس مينديءَ جا پن ۽ ڪور جا وڻ جو ڇوڏو وجهندا آهن. وڏيڪ سني ۽ خوشبودار اوئي بنائڻ لاءِ ڪجور ڪاڙهي، ان جي رس وجهي، ڳچ ڏينهن رکي ڇڏين، ۽ پوءِ اوئي صاف ڪري، گيهه وجهڻ لاءِ ڪم آڻين. اها ”زڪ“ سڏجي ٿي. اڳي به شايد ائين ڪندا هئا. — مصنف.

[*] "The surgical instruments of the Hindus were sufficiently sharp, indeed, as to be capable of dividing a hair longitudinally." Mrs. Manning: Ancient and Mediaeval India, Vol. II. P. 346.

[*] "The main object of the Soma sacrifice was to strengthen Indra in his fight with Vrtra, and bring down timely rains from the reluctant clouds for helping agricultural work." Dr. A.C. Das: Reg Vedic Culture, p. 508.

# باب ٻارهون

## وڻج واپار ۽ ڏيساورن ۾ بيٺڪون

**قديم سنڌ جا واپاري:** رگ ويد ۾ ڪيترن هنڌ ”پڻي“ لفظ ڪم آيل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ”وڻجارو“ (وڻج ڪندڙ يا ”واپاري“). انهيءَ لفظ جو ڌاتو يا بنياد آهي ”پڻ“ معنيٰ ”سودو ڪرڻ، ڳنهڻ“ وغيره. هو بنهه پڪائيءَ سان جنسن جي خريد و فروخت ڪندا هئا، سودي ۾ للي چپي يا مروت ڪندا ئي ڪانه هئا، ۽ رڳو پنهنجي سُود يا نفعي جي ڳالهه ڳڻيندا هئا. انهيءَ سبب هو رگ ويد جي منڊل ڇهين، سُوڪت 51، رچا 14، ۾ ”بگهڙن وانگر هٻڇي“، ۽ منڊل ڇهين جي سُوڪت 161 جي رچا پهرينءَ ۾ ”خود مطلبي“ سڏيا ويا آهن.

اهي ”پڻي“ (واپاري) اصل آريہ هئا يا دراوڙ، يا ڪٿي فرض ڪجي تہ اصل دراوڙ هئا، ۽ پوءِ آرين سان مٿي مائٽي ڳنڍڻ ڪري ”آريہ“ سڏجڻ ۾ آيا، تہ بہ هنن ججهو ڏيان لهڻو، جو سنڌو ماٿر جا اوائلي واپاري اهي هئا. رگ ويد ۾ اهي ”پڻي“ لوڪ ”وڻڪ“ بہ سڏيا ويا آهن. ڊاڪٽر ابناش چندر داس ڄاڻايو آهي تہ پوءِ جي سنسڪرت ڪوشش (لغتن يا ڊڪشنرين) ۾ جهڙوڪ ”راج نر گهنٽ“(Raja-Narghanta) ۾ ’ڻڪ“ ۽ ”پڻڪ“ ساڳيا ئي لفظ ڪري ڄاڻايل آهن.

رگ ويد ۾ ڄاڻايل انهن پڻي لوڪن مان پوءِ ڪي ڏکڻ هندستان ڏي لڏي ويا، ۽ منجهائن جيڪي هميشه لاءِ سنڌو ماٿر ۾ رهيا، سي ويدڪ آرين جي پنگت ۾ داخل ٿي ويا، ۽ اهي پوءِ ”وئشن“ جي دفعي ۾ ليکجڻ ۾ آيا. * هن مان ظاهر آهي تہ رگ ويد واري زماني جا پڻي يا ”پڻڪ“ ۽ ”وڻڪ“ اهي آهن، جي هن وقت ”واڻيا“ (وڻج ڪندڙ) ۽ ڀائيبند سڏجن ٿا، ۽ اڄ تائين ”وئشن“ جي دفعي ۾ ليکجن ٿا.

سنڌ ۾ هن وقت هندن جا بہ مکيہ پڪا آهن: هڪڙا عامل، ۽ ٻيا ڀائيبند. سچ پچ تہ هاڻوڪن عالمن مان ڪي اصل ڀائيبند هئا، ۽ پوءِ عاملن ۾ گڏجي ويا. هيئن بہ اهي تہ ڪي عالم ۽ خدا آبادي ڀائيبند ساڳئي هڪڙي ڏاڏي جو اولاد آهن، پر

منجهانئن جن ڪلهوڙن ۽ ميرن وٽ نوڪري ڪئي، سي ”عامل“ سڏجڻ ۾ آيا، ۽ جن پنهنجن ابن ڏاڏن واري وڻج واپار جي ڪرت سانده ڪئي، سي پائيبند ڪونجڻ ۾ آيا. چند عاملن مان رڳا ڪي ٿورا کتري آهن، نہ تہ گهڻا وئش آهن، پر ٻنهجي جون ڪراچيءَ جي سيٺين، ۽ حيدرآباد جي مکين ۽ ٻين خدا آباد پائيبندن سان مٽيون مائٽيون آهن. انهيءَ ويجهيءَ عزارت ڪري، عامل کين ”پائيبند“ يعني ”پائي“ (پاءُ)، ۽ ”ٻنڌو“ (مائٽ) سڏڻ لڳا، ۽ اهو سنو ۽ منو نالو اڄ تائين هليو اچي. پائيبندن مان هاڻي ڪي نوڪريون ڪن ٿا، نہ تہ سندن مکيہ ڌنڌو آهي وڻج واپار. انهن واپارين جو اڳاٽي ۾ اڳاٽو احوال رگ ويد مان ملي ٿو، جو مختصر طرح هن ريت آهي:

سنڌو ماٿر (پنجاب ۽ سنڌ) جي ڳوٺن ۾ ماڻهن جي ڪاٻي ڪان وڏيڪ جيڪو اَن، ڪپڙو وغيره هوندو هو، سو اهي ”پڻي“ (واپاري) ٻين هنڌ وڪڻڻ ويندا هئا. ٻانهن جو واپار بہ ڪندا هئا. هماليہ جبل ڏي سوم ٻوٽي جججهي انداز ۾ پيدا ٿيندي هئي، ۽ ان جو ڪاپو گهڻو هوندو هو، ۽ چڱي اگهہ ۾ وڪامندي هئي، تنهنڪري انهيءَ ٻوٽيءَ جو بہ وڻج ڪندا هئا. سيني جنسن جو واپار ڪي خشڪيءَ تہ ڪي درياهہ يا سمنڊ جي رستي ٿيندو هو.

خشڪيءَ جي رستي واپار ڪرڻ لاءِ واپاري قافلا ناهي ويندا هئا. پنهنجو وکر گهوڙن، ڏاندن، اُنن، ۽ گڏهن تي لڏي، پرانهن هنڌن ڏي ويندا هئا. انهيءَ زماني ۾ بہ چور ۽ رهزن هوندا هئا. واپاري پنهنجيءَ جان ۽ مال جي بچاءَ لاءِ ڪهڙا جتن ڪندا هئا، سا ڳالهہ رگ ويد ۾ ڄاڻايل ڪانهي، باقي پوءِ جي ساهت مان پتو پوي ٿو تہ پنهنجا ”ڄينڪ“ (وڏيرا يا مکي) هوندا هئن، جن تي سندين جان ۽ مال جي بچاءَ جو بار هوندو هو، ۽ اهي پنهنجا بورائو ۽ سپاهي ساڻ ڪڻندا هئا. اهي ويدڪ زماني ڪانپوءِ جون ڳالهيون پوءِ ڄاڻائيبيون، هتي رڳو ايترو ڄاڻائجي ٿو تہ رگ ويد واري زماني ۾ قداور ڪتا ساڻ هوندا هئن، جن جي ويجهو اچڻ جي ڪنهن چور يا رهزن کي جرئت ڪانہ ٿيندي هئي. اهي واپاري ڪهڙن ملڪن ڏي ويندا هئا، سا ڳالهہ رگ ويد جي ڪنهن بہ منڊل ۾ ڪليءَ ريت ڄاڻايل ڪانهي.

سنڌ ۽ پنجاب ۾ ندين هئڻ سبب قديم زماني ۾ ئي اسانجن ماڻهن ٻيڙين ۽ ڏنگين جوڙڻ جي ضرورت محسوس ڪئي. پراڻن پڻاندر سڀي ڄمون دويپ جي چوڌاري سمنڊ هو، ۽ رگ ويد موجب "سپت سنڌوءَ" جي چوڌاري چار سمنڊ هئا، جنهنڪري جهازن جوڙڻ جو هنر ۽ جهاز رانيءَ جو فن به انهيءَ قديم زماني ۾ هون.درياهه جي رستي مال آڻڻ ۽ ٻاهر موڪلڻ جو رواج انهيءَ آڳاٽي زماني کان وٺي ويندي انگريزن جي صاحبيءَ جي اوائل تائين عام هو. سن 1858ع ۾ ڪراچيءَ کان وٺي ڪوٽڙيءَ تائين ريل جي رستي جڙڻ جو آرنڀ ٿيو، تنهن کانپوءِ اها آمدرفت گهٽي، پر صفا بند ڪين ٿي وئي. اڄ تائين روهڙي، سکر ۽ ٻين هنڌن جا واپاري پنهنجو مال درياهه جي رستي آڻيندا ۽ نيندا آهن.

قديم زماني ۾ خريد فروخت روڪڙن پئسن تي ڪانه ڪندا هئا. جنسن جي اڪثر مٽا سٽا ڪندا هئا. هڪڙي جنس جي عيوض ٻي ڪا جنس، يا ڳايون، مينهون ۽ ٻيو چوپايو مال، پر خاص ڪري ڳايون وٺندا هئا (رگ ويد، منڊل چوٿون، 24، 10). اهو مٽا سٽا جو دستور مصنف جي ساڃهه ۾ به حيدرآباد جهڙي شهر ۾ ٺام هو. اَن داڻا ڏيئي پساريءَ کان مصالحا وٺندا هئا. ساڳيءَ طرح ڪي ڪوڏيون به ڏيندا هئا. اڄ به واهڻن ۽ وسين ۾ هاري ناري اَن ڏيئي دڪاندار کان ڪپڙو وغيره وٺيو اچن. هن قديم زماني جي رواج جون نشانيون آهن.

آڳاٽي وقت ئي ماڻهو نهايت پڪائيءَ سان سودو ڪندا هئا. رگ ويد ۾ ڄاڻايل آهي ته جنسن جي خريد و فروخت مهل ماڻهو ريڙهه پيڙهه ڪندا هئا. اگهه پار جي ٻول ڪري چڙهيندا هئا، تنهن مان اهو انومان ڪڍڻو پوي ٿو ته نه رڳو حاضري مال وڪامندو هو، پر وڏاڻ سودو به ٿيندو هو. هڪواري جيڪا ٻول ٿيندي هئي، تنهن کان ڪنهن کي ڦرڻ ڪونه ڏيندا هئا. رگ ويد جي منڊل چوٿين (24، 9) ۾ ڄاڻايل آهي ته "ڪو ماڻهو ڳري ملهه وري شي ٿوري ناڻي ۾ ڏئي ٿو، ۽ پوءِ ڦري اچي خريدار کي چوي ٿو ته "مون اهو وڪرو ڪيو ئي ڪونهي، مون کي پوري رقم ڏي"، پر ڪجهه به وقت نٿو مليس، جو ٻول تي

قابو رهڻو اٿس". پاڻئجي ٿو ته کي تنگيءَ مهل ڳري ملهه واري شيءَ ٿوري ناڻي ۾ ڏيڻي ڪندا هئا، ۽ پوءِ اچي ڦرندا هئا، ته نڪي وڪڻيل شيءَ واپس ملندي هين، نڪي وڌيڪ ناڻو ملندو هون.

**بحري يا ساموندي واپار:** Maritime Trade گذريل اُڻويهين صديءَ جي شروعات ۾ تاريخ جون کوجنائون پئي ٿيون، ته سنسڪرت ساهت مان ڪي يوروپي عالمن کي ائين سمجهڻ ۾ آيو ته قديم آرين کي جهاز رانيءَ جي ڪابه سڌ ڪانه هئي! اهڙو رايو پروفيسر هاپڪنس ظاهر ڪيو.

پروفيسر مئڪڊونيل، جنهن سنسڪرت ساهت جي تاريخ لکي آهي، تنهن ته ائين به چيو ته رگ ويد واري زماني ۾ آڳاٽن آرين ڪڏهن وڏو سمنڊ (Ocean) اکين سان ڪونه ڏٺو هو، شايد سمنڊ جو رڳو نالو ٻڌو هوائون. ههڙا غلط رايا ظاهر ٿيا ته اسان جن ڪن ڏيهي عالمن ظاهر ڪيو ته هنن يوروپي پنڊتن ويدڪ ساهت جو رڳو اُڇاترو اڀياس ڪيو آهي، تنهنڪري سنڌن راين تي سنيالي لڳڻ گهرجي. پروفيسر ولسن، جنهن رگ ويد جو ترجمو ڪيو آهي، تنهن خود رگ ويد مان حوالا ڏيئي، ڄاڻايو ته سنڌو ماٿر جا آريه لوڪ وڏا ڪاري ڪيڙائو ۽ واپاري لوڪ هئا. رگ ويد جي سُوڪتن ۾ وڏي سمنڊ (هندي وڏي سمنڊ) جو ذڪر آهي. جهازن تي واپاري پنهنجي سُود خاطر ريڙهه پيڙهه ڪندا هئا، تنهن ڳالهه جو به ذڪر آهي، بلڪ هڪ لڳا ڪنهن ڏورانهين ٻيٽ تي سمنڊ جي رستي ڪاهي ويا هئا، پر جهاز ڀڃي پين، جنهنڪري مراد پوري نه ٿين. پروفيسر ولسن کان پوءِ ٻين ڪن يوروپي عالمن به کوجنائون ڪري ظاهر ڪيو ته قديم سنڌو ماٿر جا رهاڪو جهڙا جهاز رانيءَ ۾ پڙ هئا، تهڙائي جهازن جوڙڻ ۾ قابل هئي. اهي سمنڊ جهاڳي وڻج واپار ڪرڻ ويندا هئا. اهي حقيقتون پوڪوڪ صاحب. جرمنيءَ جي نامور عالم پروفيسر بلهر ۽ ٻين کولي ظهار ڪيون، جنهنڪري پروفيسر هاپڪنس ۽ پروفيسر مئڪڊونيل پارن جا رايا رد ٿي ويا، ۽ هاڻ انهن کي ڪوبه ڪونه ٿو ليکي. پروفيسر بلهر ته ائين به ڄاڻايو آهي ته آڳاٽا آريه هندي وڏو سمنڊ جهاڳي

ويندا هئا، ۽ اهي واپاري هندو پوءِ ايراني نار طرف به وڻج واپار سانگي ويندا هئا. ⁺⁺

"There are passage in ancient Indian works which prove the early existence of a navigation of the Indian Ocean, and the somewhat later occurrence of trading voyages undertaken by Hindu merchants to the shores of the Persian Gulf and its rivers." *Professor Bulher.*

مطلب ته ڪن يوروپي عالمن شروعات ۾ ڪي غلطيون ڪيون، جي پوءِ ٻين ڪن يوروپي عالمن سڌاريون، پر سندين گهڻين غلطين جي اُگهڙ اسان جي ڪن ڏيهي عالمن ڪئي، جنهنڪري انهن ڳاين راين ڄاڻائڻ بدران تازين کوجنائن جو ذڪر ڪجي ٿو.

ويجهڙائيءَ ۾ جيڪي حقيقتون يوروپي توڙي ڏيهي عالمن ويدڪ ساهت مان کولي ظاهر ڪيون آهن، تن پٽاندر ڄاڻائجي ٿو ته رگ ويد واري زماني ۾ ئي سنڌو ماٿر جا "پڻي" (وڻجارا) جهازن ۾ مال ڪڻي، سمنڊ جهاڳي، ڏيساورن ڏي ڌن ڪمائڻ ويندا هئا (رگ ويد، منڊل پهريون، سُوڪت 48 رچا 3). ڪيترا واپاري پاڻ ۾ گڏجي، جهازن جون ٻيڙيون ڏورانهين ڏيهن وٺي ويندا هئا (منڊل پهريون 56، 27). سندن جهازن ڪي هڪ سو اوورا (Oars) هوندا هئا (منڊل پهريون، 116، 5) سمنڊ جي وچ ۾ ٻيٽ هوندا هئا (منڊل پهريون، 1696، 3). جهازن هاڪارڻ کان اڳ ۾ اهي واپاري ورڻ ديوتاڪي آراڌنا ڪندا هئا، ۽ چوندا هئا ته انهيءَ سمنڊ جي ديوتا کي ئي سڌ آهي ته جهاز ڪهڙيءَ واٽ کان هلائجن، ۽ هوا ڪهڙي (سڻائي يا اڻائي) لڳندي (منڊل پهريون، 25، 7). هن مان ظاهر آهي ته اهي واپاري "آريه هئا، ۽ ورڻ ديوتا جا پوڄاري هئا.

سنڌو ماٿر جا وڻجارا پاڻ سفر تي نڪرندا هئا ته پنيان اڳن ديوتا سندن ٻارن ٻچن جو راکو (دعاگو) ٿيندو هو (اٿرو ويد، منڊل ٿيون، سوڪت 15، منتر 7). هنن لفظن مان ائين سمجهڻ ۾ پيو اچي ته جيئن هن وقت ڪي سنڌ ورڪي پاڻ ٻاهر هليا وڃن، ۽ پنيان پڳوان سندن ٻچن جي پيو سنڀال لهي، تيئن آڳاٽا

واپاري بہ اگن ديوتا ۽ ٻين ديوتائن جي آسري پنهنجا ٻار ٻچا ڇڏي ڏورانهن ڏيهن ڏي ڌن ڪمائڻ ويندا هئا.
سامونڊي سفر لاءِ اهڙا جونگ جهاز گهرجن، جي لهرن جون لپاٽون سهي سگهن. قديم زماني ۾ ئي سنڌو ماتر جا پٽ پنهنجي ڊول جا نهايت مضبوط ۽ ڪارگر جهاز جوڙيندا هئا، ۽ سندن اهو ڪاريگريءَ جو نمونو سندن پوين بہ اختيار ڪيو. يوروپي لوڪ هندستان جي ماڻهن سان لهہ وچڙ ۾ آيا، تنهن ڪان بہ صديون ڪن پوءِ بہ آڳاٽن جهازن ۽ ڏنگين ۾ هڪڙو بہ سڌارو ڏسي نٿي سگهيا. انهيءَ هوندي بہ رگ ويد مان معلوم ٿئي ٿو تہ قديم وڻجارن جا جاهز وقت سٺاٽي سمنڊ جي سَٽَ سهي ڪين سگهندا هئا، جنهنڪري سندن غوراب بعضي غرق ٿي ويندا هئا. ”ڀجيو“ (Bhujya) نالي هڪ شخص ڪنهن ڏورانهين دويپ (ٻيٽ) تي سمنڊ جي رستي ڪاهي ويو، پر غوراب غرق ٿيڻ ڪري ٿي ڏينهن ۽ ٽي راتيون لهرين ۾ پئي لڙهيون، ۽ پوءِ ناستيہ (اشوني ڪمار ديوتائن) تار منجهان تاري پار پهچايس. هيءُ جيڪو اتفاق ٻڌيو، تنهن جو ذڪر رگ ويد منڊل پهرين ۽ ستين ۾ گهڻن هنڌ آهي. هن حقيقت مان ظاهر آهي تہ قديم سنڌو ماتر جا پٽي (وڻجارا) جي سِر جي سٺ ڏيئي ڏورانهن ڏيهن ڏي پنهنجا جهاز هاڪاري ويندا هئا. اها جرئت اسان جن هاڻوڪن سنڌ ورڪين ۾ بہ آهي، جي سر جو ڪوبہ سانگو نہ ڪري سمنڊ جي مسافري ڪندا آهن.

**چئن سمنڊن جو ذڪر:** رگ ويد ۾ جيتوڻيڪ اهو چاٽايل ڪونهي تہ انهيءَ قديم زماني ۾ سنڌو ماتر جا پٽي (وڻجارا) ڪهڙن سمنڊن ۽ ٻيٽن ڏي ويندا هئا، تہ بہ رگ ويد جي منڊل نائين (23، 6)، ۽ منڊل ڏهين (47، 2) ۾ چئن سمنڊن جو ذڪر آهي، جن مان هڪ کي ”پورو سمدر“ يعني اُبرندي وارو سمند سڏيو اٿن (رگ ويد، منڊل ڏهون، 136، 5). ڊاڪٽر ابناش چندر جي خيال موجب بنگال جي اُپسمنڊ کي ”پورو سمدر“ سڏيو اٿن. ٻيو هندي وڏو سمنڊ هجو، ۽ ٽيون هاڻوڪو عربي سمنڊ هو. چوٿين سمنڊ بابت پڪ سان چئي نٿو سگهجي تہ ڪهڙو سمنڊ هو. جيالاجيڪل ڪاتي وارن کي کوجنائن ڪرڻ سان ائين معلوم

ٿيو آهي ته ڪنهن زماني ۾ عربي سمنڊ وڏي راجپوتانا تائين ٿي آيو، جنهنڪري سڄو راجپوتانا وارو پاسو، ۽ هاڻوڪو ٿر ملڪ اڳي پاڻيءَ جي هيٺ هئا، ۽ پوءِ ڌرتيءَ ڏيڻ سبب سمنڊ هٽي پري ٿيو. سمنڊ جي نساني راجپوتانا ۽ ٿر جون هاڻوڪيون پٽون آهن. رگ ويد جي منڊل ستين سُوڪت 95، رچا 2 ۾ ڄاڻايل آهي ته سرسوتي ندي جبلن مان وهي سمنڊ ۾ وڃي چوڙ ڪندي هئي. اهو اشارو اڻ پڌيو راجپوتانا واري سمنڊ ڏي آهي. يانئجي ٿو ته جنهن زلزلي وقت راجپوتانا ڪان سمنڊ هٽيو، تنهن وقت سرسوتي نديءَ جو وهڻ به بس ٿيو. اڳوڻي سرسوتي نديءَ جي پيٽ مان هن وقت جيڪو پاڻي برساتي موسم ۾ وهي ٿو، سو راجپوتانا جي واري ڇُهي وڃي ٿو، جنهن مان ظاهر آهي ته سرسوتي هاڻوڪي پٽياليہ راڄ مان لنگهي، انهيءَ راجپوتانا واري سمنڊ ۾ وڃي چوڙ ڪندي هئي. هاڻ اسان ڪي هيءَ ڳالهہ ڳولهي لهڻي آهي ته سنڌو ماٿر جا واپاري ڪهڙن ملڪن ڏي ويندا هئا. ::

**بنگال ۽ چين سان واپار :**

رگ ويد ۾ ذڪر ٿيل چئن سمنڊن مان هڪ "پورو سمنڊ" يعني اُپرندي وارو سمنڊ سڏيو ويوآهي (رگ ويد، منڊل ڏهون، سُوڪت 136، رچا 5). ڊاڪٽر ابناش چندر جي خيال موجب بنگال جي اُپسمنڊ کي (پورو سمدر) سڏيو اٿن. اسان کي اها ڳالهہ دل سان لڳي ٿي. سنڌ ۽ پنجاب جا پڻي(وڻجارا) چين ولايت ڏي ويندا هئا، تن جي وڃڻ جي وات ئي بنگال جي اُپسمنڊ ڪان هئي. ويدڪ واري زماني ڪان پوءِ اتهاسن وارو زمانو آيو، ته به چين ولايت سان لهہ وچڙ هلندي آهي، جنهن لاءِ هڪ ثابتي هيءَ آهي ته رامائڻ ۾ چين ولايت جي ريشم ۽ بين پيدائش جو ذڪر آهي. ويدڪ زماني ۾ سنڌو ماٿر جا پني بئبلونيا، ميسوپوٽيميا ۽ الهندي ايشيا جي بين هنڌن ڏي ويا، ته به شايد چين ولايت سان واپار پوءِ به ڪندا رهيا. يانئجي ٿو ته بني اسرائين (يهودين) ۽ بين سيميٽڪ قومن کي چين ولايت جي سڌ انهن پڻي لوڪن وٽان پئي، جنهنڪري عيسائين جي انجيل ۾ به چين جو نالو ڄاڻايل آهي. انجيل يا بائيبل ۾ چين جو اُچار "سئنام" آهي. الهندي ايشيا ۽ مصر جا رهاڪو وڻج واپار سانگي هندستان ڏي

ايندا هئا. سا ڳالهه به عيساين جي انجيل جي پيدائش جي ڪتاب (باب 38، آيت 25) ۾ ڄاڻايل اهي، جو مصالحا، سرهاڻيون، مُدَ وغيره اُنن تي لڏي مصر ملڪ ڏي ٿي ويا. ”پيريپلس“ مان معلوم ٿئي ٿو ته عيسوي پهرين صديءَ ۾ چين ولايت مان ريشم ايندو هو، ۽ اهو واپار هندستان جا ماڻهو ڪندا هئا. هيءَ به تاريخي حقيقت آهي ته لڪلهوڙن بڪ ميرن جي صاحبيءَ ۾ به سنڌ جا واپاري وڻج واپار لاءِ چين ڏي ويندا هئا. انهيءَ ڳالهه جو ٿورو ذڪر شاهه جي رسالي جي سر سريراڳ ۾ به آهي، جنهن ۾ چيل آهي:

سودي ڪارڻ سنيري، ويهون وڻجارن،
ويـا چـين بنگال ڏي، رکي ماڻڪ من.

شاهه

هنن ٻن ٽُڪن سان گڏ هيءَ حقيقت به ڏيان ۾ رکڻ گهرجي ته انگريزن سنڌ فتح ڪئي، تنهن کان رڳو پنج ورهيه اڳي، يعني 1838ع ۾ جيڪو واپار ڪراچيءَ ۾ هليو هو، تنهن جو مفصل بيان ڪماندر ڪارليس ڏنو آهي، جو ٿوري قدر ائٽڪن صاحب واري ”سنڌ گزيٽيئر“ ۾ ڄاڻايل آهي. انهيءَ سال سنڌ ۾ اٽڪل ساڍن ايڪيهين لکن جو واپار هليو هو. جيڪي مکيه شيون ٻاهران آيون هيون، تن ۾ ريشم هو. هنن حقيقتن مان معلوم ٿيندو ته اسان جا هن وقت جا ياڻيبند، جو چين، جپان، برما، منيلا، سينگاپور ۽ دور پورب ڏي ٻين هنڌ وڃڻ لڳا، سو رواج ويدڪ زماني ۾ ئي جاري هو، جو پوءِ ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبيءَ تائين به هلندو پئي آيو، جنهنڪري شاهه جي رسالي ۾ ان جو ذڪر آهي.

رامائڻ ۾ يون دويپ ۽ سُورن دويپ (جاوا ۽ سوماترا) ۽ لوه ساگر (ڳاڙهي سمنڊ Red Sea) جو زڪر آهي، تنهن مان سمجهجي ٿو ته انهن پاسن سان لهه وچڙهه ويدڪ زماني ۾ ئي شروع ٿي هئي، جا پوءِ اتهاسن واري زماني ۾ به هلندي آئي.

ڏکڻ هندستان ۾ سلون سان لهه وچڙ: رگ ويد ۾ موتين جو ڪيترن هنڌ ذڪر آهي (منڊل پهريون، 35، 4، ۽ منڊل ڏهون، 68، 1). سنڌ جي راجا سونيہ پاوييہ، ڪاڪشون رشيءَ کي موتي دان ڪيا هئا. ان وقت جا راجائون پنهنجن گهوڙن ۽ گهوڙين کي بہ موتين جون ڪنٺيون پائيندا هئا. ايترا موتي ڪٿان آڻيندا هئا؟

هن وقت سنڌ ۾ سمنڊ مان موتين ڪڍڻ جو مقاطعو ڪراچيءَ جي ڪسٽم ڪاتيوارا ڏيندا آهن، پر ويجهيءَ چڪ مان جيڪي سپون هٿ اچن ٿيون، تن مان اڪثر رڳو جهان، نڪرندي آهي، جا معجون جوڙڻ ۽ ڪن دوائن ناهڻ ۾ ڪم ايندي آهي. اُچا آبدار موتي اڄ بہ ايراني نار کان ايندا آهن. ويدڪ زمان جا پڻي لوڪ بئبلونيا ۽ ميسوپوٽيميا ڏي ايراني نار کان ايندا ويندا هئا، ۽ موتي بہ اتان آڻيندا هئا تہ عجب ڪونهي پر بي واٽ بہ هين.

رگ ويدڪ زماني ۾ قديم آرين هماليہ جبل طرفان اچي، اُتر هندستان ۾ پنهنجي دڳو ڄمايو، تہ ان وقت جيڪي دراوڙ ۽ پڻي (وڻجارا) سنڌو ماٿر ۾ رهندا هئا، تن مان ڪيترا ڏکڻ هندستان ڏي ويا، جا ڳالهہ پراڻن ۾ ڄاڻايل آهي. انهيءَ مان ائين سمجهڻ لاءِ سبب ٿئي ٿو تہ ملبار، ڪارو منڊل ڪنارو ۽ سلون (لنڪا)، جي اڄ تائين موتين ڪان مشهور آهن، تتان بہ موتي آڻيندا هئا. ائين وسهڻ لاءِ سبب هيڪاري هن ڪري ٿئي ٿو تہ سنسڪرت لفظ "مڪت"، جنهن جو اُچار سنڌيءَ ۾ "موتي" آهي، سو اصل دراوڙي ٻولين جو لفظ آهي، جيئن پادري ڪالڊ ويل پنهنجي جوڙيل دراوڙي ٻولين جي گرامر، ۽ ڊاڪٽر سنيتي ڪمار چئٽرجيءَ پنهنجي جوڙيل بنگالي ٻوليءَ جي تاريخ ۾ ڄاڻايو آهي.

اتر هندستان جا واپاري سلون يا لنڪا سان نهايت قديم زماني کان وڻي وٽج واپار ڪندا هئا. انهيءَ آمدرفت جاري هئڻ سبب ئي لنڪا جو راجا راوڻ اتر هندستان ڏي آيو هو، جتان سيتا کي ڪٽي ويو، تہ پنهنجي انهيءَ ڪڪرم جو ڪيتو لوڙيائين، اها رامائڻ واري ڳالهہ تريتا جُڳ جي آهي. راوڻ کان پوءِ لنڪا وارو پاسو سندس نالي پنيان سڏجڻ ۾ آيو. هڪ يوناني تاريخ نويس "تپ روبين" (Taprobane) نالو ڄاڻايو آهي، جنهن ۾ "تپ" معنيٰ "ٻيٽ" ۽

”روبين“ (رھن) اصل ۾ ”رانوڻ“ آھي، جنھنڪري انھيءَ نالي جي معنيٰ آھي ”رانوڻ وارو ٻيٽ“. يوناني تاريخ نويس ”ٽالمي“ (Ptolmey) جي وقت ۾ لنڪا کي ”سليس“(Salice) ۽ اتي جي رھاڪن کي ”سلوئي“ (Saloe) سڏيندا ھئا، جنھن مان ”سيلان“ (Ceylon) نالو نھيو. ھندو عام طرح لنڪا کي ”سنگلديپ“ سڏيندا ھئا. عيسوي سن کان 550 ورھيه اڳي بنگال جي راڻي وجيه اھو ٻيٽ ھٿ ڪيو، ۽ ”سنھل دويپ“ نالو ڏنائينس، جنھن جو اُچار پوءِ بگڙجي ”سنگھلديپ“ ۽ ”سنگلديپ“ ٿيو. انھيءَ نالي پوڻ کان ئي اڳي اھو ٻيٽ واپار لاءِ نھايت مشھور ھو، ۽ اھا مشھوري پوءِ بہ ھلندي آيس، جنھنڪري يوناني تاريخ نويسن ان جو ذڪر ڪيو آھي. ”ڪامس“ (Comas) تہ ايئن بہ چيو آھي تہ سڄي ھندستان پرشيا، (ايران) ۽ ائٿوپيا مان دنگيون ۽ جھاز سلون ڏي اچن وڃن ٿا، ۽ سلون کان ڪيترو مال سنڌ ڏي اچي ٿو.

سنڌ جا واپاري اُچا آبدار موتي ايراني نار، ڪاري مندل ۽ سلون طرفان نہ رڳو گھرائيندا ھئا، پر موتين ھٿ ڪرڻ لاءِ پنھنجا غواص يا ٽوٻير بہ موڪليندا ھئا. اھو دستور ڪلھوڙن جي صاحبيءَ تائين ھلندو پئي آيو. جنھنڪري شاھ جي رسالي ۾ موتين ۽ غواصن جو ذڪر آھي:

”ويا سي عميق ڏي، منھن ڪائو ڏيئي،
تن سپون سوجھي ڪڍيون، پاتاران پيھي.“

شاھ

ھن ٻن مصراعن منجھان ئي ظاھر آھي تہ شاھ جي وقت (ڪلھوڙن جي صاحبيءَ ۾ بہ اسان جا غواص يا ٽوٻير عميق (اونھي سمنڊ) ۾، منھن کي ڪائو (شيشو) ڏيئي ويندا ھئا، تہ اکين ۽ نڪ ۾ پاڻي نہ پوي، ۽ پوءِ ھيٺ پاتال ۾ وڃي سپون سوجھي ڪڍندا ھئا. اھو دستور جو نھايت قديم زماني ۾ جاري ٿيو ھو، سو پوءِ بہ ھلندو پئي آيو، جنھن جو اکين ڏٺو احوال رسالي ۾ آھي.

شاھ جي رسالي مان اھو ظاھر آھي تہ ڪلھوڙن جي صاحبيءَ ۾ سنڌي ماڻھو لنڪا (سلون) تائين بہ ويندا ھئا.

”لـنڪا لـنڪا ڪـن، لءِ لنڪا جي اوهريا،
سڻي سون لنڪا جو، سک نہ ساموندين“.

شاهہ

شاهہ جي رسالي مان اهو بہ سولائيءَ سان سمجهي سگهجي ٿو تہ سنڌ جا وڻجارا هندو لهاڻا هئا، ۽ درياهہ جا پوڄاري هئا. اهي مغليين تعلقي جاتيءَ جي پريان ڪوري ڪاريءَ مان لنگهي، ڪڇ جي نار ڏي ويندا هيا جتان ڪنارو ئي ڪنارو ڏيئي ملبار ۽ سلون ڏي ويندا هئا. سندين زالون ڏيئا ٻاري، اکا ۽ بحرانا درياهہ ۾ وجهنديون هيون تہ سندن مڙس شل سک سان موٽن!

جــيا جــر جــاتون نــہ ڏئــي، ڏئــا نــہ موهي،
سڏون ڪوهہ ڪري، سا پنهنجي ڪانڌ جون؟

شاهہ

سري رامچندر راڻوڻ سان لڙڻ لاءِ لنڪا ڏي ويو هو، ۽ اتي سندس لشڪر کي گهڻو سون هٿ آيو هو، انهيءَ ڳالهہ جي يادگيري قائم ڪرڻ لاءِ اڄ تائين سنڌ جا براهمڻ اسان جن ماڻهن کي ڏياريندا آهن. دسهڙي ڏينهن هندو ڪنهن هنڌ گڏجي ڪنبي پوڄيندا آهن. ان وقت براهمڻ کين ڳوهيل ڇيڪي مٿي ڏيندا آهن، ۽ چوندا آهن تہ اها سانڍي رکو تہ ٻارهن مهينن ڪان پوءِ سون ٿي پوندي، ائين جڻ تہ لنڪا لٽي سون ڪٺي ايندا آهن.

شاهہ جي رسالي ۾ ٻي بہ هڪ ڳالهہ ڌيان ۾ رکڻ جوڳي آهي.

قــرقــل، قــوتــا، پــارچا، پاٽيث پاتائون،
ڪونيون قيمت سنديون تر ۾ تاڪيائون.

شاهہ

قرقل يعني لؤنگ ۽ ايلاچي يا ننڍا قوتا سنڌ جي پيدائش نہ آهن. اهي ملبار يا فلپائين ٻيٽن مان آڻيندا هئا، ۽ اهي پوءِ دنگين جي رستي نيئي ٻين هنڌ نيڪال ڪندا هئا.

ويدڪ زماني ۾ ئي دنگين ۽ جهازن لاءِ پڪو ساڳ تہ اڻ پڇو ملبار طرفان آڻو پوندو هون. اڄ بہ انهيءَ پاسي ڪان اچي ٿو، جو اتر هندستان ۾ پڪو

ساڳ ٿئي ئي ڪونہ. اهڙيءَ طرح ٻيون بہ ڪي ڳالهيون ملبار سان لهہ وچڙ بنسبت آهن، جن جو ذڪر ڏار ڪبو. هتي رڳو ايترو ڄاڻائجي ٿو تہ ويدڪ زماني کان وٺي سنڌو ماٿر جا رهاڪو سمنڊ جي سفر ڪرڻ تي هريل هئا، ۽ واپارن ۾ بحري واپار مکيہ ليکيندا هئا.

چوماسي ۾ سمنڊ جو سفر ڪرڻ پوائتو آهي، تنهنڪري واپاري اهو وقت سامونڊي سفر کان روڪجي پوندا هئا. چؤماسو پورو ٿيندو هو تہ خوشي ملهائيندا هئا، ۽ سمنڊ ۾ ناريل وجهندا هئا. اهو ناريل پورڻما جو ڏينهن اڄ تائين هندن جو هڪ وڏو ڏينهن آهي. انهيءَ ڏينهن کان وٺي سمنڊ مانو ٺيڻ لڳي ٿو، جنهنڪري سمنڊ جي رستي وڻج واپار ڪرڻ لاءِ واٽ کلي ٿي. ناريل پورڻما ملهائڻ جو رواج ئي انهيءَ سبب پيو، جنهنڪري چئبو تہ اهو وڏو ڏينهن نهايت قديم زماني جي سامونڊي واپار جي يادگيري ڏياري ٿو. ناريل پورڻما ڏينهن هندو واپاري براهمڻن کي اهڙيءَ وڏيءَ دل سان دان ڏيندا هئا، جو اڄ تائين براهمڻ اهو نهايت مکيہ ڏينهن ڪري ليکيندا آهن، ۽ انهيءَ ڏينهن پراڻو جڻيو لاهي، نئون جڻيو پائيندا آهن.

سنڌي ۽ گجراتي ماڻهن کان ڏکڻ هندستان جا ماڻهو اِهو ناريل پورڻما جو ڏينهن هيڪاري وڌيڪ ڌام ڌوم سان ملهائيندا آهن، جو رگ ويد واري زماني کان وٺي ڪيترا دراوڙ لوڪ سمنڊ جا وڏا سفر ڪندا هئا. اهي جهازن جوڙڻ توڙي جهاز رانيءَ ۾ نهايت پڙ هوندا هئا. هن وقت بہ سنڌي ۾ "آرڪاٽي" معنيٰ "سڪاني"، پر اصل معنيٰ اٿس "آرڪاٽ" (آرڪوٽ Arcot مدراس ڪاتي جي شهر) جو رهاڪو". آرڪوٽ جا سڪائي نهايت ناميارا هوندا هئا، تنهنڪري لفظ کي اِها خاص معنيٰ ملي آهي. ڪڇ پڇ گجرات جا سڪاني عام طرح "ملم" سڏبا آهن. سنڌو ماٿر جا وڻجارا سامونڊي سفر ڪري موٽندا هئا تہ خوشي ملهائيندا هئا، جنهن ڳالهہ جو اٺرو ويد منڊل ٿئين (15، 8) ۾ نهايت وڻندڙ نموني ذڪر ٿيل آهي. ان وقت خوشيءَ وچان خيران ڪندا هئا. "بريو" (Birbu) نالي هڪ وڏي سيٺ رشين کي دان ڏنا هئا، تنهنڪري رگ ويد جي منڊل ڏهين (45، 32، 33) ۾ سنديس گهڻي ساک لکيل آهي. اڄ بہ سنڌ

ورڪي سک سان موٽيندا آهن تہ خوشيون منائيندا آهن، ۽ ٻاون ۽ ٻانيڻ کي وڏيءَ دل سان دان ڏيندا آهن.

ملبار سان واپار ۽ ان جو ٻوليءَ تي اثر: قديم زماني کان وني سنڌ جا ماڻهو ملبار طرف جي رهاڪن سان وڻج واپار ڪندا آيا آهن، تہ انهيءَ ڳالهہ جو لفظ (Dravidian) ٻوليءَ تي بہ اثر ٿيو آهي. مثلاً، "ايلاچي" اصل ۾ دراوڙي اهي، جو اول سنسڪرت ۾ چالو ٿيو. سنسڪرت ۾ رکُو چون "ايلا"، پر اسين ڪئنريز ٻوليءَ مان ورتي اٿئون، جيئن مسٽر (Suffix) چئون "ايلاچي". پچاڙي دويٽيا پنهنجيءَ ناهيل گجراتيءَ ٻوليءَ جي تاريخ ۾ ڄاڻايو آهي. "ڪڙهي" آهي، جو مهاونش هراڪ ۾ بہ ڪم آيل (Kari) "اصل ۾ دراوڙي لفظ "ڪري آهي، ۽ اهو پراڻ 477 ع جو جڙيل چوڻ ۾ اچي ٿو. پانئجي ٿو تہ چانورن سان ڪڙهي کائڻ جو رواج ئي دراوڙن کان سکيا هيون. "ڪوتمير" (ڏاٹن جا پن)، "چاڏي"، "ڪاٻار" ۽ ٻيا ڪيترا دراوڙي لفظ سنڌيءَ چالو ٿي ويا آهن، ۽ اهي "ديشي" لفظن جي دفعي ۾ ليکجن ناريل جا وڻ ملبار طرف جام آهن، ۽ اڄ تائين ڪوپري جي تيل پيڙڻ ۾ ڏونگيون اُتان اچن ٿيون. ناريل جي اندورن مان ٺهيل رسيون بہ اصل ملبار ۽ مدراس ڪاتي جي ٻين پاسن کان اينديون هيون. اهي ڪاٻار جون رسيون عيسوي سورهين صديءَ ۾ يورپ ڏي وينديون هيون، تنهنڪري دراوڙي لفظ "ڪايار" انگريزيءَ ۾ بہ چالو ٿيو. انگريزيءَ ۾ چون گجرات ۽ سنڌ جا ميربحر ڪانبار" چوندا هئا. نامور عالم (Coin). ""ڪاير البيرونيءَ بہ سنہ 1030 ع ڌاري انهيءَ وڻج واپار جو ذڪر ڪندي ڪانبار لفظ اٻارو". ملبار طرف سان ڪم آندو آهي، پر هاڻ اسين عام طرح چئون "ڪاٻار لهہ وچڙ هئڻ سبب اُتي جي "اِٽي ڏڪر راند ويجهڙائيءَ ۾ سنڌ ۽ گجرات ۾ چالو ٿي. اِٽي ۽ ڏڪر" ٻئي سنسڪرت بنياد جا لفظ آهن، پر انهيءَ راند ۾ اان جا ٻار "وڪٽ"، لئن مُن، نار" وهيره لفظ ڪم آٽين ٿا، سي دراوڙي يعني تيليگو ۽ ڪئنريز ٻولين جا انگ آهن ۽ معنيٰ اٿن "هڪ، ٻہ، ٽي، چار"، وغيره. هيءُ سڀ لهہ وچڙ جو اثر آهي، جو اسان جي ٻوليءَ ۾ اڄ تائين ظاهر بينو آهي.

**ايراني نار، اُلهندي ايشيا ۽ مصر سان واپار:** ويدڪ زماني ۾ اتر هندستان ۾ آرين پنهنجو دڳو ڄمايو، تہ سنڌو ماٿر جي اصلوڪن رهاڪن مان ڪي ساڻن رلي ملي ويا، پر ڪيترا "پڻي" ۽ ٻيا ڏکڻ هندستان ڏي ويا، جيئن پراڻن ۾ ڄاڻايل آهي. عالمن کي کوجنائن ڪرڻ سان معلوم ٿيو آهي تہ ڏکڻ هندستان ۾ هنن ملبار ۽ ڪارو منڊل ڪنارو وڃي وسايو، جتي چول ۽ پانڊيہ (دراوڙن) سان گهڻي لهہ وچڙ ٿين ۽ سنڌن سڀيتا جو مٿن اثر ٿيو هو ڏيساورن سان وڻج واپار ڪرڻ تي هريل هئا، تنهنڪري هڪ هنڌ پڙ ڪري ڪين وينا. ڏکڻ هندستان کان ڦهريائين ايراني نار ڏي ويا، جتي جي رهاڪن سان رس رهائيندا آيا، ۽ ساڳئي وقت ڏکڻ هندستان جي ماڻهن سان بہ رستو رکندا آيا. پڪو ساڳ، ڪاٻارو، مصالحا ۽ ٻيون اهڙيون شيون اُتان ئي ملن ٿيون. ڪنهن وقت سيميٽڪ قوم وارن سنڌين ٻينڪن تي ڪاهيو، تہ هو اُتان لڏي سريا (شام ملڪ) ڏي، سمنڊ جي ڪناري جي ويجهو پنهنجا ماڳ جوڙي وينا، ۽ ساڳئي وقت شام ملڪ وارن سان بہ رس رهاڻ واجب سمجهيائون. انهن سان اختر ايتري قدر رلي ملي ويا، جو منجهانئن ڪن سان سنگ ڳنڍيائون، جنهنڪري اهي "پڻي" (وڻجارا) پوءِ "پيونڪ قوم" (Punic race) وارا ۽ "فنيشن" (Phoenicians) سڏجڻ ۾ آيا،جيڪو ملڪ پاڻ والاري وينا هئا، سو بہ سنڌن انهيءَ نالي پٺيان "فنيشيا" (Phoenicia) ڪوٺجڻ ۾ آيو. هتان يوناني آرچيليگو وارن ٻيٽن، يورپ جي ڏاکڻي پاڱي ۽ آفريڪا جي اتر واري پاسي سان وڻج واپار ڪرڻ جي سهوليت گهڻي ٿين.

متيون احوال، جو گهڻو ڪري سمورو ڊاڪٽر ابناش چندر داس جي ڪتابن "رگ ويد انڊيا" ۽ "رگ ويدڪ ڪلچر" مان ڪڍيو ويو آهي، تن ۾ هن صاحب ائين بہ ڄاڻايو آهي تہ پڻي لوڪن مان ڪن ميسو پوٽيميا ۾ بہ وڃي ٻينڪون وڌيون، ۽ پوءِ سريا جي سمنڊ جي ڪناري طرف ۽ يونوچ سمنڊ وارن ٻيٽن ۾ وڃي رهيا، ۽ آفريڪا جي اتر ڏي بہ ويا.

پڻي لوڪن سان گڏ ڪانئن پوءِ ڏکڻ هندستان مان چول (Cholas) لوڪ به انهيءَ پاسي ويا. متن، آرين جي تهذيب جو اثر اڳي ئي ٿيو هو، اهي چول لوڪ الهندي ايشيا ۾، جنهن هنڌ پنهنجون بينڪون وجهي وجي رهيا، سو سندن نالي پنيان ”چول ديش“ سڏجڻ ۾ آيو، جنهن جو اُچار به ڦري ”ڪئلديا“ (Chaldea)ٿيو، ۽ پاڻ به ”ڪئلڊي (Caldees) ڪونجڻ ۾ آيا. مطلب ته ڊاڪٽر ابناش چندرداس جي ڪوجنائن موجب ميسو پوٽيميا جا سمرين لوڪ ۽ ڪئلڊيا يا بئبلونيا (بابل) جا ڪئلڊي لوڪ اصل سنڌو ۾ اُتر جا پڻي ۽ ڏکڻ هندستان جا چول لوڪ هئا، جي پوءِ سيميٽڪ قومن سان سگّ ڳنڍي ساڻن گڏجي مسجي ويا بين عالمن به ائين ڄاڻايو آهي تهسيميٽڪ قومن ۾ بئبلونيا ۽ اسيريا جا ماڻهو هنرن ۾ برک هئا، ۽ انهن اهي هنر آڳاٽن ڪئلڊي لوڪن وٽان پرايا. ؕ

ميسو پوٽيميا طرف بينڪون: الهندي ايشيا ڏي سنڌو ماٿر وارن آرين جون بينڪون هيون، تنهن لاءِ گهڻي ئي ثابتيون هن وقت تائين ملي چڪيون آهن، پر اهو ڪنهن به ڏيهي توڙي يوروپي عالم ڄاڻايو ئي ڪونهي ته ميسو نالو ڪيئن پيو. انسائيڪلو (Sumerians) ”پوٽيميا جي رهاڪن تي ”سميرين پيڊيا برٽنيڪا توڙي ڪن تاريخن مان ايترو معلوم ٿئي ٿو ته ڪنهن قديم زماني ۾ ڪي لوڪ ميسنو پوٽيميا ۾ اچي رهيا. سندن اصل نسل جو پتو سڏجڻ ۾ آيا، ۽ انهيءَ مان ”سميرين“ نالو (Shumer)“ڪونهي، پر اهي ”شمير ٿهيو. انسائيڪلو پيڊيا ۾ سميرين“ لفظ جي سري هيٺ ائين به ڄاڻايل آهي ته نالو ڪم آيل آهي، ۽ اهي (Shinar) ”عيسائن جي انجيل ۾ ”شمير“ بدران ”شنر ساڳيا ئي نالا آهن. انجيل ۾ ڪم آيل ”شنر“ لفظ بابت پوپوڪ صاحب پنهنجي ۾ ڄاڻايو آهي ته اهو آهي (India in Greece, pp 45-47)“ڪتاب ”انڊيا اِن گريس مصنف جي (The People of the Indus) ”سنڌور“ يعني ”سنڌونديءَ جا رهاڪو ۽ (Shumer) “خيال موجب ميسوپو ٽيميا جا رهاڪو ”شمشير

سڏجڻ ۾ آيا، سو نالو ائين پيو ڄاڻائي ته جيڪي آريه لوڪ (Sumerians)سميرين اصل اتر قطب طرف سمير پربت (ميرو پربت) تي رهندا هئا، ۽ پوءِ سنڌو ماٿر ڏي آيا، تن مان ڪي "پڻي" (وڻجارن) لوڪن سان گڏجي بئبلونيا ۽ ڪئلڊيا ڏي ويا، ۽ ميسوپوٽيميا ۾ پنهنجون بينڪون ڏار وڌائون. اهي تازا سمير پربت کان آيل هئا، تنهنڪري خود ميسوپو ٽيميا تي "شمير" (سمير) نالو پيو ۽ اتي جا اهي رهاڪو "سميرين" سڏجڻ ۾ آيا: ۽ "شمير" جو اُچار پوءِ سيميٽڪ قوم وارن ڦيرائي "شئر" ڪيو ٿو ڏسجي. ٻنهي حالتن ۾ ائين ئي چئبو ته اهي اسان جي سنڌو ماٿر جا رهاڪو هئا، جن ميسو پوٽيميا وارو پاسو وسايو، ۽ سنڌو سڀيتا جو اوڏهين ڦهلاءُ ڪيو.

سنڌو ماٿر جي سڀيتا جو ڦهلاءُ ميسو پوٽيميا ۾ ڪيتري قدر ٿيو، تنهن ڳالهه جو ذڪر ڪنهن به تاريخ نويس ڪونه ڪيو آهي، جو ان جو پتو اسان کي پيو ئي 1922ع ۽ 1927ع جي وچ ڌاري آهي. انهن سالن ۾ آرڪيالاجيڪل کاتي وارن مهن جي دڙي جي کوٽائي ڪرائي، ته اتان ڪيتريون مهرون لڌيون، جن تي اڪثر جانورن جون شڪليون آهن، پر ڪن ڪن مهرن تي جانورن جي شڪلين سان گڏ هڪ ٻه سٽ به لکيل آهي. انهن اکرن جي وچ ۾ ڪتي ڪتي ديوناگريءَ جي نموني ماترائون يا لاڪنائون آهن. ميسو پوٽيميا منجهان به ڪي اهڙيون مهرون لڌيون آهن، جي هوبهو مهن جي دڙي مان لڌل مهرن جهڙيون آهن. ميسو پوٽيميا ۽ مهن جي دڙي جي سڀيتا جا ٻيا اُهڃاڻ به ايتري قدر هڪ ٻئي سان ملي ٿا اچن، جو خود آرڪيالاجيڪل کاتي جي ڊئريڪٽر جنرل، سرجان مارشل، مهن جي دڙي جي سڀيتا کي اول نالو ڏنو "انڊو – سميرين سڀيتا" (Indo Sumerian Civilization) "سنڌو؛ پر پوءِ نالو ڦيرائي ڪيائين ماٿر جي سڀيتا". ٻنهي هنڌن جي تهذيب ٻنهه ساڳي، تنهنڪري هيڪاري ائين وسهڻ لاءِ سبب ٿئي ٿو ته اهي سنڌو ماٿر جا آريه هئا، جي اصل (سمير) ميرو پربت کان آيا هئا، ۽ انهن پنهنجي سڀيتا ميسوپوٽيميا ۾ وڃي ڦهلائي، جتي

هو ”سمير“ (سمير پربت کان آيل) سڏجڻ ۾ آيا. يوروپي عالم توڙي ٻيا ايترو قبول ڪن ٿا ته فنيشن لوڪ اصل سميٽيڪ قوم جا نه آهن، پر اهي ڪٿان ٻاهران آيا هئا. انسائيڪلو پيڊيا برٽنيڪا مان معلوم ٿئي ٿو ته فنيشن لوڪ پاڻ چوندا آهن، ته اسان جن قديم شهرن جو بنياد ديوتائن وڌو هو، ۽ اسان جي اصلوڪي قوم کي 30 هزار ورهيه ٿي ويا آهن. اهو عرصو خود پيو ڄاڻائي ته ميسو پوٽيميا جا اصلوڪا رهاڪو انهيءَ زماني جا هئا، جنهن وقت سمير پربت وارو پاسو وسيل هو، ۽ اهي سمير پربت وارا آريه هئا، جن مان ڪي هيڏانهن ويا. هتان آرين جون بينڪون لڌيون آهن، جن جو ذڪر منڍ ۾ اڳي ئي ڪيو ويو آهي.

الهندي ايشيا طرفان جيڪي آرين جون بينڪون لڌيون آهن، سي ويدڪ زماني کان گهٽو پوءِ جون آهن. هتي کي ٻيون ثابتيون ڄاڻائجن ٿيون، جن مان چڱيءَ ريت سمجهڻ ۾ ايندو ته ويدڪ زماني کان وٺي جيڪا لهه وچڙهه هن طرف جي رهاڪن سان سنڌو ماٿر وارن جي ٿي، سا ويدڪ زماني کانپوءِ اتهاسن واري زماني، بلڪ ٻڌ ڌرم واري زماني تائين بہ ساندهه هلندي پئي ائي. هتي اول ويدڪ زماني جي هڪ ڳالهه ڄاڻائجي ٿي.
رگ ويد جي منڊل انين، (78. 2) ۾ ”منا“ (Mona) لفظ ڪم آيل آهي. اهو هڪ سونو سڪو هو، جنهن جو وزن ۽ ملهه نهرايل هو، جنهنڪري ڪن عالمن جو چوڻ آهي ته ”منا“ لفظ جو ڌاٽو آهي ”م“ معنيٰ ماپڻ“ يا ”مَن“ معنيٰ ملهه ڪرڻ“ پهريون يوروپي عالم فرئنڪوئس لينورمنٽ (Francois Lenorment) هو، جنهن ڄاڻايو ته اهو رگ ويد ۾ ڪم آيل لفظ ساڳي4 معنيٰ سان قديم ڪئلديا يا بئبلونيا جي ٻوليءَ ۾ بہ آهي. اهو سڪو ساڳي نالي ۽ ساڳيءَ معنيٰ سان پوءِ يونانين پاڻ وٽ چالو ڪيو، ۽ انهيءَ کانپوءِ لئٽن ٻولي ڳالهائيندرن ان جو اُچار ڦيرائي ”مِنا“ (Mina) ڪيو. انهيءَ مان ائين سمجهڻ ۾ آيس ته هندستان ۽ بئبلونيا جي وچ ۾ لهه وچڙ ڪنهن نهايت قديم زماني جي آهي. هن ڳالهه جو مئڊم رئگوزن پنهنجي جوڙيل ڪتاب ”ويدڪ انڊيا“ ۾ ذڪر ڪيو آهي. جنهن

صورت ۾ سڄي هندستان مان رڳو رگ ويد ۾ ڄاڻايل "پڻي" (وڻجارا) بئبلونيا ڏي ويا، ۽ سندن پنيان ڏکڻ هندستان وارا چول لوڪ ويا ۽ بئبلونيا سندن ئي نالي پنيان "ڪئلڊيا" (چول لوڪن جو ملڪ) سڏجڻ ۾ آيو، تنهن صورت ۾ اڻ پڇو چئبو ته رگ ويد ۾ ڄاڻايل"منا" نالي سڪو انهن ئي ايڏهين وجي چالو ڪيو هوندو.

## سنڌ جي مغربي ملڪن ۾ مشهوري

رگ ويد واري زماني ۾ سنڌ جو پرڳڻو اوني ڪپڙي جي ڪري مشهور هوندو هو، جيئن خود رگ ويد ۾ ڄاڻايل آهي. انهيءَ زماني ۾ سنڌ ۾ سڄو سال سيءُ گهڻو پوندو هو، جنهنڪري ماڻهو اوني ڪپڙو پهريندا هئا. ڪهڙي زماني ۾ آب هوا ۾ ڦيرو پيو، جو ماڻهو سوٽي ڪپڙو پهرڻ لڳا، سو پتو ڪونهي، باقي ايترو معلوم ٿئي ٿو ته ونئڻ پوکڻ جو رواج پهريائين پهريائين هندستان ۾ پيو، ۽ ڪپهه جو اصلوڪو ماڳ اهو اهي. آرڪيالاجيڪل کاتي جي ڊائريڪٽر جنرل سر جان مارشل ڄاڻايو آهي ته ڪپهه مان ڪپڙي جوڙڻ جو هنر پهريائين پنجاب ۽ سنڌ ۾ شروع ٿيو، ۽ ٻه ٽي هزار کن ورهيه هن موجب چئبو ته .پوءِ ايشيا کنڊ جي الهندي طرف ۽ مصر ملڪ ۾ جاري ٿيو مهاڀارت وارو زمانو، جنهن کي اڄ پنج هزار کن ورهيه ٿيا آهن، تنهن ۾ ڪپهه مان ڪپڙي جوڙڻ جو رواج سنڌو ماتر ۾ پيو، پر اهو رواج انهيءَ کان گهڻو اڳاٽو ڏسجي ٿو. رگ ويد ڪانپوءِ جيڪو ساهت آهي، تنهن ۾ اها ڳالهه ڪٿي به ڄاڻايل ڏسڻ ۾ ڪانه ٿي اچي ته رگ ويد واري زماني کان وٺي سنڌ ۾ سڄو ورهيه ساندهه سيءَ پوندا هئا، انهيءَ سبب ائين وسهڻ لاءِ سبب ٿئي ٿو ته سنڌ ۾ سوٽي ڪپڙي جوڙڻ جو رواج ويدڪ زماني ۾ ئي پيو هو. اهو هن ڪري چئجي ٿو، جو رامائڻ ۾ ريشمي ڪپڙن جو ذڪر آهي. هن مان ظاهر آهي ته تريتا جڳ ۾ جڏهن ريشم جوڙڻ جو رواج هو، تڏهن سوٽي ڪپڙي پهرڻ جو رواج ضرور اڳ ۾ ئي جاري ٿيو هوندو، جو سيڪو ماڻهو ريشم نٿو پائي پر سوٽي ڪپڙي کان سواءِ ڪنهن غريب کي به نٿي سري. مطلب ته

سچي هندستان ۾ پهريائين پهريائين ونئڻ پوکڻ ۽ ڪپهہ مان ڪپڙي جوڙڻ جو رواج سنڌو ماٿر ۾ پيو، باقي سنڌ جي ڪپهہ ۽ انهيءَ مان جڙيل ڪپڙي باهر رواني ڪرڻ جو رواج گهڻو پوءِ پيو. اِهي اسان جا سنڌي ماڻهو هئا، جي پنهنجيءَ گهرج کان وڌيڪ ڪپڙو جوڙي، ڏيساورن ڏي روانو ڪندا هئا، جنهنڪري سنڌ جو نالو ڪيترن هنڌ مشهور ٿي ويو. هن لاءِ گهڻيون ئي ثابتيون آهن. مثلاً، قديم زماني ۾ هندستان ۽ مغرب وارن ملڪن جي وچ ۾ جيڪو واپارهلندو هو، تنهن جو ذڪر ڪندي، رالنسن صاحب ڄاڻايو آهي تہ عيسوي سنہ کان 668 کن ورهيہ اڳي جا ڪتاب سريا (شام) ملڪ جي حاڪم ”اسر بني پال“ جا هٿ آيا آهن، جن ۾ ”سنڌ“ لفظ هندستان ڪپهہ جي معنيٰ سان ڪم آيل آهي.پروفيسر اي. ايچ. سئس ڄاڻايو آهي تہ عيسوي سن کان چار صديون کن اڳي سنڌ جو نهيل ڪپڙو ايراني نار جي رستي بئبلونيا ۽ مصر ملڪ ڏي ويندو هو. ***

پروفيسر لئسن ڄاڻايو آهي تہ مصر جا ماڻهو مردن جي ڪفن لاءِ سنڌ جي ململ ڪم آڻيندا هئا.

مئڊم زئگوزين ۽ ٻين ڪن عالمن ڄاڻايو آهي تہ بابل يا بئبلونيا جا قديم رهاڪو سنڌ جي ململ کي ”سنڌو“ سڏيندا هئا، ڇاڪاڻ تہ اهو ڪپڙو ايندو ئي سنڌ مان هو.

سنڌ جي ململ ايراني نار کان بئبلونيا (بابل) ڏي ويندي هئي، تہ ايران ۽ بئبلونيا جي ماڻهن وٽان يهودين کي انهيءَ جي سڌ پيئي، تہ پوءِ اهي قديم يهودي لوڪ بہ سنڌ سان ململ ۽ ٻين جنسن جو وڻج واپار ڪرڻ لڳا. قديم زماني ۾ ڪراچي ضلعي جي لاڙ ۾ پاتال“ نالي هڪ ناميارو بندر هو، جتان سنڌوندي بہ شاخون ٿي وهندي هئي. عيسوي سنہ کان سوا ٽي سؤ کن ورهيہ اعظم سنڌ تي ڪاهہ ڪئي، تنهن وقت بہ ”پاتال“ نهايت اڳي سڪندر مسهور بندر هو، جنهنڪري يوناني تاريخ نويسن ان جو زڪر ڪيوآهي. ميجر جنرل هيگ پنهنجي ڪتاب ”اندس ڊيلٽا ڪنٽري“ (Indus Delta Country) ۾

ڄاڻايو آهي تہ حضرت سليمان جي وقت ۾ دنگين ۽ جهاز سنڌو نديءَ جي ڇوڙ (پاتال بندر) وٽ اچي بيهندا ڪندا هئا. اهو واپار ايتري قدر زور هو، جو سنڌ جو نالو الهندي ايشيا ۾ مشهوي ٿي ويو، ۽ خود عيسائين جي انجيل ۾ بہ سنڌ جو نالو اچي ويو. "سنڌو" جو نالو ايرانين ڦيرائي ڪيو "هندو"، تہ يهودين ان عيسائين جو انجيل، جو اصل .(hoddu) "جو اچار وڏيڪ بگيڙي ڪيو "هودو يا يهودين جي ٻوليءَ ۾ لکيل آهي، جا ڳالهہ، يول ۽ برنيل (Hebrew) عبرانيءَ صاحبن پنهنجي جوڙيل ڪتاب "هابسن جابسن" ۾ ڄاڻائي آهي. بئبلونيا جي رهاڪن ۽ يهودين وٽان مصر ملڪ جي ماڻهن کي سنڌ جي ململ جي سڌ پيئي، تها هي بہ سنڌ ملڪ سان وڻج واپار ڪرڻ لڳا، ڊيوڊ مئڪفرسن پنهنجي ۾ ڄاڻايو آهي تہ مصر ملڪ (Annals of Commerce)"ڪتاب "ائنلس آف ڪامرس جا جهاز پاترال بندر (سنڌ) تائين ويندا هئا.

## سنڌ جو نالو ايرانين ۽ يهودين وٽان يونانين بہ ٻڌو:

بئبلونيا وارو پاسو سنڌو ماتر جي قديم "پڻي" (وڻجارن) لوڪن ۽ ڪن دراوڙن وسايو هو، ۽ اهي پوءِ يورپ ڏي بہ وڻج واپار ڪرڻ ويندا هئا، جنهنڪري يونانين سنڌ جو نالو انهن کان بہ ٻڌو هجي تہ عجب ڪونهي. بهرحال اها پڪ آهي تہ قديم ايرانين ۽ يونانين کي سنڌ جي اعليٰ سيپتا ۽ شاهوڪاريءَ جي سڌ اول کان هئي، ۽ اهو ئي سبب آهي جنهنڪري ايرانين ۽ يونانين سنڌ تي ڪاهہ ڪري، اهو پريو پاڇيو پرڳٽو ڪجهہ وقت پنهنجي قبضي ۾ ڪيو هو. يورپ جي ماڻهن کي سنڌ جي سنهيءَ ۽ نفيس ململ جي سڌ پهريائين تڏهن پيئي، جڏهن سڪندر اعظم جو لشڪر اها ململ سوڪڙي ڪري ساڻ کڻي ويو. ان وقت سنڌ ۽ پنجاب جا رهاڪو توڙي ٻيا هندستان سوٽي ڪپڙو پهريندا هئا. سوٽ ڪپڙي جو ٽَر لهردار هوندو هو، جنهن يوروپي لوڪن جو گهڻو ڌيان ڇڪيو.

قديم يوناني لوڪ سنڌ جي ململ کي ”سنڌن“ (Sindon) سڏيندا هئا. ان وقت شايد اها چوٽي عام هئي ته ”ململ ته سنڌڻ“ (سنڌ جي). اهو ئي سبب پائنجي ٿو، جنهنڪري سنڌي لفظ ”سنڌڻ“ ململ“ جي معنيٰ سان ڪم ايندو هو، ۽ يونانين ان جو اُچار ڦيرائي ”سنڌن“ ڪيو. ويجهڙائيءَ ۾ ملتن به اهو لفظ ڪم آندو آهي، پر ملتن واري مضمون ۾ معنيٰ اٿس ”سنگين اوڇڻ يا ويڙهڻ لاءِ ڪپڙو، منهن ڍڪڻ لاءِ چاري“. انگريزيءَ ۾ ٻيو لفظ ”سينڊل“ (Sendal) به عام ٿيو، جو اصل ۾ آهي سنڌي لفظ ”سينڌڙ“ ۽ معنيٰ اٿس ”سنڌ جو سنگين وٿيل ڏاڳي مان ولايت ۾ اڳي ٻيڙين لاءِ پڳوهه (رسا) ناهيندا هئا. اهي قيمتي رسا انهن شاهاڻين ٻيڙين ۾ ڪم اڻيندا هئا، جن جا سڙهه ريشمي هوندا هئا. مطلب ته سنڌ جو سنگين وٽيل ڏاڳو به يوروپي لوڪ هڪ شاهاڻي شي ڪري ليکيندا هئا. انهيءَ ريت سنڌ جي صوي پنهنجو ججهو ناماچار ڪييو، جنهنڪري مغربي ملڪن ۾ مشهوري مليس.

اتر هندستان ۾ پنجاب ۽ سنڌ سنگين ململ جوڙڻ ۾ نالو ڪييو ته پوءِ ڏکڻ هندستان به پنتي ڪين پيو. ڍاڪا جون ململيون اهڙيون ته سنگين هيون، جو چون ٿا ته ململ جو سڄو تاڪيو منڊيءَ مان لنگهائي سگهبو هو. اها سنگين ململ به يورپ ڏي وڃڻ لڳي، ۽ يوروپي لوڪ انهيءَ چڱي رقم ڏيندا هئا. ڪئين ورهيه ساندهه هندستان جو مال ائين يورپ ڏي وڃڻ لڳو. هندستان جا ماڻهو ساڃا ٿيڻ لڳا، ته ڪي يوروپي پوسرڻ لڳا. يورپ ۾ اوني ڪپڙو جوڙيندا هئا، پر اسان جي سوٽي ڪپڙي لئنڪشائر جي اوني ڪپڙي جي ڪارخانن کي ڌڪ هڻي ڇڏيو، ته لئنڪشائر ۾ وڏو غلغلو مچي ويو. اُهي ايتري قدر ويا، جو سن 1666ع ۾ قاعدو پاس ڪرايايائون، ته ڪنهن فوتيءَ جو ڪفن جيڪو سندس مائٽ اوني ڪپڙي مان نه جوڙائيندو، سو ڏنڊ جي سزا جوڳو ٿيندو! انهيءَ عجيب قاعدي جاري ٿيڻ ڪانپوءِ به جڏهن ڏٺائون ته ڪيترا يوروپي هندستان جي سهڻي سوٽي ڪپڙي پهرڻ ڪان نٽا رهن، تڏهن لئنڪشائر جي ڪارخانن وارا پاڻ به سوٽي ڪپڙو جوڙڻ لڳا. انهيءَ ريت هندستان جي سوٽي ڪپڙي يورپ ۾ هنري انقلاب آندو. هي حقيقتون

ڪيترين ئي تاريخن ۾ لکيل آهن، پر اهي ٽيون هاٺوڪيون ڳالهيون، تنهنڪري اسين موٽي آڳاٽين ڳالهين تي اچون ٿا:

مٿي اڳي ئي ڄاڻايو ويو آهي ته قديم سنڌو ماٿر جا ”پڻي“ (وڻجارا) بئبلونيا ۽ ميسوپوٽيميا ڏي ويا، ته ڏکڻ هندستان جا چول لوڪ به اوڏهين ويا، ۽ اتي پنهنجون بينڪون وڌائون، جنهنڪري اهو ملڪ چول لوڪن جي نالي پنيان ”چول ديش“ سڏجڻ ۾ آيو، جنهن جو اُچار پوءِ ڦري چئلديا (ڪئلديا) ٿيو، ۽ اهو ”بئبلونيا“ به سڏجي ٿو. بئبلونيا ۾ جن قديم حاڪمن حڪومت ڪئي، تن جي نالي شهر هو، جو فرات (يوفريٽس) نديءَ جي هاٺوڪي (Ur) ”گاديءَ جو هنڌ ”اُر“ پيت کان ڇهه ميل پري، ڏکڻ ڏي هو. اهو آڳاٽو شهر ڪيترن ورهين کان ڦٽي ويو اهي. ويجهڙائيءَ ۾ اُتي جي کنڊرن جي کوٽائي ڪندي ڊاڪٽر ارنيسٽ مئڪي اتان هڪ مهر لڌي، جا عيسوي سن کان ايڪيهه سو ورهيه اڳ جي آهي، ۽ اها هوبهو انهن مهرن جهڙي آهي، جي سنڌ ۾ مهن جي دڙي مان لڌيون آهن. هيءَ حقيقت سرجان مارشل پنهنجي ڪتاب ”موهن جو دڙو ۽ سنڌو سڀيتا“ ۾ ڄاڻائي آهي. انهيءَ کان پوءِ 1931- 1930ع ۾ ميسوپوٽيميا طرف کوٽائي ڪرائيندي، ڊاڪٽر ايچ. فرئنڪفورٽ کي مهن جي دڙي مان لڌل مهرن جهڙي هڪ مهر هٿ آئي، جا عيسوي سن کان ٽي هزار کن ورهيه اڳ جي آهي.

قديم شهر ”اُر“ جي ويراني مان پڪو ساڳ به لڌو آهي. پڪو ساڳ ڏکڻ هندستان جي پيدائش آهي، ۽ الهندي ايشيا ڏي ٽئي ئي ڪونه، تنهنڪري اها به هڪ پڪي پختي ثابتي آهي ته بئبلونيا جي رهاڪن جي ڏکڻ هندستان وارن سان قديم زمانيءَ ئي لهه وچڙ هئي، ۽ جهازن توڙي عمارتن جوڙڻ لاءِ پڪو ساڳ ملبار طرفان گهرائيندا هئا. هيءَ حقيقت پروفيسر سئس پنهنجين تقريرن (هبرٽ ليڪچرس، 1888ع) ۾ ڄاڻائي آهي. مطلب ته مهن جي دڙي ۽ رگ ويد واري زماني کان وٺي سنڌ جي سنڌ ورڪين الهندي ايشيا، مصر ملڪ ۽ يورپ

سان وڻج واپار ڪري پنهنجي پرڳڻي ڪي ملڪان ملڪ مشهور ڪري ڇڏيو هو، ۽ دراوڙ به وڻج واپار ۽ جهاز رانيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئا. ويجهڙائيءَ ۾ به اسان جا ڪيترا سنڌ ورڪي پائر هيڏانهن مالٽا، جبرالٽر، ڪئرو (قاهره) ۽ ٻين مغربي هنڌن ۾، ته هوڏانهن وري دور پورب يعني رنگون، برما، سينگاپور، منيلا، چين ۽ جپان ۾ پنهنجون ڪوٺيون ڪدي وينا هئا، جي پوءِ جرمنيءَ ۽ جپان جي جنگين ڪري بند ڪرڻيون پيون.

گوتم ٻڌ جي جنم جون جنم ڪٿائون جن ڪتابن ۾ ڄاڻايل آهن، سي ”جاتڪ“ يعني جنم جون ڪٿائون سڏجن ٿيون، جن جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ٿيل آهي. جاتڪ ڪٿائن مان هڪ جو نالو آهي ”بيبروُ جاتڪ“. اهو بيبروُ لفظ اُهو ساڳيو آهي، جنهن جو اُچار هن وقت ”بئبلونيا“ آهي. پروفيسر رالنسن به انهيءَ بيبروُ جاتڪ مان هندستان ۽ بئبلونيا جي وڻج واپار جونم ڳالهيون ڪدي پنهنجي ڪتاب ۾ ڄاڻايون آهن. ٻين عالمن به ائين ڪيو آهي، ۽ ڄاڻايو اٿن ته هندستان ۽ بئبلونيا جي وچ ۾ وڻج واپار گهٽي قدر عيسوي سن کان 480 کن ورهيه اڳي بند ٿي ويو.

اسان جا هي سرويچ واپاري، جن مان ڪي اصل سنڌو ماٿر جا پٽي ته ڪي ڏکڻ هندستان جا دراوڙ هئا، سي پوءِ يورپ ڏي وڌي، بنهه اُتر ڏي اسڪئنڊينيويا تائين به ويا، ۽ پنهنجيءَ سڀيتا جو اوڏهين به ڦهلاءُ ڪيائون. پروفيسر نلسن(Professor Nilson) جو ”جهوني وٿ وگيان“ (Archaeology) ۾ هڪ وڏي سند ڪري ليکيو آهي، تنهن کوجنائون ڪري ڄاڻايو آهي ته انهن پٽي يا فنيشن لوڪن ناروي جي اتر تائين به وڃي بينڪون وڌيون هيون، ۽ اوڏهين ”بئل ديوتا“ (God Baal) جي پوڄا جو رواج به وڌائون. پڙهندڙن کي معلوم هجي ته بئل ديوتا جي پوڄا سا مهاديو جي لنگهه جي پوڄا جو هڪ نمونو آهي، ۽ سنڌو ماٿر جا شوي آريه لوڪ، ۽ ڏکڻ هندستان جا دراوڙ لوڪ لنگ جا پوڄاري هئا. اهي ئي اسان جا سنڌو ماٿر جا پٽي هئا، جن يونان ۾ به پنهنجون بينڪون وڌيون، ۽ يونانين کي پنهنجيءَ سڀيتا جي رنگ ۾ رنگي ڇڏيائون. ڪهڙي

زماني ۾ اسان جا وڻجارا اوڏاهين ويا، سي سنبت ۽ سن ملڻ مشڪل آهن، پر اها پڪ آهي تهانهن وڻجارن مان ڪي اسان جا سنڌي ماڻهو هئا. جيئن هن وقت سنڌ جا ڪي ملاح مغليين، تعلقي جاتيءَ ج4ي پريان ڪوري ڪاريءَ مان لنگهي، ڪڇ جي نار ڪان ملبار وجن پيا، تيئن اڳي بہ اها واٽ وٺي ويندا هئا، ۽ هڪ پاسي ايراني نار ڏي دنگيون ۽ جهاز هاڪاري مغربي ملڪن سان وڻج واپار ڪندا هئا. پوڪوڪ صاحب انهيءَ باري ۾ هيئن لکيو آهي:

"At the mouth of the Indus, dwell a sea-faring people, active, ingenious and enterprising, as when, ages subsequent to this great movement, they themselves, with the warlike denizens of the Punjab, were driven from their native land, to seek the far distant climes of Greece. The commercial people dwelling along the coast that stretches from the mouth of the Indus to the Core, are embarking on that emigration whose magnificent results to civilization, and whose gigantic movements of art, fill the mind with mingled emotions of admiration and awe. These people coast along the shores of Mekran, traverse the mouth of the Persian Gulf and again adhering to the sea-board of Oman, Hadramant and Yemen (Eastern Arabia), and sail up the Red sea; and again, ascending the mightly stream that fertilizes a land of wonders, found the kingdoms of Egypt, Nubia and Abyssinia. These are the same stock that, centuries subsequently to this colonization, spread the blessings of civilization over hellas and her islands. The connection, therefore, which is so constantly represented by Greek historians as subsisting between Egypt and Athens, as well as Benotia, and other parts of Greece, is perfectly natural, and in fact is just what we should anticipate from a people, who so highly honored and deeply venerated their parent state as to receive from its hands their sacred fire, and their ministers of religion.

"Of the triple connection that links Egypt, Greece and the lands of the Indus, there will remain no longer the shadow of a doubt, as the reader accompanies me in the geographical development of the colonisations of Africa founded by the mercantile and thriving community of Corinthus. This is past controversy: for the Abusin, a classical name for the Indus is reproduced in Greece as the Col-Indus (Corinthus), that is the people of the Coi Indus."—Pocoke: *India in Greece.*

قرض ۽ وياج: رگ ويد واري زماني ۾ واپاري نهايت شاهوڪار هوندا هئا (منڊل چوٿون، 25، 7). اهي اڪثر ڳرن اگهن ۾ پنهنجو مال نيڪال ڪندا هئا، جنهنڪري ڪيترن واپارين جو نالو بد هوندو هو. منڊل پهرئين (33، 3) ۾ اندر ديوتا کي آرڏنا ڪندي، هڪ رشي چوي ٿو ته ”تو وٽ گهڻي ئي نڌيون يا خزانا آهن، پر پڻين (وڻجارن) وانگر اسان سان هلت نه ڪج. وڏيءَ دل سان اسان کي دان ڏج ۽ ان جي عيوض اسان کان گهڻو نه گهرج“ – مطلب ته اسان جي ٿوريءَ پوڄا تي گهڻو راضي ٿي، اسان سان پنهنجو وڏو وڙ ڪج.

قديم زماني جا سيٺيون گهرجائو ماڻهن کي ڳري وياج تي پئسا اُڌارا ڏيندا هئا. وقت تي تنگ طلبي ڪندا هئا، جنهنڪري قرض هڪ وڏو مرض ڪري ليکبو هو. ماڻهو ڏٽيءَ کان اها دعا پيا گهرندا هئا ته ”قرض کان آجو ڪجانم“. ڪي ماڻهو جوا مهل به قرض ڪڻندا هئا. جيڪي لهڻي رقم نه ڏيندا هئا، تن کي لهڻيدار ٿنين سان ٻڌندا هئا (رگ ويد، منڊل ڏهون، 34، 14). شايد اهو مطلب هوندو هون ته جڏهن ساڻن سختي ڪبي، تڏهن هو پاڻ يا سندن مٽ مائٽ يا سنگتي قرض واري رقم ڏيندا جيڪي لهڻي رقم ڏيئي ڪين سگهندا هئا، تن کي لهڻيدارن وٽ قرض ۾ وهٽو پوندو هو. اڄ به ڪي قرض ۾ وهن ٿا. ابن ڏاڏن جو ڪنيل قرض لاهڻ ماڻهو پنهنجو فرض سمجهندا هئا. قرضدار پاڻ کي اهڙو دکي سمجهندا هئا، جو چوندا هئا ته ”اسان لاءِ سج اُڀري ئي ڪونه ٿو“ (منڊل ٻيو، 28، 9). اڄ به چوڻي آهي ته ”قرض جهڙو مرض ڪونهي“، ۽ ”قرض ڪوڙهه جو ٽڪو“.

قديم زماني ۾ جنسن جي اڪثر مٽا سٽا ٿيندي هئي، پر وقتي روڪڙو **سڪا:** ناڻو بہ ڏيندا هئا. رگ ويد واري زماني ۾ نِستڪ“ نالي سونا سڪا هوندا هئا. ٻيو هڪ سونو سڪو ”منا“ نالي هوندو هو (رگ ويد، منڊل اٺون، 78، 2). انهن سونن سڪن تي شايد ڳانءِ يا ڍڳي جي شڪل هوندي هئي، ۽ ان جو ملهہ ڳانءِ جي ملهہ جيترو هوندو هو، جنهنڪري جيڪڏهن ڪو ڳانءِ نہ ڏيندو هو، تہ ان جي عيوض سونو سڪو ڏيندو هو. رگ ويد جي منڊل پنجين (6،33) ۾ چانديءَ جي سڪن جو بہ ذڪر آهي. ان وقت جا راجائون سون ۽ چانديءَ جا سڪا عام طرح ڏان ڪندا هئا. منڊل اٺين (2، 41) ۾ راجا بيندو (Bibhindu) بنسبت هڪ رشيءَ چيو آهي تہ ”انهيءَ راجا هڪ ڀيري مون کي چاليهہ هزار سڪا ۽ ٻئي ڀيري اَٺ هزار سڪا دان ڪيا هئا.“ سنڌ جي راجا سونيہ ڀاويہ بہ ڪاڪشون رشيءَ کي ججهو ڌن ڏنو هو. هن مان ظاهر آهي تہ انهيءَ وقت ئي ملڪ پريو ڀاڳو هو، ۽ دان پڃ ڪرڻ جو انگ بہ ماڻهن ۾ جهجهو هو. جن وٽ اَن جا انبار، ۽ سون چانديءَ جا سڪا ججها هوندا هئا، سي وڏا ماڻهو ليکيا هئا، جنهنڪري اڄ تائين چوڻي آهي تہ ”سونيتي، روپيتي، اَنيتي سلام“! يعني جيڪي سون وارا، روپ يا چانديءَ وارا ۽ اَن وارا آهن، تن کي سيڪو سلام ڪري ٿو – ”مايا کي نمسڪار“.

---

* "It would have been strange if the many wide and deep rivers had not encouraged boat-building, even ship building and navigation: so that, while the general formation of the land, divided by intersecting mountain spurs in countless valleys, favoured the establishment of separate and independent tribes. The many easy ways of communication fostered neighborly intercourse, and laid the beginnings of commerce." Z.A Regozin: Vedic India, page112.

** "Movable property could change hands by gift or by sale, the latter taking the form of a barter The standard of value seems to have been the cow." Cambridge History of India Vol. 1. Page 97.

* Professor E.W. Hopkins: The Religions of India, page 34.

+ Professor A.A. Macdonell: History of Sanskrit Literature.

* Professor Wilson's Translation of the Reg Ved, Introduction page XII, Second Edition, 1860.

+ + "That the people of the country of the Indus rankes as navigators, in the most venerable antiquity, is perfectly clear from the ancient institutes of Manu, where 'merchants who traffic beyond the seas, and bring presents to the King'. Are expressly mentioned." Pococke: India in Greece.

* "Indian vessels are so admirably adapted to the purpose for which they are required that, no withstanding their superior science, Europeans were unable, during an intercourse with India for two countries, to suggest or to bring into successful practice one improvement." Sir John Malcolm, Journal of Royal Asiatic Society, Vol. I.

* جيالاجيڪل کاتي وارن جو چوڻ آهي، ته اڳي هڪ سمنڊ هاڻوڪي ترڪستان کان وٺي سئبيريا تائين، ۽ منگوليا کان وٺي ڪاري سمند تائين هو، جو پوءِ (شايد زلزلي سبب) گم ٿي ويو. رگ ويد ۾ (ساڳئي) انهيءَ سمنڊ ڏي اشارو آهي يا نه، سو چئي نٿو سگهجي. — مصنف.

** "The existence of the Rajputana sea to the south of this region (Septa Sindhu) down to the seventh or eighth millennium B.C, has already been referred to……... It is further certain that the Arabian sea also sent up an arm towards the Indus through and crossed a large part of the province of Sindh, which is now occupied by desert and the lower course of the Indus". Dr. A.C. Das: Regvedic India, p.p. 26-27

* "A detailed report of the Trade of Karachi 1838 by Commander Carless of the Indian Navy furnishes some particulars of much interest. The value of the whole trade for that year was estimated at Rs. 21. 46, 625, the most important items in the list of imports being China and Bengal silk". Cazetter of the Province of Sindh, Vol. I, Chapter VIII, Page 368.

* البيرونيءَ جو جنم 970ع ۾، ۽ چالاڻو 1038ع ۾ ٿيو هو. — مصنف

+ "The Phoenicians were the descendents of the Panis, and the product of an amalgamation of the Aryan and semetic races." Dr. A.C. Das: Reg Vedic Culture, page 88 and 152.

* * "The Panis moved on towards the north of Syria, which they called Phoenicia or the land of the Panis or Panikas." Dr. A.C. Das: Reg Vedic India, page 204.

+ + "There can be no question now as to who the Sumerians or the Chaldeans were, and whence they immigrated to Chaldea. They were, as I have already said a mixed race sprung from the Panis, and the Dravidians (Cholas), and were immigrants from the Coromandal and the Malbar Coasts." Dr. A.C. Das: Reg Vedic India, page 225.

* "Considered as artists, the Babylonians and Assyrians stand foremost among the semities, but they are indebted for this to the early Chaldeans." Hist. Hist. of the World, Vol. I pp. 546-47.

++ Babylon an ancient city on the left of the Euphrates about 70 miles south of Bagdad. "Babylong" is the Greek form of Babel or Baba-iii, "The gate of the God" Which again is the semitic translation of the original Sumerians name Ka-dimirra. Encycl Britt. Article "Babylon."

** "Shumer actually did mean all Babylonia appears evident from the biblical use of shiner i.e. Shumer to describe the district which contained the four chief Babylonian cities viz. Babel, Erech, Accad and Calnch (Genesis X. 10)….. The identity of Shinar and Shumer is also demonstrated by the Septuagaint rendering of Shinar in Isiah XI. II by Babylonia." Encycl. Britt article. Sumer and Sumerians.

* See also sjt. Chamanlal's "Hindu America," p. 45.

* "The Phoenicians claimed that their oldest cities had been founded by the gods themselves, and that their race could boast an antiquity of 30,000 years." Encycle: Britt. Article "Phoenicians."

* RagozineL Vedic India, p. 304,

** "India is the original home of Cotton." Dr. James A.B. Scherer: "Cotton as World Power."

+ Sir John Marshall: Mohan Jo Daro and Indus Civilization.

* Professor H.G. Rawlinson: Intercourse between India and Western World.

+ Professor A.H. Sayce. Hibbert Lectures (1887)

** "The Old Babylonian name for muslim was "Sindhu" i,e, that the stuff was simply called by the name of the country which exported it. "Z.A. Ragozin. Vedic India called by the name of the country which exported it." Z.A. Ragozin. Vedic India P. 306

* Yule — Burnell: Hobson Jobsonor Glossary of Anglo — Indian Words and phrases, article "India"

* "Cotton Cloth was first seen in Europe when the soldiers of Alexander the Great brought some of it back, as a curiosity, in the fourth century before Christ. All India was clothed with it then, as today; some of the ancient textiles being so delicate and beautiful as to give rise to the poetic description, 'Webs of the woven wind'. " Dr. James. A.B. Scherger: Cotton as World Power.

+ "Wore she not a veil of Sindhon!" Milton.

** "Sails of silk, and ropes of sandal, such as gleam in ancient lore." Longfellow.

* Dr. James A. B Scherer: Cotton as World Power.

* Jataka stories, translated by Cowel and Rause (Cambridge 1907) III p. 83

+ Radha Kumud Mookerji: Indian Shipping, p. 88.

** "These Panis or Phoenicians are known in history as the Punic race, who established colonies in Mesopatamia, Egypt, Pheonicia and North Africa, and even Norway, and played an important part in the early history of Europe" Dr. A.C. Das: Reg Vedic India, p. 587

# باب تيرهون

## ٻولي، آئيوپٽا ۽ ساهت

**تهذيب جو وسيلو ٻولي:** سڀني ملڪن جي قومن جيڪا بہ ترقي ڪئي آهي، سا ميل ميلاپ ۽ گڏيل ڪوشش جو ڦل يا نتيجو آهي. دنيا ۾ ڪروڙين ڪارخانا، گوديون، آفيسون، اسڪول، ڪاليج ۽ ٻيون سنستائون آهن، جيڪي سڀ ميل ميلاپ تي مدار رکن ٿيون. ڪارخانن ڪولڻ لاءِ سيٺيون وڏيون وڏيون رقمون سيڙائين ٿا، پر جيڪڏهن ڪاريگر ۽ مزور وٽن ڪم ڪرڻ ڪان نابري واري وهن، تہ جيڪر ڪارخانا ڪيئن هلن؟ ساڳيءَ ريت جيڪڏهن هاري ناري نہ هجن، تہ زميندار يڪي سر کهڙي ڪوڏر هٽي سگهن؟ جڏهن ماڻهو ماڻهوءَ سان ملي ڪم ڪري ٿو، تڏهن چرخو چڱيءَ ريت هلي ٿو، ۽ هنرن ۽ واپارن وغيره ۾ ترقي ڪري سگهجي ٿي، نہ تہ جيڪر دنيا جو چرخو بيهي وڃي.
ماڻهن جي ميل ميلاپ لاءِ ۽ چڱيءَ ريت چرخي هلائڻ لاءِ ٻولي نهايت ضروري آهي. جيڪڏهن ٻولي نہ هجي تہ ڪيئن جيڪر سيٺيون ۽ گماشتا، زميندار ۽ هاري ناري ۽ ٻيا ماڻهو هڪ ٻئي جي ڳالهہ سمجهي سگهن؟ جيڪڏهن سڄي دنيا ۾ ماڻهو ٻوليءَ ڪم آڻڻ بدران گونگن وانگر اشارا ڏين، تہ پوءِ جيڪر گهٽي ترقي ڪري ڪين سگهجي. انهيءَ مان سيڪو سمجهي سگهندو تہ سڀ ڪنهن ملڪ جي سڀيتا يا تهذيب ٻوليءَ سان شروع ٿئي ٿي، ۽ اهائي تهذيب جي ترقي4 جو هڪ وڏو وسيلو آهي. نوان نوان هنر جاري ٿيندا تہ انهن سان لاڳاپا رکندڙ ڳالهين لاءِ ماڻهو ضرور پورا پورا لفظ ڪم آڻيندا، تہ جيڪي سندن ڏنڌي وارا آهن، يا جن جي ساڻن ڏيتي ليتي آهي، سي سندين ڳالهہ ٻوريءَ ريت سمجهن. اهڙيءَ ريت اخلاقي اطوار، وگياني ويچار، روحاني راز ۽ ٻيون ڪئين ڳالهيون ٻوليءَ جي وسيلي ظاهر ڪجن ٿيون، جن لاءِ پورا پورا لفظ ڪم آڻڻا پون ٿا، تنهنڪري ماڻهن جي ترقيءَ سان گڏوگڏ ٻولي بہ ترقي ڪري ٿي، ۽ پلٽو

ڪائي ٿي. اهي ئي ڳالهيون اسان کي هن باب ۾ کولڻيون آهن ته قديم سنڌو ماٿر جي تهذيب جي تاريخ سمجهڻ سولي ٿئي.

**سنسڪرت ۽ ان جا قسم يا درجا:** سيڪنهن پرڳڻي جي ٻولي پنهنجي پنهنجي ٿئي ٿي. قديم سنڌو ماٿر جا آريہ لوڪ ڳالهائڻ ٻولهائڻ توڙي لکپڙهہ ۾ جيڪا ٻولي ڪم آڻيندا هئا، سا اها آهي، جا هاڻ عام طرح ”سنسڪرت“ سڏجي ٿي. ندن جا ويد انهيءَ ٻوليءَ ۾ لکيل آهن، جن بابت هندو عام طرح ائين چون ته اهي ”انادي“ آهن، يعني انهن جي اَد يا شروعات آهي ئي ڪانہ، جنهنڪري چئبو ته سنسڪرت ٻولي نهايت قديم آهي. انهيءَ ٻوليءَ ڳالهائڻ جو رواج ڪڏهن پيو، سو ڪوبہ چئي ڪونہ سگهندو.

هندن جا جملي چار ويد آهن: رگ، يجر، سام ۽ اٿر. انهن چئني مان رگ ويد نهايت آڳاٽو آهي، ۽ انهيءَ جهڙو جهونو پستڪ ٻيو آهي ئي ڪونہ. سڄو رگ ويد منڊلن يا ٻابن ۾ ورهايل آهي، ۽ اهي منڊل جدا جدا زمانن جا آهن. چالو ٻوليءَ ۾ وقت بوقت ٿورو گهڻو ڦير پوي ٿو، ۽ اها پلٽنو ڪائي ٿي. خود رگ ويد جي ٻوليءَ ۾ ڦير آهي. رگ ويد جون ڪي ڪي رچائون اهڙيءَ ڪنهن قديم سنسڪرت ۾ لکيل آهن، جو جيڪي رشي ويدن واري زماني ڪان سگهو ئي پوءِ ٿي گذريا، سي بہ انهن جو مطلب سمجهي نٿي سگهيا، ۽ اڄ تائين ڪوبہ يوروپي توڙي ڏيهي عالم اهي سمجهي نہ سگهيو آهي. ٻين ٽن ويدنجي ٻوليءَ ۾ ٿورو ٿورو ڦير آهي، پر ٿلهي ليکي انهن چئني ويدن ۾ ڪم آيل ٻوليءَ کي ”ويدڪ سنسڪرت“ سڏجي ٿو. سر گريئرسن ۽ ٻين ڪيترن يوروپي ۽ ڏيهي عالمن جو چوڻ آهي تہ آڳاٽا آريہ لوڪ ڳالهائڻ ٻولهائڻ توڙي لکپڙهہ ۾ جيڪا ٻولي ڪم آڻيندا هئا، تنهن جو مثال رگ ويد واري ٻولي سمجهڻ گهرجي.

اهو قدرت جو قاعدو آهي تہ جيڪا ٻولي روز مرهہ ڳالهائڻ ۾ پيئي ايندي، تنهن ۾ ٿوري گهڻي ڦيرقار سياويڪ طرح پاڻمرادو پيئي ٿيندي. سنسڪرت ۾ بہ ائين وقت بوقت ڦيرقار ٿي، پر عام طرح ان جا ٽي مکيہ قسم يا درجا ليکجن ٿا: قديم، وچولو ۽ آخرين. قديم سنسڪرت، جنهن کي ”ويدڪ سنسڪرت“ يعني ويدن واري سنسڪرت (ويدن جي زماني واري سنسڪرت) سڏجي ٿو، تنهن

ڪانپوءِ ”وچولي سنسڪرت“ (Middle Sanskrit) آهي. اها ويدن واري زماني ڪانپوءِ جي سنسڪرت (Post Vedic) سنسڪرت انهيءَ زماني جي آهي، جنهن ۾ ”سوترن“ لکڻ جو رواج هو. ”سوتر“ آهن ڏرمي ۽ ٻين ڳالهين بابت ننڍڙا قاعدا، جي ٿورڙن پر نهايت مائيدار لفظن ۾ ائين لکيل آهن، جو ڄڻ ته ”سوتر“ (سٽ يا ڌاڳي) ۾ موتي پوتل آهن، تنهنڪري انهيءَ وچولي سنسڪرت کي عام طرح ”سوترن جي زماني واري سنسڪرت“ (Sanskirt of the Sutra Period) به چئبو آهي. ويدن جي پنيان ”براهمڻ“ گرنٿ آهن، ۽ اهي سوترن ۾ لکيل اهن. ساڳيءَ طرح پاڻني منيءَ جي جوڙيل ”اشٽا ڌيائي“ (سنسڪرت گرامر) ۽ ٻيا ڪي پستڪ سوترن ۾ لکيل آهن. قديم آريه لوڪ جيئن جيئن ٻين قومن (اڻ آرين) سان لهه وچڙ ۾ آيا، تيئن تيئن سندن ٻوليءَ ۾ وڏيڪ ڦير پوندو ويو، جنهنڪري وچولي سنسڪرت ڦري آخرين درجي واري سنسڪرت تي آئي. هندن جا اهي اتهاس (رامائڻ ۽ مهاڀارت)، سمرتيون، ڪوي ڪاليداس جا ناٽڪ ۽ ٻيا جيڪي به پستڪ اڄ تائين سنسڪرت ۾ نڪتا آهن، سي انهيءَ ۾ لکيل آهن. هندن جا ”پراڻ، به ان ۾ لکيل آهن، تنهنڪري اها عام طرح ”پراڪ سنسڪرت“ سڏجي ٿي. ”حقيقتاً اڄ ڪلهه سنسڪرت سڏبو ئي انهيءَ آخرين درجي واري سنسڪرت“ (Classical Sanskrit) کي آهي، ۽ هن وقت اهائي اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ پاڙهڻ ۾ اچي ٿي.

ٻوليءَ ۾ وقت بوقت ڦير پوندو ڏسي، اڳاٽن آرين هيءُ حڪم جاري ڪيو ته شودرن کي ويدن پڙهڻ جو ڪوبه اڌڪار (حق) ڪونهي. پڙهڻ ۽ پاڙهڻ جو ڪم رڳو براهمڻ ڪن، ته ويدن جا منتر اهي پوريءَ ريت اُچارين، پر چالو ٻولي ڪنهن جي ٻنڌڻ ۾ ٻڌجڻ جي ڪانهي. سنسڪرت ۾ پوءِ به تبديلي ٿيندي ويئي. رفتي رفتي اهڙي حالت ٿي، جو جيڪا سنسڪرت عام طرح ڳالهائڻ ۾ ايندي هئي، سا سموري ڦري هڪ ٻنهه نئين قسم جي ٻولي ٿي پيئي، ۽ اها ”پراڪرت“ سڏجڻ ۾ آئي. عام طرح ماڻهو پراڪرت ڳالهائڻ لڳا ته سنسڪرت ڳالهائڻ جو رواج ئي بند ٿي ويو. هندن جا ويد ۽ ٻيا ڌرمي ٻستڪ سنسڪرت ۾ لکيل آهن، تنهنڪري

براھمڻن، رشين ۽ منين سنسڪرت جو درجو پراڪرت کان مٿي رکيو، ۽ اڄ اھا سڄي ھندستان جي پوتر ڀاشا يا پاڪ ٻولي ليکجي ٿي.

مھاڀارت وارو زمانو دور پور جڳ جي پڇاڙيءَ ڪلجڳ شروع ٿيڻ کان ٿورو اڳ تائين ھلندو پئي آيو، ۽ اھو سڀ وقت سنسڪرت چالو ھئي، جنھنڪري چئبو تہ ڪلجڳ شروع ٿيڻ سان سنسڪرت جو واھپو بند ٿي ويو. انھيءَ ھوندي بہ پوءِ جي رشين ۽ منين سنسڪرت تي گھڻو ڌيان پئي ڏنو. ياسڪ نالي ھڪ مني، جو عيسوي سنہ کان ڇھہ صديون کن اڳ ٿي گذريو آھي، تنھن ويدڪ سنسڪرت جو گرامر لکيو، جو ”اُشٽا ڌيائي“ نالي سان مشھور آھي. پوءِ ڪاتياينہ ۽ پتنجلي رشيءَ سنسڪرت گرامر جوڙيا. ائين سنسڪرت کي وڏيڪ بگڙجڻ کان روڪڻ لاءِ ان کي قاعدي جي بنڌڻ ۾ ٻڌي ڇڏيائون. انھيءَ سبب جيڪا سنسڪرت پاڻني منيءَ، ڪاتياينہ ۽ پتنجلي رشيءَ جي جوڙيل گرامر پٽاندر نہ ھوندي، سا غلط ليکبي. اھو ئي سبب آھي، جنھنڪري ھينئر سنسڪرت ۾ وڏيڪ ڦيرو نٿو پوي.

**<u>”سنسڪرت“ لفظ جي معنيٰ</u>**: قديم آريہ لوڪ پنھنجيءَ ٻوليءَ کي ”ڀاشا“ چوندا ھئا، جنھن جو ڌاتو يا بنياد آھي ”ڀاش“ معنيٰ ڳالھائڻ. ”ڀاشا“ معنيٰ ”جا ڳالھائجي ٿي“ يعني ٻولي. خود .ٻولي“ معنيٰ بہ جا ٻولجي جا ڳالھائجي ٿي. آرين جي ٻوليءَ تي ڪو خاص نالو رکيل ڪونہ ھو، ۽ ”سنسڪرت“ نالو ڪو گھڻو قديم ڪونھي، جو اھو ويدڪ ساھت ۾ ڄاڻايل ئي ڪونھي. انھيءَ قديم ڀاشا ڳالھائڻ جو پوءِ رواج ئي بند ٿي ويو. ياسڪ ۽ پاڻني منين انھيءَ جو اونھو اڀياس ڪيو، تہ يقين ٿين تہ اھا ٻولي نھايت وگيانڪ (Scientific) ريت جڙيل آھي، تنھن ڪري ان کي سنسڪرت نالو ڏنائون، جنھن جي معنيٰ آھي ”چڱي يا صاف ٿيل يعني اُجاريل يا سڌريل ٻولي.“ ھيءُ نالو خود ڄاڻائي ٿو تہ اھو ٻوليءَ صفت ظاھر ڪري ٿو، ۽ ياسڪ ۽ پاڻني منين ھن ڀاشا (ٻوليءَ) جي عمدي بناوت ڏسي، مٿس اھو نالو رکيو. اھو لفظ ئي سندن وقت جو جڙيل آھي، ۽ جوڙيو ئي شايد پاڻ ھئائون، جو ڪانئن اڳي اھو نالو ڪٿي بہ ڪم آيل ڪونھي.

**"سنسڪرت" ۽ "ديوناگري" نالن تي ويچار:** سنسڪرت ٻولي عام طرح "ديو واڻي" يعني ديوتائن جي ٻولي سڏبي آهي. آخرين درجي واري سنسڪرت(Classical Sanskrit) ۾ ٻه اها "سُر ڀارتي" يعني ديوتائن جي ٻولي سڏي ويئي آهي. "سُر" معنيٰ "ديوتا" ۽ "ڀارتي" معنيٰ "واڻي يا ٻولي". سنسڪرت ٻولي جنهن ائيويتا ۾ لکبي آهي، سا اڳي "براهمڻي" لپي ڪوٺبي هئي، ۽ هاڻ اها "ديناگري" يعني ديوتائن جي ننگر (شهر) جي آئيويتا ڪوٺجي ٿي. سنسڪرت آئيويتا تي اهي نالا ڪيئن پيا، سا ڳالهه اڳي ڪنهن به ڪولي نه ٻڌائي آهي، تنهنڪري ان بابت مان پنهنجا شخصي ويچار ظاهر ڪريان ٿو.

سڄي هندستان جا هندو عام طرح ائين چوندا آهن ته اسان جا ديوتائون اُتر ڏي آهن. هندستان جي اُتر ڏي هماليه جبل آهي، ۽ ان جي پريان ميرو پربت هو، جو سمير پربت به سڏبو هو. آڳاٽن آرين مان گهڻا انهيءَ پاسي رهندا هئا. منجهانئن ڪيترا رشي هئا، جن مان ست رشي مکيه هئا، جنهن ڪري "سپت رشي" لفظ مهاڀارت، پراڻن وغيره ۾ گهڻن هنڌ ڪم آيل آهي. شڪل يجر ويد جي پنيان جيڪو شتپٿ براهمڻ گرنٿ آهي، تنهن ۾ انهن ستن رشين جا نالا گوتم، ڀردواج، وشوامتر، جمد گني، وشست، ڪشيپ ۽ اَتري ڄاڻايل آهن. اهي ئي آڳاٽا رشي هئا، جن جي واتان ويدن جا منتر ظاهر ٿيا. ويدن جا منتر جهڙي تهڙي ماڻهوءَ جي واتان ظاهر ٿيڻ جا نه آهن، پر پهتل شخصن جي واتان اهي رشي پهتل شخص هئا، ۽ هاڻوڪا سڀ براهمڻ آڳاٽن رشين جو اولاد آهن، تنهنڪري براهمڻ پنهنجن انهن ابن ڏاڏن (رشين) کي "ديوتائن" ڪري ڪوٺيو ته اها ڪا وڏي ڳالهه ڪانهي. قديم يوناني لوڪ به پنهنجن ابن ڏاڏن کي "ديوتائون" ڪري ڪوٺيندا هئا. اهي اڄ به ائين چون ته اسين ديوتائن جو اولاد آهيون.

**سپت رشي امر آهن:** اڄ به اڪيون ڪٽي آسمان ڏي نهاريو ته هڪ تارن جو ميڙ ڏسڻ ۾ ايندو، جنهن ۾ ست تارا آهن. اهي اهڙيءَ طرح بيٺل آهن، جو ڄڻ ته اُپ ۾ هڪ وڏو رڇ بيٺو آهي، تنهنڪري انگريزيءَ ۾ لکيل ڪگول وديا ۾ اهو (Ursa Major or Great Bear) يعني "وڏو رڇ" سڏيو ويو آهي. انهن ستن تارن جي ميڙ کي هندو "سپت رشي" سڏيندا آهن، ۽ انهن کي ديوتائن ڪري ڪوٺيندا اهن. مطلب ته

انهن ستن رشين کي نہ رڳو براهمڻ، پر کتري ۽ وئش بہ ديوتائن کري سمجهن ٿا. منو سمرتيءَ ۾ انهن ستن رشين جي نالن سان گڏ ٻيا ٽي نالا دڪش، پرگو ۽ نارد ڄاڻايل آهن، ۽ اهي ڏهہ ئي ”پرجاپتي“ (برهما) سڏيا ويا آهن، يعني تہ انهن بابت چيل آهي تہ سڄي انسان ذات انهن مان پيدا ٿي هئي. اهڙيءَ حالت ۾ جيڪڏهن سڄي هندو جاتيءَ آڳاٽن رشين کي ديوتائون کري ليکيو، تہ اها کا عجب جي ڳالهہ کانهي. خود آڳاٽا رشي پنهنجي نالي ائين چوندا هئا تہ اسين ديوتائن جو اولاد آهيون. رگ ويد جي منڊل 3، (سُوڪت 53، رچا 9) ۾ چيل آهي تہ وڏو رشي وشوامتر ديوتائن مان پيدا ٿيو هو. آڳاٽا رشي ۽ سندن وڏا ڳالهائڻ ۽ ٻولهائڻ توڙي لکڻ پڙهڻ ۾ سنسڪرت ٻولي ڪم آڻيندا هئا، جا اڄ تائين هندن جي پوتر ڀاشا يا پاڪ ٻولي آهي، ۽ انهيءَ سبب ان کي ”ديو واڻي“ يعني ديوتائن جي ٻولي سڏين ٿا. آخرين درجي واري سنسڪرت ۾ بہ اها ”سُر ڀارتي“ يعني ديوتائن جي ٻولي ڪوٺڻ جو رواج بہ ڪن ڪسابن کان جاري ٿيو هو.

آسمان ۾ جيڪو ستن تارن جو ميڙ ”سپت رشي“ (Great Bear) سڏجي ٿو، تنهن ۾ ٻہ تارا ”ڏس ڏيکاريندڙ“ (Pointers) آهن. انهن وٽان سڌيءَ ليڪ ۾ ”ڌرم تارو“ (Polo Star) ڏسڻ ۾ ايندو آهي، جو سدائين اُتر ڏي هوندو آهي. اهو ڌرو تارو اڄ تائين چڻ تہ ائين پيو ڏيکاري تہ انهن آڳاٽن رشين جو ماڳ اتر طرف (ميرو پربت) تي هو. وشنو پراڻ ۾ لکيل آهي تہ جمون دويپ جي وچ ۾ ميرو پربت هجو، ۽ انهيءَ پربت جي چوٽيءَ تي هڪ شهر ٻڌل هو، جو پرٿويءَ تي سرڳ يا بهست هو، ۽ اهو ”برهما جو لوڪ“ هو. آڳاٽا سپت رشي، جي ”پرجا پتي“ (برهما) سڏيا ويا آهن، تن جو اصلوڪو ماڳ اهو ؟برهما جو لوڪ“ هو. انهيءَ مان ائين سمجهڻ ۾ اچي ٿو تہ اهو ئي پهريون ماڳ هو، جتي سنسڪرت لپي (آئيوٽا) نهي، ۽ ”برهما جي لوڪ“ ۾ نهڻ کري اها ”براهمي“ سڏجڻ ۾ آئي. اها پوءِ ”ديوناگري“ يعني ”ديوتائن جي ننگر يا سهر“ جي آئيوٽا سڏجڻ ۾ آئي، سو بہ انهيءَ کري جو آڳاٽن رشين جو ننگر يا شهر اهو ”برهما جو لوڪ“ هو، جو ميرو پربت جي چوٽيءَ تي هو، ۽ اها آئيوٽا اصل انهيءَ شهر ۾ جڙي هئي.

**لکڻ جو هنر:** گذريل اڻويهين صديءَ ۾ تاريخ جي کوجنائن ڪنديءَ، ڪن يورپي عالمن هيءُ رايو ظاهر ڪيو تہ ويدن واري زماني ۾، بلڪ ان کان ڪيترين صديون پوءِ بہ، آڳاٽن آرين کي لکڻ جو هنر ڪونہ هو، ۽ ويدن جي واڻيءَ ۽ اتهاسن ۽ پراڻن جي ڳالهين جو ڦهلاءُ پيڙهيءَ بہ پيڙهيءَ حافظي جي وسيلي ٿيندو هو. ڪيترن يورپي عالمن ڊاڪٽر بلهر (Dr. Bulher) جو رايو قبول ڪيو تہ "فنيشن" آئيوٽا، جا عيسوي سنہ کان نَوَ (9) صديون اڳي چالو هئي، تنهن تان براهمي لپي (ديوناگري) نهي، ۽ ان ڪانپوءِ آرين وٽ لکڻ جو هنر عام ٿيو! يورپي عالمن جو چوڻ هو تہ قديم زماني ۾ هندستان ۽ ميسو پوٽيميا جي وچ ۾ گهٽي لهہ وچر هئڻ سبب ميسوپوٽيميا جي فنيشن آئيوٽا هندستان ۾ چالو ٿي!

يورپي عالمن جي ههڙن راين اسان جن ماڻهن ۾ غيرت پيدا ڪئي، ۽ گهڻو اُتساهہ جاڳايو. هو پنهنجي سر ڪوجنائون ڪرڻ لڳا، جو ڪنهن کي بہ اها ڳالهہ اعتبار ۾ نتي آئي تہ قديم آرين فنيشن آئيوٽا تان ديوناگري اکر جوڙيا هئا. اسان جن ڏيهي عالمن مان، جن يورپي لوڪن جي انهيءَ رايي کي اول رد ڏنو، تن مان مکيہ پروفيسر ڊي. آر. ڀنڊارڪر هو. هن صاحب کوجنائون ڪري چيو تہ لکڻ پرهڻ جو هنر رگ ويد واري زماني ۾ ئي هندستان جي ماڻهن کي هو. تاريخ کان اڳ جي زماني جي آئيوٽا جا نشان جهڙا حيدرآباد دکن مان لڌل ٽانون ٿپن تي آهن، تهڙن اکرن تان براهمي لپي (ديوناگري) ورتل آهي.

هن باري ۾ جيڪي وڏيڪ کوجنائون هن وقت تائين ٿيون آهن، سي هتي مختصر طرح ڄاڻائجن ٿيون، تہ سڄي ڳالهہ سمجهڻ سولي ٿئي.

ڪلڪتي يونيورسٽيءَ جي تاريخ جي پروفيسر ڊاڪٽر ابناش چندرداس خود رگ ويد مان حوالو ڏيئي ڄاڻايو آهي تہ رگ ويد جي منڊل ڏهين (سُوڪت 71، رچا 4) ۾ لکيل آهي تہ "اهڙا بہ ماڻهو آهن، جي واڻيءَ جي معنيٰ ۽ مطلب مطلب سمجهڻ کان سواءِ اُها پڙهن ۽ ڏسن ٿا".

اهو حوالو ڏيئي چيو اٿس ته ”واڻي تڏهن ڏسي سگهبي، جڏهن لکيل هوندي، تنهنڪري هنن لفظن مان اڻ پچو اهو مطلب ڪڍبو ته رگ ويد واري زماني ۾ ئي ماڻهن کي نه رڳو لکڻ ۽ پڙهڻ جو هنر هو، پر ڪي پستڪ به هئن.“

ڊاڪٽر ابناش چندر داس جي هن ڳالهه کي ڪوبه يوروپي توڙي ڏيهي عالم اڃ تائين ڪو به رد ڏيئي ڪونه سگهيو آهي، ۽ نڪو ڪو ڏيئي سگهندو. اسين پنهنجي سر يوروپي عالمن جي اڳين راءِ کي سراسر غلط سمجهون ٿا، ۽ ڊاڪٽر ابناش چندر داس جو رايو سورهن آنا صحيح سمجهون ٿا، تنهن لاءِ هيءُ به هڪ سٺاٽو سبب آهي، جو خود اٿرو ويد جي منڊل اٺويهين (سوُڪت 68، منتر 72) ۾ چٽيءَ ريت چيل آهي ته ”پستڪ (ويد) جي پاٺ ڪرڻ مهل اهو پيتيءَ مان ڪڍندا هئا. ۽ پاٺ پوري ڪرڻ کان پوءِ اهو موٽائي پيتيءَ ۾ رکندا هئا.“ هن کان وڌيڪ پڪي پختي ۽ نهايت چٽي ثابتي ٻي ٿي ڪين سگهندي، تنهنڪري اڻ پچو قبول ڪرڻو پوندو ته ويدڪ زماني ۾ ئي آڳاٽا آريه لوڪ نه رڳو لکي پڙهي ڄاڻندو هئا، پر لکيل پستڪ به هئن، جن جي ججهي سنڀال ڪندا هئا، ۽ اهي پيتيءَ ۾ سانڍي رکندا هئا.

لوڪمانيه بال گنگا ڌر تلڪ پنهنجي جوڙيل ڪتاب ”آرڪٽڪ هوم“ ۾ مهاڀارت جي شانتي پَرَو مان احوال ڏيئي ڄاڻايو آهي ته آڳاٽا آريه لوڪ جڏهن اُتر قطب طرف ميرو پربت تي رهندا هئا، تڏهن به ويد ۽ پراڻ هئن، جي عيسوي سنه کان اَٺ ڏهه هزار ورهيه اِڳي مها پرلئي ٿيڻ وقت گم ٿي ويا، ۽ پوءِ رشين کي تپسيا جي ٻل تي جيتري قدر ياد پيا تيتري قدر وري نئين سر لکيائون. هنحقيقت موجب چئبو ته آڳاٽا آريه لوڪ جڏهن ميرو پربت طرف هئا، ۽ هندستان ۾ اچا آيا ئي ڪين هئا، تڏهن به ويد ۽ پراڻ هئن، ۽ لکڻ پڙهڻ جو هنر به هون.

**<u>لکڻ جا آڳاٽا دستور يا نمونا:</u>** آرڪيالاجيڪل کاتي وارن کي کوجنائن ڪرڻ سان يقين ٿيو آهي ته سڄيءَ دنيا ۾ اڳي هيءُ دستور هو ته ماڻهن کي جڏهن ڪو

خيال ظاهر ڪرڻو هوندو هو، تڏهن ان جي شڪل ڪيندا هئا. مثلاً گرڙي ڏيکي يا ٻئي ڪنهن جانور جو نالو لکڻو هوندو هون ته انهيءَ جي شڪل ڪيندا هئا. اهي شڪليون پوءِ پنهنجي صورت مٽائي، هاڻوڪيون آئيويٽائون ٿيون آهن. ”لپي“ يا آئيويٽا کي ”ورڻ مالا“ چئبو آهي. ”ورڻ“ لفظ جي معنيٰ آهي ”رنگ“. مثلاً ”سون ورنو“ معنيٰ سون جي رنگ وارو يعني ”سهڻو“. اهو ”ورڻ مالا“ لفظ ڄاڻائي ٿو ته اڳي آئيويٽا جا اکر چِٽيندا هئا، ۽ اها چٽيلن اکرن جي قطار اوائلي آئيويٽا هئي. اسان جو اهو قياس سچو آهي، تنهن جي تصديق ”لپي“ لفظ ڪري ٿو. ”لپي“ معنيٰ ”آئيويٽا“، پر ان جو ڌاتو يا بنياد آهي ”لپ“ (Lip) معنيٰ ”چِٽڻ“. اهو ”لپي“ لفظ به ڄاڻائي ٿو ته اڳي آئيويٽا جا اکر چٽيل هوندا هئا، ۽ پوءِ هرهڪ اُچار لاءِ ڪي اکر مقرر ٿيا. خود اکرن لکڻ جو نمونو به وقت بوقت ڦريو آهي. نموني لاءِ ٽرمپ صاحب وارو ۽ بمبئي ڇاپي وارو شاهه جو رسالو ڏسو، جن ۾ اکر اوَر نموني لکيل آهن. مطلب ته جيئن ٻولي ترقي ڪري، نوان نوان روپ وني ٿي، تيئن آئيويٽائن به روپ بدلايا آهن. اڳاٽي ديوناگري آئيويٽا ”براهمڻي لپي“ سڏبي هئي، ۽ اها جدا جدا زمانن ۾ روپ بدلائي هاڻوڪي ديوناگري ٿي آهي. هن وقت سنسڪرت ۾ لکيل ڪيترائي جهونا پستڪ آهن، جن ۾ ڪم آيل آئيويٽا هاڻوڪن ديوناگري اکرن کان گهڻو ڦريل آهي.

هندستان ۽ يورپ جا قديم آريه لوڪ ڪيئن لکندا هئا، سا سڌ سنڌي لفظ ”لکڻ“ ۽ انگريزي لفظ ”رائيٽ“ (Write) مان پوي ٿي. انهن ٻنهي لفظن جي بنيادي معنيٰ آهي ڪرڙڻ، رهڙڻ“ يعني اُڪرڻ. انهيءَ بنيادي معنيٰ مان پتو پوي ٿو ته اڳي پٿرن يا ڪنهن ڌاتوءَ تي اکر اُڪريندا هئا. خود ”اکر“ (سنسڪرت ”اڪشر“) لفظ جي معنيٰ آهي ”جو ڪرجي نه يا، ڊهي نه“ مس قلم سان لکيل اکر ڊهي ويندا، پر اُڪريل اکر نه ڊهندا. مطلب ته ”لکڻ“ ۽ ”اکر“ لفظ انهيءَ قديم زماني جا جڙيل آهن، جنهن زماني ۾ اکرن اُڪرڻ جو رواج هو.

ڊاڪٽر سنيتي ڪمار چٽرجيءَ پنهنجيءَ ناهيل بنگالي ٻوليءَ جي تاريخ ۾ سنسڪرت لفظ ”پستڪ“ جو لاڳاپو پارسي لفظ ”پوست“ (کل) سان ڄاڻايو آهي. هيءَ تاريخي ڳالهه آهي ته قديم ايراني لوڪ ڳاين جون کلون ڪاغذ يا پني

جهڙيون سنهيون ڪري، انهن تي لکندا هئا. اها حقيقت ڊاڪٽر مارٽن هاگ پنهنجي ڪتاب ۾ پارسين جي مذهب ۽ ٻوليءَ جو ذڪر ڪندي صفح 136 ۾ ڄاڻائي آهي. ”پستڪ“ لفظ به ڄاڻائي ٿو ته قديم هندو لوڪ به ڪجهه وقت کلن تي لکندا هئا، جو ڳاين ۽ ڍڳن کهڻ ڳائي گوشت کائڻ جو رواج مهاڀارت واري زماني تائين به عام هو.

ڪاغذ يا پني جي پيٽ ۾ ڳل بلڪل مهانگي شيءِ آهي. کل جي ڇلي پني جهڙو سنهو ۽ لسو ڪرڻ به پورهيو ٿو پچي، تنهنڪري ڀانئجي ٿو ته اهو رواج گهڻي وقت تائين ۽ عام طرح چالو ٿي نه سگهيو هوندو.

عام رواج هيءُ هو ته ڪيترن ملڪن ۾ ماڻهو وڻن جي پنن تي لکندا هئا، ۽ اها ساک ڪي لفظ به ڀرين ٿا. مثلاً سنڌي ”پن“ (Leaf) ۽ ”پنو“ (ڪاغذ) ساڳئي سنسڪرت لفظ ”پرڻ“ مان نهيا آهن. انگريزي لفظ ”ليف“ (Leaf) جي به هڪڙي معنيٰ آهي ”وڻ جو پن“ ۽ ٻي معنيٰ ”ورق“ (ڪتاب جو). خود عربي لفظ ”ورق“ جو به اهي ٻئي معنائون آهن. هن مان ظاهر آهي ته يورپ، عربستان ۽ هندستان ۾ وڻن جي پنن تي لکڻ جو رواج عام هو، ۽ اهو رواج ڪئين صديون سانده هلندو پئي آيو.

هوان شيانگ نالي هڪ چيني مسافر عيسوي ستين صديءَ ۾ هندستان ۾ سير ڪرڻ آيو هو، ۽ سنڌ به گهمي ويو هو. هن صاحب پنهنجي سفرنامي ۾ ڄاڻايو آهي ته هندستان ۾ ڪيترن هنڌ مون ماڻهن کي وڻن جي پنن تي لکندو ڏٺو. سنسڪرت ساهت مان به معلوم ٿئي ٿو ته اڳي ”ڀوج وڻ“ (Birch Tree) جا پن عام طرح لکڻ لاءِ ڪم آڻيندا هئا. اڄ تائين شريمد ڀاڳوت، گرڙ پراڻ ۽ ٻيا ڪيترا ڌرمي پستڪ براهمڻن وٽ ٿها ٿيا رکيا آهن، ۽ جلد ٻڌل ڪين اٿن. هندو ماڻهو جڏهن گهرن ۾ شريمد ڀاڳوت وغيره جو پارائڻ رکائيندا آهن، تڏهن براهمڻ هڪ هڪ پرت پڙهندا، ٿهي جي هيٺان رکندا ويندا آهن. اڳي به ائين ڪندا هئا، پر مٿان ڪنهن وقت پنن جو ٿهو ڪري پوي، ۽ پن پن کان ڌار ٿي وڃي، تنهن ڪري ڀوج وڻ جو چوڏو انهن پنن جي ٿهي مٿان رکي، پوءِ چوڏي ۽ پنن جي آرپار تنگ ڪندا هئا، ۽ انهيءَ تنگ مان ڌاڳو لنگهائي، ڳنڍ ٻڌي

ڇڏيندا هئا، تہ سنئون سولو ڪتاب تي پوندو هو. انهيءَ ڪي سڏيندا هئا گرنٿ، جنهن جي هڪڙي معنيٰ اهي "پستڪ يا ڪتاب،، ۽ ٻي معنيٰ آهي "ڳنڍ". سکن جي گرن جي ٻاڻي جنهن ڪتاب ۾ لکيل آهي، تنهن کي ادب ۽ عزت وچان "گرنٿ صاحب" چوندا آهن، نہ تہ اصل معنيٰ اٿس "ڪتاب"، ۽ پوءِ خاص طرح معنيٰ ٿيس "گرن جي ٻاڻيءَ جو ڪتاب". ساڳيءَ طرح مسلمانن جو پاڪ ڪتاب "قرآن" يا "القران" سڏجي ٿو، جنهن جي بہ اکري معنيٰ آهي "ڪتاب" (The Book) — (قرء معنيٰ پڙهڻ). ان کي "مصحف" يا "المصحف" بہ چوندا آهن. انهيءَ لفظ جي بنيادي معنيٰ اهي "ڪتاب" (صحف معنيٰ لکيل پرت، ۽ اهو "الڪتاب" بہ سڏبو آهي. ائين لفظن کي ڪي خاص معنائون ملن ٿيون.

مٿي جيڪي چيو ويو آهي، تنهن مان معلوم ٿيندو تہ ويدڪ زماني ۾ بلڪ تنهن کان ڪئين صديون پوءِ بہ هاٿوڪي وانگر ڪتاب ڪين هئا. ڪاغذن يا پنن جوڙڻ جو هنر اسان جا ماڻهو گهڻو گهڻو پوءِ سکيا، ۽ اها ڇڻ تہ ڪلهہ ڪلهوڪي ڳالهہ آهي. انسئڪلو پيڊيا برٽنيڪا مان معلوم ٿئي ٿو تہ ڪاغذن يا پنن جوڙڻ جو رواج چين ولايت ۾ عيسوي سنہ شروع ٿيڻ کان بہ اڳي هو. سنہ 751ع ۾ عربن سمرقند تي ڪاهيو، تہ چين جو لشڪر سامهون ٿين. ان وقت عربن ڪي چينائي گرفتار ڪيا، ۽ ڪين پاڻ وٽ نظربند رکيائون. انهن گرفتار ٿيل چينائن عربن کي چيو تہ .جيڪڏهن توهين اسان کي آزاد ڪندا، تہ انهيءَ مهربانيءَ جي عيوض اسين اوهان کي هڪ عمدو هنر سيکاريندا سين." عربن اها ڳالهہ قبول ڪئي. انهيءَ تي چينائن ڪين ڪاغذ جوڙڻ جو هنر سيکاريو. عربن بہ پنهنجو ٻول پاڙي انهن قيدين کي آزاد ڪيو. اهو هنر پوءِ هندستان بلڪ يورپ جي ماڻهن کي پاڻ سيکاريائون. انهيءَ کان اڳي حسابي علم ۽ ٻيا ڪي علم عربن کي هندستان جي ماڻهن سيکاريا هئا. عربيءَ ۾ حسابي علم کي چون ٿي .علم هندسہ"، ڇاڪاڻ تہ اهو علم هندستان مان پرايو هئائون. پوءِ پنن جوڙڻ جو هنر هندستان جي ماڻهن کي پاڻ سيکاريائون. ائين هڪ ٻئي جو ٿورو لاهي ڇڏيائون.

## ديوناگريءَ جو ڦهلاءُ

سڀ قديم آريہ لوڪ يا منجهانئن گهڻا جڏهن اتر قطب طرف ميرو پربت تي رهندا هئا، تڏهن سنسڪرت ٻولي ڳالهائيندا هئا. انهيءَ ٻوليءَ لکڻ لاءِ براهمڻي لپي ڪم آڻيندا هئا، جا پوءِ "ديوناگري" سڏجڻ ۾ آئي. اهي آڳاٽا لوڪ پوءِ اتر هندستان ۾ آيا، تہ ديوناگري اکرن جو سنڌو ماٿر ۾ ڦهلاءُ ٿيو. رگ ويد اوري زماني ۾ سنڌو ماٿر ۾ "پڻي" (وڻجارا) هئا، ۽ واپاري لوڪن کي پنهنجي حساب ڪتاب رکڻ لاءِ ڪانہ ڪا آئيوتا ضروري ڪپي. اهي پڻي آڳاٽي برهمڻي لپي ڪم آڻيندا هئا، جا ڳالهہ هن مان ظاهر آهي تہ اهي پوءِ ڏکڻ هندستان ڏي ويا، جيئن پراڻن ۾ ڄاڻايل آهي، ۽ ويجهڙائيءَ ۾ ڏکڻ هندستان مان لڌل ڪن ٽانون ٽپن تي جيڪي اکر لکيل آهن، تن بابت ظاهر ٿيو آهي تہا هي قديم براهمڻي لپيءَ جهڙا آهن. اهي سنڌو ماٿر جا پڻي، ۽ ڏکڻ هندستان جا چول لوڪ پو3 بئبلونيا، ميسوپوٽيميا ۽ الهندي ايشيا ۾ بين هنڌ بينڪون وجهي وجي وينا، ۽ سيميٽڪ قوم وارن سان سگ ڳنڍي ساڻن گڏجي مسجي ويا، وارا ۽ (Punic Race) جنهنڪري اهي "پيونڪ" (پڻڪ) قوم سڏجڻ ۾ آيا. ان وقت الهندي ايشيا ۾ جيڪي اصلوڪا (Phoenicians) "؟فنيشن سيميٽڪ قوم وارا هئا، تن کي پنهنجي ڪابہ ائيوتا ڪانہ هئي، تنهن ڪري انهن، هنن هندستان مان آيل پڻي لوڪن واري (براهمڻي ديوناگري) آئيوتا اختيار ڪئي، تنهن ڪري سيميٽڪ قوم وارن جي آئيوتائن جو بنياد "فنيشن" (پڻي لوڪن) جي آئيوتا سڏجي ٿي، جيئن انسئڪلوپيڊيا برٽنيڪا ۽ بين ڪتابن ۾ ڄاڻايل آهي.

هن وقت سنسڪرت ۾ ٽيٽيهہ حرف صحيح (ونيجن)، سورهن حرف علت (سُر) آهن. مصنف کي ائين سمجهڻ ۾ اچي ٿو تہ قديم براهمڻي لپيءَ ۾ اصل فقط ٻاويهہ حرف صحيح هئا، ۽ ماترائون هيون ئي ڪين. اهو ئي سبب ڏسجي ٿو، جنهن ڪري جيڪي "پڻي" پوءِ "فنيشن" سڏجڻ ۾ آيا، تن جي ائيوتا ۾ فقط ٻاويهہ حرف صحيح هئا، حرف علت هئو ئي ڪونہ، جنهن ڪري سيميٽڪ قومن کي اتائن فقط اوترا آئيوتا جا حرف صحيح مليا ۽ هڪڙو بہ حرف علت

ڪونہ ملين. مثلاً عربن پنهنجي آئيوِتا آرم ملڪ سيميٽڪ قوم وارن کان ورتي، تہ اڄ بہ ڏسو تہ عربيءَ ۾ سڀ حرف صحيح آهن ۽ حرف علت آهي ئي ڪونہ. عربن کي جيڪي حرف صحيح اَرم ملڪ وارن وٽان مليا، تن مان ڪن جا منهن بند هئا، جي عربن کوليا. عربيءَ ۾ ڪي اُچار آهن، جي اَرم مان مليل آئيوِتا ۾ ڪين هئا، تہ پنهنجي گهرج آهر ان ۾ اکر گڏيائون. مثلاً ب ۽ ت؛ ج، ح ۽ خ ساڳيءَ صورت وارا لفظ آهن، تہ انهن ۾ نقطا هيٺ مٿي گڏي، پنهنجي آئيوِتا جا اکر وڌائي اناويهہ ڪيائون. سنہ 634-635ع ڌاري عربن ايران فتح ڪيو، تہ اتي عربي ٻولي ۽ عربي آئيوِتا چالو ٿي. ايراني ٻوليءَ ۾ ڪي اهڙا اُچار آهن، جي عربيءَ ۾ ڪينهن، تہ ايرانين عربي آئيوِتا ۾ پنهنجا ٻيا چار اکر ٺاهي وڌا، جنهن ڪري هينئر پارسي آئيوِتا ۾ ٻتيهہ اکر آهن.

ڪابہ ٻولي حرف علت يا اعرابن کان سواءِ هلي ڪين سگهندي. سيميٽڪ قومن کي پٽي يا فنيشن لوڪن جي آئيوِتا مان اعرابون يا حرف علت نہ مليا، تہ هنن پنهنجو هوش هلائي، پنهنجي لاءِ هڪ سولي سهنجي واٽ گهڙي. مثلاً عربيءَ ۽ پارسيءَ ۾ ”ا، و ۽ ي“ اهي ٽي اکر جيتوڻيڪ حرف صحيح آهن، تہ بہ پنهنجا اُچار اٿن، تنهن ڪري اهي ساڳيا اکر حرف علت ڪري بہ ڪم آڻڻ لڳا. ”الف“ مان ”آ“، ”و“ مان ”اُ“ ۽ ”ي“ مان ”اِ“. اهي ٽي اعرابون ٺاهيائون. اهي ٽيئي ننڍي اُچار واريون اعرابون آهن، پر ٻوليءَ ۾ ڊگها اُچار بہ کپن. انهيءَ اوڻائيءَ جي پورائي ڪرڻ لاءِ عرب لوڪ اهي ساڳيا ٽي ننڍا اچار ٻڌا ڪري ڪم آڻڻ لڳا. مثلاً عربيءَ ۾ لکن ”اادم“، جنهن جو اُچار آهي ”آدم“. ائين اَ + اَ = آ، اِ + اِ = اِي ۽ اُ + اُ = اُو. جن قاعدن پٽاندر بہ ننڍا اُچار پاڻ ۾ ملي، هڪ يڪو ڊگهو اچار پيدا ڪن ٿا، تن کي چئبو آهي ”سنڌيءَ جا قاعدا“ (Rules of Euphoney) . سنڌيءَ جا قاعدا قدرت جا قاعدا آهن، تنهن ڪري اهي سنسڪرت، سنڌي، عربي ۽ دنيا جي ٻين سيني ٻولين سان هڪجهڙا لاڳو آهن. مثلاً سنڌيءَ ۾ ”پنج + اَسي“ جو اچار ڪريون ”پنجاسي“. پنجَ“ لفظ ۾ ”ج“ جي مٿان زبريعني ”اَ“ جو اچار آهي، ۽ ”اسي“ لفظ جي اڳيان بہ ”اَ“ جو اچار آهي. اهي ٻئي ”اَ“ جا اچار پاڻ ۾ ملي ”آ“

ٿين ٿا، تنهن ڪري .پنج + اسي“ بدران چئون ”پنجاسي“، ”ڇهه + اَسي“ بدران چئون ”ڇهاسي“ ۽ ”ست + اَسي“ بدران ”ستاسي“ چئون ٿا.

اهي پٽي يا فنيشن لوڪ پوءِ وڻج واپار سانگي الهندي ايشيا کان يورپ ڏي انهيءَ وقت ويا، جنهن وقت يوروپي لوڪن کي پنهنجي ڪابہ ائيويٽا ڪانہ هئي. پهريائين پهريائين گريڪ يا يوناني لوڪن فنيشن آئيويٽا اختيار ڪئي، ۽ پوءِ اها يورپ ۾ ڦهلي. فنيشن آئيويٽا ۾ پ، ٽ، ڦ، ڇ وغيره ”وسرگ اکر“ يعني ”هہ“ جي اچار وارا ڪار (Aspriates) آهن، پر يوروپي ٻولين ۾ اهي اچار ڪينهن، تہ هنن اهڙا اچار ڇڏي، ۽ فنيشن آئيويٽا ۾ ٻيون بہ گهربل ڦير ڦريون ڪري، پو3 اها ڪم آندي. مطلب تہ براهمي لپي يا ديوناگري آئيويٽا فنيشن لوڪن يورپ ۾ ڦهلائي، جي اصل سنڌو ماتر جا ”پٽي“ هئا. سر مونيئر وليمس پنهنجي جوڙيل سنسڪرت – انگريزي ڊڪشنري جي ديباچي ۾ کليءَ ريت لکيو آهي تہ جيڪا آئيويٽا يوناني، رومن ۽ يورپ جي هاٽوڪين قومن اختيار ڪئي، سا بنياد ڪري يورپ جي آيويٽا ڪانهي، پر ايشيا جي آهي، ۽ ديوناگريءَ سان مشابهت رکي ٿي. سر مونيئر وليمس پنهنجيءَ ڊڪشنريءَ جي ديباچي ۾ اکرن جون تصويرون بہ ڏنيون آهن، ۽ چٽيءَ ريت ڄاڻايو اٿس تہ ڪيئن فنيشن آئيويٽا (قديم ديوناگريءَ) جي اکرن پنهنجي صورت بدلائي هاٽوڪن انگريزي اکرن جي صورت ورتي آهي. پڻ ڏسو انسئڪلوپيڊيا برٽينڪا جو تازو ڇاپو چوڏهون.

عربيءَ ۾ فقط ا، و، ي – اهي ٽي اکر حرف علت ٿي ڪم اچن ٿا؛ پر انگريزيءَ ۾ ڇهہ حرف علت A,E,L, O, U & Y آهن. هن مان ائين سمجهڻ ۾ اچي ٿو تہ اتر هندستان وارن آرين پوءِ ديم ديوناگري اکرن ۾ ڪجهہ وڌيڪ سڌارو ڪيو، ۽ جن هندن يونان، جرمني ۽ اسڪنڊينيو يا وغيره وڃي وسايا، تن اهو ديوناگريءَ جو وڌيڪ سڌريل نمونو اوڏهين چالو ڪيو، يا اهي ساڳيا پٽي (فنيشن) جي پوءِ بہ هندستان توڙي يورپ سان لهہ وچڙ ۾ هئا، تن اهو سڌريل نمونو يورپ ۾ ڦهلايو. انهيءَ هوندي بہ انهيءَ سڌريل آئيويٽا مان يوروپي لوڪن کي پورت نہ

پيئي، تنهنڪري عربيءَ جي نموني ٻہ حرف علت گڏ ڪم آئي، هڪ يڪو ڊگهو اُچار (سنڌيءَ جي قاعدن موجب) ڪرڻ لڳا. مثلاً Fool, Tool, Wool: Keep, Sheep, Weep, لفظ ۾ "اُو"(O) ۽ "اي" (E) اکر بہ دفعا ڪم آڻي "اُو" ۽ "اِي" جا ڊگها اچار پيدا ڪن ٿا.

انگريزي ٻولي هن وقت سڄي دنيا ۾ ڦهلجي ويئي آهي، پر ان جي آئيوياٽا ڪا عمدي ڪانهي.مثلاً انگريزي لفظ "سيل" (Cell)۽ ڪئچ (Catch) ۾ ساڳي طرح "سي" © اکر جو اچار هڪ هنڌ "س" تہ ٻئي هنڌ "ڪ"! انگريزيءَ جي طرف حرف علت جي ترتيب (Vowell System) تہ هيڪاري منجهائيندڙ آهي، جو ڪٿي چار چار اکر ساڳيا؛ پر اچار ٻيا ٻيا. مثلاً "ڪاف" Cough (Couf) ، "رف" (Ruff) Rough، ۽ "ٻُو" Bough (Bow)، "ڊو" Dough (Do)، "هاڪ" Hough (Hock)، ۽ "ٿرو" Through (Throo). انگريزيءَ ۾ بہ عربيءَ وانگر ٻہ ٻہ ننڍي اچار وارا حرف علت گڏي، هڪ يڪو ڊگهو اچار پيدا ڪن ٿا، جيئن مٿي اڳي ئي چيو ويو آهي.
اهي سڀيئي ڳالهيون ڳڻي4 چئبو تہ سيميٽڪ قومن ۽ يوروپي لوڪن جون آئيوٽائون آدرش آئيوٽائون نہ آهن.

آدرش آئيوٽا (Ideal Alphabet) انهيءَ کي چئبو آهي، جنهن ۾ هرهڪ اُچار لاءِ فقط هڪ نشان (اکر يا اعراب) مقرر ٿيل هجي. رڳو سنسڪرت لپيءَ ۾ ائين آهي جنهن ۾ هرهڪ ماترا کي رڳو هڪڙو اچار آهي، جنهن ڪري عربيءَ ۽ انگريزيءَ وانگر ٻہ ٻہ حرف علت گڏ ڪم آڻڻا نٿا پون. ديوناگري آئيوٽا جي ٻي وڏي خوبي هيءَ آهي تہ ان جا سڀ اکر بنہ باترتيب بيٺل آهن.

سڀ اُچار وات جي پنجن جاين يعني ڪنٺ يا نڙي (ڪ، ک، گ وغيره)، تارون (ڇ، ڄ، ج وغيره). ڏندن (ت، ٿ، د وغير) ۽ چپن (پ، ڦ، ب وغيره) مان ڪجن ٿا. ڪي اُچار نڪ مان (ڱ، ڃ، م وغيره) بہ ڪجن ٿا، ۽ اها ئي قدرت جي جوڙيل وات آهي. ديوناگريءَ ائيوٽا جا سڀ اکر انهيءَ قدرت جي قاعدي پٽاندر ريت (Scientific) بنهہ باترتيب بيٺل آهن، جنهن ڪري انهيءَ جهڙي وگيانڪ جڙيل ٻي ڪابہ آئيوٽا ڪانهي. هن منجهان ائين سمجهڻ ۾ اچي ٿو تہ قديم

براهمي لپي (ديوناگريءَ) جو ڦهلاءُ الهندي ايشيا ۽ يورپ ڏي ٿيو، تنهن کان پوءِ هندستان وارن آرين ان ۾ وڏيڪ سڌارو ۽ واڌارو ڪري ان کي آدرش آئيويڻا ڪيو. سندن ٻولي به نهايت وگياني ريت جڙيل آهي، تنهن ڪري اها پوءِ ”سنسڪرت“ (صاف ٺيل يا ڪامل ٻولي) سڏجڻ ۾ آئي، نه ته اڳي رڳو ”ڀاشا“ سڏبي هئي. ٿورن لفظن ۾ چئبو ته6ه جيئن هرڪا ٻولي ترقي ڪري ڪماليت کي رسي ٿي، تيئن ديوناگري اکرن به ترقي ڪري، ۽ پنهنجي اڳوڻي صورت بدلائي هاڻوڪي صورت ورتي آهي

.**هاڻوڪيون ڏيهي آئيوپٽائون**

ويدڪ زماني کان وٺي سنڌو ماٿر ۾ ديوناگري ائيويٽۤا ڪم اچڻ لڳي، ۽ اڄ : تائين ان جو واهپو سنڌ بلڪ سڄي هندستان ۾ آهي. مرهٽي ۽ هندي اڄ تائين ديوناگري اکرن ۾ لکڻ ۾ ايندڙيون اهن، ۽ انهن لاءِ ڪا ڌار آئيويٽا آهي ئي ڪانه. بنگالي، گجراتي، هندو، سنڌي ۽ ٻيون آئيويٽائون جي هن وقت چالو آهن، سي گهڻو ڪري سڀ ديوناگريءَ جون بگڙيل صورتون آهن. جدا جدا پرڳڻن جي ماڻهن ديوناگريءَ ۾ پنهنجي پنهنجي نموني ڦيرڦار ڪري اهي آئيويٽائون ٺاهيون آهن. گجراتيءَ ۽ ديوناگريءَ واريون ساڳيون ماترائون آهن، پر راجستان جي ”مهاجنيءَ“ ۾ ٻُٺا اکر آهن يعني منجهن لاڪنائون يا ماترائون ڪينهن. پنجاب جا هندو واپاري پنهنجو حساب ڪتاب جن اکرن ۾ رکندا آهن، سي ”لُنڊا“ يعني ٻُٺا اکر سڏبا آهن. سنڌ جا پائيبند هندو سنڌي يا واڻڪا اکر ڪم آڻين ٿا، ۽ انهن ۾ به ماترائون ڪينهن. سنڌ ۾ مسلمانن جي صاحبيءَ ڳچ تائين هلي، ته به خواجا ۽ ميمڻ واپاري به هندو سنڌي آئيويٽا ڪم آڻيندا هئا، ۽ اڄ تائين به ڪيترا پنهنجو حساب ڪتاب انهن اکرن ۾ رکندا آهن. هندن کان خواجن جي لکڻ جو نمونو وڏيڪ پسنديءَ جهڙو آهي، جو هو چار لاڪنائون يا ماترائون ڪم آڻين ٿا. سنڌ ۾ جيڪي هن وقت پائيبند آهن، تن مان ڪي پنجاب، ته ڪي گجرات ۽ راجپوتانا کان آيل آهن، تنهن ڪري خود هندو سنڌي اکرن ۾ ڪي تفاوت آهن يعني سڄيءَ سنڌ ۾ سڀ پائيبند هڪجهڙا اکر نٿا لکن. هن وقت هندو سنڌي اکرن جا ڪل تيرهن نمونا آهن، جي ڪئپٽن جارج

سنئڪ جي جوڙيل سنڌي گرمر ۾ ڄاڻايل آهن. اکرن ۾ ڦيرڦار ڪرڻ ۽ لاڪنائن يا ماترائن ڪڍي ڇڏڻ جو رواج واپارين جو جاري ڪيل ڏسجي ٿو. واپارين کي پنهنجيون گهٽيون ئي ڳالهيون گپت رکڻيون پون ٿيون، تنهن ڪري جدا جدا هنڌن جي واپارين پنهنجي پنهنجي نموني اکرن ۾ ڦيرڦار ڪئي ته سنڌن چنيون چپاٽيون سيڪو سولائيءَ سان سمجهي نه سگهي. راجستان جي مهاجني، سنڌ جي هندو سنڌي ۽ پنجاب جي لنڊن اکرن ۾ ماترائن نه هئڻ سبب هن وقت هيءَ حالت آهي، جو وقتي ڪي ماڻهو پنهنجي لکيت پاڻ سمجهي ڪين سگهن! مثلاً: گ ۽ ل اکر گڏي لکن ته انهن ٻن اکرن جو اُچار گُلُ، ڳِلِ، گول، گولو، گولي وغيره ٿي سگهي ٿو، جنهن ڪري رڳو مضمون جي مد نظر لفظ جو صحيح اُچار سمجهي سگهجي ٿو. سکن جي گرن جي واڻي "گرمکي" اکرن ۾ لکيل آهي. اهي اکر گرو انگد صاحب 1538 ۽ 1552ع جي وچ ڌاري جوڙيا هئا. گرمکي اکرن ۾ ديوناگريءَ واريون ماترائون آهن، تنهن ڪري هندو سنڌي اکرن کان اهي وڌيڪ پسنديءَ جهڙا آهن.

**ويدڪ ساهت** (Vedic Literature) سيڪنهن ملڪ جو ساهت يا علم و ادب شعر سان شروع ٿئي ٿو. يعني جتي ڪٿي اول نظم ۽ پوءِ نثر چوڻ ۾ اچي ٿو. ويدڪ ساهت ۾ به اول نظم ۽ پوءِ نثر آهي. انهيءَ سموري ساهت جو درجو ۽ مان مرتبو ٻئي ساهت کان مٿي آهي، تنهنڪري سنڌ سميت سڄي هندستان جا هندو ان ڏي عزت جي نگاهه سان ڏسن ٿا. انهيءَ سبب هتي ڄاڻائڻ ضروري آهي ته "ويدڪ ساهت" ڇا کي چئجي ٿو.

**ويدڪ ساهت جا ٻه پاڱا آهن:** هڪڙو شريتون يا ويد، ۽ ٻيو سمريتون يا ڌرم شاستر، ويد لفظ جو ڌاتو يا بنياد آهي "وِد" (Vid) معنيٰ "ڄاڻڻ". انهيءَ مان "وديا" (وڇا) لفظ نهيو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "علم يا ڄاڻ". "ويد" لفظ جي به بنيادي معنيٰ "گيان يا ڄاڻ"، پر خاص طرح معنيٰ اٿس "ايشوري گيان" يا "روحاني علم"، مطلب ته ويدن ۾ ايشوري گيان يا روحاني علم سمايل آهي، تنهنڪري اهو نالو پيو اٿن.

هندو ائين وسهندا آهن تہ ويد ”اَپؤرشيہ“ آهن يعني ڪنهن بہ پرش يا ماڻهوءَ جا جوڙيل ڪينهن. اڳاٽن رشين کي جيئن جيئن الهام ٿيو، يا سرسوتيءَ ٻولايو، تيئن تيئن ويدن جا منتر اُچاريندا ويا، انهيءَ سبب آڳاٽا رشي ”منتر ڪرتا“ يعني منتر جا جوڙيندڙ سڏبا آهن، پر ”منتر درشٽا“ يعني منترن جا ڏسندڙ، چن تہ جيئن ايشور جي مک مان وچن نڪتا تيئن رشين ڏٺا ۽ ٻڌا، ۽ پاڻ بہ ائين اُچارڻ لڳا. ٻين لفظن ۾ چئبو تہ ويدن جا منتر ايشور جا وچن آهن، جي رشين جي واتان ظاهر ٿيا. اهڙيءَ ريت ويدن ۾ ڄاڻايل ڳالهيون اڳاٽن رشين اڪاس واڻيءَ جي وسيلي ٻڌيون، تنهنڪري ويد ”شريتون“ (Books of Revelation) سڏجن ٿا. ”شرتي“ لفظ جو ڌاتو آهي ”شرُو“ معنيٰ ٻڌڻ.

آڳاٽن رشين کي ڪيتريون ڌرمي ڳالهيون بر زبان ياد هونديون هيون، جي پنهنجن ٻارن ٻچن ۽ شاگردن کي بہ برزبان ياد ڪرائيندا هئا. اهي گهڻو پوءِ قلمبند ٿيون. جن ڌرمي پستڪن ۾ اهي ياد ڪيل ڳالهيون لکيل آهن، تن کي ”سمرتيون“(Books of Tradition) چئبو آهي. ويدن ۾ آتمڪ گيان يا روحاني علم منترن ۾ لکيل آهي. پر سمرتين ۾ پنگتي، نيتي، راجنيتي ۽ ٻين دنوي ڳالهين بابت ”سُوتر“ يا ننڍڙا قاعدا اهن، انهن مان سڌ پوي ٿي تہ ڄمڻ کان وٺي مرڻ تائين ڪيئن پوريءَ ريت ڌرم تي هلجي. اهي پنگتي، راجنيتي وعيره بابت قاعدا ويدڪ ساهت جي گريهہ سوترن ۽ ڌرم سوترن تي ٻڌل آهن، تنهنڪري ”ڌرم شاستر“ ۾ شرتيون ۽ سمرتيون ٻئي اچي وڃن ٿيون، پر عام طرح سمرتين کي ”ڌرم شاستر“ يعني ڌرم تي هلڻ جا قاعدا چئبو آهي. اهي ويدڪ ساهت جو مکيہ ڀاڱو آهن. سمرتيون گهڻي ئي آهن، جهڙوڪ: يا جنولڪيہ سمرتي، پاراشر، نارد سمرتي وغيره. سڀني ۾ مکيہ منو سمرتي آهي. اهي سمرتيون گهڻو پوءِ قلمبند ٿيون. جيئن جيئن رواج ڦرندا ويا، تيئن تيئن منجهن ڪي ڦيرڦاريون بہ ٿيون، پر انهن ۾ ڄاڻايل قاعدا ويدن تي ٻڌل آهن. تنهنڪري اهي ويدڪ ساهت جو ڀاڱو آهن. هاڻوڪي وانگر اڳي لکڻ جون سهوليتون ڪين هيون، انهيءَ سبب سمرتين جي قاعدن ۽ ٻيءَ پاڙيءَ ڪنٺ ڪرڻ جو رواج نهايت عام هوندو هو. اڄ بہ ڏسو تہ ڪيترن سکن کي گروءَ جي

پاڻي برزبان ياد آهي. ڪنهن پوٿيءَ تان ڏسي پڙهڻ بدران بر زبان پاڻي اچارڻ اسان جا ماڻهو وڌيڪ پسند ڪن ٿا، تنهنڪري چوٽي آهي تہ ”ناڻو اهو جو ڳنڍين ۾ پاڻي اها جا ڪنڍين“ يعني ناڻو اهو جو ڳنڍ ۾ ٻڌل هجي، ۽ ٻاڻي اها جا ڪنٺ يا برزبان ياد هجي. اڳي گرو ڪلن ۾ ويدن جي رچائن ياد ڪرائڻ جي ترتيب ئي اهڙي هوندي هئي، جو ڪنهن کي بہ اهي رچائون وسري ڪين ويندون هيون. جهڙيءَ ريت عربي بحر ۽ وزن تي نهيل شعر جي تقطيع (Scansion) ڪرڻ سان جهٽ سهي ڪري سگهبو آهي تہ وزن پورو آهي يا نہ، تهڙيءَ ريت آڳاٽا هندو ”پدپٽ“ (Padapatha or Word text)جي وسيلي هڪ هڪ پد چڪاسي سگهندا هئا، ۽ ”سمهتا پٽ“ (Samhita-Patha or Continuous Text) جي ترتيب هئڻ سبب هرهڪ چوڪ سڌاري سگهندا هئا. پروفيسر رئيسن، جنهن قديم هندستان جي نندي تاريخ جوڙي آهي، ۽ ”ڪئمبرج هسٽري آف انڊيا“ تاليف ڪئي آهي، تنهن آڳاٽن ماڻهن جي حيرت جهڙي حافظي جو ذڪر ڪندي چيو آهي تہ اڄ بہ جيڪڏهن سڀ دستخط ۽ ڇپيل ويد گم ٿي وڃن، تہ بہ اهڙا پنڊت پيا آهن،

---

* "The Mantras were not all composed at onetime. The Samihtas contain, to quote the words of one of the Mantras, 'ancient, intermediate and modern hymns" (RV. Vi. 21. 5; v. 42, 6 etc) Quoted by P.T. Srinivas Lyengar: Life in ancient India in the Age of the Mantras, page 4.

* ”س“سنسڪرت“ لفظ جو ڌاتو يا بنياد آهي ”ڪر“ ان جو اسم مفعول آهي ”ڪرت“ معنيٰ ڪيو يا (To do). آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ”چڱو“، جنهنڪري ”سمڪرت“ (سنسڪرت) (Prefix) ”سم“ هڪ اڳياڙي“ (Done). ڪيل سنسڪرت ۾ سنڌيءَ جا قاعدا (Rules of Euphony) معنيٰ چڱي يا صاف تيل يعني اُجاريل ٻولي (Polished or refined Language). آهن، جن مان هڪڙو قاعدو هيءُ آهي تہ ”ڪر“ ڌاتوءَ جي اڳيان جيڪڏهن ”سم“ اچي، تہ ”س“ جو اُچار بالائي گڏڻ گهرجي. اهو ئي سبب آهي جنهن ڪري ”سمڪرت“ بدران ”سمسڪرت“ (سنسڪرت) چئبو آهي. ساڳيءَ ريت ”سمڪار“ بدران ”سنسڪار“ (Sacrament) چئبو آهي. – مصنف.

* "The great rishi (Visvamitra), director of men, sprung from the gods." (R.V. iii, 53, 9) Quoted by J. Muir: Original Sanskrit Texts, part iii, p. 145.

* "Brahmi has been traced back to the Phoenician type of writing represented by the inscription in which Mesha, King of Meab (c. 850 B.C.) records his successful revolt against the Kingdom of Israel." Cambridge History of India, Vol. I.

* "The European views on this subject have recently been challenged by some Indian Scholars, notably by professor D.R. Bhandarkar. He maintains that the art of writing was known to the Indians as early as the time of Regveda, and derives the Brahmi alphabet from prehistoric alphabetic signs such as have been recently found on pre-historic potteries dug out of the Hyderabad Cairns."

Dr. Ramesh Chandra Mojumdar: Outline of Ancient Indian History and Civilization, Page 42.

* The question is wether the art of writing and books existed in Reg-vedic times. I have discussed this question elsewhere, and have come to the conclusion that the Reg-vedic Aryans were most likely acquainted with the art of writing, and probably there were books or granthas in which the mantras were recorded. The statement in the Reg-vedic verse (X. 714) that "there are men who hear and see speech without understanding its meaning" unmistakeably points to the existence of books and the art of writing."

Dr. A.C. Das: Regvedic Culture, pp. 387-388.

* "Devinagri is the original source thence, the alphabets of Western Asia were derived." Sir William Jones: Asiatic researches. Vol. I Page 423

* "Let me then in the first place point out that our so-called European alphabet, as adopted by the Greeks, Romans and modern nations of Europe, is really Asiatic, and not European in its origin. And secondly, let me try to show that it has certain features which connect it with the so-called divine Nagri alphabet of the Brahmans." Sir Monier Williams: Sanskrit English Dictionary. Introduction, page XXII.

* "If all the manuscripts and all the printed copies were destroyed its text could now be recovered from the mouths of living men with absolute fidelity as to the form and accent of every single word. Such a tradition has only been possible through the wonderfully perfect organization of a system of schools of Vedic study in which untold generation of students have spent their lives from boyhood to old age in learning the sacred texts and in teaching them to their pupils. This is, beyond all question, the most marvelous instance of unbroken inarvel increases when we consider that this extra ordinary continuity to be found in the history of mankind: and the marvel increases when we consider that this extra ordinary fact of the human memory has been concerned rather with the minutely accurate preservation of the forms of words than with the transmission of their meaning."

**ويدن جي منترن جي ورڇ**: مهاڀارت ۾ ڄاڻايل آهي ته اوائل ۾ ويد فقط هڪڙو هو، پر پوءِ ماڻهن جي عمر ۽ ٻل جي مد نظر تي چار ويد ٿيا: رگ ويد، يجر ويد، سام ويد ۽ اٿرو ويد. مهاڀارت ۽ رگ ويد مان ائين به معلوم ٿئي ٿو ته رگ ويد جي هاڻوڪن جهونن منترن کان به ڪي اڳاٽا منتر هئا جي ”نِوِدَ“، ”نِگدَ“ ۽ ”آهاب“ سڏبا هئا، ۽ اهي جهونا منتر مها پرليءَ ٽيڻ وقت گم ٿي ويا، ۽ پوءِ جيتري قدر رشين کي ويدن جا منتر ياد پيا، تيتري قدر قلمبند ڪيائون، ته به ڪيترا جهونا منتر اڄ تائين عدم موجود آهن. ويدن جي منترن کي باترتيب بيهارڻ جو ڪم جدا جدا زمانن ۾ جدا جدا ماڻهن ڪيو، ۽ اهي سڀ ”وياس“ يعني مؤلف(Compilers) سڏيا ويا آهن. وشنو پراڻ (3، 3) موجب جملي 28 وياس ٿي گذريا آهن، جن مان پويون ”ڪرشن دويپاين“ هو.

مهاڀارت ۾ لکيل آهي ته پاراشر رشيءَ کي ستيه وتي نالي هڪ ميربحرن جي نياڻيءَ مان هڪ پٽ ڪنهن ٻيٽ تي ڄائو هو، تنهنڪري اهو ”دويپاين“ يعني ”دويپ يا ٻيٽ تي ڄاول“ سڏبو هو. اهو ٻار شڪل جو ”ڪرشڻ“ يعني سانورو هو، تنهنڪري ”ڪرشڻ دويپاين“ ڪوٺبو هو. مهاڀارت واري زماني ۾ هاڻوڪي امبالي ضلعي ۾ ”ڪر ڪيتر“ نالي هڪ وڏو ڪيتر (ڪيٽ) هو، جنهن جي نزديڪ ”ڪاندبو پرست“ نالي هڪ وڏو ۽ گهاٽو ٻن هو. پاندون جي وچين ڀاءُ ارجن سري ڪرشڻ جي مدد سان انهيءَ ٻن کي باهه ڏياري صفا پٽ ڪري ڇڏيو، تنهن ڪانپوءِ انهيءَ ڪرشڻ دويپاين ويدن جا منتر باترتيب بيهاريا هئا، تنهنڪري ”ويد وياس“ يعني ويدن جو مؤلف نالو پيس. مطلب ته ويد اصل هڪڙو هو، ۽ پوءِ ان جي منترن جي ونڊ ورڇ ڪري، ۽ اهي باترتيب بيهاري چار ويد ڪيائون، پر سيني ۾ اهو ئي آتمڪ گيان يا روحاني علم آهي، جو اڳاٽن رشين ايشور کان ٻڌو، تنهنڪري قديم زماني کان وٺي سڀجي هندستان جا هندو ائين ٿا چون ته ويد ”اپورشيه“ آهن. يعني ڪنهن به پرش يا ماڻهوءَ جا جوڙيل نه آهن (پر ايشور جا وچن آهن)، ۽ اهي ”آنادي“ آهن، يعني جن جي آد يا شروعات آهي ئي ڪانه، ۽ ”نيته“ (نت يا سدائين) آهن (Existing in all eternity) جيئن مٿي اڳي ئي چيو ويو آهي.

**ويدن جا ڀاڱا – سنهتا ۽ براهمڻ:** هرهڪ ويد جا ٻه ڀاڱا آهن: هڪڙو. "سنهتا" ۽ ٻيو براهمڻ. ويدن جي سنهتا واري ڀاڱي ۾ منتر ڪنا ٿيل آهن، تنهن ڪري ويدڪ زماني کي عام طرح "منترن وارو زمانو (The age of Mantras)چئبو آهي. هرهڪ ويد جي منترن اُچارڻ جو نمونو نرالو آهي، ۽ انهن جي بناوت به هڪ ٻئي کان ڦريل آهي، تنهنڪري هرهڪ ويد لاءِ "منتر" لفظ ذر ڌار معنائن سان ڪم آڻبو آهي.

"منتر" کي "رچا" تڏهن ڪوٺبو آهي، جڏهن اهو وزن تي جڙيل هوندو آهي، ۽ بلند آواز سان اُچارڻو پوندو آهي. اهڙيون رچائون رگ ويد ۾ آهن.

"منتر" کي "يجس" (Sacrificial hymn) تڏهن چئبو آهي، جڏهن اهو نثر ۾ هوندو آهي، ۽ ان جو رڳو جاپ ڪبو آهي يعني فقط چپن ۾ اُچاربو آهي. اهڙا منتر يجر ويد ۾ آهن. "يجر" ۽ "يجس" ٻنهي جي معنيٰ آهي "يگيه".

منتر کي "سامن" (Psalms) تڏهن سڏبو آهي، جڏهن اهو وزن تي جڙيل هوندو آهي، پر سُر سان آلاپبو آهي، يا جهاڙن جهپن پڙهڻ مهل چُوڪاربو آهي. اهڙا منتر سام ويد ۾ آهن. اوائل ۾ مکيه منتر رڳو انهن ٽن ويدن جا ليکبا هئا.

هرهڪ ويد جي پهرئين ڀاڱي ۾ اهي جدا جدا قسمن جا منتر ڪنا ٿيل آهن، تنهن ڪري ئي اهو ڀاڱو "سنهتا" (Collection) سڏجي ٿو. انهن منترن مان رڳو ڪي ڪي نثر ۾ پرارٿنائن جي نموني آهن، نه ته هرهڪ ويد جو پهريون ڀاڱو اڪثر نظم ۾ آهي. انهيءَ نظم جا ڇند يا وزن (Measures) آهن، جن مان ست ڇند اگن ديوتا جا "ست مُک" سڏيا ويا آهن: گايتري، ترشنٽپ (Trishtap)، جڳتي وغيره ڇندن جا نالا آهن. هن مان ثابت آهي ته قديم سنڌو ماٿر جا رهاڪو جڏهن اجا اُتر قطب طرف ميرو پربت تي رهندا هئا، تڏهن ئي علم عروض ۽ موسيقي (گاين وديا) ۾ چڱي ترقي ڪئي هئائون، ۽ ڪانئن اڳي ٻيءَ ڪنهن به قوم کي انهن علمن جي سڌ به ڪانه هئي.

هرهڪ ويد جي منتر اُچارڻ ۾ مکيه تفاوت "سُور" (سُرَ) (Suara or Musical accent) جو آهي. جنهن صورت ۾ ويدن جي منترن اُچارڻ جي ريت سر آلاپي چوڻ سان آهي، تنهن صورت ۾ مصنف ڪنهن پنڊت کي چيو ته چئني ويدن جا

ٿورا ٿورا منتر اُچاري ڏيکاريو، تہ سُور (سُرَ) جي سڏ پوي. رگ ويد جو سر ڪنٺ يا نڙيءَ مان اهڙي پريل ساهہ سان ڪيائين، ۽ هڪ ساهيءَ آواز کي ائين مٿي ڪڻندو ويو، جو يقين ٿيو تہ جنهن جي ڇاتي ڪمزور هوندي، سا اهڙي پريل ساهہ سان ۽ پوريءَ ريت اُچار ڪري ڪين سگهندو، ۽ جي ڪندو تہ بہ جهٽ سهڪيءَ ۾ پرجي ويندو. رگ ويد جي منتر اُچارڻ مهل ساهہ کي ڪيتري قدر گهٽڻو بہ پوي ٿو، جنهن ڪري اهو سُر نهايت ڏکيو چئبو. پنڊت پاڻ بہ چيو تہ اڳي ماڻهو برهمچاري ٿي رهندا هئا، ۽ بت جا سگهارا هوندا هئا، تنهنڪري اهو ڪنن سُر آسانيءَ سان ڳائي سگهندا هئا. ٻين ويدن جي منتر اُچارڻ مهل بہ ڇاتيءَ جو ٻل گهڻو گهرجي ٿو.

جدا جدا ويدن جي منتر اُچارڻ مهل پنڊت تال بہ ٻيءَ طرح وٺڻ لڳو. رگ ويد جي منترن اُچارڻ مهل اول هٿ اهڙيءَ ريت مٿي ٿي ڪيائين جو ڄڻ تہ ملٽري سلام ٿي ڪيائين، ۽ سگهو ئي وري هٿ لاڙي هيٺ ٿي ڪيائين. يجر ويد جي منترن اچارڻ مهل اهو پنڊت پنهنجو هٿ نانگ جي ڦڻ وانگر لوڏڻ لڳو. سام ويد جي سُر ٻڌائڻ مهل پنهنجي هٿن جون آڱريون هلائڻ لڳو.اٿرو ويد جو سُر ٻڌائڻ مهل مک مان اُچاريائين ٻئي تنهن وقت سندس ڪنڌ جي لوڏ پئي پيئي. مطلب تہ ويدڪ زماني ۾ ئي آڳاتا آريہ لوڪ ڳاين وديا ۾ پڙ هئا، جنهن ڪري سُر ۽ تال جي سڏ پوندي هين. ڇاتي بہ بلڪل مضبوط هوندي هين، جنهن ڪري پريل ساهہ سان سُر چاڙهڻ ۽ اتي ئي وري ساهہ گُهٽڻ سولو لڳندو هو.

هرهڪ ويد جي منترن اُچارڻ جو ڪم ڪن خاص پروهتن تي رکيل هوندو هو. يگيہ مهل رگ ويد جا منتر جيڪو پروهت اُچاريندو هو، سو ”هوتري“ (Invoking Priest) سڏبو هو. يجر ويد جا منتر جيڪو پروهت اُچاريندو هو، سو ”اڌوريو“ (Adhvaryu) ڪوٺبو هو. اهو اڌوريو پوڄا لاءِ زمين ٺڪر ماپي ويڏي (Altar) ٺاهيندا هئا. يگيہ لاءِ برتن پنهنجن هٿن سان ٺاهي رکندا هئا. پوڄا لاءِ پاڻي، ۽ يگيہ جي اگنيءَ لاءِ ڪاٺيون پاڻ آڻيندا هئا. يگيہ مهل جيڪو جانور ٻل چاڙهڻو هوندو هو، سو بہ پاڻ آڻيندا هئا، ۽ اهو پنهنجن هٿن سان پائيندا بہ

پاڻ هئا. مطلب تہ يگين لاءِ جيڪو بہ پورهيو هٿن سان ڪرڻو پوندو هو، سو سڀ اڌوريو پروهت پاڻ ڪندا هئا.
سام وِد ۾ جيڪي ”سامن“ آهن، سي ديوتائن ڪي سوم رس جي ڀوڳ لڳائڻ مهل جيڪي پروهت ڳائيندا هئا، سي ”اُدَگات“ (Singing Priests) سڏبا هئا.
جيڪو يگيہ ڪرائيندڙ تنهي ويدن جي منترن ۾ ڄاڻو هوندو هو، سو ”براهمڻ“ سڏبو هو (ستپٿ براهمڻ، 9، 5، 8، 1). پاسڪ منيءَ جي جوڙيل ”نرڪت“ (7، 5) موجب هوتري، اڌوريو، براهمڻ ۽ اُدگات ساڳئي ئي هڪ ماڻهوءَ جا نالا هوندا هئا، ۽ جنهن مهل جيڪو يگيہ ڪرائيندو هو، تنهن مهل انهيءَ سان سڏبو هو.
**ويدن جو مضمون:** هرهڪ ويد جو مختصر ذڪر هتي ڏار ڪجي ٿو، تہ سمجهڻ ۾ اچي ٿو تہ هرهڪ ۾ ڪهڙو ڪهڙو مضمون سمايل آهي:
رگ ويد –رگ ويد ۾ ”رگ“ (رڪ يا رچ) يعني ”رچائون“ (Hymns) آهن، تنهن ڪري اهو نالو پيو اٿس. سڄو ئي رگ ويد ڏهن. منڊلن (ڀاڱن) يا اُنن اشٽڪن ۾ ورهايل آهي. هرهڪ منڊل ۾ ”سُوڪت“ (س + اُڪت)(Laduations) آهن: ۽ هرهڪ سُوڪت ۾ ”رچائون“ (Hymns) آهن، جن ڪي ”منتر“ بہ چئبو آهي. انهن رچائن ۾ ديوتائن جي اُستتي (ساراهہ)، يگين جي وڌي(Formula)، ايشور جي اپاسنا ۽ سندس پراپتيءَ جا ساڌن آهن، ۽ ايشور جي سوڪيم سروپ ۽ منشيٽي (انسانيت) جي اُتم ۽ پوتر ويچارن جو ذڪر آهي. رگ ويد ۾ ڪي ”دان اُستتيون“ (سخا جون ساراهيون ”ندي اُستتي“ (ندين جي ساراهہ) ۽ هڪ ”جواريءَ جي ارمان“ جو بہ ذڪر آهي. ديوتائن جي اُستتي ڪندي آڳاٽن رشين ڪهڙي نموني شاعراڻي پلٽ پلتي آهي، سو نمونو اگن ديوتا ۽ اُشا ديوي (Dawn) جي ذڪر ڪندي ڄاڻايو ويو آهي.
سڄو ئي ويد هڪ ڏرمي پستڪ آهي، پر ان ۾ ڪيترين ملڪي، پنگتي ۽ سيپتا جون ڳالهيون تشبيهہ طور يا ٻئي نموني ڄاڻايل آهن، جنهن ڪري منجهانئس تاريخ جوڙڻ لاءِ گهڻو ئي مصالحو ملي ٿو. رگ ويد جون جهوني ۾ جهونيون رچائون منڊل ٻئي کان وٺي ستين تائين آهن، ۽ اهي وشوامتر، وامدبتر، اَتري، پردواج ۽ وسشٽ منيءَ جي مکان ظاهر ٿيون هيون.

يجرويد – يجرويد ۾ يگين جي وڌين جو رگ ويد کان به وڌيڪ وستار آهي. ”يجر“ يا ”يجس“ (Yajas) جي معنيٰ ئي آهي ”يگيه جي پرارٿنا يا وڌي“ (Sacriflicial Prayer or Formula) يجر ويد جا اڌ جيترا منتر نظم ۾ ته اڌ جيترا نثر ۾ آهن. اهي شايد اڳي گڏيا مسيا پيا هئا، جي پوءِ ڌار ڪيائون. هن وقت يجر ويد جا ٻه وياڳ آهن، جن مان هڪڙو مشڪل (White) يجر ويد يا ”واجسنيئي سنهتا“ سڏجي ٿو. يا جنولڪيه (ياگيولڪ) رشيءَ جو ٻيو نالو ”واجسنيئن“ (Vajasneyin) هو، ۽ سشڪل يجر ويد جا منتر سندس مگان ظاهر ٿيا هئا، تنهن ڪري اهو سندس نالي پنيان سڏجي ٿو. ٻيو ”ڪرشڻ“ (Black)يجر ويد آهي، ان ۾ ڇاٽايل يگيه تي وڌين بابت آڳاٽن آضرين جا ڌار ڌار متا هئا، جن جو پتنجلي رشيءَ پنهنجي جوڙيل سنسڪرت گرامر ۾ ذڪر ڪيوآهي. انهن علحدن علحدن متن وارن جي نالن پنيان ڪرڻ يجر ويد جي سنهتا“(Collection) تي علهده علحده نالي رکيل آهن، جن مان مکيه ”ڪاٺڪ سنهتا“، مئترياڻي سنهتا“ ۽ ”تئتريه سنهتا“ آهن. اتر هندستان ۾ سشڪل يجر ويد ۽ ڏکڻ هندستان ۾ ڪرشڻ يجر ويد جا اپياسي گهڻا آهن.

سشڪل يجر ويد ۽ ڪرشڻ يجر ويد ۾ مکيه تفاوت هيءُ آهي ته پهرئين ۾ فقط ”يجس“ يعني يگين جون وڌيون آهن، ۽ ٻئي ۾ منترن سان گڏ انهن جي ٽيڪا يا تشريح به آهي، جا نثر ۾ لکيل آهي، ۽ اها درحقيقت براهمڻن واري ڀاڱي ۾ وجڻ کپندي هئي، انهيءَ سبب مٿي اڳي ئي چيو ويو آهي ته يجر ويد جا اڌ جيترا منتر نظم ۾ ته اڌ جيترا نثر ۾ آهن. سشڪل يجر ويد ۾ ڪي ڪي منتر اکر به اکر رگ ويد ۽ اهرووِيد وارا آهن، پر قادر ۽ قدرت بابت ان ۾ سوکم ويچار نهايت عمديءَ ۽ باريڪ ريت ظهار ٿيل آهن، تنهنڪري رگ ويد کانپوءِ اهو ٻئي نمبر تي ليکجي ٿو.

سام ويد – سام ويد ۾ ايشور جي اُستتي ۽ سوم يگيه بابت .سام، (Psalms) آهن، جي گهڻو ڪري سمورا رگ ويد مان ورتل آهن، تنهن ڪري رگ ويد کان وڌيڪ تاريخي احوال منجهانئس ڪونه ٿو ملي، باقي هندي راڳ جي تاريخ انهيءَ مان ملي ٿي.

”سام“ لفظ جي اکري معنيٰ ٿي آهي ”سامت ۾ آڻيندڙ“، ”سانت ڏيندڙ، دل ٺاريندڙ. سام ويد جا منتر من کي شانتي يا روح کي راحت ڏين ٿا، تنهن ڪري اهو نالو رکيو اٿن. اهي منتر جيڪي پروهت اچاريندا هئا، سي ”اُڌ گهات“ سڏبا هئا، ۽ سندين مني للڪار ٻڌندڙن جو لنوَ لنوَ ٺاريندي هئي. پانئجي ٿو ته پڇنن ڳائڻ جو شوق اسان جي ماڻهن ۾ سام ويد جي وقت کان وٺي وڌيو.

اَٿرو ويد – هيءُ ويد اٿرون نالي هڪ رشيءَ جي نالي پٺيان سڏجي ٿو. انهيءَ رشيءَ ”اٿرون“ يعني باهه ٻارڻ جو هنر جاري ڪيو هو، تنهن ڪري اهو نالو پيس. اٿرو ويد ۾ ٿورا سُوڪت نثر ۾ آهن، پر ڪي رچائون ساڳيون رگ ويد، واريون آهن، جنهن ڪري منجهس برهم گيان جون ڳالهيون آهن. جمڻ کان وٺي مرڻ تائين جيڪي سنسار ڪرٽا آهن، تن جو توڙي راجائن جي تاجپوشيءَ جي رسمن جو احوال به ان ۾ آهي. منجهس ٽوڻن ڦيڻن ۽ جهاڙن جهپن جو ذڪر آهي. ڪيترا منتر جنن ڀوتن ۽ ڏائڻين جي ٿرن ٽارڻ، دشمن دفع ڪرڻ ۽ ٻين دنوي مرادن حاصل ڪرڻ بنسبت به آهن، تنهن ڪري ڪوٽليه جي ارٿ شاستر(Political Economy) جڙڻ جي وقت يعني 320 سال ق. م. تائين ويد فقط ٽي ليکبا هئا، ۽ اهي ”ترئيي“ (Trayee) ۽ ”ترئيوديا، (The threefold Veda or knowledge Traividya) سڏبا هئا، ۽ اٿرو ويد پوءِ ويدن جي دفعي ۾ ليکجڻ ۾ آيو. ڪيترن عالمن جو چوڻ آهي ته جنن ڀوتن جي اثرن، ٽوڻن ڦيڻن، جهاڙن جهپن، سنسن ۽ ڀرمن جون ڳالهيون آڳاتان دراوڙن ۾ زور هيون، جن جو پوءِ آرين تي اثر ٿيو، جنهن ڪري اٿرو ويد ۾ اهڙين ڳالهين کي جاءِ ملي. بهرحال آڳاٽن ماڻهن جي اوائلي حالت ۽ منورتيءَ جي سمجهڻ لاءِ اٿرو ويد بلڪل ڪارائتو آهي.

<u>منترن اچارڻ جي مراد</u>: انساني سڀاءُ جهڙو هاڻ آهي، تهڙو اڳي به هو. هن وقت ڪيترا ماڻهو پاٺ پوڄائون، ٻڳتي ۽ شيوا اڪثر انهيءَ لاءِ ڪندا آهن ته اسان جون من جون مرادون پوريون ٿين. ڪو ڏٺيءَ کي سوال ڪري ٿو ته ”پٽ ڏجانم، ڪشٽ ڪٽجانم، قرض ڪوڏيون ڪري لاهجانم، فلاڻي فلاڻي چنتا کان

ڇڏائجانم وغيره“. اڳاڻا آريہ لوڪ بہ ائين ڪندا هئا. اهي ڳاهيون ويدڪ ساهت ۾ ڪليءَ ريت لکيل آهن. مثلاً ويدن جا منتر هن لاءِ اچاريندا هئا تہ:

1. سؤ ورهين تائينجيئرا رهون، ۽ پٽن جو اولاد اکين سان ڏسون (رگ ويد، منڊل پنجون، 1، 89).
2. هر قسم جي خوف خطري ۽ مصيبت کان بچون (اٿرو ويد، 19، 7).
3. اوسر يا ڏڪار نہ پوي (رگ ويد، منڊل 5، 68).
4. فصل پلا ٿين (اٿرو ويد، منڊل 6، 142).
5. جيڪا جنگ جوٽيون، تنهن ۾ سوڀارا ٿيون (رگ ويد، منڊل پهريون، 100، ۽ ٻيو، 30).
6. من جون سڀ مرادون پوريون ٿين (اٿرو ويد، 15، 9).

ڪنهن کي آسيب يا لڳت جو حساب ٿيندو هو، يا ڪا ٻي بيماري ٿيندي هئي، تہ انهيءَ لاءِ بہ منتر اُچاريندا هئا (اٿرو ويد، منڊل ٿيون، 31، ۽ منڊل پنجون، 5، 22). زال مڙس جو پاڻ ۾ ناهہ ٺئي، رنل يار پرچن، دل گهري ٻانهن ملي، جنهن ڪم ۾ هٿ وجهون، تنهن ۾ ٻئون ٻارهن ٿئي وغيره، تنهن لاءِ بہ منتر اُچاريندا هئا (رگ ويد، منڊل نائون، 68، 9-11، ۽ اٿرو ويد، منڊل 3، 4، 5، ۽ 6).

آڳاٽن لوڪن پوءِ محسوس ڪيو، تہ اهو آهي گويا ڏٽيءَ سان سودو ڪرڻ، يعني اي ڏٽي اسين تنهنجي عبادت ڪريون ٿا، ۽ ان جي عيوض اسان کي فلاڻا فلاڻا ڏاڻ ڏج. اهو سوداگريءَ جو خيال ڇڏي، پوءِ نشڪام ڀڳتي ڪرڻ لڳا، جو ڄاڻائون تہ پريم ڀڳتيءَ جهڙي ٻي ڀڳتي آهي ئي ڪانہ.

<u>**ويدن جا براهمڻ**</u>: ويدن جو ٻيو ڀاڱو ”براهمڻ“ سڏجي ٿو. ويدن جا منتر نهايت آڳاٽا آهن، ۽ براهمڻ گرنٿ پوءِ جا آهن. انهن ۾ منترن جي سمجهاڻي، يگين جي وڌين جو بنياد، ۽ يگين جو اندروني مطلب نثر ۾ سمجهايل آهي، تنهن ڪري ويدن جي منترن واري ڀاڱي (سنهتا) کان اهي علحدا آهن، پر اهي بہ شرتين جي دفعي ۾ ليکيا ويا آهن. هر هڪ ويد جي پنيان پنهنجا پنهنجا براهمڻ گرنٿ آهن، ۽ اهي ويدڪ ساهت جو ڀاڱو ليکجن ٿا. ٻين لفظن ۾ چئبو تہ براهمڻ گرنٿ ”فقه جا ڪتاب“ (Theological works) آهن، جن ۾ برهہ گيان ۽ آڳاٽن

براهمڻن جي فيلسوفي سمايل آهي، جنهن ڪري ئي اهي ”براهمڻ گرنٿ“ سڏجن ٿا.

براهمڻ گرنٿن مان ڪوبہ تاريخي احوال سڌيءَ ريت ڪونہ ٿو ملي. يگين جي وڌين جي بنياد بابت جيڪي ڪٿائون منجهن آهن، تن مان ان وقت جي ماڻهن جي ڪيترين رسمن جي سڌ پوي ٿي. تنهن ڪري تاريخ جوڙڻ ۾ براهمڻ گرنٿ بہ ڪجهہ مدد ڪن ٿا.

آرڻيڪ ۽ اُپنشد: ويدن جي براهمڻ واري ڀاڱي جا بہ بہ حصا آهن: هڪڙو ”آرڻيڪ“ ۽ ٻيو ”اُپنشد“. ”آرڻيڪ“ لفظ جي معنيٰ ئي آهي ”ارڻ يا بن جا پستڪ“ (Forest books) . آڳاٽا رشي ۽ ڪيترا راجائون توڙي ٻيا، پنجويهہ ورهيہ ساندهہ بن ۾ رهي، ايشور جو ڌيان ڌاريندا هئا، ۽ ساري سنسار، جيو آتما ۽ پرماتما بابت ويچار ڪندا هئا. سندن اهي ڳوڙها ويچار، جن ۾ اعليٰ درجي جي فيلسوفي سمايل آهي، سي آرڻيڪن ۾ ڏنل آهن.

آرڻيڪن کان سواءِ اُپنشد بہ آهن، جن مان ڪي براهمڻ گرنٿن جي پنيان ڏنل آهن، تہ ڪي ڌار پستڪ آهن، پر اهي بہ براهمڻن جو ڀاڱو آهن، تنهن ڪري ويدڪ ساهت ۾ ليکيا ويا آهن. اُپنشدن ۾ اڪثر گروءَ ۽ چيلي جي وچ ۾ برهم گيان ۽ آتم گيان جي ڳوڙهي فيلسوفي بابت گفتگو آهي. انهيءَ سبب ڪيترن يوروپي عالمن جو چوڻ آهي تہ ”اپنشد“ لفظ ۾ ”اُپَ“ معنيٰ ”ويجهو“ ”نِي“ معنيٰ ”نيچي يا هيٺ“ ۽ ”شد“ معنيٰ ”وهڻ“: مطلب تہ گروءَ جي ويجهو وجي، سندس هيٺ (چرنن اڳيان) ويهي، جيڪا سکيا پرائجي، تنهن کي ”اُپنشد“ چئجي ٿو.

”اُپنشدن“ کي ”ويدانت“ بہ چئبو آهي. ڪي چون تہ اهي ويدن جي انت يا پڇاڙيءَ ۾ ڏنل آهن، تنهن ڪري اهو نالو پيو اٿن. عام طرح جنهن کي ”ويدانت“ (مت) چئجي ٿو، تنهن جي معنيٰ ڪندا آهن ”ويد يا ڄاڻ جي پڇاڙي يا آخرين حد“ يعني تہ ويدانت کان مٿي ٻيو علم آهي ئي ڪونہ، ۽ اهو ئي برهم گيان جي آخرين حد آهي.

مکيہ براهمڻ گرنٿ ۽ مکيہ اُپنشد: مٿي اڳي ئي چيو ويو آهي تہ هرهڪ ويد جي پنيان پنهنجا پنهنجا براهمڻ گرنٿ آهن، ۽ انهن گرنٿن جي پنيان آرڻيڪ ۽ اُپنشد آهن. انهن مان جيڪي مکيہ آهن، سي هي آهن:

(1) رگ ويد جي پنيان ٻہ براهمڻ گرنٿ آهن: هڪڙو ”ائتريہ براهمڻ“ (مهيداس ائتريي جو جوڙيل)، ٻيو، ”ڪوشيتڪي يا شانکاين براهمڻ“. انهن ۾ ڳورهي فيلسوفي سان گڏ سوم ٻوٽي ۽ يگيہ، ۽ ٻيا وڏا يگيہ، جي راجائون ڪندا هئا، تن جو ذڪر ٿيل آهي. ائتريہ براهمڻ جي پنيان جيڪي آرڻيڪ ۽ اُپنشد آهن، سي بہ انهن ساڳين نالن پنيان ”ائتريہ آرڻيڪ“ ۽ ”ائتريہ اُپنشد“ سڏجن ٿا. ڪوشيتڪي براهمڻ جي پنيان ڪوشيتڪي آرڻيڪ آهي، جنهن جو هڪ ڀاڱو ڪوشيتڪي اُپنشد سڏجي ٿو.

(2) يجر ويد جا ٻہ ويڀاڳ آهن. شڪل يجر ويد ”واجنيئي سنهتا“ جي پنيان شتپٿ براهمڻ ڏنل آهي، جو سيني براهمڻ گرنٿن ۾ مکيہ آهي. آڳاٽن رشين جي فقہ ۽ فيلسوفي، ۽ ٻين ڳوڙهن ويچارن توڙي رسمن ۽ رواجن جي انهيءَ مان گهڻي سڌ پوي ٿي. شتپٿ براهمڻ جي چوڏهين باب جو پهريون ڀاڱو آرڻيڪ آهي، ۽ ان جي پوئين ڀاڱي ۾ ناميارو برهدارڻيڪ آپنشد آهي. واجنيئي سنهتا پنيان ”ايش“ اپنشد آهي.

(الف) ڪرشڻ يجر ويد جي سنهتا ۾ ڪاٺڪ سنهتا، ڪپشٿل ڪٺ– (Kapishthala Katha) سنهتا، مئترياڻي سنهتا ۽ تئتريہ سنهتا آهن، ۽ پنيان ڏنل تئتريہ براهمڻ تئتريہ سنهتا جو ڀاڱو آهي. تئتريہ براهمڻ جي پنيان تئتريہ آرڻيڪ ۽ ان جي پنيان تئتريہ اپنشد آهي.

(3) سام ويد جي پنيان تانڊيہ مها براهمڻ آهي، جنهن ۾ ”وراتيہ ستوم“(Vratyastoma) جو ذڪر آهي. اهو جڻ تہ شڌيءَ ڪرڻ لاءِ هڪ يگيہ هوندو هو، جنهن جو وڏيڪ ذڪر پوءِ ڪبو. ان جي پنيان ڇاندوگيہ اپنشد، ڪين اپنشد ۽ ٻيا اپنشد آهن. ڇاند وگيہ جو پهريون ڀاڱو آرڻيڪ آهي.

(4) اٿرو ويد سان ڪو آڳاٽو براهمڻ گرنٿ ڪونهي، پر ”گوپٿ براهمڻ“ ان جو پاڇو ليکيو وڃي ٿو. مڻڊڪ اپنشد، پرشن (Prasna) اپنشد ۽ ماڊڊوڪيه اپنشد اٿرو ويد ۾ آهن.

**اُپويد** (Subsidiary Vedas) چئن ويدن کان سواءِ چار اُپيد آهن. اهي ويدن سان لاڳو آهن، تنهن ڪري ويدڪ ساهت جي دفعي ۾ ليکجن ٿا، پر شريتون ڪري نٿا ليکجن، جو اهي ماڻهن جا جوڙيل آهن. ازان سواءِ انهن جو لاڳاپو دنوي ڳالهين سان آهي، تنهن ڪري ويدن کان انهن جو درجو گهٽ ليکيو ويو آهي. ”اُپويد“ لفظ جي اکري معنيٰ ئي آهي ”گهٽ درجي وارو علم“ (Inferior Knowledge) ايترو چئبو ته انهن اُپويدن مان چٽيءَ ريت سڌ پوي ٿي ته قديم ويدڪ زماني ۾ ئي آڳاٽن هندن ڪيترن دنوي علمن ۾ چڱي ترقي ڪئي هئي. اُهي عدم هي آهن.

(1) رگ ويد جو اُپويد ”ايوُر ويد“ (Medical Science) آهي، جنهن ۾ چرڪ، ششرت، واڪيت وغيره گرنٿ آهن. انهن“ بدن جي طاقت وڌائڻ، بيمارين کي روڪڻ ۽ مرض کان ڇٽڻ جا اُپاءَ ڏسيل آهن. اهڙيءَ ريت طب جي ڪتابن لکڻ جو رواج اول آرين وڌو. مٿي اڳي ئي ڄاڻايو ويو آهي ته رگ ويد واري زماني ۾ ئي سنڌو ماٿر ۾ جراح، طبيب ۽ حاذق حڪيم هوندا هئا. اڄ ڪالهه سنڌ ۾ جيتوڻيڪ يوناني حڪيم به آهن، ته به اسان جا سنڌي وئديه (ويڄ) پنهنجن ابن ڏاڏن واري هڪمت اڄ تائين پليءَ پت هلائيندا پيا اچن. ائين به اکين سان ڏٺو ويو آهي ته اسان جا ڪيترا ماڻهو انگريزي دوائن بدران يوناني ۽ آيور ويدڪ علاج وڌيڪ پسند ڪن ٿا، جنهن ڪري ويڄن جو قدر سنڌ ۾ اڄ تائين آهي.

(2) يجر ويد جو اپويد ”ڌنر ويد“ (Military Science) آهي. قديم سنڌو ماٿر جا رهاڪو جنگي پاارا هئا، تن انهيءَ سائنس (وگيان) کي زور ونايو، پر پوڌي زماني ۾ اهو پاؤ اسان جن ماڻهن مان نڪري ويو، جنهن جو نتيجو اڄ به اکين سان پسجي پيو.

(3) سام ويد جو اپويد ”گنڌرو ويد“ (Music) آهي، جنهن جا به پاڱا هئا: هڪڙو لوڪن جي دل وندرائڻ لاءِ، جنهن ۾ راڳ ۽ راڳڻيون هيون، ۽ ٻئي ۾ ويدڪ

راڳ ۽ ويدن جا سُر ڏنل هئا. ائين گاين ودیا قديم زماني ۾ ئي سڌو ماتر ۾، خاص ڪري پنجاب ۾ زور ورتو، جنهن ڪري اج تائين چوڻي آهي ته ”راڳ پنجاب ۾ ڄائو، ۽ ٺٽ ۾ مئو“. هن وقت گائڻ وديا جو گهڻو چاهه سرحد سنڌ ۾، خاص ڪري شوقين شهر شڪارپور ۾ آهي.

(4) اٿرو ويد جو اپويد ”استاپيہ ويد“ (Mechanics) آهي، جنهن ۾ شِلپ (ڪاريگري) ۽ ڪلا (هنر) جي وديا هئي. جنديءَ جو ڪم، ڪاشيءَ جو ڪم، جڙت جڙڻ، پرت پرڻ، لونگيون، ڪيس وغيره جوڙڻ ۽ ٻيا هنر سنڌ ۾ زور هئا. حيدرآباد ۾ خاتو بندن جو پاڙو اڄ تائين آهي. آيور ويد کان سواءِ ٻيون سڀ ودیائون گهڻو ڪري گم ٿي وييون آهن. هن باري ۾ هيءَ ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته دنيا ۾ ماڻهو گهڻي ئي ڪتاب لکن ٿا، جن مان ڪي گهڻي وقت تائين جٽاءُ ڪن ٿا، ته ڪن جو ٿوري عرصي گذرڻ بعد نانءُ نشان بہ مٽجيو وڃي. ڪتاب جي ٿوري يا گهڻي جٽاءُ جو مدار ان جي مضمون ۽ ماڻهن جي قدر شناسيءَ تي آهي. ڪن اپويدن جو ماڻهن پوءِ گهڻو قدر نہ ڪيو، تہ اهي گم ٿي ويا، پر ٻيو آڳاٽو ساهت اجا سلامت آهي. هندن جي ويدن، اتهاسن ۽ پراڻن ۾ اهڙو تہ مصالحو پريل آهي، جو جڳن کان اهي جيئندا اچن، ۽ جيستائين هندو جاتي حيات آهي، تيستائين اهي ڪڏهن وڃڻ جا نہ آهن. سڀ هندو جاتيءَ کي پنهنجن انهن ڌرمي پستڪن لاءِ ججهي عزت ۽ گهڻو فخر آهي، ۽ ڪيتريون ڌاريون قومون بہ انهن ڏي عزت جي نگاهه سان نهاري رهيون آهن. اُپنشدن جو ترجمو پارسيءَ ۾ ٿيو، ۽ انهيءَ تان لئٽن ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿيو، تہ شوپنهار (Schopenhaver) نالي هڪ فيلسوف اپنشدن جي فيلسوفيءَ جو اڀياس ڪري، بي اختيار هينيان لفظ چيا:

"In the whole world there is no study, except that of the originals, so beneficial and so elevating as that of the Oupnakht (Upnishad). It has been the solace of my life, it will be the solace of my death." Sacred Books of the East Vol. I, P. LXI.

اپنشدن بابت پروفيسر مئڪس ملر بہ هيءُ رايو ظاهر ڪيو آهي:

"The earliest of these Philosophical.. will always maintain a place in the literature of the world, among the most astounding productions of the human mind in any age and in any Country" (Sacred Books of the East, Vol. I, P. LX VII)

**پنجون ويد – اتهاسن ۽ پراڻ**: اڳي اتهاسن ۽ پراڻن کي گڏي "پنجون ويد" سڏيندا هئا. پوءِ مهاڀارت تي اهو نالو پيو. سچ پچ تہ اهو اتهاس آهي، پر انهيءَ مان ڌرم، نيتي ۽ ٻين ڪيترين ڳالهين جي سڌ پوي ٿي. چوٽي آهي تہ "جيڪي مهاڀارت ۾ نہ آهي، سو ڀارت ۾ ڪينهي" يعني ڀارت کنڊ جون سڀ مکيہ ڳالهيون مهاڀارت ۾ آهن. اهو هڪ وڏو وديا جو ڀنڊار آهي، تنهن ڪري پنجون ويد ڪري ليکيو ويو آهي. منجهس تاريخي احوال بہ گهٽي ئي آهن، تنهن ڪري قديم هندستان جي تاريخ جوڙڻ لاءِ عالمن منجهانئس گهڻو ئي ذخيرو ڪڍيو آهي.

**اتهاس:** "اتهاس" لفظ جي اکري معنيٰ آهي "ائين ٿيو آهي" (So it has been). * هندن جا بہ مکيہ اتهاس رامائڻ ۽ مهاڀارت آهن، پر اڳي "اتهاس" لفظ جي وڏي معنيٰ هئي. ڪؤٽليہ جي ارٿ شاستر مان معلوم ٿئي ٿو تہ پراڻ، اِتيورت(Itivritta)، تاريخ (History)، اُدهرڻ (Illustrative Udharana Stories) ڌرم شاستر ۽ ارٿ شاستر (Science of Wealth i.e Political Economy) انهن سڀني کي گڏي "اتهاس" چوندا هئا، ۽ اتر هندستان جو هرڪو راجڪمار (شهزادو) اتهاسن جو اڀياس ڪندو هو.

پراڻ: "پراڻ لفظ جي معنيٰ ئي آهي پراڻي ڪٿا يا جهوني ڪهاڻي (Ancient lore). انهيءَ سبب دنيا جي ڪهڙي بہ ڪهني قصي کي جيڪر "پراڻ ڪونجي، پر هندو پنهنجن انهن جهونن ڌرمي پستڪن کي پراڻ سڏين ٿا، جن ۾ (1) "سرڳ" يعني سرشٽيءَ جي اُتپتي يا جهان جي پيدائش، (2) "پرتيسرگ، (Pratisarga) يعني مها پرلئہ ۽ سرشٽيءَ جي وري نئين سر اُتپتي، ۽ (3) مهنو نترن يا جڳن جا احوال آهن. انهن کان سواءِ منجهن (4 ۽ 5) ديوتائن جو ذڪر ۽ رشين ۽ راجائن جا چرتر ۽ سندين ونساوليون يا شجرا آهن. هر

هڪ پراڻ جا اهي پنج مکيہ لڇڻ يا خاصيتون (خاص ڳالهيون) آهن، تنهنڪري پراڻن کي ”پنج لڪشڻ“ (پنج لڇڻ) بہ سڏيو اٿن.
مکيہ پراڻ ارڙهن آهن.

برهم، پدم، وشنو، شو ۽ ڀاڳوت،
نارد، مارڪنديہ اگني، ڀوش، برهم وئيورت،
لنگ، واراهہ، سڪند، وامن، ڪؤرم پراڻ،
متيہ، گرڙ، برهمانڊ سان جملي ارڙهن ڄاڻ.
(غريب)

هن مان ڏسڻ ۾ ايندو تہ پراڻن تي گهڻو ڪري اوتارن ۽ ديوتائن جا نالا رکيل آهن. جيڪو پراڻ جنهن ديوتا جي نالي آهي تنهن ۾ مکيہ مهما انهيءَ جي آهي، ۽ ٻين جي واجبي. تاريخ جي خيال وچان انهن پراڻن جو جيتري بہ قدر ڪجي تيترو ٿورو آهي. انهن ۾ آڳاٽن رشين ۽ راجائن جون ونساوليون يا سجرا ۽ سندن چرتر يا ڪارناما آهن، تنهنڪري قديم هندستان جي تاريخ جوڙڻ لاءِ انهن مان نهايت گهڻو مصالحو مليوآهي. اهو جيڪڏهن نہ ملي ها، تہ قديم هندستان جي تاريخ ئي مشڪل ٿي پوي ها. جن يوروپي عالمن پهريائين قديم هندستان جي تاريخ جوڙڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي، تن جي اها ئي دانهن هئي تہ آڳاٽن آرين کي ٻيو هوش گهڻو ئي هو، پر تاريخ جوڙڻ جو عقل ڪونہ هون. پوءِ ٻين ملڪن جا ڌرمي پستڪ ڏنائون، تہ معلوم ٿين تہ اڳي تاريخ جوڙڻ جو نمونو ئي اهو هو، جو ڌرمي ڳالهين سان تاريخي ڳالهيون بہ ڳنڊي ڳتي ڇڏيندا هئا، ۽ ڪي تاريخي ۽ سائنس جون ڳالهيون ڪتائن يا آکاڻين جي نموني لکندا هئا، تہ پڙهندڙن ۽ ٻڌندڙن کي ياد ڪرڻ سوليون ٿين. هاڻ يوروپي عالم پراڻن جو گهڻو قدر ڪرڻ لڳا آهن، ۽ سمجهن ٿا تہ انهن ۾ سچا پچا تاريخي احوال آهن، ۽ جيڪي ڏند ڪٿائون آهن، سي بہ ڪن حقيقتن تي ٻڌل آهن.

* شنسڪرت ۾ ”اتي، معنيٰ ”آئين“، ”هہ“ معنيٰ ”تحقيق يا سچ پچ“ ۽ ”آس“ معنيٰ ٿيو آهي“ (اس معنيٰ ٿيڻ) — يعني ”ائين سچ پچ ٿيو آهي“، يا ”ٿي گذريو آهي“: جنهنڪري ”اتهاس“ معنيٰ ”تاريخ يا روايت“. (ڏند ڪٿا)

# باب چوڏھون

## علم ۽ تعليم جو انتظام

**چار پرشارت:** قديم سنڌو ماٿر جا رهاڪو پنهنجن ٻارن کي ڪهڙي قسم جي سکيا ڏيندا هئا، تنهن بابت اول هيءَ ڳالهه ڌيان ۾ رکڻ گهرجي ته انهيءَ قديم زماني ۾ ئي رشين ۽ منين پنهنجن ماڻهن جي دلين تي اهو اثر وهاريو، ته جيوت جو اهو مطلب نه آهي، ته رڳو کائجي ۽ پيئجي، ۽ موجون ماڻجن. هنن آتمڪ اُنتيءَ يا روحاني ترقيءَ جي ضرورت تي زور ڏنو، ۽ پنهنجن ماڻهن کي ائين ئي ذهن نشين ڪرايائون، ته سڪيءَ جيوت ڪاٽيندي به ڏٽيءَ جو ڌيان ڌارڻ، ۽ رفتي رفتي دنوي سک تياڳي موڪش يا نجات حاصل ڪرڻ، اها ئي ست پرشن جي مرجاتا آهي، ۽ اهو ئي آهي حياتيءَ جو مول مقصد، تنهنڪري ٻارن کي ننڍڙي هوندي سکيا به اهڙي ڏيڻ گهرجي.

حياتيءَ جي انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ هرهڪ انسان کي چار مکيه مرادون دل ۾ ڌاريون آهن،جن لاءِ ڪيس پرشارت (پرڪارت) يعني اُدم يا ڪشالو ڪرڻو آهي. ”پرشارت“ لفظ ۾ ”پرش“ معنيٰ ماڻهو ۽ ”ارٿ“ معنيٰ مطلب، جنهن ڪري چئبو ته اهي پرشارت گويا پدارٿ آهن، جن سان هر ڪنهن ماڻهوءَ جو مطلب آهي. اهي چار پرشارت آهن. ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ موڪش.

(1) پهرئين پهرئين درجي ۾ ڌرم ليکيائون. انسان جا جيڪي به فرض آهن، سي سڀ ڌرم ۾ اچي وڃن ٿا. اخلاقي يا نيتيءَ جون ڳالهيون به ڌرم ۾ اچي وڃن ٿيون. اهو به ٺهرايائون ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڌرم ۽ نيتيءَ تي نه هلي، ته خود راجا جو ڌرم (فرض) آهي ته ساڻس قاعدي جي ڪارروائي ڪري، ته آئيندي ڌرم جي راهه تي هلي، ۽ ڪوبه اونڌو قدم نه کڻي، تنهن ڪري ڏنڊ نيتي (Science of Coercion) به ڌرم جي رکيا لاءِ آهي. آڳاٽن رشين، منين ۽ ٻين براهمڻن ڌرم کي گهڻي اهميت ڏني، جنهن ڪري هندن جا فوجداري توڙي

ديواني ڳالهين بابت سڀ قاعدا ڌرم تي ٻڌل آهن. اڄ تائين اهي قاعدا هندن جي شاسترن ۾ ڌرمي ڳالهين سان ڳتيا پيا آهن ۽ اهي ڌرم کان ڌار ڪرڻ جا نه آهن.

(2) ”ارٿ“ لفظ جي معنيٰ آهي ”ڌن دولت يا ناڻو“، هر ڪنهن غريب توڙي شاهوڪار کي ناڻو گهرجي، جو ناڻي کان سواءِ ڪوبه ڪم تي ڪونه سگهندو. انهيءَ سبب چوڻي به آهي ته:

”اُٺ به ناڻو، ويهه به ناڻو،
ناڻي بنا نر ويڳاڻو“

ڌن دولت حاصل ڪرڻ لاءِ ”ورت“ (Varta) يعني گذران جون واٽون نهرايائون، جهڙوڪ کيتي، واپار، هنر ۽ ڪاريگريون ۽ ٻيو ڪهڙو به پورهيو. مطلب ته سيڪنهن کي حق حلال جي ڪمائي ڪري پيٽ پالڻو آهي، ۽ ناڻي پيدا ڪرڻ ۾ به ڌرم تي هلڻو آهي. مثلاً: تور ۾ نڳي نه ڪجي. انهيءَ سبب چوڻي به آهي ته ”اگهه کٽيو ڪائجي، پر وَٽَ کٽيو نه ڪائجي“. يعني کوٽا وٽ ڪم آڻي يا گهٽ وزن ڏيئي فائدو ڪائڻ نه گهرجي.

(3) ”ڪام“ جي معنيٰ آهي ”سک ڀوڳڻ“. پنهنجي حق حلال جي ڪمائي ڪري، پنهنجن ٻچن سان گڏجي سک ڀوڳڻ، تنهن لاءِ به پرشارٿ يا اُدم ڪرڻ ضروري آهي، ۽ اها به انسان جي مکيه مراد آهي.

(4) ”موڪش“ (موک) معنيٰ نجات يا ڇوٽڪارو. پنهنجي ڌرم ڪرم تي پورو رهي، حق حلال جي ڪمائي ڪري، سکي جيوت ڀوڳڻ ۽ پوءِ رفتي رفتي دنوي سک تياڳي، ڌڻيءَ جو ڌيان ڌارڻ ۽ آخر ڌڻيءَ ۾ لين (فنا في الله) ٿيڻ کي ”موڪش“ چئجي ٿو. اهڙو ماڻهو پوءِ جنم مرڻ جي قيري کان ڇٽل رهي ٿو: اهڙيءَ آدرش جيوت گذارڻ لاءِ آڳاٽن لوڪن تعليم جو سرشتو ئي اهڙو رکيو، ۽ پنهنجو سمورو ڌيان ڌرمي سکيا تي ڏيڻ لڳا.

**تعليم جو سرشتو**: رگ ويد ۾ ڪي اهڙا اشارا آهن، جن مان چٽيءَ ريت سمجهي سگهجي ٿو ته انهيءَ قديم زماني ۾ ئي آچاريه (استاد) ۽ وديار ٿي (شاگرد) هئا. مثال لاءِ ڏسو رگ ويد جو منڊل پهريون (سُوڪت 12، 2). جنهن ۾ چيل آهي ته ”اي اشوني ڪمار ديوتائون، جيڪي اُستاهي پوڄاري خاص رڱو توهان جي پوڄا

ڪن ٿا، سي توهان جي رَٿَ (گاڏهيءَ) جي چوڌاري بيهي، توهان جيءَ ذات مان ائين لاپ پرائين ٿا، جيئن سکيا ونڻ لاءِ وديار ٿي پنهنجي گروءَ جا وچن ڏيان ڏيئي ٻڌن ٿا“. وري منڊلس تين (87، 47) ۾ چيل آهي تہ ”ورڻ ديوتا مون پاترشش (لائق شاگرد) کي سکيا ڏيئي برهم لوڪ جون ڳجهارتون ٻڌايون آهن.“ هنن ٻن مثالن منجهان ئي ظاهر آهي تہ رگ ويد واري زماني ۾ ئي رشي ۽ براهمڻ عام ماڻهن جا وديا گرو هئا، ۽ اهي کين آتمڪ سکيا يا روحاني تعليم ڏيندا هئا. ان وقت سنڌو ماٿر ۾ براهمڻ، پروهت، رشي ۽ راج رشي گهڻائي هوندا هئا (رگ ويد، منڊل ڏهون، 103، 7).

سنڌو ماٿر جا رهاڪو ننڍپڻ کان وني وديا پرائيندا هئا، سا ڳالهہ هن منجهان سمجهي سگهجي ٿي، جو رگ ويد جي منڊل ستين، (103، 5) ۾ چيل آهي تہ ” برسات ۾ هڪڙو ڏيڏر ٻئي ڏيڏر جي ٽان ٽان ٻڌي، پاڻ بہ ائين ٽان ٽان ڪري ٿو، جيئن ڪو سيکڙاٽ پنهنجي گروءَ جي واتان لفظ ٻڌي، پاڻ بہ ان موجب اُچار ڪري ٿو.“ هن مان پڌرو آهي تہ ننڍڙن ٻارن جي چچلي ڳالهائڻ کي ڏيڏرن جي ”ٽان ٽان“ سان ڀيٽيو اٿن. اڄ بہ ڏسو تہ سنڌي اسڪولن جي ٻاراڻن ڪلاسن ۾ اول استاد ڪو لفظ اُچاري ٿو، تہ سندس پنيان ننڍڙا ٻار بہ ڪوشش ڪري اهڙا اُچار چچلي نموني ڪن ٿا. ائين اها ”ڏيڏرن واري ٽان ٽان“ اڄ تائين هلي اچي.

ٻاراڻي ڪلاس جا شاگرد جڏهن ڪجهہ وديا سکي مٿئين درجي ۾ ويندا هئا، تڏهن انهن کي آچاريہ ويدن جا منتر برزبان ياد ڪرائيندا هئا (رگ ويد، منڊل ڏهون، 103، 5).

پروفيسر مئڪس ملر چوي ٿو تہ جن ڏينهن ۾ ماڻهن وٽ لکپڙهہ جي سامگري (مس، قلم ۽ ڪاغذ) ڪانہ هئي، تن ڏينهن ۾ ودياارٿين کي آچاريہ کهڙي نموني ويدن جا منتر سيکاريندا هئا، سو پتو ”پراتيشاکيا“ (Paratisakhya) مان پوي ٿو. چيلا پنهنجي گروءَ کي پاڪر پائي چچوندا هئا تہ ”سوامي، پڙهو“. آچاريہ گنپيرائيءَ سان چوندو هو: ”اوم“ (هائو). هو پوءِ هڪ پرشن (سوال) چوندو هو، جنهن ۾ بہ ٽي ٽڪون هونديون هيون، پر متان ڪنهن لفظ تي شاگردن جو ڌيان پوريءَ ريت نہ ڇڪجي، تنهنڪري سني لفظن تي گهڻو زور

ڏيئي اُچاريندو هو، ۽ ڪي لفظ ٻہ ٻہ ڀيرا چوندو هو، اين گرو ڪي لفظ چئي رهندو هو تہ پهريون شاگرد انهن تڪن جا پهريان لفظ چوندو هو. جيڪڏهن ڪا ڳالهہ ڪولٽي هوندي هئي، تہ گرو چوندو هوس تہ ”انهن لفظن جو مطلب ٻڌاءِ“. شاگردن جڏهن مطلب ٻڌائي رهندو هو، تڏهن ٻيو شاگرد اهي ساڳيا گروءَ وارا چيل لفظ اُچاريندو هو. پوءِ سڀ شاگرد سبق وري وري پڪو ڪندا هئا. بالڪن کي وات ويٺيءَ سيکارڻ جو طريقو اجهو اهو هو. اهڙيءَ ريت شاگرد ڪئين ڳالهيون ڪنٺ ڪندا هئا، جن جو پوءِ پيڙهيءَ بہ پيڙهيءَ حافظي جي وسيلي ڦهلاءُ ٿيندو هو. ابتدائي تعليم انهيءَ نموني چوڪرن ۽ چوڪرين کي ڏيئي، پوءِ ڪين اعليٰ درجي جي تعليم ڏيندا هئا.

**زناني تعليم**: رگ ويد واري زماني ۾ ئي آڳاٽن هندن کي زناني تعليم جو گهڻو قدر هوندو هو. نياڻين کي بہ پٽن وانگر تعليم ملندي هئي، جيئن هن وقت ڪيتريون چوڪريون اسڪولن ۽ ڪاليجن جي امتحانن ۾ ڪيترن چوڪرن کي شهہ ڏيئي وجن ٿيون، تيئن اڳي بہ ڪيتريون استريون ڪن مردن کان گوءِ ڪٽي وينديون هيون. زالن کي نہ رڳو رواجي سکيا ملندي هئي، پر ڌرمي سکيا بہ ملندي هين. هن لاءِ هيءَ ثابتي آهي تہ گهوشا (راجڪماري)، آپالا، لوپَ، مُدرا ۽ وِشِو وارا نالي استريون رشين جي درجي کي پهتل هيون. اهي ويدن جي منترن جو پورو پورو ارٿ ٻين کي ٻڌائينديون هيون، ۽ گيان ڏينديون هيون. وِشو وارا تہ پوڄائون بہ ڪرائيندي هئي، جيئن اڄ بہ ڪي گرياڻيون يا ٻانيڻياڻيون ڪن ٿيون. قديم زماني جا گروڪا براهمڻن جون جڻ تہ يونيورسٽيون هيون، جن ۾ پٽن سان گڏ نياڻين کي بہ اعليٰ درجي جي تعليم ملندي هئي.

**گروڪل ۽ آشرم**: اَٿرو ويد جي منڊل نائين، (سؤڪت 5) ۾ صفائي صفا لکيل آهي تہ وديارٿي جٽيو پائي، برهمچاري ٿي رهندا هئا، ۽ گروڪل ۾ رهي، وديا پرائيندا هئا. آچاريہ ڪل واسن“ يعني ”آچاريہ (استاد) جي ڪل ۾ رهنڙ“ لفظ بہ ڪم آيل آهن. خود رگ ويد جي منڊل ڏهين، (109، 5) ۾ برهمچاري“ لفظ ڪم آيل آهي. منڊل ستين (103، 1) ۾ چيل آهي تہ ”براهمڻ سدائين پنهنجي وچن جي

پالنا ڪندا هئا.“ هن مان ظاهر آهي تہ براهمڻن ڪي ننڍڙي هوندي کان ئي اها اخلاقي سکيا ملندي هئي تہ ”پنهنجو ڪيل وچن ڪڏهن بہ ڀنگ نہ ڪجي“. برهمچاري4 جو اهو بہ هڪ مکيہ لڇڻ آهي. هن قسم جي ثابتين مان خود ڪي يوروپي عالم سمجهن ٿا تہ رگ ويد واري زماني ۾ ئي گروڪل هئا، جنهنڪري چئبو تہ گهڻين قومن کي اڳي سنڌو ماٿر جي آرين کي وديا جو قدر هو.

پڙهڻ، ترڻ تير هڻڻ، چوٽين سواري،
ننڍي هوندي جو نہ سکي، وڏي خواري.
(پهاڪو)

هتي بہ ڏسو تہ پهريائين آهي، پڙهڻ ۽ پوءِ ٻيون ڳالهيون. ”اڻ پڙهيا پڙهين اڳيان پريون ڀوئيندا.“ هن قسم جا پهاڪا ڄاڻائين ٿا تہ سنڌي ماڻهن وديا جو ججهو قدر ڪيو ٿي.

آڳاٽا لوڪ انسان جي عمر سراسري هڪ سؤ ورهيہ ليکيندا هئا، ۽ اها چئن آشرمن يعني منزلن يا درجن ۾ ورهايل هوندي هئي. انهن چئن آشرمن جا نالا برهمچريہ، گرهست، وانپرست ۽ سنياس آهن. ”برهمچريہ“ لفظ خود ڄاڻائي ٿو تہ انهيءَ پهرينءَ منزل ۾ ”برهم“ (ايشور) ڏي هلڻ جي واٽ وٺڻ سکندا هئا، ۽ اهي ”برهمچاري“ سڏبا هئا. هرڪو ماڻهو پنهنجي ماءُ پيءُ مان جمي ٿو، پر ڏٽيءَ سان ملڻ جي واٽ وٺڻ لاءِ ڪيس ننڍڙي هوندي ئي ٻيو جنم وٺڻو آهي. انهيءَ ٻئي جنم وٺڻ جي نشاني ”جڻيو“ آهي، جڻيو پائيندڙ ”دوجہ“ يعني ٻيو ڀيرو ڄاول سڏيو ويو آهي. جڻئي پائڻ جي وقت کان وٺي ”گايتري“ سنديس ماتا آهي، ۽ آچاريہ (استاد) سندس پتا آهي. آڳاٽا لوڪ ننڍڙي هوندي ئي جڻيو پائي، پنجويهن ورهين جي ڄمار تائين برهمچاري ٿي رهندا هئا، ۽ گروڪل ۾ رهي وديا پرائيندا هئا. برهمچريہ آشرم ۾ پهرين ۽ مکيہ ڳالهہ هئي پنهنجين نفساني خواهشن کي روڪڻ. انهيءَ سبب هو پنجويهن ورهين جي ڄمار تائين پرائي

ڪنيا يا استريءَ ڏي اک کڻي به ڪين نهاريندا هئا. پنهنجي نفس تي ضابطو هون، تنهنڪري ئي سدائين رشٽ پشٽ هوندا هئا، ۽ وڏا سؤر وير تي سامائبا هئا. اهو سڀ وقت ويد وديا ۽ ٻيون وديائون سکي، پنهنجو ٻل ۽ ٻڌيوڌائي موٽندا هئا. انهن گريجوئيٽن جو ايڏو مان هوندو هو، جو خود ديس جو راجا سندن استقبال لاءِ وڏي اڳيان ويندو هو. برهمچاري گهر ڏي موٽندا هئا، ته پوءِ سگهو ئي ڪنهن لائق ڇوڪريءَ سان پرڻبا هئا. هيءَ ٻي منزل ”گرهست آشرم“ سڏبي هئي. جنهن ۾ نوجوان گهر ٻاري تي رهندا هئا، ۽ حق حلال جي ڪمائيءَ مان گذران ڪندا هئا. گهر ٻاري تي به پنهنجي واندڪائيءَ جو وقت ايشور جي ڀڪتي، ست پرشن جي شيوا ۽ ساڌ سنگت ۾ سڦلو ڪندا هئا. ديس ۾ بيروزگاري هئي ڪانه، ۽ ماڻهن جي ڪمائي به ججهي هوندي هئي. اتهاسن مان معلوم ٿئي ٿو ته جهڙي تهڙي پورهيت کي به هڪ سوني مهر روز ملندي هئي. ڪن کي پگهار بلي اڌ جيترو اناج، ۽ اڌ جيترا روڪ پئسا ملندا هئا. پر ويدن واري زماني ۾ ئي گرهستي ماڻهن وٽ اَن توڙي پئسو ايترو هوندو هو، جو ٻين آشرمن وارن کي پئسي توڙي سيڌي پاڌي جي مدد ڪندا هئا، جنهنڪري گرهستين يا گهر ٻارين جو مان مٿي ليکبو هو. اڄ به برهمڻ، ٻاوا ۽ ٻيا ڪيترا .گرهستين جي ڪمائيءَ تي پيا پلجن

گرهستين جو اولاد سامائبو هو، ته پاڻ آهستي آهستي دنيوي ڳالهين تان چُت هٽائي، پنجاهه ورهين جي ڄمار ۾ وانبرسٿ آشرم ۾ گهڙندا هئا. يعني گهر تياڳين ڏي ويندا هئا. گهر ڇڏڻ مهل پنهنجي اولاد، ننڍن ڀائرن ۽ ٻين مٽن مائٽن کي گرهست آشرم جي فرض پالڻ جو گهڻو تاڪيد ڪندا هئا. ”چڱا سي، جن جا پويان چڱا“. پاڻ ٻن ڏي وڃن، ۽ پٺيان اولاد مٿان ڪُل جو ڦس ٻوڙي، تنهنڪري ڪين تاڪيد ڪري پوءِ نرسني ٻن ڏي ويندا هئا: پنهنجون فرحتي جاون ڇڏي ڪکاين پنگين ۾ رهندا هئا، ۽ ڪنهن به سواد جي سَڌ ڪانه ڪندا هئا. رواجي ڪپڙا به ڪونه پهريندا هئا، پر وڻن جي ڇوڏن ۽ ڪن گاهن جي تاندورن مان نهيل ڪپڙا ڍڪيندا ها. اهڙا ڪپڙا اتر هندستان ۾ اڄ به ڪٿي ڪٿي آهن. ٻن ۾ به يگيه ڪندا هئا، پر پنهنجي نفساني خواهشن کي روڪڻ لاءِ هڪ وڏو يگيه

سمجهندا ها. پنهنجي استري اڪثر ساڻ هندي هين، ته به هن جي ويجهو نه ويندا هئا، پنهنجي سرير کي تپسيا ۾، من کي اڏياتم ويچار ۾ ايشور جي آراڌنا ۾، ايڪانت نواس دواران لڳائيندا هئا، ته هي لوڪ ۽ سکي، ۽ پر لوڪ سهيلو ٿئي.

اهو ون پرسٿ آشرم ويراڳ پچائڻ واسطي هو. ويدن جي براهمڻن ۾ ڄاڻايل آهي ته جنهن ڏينهن پورو پورو ويراڳ پراپت ٿئي، انهيءَ ڏينهن ڄاڻڻ گهرجي ته ون پرسٿ آسرم جو سمو پورو ٿيو، ۽ پوءِ سنياس آشرم ۾ گهڙجي. ”سنياس“ لفظ ۾ ”سم“ معنيٰ سڀ“، ”ني“ معنيٰ ويجهو“ ۽ ”آس“ معنيٰ ”اُڇلڻ“. سڀ جيڪي ويجهو هجي سو اُڇلي ڇڏڻ يعني سيڪجهه تياڳڻ کي ”سنياس“ چئجي ٿو، مطلب ته پويان پنجويهه ورهيه بنهه تارڪ ٿي يا سيڪجهه تياڳ ڪري، يوگ دواران موڪش پد (نجات) يا مڪتي) حاصل ڪندا هئا. انهيءَ ريت پنهنجي سڄي حياتي سڦلي ڪندا هئا. رگ ويد واري زماني ۾ ئي شايد ائين جيوت گذاريندا هئا، جو اهڙا اشارا رگ ويد ۾ آهن.

<u>مني ۽ وراتيه</u>: سنڌو ماتر جا جيڪي سنياسي دنيا ترڪ ڪري بن ۾ گذاريندا هئا، ۽ ويدن جا منتر پيا اُچاريندا هئا، سي رگ ويد ۾ ”مني“ (Sages) سڏيا ويا آهن. ”وڻن جي ڏڏڻ جا آواز اهڙا پيا اچن جهڙا مُنين جي منترن اُچارڻ جا الاپ“ (رگ ويد، منڊل ستون، 56، 8). ”منين جو سُکو يا ساٿي اندر ديوتا آهي، (منڊل سون، 7، 14). انهن متين بابت هيئن به ڄاڻايل آهي ته منجهانئن ڪي ننگا هوندا هئا، ته ڪن کي گيڙوءَ رتا ڪپڙا پيل هوندا هئا (رگ ويد، منڊل ڏهون، 136، 2). اهي ”ڪيشي“ يعني ڊگهن وارن وارا هوندا هئا، ۽ هوا وانگر آزاد پيا ڦريندا هئا. اهي ديوتائون ڪري ليکبا هئا.

ٻيا هڪڙا سنياسي جي منين کان علحده هوندا هئا، سي (Varatya) سڏبا هئا. اهي رمتا ساڌو هوندا هئا. انهن کي سواريءَ لاءِ ساديون گاڏيون هونديون هيون، جن ۾ به ڍڳا ٻڌل هوندا هئا، ۽ به پيادا اڳيان ۽ به پٺيان هوندا هئن. انهن جا وار رکيل هوندا هئا، بت تي ساڏن جهڙو ويس هوندو هون، ۽ متي تي پڳڙي هوندي هين. اهي به ديوتا پرش ڪري ليکبا هئا. اهي وراتيه شايد مهاديو (اشو مهراج)

جا پوڄاري هئا. خود راجائون کين مان ڏيندا هئا (اٿرو ويد، منڊل 15، 10)، ۽ براهمڻ کين آڏرپاءُ ڏيئي پاڻ وٽ مهمان ڪري رهائيندا هئا (اٿرو ويد، منڊل 15، 12).

جيڪي رشي ۽ مني دنيا ترڪ ڪري بن ۾ رهندا هئا، تن جون جهوپڙيون جيتوڻيڪ پنهنجون پنهنجون هونديون هيون، تہ بہ ڪيترن وقتن تي ڪنهن ميدان ۾ گڏ ٿي، ڪٿا ڪيرتن ۽ گيان گوشٽ ڪندا هئا. مهاپارت، سريمد ڀاڳوت ۽ ٻين ڪيترن پراڻن جي منڊ ۾ ڄاڻايل آهي تہ اهي ڪٿائون نئمشارڻ بن جي وچ ۾ ويهي، ويد وياس جي شش سؤتي اناسي هزار رکيشرن کي ٻڌايون هيون. هن مان معلوم ٿيندو تہ بن ۾ بہ وٽن وڏن گمت لڳي پيئي هوندي هئي، ۽ گيان ۽ ويراڳ جي وارتائن ٻڌڻ مهل هزارن جي تعداد ۾ هڪ هنڌ وجي ڪنا ٿيندا هئا.

<u>ڪگول وديا ۽ جوتش جو اڀياس – وقت جي ماپ</u>: آڳاٽا رشي ۽ مني جي ڳوٺن ۾ گهر ٻاري تي رهندا هئا، يا ويراڳ ورتي ڏاري، بن ۾ وڃي گذاريندا هئا، تن جو نہ رڳو ڌرمي ڳالهين تي ڌيان هوندو هو، پر قدرت سان رهاڻ ڪرڻ جا بہ ڪوڏيا هوندا هئا. سندين مشاهدي جي قوت بہ سگهاري هوندي هئي. سندين هڪ مکيہ ڳالهہ جنهن ججهو ڌيان لهڻو، سا هيءَ آهي تہ رگ ويد واري زماني ۾ ئي گرهن، تارن ۽ نکترن ڏي نظر پئي ڪئي، ۽ ائين ڪگول ودي ۽ وتش جو بنياد وڌائون.

آڳاٽن آرين جو گهڻو زور يڳين ڪرڻ تي هوندو هو. ڪي وڏا يڳيہ ڪندا هئا، جي "سَتر" سڏبا هئا. انهن سترن لاءِ اڪثر اهي ڏينهن مقرر ڪندا هئا، جن ڏينهن تي سج جو پاڇو ڦرندو هو، ۽ ڏينهن وڏا ۽ راتيون ننڍيون، يا ڏينهن ننڍا ۽ راتيون وڏيون ٿيڻ لڳنديون هيون. لوڪمانيہ بال گنگا ڌر تلڪ پنهنجي ڪتاب "اورني" ۾ ڄاڻايو آهي تہ انهيءَ ريت يڳيہ ڇڻ تہ وت جي ماپ ڏيکاريندڙ (Chronometers) هوندا هئا.

وقت جي ماپ چنڊ پٽاندر بہ ڪندا هئا. چنڊ کي سڏيندا هئا "ماس"، جنهن جو اُچار پارسيءَ ۾ آهي "ماهہ". ماس يا ماهہ جي هڪڙي معنيٰ نآهي "چنڊ" ۽ ٻي

معنيٰ ”مهنو“ ۽ ان جو ڌاتو يا بنياد آهي ”ما“ معنيٰ ”ماپڻ“. جنهنڪري ”ماس“ (ماهه) جي بنيادي معنيٰ آهي ”ماپيندڙ“ هيءُ لفظ خود ڄاڻائي ٿو ته وقت جي ماپ چنڊ پٽاندر ڪندا هئا. چنڊ پورو ٿيو ته مهنو پورو ٿيو، تنهنڪري ٻيو مهنو وري نئين چنڊ کان وٺي ليکيندا هئا. مهني ۾ ٽيهه ڏينهن ليکيندا هئا، جنهنڪري ورهيه ۾ 360 ڏينهن ليکيندا هئا، پر وقتي تيرهون مهينو به گڏيندا هئا، جو عام طرح ”اڌڪ“ يا ”لنڊ“ يا ”پرشوتم“ جو مهينو سڏجي ٿو. هرهڪ ڏينهن کي سورج ديوتا جو ”ڌام“ سڏيندا هئا (اٿرو ويد، منڊل پهريون، 64، 11). ڏينهن ۾ چار پهر ليکيندا هئا. پنهنجو سال سياري کان وٺي ليکيندا هئا، جنهن ۾ ٽي منڊون (هرهڪ چئن مهينن جي) شمار ڪندا هئا. پوءِ ورهيه ۾ ڇهن رتين ليکڻ جو رواج پيو. اهي ڇهه رتيون هي هيون: (1) گريشم (گرميءَ جي موسم يا انهارو). (2) هيمنت (خزان)، (3) ششر (سيارو)، (4) وسنت (بسنت بهار)، (5) شرد (سرءُ) ۽ (6) ورشا (برساتي موسم) اٿرو ويد، منڊل ڇهون، 55، 2، ۽ منڊل ٻارهون، 1، 36). اٿرو ويد جي منڊل اٺويهين (7) ۾ اناويهه نکتر ڄاڻايل آهن، جي ڪرتڪا (ڪتين) کان وٺي ليکيندا هئا. هن قديم زماني ۾ ئي وگيان (سائينس) جي ڳالهين تي هيترو ڌيان ڏنائون ٿي، تنهن تان ڪيترن يوروپي عالمن عجب ظاهر ڪيو آهي.

---

* ڪترين کي اها به سکيا ملندي هئي. راجا هرشچندر ڪئين تڪليفون سنيون: پر پنهنجو وچن ڀنگ نه ڪيائين. راجا دسرٿ پنهنجي راڻي ڪيڪئيءَ کي وچن ڏيئي، پوءِ جيتوڻيڪ گهڻو ئي پڇتايو، بلڪ پڇتائيندي پڇتائيندي ڏک وچان پنهنجا پراڻ تياڳيائين، ته به قول تي قابو رهيو. ڀشم پتامهه سڄي عمر ڪنوارو رهڻ قبوليو، ۽ راڄگديءَ تان هٿ ڪنيائين: پر پنهنجو وچن نه ٽوڙيائين، ويجهڙائيءَ ۾ گرنار ڪوٽ جي راجا راءِ ڏياچ ٻيجل چارڻ کي چيو ته ”گهر جيڪي گهرڻو هجيئي“ هن چيس ته ”مون کي پنهنجي سسي لاهي ڏيو“. هن وڏيءَ دل داتا اتي ئي ڪرت ڪٽي ڪاپار ۾ وڌو، ۽ پنهنجي سسي لٽي لاهي وڌائين: پر ٻول ۾ رول نه ڪيائين. – مصنف.

# باب پندرهون

## نيتي يا اخلاق

دان پيج: قديم زماني کان وٺي هندو ماڻهو دان پيج ڪرڻ هڪ ڌرمي فرض ڪري سمجهندا آهن. ويدن جي رچائن ۾ انهن ماڻهن لاءِ ڏڪار ظاهر ٿيل آهي، جن وٽ اَن جا ڀاندار ڀريل آهن، پر دل اهڙي ڪنور اٿن، جو ڪنهن گهرجائوءَ کي جيڪر اَن جو ڪڻو به نه ڏين. هڪ رشيءَ ديوتائن کي آراڌنا ڪئي آهي ته ”اَن اُدارتا“ (Illiierality) شل دنيا ۾ هجي ئي نه (رگ ويد، منڊل ڏهون، 23، 12)! ويدن جي رچائن ۾ انهن ماڻهن جي ساک لکيل آهي، جي غريبن ۽ اناٿن جون گهرجون پوريون ڪن ٿا، ۽ هيڻن جا همراهه ٿين ٿا. هيئن به چيل آهي ته جيڪي ”پوڄ“ آهن يعني ٻين کي ڪاڏو ڪارائين ٿا، ۽ ٻين جي دل وٺن ٿا، تن جو هيءُ لوڪ سکي ۽ پر لوڪ سهيلو ٿئي ٿو (رگ ويد، منڊل پهريون، 126، 1، منڊل پنجون، 30، 12، 15، منڊل ستون، 18، 21، 24). جيڪي راجائون وڏيءَ دل سان دان ڪندا هئا، تن جون ”دان“ اُستتيون“ (سخا جون ساراهون) رگ ويد ۾ جاٽايل آهن، جن مان منڊل پهرئين ۾ سنڌ جي راجا سونيه ڀاوييه جي دان اُستتي ڪاڪشون رشيءَ ڳائي آهي. ديا، ڌرم جو مول چيو اٿن ۽ ائين به چيو اٿن ته ”ديا بنا ستّ به ڪاسائي“. تنهنڪري قديم زماني کان وٺي هندو نه رڳو ماڻهن پر ٻين ساهه وارن تي به ديا ڪندا اچن، ڳاين کي ڳاهه ۽ اَٽي جا پيڙا ڏيڻ، ماڪوڙين کي ڏارو ڏيڻ. درياهه ۾ مڇين ۽ ٻين ساهه وارن لاءِ اَڪا وجهڻ، پنهنجي روز مرهه جي ڪاڌي مان ڪنهن فقير کي ماني ڏيڻ، ڪتي ۽ ڪانءُ کي گرهه ڏيڻ ۽ ٻيا اهڙا رواج اڄ تائين عام آهن. اهي سڀ جيو ديا جا ڪم آهن، جن جو ماڻهن نيم ٻڌي ڇڏيو آهي. اهي روز مرهه جا نيم ياد ڏيارين ٿا ته جيڪي ڪٺجي ڪمائجي ٿو، سو رڳو پنهنجي تن پروريءَ ۽ سرخوئيءَ لاءِ نه آهي، پر سدائين ٻين سان ونڊي کائجي. .ونڊ کاءُ، سک پاءِ، چپ کاءُ، چائي پاءِ“- اهو پهاڪو اڄ تائين عام آهي.

رگ ويد ۾ ”پڻي“ لوڪن (وڻجارن يا واپارين) لاءِ ذڪار ظهار ٿيل آهي، جو انهن کي لوڀ گهڻو هوندو هو، ديا جو انگ منجهن خير ڪو هوندو هو، ۽ ماڻهن کان ڳرا وياج وٺندا هئا (منڊل اٺون، 77، 10). سنڌن هڪ مکي ”بربو“ (Barbu)نالي هو. سؤ دان ڪندو هو، ۽ هن جي ساراهه لکيل آهي (منڊل ڇهون، 45، 33).

رگ ويد واري زماني جي واپارين جي هاڻوڪي زماني جي واپارين سان ڀيٽ ڪجي ٿي ته زمين آسمان جيترو ڦير ڏسڻ ۾ اچي ٿو. اسان جا سنڌ ورڪي پائر توڙي ٻيا واپاري پنهنجيءَ ڪمائيءَ مان سدائين ڪجهه حصو ڌرمائو ڪڍندا ويندا آهن. ائين وڏيون رقمون ڪنيون ڪري چڱي ڪم آڻيندا آهن. حيدرآباد شهر ۾ ڪيترا مندر، ٺاڪر دوارا، ڌرمشالائون وغيره جوڙايل ئي اسان جي پائيبند پائرن جون آهن. ٺاڪر دوارن ۽ ٽڪاڻن وغيره تي گهڻي خرچ ڪرڻ بدران هاڻ حيدرآباد، شڪارپور ۽ ٻين هنڌن جا سينيون گئوشالا، ناري شالا، ڪنيا پانشالا، خيراتي اسپتالن، ويم گهرن ۽ ٻين اهڙن ڌرم جي ڪمن بلي ججهو ڌن خرچين ٿا. عاملن جون جاري ڪيل ناري شالائون، ڪنيا پانشالائون، ڌرمائو اسپتالون وغيره به آهن، پر جيترو پئسو سنڌ جي پائيبندن اهڙنڪمن بلي خرچ ڪيو آهي. اوترو عاملن ڪونه خرچيو آهي.

<u>مهمان نوازي</u>: رگ ويد واري زماني ۾ ئي مهمان نوازيءَ جو انگ اسان جن ماڻهن ۾ هو، ۽ اهو هڪ فرض ڪري ليکبو هو. ماڻهن جي گهرن جا دروازا مهمانن لاءِ سدائين کليل هوندا هئا (رگ ويد، منڊل پهريون، 128، 6). مهمان گهر ۾ گهڙندو هو ته ان جو آدرستڪار ڪندا هئا، هٿ ڌيندا هئس، ۽ تڏي تي وهاريندا هئس. هو پوءِ سنان پاڻي ڪري رسوئي کائيندو هو، تنهن کانپوءِ پاڻ کائيندا هئا. رهڻ لاءِ خلاصي ڪوني ڏيندا هئس. (رگ ويد، منڊل پهريون، 72، 1)، جنهن ۾ وهاڻا، گديون وغيره هوندا هئا. صبح سانجهيءَ مهمان کي سکي رکڻ جو اونو ڪندا هئا. مهمان کي ائين پوڄيندا هئا، جيئن ماڻهو اگن ديوتا کي پوڄي ٿو (منڊل ستون، 3، 5). جن وٽ آءُ آدر نه هوندو هو، تن بابت رشين چيو آهي ته اهڙا ماڻهو ته شل هجن ئي نه! (منڊل نائون، 63، 5). اڄ تائين چوٽي

آهي تہ ”مهمان اچن وڏ ڀاڳين جي گهر“. هندن جي شاسترن ۾ مهمان نوازيءَ کي هڪ وڏو يگيہ ڪري ليکيو اٿن.

**اخلاق جو انگ:** آڳاٽن ماڻهن ۾ اخلاق جي انگ کي زور ونائڻ لاءِ ۽ ڪين ڌرم جي راهہ تي هلائڻ لاءِ رشين ڪين هيءَ ڳالهہ ذهن نشين ڪرئاي، تہ دنيا ۾ جيڪي چڱا توڙي بڇڙا ڪم، لڪائي توڙي پڌري پٽ ڪجن ٿا، سي ڏٺي سپ ڄاڻي ٿو. سيني ڳالهين جو ساکي سورج ديوتا آهي. اهو شاهد مٿان بيٺو آهي، تنهنڪري سوچي ويچاري هلت ڪجي. سوچي ويچاري هلت ڪرڻ لاءِ هڪڙو ئي ”اهنسا““ جو منتر سيکاريائون. ”اهنسا پرمو ڌرم“ چيو اٿن يعني اهنسا وڏو ڌرم آهي. اهنسا جو پرچار پو3 گوتم ٻڌ ۽ مهابير سواميءَ ڪيو، هن وقت مهاتما گانڌي انهيءَ جو پليءَ پت پرچر ڪري رهيو آهي.

”هنسا، لفظ جي اکري معنيٰ آهي ”هڻڻ يا ايذاءُ رسائڻ،“ پر رڳو ڪنهن کي ڌڪ هڻڻ هنسا نہ آهي. ڪنهن سان ڪو ڌوهہ ڪرڻ بہ هنسا آهي. مطلب تہ منين، وچنين ۽ ڪرمين يعني من يا دل سان، وائيءَ يا زبان سان ۽ ڪنهن ڪرم (فعل يا هلت) ڪري، ڪنهن کي ڪو ايذاءُ يا نقصان رسائڻ – تنهن کي ”نسا، چئبو آهي. مهاڀارت جي انوشاسن پرو جي اڌياءَ تيرهين ۾ ڏهن قسمن جا دوش يا پاپ ڄاڻايل آهن، جن کان پاسو ڪرڻ گهرجي.

انسان خطا جو گهر چيو اٿن. بندو سدائين ڀُلو بيٺو آهي، پوءِ انهن ڏهن قسمن جي پاپن کان ڪيس بچائي ڪير؟

”قادر پنهنجي قدرت سين قائم آهہ قديم“.

شاهہ

قادر جي قدرت يعني شڪتي يا طاقت آپار آهي، ۽ اها ئي هر ويلي همراهہ ٿئي ٿي. انهيءَ شڪتيءَ يا طاقت کي مجسم (Personify) ڪري، ان کي نالو ڏنائون ”درگا“. ”درگا“ لفظ ۾ ”دُر“ معنيٰ مشڪل ۽ ”گ – گم“ معنيٰ وڃن. ”درگا“ جي اکري معنيٰ آهي ”جنهن مشڪل ۾ وڃي سگهجي“ انهيءَ سبب سنسڪرت ۾ ”درگاهہ“ معنيٰ قلعو يا ڪوٽ، ٻي معنيٰ ديوي (شڪتي). ديوي پنهنجن پوڄارين

لاءِ هڪ قلعو يا بچاءُ آهي. ۽ سندس ٻاجهه سان ڪوبہ ڏک يا پاپ پُڄي نٿو سگهي. قادر يا سرب شڪتيوان (ايشور پتا آهي، سنديس قدرت يا شڪتي ماتا آهي، ۽ انهن هي سارو جهان پيدا ڪيو آهي، ۽ ساري جهان ڪي قدرت ائين سنڀالي ٿي، جيئن ماءُ پنهنجن ٻچن کي سنڀالي. ديويءَ جي پوڄا جو رواج اهڙن خيالن سبب وڌائون. پوءِ گنگا نديءَ کي ديوي جو روپ ڄاڻائي انهيءَ تي نالو رکيائون ”دهشهرا“ يعني دش (ڏهن) پاپن کي هرڻ ڪرڻ (ڪٽي وجڻ يا لاهڻ) واري شڪتي. ڪيترا هندو اڄ تائين گنگا دسهڙو ملهائيندا آهن ۽ ائين وسهندا آهن تہ گنگا نديءَ ۾ ٽٻيءَ ڏيڻ ڪري ڏهن ئي قسمن جا پاپ ميٽجي وڃن ٿا. پراڻ پٽاندر ديويءَ انهيءَ ڏينهن دئتن تي سوڀ پاتي هئي، تنهنڪري دسهڙي کي ”وجيہ دشمني“ يعني سوڀ جي ڏسنهنءِ (ڏهين تِٿِ) بہ چوندا آهن. انهيءَ ڏينهن سري رامچندر بہ راڻوڻ تي سوڀ پاتي هئي، تنهنڪري هينئر عام طرح دسهڙو سري رامچندر جي سوڀ ملهائڻ جو ڏينهن ڪري ليکيو وڃي ٿو، نہ تہ حقيقتاً دسهڙي ملهائڻ جو رواج سري رامچندر کان گهڻو آڳاٽو آهي، ۽ دسهڙو (دشهن) اصل ۾ درگاهہ ديويءَ توڙي گنگا نديءَ جو نالو يا لقب آهي.

## ڏوهہ ۽ سزائون:

آڳاٽن رشين جيتوڻيڪ هر قسم جي پاپ کي ننديو آهي، تہ بہ ائين سمجهڻ نہ گهرجي تہ رگ ويد واري زماني ۾ ماڻهو گناهہ جا ڪم ڪندا ئي ڪو نہ هئا. انساني سڀاءُ جهڙو اڄ آهي تهڙو اڳي بہ هو، تنهنڪري ماڻهو قسمين قسمين ڏوهہ ۽ گناهہ ڪندا هئا. ڪي لفنگا پرايون ڄايون تڪيندا هئا، ۽ ڪي جوان ڇوڪريون ۽ زالون سندن ڇنبي ۾ اچي ويندڙيون هيون (رگ ويد، منڊل پهريون، 34، 3)، منڊل چوٿون، 5، 5، منڊل نائون، 32، 5 وغيره). انهيءَ هوندي بہ استريون عام ريت پتورت هونديون هيون، ۽ سندن اخلاقي جو معيار اوچو ۽ اعليٰ هوندو هو. پرائي استريءَ سان سنجوڳ ڪرڻ ڳرو گناهہ ليکبو هو. جيئن اڄ ڪالهہ ”ڪارو“ ۽ ”ڪاريءَ“ کي بروقت قتل ڪرڻ واجب سمجهن ٿا، تيئنا ڳي بہ هو، ۽ اهڙي خون ڪرڻ لاءِ ڪابہ سزا ڪانہ ملندي هئي. ٻين حالتن ۾ جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن جو خون ڪندو هو تہ خون ٿيل ماڻهوءَ

جا مائٽ خونيءَ جي پنيان ڊوڙندا هئا، ۽ اُتي ئي پڪڙي اُقٿ ماري وجهندا هئس. وقتي هيئن به ٿيندو هو ته ڪو خون ڪري پڄي ويندو هو، ۽ پوءِ هٿ ايندو هو، ته راجائون رضانامو ڪرائي، فوتي جي مائٽن کي خون جي عيوض ڳايون ۽ ڏاند ڏياريندا هئا. ماڻهو پنهنجي جان جي بچاءُ ڪندي، ٻئي جو خون ڪري وجهندو هو، ته ائين ڪرڻ جو ڪيس حق هوندو هو، ۽ انهيءَ لاءِ ڪيس ڪابه سزا ڪانه ملندي هئي، پوءِ ڀلي ته اڳلو ڪو براهمڻ يا راجڪمار هوندو هو.

رگ ويد واري زماني ۾ چور ۽ رهزن به هوندا هئا. ”چور“ لاءِ ”تسڪر“ لفظ گهڻا گهمرا ڪم آيل آهي. ٻيو لفظ ”ستين“ (Stena) آهي، جنهن جي معنيٰ ڦورو يا لوٽو به آهي. ٻيا هڪڙا چور هوندا هئا. جي ”تايؤ“ سڏيا ويا آهي. انهن کي نڪي رواجي تسڪرن (چورن) جهڙي همت ٿيندي هئي، نڪي چوري سندن پيشو هوندو هو. پانئجي ٿو ته جڏهن روزگار جي تنگي هوندي هين، يا قرض ۾ ٻڏل هوندا هئا، تڏهن تاڻجي يا چڪجي چوريون ڪندا هئا. اهي رات جي وڳڙي ۾ ڳايون ۽ ڪپڙا چورائڻ ويندا هئا (منڊل ڇهون، 12، 59. چوپائي مال جي چوري عام هوندي هئي. چور ڳايون چورائي، ڳاين سميت اونداهين غارن ۾ وڃي لڪندا هئا (رگ ويد، منڊل پهريون، 65، 1). ڪي پروان گهرن کي ڪات هڻڻ ويندا هئا، پر ڪتا ڀڄائي ڪڍندا هئن (منڊل ستون، 53، 3). ڪي رهزن به هوندا هئا، جي جهنگلن ۾ لڪي ويهندا هئا، ۽ رهگذرن کي رسن سان ٻڌي ڪين ڦريندا هئا (منڊل ڏهون، 4، 6). وقتي گهڻا ڌاڙيل پاڻ ۾ گڏجي ڪنهن ڳوٺ ۾ ڪاهي پوندا هئا، ۽ چوپايو مال ڪاهي ويندا هئا. اوڏيءَ مهل ڳوٺ ۾ رڙ پئجي ويندي هئي (رگ ويد، منڊل چوٿون، 38، 5). سڀ ڳوناڻا مڙسي ڪري ڌاڙيلن جي پديان پوندا هئا. ڪي ”پڳي““ يا پيري به هوندا هئا، جي چورن ۽ چوري ٿيل مال جو پيرو ڪڍي چورن کي پڪڙي ايندا هئا.

**اڪثر جهڙو ڏوهه تهڙي سزا:** ڪو چور جهلبو هو ته ڪيس رسن ۽ زنجيرن سان ٻڌندا هئا ويدڪ انڊيڪس، 1، 304، پڻ ڏسو رگ ويد، منڊل پهريون، 24، 13، ستون 86م 5). اٿرو ويد جي منڊل ستين (70، 5) ۾ ڄاڻايل آهي ته چور جون ٻئي ٻانهون پٺيءَ ڏانهن ڪري ٻڌندا هئا، ۽ پوءِ ڪي به پٺي ٻڌندا هئس، ۽ پوءِ اهڙي مار ڪيندا هئس جو زنا خون به ڪيي ڇڏيندا هئس (اٿرووير، منڊل چوٿون، 3). شروع ۾ دستور هيءُ هوندو هو ته جنهن ماڻهوءَ جي چوري ٿيندي هئي، سو جيڪا جٺ چوندو، سا چور سان ڪندا هئا. شايد مراد هيءَ هوندي هئي ته جنهن جي چوري، سا چور سان ڪندا هئا. شايد مراد هيءَ هوندي هئي ته جنهن جي چوري ٿي هجي، سو پلي ته پنهنجي دل وٺان چور کي سيکت ڏياري پنهنجي دل ٺاري، ته پوءِ دل ۾ ڪو سار وير نه رهيس. پوءِ جڏهن راجائون مقرر ٿيا، تڏهن چور کي راجا جي اڳيان ڪڙو ڪندا هئا. راجائون اڪثر چورن جي پٺيءَ تي ڏنڀ ڏياريندا هئا (منڊل پنجون، 79، 9، ۽ چاندوگيه اُپنشد، 6، 16). چوري ٿيل مال جيڪڏهن هٿ ايندو هو ته مالڪ کي ڏياريندا هئا. ماڻهن جي جان ۽ مال جي بچاءَ لاءِ راجا جوابدار هوندو هو، تنهنڪري جيڪڏهن چوري ٿيل مال نه ليندو هو ته ائين سمجهيو ويندو هو ته راجا پنهنجي فرض ادائيءَ ۾ ڪوتاهي ڪئي. اهڙيءَ حالت ۾ راجا پنهنجي شاهي خزاني مان مالڪ کي مجرائي ڏياريندو هو (اگني پراڻ، 323). انهيءَ ريت راجائون ثابت ڪري ڏيکاريندا هئا ته ڪين پنهنجيءَ پرجا جي سنڀال ۽ بچاءُ جو سچو پچو اونو آهي. ”پرجا“ لفظ جي عام طرح معنيٰ آهي ”رعيت“، پر بنيادي معنيٰ اٿس ”اولاد“. اهو لظ خود ڄاڻائي ٿو ته راجائون پنهنجي رعيت کي آنڊي ڄائو اولاد ڪري سمجهندا هئا. جيئن ڪريل اولاد کي سنوارڻ لاءِ مائٽ ڪيس سيکت ڏين ٿا، تيئن راجائون به ڏوهين کي سيکت ڏيندا هئا. سيکت ڏيڻ ڪري اڳلي کي سڌارڻ ۽ ڏوهه کي روڪڻ جي ڪوشش ڪجي ٿي، پر ان جي مول مراد هيءَ آهي ته رعيت جو بچاءُ ڪجي، ۽ اهو ئي سرڪار جو فرض آهي. پنگت جي برخلاف جيڪو ڏوهه ڪندو، تنهن جو ڪيتو پنگت ڪيس ضرور لوڙائيندو. انهيءَ سبب جيڪڏهن ڪو ڏوهاري

اھڙو ڳرو گناھ ڪندو ھو، جو راجائون سمجھندا ھئا تہ ھھڙو ماڻھو مئو ڀلو، تہ اھڙي ڏوھاريءَ کي جيل جي اُتاھين چوٽيءَ تان ڪيرائيندا ھئا. جنھنڪري اُڦٽ مري ويندو ھو، يا تہ ھميشہ لاءِ جڏو ٿي پوندو ھو (رگ ويد، منڊل پھريون، 129) ڪنھن کي موت جي سزا ڏيڻي ھوندي ھين، تہ بروقت سندس سسي لھرائيندا ھئا. *

جيڪڏھن ڪنھن ڏوھ لاءِ پوري ثابتي نہ ملندي ھئي، تہ ڏوھيءَ کي شڪ جو فائدو ڏيندا ھئا، پر متان فرياديءَ جي دل ۾ ڪو ڏک رھجي وڃي، ۽ ائين سمجھي تہ مون سان نياءُ نہ ٿيو آھي، تنھنڪري تھمتيءَ جي ھڪ نہ ٻيءَ طرح پريکيا لھندا ھئا. تھمتيءَ کي اڪثر باھ جي ٻرندڙ مچ مان لنگھڻ لاءِ چوندا ھئا: جيڪڏھن باھ مان لنگھندي، جلي ويندو ھو تہ سمجھندا ھئا تہ پنھنجو ڪيتو لوڙيائين، پر جيڪڏھن سلامتيءَ سان مچ مان لنگھي پار پوندو ھو، تہ پوءِ بي ڏوھي سمجھبو ھو. جنھن زال جي ست ۾ شڪ پوندو ھون، تنھن جي بہ پريکيا ائين لھندا ھئا.

**ست جي مھما:** شريتن (ويدن ۾ ستيہ (سچ) جي مھما گھڻي لکيل آھي. چيل آھي تہ ست جھڙو ٻيو ڌرم ڪونھي. ست ئي سناتن ڌرم آھي. پرم يگتي پراپت ڪرڻ جو وسيلو بہ ست آھي. ست آھي ڌرم، ست آھي تپ ۽ ست آھي يوگ. ست جھڙو ٻيو يگيہ بہ ڪونھي، جو ست جي آڌار تي ئي سنسار جو ٻيڙو ھلي ٿو. اھڙيون ڳالھيون آڳاٽن ماڻھن جي دلين تي ايتري قدر اُڪريل ھيون، جو ڪوڙ تان باھ ويندي ھين. اڄ تہ اسان جن ماڻھن جو اھو ئي وشواس آھي تہ ”ڌرم جي جئہ، پاپ جي ڪئہ“!

---

* ٽي دوش ڪايا يا سرير جا – ٻئي کي خون ڪرڻ يا ڪوبہ ايذاءُ رسائڻ، ڪوٽي رستي ڌن حاصل ڪرڻ يا وڃائڻ، ۽ پرائي زال سان سنجوڳ ڪرڻ (شلوڪ 3).

چار دوش واڻيءَ جا – گندي گفتگو ڪرڻ، شوخ پوڻ، گلا ڪرڻ ۽ ڪوڙ ڳالھائڻ (شلوڪ 4).

ٽي دوش من جا ڏ پرائو مال يا پرائي زال تڪڻ، ٻئي کي نقصان پهچائڻ جا گهاٽ گهڙڻ ۽ ٻيا اجوڳ ويچار ڪرڻ ۽ ويدن ۾ نسچو نہ ڌارڻ وغيره.

اهي دوش (ڏوهہ) ڪرڻ آهي "هنسا"، ۽ انهن کان پاسو ڪرڻ آهي "اهنسا"

* "The standard of female morality appears to have been fairly high" Cambridge History of India Vol. I, p. 88 and 97:

** "Adultery was generally regarded among Aryan peoples as the serious offence against the husband of the woman affected. We accordingly find in the legal literature of India traces of the rule that an adulterer can be slain with impunity, if taken in the act." Dr. A.C. Das., Reg Vedic Culture, p. 257

*** "The right of self defence was also vested in the individual and as such the murder of an assailant, even if the were a prince or a Brahmin was not punishable.,, Naryan Chandra Bandya Padhaya: Development of Hindu Polity and Political Theories. P. 327.

* "in one passage of the Reg V eda there is a probably reference to the employment of trained men to recover stolen cattle." Cambridge History of India, Vol. I, page 97.

* "Danda or punishment is represented as a part of protection. Viewed in this light, punishment is, in its essence, neither retributive, nor deterrent or reformatory, but a reaction of the Social order against an unsocial tendency. This is the idea under lying the doctrine of coercion" Dr. Beni Prasad: Theory of Government of Ancient India, p. 344.

# باب سورهون

## سناتن ڌرم

**"ڌرم" لفظ جي معنيٰ:** "ڌرم" لفظ جو ڌاتو يا بنياد آهي "ڌر" معنيٰ ڌارن ڪرڻ يا جهلڻ. ڌرم هڪ جهلو يا ٽيڪ آهي، جنهن جي آڌار تي هيءُ سارو سنسار هلي ٿو. رگ ويد ۾ "ڌرم" لفظ جي معنيٰ آهي "قائدو". جيئن راجا جي نهرايل قاعدي پٽاندر حڪومت جو چرخو هلي ٿو، تيئن ايشور جي اِڇا موجب سنسار جو بيڙو ڌرم تي هلي ٿو، جيڪي ست آهي، سو ڌرم آهي. جيڪا نيتي آهي، سا ڌرم آهي. ائين ڌرم لفظ کي نهايت ڪشادي معنيٰ ملي آهي. انسان جا جيڪي به فرض آهن، سي سڀ ڌرم ۾ اچي وڃن ٿا. دان پنج ڪرڻ ۽ ٻيا نيڪ اخلاق توڙي اهي ڪم جي آتما کي سنتوش ڏيندڙ آهن، سي سڀ ڌرم جي ڌاڳي ۾ پوتل آهن. انهيءَ ريت ڌرم جو نالو هن لوڪ توڙي پر لوڪ سان آهي. جيڪو ڌرم سنسار جي ڳالهين سان سٻنڌ رکي ٿو، سو "پرورتي ڌرم" سڏجي ٿو، ۽ جو موڪش (مڪتي يا نجات) سان لاڳاپو رکي ٿو، سو "نِورتي ڌرم" ڪونجي ٿو. ڌرم جي انهن ٻنهي پرڪارن جو وستار ويدن جي براهمڻن، اُپنشدن ۽ ٻي ڌرمي شاسترن ۾ آهي. سيني شاسترن جو مول ويد آهن، تنهنڪري هندو ڌرم عام طرح "ويدڪ ڌرم" سڏجي ٿو.

ويد انادي آهن يعني انهن جي آد يا شروعات آهي ئي ڪانه. انهيءَ سبب هندو ڌرم "سنائن ڌرم" سڏبو آهي. سنائن معنيٰ "آڳاٽو، اوائلي، دائمي يا هميشگي وارو" تنهنڪري "ناتن ڌرم" معنيٰ اهو آڳاٽو ڌرم جو آد کان هليو اچي ۽ نت آهي(Existing in all eternity).:

**ڌرم جو خيال ڪيئن پيدا ٿيو؟** ڪيترن عالمن جو چوڻ آهي تہ هندن توڙي ٻين قومن کي ڌرم جو خيال موت بابت ويچار ڪندي آيو، جيڪو ڄمي ٿو، سو اوس مري ٿو. دنيا ۾ رهي ماڻهو پاڻ پتوڙي، ڌن مال ڪنا ڪري ٿو، پر آخر

سڀ اتي ئي ڇڏي ٿو. مٿن مائٽن مان ڪوبہ سنگتي ساٿي ڪونہ ٿو ٿئي. مرڻ ڪانپوءِ ماڻهو اڪيلو ئي اڪيلو ڪيڏانهن وڃي ٿو؟ اهڙن خيالن ماڻهن ۾ قيامت ۽ پرلوڪ جا خيال پيدا ڪيا. وقتي مئل مائٽ سُپني ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿا، ۽ انهن کي دکي يا سکي ڏسجي ٿو. اهڙين ڳالهين پوءِ جي دک سک جا خيال جاڳايا. ائين ڌرم جي خيال جو بنياد پيدا ٿيو، ۽ پوءِ هرهڪ قوم پنهنجي پنهنجي نموني ڌرم تي هلڻ جون واٽون نهرايون.

**هندو ڌرم ۽ ان جو اوائلي ماڳ:** هندو ڌرم ڪنهن جاري ڪيو، ۽ ان جي شروعات ڪڏهن ٿي، تنهن جي ڪنهن کي بہ ڪل ڪانهي. جيئن عيسائين جي مذهب جو بنياد وجهندڙ حضرت عيسيٰ، اسلام جو بنياد وجهندڙ محمّد صلعم، پارسين جي مذهب جو بنياد وجهندڙ زردشت (زورئسٽر) ليکيا وڃن ٿا، تيئن هندو ڌرم ڪنهن بہ بني بشر جي نالي پنيان ڪونہ سڏجي ٿو. "هندو ڌرم جو مول "ست" آهي، ۽ ستيہ سروپ ايشور پاڻ ليکي ٿو. هندو ائين وسهن ٿا تہ "جڏهن جڏهن ڌرم جي هاڃي ٿئي ٿي، ۽ اڌرم زور وٺي ٿو، تڏهن تڏهن ڌرم جي رکيا ڪرڻ لاءِ ايشور پاڻ اوتار ڌاري اچي ٿو". هندن ۾ سري رامچندر، سري ڪرشن ۽ ٻيا ڪيترا اوتار ٿيا آهن، جن کي هندو اڄ تائين پوڄين ٿا، تہ بہ اهي هندو ڌرم جا باني نٿا ليکجن، ۽ نڪا انهن پاڻ ڪڏهن ڪا اهڙي دعويٰ ڪئي. هندو ڌرم ڪانئن گهڻو گهڻو اڳي هو، ۽ عام طرح "سناتن" (آڳاٽو) ڌرم سڏيو وڃي ٿو، جيئن مٿي اڳي چيو ويو آهي.

هندو ڌرم جو بنياد جن اصولن تي ٻڌل آهي، سي بہ ڪنهن هڪ ڄڻي جا جاري ڪيل ۽ ڦهلايل ڪينهن. اهو ويدڪ ڌرم آهي ۽ ويدن جون رچائون گهڻن رشين جون چيل آهن. جيئن جيئن کين الهام ٿي ٿيو، يا سرسوتيءَ ٿي ٻولايو، تيئن تيئن ٿي ٻوليائون. آڳاٽن رشين مان کي اول سنڌونديءَ جي ڪنني تي، تہ کي سرسوتيءَ ۽ پنجاب جي ندين جي ڪنڌن تي رهندا هئا، تنهنڪري هندو ڌرم ۽ هندو سڀيتا جا اوائلي ماڳ سنڌ ۽ پنجاب آهن، جن مان بہ سنڌو نالو اهڙو برک هو، جو هندو ڌرم، هندو جاتي ۽ سڄو هندستان اڄ تائين "سنڌو" (هندو) نالي پٺيان سڏجن ٿا.

سنڌو ندي جهڙي پاڻ ڪشادي آهي، تهڙي ئي ڪشاده خيالي آڳاٽن رشين ۾ پيدا ڪيائين. ڪهڙو به هندو ڪهڙي به عقيدي تي هلي، ۽ ڪهڙي به نموني جي پوڄا ڪري، ته ان لاءِ ڪيس ڪلي آزادي آهي. علحده عقيدن ۽ متن تي هلڻ ڪري پلي ته ڪو هندو ڪهڙي به پنٿ جو پاڻ کي سڏائي، ته به هو هندو آهي. ”پنٿ“ لفظ اهو ساڳيو آهي، جنهن جو اُچار ”سنڌيءَ ۾ ”پنڌ“ به آهي. جيڪي به پنٿ آهي“ آهن، سي سڀ سچي سائينءَ سان ملڻ لاءِ ”پنڌ“ يا واٽون آهن. جنهن کي جيڪا به واٽ وڻي سا پلي وٺي، جو سڀ واٽون آخر انهيءَ تائين پهچائين ٿيون، جو سيني جو سرجڻهار آهي، ۽ جنهن سان آخر سيني جو ڪم آهي. شريمد ڀاڳوت گيتا ۾ سري ڪرشڻ به ارجن کي ائين ئي چيو آهي.

هندو اها دعويٰ به ڪانه ٿا ڪن، ته رڳو سندن ڌرم منجهان ئي موک ملندو يا نجات حاصل ٿيندي. هن باري ۾ اُپنشدن ۾ چيل آهي ته ”جيئن ڳاين جا رنگ نرالا آهن، پر سڀ ڳايون ساڳيو ئي اڇو کير ڏين ٿيون، تيئن ڌرم (مذهب) جيتوڻيڪ نرالا آهن، ته به مقصد هڪڙو ئي اٿن.“ هن مان ظاهر آهي ته هندو ماڻهو سيني ڌرمن يا مذهبن کي عزت جي نگاهن سان ڏسن ٿا، ۽ سندن مقصد هڪڙو ئي ۽ نهايت امول ڪري ليکجن ٿا.

هندن جا ديوتائون، آڳاٽا آريه لوڪ قدرت سان رهاڻ ڪرڻ جا ڪوڏيا هئا، ۽ قدرت جي هر هڪ ڳالهه تي ويچار ڪندي، قدرت مان قادر ساڻ ملڻ جي واٽ لوچي لڌائون. سندن اندرين اک ڪليل هئي. قدرت جي هرهڪ ڳالهه ڏي جيئن شاعراڻي نظر سان نهاريائين ٿي، تيئن سندن اندر ۾ اُمنگ تي اُٿيا، ۽ واحد جي وڏائيءَ ۽ واکاڻ ۾ ٿي چٽڪيا. سندن خيال جي سموري رفتار رگ ويد مان بنهه چٽيءَ ريت پرجهي پروڙي سگهجي ٿي، ۽ پوءِ سمجهڻ سولو ٿئي ٿو ته هندن جي ديوتائن جو تعداد ڪيئن وڌيو، ۽ ڪيئن آڳاٽن آرين ڪثرت مان وحدت لوچي لڌي.

<u>**اُڪاس ۽ پرٿوي – اَبو اَمان:**</u> آڳاٽن لوڪن پنهنجي مٿان هيڏو سارو آسمان ڏٺو، جو قدرت جو هڪ عجيب ڪارخانو آهي: ان ۾ ڏينهن جو سج ۽ رات جو چنڊ تارا چمڪن ٿا، جي حيرت جهڙي جهڳ سڳ لائين ٿا. ان جو نالو رکيائون

”آڪاش“، جنهن جي معنيٰ آهي آسمان يا اُڀ، پر بنيادي معنيٰ اٿس ”جو چوڌاري چمڪي ٿو.“ * انهيءَ چمڪندڙ يا ڀڪندڙ آسمان جي ديوتا کي سڏيائون. ”ديوُس پتر“ يعني ”ابو آڪاش.“ (Sthe Sky Father) ”ديوتا“ لفظ جي معنيٰ ئي آهي چمڪندڙ يا جوت وارو (Shining being)، ۽ ڌاتو اٿس ”دِو“ معنيٰ چمڪندڙ يا روشنائي ڪرڻ. پوءِ ”ديوتا“ لفظ کي وڌيڪ ڪشادي معنيٰ ملي، جنهنڪري پرٿوي (زمين)، پون (هوا) وغيره به ديوتائون سڏجڻ ۾ آيا.

آڳاٽن لوڪن پنهنجن پيرن هيٺان هيڏي ساري زمين ڏٺي، ته ان جو نالو رکيائون ”پرٿوي“، جنهن جي بنيادي معنيٰ آهي ”جا ويڪري آهي“ ان کي ”ڌرتي“ به سڏيائون، جنهن جي اکري معنيٰ آهي ”جا جهلي بيٺي آهي.“ ”ڌر“ معنيٰ ”جهلڻ“. اها پرٿوي يا ڌرتي، مرن ۽ ٻين جاندار توڙي ٻي جان شين کي ماءُ وانگر پنهنجي گود ۾ جهلي بيٺي آهي، ۽ سڀني ساهه وارن کي ائين کاڌو پهچائي ٿي، جيئن ماءُ پنهنجن ٻچن کي پهچائي. اهڙنخيالن وچان پرٿويءَ کي سڏيائون ”ڌرتي ماتا، ڌرتيءَ جي مٿان جنهن وقت سج اُڀريو بيٺو آهي، وڻ ٽڻ ۽ ٻوٽا عمدو لقاءُ لڳائي بيٺا آهن، ۽ هرهڪ چمن ۾ ڇهڇٽو لڳو پيو آهي، تنهن مهل ڌرتي جڻ ته ڀڪي پيئي. چانڊوڪيءَ رات ۾ ڌرتيءَ جو جڻ ته روپ پلٽجي ويندو آهي، ۽ ندين ۽ تلائن جو پاڻي چانديءَ وانگر چمڪندو آهي، تنهنڪري ڌرتيءَ کي به ديوتا ڪونيائون.

ڌرتيءَ جي ڪنهن به هنڌ بيهي، پري پري نهارجي ٿو ته ائين سمجهڻ ۾ پيو اچي ته ڌرتي ۽ آسمان هڪ هنڌ اچي گڏ ٿيا آهن. گويا سندن ئي ميلاپ سان هيءُ سارو جهان پيدا ٿيو آهي. آسمان مان برسات جون بوندون وسن ٿيون، ته ڌرتي جهٽي ٿي ۽ انهيءَ ريت اُتپتي ٿئي ٿي (اٿرو ويد، منڊل ٻارهون، 1، 12، 42). ائتريه براهمڻ: (4، 27) ۾ آڪاس ۽ پرٿويءَ جي وهانءَ جو ذڪر آهي. اهي سڀ شاعرانا خيال آهن. اهڙن خيالن وارن آڪاس ۽ پرٿويءَ کي ساري جهان جو اَبو اَمان ڪري ڪونيائون (رگ ويد، منڊل پهريون، 155، 3، منڊل ٽيون، 3، 11، منڊل ستون، 53، 2). آڳاٽن يوناني لوڪن به ائين شاعراڻي نموني آڪاس ۽ پرٿويءَ کي ساري جهان جو ابو امان ڪونيو آهي.

**اَدتيہ ۽ دئت:** رگ ويد ۾ آڪاس ۽ پرٿويءَ کي ديوتائن جو بہ ابو امان ڪوٺيو اٿن. هن ڳالهہ ۾ وري هڪ ٻيو خيال سمايل آهي، جو ڪولي ٻڌائجي ٿو. ڌرتيءَ کان وٺي آڪاس تائين، ۽ آڪاس کان مٿي جيڪي بہ آهي، تنهن جي ڪا بہ حد ڪانهي. انهيءَ سموريءَ وٿيءَ کي بہ ديويءَ جو روپ ڪري ڄاڻائون، ۽ ان جو نالو رکيائون ”آدتي“ (Aditi) جنهن جي اکري معنيٰ آهي ”نہ ٻڌل يا حد نہ ٿيل يعني آزاد يا ڇوٽ (وٿي) يا ”اننتتا“ يعني جنهن جي انت يا حد ڪانهي (لاحدInfinity)“. ”اَدتيءَ“ جي ٻي معنيٰ آهي ”جا وڃڻ يا ناس ٿيڻ جي نہ آهي“. تنهنڪري پروفيسر راٿ (Professor Roth) جي خيال موجب اها هميشگيءَ(Eternity) جو روپ آهي: آسمان جا ديوتائون (سج وغيره) انهيءَ هميشگيءَ جو اولاد آهن، ۽ سدائين بينا آهن، تنهنڪري اهي ”آدتيہ“ يعني اَدتيءَ جا پٽ سڏيا ويا آهن. اَدتيءَ کي ديو ماتا يعني ديوتائن جي ماءُ ڪوٺيو اٿن. اوائل ۾ رڳو ست اَدتيہ ليکبا هئا، جن مان مکيہ ورڻ ديوتا هو، جنهن جو ذڪر ڌار ڪبو. ديوتائون سدائين آمر آهن يعني مرڻ جا نہ آهن، پر رگ ويد جي منڊل ڏهين (72، 8-9) ۾ ڄاڻايل آهي تہ اَدتيءَ پنهنجو هڪيٽ مارتنڊ (سورج؛ امر ديوتائن جي دفعي مان ڪڍي ڇڏيو، جنهنڪري ڄمڻ ۽ مرڻ جو قاعدو هن سال لاڳو ٿيو. هيءَ رنگين زباني آهي. سج ڏهاڙي صبح جو ڄمي ٿو، ۽ رات جو مري وڃي ٿو، ٻئي ڏينهن صبح جو وري جنم وٺي ٿو، تنهنڪري آمر نہ چئبو.
ويدن کان پوءِ براهمڻ واري زماني ۾ اَدتين جو تعداد وڌي ٻارهن ٿيو، اهي ورهيہ جي ٻارهن مهينن جي سورج جا سروپ آهن. سنڌيءَ ۾ آدتيہ جو اُچار آهي ”آڏت“ ۽ معنيٰ اٿس ”سج“. ادتيہ وار (آڏتوار يا آرتوار) معنيٰ اٿس سورج ديوتا جو ڏينهن (Sunday) . ”آدتيءَ“ جو ضد آهي ”دتي“ معنيٰ حد ٿيل ان ۾ پاتال لوڪ ليکيو اٿن. دتيءَ جي اولاد کي ”دئتيہ“ يعني دتيءَ جا پٽ ڪوٺيو اٿن. دئتيہ جو اُچار سنڌيءَ ۾ آهي ”دئت“ ۽ معنيٰ اٿس ڀوت يا راڪاس. ادتيءَ ۽ دتيءَ کي پوءِ مجسم (Personify) ڪري، انهن بابت ڪي ڪٿائون ٺاهيون اٿن، جن اتهاسن ۽ پراڻن ۾ ڄاڻايل آهن.

**ورڻ ديوتا:** آسمان ۾ جيڪي آدتيہ آهن، تن جي مٿان ورڻ ديوتا آهي. ”ورڻ، لفظ جو ڌاتو بنياد آهي ”ور“ (Vri) معنيٰ مٿان وري وجڻ يا ڍڪڻ. ڌرتيءَ کي مدٿان آسمان ڍڪي بيٺو آهي، تنهنڪري آسمان ”ورڻ“ آهي. آسمان ۽ سمنڊ اُفق وٽ هڪ ٻئي سان گڏيل ڏسڻ ۾ اچن ٿا، ۽ سڀ نديون سمنڊن ۾ وڃي پون ٿيون، تنهنڪري ”ورڻ“ سمنڊ توڙي ندين جو بہ ديوتا آهي، ۽ اهو پاڻيءَ کي مٿان ڍڪيو بيٺو آهي. انهيءَ ريت زمين توڙي آسمان سڀ ورڻ ديوتا جي حڪومت جي حد اندر اچي وڃن ٿا. رگ ويد ۾ ورڻ ديوتا بابت هيٺن کيل آهي:

”هو آڪاس توڙي ڌرتيءَ جو جهلو آهي، ۽ سيني لوڪن (دنيائن) ۾ حاڪم ٿي رهي ٿو (منڊل انون، 42، 1). سون جهڙي سج کي آسمان ۾ هو هلائي ۽ چمڪائي ٿو (منڊل ڇهون، 70، 1۽ ستون، 86، 1، 87، 6). هوا جا گهوگهٽ پيئي ڪري، سا هن جو سواس (ساهہ) آهي (منڊل ستون، 87، 82). ندين جا پيٽ هن ناهيا آهن، ۽ سڀ نديون سندس حڪم پٺاندر وهن ٿيون ”منڊل پهريون، 24، 8، منڊل ٻيو، 28، 4 ۽ منڊل ستون، 87، 1). اهڙي عجيب اٽڪل رکي اٿس، جو سڀ نديون سمنڊ ۾ وڃي پون ٿيون، پر هن کي ڪڏهن بہ پري نٿيون سگهن (منڊل پنجون، 85، 6). هن جا ڪم مقرر ٿيل آهن، ۽ اهي آمر ڪو اورانگهي نٿو سگهي (منڊل ٽيون، 54، 18). سندس حڪم پٺاندر چنڊ پنهنجي چاندوڻ ڪري ٿو، ڏينهن جو تارا غيبي طرح گم ٿي وڃن ٿا (منڊل پهريون، 24، 10). آڪاس ۾ پکي جيڪي واٽون وني اُڏامن ٿا، سمنڊ تي جهاز جن واٽن کان وڃن ٿا، ۽ هوا پرانهن پنڌن تي ڪهڙي واٽ وني لڳي ٿي، سي سڀ سڌيون ڪيس آهن. جيڪي ڳجها ڪم ٿين پيا، يا ٿيٺا آهن، سي سڀ هو ڏسي ٿو (منڊل پهريون، 25، 7). ڪوبہ پراڻي يا ساهہ وارو هن ڪانسواءِ اک بہ نٽو چنيي سگهي، ۽ ماڻهن جي سچ توڙي ڪوڙ جو هو ساکي آهي (منڊل ستون، 28، 6) مطلب تہ ورڻ ديوتا ساري جهان جي مٿان آهي، ۽ هر جا حاضر ۽ سڀ ڪجهہ ڄاڻٺهار آهي، ۽ قدرت جي سمورين ڳالهين جي مٿان سندس ضابطو آهي. اها خدائي طاقت جهان جو چرخو ريت سان هلائي ٿي، ۽ هرڪا ڳالهہ سندس ڏوريءَ ۾ ٻڌل آهي، تنهنڪري سج، چنڊ وغيره بہ بلڪل باقاعدي ڪم ڪن ٿا، انهيءَ ”ريت“ (Cosmic order) کي

”ورڻ ديوتا“ سڏيو اٿن، ۽ چيو اٿن ته اخلاقي ڳالهين ۾ به ريت هلڻ گهرجي نه ته خطا ڪائبي“.

اِندر ديوتا ۽ ورتر دئت: رگ ويد واري زماني ۾ ئي ڪنهن وقت ورڻ ديوتا جي اختياري گهٽجي ويئي، ۽ ان لاءِ سبب اڄ تائين قدرت ۾ ظاهر آهن. گرميءَ جو موسم ۾ جڏهن گُهٽ ۽ رجهڻ ٿئي ٿي، تڏهن ماڻهو نريءَ ٽڏيءَ هوا لاءِ واجهائين ٿا، ويتر جڏهن ڏسن ٿا ته آسمان ۾ ڪارا ڪڪر مڙيو اچن، پر مينهن جو ڦڙو به ڪونه ٿو وسي، تڏهن سياويڪ، طرح جَڪَ پيا ڪائين. سج، چنڊ، تارا وغيره جي آسمان ۾ آهن، سي سدائين سيني جو پلو ڪن ٿا، تنهنڪري آڳاٽن آرين رنگين زبانيءَ ۾ ڄاڻايو ته آڪاس جا ديوتائون سيني جي سڄيءَ ۾ آهن، ۽ ڪنهن جا به منگهرا ڪونه ٿا ٿين، پر آڪاس ۾ ڪي دئت به آهن، جن جي بد اثر ڪري مهامريون پون ٿيون، خوفناڪ طوفان لڳن ٿا، ۽ ٻوڏون ٿين ٿيون. اهي دئت برسات کي وسڻ کان به روڪين ٿا، جنهنڪري ٻنيون سڪن ٿيون، مال لاءِ پورو چارو پيدا ڪونه ٿو ٿئي، ۽ آڙنگ (گُهٽ) سبب ماڻهو ماندا ٿين ٿا. انهن دئتن جو سردار ”ورتر“ (ڍڪيندڙ) سڏيو ويو آهي، جنهن بابت چيو اٿن ته هو گهٽا ئي روپ ڌاري ٿهو. ان جو هڪ روپ ڪارا ڪڪر آهن، جي سورج ديوتا، چندرما ديوتا (چنڊ) ۽ گرهن ۽ تارن کي ڍڪين ٿا، جڻ ته اهڙي ڪنهن بندي خاني ۾ ڪين بند ڪن ٿا، جو ڪي ڏينهن ساندهه اهي ڏسڻ ۾ به ڪونه ٿا اچن، جنهنڪري هاي ديوتائن جا دشمن ڪونيا ويا آهن. اهي سيني ساهوارن جا به جاني دشمن آهن، جو اهي برسات کي وسڻ کان روڪين ٿا، جنهنڪري ماڻهو توڙي مرون بلڪ پکي پکڻ ۽ ٻيا ساهوارا سارنگ کي سنڀاريندي، ماندا ٿين ٿا.

رگ ويد ۾ ورتردئت جو ٻيو نالو ”آهي“ يعني ”نانگ“ به ڄاڻايل آهي. انهيءَ مان عالمن اهو انومان ڪڍيو آهي ته اهو اشارو وڄ ڏي آهي، جنهن جا ور وڪڙ نانگ وانگر آهن. وڄ کِنوين تنهن ڪانپوءِ به مينهن نه وسي، ته اها ڪوڙي وڄ چئبي ۽ اها به ورتردئت جو هڪ روپ ليکبي. اهڙن وقتن تي آڳاٽن لوڪن شايد

ائين ڀانيو تہ ورڻ ديوتا کي ايتري طاقت ڪانهي، جو ورتر دئت سان پڄي سگهي. انهيءَ سبب ورتر ۽ سندس دئتن سان جڏ ڪرڻ ۽ کين ماري مڃائڻ لاءِ ڪنهن وڏيڪ جبري ديوتا جي ضرورت سمجهيائون. ڀانئي ٿو تہ ڪنهن وقت آسمان ۾ گجگوڙ ٿي وڄ ڪِنوڻ لڳي، ۽ مينهن ٿهہ ٿهہ ٿمڻ لڳو تہ سمجهيائون تہ هيءُ وڏو ديوتا آهي ۽ ورتر کان وڏيڪ جبرو آهي، جو پنهنجيءَ وڄر-(Thunder-bolt) سان دئتن جا آسمان ۾ اَڏيل قلعا (ڪارن ڪڪرن جا ڪوٽ) ٽوڙي ٿو تہ مٺا مٺا مينهن وسن ٿا، جنهنڪري پٽ پاهہ جهلين ٿا، گسن مٿي گاهہ ٿين ٿا، تہ نہ رڳو ماڻهو پر چرند پرند ۽ جيت جنتر بہ خوش ٿين ٿا. مينهن وسي رهي ٿو ۽ آسمان ۾ صاف صفائي ٿئي ٿي تہ سڄ، چنڊ تارا نڪري ظاهر ٿين ٿا، ڄڻ تہ قيد کان کين رهائي ملي ٿي. اهو ٻلوان ديوتا، جو ورتر ٽوڙي سندس دئتن کي ماري مڃائي ٿو، تنهن جو نالو اول رکيائون "ترتہ" (Trita) يعني چوماسي جي ٽئين مهيني ۾ برسات وسائيندڙ، پوءِ "پرجنيہ" يعني ڪڪر (وسندڙ ڪڪر) ۽ پوءِ "اندر" جنهن جي معنيٰ آهي "طاقت وارو" اِندر معنيٰ طاقت وارو ٿيڻ).

ورتر ٽوڙي سندس دئت بہ کي ستريون ڏريون ڪينهن. هڪواريءَ اهي اندر ديوتا جي هٿان قتل ٿيو وڃن، تہ وري وري جنم وٺي، حرڪت بازي ڪري، برسات کي اڇيو روڪين. ائين اندر ديوتا سان هو جڳا جڳ جنگ جوٽيندا اچن ٿا، پر اندر ديوتا ڀيري ڀيري سان کين ماري پورو ڪري ٿو. اندر ۽ ورتر جي لڙائيءَ جو ذڪر رگ ويد ۾ نهايت وڻندڙ نموني ٿيل آهي. ان جو انگريزي نظم ۾ ترجمو بہ عمدو ٿيل آهي، جنهن مان ٿوريون مصرعون هتي نموني لاءِ ڏجن ٿيون:-

Who is that, without alarm,

Defies the might of Indra's arms:

That stands and sees without dispay,

The approaching Maruts' dread arrya;

That doies not shun, in wild affright,

The terrors of the deadly fight?

Tis Vrittra, he whose magic powers,
From earth with held the genial showers"
Of mortal men the foe maligh,
And rival of the race-divine:
Whose demon hosts from age to age,
With Indra war unceasing wage:
Who times unnumbered, crushed and slain.
Is ever newly born again:
And everymore renews the and strife,
In which agin he forfeits life.
(J. Muir: Original Sanskrit Texts: Vol: V)

اِندر وڏو يا ورڻ؟ ورڻ ديوتا يا چمڪندڙ آسمان جو ديوتا، جو ساري جهان جي مٿان آهي، سو گهٽو ئي چڱو پر گجگوڙ ڪندڙ آسمان جو ديوتا (اندر ديوتا) جو برسات وسائي ٿو، سو ويک آهي. اڳاٽن آرين جي گذران جو مدار هڪڙو کيتيءَ تي ٻيو چوپائي مال تي هو، تنهنڪري برسات جي ديوتا (اندر) جي پوڄا جو رواج جاري ڪيائون. اڳي ورڻ ديوتا سان گڏ "مِتر" (سورج) جو نالو گڏ ُچاريندا هئا، پر پوءِ ورڻ ديوتا جي نالي سان گڏ اندر ديوتا (Jupiter Plurius) جو نالو گڏيائون (رگ ويد، منڊل پهريون، 17، ۽ منڊل ٽيون، 38).

اندر ديوتا جي پوڄا جو رواج جاري ٿيو، تہ جيڪي اصل ورڻ ديوتا کي مڃيندا هئا، تن مان ڪن اعتراض اُٿاريو – مثلاً نيم (Nema) نالي هڪ رشيءَ چيو تہ "اندر ديوتا آهي ئي ڪونہ. ڪنهن ڏٺو بہ آهي؟ چو اسين سندس اُستتي ڪريون؟" (منڊل اٺون، 100، 3). انهيءَ تي اندر ديوتا درشن ڏيئي چيس تہ "اجهو، مان تو وٽ آيو آهيان، مون ڏي نهار". پاڻئجي ٿو تہ برسات وسائي پنهنجو مشاهدو ماڻايائينس. انهيءَ هوندي بہ اندر ديوتا جي برخلاف گهڻا هئا، ۽ انهيءَ مان وڏا تڪرار ٿيا هئا.

رگ ويد جي منڊل چوٿين (42) ۾ اندر ديوتا ۽ ورڻ ديوتا جي وچ ۾ هليل گفتگو ڇاڇايل آهي. اندر چوي ته آءٌ وڏو، يا ورڻ چوي ته آءُ وڏو. رفتي رفتي ورڻ رڳو پاڻيءَ جو ديوتا ليکجڻ ۾ آيو، ۽ عام طرح ماڻهو اندر کي برسات جو ديوتا ڪري پوڄڻ لڳا. اهو رواج مهاڀارت جي زماني تائين سانده هلندو پئي آيو. انهيءَ زماني ۾ اندر پوڄا جي برخلاف سري ڪرشڻ پرچار ڪيو. جنهن ڳالهه جو شريمد ڀاڳوت جي ڏهين اِسڪنڌ ۾ ذڪر آهي. انهيءَ ڪانپوءِ به اندر جي پوڄا جو رواج هلندو آيو. عيسوي سن کان ڇهه صديون ڪن اڳي گوتم ٻڌ اندر جي پوڄا جي برخلاف آواز ڪڙو ڪيو. اندر ديوتا لاءِ ماڻهو ٻَليون چاڙهيندا هئا، سو رواج بند ڪرايائين. هن وقت انهن ۾ ٻَلين چاڙهڻ جو رواج ڪونهي، ته به سڄي هندستان جا هندو اندر کي برسات جو ديوتا ڪونين ٿا، ۽ ورڻ ديوتا کي پاڻيءَ جو ديوتا ڪري پوڄين ٿا. جيڪي هندو درياهه پنٿي آهن، سي سري اُڏيري لعل صاحب کي ورڻ ديوتا جو اوتار ڪري مڃين ٿا. اهي اَتي جو وڏو پنوڙو ناهي، انهيءَ تي سينڌر، گل ڦل وغيره هٽي، ۽ چومکو ڏئو ٻاري .ٻهرانو" يعني بحر جو نذرانو ڪيندا آهن. ائين ورڻ ديوتا جي پوڄا اڄ تائين هلي اچي.

**<u>وايو، مروت ۽ ردر:</u>** ڌرتي ۽ آڪاس يا پولار (Ether) کان سواءِ ٻيا عناصر (تتو) هوا، باهه ۽ پاڻي آهن، جن کي ايتري طاقت آهي، جا ڪنهن به بني بشر کي ڪانهي، تنهنڪري آڳاٽا لوڪ انهن کي به ديوتائون ڪري پوڄيندا هئا. هوا کي "وايوُ" سڏيندا هئا، جنهن جو اُچار سنڌيءَ ۾ آهي "واؤ"، ۽ ڌاتو يا بنياد اٿس "وا" معنيٰ لڳڻ. وايو يا واءُ اهو آهي، جو لڳي ٿو. هوا يا واءُ کان سواءِ ڪوبه ساهوارو جيڪر جيئرو رهي ڪين سگهي، تنهنڪري ان جو ججهو قدر ڪري، ان کي ديوتائن جي دفعي ۾ ليکيائون.

برساتي موسم ۾ جيڪي جهڙا يا طوفان لڳن ٿا، تن کي آڳاٽن لوڪن نالو ڏنو "مَرُوت". اهي مينهن کي ڇوهه سان آڻين ٿا، تنهنڪري اهي اندر ديوتا جا مددگار سڏيا ويا آهن. انهن جي مدد سان اندر ديوتا "ورترديئت" کي ماري مڃائي ٿو، ته مينهن اوهيرا ڪري وسي ٿو. آسمان ۾ جيڪي لڳهه (ڪڪر) پاڻ ۾ لڳي، ڀوائتي گجگوڙ ڪن ٿا، تن کي آڳاٽن لوڪن نالو ڏنو "رُدر" (خوفناڪ)، جو

سندين گجگوڙ ڪري ڪليون بہ ڪنبيو وڃن. اهي شو ڀڳوان جا روپ ليکيا ويا آهن. ”شو“ ۽ ”شنڪر“ لفظن جي معنيٰ آهي ”ڪلياڻ ڪندڙ“. هيبتناڪ گجگوڙ ٿيڻ ڪري شو ڀڳوان ”ردر“ (خوفناڪ) روپ وارو ليکجي ٿو، اهو ئي ساڳيو برسات وسائي جيون جا ڪلياڻ ڪري ٿو، تنهنڪري ”شو“ ۽ ”شنڪر“ سڏجي ٿو. ”شميو“ لفظ جي بہ معنيٰ اهي، جنهن مان ڪلياڻ ٿين.

اگني ديوتا: باهہ ٻارڻ جو هنر آڳاٽا آريہ لوڪ انهيءَ قديم زماني ۾ سکيا، جنهن زماني ۾ يورپي لوڪن جا ابا ڏاڏا بہ ميرو پربت طرف ساڻن گڏ رهندا هئا. اهو هن ڪري چئجي ٿو جو سنسڪرت ۾ باهہ کي اگني“ چئبو آهي، ۽ اهو ئي ساڳيو لفظ لاٽن ٻوليءَ ۾ آهي ۽ اُپار اتس ”اِگنس“ (Ignis). رگ ويد ۾ اندر ديوتا ڪانپوءِ اگن ديوتا جي جيتري اُستتي آهي، تيتري ڪنهن بہ ٻئي ديوتا جي ڪانهي. انهن اُستتين مان آڳاٽن آرين جون شاعراڻيون خوبيون پليءَ پت ظاهر ٿين ٿيون. رگ ويد جي منڊل پهرئين (103، 1) ۾ چيل آهي تہ ”اي اگني، تنهنجو تت جيتوڻيڪ ڪٽي هڪڙو ئي هوندو، تہ بہ تنهنجا روپ ٽي آهن. هن پرٿويءَ تي تون باهہ تي پڙڪا ڏين ٿي، وچ اڪاس ۾ تون بجلي تي چمڪاٽ ڪرين ٿي ۽ مٿاهين آڪاس ۾ تون سونو سج ٿي ڀڪين ٿي. تنهنجو جنم اصل آڪاس ۾ ٿيو هو، پر ويدن جا جيڪي چاٽو هئا، تن هنر هلائي، توکي پرٿويءَ تي آندو، جڻ تہ آڪاس جي اَثر بجليءَ ماڻهن جي چلهين اڄي ٽِڙ پاتو. آڳاٽن رشين ڪاني ڪانيءَ سان گهي باهہ پيدا ڪئي، گويا ٻن ڪانين جو پنهنجن هٿن سان هٿيالو ٻڌائي ڪين پرٽايائون، جن مان ڀڪندڙ اگني پيدا ٿي، پر آڪاس ۽ پرٿوي، مان سچ تو چوان تہ اهو ٻار جو اڻ سياويڪ طرح پيدا ٿئي ٿو، سو پنهنجي ماءُ پيءُ (ٻن ڪانين) کي جلائي چڏي ٿو. ائين ماءُ جا سگهو ئي پساهہ پورا ٿيو وڃن، ۽ جيئن ٻچي کي نپائڻ گهرجي، تيئن نپائي نٿي سگهي، پر هيءُ عجيب ٻالڪ (اگن ديوتا) پوءِ بہ پيو تڳي... دونهين جي جهنڊن واري اگني، تون ٽڙڪاٽ ڪرين ٿي، تنهنجا وار شعاع ڪن ٿا... گهر گهر ۾ تون مهمان ٿي اچين ٿي تہ هرڪو تنهنجو آدرسڪار ڪري ٿو... پر اي ديوتا، جڏهن تون ڪوپ ٿي، ڀيانڪ شعاع ڪرين ٿي، ۽ سيڪجهہ ناس ڪرڻ جي طاقت جا تو ۾ آهي سا

ظاهر ڪرين ٿي، تڏهن سڀ ساهوارا توکان ائين پڇن ٿا، جيئن غالب پونڌڙ غنيم جي پنيان پوڻ سبب (ڪمزور ڏر جو) لشڪر پڇي وڃي ٿو. تون جنهن کي لڳين تنهن کي پسم ڪري مٽيءَ سان ملايو ڇڏين. وڏن وڏن ٻيلن جي ته ائين صفائي ڪيو ڇڏين، جيئن حجام پاڪيءَ سان ڏاڙهين جي صفائي ڪيو ڇڏي. باهه جي مچ کي هوا ڏئين ٿي ته سمنڊ جي لهرين وانگر آواز ڪري ٿي، پکي ڊڄي پڇي وڃن ٿا، ۽ جڏهن مچ پورو ٿي وڃي ٿو، تڏهن سڄي واٽ تي رڱي ڪارهن نظر اچي ٿي. پر اي مها اگني، تون سدائين اهو ڀيانڪ روپ نٿي ڌارين. تون جهيڻي ٿي اسان جي چلهين ۾ ٽمڪين ٿي، ۽ اسين سنڀال سان توکي تاتيون ٿا ته اسان جا گهر ڀهڪن پيا. جيڪي ماڻهو اَتک تي پورهيو ڪن ٿا، تن کي تون پڪل طعام پهچائين ٿي، ته هو خوش ٿين ٿا. تنهنجو ڪاڙو سُڪل ٻُنڊَ ۽ مکڻ آهن، جي توکي وڻن ٿا. مون وٽ نڪا آهي ڳانءِ نڪو ڪنو ڪيل مکڻ، نڪو ڪو ڪاٺين ڪرڻ لاءِ ڪهاڙو اٿم؛ پر اي ديالو ديوتا، مون تو لاءِ هي ٿوريون سڪل ڪاٺيون آنديون آهن. ٻيون ڪاٺيون مون وٽ ڪينهن، تنهنڪري منهنجي هيءَ غريباڻي ڀيٽا قبول ڪر“. هن سموري مضمون جو انگريزي نظم ۾ ترجمو ٿيل آهي، جنهن مان ٿوريون مصراعون نموني لاءِ هتي ڏجن ٿيون.

Great Agni, though thine essence be but one,

They forms are three: as fire thou blazest here,

As lightning flashest in the atmosphere,

In heaven thou flamest as the golden sun.

It was in heaven thou hadst they primal birth, By art of sages skilled in sacred lore

Thou was drawn down to human hearths of yore,

And thou abid'st a denizen of earth.

Sprung from the mystic fair by priestly hands:

In wedlock joined, forth flashes, Agni bright,

But, O ye Heavens and Earth, I tell you right,
The unnatural child devours the parent brands,
And yet this orphanded god himself survives
Although his hapless mother soon expires,
And cannot nurse the babe, as babe requires,
Great Agni, wondrous infant, grows and thrives,
Dr. J. Muir: Original Sanskrit Taxts Vol. V.p. 221.

جيڪو ٻيرو رڏبو ٻچائبو، سو ٻيرو باهه ضرور ڪپندي – ٻيري ٻيري ڪاٺي ڪاٺيءَ سان گهڻي باهه پيدا ڪرڻ بدران سولي سهنجي وات هيءَ آهي تہ باهہ ۾ ٻندي وجهي ڇڏجي تہ باهہ دکندي رهي. آڳاٽا لوڪ گيهہ ۽ مکڻ بہ باهہ ۾ وجهندا هئا تہ ڇگو ٻنيٺ ٻري يگيہ ۽ هون هوم جي شروعات ائين ٿي. اگنيءَ ۾ آهوتي (گيهہ وغيره) وجهجي ٿي، تہ باهہ ٻڙڪا ڏيئي عرشين وڃي لڳي ٿي. هن تان بہ آڳاٽن رشين کي ڪو شاعراڻو خيال آيو، جو ويدن ۾ اگن ديوتا بابت ڄاڻايل آهي تہ اهو هڪ تکو قاصد آهي، جو جهٽ عرش تائين پهچي ٿو. يگيہ جي اگنيءَ ۾ جيڪي وجهجي ٿو، تنهن جو تت آڪاس ۾ رهندڙ ديوتائن کي پهچائي ٿو، ۽ ڪين پاڻ سان وني پرٿويءَ تي انهن پوڄارين وٽ آڻي ٿو، جي يگيہ جي اگني دکائين ٿا. انهن ديوتائن جي آسيس ۽ ڪرپا سان پوڄاري وڏن ويجهن ٿا ۽ ٻريا ڀاڳيا ٿين ٿا.

ڪنهن پراڻيءَ جو اگنيءَ سنسڪار ڪجي ٿو، ۽ لڪڙا ڏجن ٿا تہ بہ باهہ عرشين وڃي لڳي ٿي. اوڏيءَ مهل ڄڻ تہ ڌرتيءَ ۽ آسمان جي وچ ۾ اگني هڪ پُل مثل ٿي بيهي ٿي، جنهن تان پراڻيءَ جي آتما لنگهي سرڳ ۾ وڃي واسو ڪري ٿي. اهي هئا اگنيءَ بابت آڳاٽن آرين جا خيال.

**سورج ديوتا:** رگ ويد ۾ سورج ديوتا جي بہ ججهي ساراهہ ٿيل آهي، ۽ ان جا گهڻي ئي نالا ڄاڻايل آهن. ”سورج“ يا ”سج“ اصل ۾ آهي سنسڪرت لفظ ”سُوريہ“، ۽ ڌاتو اٿس ”سو“ معنيٰ پيدا ٿيڻ. سڀ پيدائش سج جي روشنائي تي ٽڪي ٿي، تنهنڪري هو سيني جو ”مِتر“ (مٽ يا مائٽ) آهي. ورڻ ديوتا جو وڏو

لاڳاپو تارن پريءَ رات سان آهي، پر ڏينهن جو ديوتا سورج آهي، تنهنڪري رگ ويد ۾ ورڻ ديوتا جي نالي سان گڏ ”متر“ نالي گهڻا گهمرا ڪم آيل آهي، جنهن جي ڪتي معنيٰ آهي ”سج“ تہ ڪتي معنيٰ اٿس اها طاقت جا سج کي پورن وقتن تي اُيرائي جهان جي مٿان روشنائي ڪرائي ٿي.

سج جي روشنائيءَ تي ساوڪ سبزي ٿئي ٿي، تنهنڪري سج کي ”پُوشڻ“ بہ چوندا هئا. جنهن جي اکري معنيٰ آهي ”اُيرائيندڙ“. آڳاٽا آريہ لوڪ جڏهن مال چارڻ ويندا هئا، تڏهن پوشڻ ديوتا (سورج ديوتا) کي پنهنجو هڪ عمدو رهبر ڪري سمجهندا هئا. سج جي روشنائي تي چڱا چراگاهہ ڳولي لهجن ٿا، جتي مال گاهہ کائي متارو ٿئي ٿو، تنهنڪري پوشڻ ديوتا کي ”پشوپا“ يعني پسن يا وهٽن جو پاليندڙ بہ ڪوٺيو اٿن. جهنگ جا مرون چوپائي مال يا خود مالدار تي ڪاهي ايندا تہ سج جي روشنائيءَ تي پريان ئي سڏ پئجي ويندي. انهن سيني سببن ڪري آڳاٽا لوڪ چوندا هئا تہ ”واٽن تي جيڪي بگهڙ ۽ ٻيا خوف خطرا آهن، تن کي اهو ديوتا ٽاري ٿو، (منڊل پهريون 42، 1-3). ”اي پوشڻ ديوتا، تون اسان لاءِ واٽ سٺائي ڪج، ۽ مال جي چاري لاءِ اسان کي چڱيءَ جُوءِ ڏي وٺي هلج“ (منڊل پهريون 42، 7-8). هن مان ڏسڻ ۾ ايندو تہ سج جي ڳڻن جون ڳالهيون ڳٽي ائين چيو اٿن.

سورج ديوتا اخلاق يا نيتيءَ جي راهہ ۾ پنهنجو چڱو رهبر سمجهيائون ٿي. رگ ويد ۾ چيل آهي تہ آڪاس ۾ جيڪي ديوتائون آهن، تن جي اک سورج ديوتا آهي. دنيا ۾ جيڪي وهي واپري ٿو، تنهن سڀ جو هو ساکي آهي، ڪهڙا بہ ڪم لڪائي ڪنداسين، تہ بہ هو ڏسي ٿو، تنهنڪري سدائين چيتي هلجي، جو اهو شايد مٿان بينو آهي. ائين سورج جي روشنائيءَ آڳاٽن آرين ۾ روحاني خيال پيدا ڪيا. رگ ويد جي منڊل چوٿين (14، 2)، منڊل ستين (63، 1) ۽ منڊل ڏهين (158، 1-4) ۾ سورج جو ٻيو نالو ”سوتر“ (Savitr) ڄاڻايل آهي. ڏينهن جو سج روشنائي ڪري ٿو، ۽ سانجهيءَ جو لهي وڃي ٿو، پر رات پوڻ ڪانپوءِ بہ هو مٿي آڪاس ۾ هليو اچي (منڊل پهريون، 35، 2، ۽ منڊل چوٿون، 38، 3-4). رات

جو سيني ساهه وارن کي هو نندڍ بخشي ٿو، ۽ صبح جو کين سجاڳ ڪري ٿو (منڊل چوٿون، 53، 3) ۽ منڊل ستون، 45، 1). انهيءَ سورج جي تيزي ”ساوتري“ آهي، ۽ ان جو ٻيو نالو ”گاتيري“ آهي. مطلب ته گاتيري منتر اُچارجي ٿو، ته اگيان جي اوندهه ٽري، ۽ اسان جي ڏي ڪلي ته جوتي سروپ پرماتما سان ائين ملي هڪ ٿي وڃون، جيئن جوت سان ملي هڪ ٿي وڃي ٿي. قدرت مان قادر سان ملڻ جي واٽ اجها ائين پئي لوڇي لڌائون.

هندو ماڻهو وشنو ڀڳوان کي جوتي سروپ پرماتما جو اوتار سڏين ٿا. سري رامچندر ۽ سري ڪرشڻ وشنو ڀڳوان جو اوتار ليکيا وڃن ٿا. اهي اتهاسن واري زماني ۾ ٿي گذريا آهن. پر ڪانئن گهڻو اڳي رگ ويد ۾ وشنوءَ بابت جيڪي چيل آهي، تنهن مان ظاهر آهي ته اصل ۾ سورج جي هڪ روپ جو نالو وشنو هو. اڄ تائين هندو ماڻهو سورج ديوتا کي هٿ جوڙي نمسڪار ڪندا آهن، ته اهو جوتي سروپ پرماتما جو روپ اسان جي اندر ۾ جوت جاڳائي ۽ اگيان جي اندهه ٽاري.

رگ ويد ۾ وشنو بابت چيل آهي ته هو ٽي قدم يا وکون کڻي ٿو. هڪڙيءَ وک سان سڄي ڌرتي، ٻي وک سان وچ آڪاس ۽ ٽينءَ وک سان مٿاهون آڪاس (وشنو لوڪ) والاري ٿو. انهيءَ مٿاهين آڪاس ۾ هو ماڻهن کي ڏسڻ ۾ نٿو اچي، پر ديوتائن کي ائين ڏسڻ ۾ اچي ٿو، جو ڄڻ ته آڪاس ۾ اک کتل آهي (رگ ويد، منڊل پهريون، 154، 5). اتي (وشنو لوڪ ۾) ديوتائون آنند ۾ رهن ٿا (منڊل انون، 29، 7). ياسڪ مني جي جوڙيل ”نرڪت“ (12، 19) ۾ ڄاڻايل آهي ته انهن ٽن وکن جو مطلب آهي —سورج جو اُڀرڻ، مٿي چڙهڻ ۽ لهڻ. ڪن يورپي عالمن جو به اهو ئي چوڻ آهي ته سورج ديوتا جو هڪ روپ وشنو ڀڳوان آهي، جو وڏيون وکون کڻي سڄو جهان والاري ٿو.

اُشا ديوي: آڳاٽن لوڪن قدرت جي هڪ نظاري جو نهايت عمدو ذڪر ڪيو آهي. سج اُيرڻ ڪري اوندهه ٽري ٿي، پر سج اُيرڻ کان ئي اڳ جيڪا ديوي پنهنجو درشن ڪرائي ٿي، سا ”اُشا“ يعني پرڀات (Dawn) آهي. رات ڪَٺُ چڏي، پلئه کڻي ٿي ته هن ديويءَ جي جلوه ۽ جمال ڪري صاف صفائي ٿئي ٿي، ۽ سڄو آسمان

نهايت نزاڪت پريو لڳي ٿو. آڳاٽن رشين اهو نرمل نظارو ڏٺو ته اندر ۾ اُمنگ اُٿين. پر پات بابت جيڪا شاعراڻي پلٽ پلٽي اٿن، تنهن جي پڙهندي روح کي راحت پيئي اچي. اُشا ديويءَ بابت جيڪي چيو اٿن، تنهن مان ٿوري مضمون جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڏجي ٿو:

هيءَ آڪاس جي نياڻي، ڏورانهين عالم مان پنهنجي ڀڪنڊڙ رٿ (گاڏيءَ) تي چڙهي اچي ٿي — سندس رٿ ۾ ڳاڙهي رنگ جا گهوڙا ٻڌل آهن (جن جي لعلاڻ آسمان کي رڱيو ڇڏي)، ۽ جيئن ويجهو اچي ٿي تيئن سدائين ڀڪي ٿي. هن ديويءَ جي شڪل سهڻي ۽ مرڪَ مني آهي، ۽ پنهنجي جوڀن جي سموري نزاڪت ڏيکاري ٿي. اي ديوي، تنهنجي ڇاتي روشن آهي، تنهنجو منهن ڀڪنڊڙ آهي ۽ تنهنجا سون ورنا وار تجلي وارا آهن جيئن ڪا سندري پنهنجي پتيءَ کي پاڻ تي موهت ڪرڻ لاءِ پنهنجي بدن تي ڀڪنڊڙ ويس وڳا ڪري ٿي، ۽ سندس اکين اڳيان پنهنجي حُسن جو اظهار ڪري ٿي، تيئن هيءَ ديوي ڀڪندي اچي ٿي.س ورج ديوتا عاشقن وانگر سندس پنيان ڊوڙي ٿو، ۽ ڊوڙ ۾ ڪانئس شرط کٽي وڃي ٿو، ۽ ٻئي هڪ ٻئي جي ٻک ۾ اچي هڪ ٿيو وڃن. سڀاڳي اُشا، اچ اسان تي هن هنڌ پنهنجو پرڪاش ڪر!

”جيڪي صبح گذري ويا آهن، ۽ بيشمار صبح جي هن کان پوءِ ٿيڻا آهن، تن جي واٽ وٺي، هيءَ روشن اُشا اچي ٿي، ته اوندهه ٽاري ٿي، ۽ جيڪي ماڻهو ننڊ ۾ مئل مثل پيل آهن، تن ۾ سجاڳي پيدا ڪري ٿي.

”سهڻي اُشا، تون جيتوڻيڪ بيشمار ورهين کان جيئري رندي آئي آهين، ته به هر ڪنهن صبح جو تون نئون جنم وٺين ٿي، تنهنڪري تون ٻڍي به آهين، ته جوان به آهين.

”اڄوڪو صبح اها واٽ وٺي ويندو، جا ڪانئس اڳي هر ڪنهن صبح ورتي. هن ڪانپوءِ جيڪو صبح ٿيندو، سو به اُشا جي پٺ وٺي ويندو. قديم زماني ۾ جن ماڻهن اُشا جي واٽ نهاري ٿي، سي گذاري ويا. اڄ سندس اچڻ تي اها اسين پيا ڏسون، ۽ اسان کان پوءِ جيڪي ٻيا پيدا ٿيندا، سي آئيندي انهيءَ ديوي جا ترورا پسندا.“ (رگ ويد، منڊل پهريون، 113، 7-11).

"Fair Ushas, though through years untold
Thou hast lived on, Yet thou art born
A new on each succeeding morn,
And so thou art both young and old."
"All those who watched for thee of old
Re gone, and now, tis we who gaze
On they approach: in future days
Shall other men they beams behold,"
Muir: Original Sanskrit Text, Vol. V.p. 196

هيءَ نسوري شاعراڻي پلٽ آهي. انهيءَ جو جيڪو مزو اصلوڪي مضمون مان ايندو، سو ترجمي مان اچي ڪين سگهندو. انهيءَ هوندي بہ ايترو چئبو تہ رگ ويد جي هن مضمون کي جيتوڻيڪ هزارها ورهيہ گذري ويا آهن، تہ بہ اڄ بہ اهڙو ئي تازو پيو لڳي، جهڙو انهيءَ زماني ۾ آڳاٽن ماڻهن کي لڳو ٿي.

ٻيا مکيہ ديوتائون: رگ ويد ۾ جن ديوتائن جو ذڪر آهي، تن مان هرهڪ جو مٿينءَ ريت وستار ڪجي، تہ هڪ چڱو خاصو ڪتاب ٿهي پوي. انهيءَ سبب هتي رڳو ايترو ڄاڻائجي ٿو تہ رگ ويد ۾ ٻيا مکيہ ديوتائون پرجا پتي (برهما)، اشوني ڪمار (شايد شفق ۽ صبح جا تارا)، يم ديوتا ۽ منو پيڳوان آهن، جيئن عيسائي، يهودي ۽ مسلمان وغيره مڃين ٿا تہ پهريون انسان آدم هو، جنهن مان انسان ذات پيدا ٿي، تيئن هندو وسهن ٿا تہ اول منو پيڳوان هو، جنهن مان ٻيا ماڻهو پيدا ٿيا. ”ماڻهو“ لفظ اصل ۾ آهي ”منشيہ“ يعني ”منوءَ جو اولاد“. ساڳيءَ ريت ”آدمي“ معنيٰ ”آدم جو اولاد“.

آڳاٽا آريہ لوڪ سوم نالي هڪ ٻوٽي جي رس پيئندا هئا، جا چنڊ جهڙي اڇي ۽ روشن هوندي هئي. اها نهايت ڳٽاڪاري هئي، تنهنڪري انهيءَ ٻوٽيءَ جي اُپرائيندڙ ديوتا کي بہ ”سوم“ سڏيندا هئا. گ ويد، جو سڄو نائون منڊل سوم جي ساراهہ سان پريل آهي. جيئن سج جو روپ اگني آهي، تيئن سوم جو روپ چندرما (چنڊ) آهي، ۽ اهو بہ ”سوم“ سڏجي ٿو. ”سومر – سومار“ معنيٰ ”سوم يا

چندرما (چنڊ) جو ڏينهن“ (Monday: Moon-day) ويدن جي براهمڻن ۾ سوم (چنڊ) کي امرت جو نياڻ سڏيو اٿن. چنڊ جي سهائي پکَ ۾ ديوتائون اهو امرت پيئن ٿا ته چنڊ جي ڪلا ڏينهون ڏينهن وڌندي وڃي ٿي، ۽ اونداهي پک ۾ پتر اهو امرت پيئن ٿا ته چنڊ جي ڪلا وڃي گهٽبي. هي ڳالهيون پراڻن ۾ به لکيل آهن.

آڳاٽا لوڪ سنڌونديءَ کي هڪ مکيه ندي ڪري سمجهندا هئا، تنهنڪري ان جي گهٽي اُستتي ڪئي اٿن، پر سرسوتي نديءَ کي هڪ پوتر ندي ڪري ليکيندا هئا، تنهنڪري ان کي ديوي ڪوٺيو اٿن. سرسوتي ندي جي ڪناري تي گهڻا يگيه ڪندا هئا ۽ ويدن جا منتر اُچاريندا هئا. انهيءَ سبب سرسوتي نديءَ کي ڪتي پوتر ندي ته ڪتي وديا جي ديوي سڏيو اٿن، ۽ ان کي گهڻو واکاڻيو اٿن. انهيءَ قديم رواج پٽاندر اڄ تائين سرسوتي وديا جي ديوي ليکي وڃي ٿي.

آڳاٽا لوڪ وسهندا هئا ته حورون يا پريون به آهن – انهن کي ”اَپسرائون“ (اپچرائون) سڏيندا هئا. اپسرائن بابت وسهندا هئا ته انهن کي پاڻيءَ ۾ تڙڳڻ وڻندو آهي، تنهنڪري مٿن اهو نالو رکيائون. ”اپ“ معنيٰ پاڻي ۽ ”سر“ معنيٰ سرڻ يا چرڻ، جنهنڪري اپسرا معنيٰ پاڻيءَ ۾ سرندڙ يا تڙڳندڙ.

ديوتائن جو تعداد: رگ ويد جي منڊل پهريون (139، 11) موجب، توڙي اٿرو ويد ۽ براهمڻن موجب مکيه ديوتائون ٽيٽيهه آهن: يارهن ڌرتيءَ جا جهڙوڪ پرٿوي، اگني، برهسپتي ۽ سوم وغيره، يارهن ديوتائون ”مڌيم. استاني“ (Intermediate or aerial) يعني آڪاس يا پولار جا جهڙوڪ اندر، رُدر (گجگوڙ ڪندڙ وڄ)، مروت وايُو وغيره، يارهن ”دِيُو استاني (Celestial) جهڙوڪ ديوس پتر (ابو آڪاس، ورڻ ديوتا، اُشا (پريات)، اشوني ڪمار ديوتائون ۽ سورج، جنهن کي جدا جدا ڪري متر، پُوشڻ، سَوتِر ۽ وشنو سڏيو اٿن. (ڏسو ياسڪ منيءَ جو ”نرڪت“ 7، 5).

شتپت براهمڻ ۾ ديوتائن جا نالا ٻيءَ ترتيب سان بيهاري ڄاڻايو اٿن ته ٽيٽيهه ديوتائون جي مکيه آهن، تن مان يارهن رُدر، ٻارهن آدتيه، اَٺ وِسو، هڪ اندر ديوتا ۽ هڪ پرجا پتي (برهما) آهن. رُدرن ۾ مکيه آهي شنڪر. آدتين ۾ سورج (وشنو) ۽ وسن ۾ اگني. شريمد ڀاڳوت گيتا ۾ به ائين ڄاڻايل آهي. اهي ٽيٽيهه ديوتائون پوءِ ويوتين جو وستار ڪري، وڌي ٽيٽيهه ڪروڙ ٿيا آهن. انهيءَ سبب

هندن تان ڪي ڪلندا آهن. حقيقت هن ريت آهي تہ ڏٽي هڪڙو ئي آهي، پر سندس صفاتي نالا بيشمار آهن ۽ آڳاٽن آرين هرهڪ کي مجسم (Personify) ڪيو آهي. انهيءَ ريت ٿيٽيهن ڪروڙن کي اجا بہ وڏائجي تہ وڏائي سگهجي ٿو، آڳاٽن لوڪن اها ڳالهہ پاڻ ڪئي آهي، جيئن هيٺ ڄاڻائجي ٿو.

كثرت ۾ وحدت: رگ ويد جي منڊل ڏهين (82، 1-3) ۾ ڄاڻايل آهي تہ "سيڪجهہ خلقڻهار وڏو آهي. اهو ئي سيني کي خلقي ٿو، اهو ئي سيني کي سنڀالي ٿو ۽ اهو ئي سيني جي مٿان آهي... جنهن پتا (پيءُ) اسان کي پيدا ڪيو آهي، جنهن کي سيني قومن ۽ سيني شين جي ڄاڻ آهي، سو هڪڙو ئي آهي، پر مٿس نالا گهڻا رکيل آهن." هن مان چٽيءَ ريت ظهار آهي تہ رگ ويد واري قديم زماني ۾ جيتوڻيڪ عناصرن يا تتون کي ملائيندڙ طاقتن کي ديوتائون ڪري پوڄيائون ٿي، تہ بہ ائين ڄاڻائون ٿي تہ ساري جهان جو خلقيندڙ هڪڙو ئي قادر مطلق ڏٽي آهي. رگ ويد جي منڊل پهرين (164، 46) ۾ بہ ائين ئي چيل آهي تہ جيڪي سياڻا آهن، سي جدا جدا ديوتائن ۾ هڪڙو ئي ڏٽي پرجن پروڙين ٿا.

**ويدڪ ڌرم ڪهڙي دفعي ۾ ليکجي؟** ويدڪ ڌرم بابت جيڪي مٿيون حقيقتون رگ ويد ۾ ڄاڻايل آهن، تن تي ويچار ڪرڻ سان سپاويڪ طرح هيءُ سوال اُٿي ٿو تہ ويدڪ ڌرم جو لڇڻ (Character) ڪهڙو آهي؟ ان کي ڪهڙي دفعي ۾ ليکڻ گهرجي؟ رگ ويد ۾ جملي 1028 سُوڪت آهن. جيڪو بہ سُوڪت پڙهجي ٿو، تنهن ۾ هڪ نہ ئي ديوتا جي اُستتي آهي. ائين گهڻن ئي ديوتائن جا نالا ڄاڻايل آهن، ۽ انهن جي پوڄا جو بہ ذڪر اهي، تنهنڪري هرڪو جيڪر ائين چوي، تہ آڳاٽن آرين جو ڌرم "بهون ديو مت" (Polytheism) هو. انهن ساڳين ديوتائن جي شڪل شبيهہ وغيره جو ائين ورنن ڪيو اٿن جو ڄڻ تہ انهن ديوتائن جي صورت وغيره ماڻهن جهڙي هئي، تنهنڪري اهو "منڪ روپ ديومت" (Anthropomorphism) بہ چئبو. رگ ويد ۾ پِترن جي پوڄا جو ذڪر بہ آهي، تنهنڪري چئبو تہ "هرهڪ ماڻهوءَ جي روحاني هستي علحدي ليکڻ جومت" (Animism) بہ وتن عام هو. ساڳئي وقت رگ ويد ۾ ڪيترن هنڌ ائين بہ

جاڻايل آهي ته ڏٺي سڀ شيءِ (جاندار توڙي بي جان) ۾ محيط يا وياپڪ آهي. ”سمنڊ جنهن جا لڪ (Loins) آهن، سو پاڻيءَ جي ڦڙي ۾ به سمايل آهي“ — اهڙا جملا چٽيءَ ريت ظهار ڪن ٿا ته ”ويدانت مت“ (Pantheism) تن ڏينهن ۾ ئي ڦهليل هو. هيئن به چيل آي ته ”ڏٺي هڪڙو ئي آهي، ۽ مٿس نالا گهڻا رکيل آهن، ۽ جيڪي سياڻا آهن، سي جدا جدا ديوتائن ۾ هڪڙو ئي ڏٺي پرجهن پروڙين ٿا“. هيءُ چٽو اشارو ”ايڪ ايشور واد“ (Monotheism) جو آهي. اهڙيءَ طرح باريڪ ريت جاچڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته رگ ويد واري زماني ۾ ئي گهڻن متن جو ٻج چٽيل هو. ساڳئي وقت هيءَ ڳالهه به ڌيان ۾ رکڻ گهرجي ته رگ ويد جا منڊل جدا جدا زمانن جا جڙيل آهن، پر رگ ويد واري آڳاٽن، وچولي توڙي پوئين زماني ۾ نڪي هيون مڙهيون نڪي مندر، نڪي ٺاڪر دوارا يا شوالا نڪي ٺڪاڻا. جهوني ۾ جهونا منڊل ائين ئي جاڻائين ٿا ته هي قدرت جو ڪارخانو آڳاٽن آرين جو مندر هو، ۽ آڪاس، پرٿوي، سج، پون (هوا)، ۽ ٻيا عناصر جي آد ڪان هليا اچن، سي سندن ٺاڪر هئا. ٻين لفظن ۾ چئبو ته سندن اوائلي ڌرم هو ”پرڪرتي پوڄا“ يعني الاهي طاقتن جي پوڄا (Nature Worship or Naturalism) انهن جدا جدا طاقتن کي پوءِ ديوتائون ڪري ليکيائون ته سندن ڌرم ”ٻهون ديومت“ (Polythesim) پيو پاسي. انهيءَ ڪثرت منجهان ئي وحدت لوچي لڌائون، تنهنڪري اهو ”ايڪ ايشور واد“ (Monotheism) چئجي ٿو. انهيءَ هڪڙي ڏٺيءَ جي ڌيان ڌاريندي ڪين هرهڪ گل مان سندس ئي واس آيو، ۽ سڀ ۾ اهو هڪڙو پسڻ لڳا. جيڏانهن ڪريان پرک تيڏانهن صاحب سامهون“. حاصل مطلب قدرت منجهان ئي قادر سان ملڻ جي واٽ ملي ٿي، ۽ اهو ئي آڳاٽن آرين جو اوائلي ڌرم هو.

ٺاڪرن جي مورتي: پروفيسر مئڪس ملر رگ ويد جو اڀياس ڪري ڄاڻايو آهي ته ويدڪ ڌرم ۾ ٺاڪرن جي مورتن يا پتلن پوڄڻ جي ڳالهه ناهي ئي ڪانه. ٻين به ڪيترن يوروپي توڙي ڏيهي عالمن جو چوڻ آهي ته ويدن واري زماني ۾ بت پرستي هئي ڪانه. انهيءَ هوندي به رگ ويد منجهان ڪيترن عالمن کي ائين سمجهڻ ۾ اچي ٿو ته ٺاڪرن جي مورتن يا پتلن ناهڻ جو رواج

رگ ويد واري ڪنهن عرصي ۾ ئي جاري ٿيو هو. منڊل چوٿين ۾ هڪ رشي چوي ٿو تہ ”ڏھ ڳايون ڏيئي، منهنجو هيءُ اِندر ڪو وٺندو؟ جڏهن اِندر ديوتا سندس دشمن دفع ڪري، تڏهن منهنجو اِندر مون ڪي موٽائي ڏي!“*

* Macdonell and keith: Vedic Index, I, 390.

* * ”سارنگ ڪي سارين، ماڻهو مرگ، مينهون،

آڙيون ابر آسري، تاڙا تنوارين“.

شاهہ

* The two pieces of fuely by the attrition of whichfire is produced, and which are represented as husband and wife.

* Z.A Ragozin, Vedic India, p. 149.

* Prof. Max Muller: Chips from a German Workshop, 1-38

رگ ويد جي منڊل ائين (1، 5) ۾ چيل آهي تہ ”اي وجر هلائيندڙ (اندر ديوتا) مان توکي ڪيتري بہ ناڻي تي ڏيئي نہ ڇڏيندس. پلي تہ ڪو مون کي هزار، ڏھ هزار بلڪ وڌيڪ ناڻو ڏئي“. رگ ويد جي منڊل ٻئي (33، 9) ۾ رُدر (شو مهراج) جي مورتيءَ جو ذڪر آهي. هن منجهان ائين سمجهجي ٿو تہ ناڪرن جي مورتن ٺاهڻ ۽ انهن جي وڪري ڪرڻ جو رواج بہ هو. عام طرح ماڻهو جيڪڏهن ناڪرن جي پتلن کي نہ پوڄيندا هئا، تہ بہ انهن ڏي عزت جي نگاهہ سان نهاريندا هئا، ۽ جڳهہ ڏن ڏيئي اهي پتلا پنهنجي گهرن ۾ رکندا هئا.

<u>يڳيہ، پوڄا ۽ ڏکڻا</u>: دنيا جا ڪيترا قديم لوڪ ائين وسهندا هئا تہ جيڪڏهن ديوتائون اسان تي راضي ٿيندا، تڏهن اهي اسان جي من جون سڀ مرادون پڄائيندا. ديوتائن جي راضي هٿ ڪرڻ لاءِ قديم مصر ملڪ جي ماڻهن نهايت عمدا منارا ٺاهيا، جي دنهيا جي عجائبات ۾ شمار ٿيل آهن. قديم هندن پنهنجن ديوتائن کي پرسن ڪرڻ لاءِ يتين ڪرڻ تي زور رکيو.

يڳين ڪرڻ جو رواج آڳاٽن آرين ۽ پارسين کان سواءِ ٻيءَ ڪنهن بہ قوم ۾ نہ هو، تنهنڪري ”يڳيہ لاءِ ٻيءَ ڪنهن بہ ٻوليءَ ۾ پورو لفظ آهي ئي ڪونہ. يڳين ڪرڻ جو خيال آڳاٽن آرين کي قدرت منجهان آيو. قدرت جي ڳالهين بنسبت

هنن جنهن نموني خيال ڏوڙايا ٿي، سو نمونو ئي نرالو هو، ۽ اهو اڄ بہ سمجهڻ سولو آهي.
آڪاس ڏي نظر ڦيرائيندي، آڳاٽن آرين کي ائين سمجهڻ آيو تہ سورج ۽ بجلي (وڄ) يگيہ جي اگنيءَ جو روپ آهن. برساتي موسم ۾ آسمان ۾ گجگوڙ ٿئي ٿي، ۽ مينهن وسڻ مهل اهڙا آواز ٿين ٿا، جو ڄڻ تہ آسمان ۾ ساز، سارنگيون، سُرندا پيا وڄن، ۽ گويا ويدن جي منترن جو ڳاين پيو ٿئي! برسات ۾ وهندڙ ندين ۽ نين جو پاڻي ڄڻ تہ جل انجلي آئي، ۽ ديوتائون ڄڻ تہ اهو يگيہ پاڻ خود ديوتائن بابت ائين وسهندا هئا تہ وڏا يگيہ ڪيا اٿن، جنهنڪري ڪرائين ٿا. اهڙي پدوي مليا اٿن. نہ فقط ديوتائون، پر سارو جهان يگيہ مان پيدا ٿيل ڄاتائون ٿي. هن کي پلي تہ ڪو ڳوڙهي فيلسوفي ڪري ليکي، يا فقط شاعراڻي خيال جي ڊوڙ ڪوٺي، تہ بہ ايترو چئبو تہ ڌرم شاسترن جي سکيا آهي "قرباني". سڀ کان وڏي شڪستي آهي ئي قرباني. عاشق پنهنجي معشوق لاءِ پنهنجو سر قربان ڪيو ڇڏي، ۽ اهو هڪ وڏو يگيہ آهي. وطن دوست پنهنجي ديس لاءِ سوين سختيون سر تي سهي ٿو، بلڪ پنهنجو پاڻ قربان ڪيو ڇڏي، ۽ اهو بہ هڪ وڏو يگيہ آهي. اسان پارو رواجي ماڻهو جيڪڏهن ڪنهن ٻئي جي پلي لاءِ پاڻ کي ٿوروئي ڪٽي پتوڙيندو، يا ڪجهہ خرچ ڪندو تہ چئبو تہ اهو بہ يگيہ ڪيائين. ائين يگيہ ۾ قربانيءَ جو خيال سمايل آهي. يگيہ جي اگني دڪائي، پوريءَ وڌيءَ سان ويدن جا منتر اُچارڻ، ۽ ايشور جي پوڄا ۾ مگن ٿي، پنهنجو پاڻ وساري ڇڏڻ، اهو ئي ديوتائن جي راضپي هٿ ڪرڻ جو رستو آڳاٽن هندن کي سجهي آيو، تنهنڪري يگيہ جو دستور هندن کان سواءِ ٻيءَ ڪنهن بہ قوم ۾ ڪونهي. پارسي بہ اصل ۾ هندو هئا.

آڳاٽا آريہ لوڪ باهہ ٻارڻ جو هنر سکيا، ۽ آڪاس جي اِتر بجليءَ ڄڻ تہ سندن گهرن جي چلهين ۾ اچي ٽِرُ پاتو، تنهن ڪانپوءِ اهو يگين جو دستور جاري ٿيو، ۽ اگني پوڄا عام ٿي. اگني پوڄا ۽ يگين جو رواج پرڳو رشيءَ جي ڪُل وارن ۾ عام هو. پرت آريہ لوڪ بہ اگنيءَ جي اوائلي پوڄارين مان هئا، جنهنڪري

خود اگني ”پارت“ سڏي وئي آهي (رگ ويد، منڊل ٻيو، 7، 1، ۽ منڊل چوٿون 25، 4) اٿرو ويد تي اٿرون رشيءَ جو نالو پيل آهي. انهيءَ رشيءَ ”اٿرون“ يعني باهه ٻارڻ جو هنر جاري ڪيو هو، تنهنڪري انهيءَ نالي سڏجڻ ۾ آيو. پارسي ٻه اصل هندو آريه هئا، ۽ اهي پنهنجي پروهتن کي ”اٿرون“ سڏيندا هئا، ۽ اِهي اٿرون ڪين اگني پوڄا ڪرائيندا هئا.

رگ ويد مان ظاهر آهي ته آڳاٽن آرين ائين ٿي سمجهيو ته يگيه جي اگني دکائي، ان ۾ آهوتي وجهجي ٿي، ته اگني ڇيپي ڪڍي عرشين وڃي لڳي ٿي، ۽ آهوتيءَ جو واس اگن ديوتا اڪاس ۽ ٻين ديوتائن تائين پهچائي ٿو، ته ديوتائون پرسن ٿي اسان جن چلهين وٽ اچي مِڙن ٿا، ۽ جيڪو پوڄن وغيره اگنيءَ ۾ وجهجي ٿو، تنهن جو واس وٺن ٿا. ڪين حاضر ناظر ڄاڻي، اسين جيڪي ويدن جا منتر اُچارين ٿا، سي ٻڌي هو پرسن ٿين ٿا ۽ اسان جي من جون مرادون پوريون ڪن ٿا. هيءُ اگنيءَ بابت مضمون انگريزي شعر ۾ ميوئر صاحب آندو آهي، جنهن مان ٿورو ٽڪر نموني لاءِ هتي ڏجي ٿو.

A swift winged messenger, thou calles down

From heaven, tocrowd our hearths, the race divine

To taste our food, our hymns to hear, benign

And all our fondest aspirations crown.

(J. Muir, Original Sanskrit Texts, Vol. V. Page 221)

آڳاٽن آرين ائين ڄاتو ته يگيه ڪرڻ ڪري ئي منداڻتا مينهن وسن ٿا، فصل پلا ٿين ٿا، جنهنڪري سيني ساهوارن جي جيوت سکي نبري ٿي، نه ته ساري سنسار جو چرخو جيڪر اُلٽ پلٽ ٿي وڃي. ان وقت جا راجائون ته ائين ٻه وسهندا هئا ته جنگين ۾ سوڀ ٻه يگين ڪرڻ ڪري ٿئي ٿي، ۽ من جون ٻيون سڀ مرادون پڄن ٿيون. هو پراوا ملڪ جيتي اشو ميڌ يگيه ۽ راجسو يگيه ڪندا هئا، ۽ ڪتان ڪتان جا راجائون انهن يگين ۾ اچي شامل ٿيندا ها، ۽ يگيه ڪندڙ راجا کي پنهنجي پنهنجي ملڪ جون قيمتي سوغاتون آڻي ڏيندا هئا، جنهنڪري راجائن کي يگين ڪرائيندي هيڪاري گهڻي خوشي ٿيندي هئي.

اهي يگيہ براهمڻ ڪرائيندا هئا، جنهنڪري براهمڻن جو نهايت گهڻو مان هوندو هو.

”يگيہ“ بدران ”يجنيہ“ بہ چئبو آهي، جنهن جو اُچار سنڌي ۾ آهي ”جُڳُ“. جُڳ لفظ ۾ ئي خوشيءَ جو خيال سمايل آهي تہ بجنسي جُڳ ڪندڙن کي ڪيترن خوشي ٿيندي هئي، تنهن جو تصور هرڪو پاڻيهي ڪري سگهي ٿو.

رگ ويد مان معلوم ٿئي ٿو تہ ديوتائن کي پرسن ڪرڻ لاءِ قديم آريہ لوڪ قسمين قسمين يگيہ ڪندا هئا. اٿرو ويد مان معلوم ٿئي ٿو تہ اُماس، چنڊ ۽ پورڻماسي تي ٻليون چاڙهيندا هئا (اٿرو ويد، منڊل ستون، 79، 80، 81). بہ ساليانہ يگيہ ڪندا هئا، جن جو واسطو يٽ ۽ ڪتيءَ جي فصلن سان هو (اٿرو ويد، منڊل ٽيون).

رگ ويد واري زماني ۾ ”ستر“ (Sattra) ڪندا هئا، ۽ اهو هڪ وڏو يگيہ هو. اهو تيرهن ڏينهن کان وٺي هڪ سؤ ڏينهن تائين ساندهہ هلندو هو. اهو يگيہ اڪثر سانوڻيءَ ۾ ڪندا هئا تہ منداڻتا مينهن پون، چوماسو چڱو ٿئي تہ فصل ڀلا ٿين.

اٿرو ويد مان معلوم ٿئي ٿو تہ ڪي يگيہ نو ڏهہ مهينا تہ ڪي ٻارهن مهينا ساندهہ ڪندا هئا (اٿرو ويد، منڊل پهريون، 3، 4).

يگيہ ودوان پنڊت ڪرائيندا هئا، جي ويدن جا منتر نهايت پوريءَ وڏي سان اُچاريندا هئا.

پوڄا مهل هڪ ويڏي (Attar) ناهيندا هئا، جنهن ۾ يگيہ جي اگني دکائيندا هئا. جيڪو پروهت پوڄا ڪرائيندو هو، تنهن کي اهو پوڄن ڪارائيندا هئا، جو ”دڪشڻاگني“ (دڪشڻ + اگني) يعني ويڏيءَ جي ڏکڻ طرف واري اگنيءَ (باهہ) تي تيار ٿيل هوندو هو. انهيءَ ”دڪشڻاگنيءَ لفظ مان ”ڏڪڻا“ لفظ نهيو آهي. مطلب تہ اصل ”ڏڪڻا“ (پيٽا يا ارداس: اها هئي، جو پروهتن کي ”دڪشڻاگنيءَ“ تي تيار ٿيل پوڄن ڪارائيندا هئا. اهڙن وقتن تي پروهتن کي گئودان ڪندا هئا، جا پوڄا مهل ڏکڻ طرف بيهاريندا هئا، تنهنڪري ”ڏڪڻا“ لفظ جي پوءِ معنيٰ تي ”اها کير ڏيندڙ ڳانءِ جا پروهت کي پوڄا ڪرائڻ مهل پيٽا طور ڏجي“. ڪي ڳانءِ بجنسي ڏيندا هئا، تنهنڪري پوءِ ڏڪڻا لفظ جي معنيٰ تي اهو روڪ ناڻو

جو پروهت کي پوڄا ڪرائڻ مهل پيتا طور ڏجي". ڪي ڳانءِ بجنسي ڏيندا هئا، تہ ڏڪڻا لفظ جي معنيٰ تي اهو روڪ ناڻو جو پروهت کي پوڄا ڪرڻ لاءِ ڏجي. ائين "ڏڪڻا" لفظ جي معنيٰ تي پيتا يا ارداس. اهڙن وقتن تي راجائون وڏيءَ دل سان پروهتن کي موتي بہ دان ڪندا هئا. سنسڪرت ساهت ۾ ڪيترا اهڙا مثال آهن، جن مان معلوم ٿئي ٿو تہ ساهميءَ جي هڪ پُٽ ۾ راجا پاڻ وهندو هو، ۽ ٻئي پڙ ۾ پنهنجي تور جيترو سون وجهائيندو هو، ۽ اهو سڀ سون پروهت کي ملندو هو. هيءَ ڳالهہ ڄاڻائي ٿي تہ ملڪ نهايت پريو ڀاڳيو هوندو هو. راجائن وٽ چوپايو مال بہ اپار هوندو هو، ۽ هو وڏيءَ دل سان رشين کي چوپايو مال ۽ سون دان ڪندا هئا، جنهنڪري رشي بہ نهايت پريا ڀاڳيا هوندا هئا.

**پرش ميڌ يا نر ٻلي** Human Sacrifice : قديم زماني ۾ جيئري تي جيئري پرٽجڻ جي بند رسم کان سواءِ ٻيو هڪ وڏيڪ هيبتناڪ رواج عام هو، جنهن جو يڳين سان واسطو آهي. قديم هندو جڏهن ڪنهن جنگ ۾ سوڀارا ٿيندا هئا، تڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جي ٻل چاڙهيندا هئا. اها پُرش ميڌ" يعني ماڻهوءَ جي قرباني ڪوٺبي هئي. پراڻن ۾ انهيءَ کي "نَرَ ٻَلي" يعني "نر يا مرد جي ٻل" بہ سڏيو اٿن. جنگ ۾ مخالف ڌر جا جيڪي ماڻهو گرفتار ڪندا هئا، تن کي پنهنجو داس يا ٻانهون بنائيندا هئا، ۽ انهن مان هڪڙو ڄڻو ٻَک ڪيندا هئا. انهيءَ رواج پوءِ هڪ عجيب ڦيرو کاڌو. يڳيہ ۾ قرباني اها ڪيجي، جا پاڻ کي پياري لڳندي هجي. انهيءَ سبب شايد ائين سمجهڻ لڳا تہ ڪو ڌاريو ماڻهو قربان ڪجي، تنهن کان پنهنجو ڪو ويجهو عزيز ٻل چاڙهجي، تہ ديوتائن وڏيڪ پرسن ٿين، ۽ ان جو ڪو چڱو ڦل ڏين. هو پوءِ پنهنجي گهر جو ڪو ڀاتي قربان ڪرڻ لڳا!
قديم زماني ۾پيءُ کي پنهنجي اولا ۽ ڪٽنب جي سيني ڀاتين جي مٿان ڪلي اختيار هوندو هو. پيءُ پنهنجي پٽ کي ٻل چاڙهي ڇڏيندو هو، يا ڪو اولاد ناٽي تي نيڪال ڪري ڇڏيندو هو تہ ساڻس چان چون ڪرڻ جي ڪنهن کي بہ اختياري ڪانہ هوندي هئي. هن بابت ائتريہ براهمڻ ۾ ڄاڻايل اهي تہ ستوادي راجا هرشچندر سڪا ڪئي هئي تہ "مون کي جيڪو پهريون نپٽ ڄمندو، سو

ورڻ ديوتا تي ٻل چاڙهيندس“. کيس پوءِ روهت نالي پٽ ڄائو، پر پنهنجي سڪليڏي پٽ کي ٻل چاڙهڻ تي دل نہ وريس، تنهنڪري پرش ميڌ ڪرڻ کان ٽٽائڻ لڳو. روهت پوءِ وڏو ٿيو تہ پڻس پنهنجي ڪيل سڪا بابت ٻڌايس. روهت کي پنهنجيءَ جان جو خوف لڳو، سو جهنگ منهن ڏيئي ڀڄي ويو، ۽ ڇهہ ورهيہ ساندهہ ڪنهن بن ۾ لڪي پئي گذاريائين.ائين ٻاويهہ ورهيہ لنگهي ويا. ڪنهن وقت راجا هرشچندر کي ڪوڙهہ ٿيو. کيس وهم اچي دل تي وينو تہ ورڻ ديوتا سان سڪا نہ پاڙي اٿم، تنهنڪري هيءَ پوڳنا ٿو پوڳيان. روهت کي ڪنهن طرح انهيءَ ڳالہ جي سڌ پئجي ويئي. هيءُ صالح پٽ چوڻ لڳو تہ ”منهنجوپيءُ نوبنو ٿئي، پو3 منهنجو سر ويو تہ صدقي ٿيو!“ انهيءَ اعليٰ خيال اچڻ سان هو جهنگ ڇڏي شهر ويو، ۽ پنهنجي سر قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو. واٽ تي آجيگرت نالي هڪ براهمڻ گڏيس، جو ڀارگو رشيءَ جي ڪُل مان هو. هو بک ۾ پاهہ تي ٿيو. روهت چيس تہ ”اي برهمڻ جيڪڏهن پنهنجن پٽن مان هڪڙو منهنجي بدران ٻل چاڙهڻ لاءِ ڏيندين تہ مان توکي هڪ سؤ ڳئون ڏيندس“. انهيءَ آڇ تي براهمڻ هرڪجي ويو. انهيءَ براهمڻ کي ٽي پٽ هئا، جن مان وڏي پٽ ڏيڻ تي سندس دل نہ وري. ۽ ننڍي پٽ ڏيڻ تي جوڻس جي دل نہ وري انهيءَ سبب وچون پٽ شنهہ شيپ نالي روهت کي ڏنائين، جنهن پنهنجي پيءُ راجا هرشچندر کان هڪ سؤ ڳايون وٺي ڏنيس. تن ڏينهن ۾ دستور هوندو هو تہ جنهن ماڻهوءَ کي ٻلچاڙهيندا ها، تنهنکي اول ”يُوپ“ يعني ٻل واري ٿنڀي سان قابو ڪري ٻڌندا هئا، ۽ پوءِ سندس سنڌ سنڌ ڪپي، يگيہ جي اگنيءَ ۾ وجهندا هئا. اجا هرشچندر جي ماڻهن مان ڪنهن جي بہ دل نہ وري تہ ڪو براهمڻ جي پٽ کي يوپ سان ٻڌي. انهيءَ چوڪري جي لوپي پيءُ چيو تہ ”مون کي جيڪڏهن بيون هڪ سؤ ڳايون ملنديون تہ مان پنهنجي پٽ کي يوپ سان ٻڌندس“. راجا هرشچندر اها ڳالهہ قبولي، تہ هن پنهنجي پٽ کي يوپ سان ٻڌو، پر ٻالڪ کي ڪهڻ ڪنهن بہ نہ قبوليو. انهيءَ تي هن نردئي براهمڻ اجيگرت چيو تہ ”مون کي جيڪڏهن ٽيون هڪ سؤ ڳايون ملنديون، تہ مان پنهنجن ٽٽن سان پنهنجوپٽ ڪهندس“ راجا هيءَ ڳالهہ بہ قبولي ۽ هو پوءِ پنهنجي پٽ کي ڪهڻ

لاءِ ڪاٽي ٽڪي ڪرڻ لڳو. شنهه سيپ ڏنو ته هاڻ اڄهو ٿو ڳترا ٿيان. پنهنجو ڪوبه اوهي واهي نه ڏسي، هن سچيءَ دل سان ديوتائن کي پڪاريو، سندس هيءَ جگر ڏاريندڙ حالت ڏسي، شايد ديوتائن کي به دک ٿيو، جو ڏسو ڪرتار جي قدرت جو جن زنجيرن سان هو جڪڙيو پيو ٿهو، سو پاڻ مرادو لهي پيس، ۽ هيُ آزاد ٿيو. پوءِ ته راجا جو مرض به ڇٽي ويو. جنهنڪري پرش ميڌ جي ڪابه ضرورت ڪانه ٿي. شنهه شيپ کي پٽس ڪتري راجا (هرشچندر) ڪان وڪٽي ڇڏيو هو، تنهنڪري هو براهمڻ جي دفعي مان نڪري ويو. هن ڪانپوءِ وشوامتر پنهنجو ڌرم جو پٽ ڪيو، ۽ ديورات نالو رکيائينس. هيءَ ڪٿا شريمد ڀاڳوت (اسڪنڌ نائين) ۽ وشنو پراڻ چوٿين ۾ به ڄاڻايل آهي. هن ڪٿا مان به مکيهٿ ڳالهيون ظاهر آهن:

(1) پرش ميڌ جورواج ٿوري کي گهٽي قدر هو.

(2) پيءُ کي ايڏي اختياري هوندي هئي، جو کهڙو به پٽ ٻل چاڙهي سگهندو هو. پيءُ کي پنهنجن پٽن تي ايڏي اختياري قديم رومن لوڪن ۾ به هوندي هئي، جنهن کي (Patria Potestas) چوندا هئا. اڄ تائين مائٽ پنهنجي اولاد تي ڪي اختياريون هلائين ٿا، پر اهي ٻين قسمن جون آهن. مثلاً ڪي ماڻهو پنهنجون نياڻيون جن سان پرڻائين ٿا، تن کان اول ڇگي خاصي رقم وٺن ٿا. ائين ڪي نياڻين جو وڪرو ڪن ٿا. اهو رواج رگ ويد واري زماني ۾ به ڪن ڪن ماڻهن ۾ هوندو هو (منڊل پهريون، 109، 2)، نه ته عام طرح ڪنيادان ڪندا هئا. سڄي هندستان جا ماڻهو هن وقت ٻي اختياري هيءَ هلائين ٿا، جو پنهنجو ٻار ٻئي کي گود ۾ ڏيئي سگهن ٿا. ائين ڪرڻ ۾ ٻار کي ڪوبه نقصان ڪونه ٿو پهچي، هو ته پاڻ وڃي ٻئي جي ملڪيت جو وارث بنجي ٿو، ته به ايترو چئبو ته مائٽ اها اختياري هلائين ٿا. انهيءَ اختياريءَ هلائڻ تي به هڪ بندش آهي. سڄي هندو جاتيءَ لاءِ هيءُ عام قاعدو آهي ته ڪوبه هندو پنهنجو هڪڙو ئي سڪيلڌو پٽ ٻئي ڪنهن کي گود ۾ ڏيئي نٿو سگهي. جيڪڏهن ڪو گود ۾ وٺندو، ته به اهو ڌرم جو پٽ ڪانئس پوءِ سنديس ملڪيت جو وارث ٿي ڪين

سگهندو، چاڪاڻ تہ پٽ وري پنهنجن اصلوڪن مائٽن جو ليکبو. اڄ ڪالهہ اهو ئي قاعدو ڪورٽن ۾ جاري آهي..
آڳاٽا لوڪ پوءِ ڪنهن ماڻهوءَ کي ٻل چاڙهڻ بدران ڪو جانور ٻل چاڙهيندا هئا. پوءِ اها رسم بہ بند ڪري چانورن جي لولي ٻَک طور ڪيندا هئا. :

پرش ميڌ جو رواج ڪن صدين کان بند ٿي ويو آهي، تہ بہ ڪي ڪي قومون اڄ تائين ڪو ماڻهو ٻک ڪين ٿيون. اهڙا مثال بعضي بعضي اخبارن ۾ ڇپجي پڌرا ٿيندا آهن. اهڙو هڪ مثال سنڌ ۾ بہ ٿيو هو، جو سنڌ گزيٽيئر ۾ ڄاڻايل آهي. اها حقيقت هن ريت آهي:
ننگر پارڪر شهر کان بہ ڪوهہ ڪن پري اتر الهندي طرف ڪارونجهر ٽڪريءَ جي هنج ۾ هڪ مڪان "پوڏيسر" نالي آهي. پوڏو نالي هڪ پرمار راجپوت عيسوي ڇهين صديءَ ۾ ٿي گذريو آهي. سندس پيءُ جو نالو جيسو پرمار هو. هن هتي هڪ تلاءُ تيار ڪرايو هو، جو ويڪر ۾ بہ سو فوٽ ۽ ڊيگهہ ۾ انهيءَ کان ٻيڻو آهي. انهيءَ تلاءَ سبب اڄ تائين اهو هنڌ "پوڏيسر" يعني پوڏي جو تلاءُ سڏجي ٿو. اتي جو حاڪم بہ پاڻ هو.
پوڏي پرمار وڏا خرچ ڪري تڪليفون وني، پنهنجي رعيت جي سک لاءِ هيءُ تلاءُ جوڙيو، تيئن برسات جي بوند بہ ڪانہ پيئي، جنهنڪري ڪڏهن بہ پاڻيءَ سان نہ پريو. هو پوءِ پنهنجي چتي ڪٽي ڪنهن پنڊت وٽ ويو ۽ چيائينس تہ "مون کي چٽي ڏسي ڏيو تہ ڪهڙو گرهہ اچي وينو اٿم، جو تلاءُ پرجي ئي نٿو". پنڊت چيس تہ "پنهنجو پٽ ديويءَ تي ٻل چاڙهيو تہ اٽيچو اوهان جو ڪاريہ سڌ". پنڊت جي اها ڳالهہ ٻُڌي بڌي، پوڏي پرمار پنهنجو پٽ وجي ٻل چاڙهيو! ڏٽيءَ جي قدرت جو انهيءَ پرش ميڌ ڪانپوءِ برسات پيئي، ۽ تلاءُ پريو! هيءَ ڳالهہ سنڌ گزيٽيئر جي جلد (ب) ياڳي ڇهين ۾ ٿرپارڪر ضلعي جي احوال ڏيندي ڄاڻائي اٿن. ڪئپٽن ريڪس پنهنجي ڪتاب ٿر جي احوال ۾ بہ ان جو ذڪر ڪيو آهي. جيڪڏهن هيءَ ڳالهہ سچي آهي تہ پوءِ چئبو تہ "سنہ 544ع ڌاري

جڏهن پوڏو پرمار جيئرو هو، تڏهن بہ پرش ميڌ جو رواج هو، جنهنڪري پنڊت اهڙي صلاح ڏني، ۽ پوڏي ان جي پيروي ڪئي.

بليون چاڙهڻ: سنڌو ماڻري جي رهاڪن وٽ ڪو ڪارج منگل ٿيندو هو تہ ويهہ ڏاند يا ٽي سو مينهون اندر ديوتا تي بل چاڙهيندا هئا (رگ ويد، منڊل پنجون، 29، 7، ۽ منڊل ڏهون، (86، 14). اشوميڌ يعني گهوڙن جي قربانيءَ جون يگيہ راجائون ڪندا هئا (منڊل پهريون، 162، 12). سمي پئي ڪيترن مڇي ماس کائڻ صفا بند ڪري ڇڏيو، ۽ ڪوس بہ بند ڪيائون. ڪي گوشت کائڻ ۽ بلين چارهڻ جو رواج پوءِ بہ قائم رکندا آيا. ڪاليءَ يا ديويءَ جا پوڄاري ڪاليءَ جي مندرن ۾ وڇي بل چاڙهيندا هئا. 1894ع تائين سنڌ جي عاملن توڙي ڀائيبندن ۾ عام رواج هو تہ وهانءَ مهل گهوٽ ۽ ڪنوار جي مٿان ٻرو گهوري اهو وڇي بل چاڙهيندا هئا. سنہ 1895-1896ع ڏاري حيدراباد جي شهر ۾ ڀائي ڪلاچند صوفيءَ اهو رواج بند ڪرايو، پر ٻهراڙين ۾ ڪي ڀائيبند اهو قديم رواج اڄ تائين هلائيندا اچن ڪيترين قديم قومن ۾ رواج هو تہ جيڪو جانور بل چاڙهيندا هئا، تنهن جي سسي هڪڙي ئي ڌڪ سان ڌار ڪندا هئا. ڪيترا سک ”جهاٽڪو“ ڪن ٿا، سو قديم رواج جو نشان آهي.

هندو سڀيتا جا بانيڪار: هندو سڀيتا جا بانيڪار ”رشي“ آهن. ”رشي“ انهن کي چئبو آهي، جن ويدن جون رچائون (Hymns) چيون آهن. مطلب تہ رشي ”ڪوي“ يعني شاعر هئا. اڄ جيڪو علم عروض جي قاعدن پٽاندر شعر جوڙي ٿو، سو شاعر سڏجي ٿو. ائين ڪيترن کي شوق ڪٽي شاعر ڪيو آهي، نہ تہ سچ پچ تہ اهي فقط .سگهڙ“ (Poetasters) آهن. شاعري ٻي شي آهي. شاعر يا ڪويءَ جي اصل معنيٰ هئي ”ڄاڻو“. دنيا ۾ جيڪي وهي واپري ٿو، تنهن جي سڌ جيتري شاعر کي آهي، تيتري ٻئي ڪنهن کي ٿي ڪين سگهندي. ڀلي تہ ڪو ڪيترو بہ علم پرائي عالم ۽ فاضل ٿئي، ۽ ويد پڙهي وڏو پنڊت ٿئي. پر ڪويءَ يا شاعر کي ئي اندرين سوجهيءَ جو ورثو عطا ٿيل آهي. اها اندرين سوجهي هڪ الاهي ڏات آهي، جنهن جو ذات پات سان ڪوبہ لاڳاپو ڪونهي. رشين مان ڪي

براهمڻ، تہ ڪي ڪتري تہ ڪي داسين يا ٻانهين جا ٻار (شودر) هئا. مثلاً وسشٽ مني براهمڻ هو، ۽ ڪاڪشون رشي اُشيج نالي هڪ داسي يا ٻانهيءَ جو ٻار هو.

”ذات نہ آهي ذات تي، جو وهي سو لهي.“

شاهہ

رشين جو ڪو ذار فرقو ڪونہ هو. رواجي ماڻهن وانگر اهي بہ مڱيا پرڻبا هئا، ۽ ٻارن ٻچن وارا هوندا هئا. اهي چوپايو مال ڌاريندا هئا، کيتي ڪندا هئا، هٿيارن پنوهارن هلائڻ ۾ پڙ هوندا هئا، يگيہ ڪندا هئا، ٻلين چاڙهيندا هئا، ۽ ديوتائن جو پوڄن ۽ ايشور جي اُستتي ڪندا هئا. رواجي ماڻهن ۽ رشين ۾ مکيہ تفاوت هيءُ هو تہ انهن رشين کي جيئن جيئن الهام ٿيندو هو، يا سرسوتي ٻولائيندي هئي، تيئن ويدن جون رچائون چوندا هئا. اهي وڏي دماغ وارا هوندا هئا، ۽ انيو ڪُليل هون. هو ڌرتيءَ کان وٺي آسمان تائين پنهنجي شاعراڻي نظر سان نهاري، پوءِ پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي، قسمين قسمين ڪاميابيون پائيندا هئا. اهي رشي هئا، جن اول ڌڻ ڌارڻ ۽ کيتي ڪرڻ جارواج وڌا، ۽ ٻاهہ ٻارڻ جو هنر ۽ ٻيا هنر ۽ ڪاريگريون ڳولي لڌائون. ماڻهن جي جان ۽ مال جي بچاءَ خاطر گوتر بہ اول انهن ٺاهيا. گوترن ۾ پائپيءَ جي انگ پيدا ڪرڻ لاءِ ساڳئي گوتر مان پرڻجڻ جي منع ڪيائون، تہ سڀ گوتري هڪ ٻئي جي زالن ۽ نياڻين کي پنهنجن مائن ۽ ڀينرن جهڙو ڪري سمجهن. انهيءَ رستي اختيار ڪرڻ سان ماڻهن ۾ غيرت جو انگ جاڳايائون.

چراگاهن ۽ ٻنين جي حدن ۽ ٻين اهڙين ڳالهين تان ڳوناڻن جو هڪ ٻئي سان تڪرار نہ ٿئي ۽ صلح سانت ۾ گذارين، تنهن لاءِ گهڻن ڳوٺن جون گڏيل پنچاتيون ٺاهيائون. ائين راڄنيتي جوڙجڪ اهڙي ڪيائون جو رعيتي راڄ برپا ٿيا، ۽ آخر جدا جدا هنڌن لاءِ راجائون مقرر ٿيا، جن تي ماڻهن جي جان ۽ مال ملڪيت جي سلامتيءَ جو بار وڌائون. راجائن کي ڪيئن راڄ ڪرڻ کپي، ۽ رعيت کي پنهنجي راجا سان ڪيئن ورتڻ گهرجي، سي قاعدا بہ جوڙيائون، تہ هرڪو نيڪ ديسواسي ٿي رهي، ۽ ٻچڙن بدڪارن کي بہ جرئت نہ ٿئي، جو پاڻ کان هيڻن کي هيسائين يا هنن جو ڌن مال ڦرين.

ماڻهن کي ڏرم ۽ نيتيءَ جون واتون بہ سيکاريائون. سيني ماڻهن جي جيوت سکي نبري، ۽ منداڻتا مينهن وسن، تہ ڏيهہ ۾ ڏڪار نہ پوي، تنهن لاءِ اندر ديوتا، ورڻ ديوتا، ۽ ٻين ديوتائن جي پوڄائن، يگين ۽ هون هوم ۽ ٻين ڪريائن ڪرمن جا رواج وڌائون. ائين شروع ڪان وني سيپتا جو گاڏو سوڌيءَ راهہ تي هلائي، سڄي هندو جاتيءَ کي وڏي اوج تي رسايائون. ان وقت جي سيني هندو ماڻهن، راءِ توڙي رنڪ ائين ٿي ڄاتو تہ اهي رشي ۽ براهمڻ ئي آهن، جي ويدن جا منتر پوريءَ وڌيءَ سان اُچارين ٿا، تہ ديوتائون پرسن ٿين ٿا، جنهنڪري ماڻهنجي من جون سڀ مرادون پوريون ٿين ٿيون، ۽ جنگين ۾ سوڀ، ۽ ٻين سيني ڳالهين ۾ فتح ٿئي ٿي. انهيءَ سبب سڀ ماڻهو رشين ۽ براهمڻن کي پوڄڻ لڳا، ۽ کين پنهنجي ڪل جو پروهت ڪيائون. خود راجائون سندن اڳيان سر جهڪائيندا هئا، ۽ سندن چرن ڌئندا هئا. اشوميڌ يگيہ، راجسويہ يگيہ ۽ ٻيا يگيہ ڪانئن ڪرائيندا هئا، ۽ کين موتي، سون، وستر، رٿ ۽ چوپايو مال وڏيءَ دل سان دان ڪندا هئا، جنهنڪري رشيءَ وڏيءَ هوند وارا هوندا هئا هلندي بہ ايتري هين، جو راجائن کي راج گديءَ تي وهارڻ توڙي گاديءَ تان لاهڻ سندن وس جي ڳالهہ هوندي هئي. راجائون ٻڌل هوندا هئا عام خلق جي رائي سان، ۽ عام خلق ٻڌل هوندي هئي رشين ۽ براهمڻن سان تنهنڪري حڪومت جو سارو ڪاروبار رشين ۽ براهمڻن جي صلاح سان هلندو هو. ائين ڪئين صديون ساندهہ هو راجائن جا وزير تي رهيا تہ حڪومت جو چرخو چڱيءَ طرح هلندو رهي. وقتي ڪن رشين جي پاڙ ۾ اٿبٽت ٿيندي هئي، جيئن وسشٽ مني ۽ وشوامتر جي تي هئي، پر عام طرح اهي ساڙ وير کان آجا هوندا هئا. ڪي تہ ميلو متو ئي ڇڏڻ واجب سمجهي، دنيا ترڪ ڪري، بن ۾ وڃي گذاريندا هئا. اهي ايڪانت ۾ ويهي، جيڪي فيلسوفي ۽ ايشوري گيان جون ڳالهيون سوچيائون، سي آرٽيڪن ۽ اُپنشدن ۾ جاٽايل آهن، جن جون ساکون يورپ، آمريڪا ۽ ٻين ڏورانهن ڏيهن جا رهاڪو اڄ تائين پيا ڪن. اهي رشي فصاحت ۽ بلاغت جا صاحب هئا. بلاغت جو مکيہ اصول هيءُ آهي تہ ڳالهائجي ٿورو پر انهيءَ ۾ معنيٰ وڏي هجي. هن ڳالهہ جي ثابتي سؤترن مان ملي ٿي، جن ۾ لفظ

ٿورا، پر نهايت مائيدار آهن. گهڻي ڳالهائڻ مان هو ڄاڻندا ئي ڪين هئا، تنهنڪري سندن بليغ نڪتا نهايت گهڻا آهن. هن باري ۾ هڪ ڳالهه مثال طور هتي ڄاڻائجي ٿي.

هڪ لڳا باهوَ رشيءَ کي راجا واشڪليءَ وينتي ڪئي ته ”پلائي ڪري مون کي ٻڌايو ته آتما ڇا آهي؟“ رشيءَ ڪُڇي سانت ڪئي. انهيءَ تي راجا وري وينتي ڪيس ته ”پلائي ڪري مون کي سمجهايو“. رشي چيس ته ”ٻچا مان توکي سمجهايان وينو، پر تون نٿو سمجهين“. ”شانتويم آتما“ يعني هيءَ آتما سانت آهي (شانتي سروپ آهي). ڏسو سندس گفتگو! سهڻي لعل لطيف به اهڙو فيلسوفانو گفتو ٻوليو آهي ته:

”جني ڏٺي سڄ، تني ڪڇيو ڪينڪي.“

شاهه

اوپنشدن ۾ جيڪو گيان آهي، سو رڳو پڳو رشين جو ڪونهي. آڳاٽن رشين جي وقت ۾ جيڪي راجائون هئا، تن مان به ڪي وڏا فيلسوف هئا جن جي فيلسوفي اُپنشدن مان معلوم ٿئي ٿي: مثلاً ڪيڪيه پرڳڻي جو راجا آشوپتي جو ساوتريءَ جو پيءُ هو، سو هڪ وڏو فيلسوف هو، جيئن ڇاندوگيه اُپنشد ۾ ڄاڻايل آهي. ائين فيلسوفيءَ جون پلٽون راجائن به پلٽيون، ته به ايترو چئبو ته هندو سڀيتا جا مکيه بانيڪار آڳاٽا رشي هئا. جي پوءِ سڀ براهمڻن جي دفعي ۾ ليکجڻ ۾ آيا. هاڻوڪا سڀ براهمڻ سندن ڪلن مان پيدا ٿيل آهن. پنهنجن ابن ڏاڏن وانگر هو اڄ تائين پوڄائون ڪرائين ٿا، ۽ سندن ججمان سندن چرن ڌوئن ٿا، ۽ کين ڏکڻائون ڏين ٿا. ايترو چئبو ته جيڪا شرڌا اڳوڻن ججمانن ۾ هئي، سا هاڻ گهڻو گهٽ آهي، ۽ اها به گهڻي قدر وڏيءَ ڄمار وارين هندو زالن ۾ آهي. رشين ۽ براهمڻن جو مان مرتبو ڪيتري قدر هو، ۽ هو ڪيتري قدر زور هئا، سي ڳالهيون مٿي اڳي ئي ڄاڻايون ويون آهن.

**آڳاٽي ۽ هاڻوڪي سڀيتا جي ڀيٽ**: رگ ويد واري زماني جي سڀيتا جنهن جو مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي، سا سنڌو ماٿر جي سڀيتا آهي، ۽ اها اڄ به ساڳي آهي. پرش ميڌ، ايشو ميڌ ۽ ٻين اهڙين ڪن جزوي ڳالهين کان سواءِ ريتون رسمون

ساڳيون تہ ڪائڻ پيئڻ، چوڙڻ ماڻڻ جا نمونا بہ ساڳيا مطلب تہ نار ۽ ڪنگريون اهي ئي اڄ تائين هليون اچن.

* Barth: The Religion of India, page 37.

* ”ڏڪڻ“ لفظ جي اصل معنيٰ هئي ”اُپرندو“ يا ”ساجي هٿ وارو پاسو“ پوءِ معنيٰ ۾ ڦير پيو. ائين گھڻن لفظن جون معنائون ڦريون آهن. مثلاً ”اُشٽري“ لفظ جي معنيٰ هئي ”مينهن“ (Buffalo) ۽ هاڻ معنيٰ اٺس ”اُٺُ“ (She-Camel).

* آسٽريليا جا قديم رهاڪو بہ ائين ڪندا هئا. ڪولن سنٿانن بابت عالمن جو چوڻ آهي تہ اهي آسٽريليا طرفان آيا هئا، تنهنڪري پانئجي ٿو تہ هندستان ۾ ڪولن ۽ سنٿالن اهو ”پرش ميڌ“ جو رواج هلايو هو، جو پوءِ آرين اختيار ڪيو هو. – مصنف.

* Upendra Nath Ball, Ancient India, p. 50.

**(پورو ٿيو)**

پيشڪش : آن لائين ڪتاب گهر

ترتيب : قاسم سنڌي

نوٽ: (هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ جي ويب سائيٽ تان ڪٽي پي ڊي ايف جي صورت ۾ آڻي پڙهندڙن جي سهولت لاءِ رکيو ويو)

18/11/2013

https://www.facebook.com/groups/286678031438874/448121985294477/